SOPHIE'S WORLD

# سوفيءَ جي دنيا

ڪائنات فلسفي ۽ سائنس جي وڏين باريڪ بينين کي ناول جي صورت ۾
سولو ڪري سمجهائيندڙ ويهين صديءَ جي آخر جو شاهڪار ڪتاب



# سوفيءَ جي دنيا

ڪائنات، فلسفي ۽ سائنس جي وڏين باريڪ بينين
کي ناول جي صورت ۾ سولو ڪري سمجهائيندڙ
ويهين صديءَ جي آخر جو شاهڪار ڪتاب


جوسٽين گارڊر

سنڌيڪار

ممتاز بخاري



Sindhica

سنڌيڪا




ڪتاب نمبر
106



پهريون ڇاپو: 2000ع
ٻيو ڇاپو: 2010ع
ڪتاب جو نالو : سوفيءَ جي دنيا
ليکڪ: جوسٽين گارڊر
سنڌيڪار: ممتاز بخاري
ڇپيندڙ: آزاد ڪميونيڪيشنز ڪراچي
ڇپائيندڙ: سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي
قيمت : 400/- رپيا

"SOPHEE-A JEE DUNYAA"
(Sophies World: in Sindhi Language)
By: Jostein Gaarder
Translated by: Mumtaz Bukhari
Published by: Sindhica Academy,
B-24, National Auto Plaza, Marston Road,
Karachi-74400 Phone:021-32737290
www.sindhica.net
Email:sindhica_academy@yahoo.com

اسٽاڪسٽ

سنڌيڪا بوڪ شاپ، 19 بلديه پلازه گهنٽا گهر چوڪ سکر فون: 071-5628368،
سنڌيڪا بوڪ شاپ، جتوئي منزل حيدر چوڪ حيدرآباد فون: 03013594679 —
سنڌيڪا بوڪ شاپ، رومر نمبر1، مهراڻ هوٽل، اسٽيشن روڊ، لاڙڪاڻو فون: 03468960942
العماد بوڪ سيلرز، اردو بازار، ڪراچي فون: 0212214521 ، 0300-343115
ڪتاب مرڪز فريئر روڊ، عزيز ڪتاب گهر بئراج روڊ، سکر- ڪاٺياواڙ بوڪ اسٽور اردو بازار ڪراچي- سنڌي ادبي بورڊ بوڪ شاپ، تلڪ چاڙهي حيدرآباد- شاهه لطيف بوڪ شاپ، ڀٽ شاهه- عثمانيه لائبريري، ڄنيهاڻي ڪنڊيارو، قاسميه لائبريري ڪنڊيارو - نيشنل بوڪ اسٽور، نوراني بوڪ ڊپو بندر روڊ، رابيل ڪتاب گهر اسٽيشن روڊ، رهبربوڪ اڪيڊمي رابعا سينٽر بندر روڊ لاڙڪاڻو - رحيم ڪتاب گهر مهراڻ چوڪ بدين- جنيد بوڪ اسٽور ۽ رشيد بوڪ اسٽور نئون چوڪ دادو -حافظ بوڪ اسٽور مسجد روڊ، خيرپور ميرس - سعيد بوڪ اسٽور، گل ڪتاب گهر لکي در شڪارپور - المهراڻ ڪتاب گهر، زاهد بوڪ ڊپو، سانگهڙ- سيد ماس ميگا اسٽور، جيڪب آباد- سرتاج ۽ گلزار بوڪ اسٽور، ڪنڊڪوٽ- ميمڻ بوڪ اسٽور، شاهي بازار ،شهروفيروز- ڪنول ڪتاب گهر، مورو- حافظ اينڊ ڪمپني، لياقت مارڪيٽ، نواب شاهه- ٿر ڪتاب گهر، عمر ڪوٽ- ديدار بوڪ ڊپو، ٽنڊوالهيار- رفعت بوڪ هائوس، ماتلي- مرچو لال پريمي، بدين- مڪتبه يوسفيه، ميرپورخاص. فون. 0300-3319565، عطار ڪتاب گهر، بدين، جنيد بوڪ اسٽور، دادو، مهراڻ ڪتاب گهر، عمر ڪوٽ، حافظ ڪتاب گهر، ڪپرو، سنڌ ڪتاب گهر، مورو،

لکپڙهه ۽ وي پيءَ ذريعي گهرائڻ لاءِ
سنڌيڪا اڪيڊمي
B_24، نيشنل آٽو پلازه مارسٽن روڊ
ڪراچي74400

# فهرست

# پبليشر نوٽ

”سوفي جي دنيا“ افسانوي انداز ۾ ڪائنات، فلسفي ۽ تاريخ جي باريڪ بينين کي بيان ڪري ٿو. هي ڪتاب 1991ع ۾ پهريون پيرو ”نارويي“ زبان ۾ لکيو ويو ۽ 1995ع تائين دنيا جي ڪيترين ئي ٻولين ان جو ترجمو ڪيو ويو.

ناروي ۾ فلسفي جو موضوع پڙهائيندڙ هڪ هاءِ اسڪولي استاد جوشين گارڊر جو فلسفي جو ڳوڙهن بحثن کي تفريحي انداز سان سمجهائڻ جو هي انوکو انداز سڄي دنيا ۾ بيحد مقبول ٿيو ۽ هينئر اسان سنڌي ٻوليءَ ۾ پڙهندڙن لاءِ ان ”ناول“ کي سنڌي جو ويس ڏئي پيش ڪري رهيا آهيون. فلسفي جو موضوع جيئن پوءِ تيئن اسان لاءِ اوپرو ۽ رکو بڻيو پيو وڃي، اهڙي صورتحال ۾ هي ڪتاب ان سلسلي ۾ اسان جي نوجوانن کي فلسفي جي مطالعي لاءِ ريجهائڻ ۽ ريبائڻ جي هڪ ڪوشش آهي. هڪ اهڙي قوم جنهن کي هن ڌرتيءَ تي پنهنجي شناخت کي مؤثر بڻائڻ لاءِ اڪيچار علمي ۽ عملي جتن ڪرڻا آهن، ان لاءِ هنن بنيادي سوالن کي ته اسان ڪير آهيون. جنهن دنيا يا ڪائنات ۾ اسين رهون ٿا اها ڪيئن بڻي؟ چڱائي ۽ مدائي، جبر ۽ اختيار جي معنيٰ ڇا آهي؟ اسان پنهنجي ذات کي، ٻين کي ۽ چوڏس چوڌار کي ڪهڙي نموني بهتر سمجهي سگهون ٿا ۽ اهڙي ٻين اهم سوالن کي سمجهڻ بيحد اڻٽر ضروري آهي. حقيقت هي آهي ته جيسيتائين بنيادي سوال پڇيا نه وڃن ۽ صدق دليءَ سان انهن جو جواب ڏيڻ جي ڪوشش نه ڪئي وڃي اسان اڳتي نه ٿا وڌي سگهون.

هن ڪتاب جي مندرجات کي اسان ڪنهن جي مٿان ٿاڦڻ نه ٿا گهرون، هي سوچ جو هڪ زاويو آهي، ۽ اهڙو زاويو جنهن پنهنجي پنهنجي دؤر کي متاثر ڪيو آهي. سوچ جي جهان ۾ ”پلان پليءَ جي ڇيه ئي ڪونهي“ ان جو تعلق تدبر ۽ غور فڪر سان آهي ۽ اهو تدبر ۽ غور فڪر ئي اسان مسلمانن جي تعليمات جو بہ بنياد آهي.

هن ڪتاب جو ترجمو ٻه ايترو ئي ڏکيو ڪم هو جيترو ڳوڙهن بحثن کي سولو ڪري بيان ڪرڻ جو. اهو ڪم اسان جي نوجوان اديب ۽ صحافي محترم ممتاز بخاريءَ وڏي جاکوڙ سان سر انجام ڏئي ورتو آهي. سندس هي پورهيو سنڌ جي علمي اوسئا ۾ هميشه لاءِ يادگار رهندو.

جيڪڏهن هي ڪتاب پڙهندڙن کي فلسفي جي مطالعي طرف مائل ڪري وٺي ته پوءِ اسان جي هيءَ موچاري ڪوشش سڦلائتي ٿيندي.

**نور احمد ميمڻ**

چيئرمين، سنڌيڪا اڪيڊمي

# باغ عـــدن

**... ڪنهن نہ ڪنهن هنڌان ابتدا ٿي عدم ڪان ڪجھ نہ ڪجھ تہ وجود ۾ آيو هوندو...**

سوفي امنڊسين اسڪول کان گهر اچي رهي هئي. هن پنهنجو اڌ پنڌ جوآنا سان ڪيو. اُهي مشيني ماڻهن (Robots) بابت ڳالهيون ڪري رهيون هيون. جوآنا جو چوڻ هو تہ انساني دماغ جديد ڪمپيوٽر وانگر آهي. سوفي کي پڪ نہ هئي تہ سائنس سهمت آهي. پڪ سان انسان رڪ مان ٺهيل اوزارن کان بہ وڌ شيءِ هوندو؟

بئي جڏهن سپر مارڪيٽ پهتيون تہ پنهنجي پنهنجي واٽ ورتائون. سوفيءَ جو گهر ڳوٺ جي بلڪل آخر ۾ هو. هن جو گهر جوآنا جي گهر جي پيٽ ۾ اسڪول کان ٻيڻو ڏور هيو. هن جي باغ کان پوءِ ڪي بہ گهر نہ هئا. ائين لڳندو هو ڄڻ هن جو گهر دنيا جي آخري ڇيڙي تي هو. جتان اڳتي جهنگ ئي جهنگ هو.

هوءَ موڙ وٺان مڙي ڪلوورڪلوز (Clover Close) ۾ داخل ٿي وئي. آخر ۾ روڊ کي موڙ هو، جنهن کي ڪپتان جو موڙ چئبو هو. ڇنڇر ۽ آچر ڪانسواءِ ايڏانهن ماڻهو ورلي نظر ايندا هئا.

مئي جا شروعاتي ڏينهن هئا. ڪجھ باغن ۾ نرگسي گلن جي جهڳٽن ميوي جي وڻن کي ڇڄ ڦير وڪوڙي ڇڏيو هو. صنوبر جي وڻن تي پيلا ساوا پن اچي ويا هئا.

اها ڪيڏي نہ وڏي ڳالھ آهي جو سال جي ان حصي ۾ هر شئي ڦٽي پئي نڪتي آخر اها ڪهڙي شئي آهي جو جيئن ئي موسم گرم ٿيڻ شروع ٿيندي آهي ۽ برف جا آخري آثار ختم ٿيڻ لڳندا آهن تہ ٿوٺ ڌرتيءَ مان هر طرف ساوڪ ڦهلجي ويندي آهي؟

سوفي پنهنجي باغ جو دروازو کولي خطن واري دٻي ۾ نظر وڌي. معمول

موجب ان ۾ بنا گهرج وارن اشتهارن جو ٿهو پيل هو. سندس ماءُ جي نالي وڏي سائيز وارا لفافا پڻ موجود هئا. هن اسڪول جو ڪم ڪرڻ کان اڳ اهي شيون رڌڻي جي ميز تي وجهي رکيون.

ڪڏهن ڪڏهن بينڪ مان هن جي پيءُ جي نالي به ڪجهه خط ايندا هئا. سندس پيءُ ڪو عام ماڻهو نه هو ئي نه. سوفي جو پيءُ هڪ تمام وڏي آئل ٽينڪر جو ڪپتان هو ۽ هو سال جا اڪثر ڏينهن گهر کان ٻاهر گذاريندو هو. جڏهن به ڪجهه هفتن لاءِ گهر ايندو هو، تبديليون ڪرڻ ۾ لڳي ويندو ۽ گهر کي سوفي ۽ سندس ماءُ لاءِ وڌيڪ آرام وارو ۽ نفيس بڻائي ڇڏيندو هو. پر جڏهن به ساموندي سفر تي هوندو هو، ائين لڳندو هو ڄڻ هو ڏور تمام گهڻو ڏور هليو ويو آهي.

ٽپال واري دٻي ۾ رکيو هڪ خط هو ۽ اهو سوفي جي نالي هو. اڇي لفافي تي "سوفي امندسين، ٣ ڪلووَرڪلوز" لکيل هو. لفافي تي ڪا ٽڪلي به لڳل ڪونه هئي.

سوفي دروازو بند ڪري، هڪدم لفافو کولي ڏٺو ته ان ۾ ڪاغذ جو ٽڪرو هيو، جيڪو لفافي کان به وڏو نه هو، ان تي لکيل هو:

**"تون ڪير آهين؟"**

هٿ سان لکيل انهن ٽن لفظن ۽ هڪ وڏي سوالي نشانيءَ کان سواءِ ٻيو ڪجهه به لکيل ڪونه هو.

هن ٻيهر لفافي کي غور سان ڏٺو. خط پڪ هن جي ئي نالي هو. اهو دٻي ۾ ڪنهن وڌو هوندو؟

سوفي تڪڙ تڪڙ ۾ ڳاڙهين سرن واري گهر ۾ داخل ٿي. هن جي ٻلي شيري ڪان، جهنگٽن مان لڪندي لڪندي ٻاهر نڪتي. ڏاڪڻين تي ٽپ ڏنائين ۽ دروازي بند ٿيڻ کان اڳ ڪمري ۾ داخل ٿي وئي.

جڏهن به سوفيءَ جي ماءُ ڪاوڙيل هوندي هئي ته هوءَ گهر تي ڇوهه ڇنڊيندي ان کي جانورن جو واڙو سڏيندي هئي. واڙا جانورن لاءِ ئي هوندا آهن، سوفي به هڪ واڙو ٺاهيو هو ۽ پنهنجي ان ڪارڪردگيءَ تي ڏاڍي سرهي هئي. هن پنهنجي واڙي جي شروعات ٽن مڇين، گولڊ ٽوپ، ريڊ رائڊنگ هڊ ۽ بليڪ جيڪ سان ڪئي هئي. ان بعد هن وٽ سمٽ (Smitt) ۽ سمول (Smule) نالي ٻه آسٽريليا جا طوطا هئا. هڪ سيهو گوبند ۽ آخر ۾ هن هڪ پٽاپٽي ٻلي شيري ڪان به پالي هئي.

سوفي پنهنجو ٿيلهو رکي، ٻليءَ کي خوراڪ ڏني ۽ پاٽ رڌڻي ۾ اسٽول تي ويهي رهي. پر اسرار خط سندس هٿ ۾ هو.

**"تون ڪير آهين؟"**

هن کي سمجهه ۾ ڪجهه به نه ٿي آيو. اِهو درست آهي ته هوءَ سوفي امنڊسين آهي. پر هوءَ ڪير آهي؟ اِهو معلوم ڪرڻ لاءِ سوچيو به نه هئائين.

جيڪڏهن هن جو ٻيو نالو هجي ها، جيئن اين ڪنڊسن، ته پوءِ ڪهڙو فرق پئي ها؟ ڇا هوءَ ڪو ٻيو فرد هجي ها؟

هن کي اوچتو ياد آيو ته سندس پيءُ هن جو نالو ليلي مور رکڻ ٿي چاهيو. سوفي تصور ڪرڻ شروع ڪيو ته هوءَ ليلي مور امنڊسين جي حيثيت سان ماڻهن کي پنهنجي سڃاڻ ڪرائي رهي آهي. پر ڳالهه نهي ڪانه هن کي ايئن محسوس ٿي رهيو هو، ڄڻ هوءَ پنهنجو نه پر ٻئي ڪنهنجو تعارف ڪرائي رهي آهي.

هوءَ ٽپ ڏيئي بيٺي ۽ اهو پراسرار خط ڪٺي ترڙخاني ۾ داخل ٿي، آئيني آڏو بيهي رهي ۽ پنهنجي اکين ۾ گهورڻ لڳي.

”مان سوفي امنڊسين آهيان.“ هن چيو.

آئيني ۾ بيٺل ڇوڪري، رد عمل ۾ اک به نه ڇنڀي. هوءَ به ائين ئي ڪري رهي هئي، جيئن سوفي. سوفي تيزيءَ سان ڦري پنهنجي عڪس کي مات ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ٻي ڇوڪري به دير نه ڏني. اُها به سوفي جيتري ئي تيز هئي.

”تون ڪير آهين؟“ سوفي پڇيو.

ان سوال جو به جواب نه مليس پر هوءَ وقتي طور ايتري وائڙي ٿي وئي جو هن کي سمجهه ۾ نه آيو ته اِهو سوال هن پڇيو هو يا هن جي آئيني واري عڪس.

سوفي آئيني ۾ نظر ايندڙ نڪ پنهنجي ڏسٽي آڱر سان دٻايو ۽ چيو:

”تون مان ئي آهيان.“

سوفي کي پنهنجي ڳالهه جو جواب نه مليو ته هن جملو ابتو ڪيو ۽ چيو:

”مان تون ئي آهيان.“

سوفي پنهنجي منهاڊي بابت اڪثر مطمئن نه رهندي هئي. هن کي سدائين اهو ٻڌايو ويندو هو ته هن جون اکيون بادام جيان خوبصورت آهن. پر ماڻهو شايد ان ڪري ائين چوندا هئا جو هن جو نڪ ننڍو ۽ هن جو وات ڪجهه وڏيڪ وڏو هو. هن جا ڪن به سندس اکين جي گهڻو ويجهو هئا. سڀ کان خراب ڳالهه هئي سوفيءَ جا سنوان سڌا وار، جن کي سنوارڻ ڏاڍو ڏکيو هو. ڪڏهن ڪڏهن سندس پيءُ هن جي وارن کي هٿ گهمائيندو هو، انهن کي نيڪ ڪندو هو، ڪلاڊ ڊبوسيءَ جي هڪ ڌن جو نقل ڪري، هن کي 'پيلن وارن واري ڇوڪري' چوندو هو. پر هن جي پيءُ تي ته فرق نه ٿي پيو، ڇو ته هن جي ڪارن وارن جي سزا ڪيس ٿوري ئي ملي رهي هئي. هن وارن جي

تبديليءَ لاءِ ڪيئي ڪوششون ڪيون، تيل ۽ ملائيون استعمال ڪيائين. پر انهن جو سندس وارن تي اثر ئي ڪو نہ ٿيو. ڪڏهن ڪڏهن هن کي خيال ايندو هو تہ هوءَ ان ڪري ڪوجهي آهي جو جائي ئي بدشڪل هئي. سندس ماءُ سدائين چوندي هئي تہ ويم مهل کيس شديد 'سور' ٿيا هئا. پر ڇا ان جو دارومدار ان تي آهي تہ توهان جي پيدائش وقت توهان جي ماءُ کي ڪيڏا شديد 'سور' ٿيا هئا؟

۽ ڇا اها بہ عجيب ڳالهہ ناهي تہ هن کي اها خبر بہ ناهي تہ هوءَ ڪير آهي؟ ۽ ڇا اَها ڳالهہ بہ غلط ناهي تہ هن کي پنهنجي مهاندي تي بہ اختيار نہ هو. هن جي شَڪل تہ بس هن تي مڙهي وئي هئي. هوءَ دوست تہ پنهنجي مرضيءَ سان چوندي پئي سگهي، پر هن پنهنجي چونڊ پاڻ نہ ڪئي هئي. هن تہ انسان ٿيڻ بہ پاڻ ڪونہ چونڊيو هو.

انسان ڇا آهي؟

سوفي آئيني ۾ ٻيهر غور سان ڇوڪريءَ کي ڏٺو.

"منهنجو خيال آهي تہ مون کي مٿي ڪمري ۾، اسڪول جو بائلاجيءَ جو مليل ڪم ڪرڻ گهرجي." هن شڪي ٿيندي چيو. جڏهن هوءَ هال وٽ پهتي تہ سوچيائين، "نہ، منهنجو خيال آهي تہ مون کي باغ ۾ وڃڻ گهرجي."

سوفيءَ "ڪٽي ڪٽي ڪٽي." ٻليءَ کي سڏ ڪري ٻاهر ڀڄائي ڇڏيو ۽ ٻاهر ڪلنڊڙ دروازو بند ڪري ڇڏيائين.

جڏهن هوءَ پراسرار خط هٿ ۾ جهليو بيٺي هئي تہ مٿس عجيب قسم جو خيال ڇانئجي ويو. کيس لڳو ڄڻ هوءَ ڪا گڏي آهي، جنهن ۾ جادوءَ جي لڪڻ کي لوڏي روح وڌو ويو آهي.

ڪيڏي عجيب ڳالهہ هئي جو هوءَ دنيا ۾ اچي چڪي هئي ۽ هن وقت هڪ عجيب ڳالهہ تي سوچي رهي هئي!

شيري ڪان ٻلي هوريان هوريان ٻجريءَ تان تڪرندي، ڪڏندي ٻوُڙن جي جهڳٽن ۾ گم ٿي وئي. هوءَ جيئري جاڳندي ٻلي هئي - جنهن ۾ مڇن ڪان ٻچ تائين ايتري سگهہ ڀريل هئي جو هن کي ويهڻ ئي نہ ايندو هو. اُها بہ باغ ۾ موجود هئي پر هن کي پنهنجي ذات بابت ايڏو شعور نہ هو، جيترو سوفي کي هيو.

جڏهن سوفي اهو سوچڻ لڳي تہ هوءَ جيئري آهي تہ کيس احساس ٿيڻ لڳو تہ هوءَ سدائين جيئري نہ رهندي، "مان اڄ هتي جڳت ۾ موجود آهيان." هن سوچيو، "پر هڪ ڏينهن اهڙو بہ هوندو، مان هتي موجود نہ هونديس."

"ڇا موت کان پوءِ ڪا زندگي آهي؟" اهو هڪ ٻيو سوال هو، جنهن کان بہ خوش قسمتيءَ سان ٻلي اڻ ڄاڻ هئي.

سوفيءَ جي ڏاڏي ويجهڙ ۾ فوت ٿي هئي. پهريان مهينا نہ سوفي کيس شدت سان ياد ڪندي هئي. اِهو ڪيڏو انياءُ هو تہ زندگيءَ کي ختم ٿيڻو پيو!

سوفي بجريءَ جي لتل پيچري تي بيٺي سوچيندي رهي. هن زنده رهڻ بابت وڌيڪ شدت سان سوچڻ جي ڪوشش ڪئي جيئن اِهو وساري سگهي تہ هوءَ هميشہ جيئري نہ رهندي. پر اِهو ممڪن نہ هو. جيئن هوءَ جياپي جو تصور ڪرڻ لڳي، تيئن مرڻ جو خيال بہ هن جي ذهن ۾ اچڻ لڳو. ابتو سوچڻ واري طريقي جو بہ ساڳيو نتيجو نڪتو: رڳو شدت سان اِهو محسوس ڪرڻ تہ هن کي هڪ ڏينهن گذاري وڃڻو آهي، هوءَ ان حقيقت جي واڪاڻ ڪري سگهندي تہ جيئرو رهڻ ڪيڏي وڏي نعمت آهي. اِهو بلڪل سڪي جي ٻن پاسن وانگر هو، جن کي هوءَ گهڙي گهڙي ابتو سبتو ڪري رهي هئي. سڪي جو هڪ پاسو جيترو واڌو ۽ وڏو نظر اچڻ لڳو تہ ٻيو پاسو بہ ساڳي نموني نظر اچڻ لڳس.

”ايستائين ماڻهو کي ان ڳالهہ جو تجربو ٿي ئي نہ ٿو سگهي تہ هو زنده آهي، جيستائين ان کي اِهو احساس نہ هجي تہ هن کي مرڻو بہ آهي.“ هن سوچيو، ”پر جيڪڏهن ماڻهو اِهو نہ سوچي تہ جيئرو رهڻ ڪيڏو نہ يقين نہ ڪرڻ جهڙو حيرت انگيز امر آهي، ان لاءِ اِهو محسوس ڪرڻ ناممڪن آهي تہ هن کي هڪ ڏينهن مرڻو آهي.“

سوفي کي ياد آيو تہ هڪ ڏينهن سندس نانيءَ ان وقت هڪ اهڙي ئي ڳالهہ ڪئي هئي، جڏهن کيس ڊاڪٽر چيو هو تہ هوءَ بيمار آهي. ”مون کي اڄ تائين اِها خبر نہ هئي تہ زندگي ڪيڏي املهہ ۽ لطف ڀري آهي.“ هن چيو هو.

ڇا اِهو الميو ناهي تہ ماڻهن کي اِهو ڄاڻڻ لاءِ تہ زنده رهڻ تحفو آهي، بيمار ٿيڻو پئي ٿو. يا جيئن ڊٻي مان پراسرار خط مليو!

شايد هن کي وڃي اِهو معلوم ڪرڻ گهرجي تہ ڪٿي ٻيا خط تہ ناهن آيا. سوفي ڊڪندي دروازي ڏانهن وئي ۽ خطن واري ڊٻي ۾ نهارڻ لڳي. هوءَ اِهو ڏسي جهٽ لاءِ سراپجي وئي تہ ڊٻي ۾ اهڙو ئي هڪ اڇو لفافو پيل هو. هن کي پڪتو يقين هو تہ هن جڏهن پهريائين خط ڪڍيو هو تہ ڊٻو بلڪل خالي هو! هن لفافي تي بہ سندس نالو لکيل هو. هن لفافو ڦاڙي ان مان ڪاغذ جو اڳي جهڙو ئي ٽڪرو ڪڍيو.

”**دنيا ڪٿان آئي آهي؟**“ ان تي لکيل هو.

”مون کي خبر ناهي.“ سوفي سوچيو، ”پڪ سان ڪنهن کي بہ خبر ناهي. پر پوءِ بہ —“ هن جو خيال هو تہ اِهو مناسب سوال آهي. پنهنجي

زندگيءَ ۾ سوفيءَ کي پهريون پيرو احساس ٿيو ته ماڻهوءَ کي گهٽ ۾ گهٽ اِهو ڄاڻڻ گهرجي ته دنيا ڪٿان آئي آهي نه ته ان ۾ رهڻ جو ڪهڙو مطلب پُر اسرار خطن سوفيءَ کي پريشان ڪري ڇڏيو، ڪيس لڳو ته ڄڻ سندس مٿو لاٿون جيئن ڦري رهيو هجي. هن پنهنجي ڪونڙيءَ ۾ ويهڻ جو فيصلو ڪيو.

سوفيءَ جي اِها جاءِ انتهائي لڪل هئي. هوءَ اتي ان وقت ايندي هئي جڏهن مٿس ڪاوڙ جو جن چڙهي ويندو هو، يا تمام گهڻي اداس ۽ ڏکاري ٿيندي هئي يا وري تمام گهڻي خوشي ملندي هئس. پر اڄ؟ اڄ هوءَ مونجهاري ۾ ڦاٿل هئي.

ڳاڙهين سرن وارو اِهو گهر هڪ وڏي باغ ۾ وڪوڙيل هو. باغ ۾ گلن جون اڻ ڳڻيون ٻاريون هيون، طرح طرح ميون جا ٻوٽا ۽ وڻ هئا. هڪ وڏو چبر وارو ميدان به هو، جتي هڪ طرف ننڍڙو جهاز رکيل هو ته ٻئي طرف هڪ ننڍي ٻارنهن دري ٺهيل هئي. انهيءَ ٻارنهن دريءَ ۾ ويهي چئني ڏسائن جي نظارن جو مزو وٺي سگهبو هو. اها ٻارنهن دري سندس ڏاڏي پنهنجي پهرين ذيءُ جي مرتيئي تي سندس ڏاڏي ماءُ لاءِ جوڙائي هئي. ٻارڙي ٿورا ڏينهن ئي جيئري هئي. ان جو نالو ماري هو ۽ مزار جي ڪتبي تي لکيل هو: ”ننڍڙي ماري آئي، هوءَ اسان سان ملي ۽ پوءِ موڪلائي هلي وئي.“

باغ جي هيٺين حصي رس وارن ميون جي ٻوٽن جي پٺيان هڪ گهاٽو جهڳٽو هو. اِهو جهڳٽو ٻيرين جي وڻن جو نه، پر اصل ۾ اِهو پراڻو لوڙهو هئو، جيڪو ڪنهن زماني ۾ جهنگ ۽ باغ وچ ۾ حد بنديءَ جو ڪم ڏيندو هئو. ويهن سالن کان صفائي ۽ ڇانگ نه ٿيڻ سبب ٻوڙا گهاٽا ۽ وچڙيل ٿي ويا هئا جو انهن مان گذرڻ به ناممڪن ٿي ويو هو. ڏاڏي ماءُ چوندي هئي ته جنگ جي ڏينهن ۾ جڏهن باغ ۾ ڪڪڙين کي گهمڻ ڦرڻ جي آزادي هئي ته ان لوڙهي جي ڪري لومڙين لاءِ ڪڪڙيون کائڻ ڏکيو هو.

..... سوفي کانسواءِ ان پراڻي باڙ سان سهڙن جي ٻرن وانگر ڪنهن جي به دلچسپي نه هئي. ڪنهن کي به سوفيءَ جو راز به معلوم نه هو.

لوڙهي ۾ هڪ ننڍو سوراخ هو. سوفيءَ کي ان بابت تڏهن کان ڄاڻ هئي، جڏهن کان سندس حافظي ڪم ڪرڻ شروع ڪيو هو. جڏهن هوءَ پيٽ تي رڙهي اندر وڃي هڪ خالي چرَ تي پهچندي هئي ته اها جاءِ هڪ ڪمري جيان لڳندي هئس. هن کي ڄاڻ هئي ته هتي ڪيس ڪو به ڳولي نه ٿو سگهي.

ٻنهي لفافن کي هٿن ۾ پڪوڙي سوفي ڀڄندي باغ پارڪيو، هيٺ سمهي، هٿن ۽ پيرن تي سرڪندي اڳتي وڌڻ لڳي. هن جي لڪل جاءِ ايتري وڏي هئي جو هوءَ اتي بيهي سگهندي هئي. پر اڄ هوءَ ٻوڙن جي ڪهرن تيلن

تي ويهي رهي. هتان هوءَ شاخن ۾ پٺن جي وٿين مان ٻاهر جهاتيون پائي ٿي سگهي. جيتوڻيڪ ڪاٻ وٿي، ننڍي سڪي ڪان وڌيڪ نہ هئي. هن کي سموري باغ جا منظر نظر ايندا هئا. جڏهن هوءَ ٻارڙي هئي تہ هتي لڪي سوچيندي هئي تہ سندس پيءُ ماءُ ڪيئن نہ ٻاهر ٿا ڳولن.

سوفي سدائين سوچيندي هئي تہ باغ پنهنجي هڪ الڳ دنيا آهي. جڏهن بہ هوءَ انجيل ۾ باغ عدن جو حوالو ٻڌندي هئي تہ کيس پنهنجو ڳجهو هنڌ ياد اچي ويندو هو، جتي هوءَ مزي سان ويهي پنهنجي ننڍڙي جنت جو جائزو وٺندي هئي.

## دنيا ڪٿان آئي آهي؟

هن کي صفا معلوم نہ هو. هوءَ ايترو سو ضرور ڄاڻيندي هئي تہ دنيا خلا ۾ هڪڙو ننڍڙو گرهہ آهي. پر خلا ڪٿان آئي هئي؟ اهو بہ ٿي سگهي ٿو خلا سدائين کان رهي هجي ۽ جيڪڏهن اها ڳالهہ صحيح آهي تہ هن کي اهو مسئلو سلجهائڻ جي ضرورت نہ رهندي تہ اهو ڪٿان آيو آهي. پر سوال اهو آهي: ڇا ڪا شئي سدائين موجود رهي سگهي ٿي؟ پر هن جي اندر ۾ ڪاشيءِ ڦيرائيون پئي ڪائيندي هئي تہ پڪ سان هر ان شيءِ جي، جيڪا موجود آهي، ڪانہ ڪا ابتدا هوندي. ان ڪري خلا ڪنهن زماني ۾ ڪنهن ٻي شيءِ مان تخليق ڪئي وئي هوندي.

پر جيڪڏهن خلا ڪنهن ٻي شيءَ مان وجود ۾ آئي آهي، تہ اُها ٻي شئي بہ ڪنهن ٻي شئي مان وجود ۾ آئي هوندي. سوفي کي محسوس ٿيو تہ هوءَ مسئلي کي رڳو ٽاري رهي آهي. ڪنهن نہ ڪنهن وقت ڪانہ ڪا شئي عدم (ناهہ) مان وجود ۾ آئي هوندي. ڇا اهو ممڪن آهي؟ ڇا اها ڳالهہ ايتري ئي ناممڪن ناهي جيتري هيءَ تہ هي دنيا هميشہ کان موجود آهي؟

هن اسڪول ۾ پڙهيو هو تہ جڳ خدا خلقيو آهي. سوفي ان خيال سان پنهنجي دل مطمئن ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ سموري مسئلي جو اهو ئي بهترين حل آهي. پر هن ٻيهر سوچڻ شروع ڪيو. هوءَ اهو تہ مڃي پئي سگهي تہ خلا خدا تخليق ڪئي آهي، پر خدا لاءِ ڇا چيو ويندو؟ ڇا هن عدم مان پنهنجو پاڻ کي تخليق ڪيو هو؟ هڪ ڀيرو وري هن جي اندر جي گهرائين ۾ ڪا شئي احتجاج ڪرڻ لڳي. جيتوڻيڪ خدا شين جا سڀ قسم تخليق ڪري پئي سگهيو پر جيستائين ان جي پنهنجي ڪائي ”ذات“ نہ هجي، هو پنهنجو پاڻ کي ڪيئن تخليق ڪري سگهي ها. ان ڪري رڳو هڪ امڪان بچي ٿو: خدا ازل کان موجود آهي. پر هوءَ ان امڪان کي اڳ ۾ ئي رد ڪري چڪي هئي! هر اُها چيز جيڪا موجود آهي، ان جي ڪانہ ڪا ابتدا هوندي.

اف ڪيڏي مصيبت آهي!
هن ٻيهر ٻئي لفافا کوليا.
**تون ڪير آهين؟**
**دنيا ڪٿان آئي آهي؟**
ڪيڏا نہ منجهائيندڙ سوال آهن؟! بهرحال اِهي خط آيا ڪٿان آهن؟
اِها بہ ايتري ئي پراسرار ڳالهہ آهي.
اهو ڪير آهي جنهن سوفي جي روزاني زندگيءَ ۾ ڏچو وجهي ڇڏيو آهي ۽ هن کي ڪائنات جي وڏن معمن جي آڏو بيهاري ڇڏيو آهي؟
سوفي ٽيون ڀيرو ٽپال دٻي ڏانهن وئي. ٽپالي ٿوري دير پهريان شام واري ٽپال وجهي ويو هو. سوفي اندر هٿ وڌو ۽ تمام گهٽي ٽپال ٻاهر ڪڍيائين. ان ۾ گهڻي ڀاڱي بيڪار اشتهار هئا. ڪجھ رسالا هئا ۽ ٻہ خط سندس ماءُ جي نالي هئا. هڪ پوسٽ ڪارڊ بہ هو جنهن تي ڪنهن استوائي ساموندي تفريح گاهہ جي تصوير هئي. هن ڪارڊ اُبتو ڪيو، ان تي ناروي جي ٽڪلي لڳل هئي ۽ يواين بٽالين (U.N Battalion) جو ٺپو لڳل هو. هي بابا موڪليو آهي؟ پر هو تہ ڪنهن ٻئي هنڌ آهي؟ پر هي اکر بہ هن جا ناهن.
پر هن جڏهن ڪارڊ تي ايڊريس پڙهي تہ اِها هي هئي: ”هلڊي مولر ڪنيگ معرفت سوفي امنڊسين، نمبر 3 ڪلوورڪلوز ......“ هن جي نبض جي رفتار وڌي وئي. ايڊريس صحيح هئي. ڪارڊ تي لکيل هو:

> پياري هلڊي. پندرهين سالگره مبارڪ! مون کي پڪ آهي تہ منهنجي ڳالهہ سمجهي وينديندين. مان توکي هڪ اهڙي سوکڙي ڏيڻ گهران ٿو جيڪا توکي ذهني طور بالغ ڪرڻ ۾ مدد ڏيندي. مان معافي ٿو وٺان تہ توڏانهن هي ڪارڊ سوفيءَ جي معرفت موڪليان ٿو. سولي ۾ سولو طريقو اهوئي هو. بابا طرفان پيار.

سوفي ٻيهر گهر ڏانهن ڊوڙڻ لڳي ۽ رڌڻي ۾ ئي پهچي ساھ پٽيائين. هن جي دماغ ۾ هلچل هئي. هيءَ ’هلڊي‘ ڪير آهي. جنهن جو پندرهون جنم ڏينهن سندس ئي 15هين جنم ڏينهن کان رڳو هڪ مهينو اڳ ۾ آهي؟
سوفي ٽيليفون ڊائريڪٽري کنئي. مولر نالي اڻ ڳڻيا ماڻهو هئا. ڪجھ ڪنيگ نالي بہ هئا. پر سموري ڊائريڪٽري ۾ مولر ڪنيگ نالو ڪوبہ نہ هو.
هن پر اسرار ڪارڊ جو ٻيهر جائزو ورتو. ڏسڻ ۾ تہ بلڪل اصلي نظر ٿي آيو. ان تي ٽڪلي ۽ ٺپو بہ لڳل هو.
ڪوبہ پيءُ جنم ڏينهن جو ڪارڊ سوفي جي نالي ڇو موڪليندو، جڏهن تہ صاف ظاهر آهي تہ ان کي ٻي هنڌ موڪلڻو هو؟ اهو ڪهڙي قسم جو پيءُ

هوم جيڪو غلط ايڊريس تي سالگره ڪارڊ موڪلي، پنهنجي ڌيءَ کي محروم ڪري؟ اهو سولو طريقو ڪيئن تي سگهيو ٿي؟ سڀ ڪان وڏي ڳالهه اها ته ان لاءِ اهو ڪَيئن فرض ڪيو ويو آهي ته هوءَ هلدي نالي ڇوڪريءَ کي ڳولي وٺندي؟

اهڙي ريت سوفي لاءِ هڪ ٻيو مونجهارو اڀري آيو. هن پنهنجا خيال گڏڻ جي ڪوشش ڪئي.

اڄ ٽپهري جي ٻن ڪلاڪن اندر هن کي ٽن مسئلن سان منهن ڏيڻو پيو. پهريون مسئلو اهو هو ته دٻي ۾ ٻه خط ڪنهن وڌا هئا؟ ٻيو مسئلو خطن ۾ موجود ڏکين سوالن جو هو. ٽيون مسئلو هلدي مولر ڪنيگ جو هو ته اُها ڪير آهي. ان جو ڪارڊ سوفي ڏانهن ڇو موڪليو ويو آهي. هن کي پڪ هئي ته ٽيئي مسئلا هڪ ٻئي سان ڳنڍيل آهن، بالڪل هوندا، ڇو ته هوءَ اڄ تائين فرحتي زندگي گذاري رهي هئي.

# ٽاپ هيٽ

**... سٺو فلسفي ٿيڻ لاءِ اسان کي جيڪا شئي گهربل آهي، سا حيرت جي صلاحيت آهي...**

سوفيءَ کي پڪ هئي ته کيس اڻ ڄاتل جو خط ٻيهر ضرور ملندو. هن اهو به سوچي ڇڏيو ته هوءَ في الحال انهن خطن جو ذڪر ڪنهن سان به نه ڪندي.

اسڪول ۾ کيس ماسترن جيڪو پڙهايو ٿي، هن جو ان تي ڌيان نه ٿي بيٺو. هن کي ائين پيو لڳي ڄڻ اُهي غير اهم ڳالهيون ڪندا هجن. آخر اُهي ان قسم جي موضوعن تي ڇو نه ٿا ڳالهائن ته انسان ڇا آهي؟ يا اِهو ته هيءَ جهان ڇا آهي؟ ۽ ڪيئن وجود ۾ آيو؟

هن کي پهريون ڀيرو محسوس ٿيو ته اسڪول توڙي ٻين هنڌن تي ماڻهو ڪي ننڍيڙين ننڍيڙين شين جو فڪر هوندو آهي. وڏا وڏا مسئلا حل ٿيڻ جي انتظار ۾ پيل آهن.

ڇا ڪنهن وٽ انهن سوالن جا جواب آهن؟ سوفي کي محسوس ٿي رهيو هو ته بنا قاعدن وارن فعلن جو رٽو هڻڻ کان انهن (سوالن) بابت سوچڻ وڌيڪ اهم آهي.

جڏهن آخري پيرڊ جي ختم ٿيڻ بعد گهنڊ وڳو ته هوءَ اسڪول مان ايڏو تکي نڪتي جو جوآنا کي ڊڪي پهچڻو پيو.

ٿوري دير کانپوءِ جوآنا پڇيو: ”اڄ شام تاس کيڏنديءَ؟“

سوفي ڪلها اڀا ڪيا. ”مون کي تاس سان هاڻي دلچسپي ناهي؟“

جوآنا اهو جواب ٻڌي ڇرڪرائجي وئي.

”سچ؟ ڇڱو پلا بيڊ منٽن کيڏنداسين.“

سوفي پهريائين فوٽ پاٿ ڏانهن نهاريو ۽ پوءِ پنهنجي سکيءَ ڏانهن نهار وڌائين.

”مان نه ٿي سمجهان ته مون کي بيڊمنٽن ۾ به ڪا دلچسپي آهي.“

”چرچو ٿي ڪرين!“
سوفي کي جوآنا جي لهجي ۾ کهرائپ محسوس ٿي.
”خراب نہ لڳئي تہ ڇا مان اِهو پڇي سگهان ٿي تہ اهڙي ڪهڙي اهم ڳالهہ ٿي آهي؟“
سوفي نهڪر ۾ ڪنڌ لوڏيو ۽ چيو: ”اها .... اِها راز جي ڳالهہ آهي.“
”غلط! توکي شايد پيار ٿي ويو آهي!“
ٻئي ڄڻيون ڪجهہ چئي هلنديون رهيون. جڏهن فوٽ بال جي ميدان ويجهو پهتيون تہ جوآنا چيو: ”مان هن گرائونڊ مان سڌ ٿي ڪريان.“
گرائونڊ مان سڌو وڃڻ! جوآنا جو گهر تہ ويجهو پيو ٿي، پر هوءَ ان واٽ تان رڳو انهيءَ وقت ويندي هئي جڏهن هن کي مهمانن جو آڌرڀاءُ ڪرڻو هوندو هو يا ڏندن واري ڊاڪٽر وٽ تڪڙ ۾ پهچڻو هوندو هو.
سوفي پڇتائڻ لڳي تہ هن پنهنجي ساهيڙيءَ سان غلط نموني جو ورتاءُ ڪيو آهي. پر ان ڪانسواءِ هوءَ چئي بہ ڇا پئي سگهي؟ ڇا اهو چوي ها تہ هوءَ اوچتو انهن مونجهارن ۾ اچي پئي آهي تہ هوءَ ڪير آهي ۽ دنيا ڪٿان آئي آهي ۽ هن واٽ راند ڪرڻ جو بہ وقت ناهي؟ ڇا جوآنا هن جي مجبوري سمجهي وڃي ها؟
ڪنهن تمام گهٽي اهم ۽ هڪ لحاظ کان انتهائي فطري سوال ۾ گم ٿي وڃڻ ايڏو ڏکيو ڇو آهي؟
جڏهن هن خطن وارو دٻو کوليو تہ کيس لڳو ڄڻ هن جي دل جو دهڪو وڌي ويو آهي، جيڪي پهريان خط هن جي هٿ ۾ آيا، انهن مان هڪ بينڪ مان آيل هو ۽ ڪجهہ وڏا لفافا هن جي ماءُ جي نالي هئا. پر هوءَ تہ اجاتي ونان خط جي انتظار ۾ هئي.
جڏهن هوءَ در لنگهي اندر ٿي تہ هن جي نظر هڪ وڏي لفافي تي پئي جنهن تي سندس نالو لکيل هو. لفافي جو ٻيو پاسو اٿلايائين تہ ان تي لکيل هو: ”فلسفي جو نصاب- احتياط سان کوليو.“
سوفي بجريءَ جي چاري تان ڊڪ هنئين ۽ پنهنجو ٿيلهو ٻاهر ڏاکي تي اڇلي ڇڏيو. هوءَ ٻيا خط دريءَ ۾ اڇلي، باغ کان ڊڪندي پنهنجي ڳجهي ٽڪاڻي رسي. اهائي اڪيلي جڳهہ هئي جتي خط کولي پئي سگهي.
شيري ڪان بہ نينگون ڏيندي هن پنيان آئي، سوفيءَ کي ان جو وجود برداشت ڪرڻو پيو. سوفي کي پڪ هئي اُها سندس راز ڪٿي بہ کون کوليندي.
لفافي ۾ ٽائيپ ٿيل ٽي صفحا هئا.... سوفي پڙهڻ لڳي.

# فلسفو ڇا آهي

پياري سوفي

اڄ ڪيترن ماڻهن کي ڪنهن نه ڪنهن شيءِ جو ذوق هوندو آهي، ڪي ماڻهو پراڻا سڪا يا ٻين ملڪن جون ٽڪليون گڏ ڪندا آهن. ڪي سئي ڌاڳي سان دل وندرائيندا آهن ۽ ڪي واندي وقت جو وڏو حصو ڪنهن خاص راند تي وڃائيندا آهن.

ڪوڙ ماڻهو پڙهڻ مان مزا وٺندا آهن، پر پڙهيو ڇا وڃي اها پنهنجي پنهنجي ذوق جي ڳالهه آهي. ڪجھ ماڻهو رڳو اخبار يا مزاح پڙهندا آهن. ڪن کي ناول وڻندا آهن ۽ ڪي فلڪيات، جنگلي جيوت يا فني ايجادن بابت ڪتاب پڙهڻ کي اوليت ڏيندا آهن.

جيڪڏهن اتفاق سان مون کي گھوڙن يا قيمتي پٿرن ۾ دلچسپي ٿي وڃي ته مان اها توقع نه ٿو ڪري سگهان ته ٻيا ماڻهو منهنجي ان جوش ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿيندا. جيڪڏهن ٽي ويءَ تي مان راندين جا سڀ پروگرام شوق سان ڏسندو آهيان ۽ انهن مان ڀرپور مزو وٺندو آهيان ته مون کي اها حقيقت به مڃڻي پوندي ته ٻين ماڻهن کي راندين کان چڙ ٿيندي آهي.

ڇا ٻي ڪا اهڙي شيءِ ناهي جنهن ۾ اسان سڀ دلچسپي وٺي سگھون؟ ڇا اهڙي ڪا شيءِ ناهي جنهن سان اسان سڀنيءَ جو تعلق هجي؟ ان لحاظ بنا ته اُهي ڪير آهن يا دنيا ۾ ڪٿي رهندا آهن؟ ها، پياري سوفي، اهڙا سوال پڪ سان آهن جن سان سڀني کي دلچسپي ٿي سگهي ٿي. صحيح معنيٰ ۾ اِهي ئي سوال آهن جن بابت هي نصاب شروع ڪيو پيو وڃي.

زندگيءَ ۾ اهم ترين شيءِ ڪهڙي آهي؟ جيڪڏهن اسان اهو سوال ڪنهن شديد بکايل شخص کان پڇون ته ان جو جواب هوندو، 'ماني'. جيڪڏهن اهو سوال سيءَ جي ستايل کان پڇنداسون ته اُهو چوندو، ''گرمائش''. جيڪڏهن اسان اهو سوال پاڻ کي اڪيلو محسوس ڪندڙ ۽ ٻين کان الڳ رهندڙ کان پڇنداسين ته ان جو گهڻو ڪري جواب هوندو، ''ماڻهن جي سنگت''.

پر جيڪڏهن اهي بنيادي ڳالهيون پوريون ٿي وڃن ته ڇا پوءِ به ڪا اهڙي شيءِ رهجي وڃي ٿي جنهن جي هر ماڻهوءَ کي

گهرج هجي؟ فلسفين جو خيال آهي ته ها۔ هو چون ٿا ته انسان رڳو مانيءَ جي آسري جيئرو نه ٿو رهي سگهي. اهو درست آهي ته هر ماڻهوءَ کي خوراڪ جي ضرورت آهي ۽ هر انسان کي محبت ۽ پيار جي ضرورت پوندي آهي انهن ڳالهين کانسواءِ ٻي ڳالهه به آهي جنهن جي به هر ڪنهن کي گهرج آهي ته معلوم ڪري ته اسان ڪير آهيون ۽ اسان هتي ڇو آهيون؟

”اسان هتي ڇو آهيون؟“ واري سوال ۾ دلچسپي ڳولهڻ ڪرڻ وانگر معمولي ڪم ڪونهي. جيڪي ماڻهو اهڙي قسم جا سوال پڇندا آهن، اُهي اهڙي بحث ۾ تڏهن کان مصروف آهن جڏهن انسان ڌرتي تي رهڻ شروع ڪيو هو. ڪائنات، ڌرتي ۽ زندگي ڪيئن وجود ۾ آيا اهو سوال ان سوال کان وڌيڪ وڏو آهي ته گذريل اولمپڪ راندين ۾ سڀ کان وڌيڪ سونا ٻلا ڪنهن کٽيا هئا.

فلسفي کي سمجهڻ لاءِ ضروري آهي ته ڪجهه فلاسافاڻا سوال اٿارجن:

ڪائنات جي تخليق ڪيئن ٿي؟ جيڪي ڪجهه وهي واپري ٿو ان جي پٺيان ڪهڙو مطلب ۽ منشا هوندي آهي؟ ڇا موت کان پوءِ زندگي آهي؟ انهن سوالن جا جواب ڪيئن ڏئي سگهون؟ اهم سوال اهو ته اسان کي زندگي ڪهڙي نموني گذارڻ گهرجي؟ ماڻهو زمانن کان اهي سوال پڇندا رهيا آهن. اسان کي ڪا اهڙي تمدن يا ثقافت نه سُجهي جنهن ڪڏهن اهو نه سوچيو هجي ته انسان ڇا آهي ۽ دنيا ڪٿان آئي آهي.

بنيادي طور پڇڻ جهڙا فلسفياڻا سوال ڪي گهڻا ناهن. جيڪي مک آهن اُهي ڪجهه اڳ ۾ ئي اسان پڇي چڪا آهيون. پر تاريخ اسان کي هر سوال جا ڪيئي مختلف جواب ڏئي ٿي. انهن مان ڪي فلاسافاڻا سوال پڇڻ، جواب ڏيڻ کان تمام گهڻو سولا آهن.

اڄ به هر ڪنهن کي انهن سوالن جا جواب پاڻ ئي ڳولڻا آهن. تون ڪو انسائيڪلوپيڊيا ڏسي اهو نه ٿي ڄاڻي سگهين ته خدا آهي يا نه يا اهو ته موت کان پوءِ زندگي آهي يا نه. انسائيڪلوپيڊيا اسان کي اهو به نه ٿو ٻڌائي ته زندگي ڪيئن گذارجي. ٻين ماڻهن جا عقيدا پڙهڻ سان اسان کي زندگي بابت پنهنجي راءِ ناهڻ ۾ مدد ملي سگهي ٿي.

فلسفين جي سچ لاءِ ڳولا ڪنهن جاسوسي ڪهاڻيءَ وانگر آهي. ڪجھ ماڻهن جو خيال آهي ته قاتل اينڊرسين هو، جڏهن ته ڪجھ ٻين ماڻهن موجب اهو قتل نيلسن يا جينسين ڪيو هو. ڪڏهن ڪڏهن پوليس ڪنهن اصل ڏوھ جو حل ڳولهڻ ۾ ڪامياب ٿيندي آهي، پر اهو به اوترو ئي ممڪن آهي ته ڪڏهن اُها ان جي تھ تائين نه پهچي سگهي. جيتوڻيڪ ڪٿي نه ڪٿي ان جو حل موجود هوندو آهي. سو جيڪڏهن ڪنهن سوال جو جواب ڏيڻ ڏکيو ٿي پئي، ته پوءِ به اهو امڪان موجود هوندو آهي ته ڪٿي نه ڪٿي ان جو ڪو صحيح جواب موجود آهي: ته مون کان پوءِ به زندگي آهي. يا بالڪل ڪانهي.

هاڻي ته سائنس ڪيترن جا پراڻا ڳجھ به حل ڪري ڇڏيا آهن. چنڊ جو اونداهو پاسو ڪيئن نظر ايندو آهي؟ هڪ دؤر ۾ اُهو اسرار ٿلهن تهن ۾ ويڙهيل هو. اهو اسرار اهڙو نه هو جنهن کي بحث وسيلي حل ڪري سگهجي ها، ان کي ماڻهوءَ جي خيال تي ڇڏيو ويو. پر اڄ اسان کي چڱي طرح ڄاڻ آهي ته چنڊ جو اونداهو پاسو ڪيئن نظر ايندو آهي. هاڻي ڪو به چنڊ تي انسان هجڻ تي ”يقين“ ڪرڻ لاءِ تيار ناهي ۽ نه ئي ڪو اهو ”مڃي“ سگهي ٿو ته چنڊ پنير جو ٺهيل آهي.

ٻه هزار سال اڳ جي هڪ يوناني فلسفيءَ جو عقيدو هو ته فلسفي جو ماخذ ماڻهوءَ جو حيرت وارو احساس آهي. انسان سمجهندو هو ته زنده رهڻ ايڏو تعجب ڀريو آهي جو فلسفياڻا خيال پاڻ مرادو اڀرڻ لڳا.

اهو ائين آهي جيئن ماڻهو جادوءَ جو کيل ڏسي رهيو هجي. اسان کي سمجھ ۾ نه ٿو اچي ته اهو سڀ ڪيئن ٿي رهيو آهي. ان ڪري اسان پڇندا آهيون: جادوگر ٻن اڇي رنگ جي ريشمي رومالن کي ڊئري سيهڙ ۾ ڪيئن تبديل ڪري ڇڏيو؟

اڻ ڳڻين ماڻهن کي هن جهان ۾ جيڪي به تجربا ٿيندا آهن، انهن تي اُهي اهڙيءَ قسم جي بي اعتقادي جو اظهار ڪندا آهن، جهڙي سندن زبان تي تڏهن ايندي آهي، جڏهن ڪو جادوگر خالي ڏيکاريل ٽوپيءَ مان اوچتو سيهڙ کي ڪڍي سندن آڏو ڪندو آهي.

سيهڙ جي معاملي ۾ اسان کي معلوم آهي ته جادوگر پنهنجي هٿ جو ڪمال ڏيکاريو آهي. اسان ڄاڻڻ رڳو اهو چاهيندا آهيون

تہ هن اهو ڪرتب ڪيو ڪيئن؟ پر جڏهن معاملو دنيا جو ايندو آهي تہ اهو ڪجھ مختلف هوندو آهي. اسان کي ڄاڻ آهي تہ دنيا هٿ جي صفائي يا ڪنهن دوکي يا فريب جو نتيجو ناهي، ڇو تہ اسان ان ۾ موجود آهيون، ان جو حصو آهيون. اصل ڳالھ اها آهي تہ اسان ئي اُهي سيھڙ آهيون جن کي ٽوپيءَ مان ڪڍيو پيو وڃي. اسان ۾ ۽ سيھڙ ۾ فرق رڳو اهو آهي تہ هن کي اها خبر نہ ٿي پئجي سگھي تہ هو جادو جي راند ۾ شريڪ آهي. ان جي ابتڙ اسان کي محسوس ٿيندو آهي تہ اسان ڪنهن اڻ ڏٺي پر اسرار شئي جو حصو آهيون ۽ اسان ڄاڻڻ چاهيندا آهيون تہ اهو سڀ ڪجھ ڪيئن ٿيندو آهي؟

قلم تازه: جيستائين اڇي سيھڙ جو تعلق آهي، بهتر ٿيندو تہ ان جي ڀيٽ سموري ڪائنات سان ڪئي وڃي. اسان جيڪي هتي رهندڙ آهيون جيڪي سيھڙ جي ٻجن اندر صفا ننڍڙن جيتڙن وانگر ڪتي موجود آهيون. پر فيلسوف ان ٻج تي چڙهي سڌو جادوگر جي اکين ۾ نهاري ڏسن ٿا.

سوفي تون اڃان اتي ئي آهين نہ؟ (خط جاري آهي)

سوفي صفا ٿڪجي چڪي هئي. اڃان تائين اتي؟ هن کي تہ ايترو بہ ياد نہ هو تہ پڙهڻ دوران هن ساهہ بہ کنيو هو يا نہ.

اهو خط ڪنهن آندو هو؟ اهو اُهو ماڻهو تہ ناهي جنهن هلڊي مولرڪنيگ جي نالي سالگره جو ڪارڊ موڪليو هو، ڇو تہ ڪارڊ تي ٽڪلي ۽ ٺپي جو بہ نشان هو. اهو خاڪي لفافو بہ ڪنهن اڳين لفافن وانگر هٿ سان ڊاڪ دٻي ۾ وڌو هوندو.

سوفي پنهنجي واچ ۾ نهاريو. پوڻا ٽي ٿيا هئا، سندس ماءُ ٻن ڪلاڪن کان پوءِ ئي واپس اچڻي هئي.

سوفي ٻيهر پيٽ تي رڙهندي باغ ۾ آئي ۽ سڌو ٽپال دٻي ڏانهن ڊوڙڻ لڳي. شايد ٻيو ڪو خط آيو هجي.

هن کي هڪ ٻيو خاڪي لفافو مليو، جنهن تي سندس ئي نالو لکيل هو. هن چئني طرفن نهاريو پر ڪير ڪوبہ نظر نہ آيو. هوءَ ڊڪندي جهنگ جي آخر وٽ پهتي ۽ پيچري تي نهارڻ لڳي. اتي بہ ڪير نہ هو. هن کي خيال آيو تہ ڪيس ڏور جهنگ جي وچ ۾ ڪنهن وڻ مان لام ٽٽڻ جو آواز آيو آهي. پر ڪيس پڪ ڪانہ هئي هونئن بہ اهڙي ماڻهوءَ جو پيڇو ڪرڻ اجايو هو جيڪو کسڪي رهيو هو.

سوفي پنهنجي گهر هلي آئي. هوءَ ڏاڪڻون چڙهي پنهنجي ڪمري ۾ آئي ۽ بسڪٽن جو وڏو دٻو ڪڍيو، جيڪو پٽرن سان پيريل هو. هن اُهي فرش تي هاريا ۽ ٻئي لفافا دٻي ۾ رکي ڇڏيائين. دٻو ڪڇ ۾ کڻي باغ ڏانهن رواني ٿي. وچڻ کان پهريائين هن شير ي کان لاءِ کاڌو ٻاهر ڪڍي رکيو.

جڏهن هوءَ ٻيهر پنهنجي لڪل جُرَ ۾ پهتي ته هن ٻيو خاڪي لفافو کوليو. ٽائپ ٿيل ڪاغذ ٻاهر ڪڍي پڙهڻ لڳي.

## اچرج جهڙي مخلوق

هڪ ڀيرو ٻيهر سلام: جيئن ته تون هاڻي سمجهي وئي هوندينءَ ته فلسفي جو هيءَ ڪورس توڏي ننڍين ننڍين قسطن ۾ ايندو. ڪجھ تعارفي ڳالهيون وڌيڪ لکجن ٿيون:

ڇا مون توکي ٻڌايو هو ته سٺي فلسفي ٿيڻ لاءِ جيڪا شئي گهربل هوندي آهي، اُها حيرت جي صلاحيت آهي. جيڪڏهن مون اها ڳالهه پهريون ناهي لکي ته هاڻي لکجي ٿي: اسان کي سٺو فلسفي بڻجڻ لاءِ جنهن شئي جي ضرورت آهي اُها حيرت جي صلاحيت آهي.

ٻارن ۾ اها صلاحيت هوندي آهي ۽ اها ڪا تعجب جهڙي ڳالهه ناهي. گربَ ۾ ڪجھ مهينا رهڻ بعد اُهي نئين حقيقت ۾ داخل ٿيندا آهن. پر جيئن جيئن اُهي وڏا ٿيندا ويندا آهن، انهن جي حيرت واري صلاحيت گهٽجڻ لڳندي آهي. توکي خبر آهي، ائين ڇو ٿيندو آهي؟

جيڪڏهن نئون ڄاول ٻار ڳالهائي سگهي ته اُهو هيئن چوندو: "واهه واهه مان ڪيڏي نه غير معمولي دنيا ۾ اچي ويو آهيان." اسان ڄاڻون ٿا ته اُهو ڪيئن چئني طرفن نظرون ڦيرائيندو آهي ۽ جيڪا شيءِ ڪيس نظر ايندي آهي ان ڏانهن تجسس وچان هٿ وڌائيندو آهي.

لفظ درجي بدرجي سکيا آهن ۽ ٻار اکيون کڻي ڏسڻ لڳندو آهي ۽ جڏهن ٻه ان جي نظر ڪنهن ڪتي تي پوندي آهي ته هو آواز ڪڍڻ لڳندو آهي "بو ودو..... بوودو...." اُهو ٻار ڳاڏيءَ ۾ ساڄي ڪاٻي، هيٺ مٿي ٽپا ڏيندو آهي. ٻانهون لوڏي وات مان آواز ڪڍندو آهي "بو ودو..... بو ودو....." اسان جيئن ته ان کان عمر ۾ وڏا ۽ سمجھ وارا آهيون. ان جي جوش کان تنگ ٿي چوندا آهيونس، "اڙي هاء خبر آهي پر تون هاڻي بس ڪري

ويهه.“

پياري سوفي! مون کي ڳڻتي آهي ته وڏي ٿي تون به ٻين وانگر نه ٿي وڃين، جيڪي سوچيندا ته ڪجهه ناهن، دنيا انهن لاءِ ائين آهي جڻ ان کي ته موجود هجڻو هو، پوءِ حيرت ڪهڙي! ان ڪري ان ڳالهه کي يقيني بڻائڻ لاءِ ته ائين نه ٿيندو، اسان نصاب شروع ڪرڻ کان اڳ فڪر جا به تجربا ڪنداسين.

فرض ڪر تون هڪ ڏينهن سير ڪرڻ خاطر جهنگ ۾ هلي وڃين ٿي، توکي رستي تي سامهون هڪ خلائي جهاز نظر اچي ٿو. مريخ جو هڪ ڊگهي قد وارو رهواسي ٻاهر نڪري ٿو ۽ هو زمين تي بيهي توڏانهن ڏسي ٿو......

تون ڇا سوچيندينءَ؟ خير، اها ڪا اهم ڳالهه ناهي. ڇو تو ڪڏهن ان حقيقت تي غور ڪيو آهي ته تون به ڪنهن مريخ جهڙي گره جي مخلوق آهين؟

...... اسان کي اهو به معلوم ناهي ته ٻين گرهن ۾ زندگي آهي به يا نه. پر اهو ممڪن آهي ته توکي توسان آمهون سامهون ٿيڻو پئي. پوءِ ڇا ٿيندو؟ ٿي سگهي ٿو تون هلندي هلندي هڪدم بيهي رهين ۽ پاڻ کي بلڪل نئين روشنيءَ ۾ ڏسين. جهنگ ۾ سير دوران اهڙو واقعو ٿي به سگهي ٿو.

”مان غير محسوس هستي آهيان.“ تون سوچيندي هوندينءَ،
”مان پر اسرار مخلوق آهيان.“

توکي محسوس ٿيندو آهي ته تون اوچتو ڪنهن جادوئي سپني مان جاڳي رهي آهين. ”مان ڪير آهيان؟“ تون پڇندي آهين. توکي خبر آهي ته تون ڪائنات جي ڪنهن گره تي ٿيڙون ڪائي رهي آهين. پر ڪائنات ڇا آهي؟

جيڪڏهن تون پاڻ کي اهڙي طريقي سان ڳولهي سگهين، تون ڪنهن ايتري ئي پر اسرار چيز کي ڳولهي چڪي هوندينءَ، جيتري مريخي مخلوق هئي، جنهن جو ذڪر ڪيوسين. تون نه رڳو ٻاهرين مخلوق ڏسي چڪي هوندينءَ پر توکي پنهنجي باطن جي گهراين ۾ محسوس ٿيندو ته تون پاڻ به غير معمولي هستي آهين.

سوفي، تون منهنجي ڳالهه سمجهي وئي آهين نه؟ اچ ته فڪر جو هڪ ٻيو تجربو ڪيون.

هڪ صبح جو بابا، امان ۽ ٽن سالن جو ٿامس بورچي خاني ۾ ناشتو ڪري رهيا آهن. ڪجهه دير بعد امان اٿي ٿي ۽ رڌڻي جي

گينديءَ ڏانهن وڃي ٿي. ٿوري بعد بابا اٿي ٿو.... مٿي اڏرندو آهي ڇت هيٺان خلا ۾ ترڻ لڳندو آهي ۽ رهيو ٿامس، اُهو انهن کي ڏسندو آهي. تنهنجي خيال ۾ ٿامس ڇا چوندو آهي؟ شايد هو پنهنجي پيءُ ڏانهن آڱر جو اشارو ڪندي چئي ٿو: ”بابا اڏري رهيو آهي!“ ٿامس کي پڪ سان حيرت ٿي رهي هوندي. پر حيرت ۾ اچڻ هن لاءِ نئين ڳالهه ناهي. هو حيرت ۾ ته اڪثر پوندو آهي. سندس پيءُ اڪثر اهڙا اچرج جهڙا ڪم ڪندو رهندو آهي جو ننڍڙي ٿامس لاءِ سندس اها مختصر اڏام ڪو به فرق نه ٿي آڻي...

هاڻي وارو ماءُ جو آهي. جيڪو ڪجهه ٿامس چوندو آهي، هوءَ ٻڌي وٺندي آهي ۽ هڪدم مٿي نهاريندي آهي. جڏهن هوءَ سندس بابا کي رڌڻي جي ميز مٿان وائڙن جيان اڏامندو ڏسندي آهي ته تنهنجي خيال ۾ هوءَ ڪهڙي رد عمل جو اظهار ڪندي؟

هن جي هٿ مان جام جو ٿانو ڪري پوندو آهي ۽ دپ وچان رڙ نڪري ويندي اٿس. جڏهن بابا طمطراق سان هيٺ لهي ايندو آهي ۽ سينگار ڪري پنهنجي ڪرسيءَ تي ويهي رهندو آهي، ماءُ جي حالت ايڏي ڪمزور ٿي ويندي آهي جو شايد ان کي طبي امداد ڏيڻ ضروري ٿي پوندي آهي. (ابا کي اهڙي حرڪت نه ڪرڻ کپي ها، هن کي دسترخوان جا سٺا ادب سکڻ گهرجن ها.) تنهنجي خيال ۾ ٿامس ۽ سندس ماءُ جو رد عمل ايترو مختلف ڇو آهي؟

سمورو مامرو عادت جو آهي. (ان ڳالهه کي دماغ ۾ ويهاري ڇڏ!) امان سکي چڪيو آهي ته انسان اڏامي نه ٿو سگهي. ٿامس اڃان اهو ناهي سکيو. هو اڃان پڪ سان نه ٿو چئي سگهي ته انسان هن دنيا ۾ اهو ڪري سگهي ٿو ۽ هو نه ٿو ڪري سگهي.

پر سوفي، تنهنجي دنيا بابت ڪهڙي راءِ آهي؟ تنهنجي خيال ۾ هي جيڪو ڪندي آهي، ڇا ان کي ڪري سگهي ٿي؟ دنيا به ته خلا ۾ تري رهي آهي.

روئڻو ان ڳالهه جو آهي ته جڏهن اسان وڏا ٿي ويندا آهيون، اسان رڳو ڪشش ثقل جا عادي ناهيون ٿيندا پر ٿوري ئي عرصي ۾ خود دنيا به اسان جي عادت ٿي ويندي آهي. ايئن لڳندو آهي جيئن وڏڻ واري عمل دوران اسان دنيا بابت حيرت ڪرڻ واري صلاحيت وڃائي ويهندا آهيون ۽ جڏهن ايئن ٿي ويندو آهي اسان

ڪا مرڪزي شئي بہ وڃائي ويهندا آهيون.... اُها شئي فَلسفِي واپس ڪرائڻ جي جاکوڙ ڪندا آهن. ڇو تہ اسان جي اندر ۾ ڪجھ آهي، جيڪو اسان کي ٻڌائيندو رهندو آهي تہ زندگي عظيم ڳجھ آهي.....

اصل ڳالھ هي آهي: جيتوڻيڪ ڏاهپ پڙيل سوالن جو تعلق اسان سان آهي، اسان سڀ ڏاها ٿي نہ ٿا سگهون. مختلف سببن جي ڪري انسان ايڏن ڏنڏن ۾ ڦاسي پئي ٿو جو هن جو دنيا بابت حيرت ڪرڻ وارو عمل پس منظر ۾ هليو ويندو آهي. (اُهي رڙهندا رڙهندا سيهڙ جي کل ۾ اندر گهڙي سک سان سمهي پوندا آهن ۽ رهيل ڄمار اتي ئي گذاري ڇڏيندا آهن.)

ٻارن لاءِ دنيا ۽ ان جي هر شئي نئين ۽ حيرت اپارينڌڙ هوندي آهي. جڏهن تہ بالغن لاءِ ايئن ناهي هوندو.....

فَلسفي ڪڏهن بہ دنيا بابت صحيح ڄاڻ حاصل ناهي ڪري سگهندو. اَن کي دنيا سدائين.... ڳجهارت جيان لڳندي آهي. ايئن ٻارن ۽ فلسفين وچ ۾ هڪ اهم صلاحيت ساڳي آهي. تون چئي سگهين ٿي تہ فلسفي سموري ڄمار حد کان وڌيڪ حساس هوندو آهي، جهڙي ريت ٻار.

سوفي، هاڻي چونڊ تنهنجي هٿ ۾ آهي. ڇا تون اُها ٻارڙي آهين، جنهن جو دنيا بابت جوش جذبو ساڳيو آهي؟ يا تون اُها فلاسافر آهين، جيڪو قسم کڻندو آهي تہ هو ان جوش جذبي کي ٻار وانگر گهٽجڻ نہ ڏيندو؟

جيڪڏهن تون ان سوال جي جواب ۾ رڳو ڪنڌ لوڏيو ۽ پنهنجي اندر ٻار يا فَلسفي کي ڪونہ سڃاتو تہ ان جو مطلب اهو ٿيندو تہ تون دنيا بابت ايڏي مانوس ٿي وئي آهين جو توکي ان ۾ حيرت جو ڪوبہ پاسو نظر نہ ٿو اچي.... تون برف جي اوچي چوٽيءَ تي بيٺل آهين، ان ڪري ئي توڏانهن فلسفي جو نصاب موڪليو ويو آهي جيئن تون هيٺ نہ ڪري پئين. هن پڙيل دنيا ۾ گهٽ ۾ گهٽ توکي ان ڳالھ جي موڪل نہ ڏيندس تہ تون بہ ان ميڙ ۾ شامل ٿي وڃ جيڪو هر شئي بابت اڻ ڄاڻائي ۽ لاتعلقي وارو رويو رکندڙ هوندو آهي. مان چاهيان ٿو تہ تون کوجنا ڪندڙ ذهن واري ٿي وڃ.

توکي هيءُ نصاب مفت ۾ ڏنو پيو وڃي. جيڪڏهن تون ان کي مڪمل نہ بہ ڪري سگهين تہ توکي رقم واپس نہ ملندي.

جيڪڏهن تون اهو نصاب اڻ پورو ڇڏڻ چاهين ٿي ته توکي ان جي مڪمل اجازت هوندي. ان صورت ۾ توکي پوسٽ واري دٻي ۾ منهنجي نالي پنهنجو نياپو ڇڏڻو پوندو. زنده ڏيڏر بهتر رهندو يا ڪا سائي شئي، نه ته ٽپالي ڊڄي ويندو.

مختصر احوال هي آهي: وڏي ٽوپيءَ مان سيهڙ ڪڍيو ويندو آهي. سيهڙ تمام گهڻو وڏو آهي. ۽ اهڙي طرح ان ڪرتب ڪي ظاهر ٿيڻ ۾ اربين سال لڳندا آهن. سڀئي فاني انسان سيهڙ جي سنهڙن وارن جي چنهبن تي پيدا ٿيندا آهن، جتي اُهي اهڙي هنڌ هوندا آهن جو ڪرتب جي ناممڪنيت تي حيرت جو اظهار ڪري سگهن. پر جيئن جيئن انهن جي عمر وڌڻ لڳي ٿي اُهي ڪل ۾ لڪندا آهن ۽ اتي ئي رهي پوندا آهن. ڪين اتي ايڏو آرام ملندو آهي جو اُهي وارن جي چنهبن تي وري چڙهڻ جو خطرو ناهن ڪٽي سگهندا. رڳو فَلسفِي ئي زبان ۽ وجود جي ڏورانهين هنڌ تائين پهچڻ واري خطرناڪ مهم تي روانا ٿيندا آهن. انهن مان ڪجھ ڊڄي ويندا آهن ۽ هيٺ ڪري پوندا آهن. پر ٻيا ساھ جي پرواھ بنا چنبڙيل رهندا ۽ رڙيون ڪري چوندا آهن....

"ٻائرو ۽ ٻينرو!" اُهي (فلسفي) ڳلو ڦاڙي چوندا آهن، "اسان ويڪري خلا ۾ تري رهيا آهيون!" پر جيڪي ماٺهو هيٺ ستل آهن. اُهي ٿوري به پرواھ نه ٿا ڪن.

"هي ڪهڙن چرين ماڻهن جو ٽولو آهي. هرويرو ٻين لاءِ ڏکايون پيدا ڪن ٿا!" اُهي چوندا آهن ۽ پنهنجي بڪواس شروع ڪندا آهن. "اهو مکڻ ٿورو سورجانءِ ته. پلا اڄ مال ڪيترو وڌيو آهي؟ ٽماٽرن جا اگھ ڇا آهن؟ ڪجھ ٻُڌئي، شهزادي ڊاءِ (Di) ٻيهر ڳورهاري ٿي آهي؟"

جڏهن ان ڏينهن ٽپهريءَ بعد سوفي جي ماءُ گهر پهتي ته ان وقت سوفي جي حالت اها هئي جڻ ڪيس ڪنهن شيءَ کان سخت ڌڪڪو لڳو هجي. جنهن ٽين ۾ پر اسرار فَلسفيءَ جا خط هئا، ان کي ڳجهي جاءِ ۾ احتياط سان لڪايو ويو هو. سوفي اسڪول جو ڪم ڪرڻ چاهيو پر هن جي ذهن ۾ اُهو ئي ڦري رهيو هو، جيڪو هن پڙهيو هو.

هن پهريان ايڏي شدت سان ڪونه سوچيو هو. هوءَ ٻار نه هئي... پر هوءَ ذهني ۽ جسماني طور اڃان بالغ به نه ٿي هئي،...

... اڻ ڄاتل خط لکندڙ هن کي روزاني زندگيءَ جي واندڪاين کان جان ڇڏرائي ڇڏي هئي.

جڏهن پنجين وڳي سندس ماءُ گهر پهتي، سوفي ڪيس ٻانهن کان وٺي ڊرائننگ روم ۾ آئي ۽ ڪيس ڪرسيءَ تي ويهاريو.

”امان_ توهان کي اها ڳالهه حيرت واري ناهي لڳندي ته توهان زنده آهيو؟“

مائس ٻهريائين ته اچرج ۾ پئجي وئي ته هن مهل ته سوفي ڪم ويٺي ڪندي آهي. ”ها ..... ڪڏهن ڪڏهن.“

”ڪڏهن ڪڏهن؟ ها پر.... توهان کي ان ڳالهه تي حيرت ٿيندي آهي ته بهرحال دنيا موجود آهي؟“

”ڏس سوفي، اهڙي قسم جون ڳالهيون نه ڪر.“

”ڇو؟ توهان جي خيال ۾ دنيا بلڪل نارمل آهي؟“

”خير، تنهنجي خيال ۾ ناهي ڇا؟ ڏيءَ آهي. گهٽ يا وڌ بهرحال آهي.“

سوفي سمجهي وئي ته فلسفيءَ سچ چيو آهي. بالغ انسانن جي ويجهو دنيا اِهڙي جاءِ آهي، جنهن کي بهرحال موجود رهڻوئي هو. پوءِ ان ۾ حيراني جي ڪهڙي ڳالهه آهي! انهن جي اِهڙي رويي بابت رڳو ايترو ئي چئي سگهجي ٿو ته انهن مزاحمت ڪرڻ بنا پنهنجو پاڻ کي لوريون ٻڌائڻ ۽ پنهنجو پاڻ تي بي رنگ زندگيءَ جي جادوئي ننڊ طاري ڪرائڻ جي اجازت ڏئي ڇڏي آهي.

”توهان دنيا کان ايتريون مانوس ٿي چڪيون آهيو جو توهان کي ڪنهن به شئي تي حيرت ناهي ٿيندي؟“

”هي تون ڪهڙيون ڳالهيون ٿي ڪرين؟“

”مان توهان جي هر ڳالهه کان واقف ٿيڻ لاءِ اهڙيون ڳالهيون ڪيان پئي. ايئين سمجهو ته توهان جي دماغ جا ڏيئا وسامڻ لڳا آهن.“

”سوفي مان اهڙيون ڳالهيون ٻڌڻ نه ٿي چاهيان.“

”ڏاڍو سنو. مان پنهنجي ڳالهه جي وضاحت ٻي نموني ڪيان ٿي. ڪائنات جي وڏي ٽوپيءَ مان جيڪو هائي هائي سيهڙ ڪڍيو ويو آهي، توهان ان جي ڪل ۾ بلڪل هيٺ هڪ آرام واري جڳهه سنڀاري ورتي آهي. هڪ منٽ ۾ توهان چلهه تي پٽاٽن جي ديڳڙي چاڙهيندؤ پوءِ اخبار پڙهي، اڌ ڪلاڪ بعد آرام ڪندؤ. پوءِ ٽي ويءَ تي خبرون ٻڌندؤ؟“

سندس ماءُ جي مُک تي ڳڻتيءَ جو رنگ چٽو ٿي ويو. هوءَ واقعي اٺي رڌڻي ۾ وئي، پٽاٽا چاڙهي. ڊرائنگ ۾ آئي ۽ هن پيري هن سوفي کي ٻانهن کان وٺي ڪيس ڪرسيءَ تي ويهاريو.

”مون کي توسان ڳالهائڻو آهي.“ سوفي کي سندس لهجي مان اندازو ٿي ويو ته ڳالهه سنجيده آهي.

”پياري، ڪٿي تون نشو ته نه ٿي واپرائين؟“

سوفي ڪلرڙ واري هئي، پر هوءَ سمجهي وئي ته ڪانئس اِهو سوال ڇو پيو پڇيو ويو.

”توهان جو مٿو ته ناهي ڦري ويو؟“ هن چيو، ”اِهڙا سوال پڇي توهان پاڻ کي ڪُند ذهن ثابت ڪيو آهي؟“

ان شام نشي يا اهڙين سيهڙن بابت وڌيڪ ڪا به ڳالهه ٻولهه نه ٿي.

# ڏندڪٿا

**... نيڪي ۽ بَديءَ جي طاقتن وچ ۾ نازڪ توازن...**

ٻئي ڏينهن صبح جو سوفيءَ کي ڪوبہ خط نہ مليو. ڪيس اسڪول ۾ ايئن ٿي لڳو ڄڻ ڏينهن ڪٽندو ئي نہ. بيزاري هوندي بہ اڄ هن جوآننا سان سٺو رويو اختيار ڪيو. هنن واپسيءَ ۾ پروگرام ٺاهيو تہ جيئن ئي ماڪ گهٽبي اُهي جهنگ ۾ ڪئمپ هڻنديون.

ڊگهي وقت بعد هوءَ ٻيهر ڊاڪ واري دٻي وٽ بيٺي هئي. پهريون خط ميڪسيڪو مان سندس پيءُ جو هو، جنهن لکيو هو تہ ڪيس گهر ڏاڍو ياد ايندو آهي ۽ اِهو پڻ تہ هن پهريون ڀيرو شطرنج ۾ چيف آفيسر کي هارايو هو. اِهو پڻ لکيو هئائين تہ هن خريد ڪيل سيئي ڪتاب پڙهي ڇڏيا آهن.

۽ ها..... خاڪي لفافو بہ آيو هو.... جنهن تي سندس نالو لکيل هو. هن پنهنجو ٿيلهو ۽ ٻيا خط گهر ۾ رکيا ۽ دوڙندي پنهنجي ڳجهي جاءِ تي آئي. هن نوان ٽائپ ٿيل ڪاغذ ڪڍيا ۽ پڙهڻ لڳي.

## دنيا جي ڏند ڪٿائي تصوير

هيلو سوفي، ڪيئن آهين؟ پاڻ کي گهڻو ڪجھ ڪرڻو آهي، ان ڪري دير بنا شروع ڪيون ٿا.

فلسفي مان اسان جو مطلب ان نئين فڪر سان آهي، جيڪو يسوع جي پيدائش کان 600 سال اڳ يونان ۾ وڌيو ويجهيو. ان کان اڳ ماڻهو پنهنجي سوالن جا جواب مذهبن ۾ ڳوليندا هئا. اِهي مذهبي تشريحون ڏند ڪٿائن جي شڪل ۾ هڪ نسل کان ٻئي نسل تائين پهچنديون رهنديون هيون. ڏند ڪٿائون ديوتائن بابت آکاڻيون ٿينديون آهن. انهن ۾ اِهو ٻڌائڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي آهي تہ دنيا جيئن ڏسجي ٿي َ تئين ڇو آهي؟

هزارن سالن ۾ فلسفياڻن سوالن جون ڏندڪٿائي سمجهاڻيون

سڄي دنيا ۾ اڻ ڳڻيون ٿي ويون. يوناني فلسفين اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ته انهن ڏندڪٿائن جي سمجهاڻين تي اعتماد نه ٿو ڪري سگهجي.

اهو سمجهڻ لاءِ ته پهريان فلسفي ڪيئن سوچيندا هئا، اسان کي اڳ ۾ اهو سمجهڻو پوندو ته دنيا جي ڏند ڪٿائي تصوير آخر هئي ڪهڙي. مثال طور اسان ڪجھ ناروي جون ڏندڪٿائون ڪٿون ٿا.....

تو شايد ٿور (Thor) ۽ ان جي هٿوڙي بابت ٻڌو هوندو. ناروي ۾ عيسائيت جي ڦهلجڻ کان اڳ ماڻهن جو اهو عقيدو هو ته ٿور رٿ تي ويهي، جنهن کي ٻه ٻڪر ڇڪيندا هئا، آسمان جي آرپار ويندو آهي.....

جڏهن ٿور هٿوڙو هڻندو هو ته ڪڪرن ۾ کنوڻ ٿيندي هئي ۽ آسمان گجندو هو، برسات به پوندي هئي، جيڪا وائيڪنگ آباد گارن لاءِ تمام گهڻو ضروري هوندي هئي. ان ڪري ٿور جي پوڄا ساوڪ جي ديوتا جي حيثيت سان ڪئي ويندي هئي.

ان ڪري برسات جي ڏندڪٿائي سمجهاڻي هيئن ڪئي ويندي هئي ته ٿور پنهنجو هٿوڙو گهمائي رهيو آهي. ۽ جڏهن برسات ٿيندي هئي، زمين ۾ سلا نڪري وڏا ٿيندا هئا.

زمين ۾ ٻوٽا ڪيئن وڌندا ويڄهندا آهن، اهي ڳالهيون ماڻهن کي سمجھ ۾ نه ايندڙيون هيون. اينترو سو واضح هيو ته انهن جو تعلق ڪنهن نه ڪنهن طرح سان برسات سان آهي ۽ ماڻهن جو عقيدو هو ته بارش جو واسطو ٿور سان هو. ٿور اسڪينڊينيويا جي ماڻهن ۾ مک ديوتائن مان ڳڻجڻ لڳو.

ٿور اهم ڇو هو، ان جو ڪارڻ هڪ ٻيو به هو ۽ سبب جو تعلق سموري دنيا جي نظم سان هو.

وائيڪنگ جي ماڻهن جو عقيدو هو ته آباد دنيا هڪ ٻيٽ تي آهي. جيڪا سدائين ٻاهرين خطرن ۾ گهريل آهي. هو دنيا جي ان حصي کي مُڊگارڊ (Midgard) سڏيندا هئا. جنهن جو مطلب وچين سلطنت آهي. ان مڊگارڊ اندر..... ايزگارڊ (Asgard) 'ديوتائن جو مُلڪ' هو. مڊگارڊ ٻاهران اٽ گارڊ (Utgard) يعني راڪشسن جي سلطنت هئي. اهي ديوتا دنيا کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ۾ رڌل رهندا هئا ۽ اَن لاءِ هر طريقا استعمال ڪندا هئا... نه رڳو نورس (Norse) پٿر جي ديوتائن، پر سموري دنيا جي

ثقافتن ۾ به مائهن ڳوليو لڌو ته نيڪي ۽ بدي جي طاقتن وچ ۾ ڏاڍو نازڪ توازن آهي.

وچين سلطنت کي راڪشس جن مختلف طريقن سان تباهه ڪري ٿي سگهيا، انهن ۾ هڪ هي به هو ته اُهي سرسبزيءَ جي ديوي فريحا (Freyia) کي زوري کڻي وڃن. جيڪڏهن انهن اهو ڪري وڌو ته زمين تي نه ڪا شيءِ ڦٽندي ۽ نه ئي عورتن کي ٻار ڄمي سگهندا. ضروري هو ته ڪنهن نه ڪنهن طريقي سان انهن ديوپوتن کي روڪيو وڃي.

ديون سان ان جهيڙي ۾ ٿور اڳرو هو. ان جو هٿوڙو رڳو برسات تي ڪونه وسندو هو. پر ان کان به وڌيڪ ڪم ڪري ٿي سگهيو. اهو بدنظمي ڦهلائيندڙ طاقتن خلاف وڏو هٿيار هو. ان سان هو لامحدود طاقت جو مالڪ هو.... هن کي اها به پريشاني نه هئي ته اهو گم ٿي ويندو ڇو ته بومرينگ (boomrang) وانگر اهو وٽس هميشه واپس اچي ويندو هو.

فطرت جو توازن ڪيئن برقرار رکيو ويندو هو، نيڪي ۽ بديءَ وچ ۾ ڇڪتاڻ ڇو هلندڙ هئي، اها ان جي ڏندڪٿائي وضاحت آهي ۽ جنهن کي فلسفين (بعد ۾) رد ڪري ڇڏيو.

رڳو سوال وضاحتن جو نه هو.

جڏهن ذڪر ۽ طاعون (پليگ) جهڙيون بلائون مٿن تي ڦرنديون رهنديون هيون، اهو ٿي نه ٿي سگهيو ته فاني انسان گوڏو گوڏن تي چاڙهي وينو هجي ۽ انتظار ڪندا هجن ته (غيرفاني) ديوتا ڪڏهن ٿا وچ ۾ پون. انهن کي بديءَ جي قوتن خلاف ڪجهه نه ڪجهه پاڻ به ڪرڻو پوندو هو....

نورس وقت ۾ مذهبي رسم قربانيءَ واري رسم هئي.... انسانن لاءِ لازمي هو ته اُهي ديوتائن جي حضور ۾ نذر نياز پيش ڪن. جيئن انهن ۾ انتشار ۽ بدنظميءَ جي قوتن خلاف جدوجهد ڪرڻ ۽ انهن کي هارائڻ واري سگهه ملي. گهڻو ڪري اهو مقصد ڪنهن جانور کي ديوتا جي نالي قرباني ڪري حاصل ڪيو ويندو هو. ٿور لاءِ عام طور ٻڪريءَ جي قرباني ڪئي ويندي هئي. جيستائين اودن (Odin) جو تعلق آهي، ان جي بارگاهه ۾ ڪڏهن ڪڏهن انسانن جي به قرباني ڏني ويندي هئي.

اسڪينڊينوين ملڪن جي مشهور ڏندڪٿا "ايدڪ نظم" ٿرائم جي منظوم قصي ۾ بيان ٿيل آهي. ان ۾ ڇيو ويو آهي ته

هڪ ڏينهن جڏهن ٿور ننڊ مان اٿي ٿو، کيس معلوم ٿئي ٿو ته سندس هٿوڙو گم ٿيل آهي. ان تي هن کي ايڏي ڪاوڙ اچي ٿي جو سندس هٿ ۽ چهرو ڏڪڻ لڳن ٿا ته هو پنهنجي چيلي لوڪي (Loki) سان گڏجي فريحا وٽ پهچي ٿو ۽ ڪائنس پڇي ٿو ته ڇا هوءَ پنهنجا پَر اوڌر طور لوڪي کي ڏئي سگهي ٿي، جيئن هو ديون جي ڌرتي جوتنهائيم وڃي ڏسي اچي ته سندس هٿوڙو انهن ته ناهي چورايو.

جوتنهائيم ۾ لوڪي جي ملاقات ديون جي بادشاه ٿرائم سان ٿئي ٿي. جيڪو مڃي ٿو ته هن ئي هٿوڙو چورايو آهي. ۽ ڌرتي اندر ايڪيهه ميل هيٺ پوري ڇڏيو آهي. هو کيس چئي ٿو، جيستائين مريحا کي سندس ڪنوار نه بڻايو ويندو، هو ٿور جو هٿوڙو واپس نه ڪندو.

سوفي، ڇا تون ان مامري جي پنهنجي ذهن ۾ تصوير بڻائي سگهين ٿي؟ ڏسندي ئي ڏسندي نيڪ ديوتائن کي اهڙي صورتحال سان منهن ڏيڻو پئجي وڃي ٿو، جنهن ۾ ڪنهن جي يرغمال ٿيڻ جون سموريون خاصيتون موجود هيون. ديون ديوتائن جي اهم هٿيار تي قبضو ڪري ڇڏيو آهي. اها قبول نه ٿيڻ جي صورتحال آهي. جيستائين ٿور جو هٿوڙو انهن وٽ آهي، سندن انسانن ۽ ديوتائن تي مڪمل قبضو رهڻو آهي. ديو هٿوڙي عيوض فريحا جو مطالبو ڪري رهيا آهن. اِهو مطالبو نه مڃڻ جهڙو آهي... جو ان ڪري ڌرتيءَ تان سرسبزي ختم ٿي ويندي. ڳالهين ۾ وقفو پئجي وڃي ٿو.

ڏندڪٿا اڳتي ٻڌائي ٿي ته لوڪي ديوتائن جي شهر ايزگارڊ واپس اچي ٿو ۽ فريحا کي چئي ٿو: ”ڪنوار وارا ڪپڙا پاءِ ڇو ته توکي ديون جي بادشاه سان پرڻو ڪرڻو آهي!“ فريحا ڪاوڙ ۾ چوندي آهي: ”منهنجي جُتي ڪندي شادي! ماڻهو چوندا ته مون کي مردن کان بچان ٿي وئي آهي، انهيءَ ڪري هاڻي ديو سان شادي ڪرڻ لاءِ تيار ٿي وئي آهيان.“

تڏهن ديوتا هائيمڊل (Heimdall) کي هڪ انوکو خيال پيدا ٿئي ٿو. هو تجويز ڏيندو آهي ته ڪنوار وارا ڪپڙا ٿور پائي. ان لاءِ وار وڏا ڪري ۽ بلائوز جي اندران ٻه پٿر رکي ته هو عورت جيان لڳندو.... ٿور اِها تجويز تسليم ڪري ٿو. ڇو ته ان کانسواءِ هٿوڙو واپس اچڻ ممڪن نه هو.

ٿور سان لوڪيءَ ڪي ڪنوار جي سکي بڻايو ويندو آهي.

هاڻوڪي دؤر جي اصطلاح ۾ ٿور ۽ لوڪي "دهشت گردي روڪڻ وارو اسڪواڊ" آهن. عورت جي ويس ۾ انهن جو ڪم ديون کان هٿوڙو واپس ڪرڻ ۽ انهن جي ڳڙهه کي ڪمزور ڪرڻ آهي.

جڏهن ديوتا جوٽنهائيم پهچندا آهن ته ديو شاديءَ جي دعوت جو بندوبست ڪندا آهن. دعوت دوران ڪنوار (ٿور) هڪ سڄو ڏاند ۽ اٺ وڏيون مڇيون کائي ويندي آهي. هوءَ بيئر جا ٽي مٽ به پي ويندي آهي. ٿرائم ڏسي حيرت ۾ پئجي ويندو آهي. لوڪي صورتحال سنڀاريندي چوندو آهي، "فريجا کي جوٽنهائيم اچڻ جو ايڏو شوق هو، جو هن هفتي کان کائڻ پيئڻ ڇڏي ڏنو هو."

جڏهن ٿرائيم ڪنوار کي چمي ڏيڻ لاءِ نقاب هٽائيندو آهي، ته هو اهو ڏسي پٿر بڻجي ويندو آهي ته هو ٽانڊن جيان ٻرندڙ ٿور جي اکين ۾ ڏسي رهيو آهي. هڪ ڀيرو لوڪي ٻيهر صورتحال سنڀاري وٺندو آهي. چوندو آهي: "ڪنوار شاديءَ جي شوق ۾ سڄو هفتو صحيح نموني سمهي به ناهي سگهي." ان تي ٿرائم حڪم ڏيندو آهي ته هٿوڙو آندو وڃي ۽ شاديءَ جي رسم دوران ڪنوار جي هنج ۾ رکيو وڃي.

جڏهن ٿور کي هٿوڙو پيش ڪيو وڃي ٿو ته هو اپ ڏاريندڙ ٺهڪ ڏئي ٿو. پهريائين هو ٿرائم کي قتل ڪري ٿو ان بعد هو ديون ۽ سندن مائٽن کي ختم ڪري ڇڏي ٿو. ٿور.... جنهن کي ديوتائن جو بيٽ مين (Batman) يا جيمز بانڊ چئجي.... هڪ ڀيرو ٻيهر بديءَ جي قوتن مٿان غالب اچي ويندو آهي.

سوفي، جيستائين ڏندڪٿا جو تعلق آهي، اُها ته ختم ٿي، پر اها رڳو دل کي ريجهائڻ خاطر ڪونه گهڙي وئي هئي. ان جي پٺيان مفهوم ڪهڙو هو؟ ڏند ڪٿا ڪنهن ٻي شئي جي وضاحت ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿي، ان جي هڪ امڪاني تشريح هي آهي.

جڏهن ڪنهن سال برسات نه ٿيندي هئي، ماڻهو سوچڻ جي ڪوشش ڪندا هئا ته شايد ديون ٿور جو هٿوڙو چوري ڪيو آهي، ان ڪري بارش نه ٿي ٿئي؟

سال دوران جيئن مندون بدلبيون آهن، ڏندڪٿا ۾ شايد ان

جي تشريح ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي هئي. سيءَ ۾ فطرت مري ويندي آهي، ڇو تہ ٿور جو هٿوڙو جوتنهائيم پهچي چڪو هوندو آهي، پر جڏهن هو اهو واپس آڻڻ ۾ سوپارو ٿيندو آهي، بهار بہ اچي ويندي آهي. اهڙي ريت ڏندڪٿائن وسيلي ماڻهن ڪي اهي ڳالهيون سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي هئي جيڪي عام طور انهن کي سمجهہ ۾ نہ ايندڙيون هيون.

ماڻهو ڏندڪٿائن سان لاڳاپيل ريتن کي بہ پورو ڪندا هئا. اسان تصور ڪري سگهون ٿا تہ جڏهن ذڪر ٿيندو هو يا فصل سٺو نہ ٿيندو هو تہ ماڻهن جو رد عمل ڪهڙو ٿي سگهيو ٿي. اهو نہ تہ اهي ڏندڪٿا ۾ بيان ڪيل واقعن کي ڊرامي ۾ پيش ڪندا هوندا. شايد ڳوٺ جو ڪو مرد ڪنوار جو جوڙو پائيندو هوندو. ڇاتين جي جاءِ تي پٿر رکيا هوندا... جيئن ديون کان هٿوڙو واپس ڪرائي سگهجي. برسات لاءِ ماڻهو اهڙي قسم جي ڪارروايون لاءِ ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪندا هوندا جيئن انهن جي زمين کي پاڻي ملي سگهي ۽ فصل پوکي سگهن.

ماڻهو فطرت جي عمل کي تيز ڪرڻ خاطر ڪهڙي طرح پنهنجون ڏندڪٿائون ڊرامن ۾ پيش ڪندا هئا، اهڙا اڻ ڳڻيا مثال دنيا ۾ ٻين هنڌن تي بہ ملندا آهن.

هن وقت تائين اسان نورس جي ضميمن تي رڳو سرسري نظر وڌي آهي. پر ٿور، اوڊن، فريئر ۽ فريجا، هوڊر ۽ بالڊر ۽ ٻين انيڪ ديوتائن بابت اڻ ڳڻيون ڏندڪٿائون آهن. اهڙي قسم جي تصوراتي ڏندڪٿائن جي سموري دنيا ۾ واڌ ويجهہ ٿي تہ فلسفين ان ۾ دخل ڏيڻ شروع ڪري ڇڏيو.

جڏهن يونان ۾ فلسفي جي شروعاتي شبيہ ارتقا ڪري رهي هئي، اتي بہ دنيا جي ڏندڪٿائي تصوير موجود هئي. يوناني ديوتائن جون آڪاڻيون صدين کان هڪ نسل کان ٻئي نسل تائين منتقل ٿينديون رهيون هيون. يونان ۾ ڳڻپ کان ٻاهر ديوتائن کي مڃيو ويندو هو. جن مان ڪجهہ نالا هي هئا، زيوس (Zeus) (ديوتائن جو ديوتا، حاڪم، ڪيترن ديوتائن ۽ بهادر انسانن جو پيءُ)، اپالو (سچ، آئيندي بابت ڄاڻ ڏيندڙ، موسيقي، شاعري ۽ طب جو ديوتا)، اٿيني (Athene) (دانش ۽ فنون جي ديوي، هن کي اٿينا ديوي بہ چيو ويندو هو)، هيرا (زيوس جي ڀيڻ ۽ گهر واري)، ديونيسوس (Dionysos) (شراب ۽ شباب جو ديوتا)، اسڪلي پيوس

(Asclepios) (اپالو جو پٽ ۽ طب جو ديوتا)، هيرا ڪليس يا هر ڪيوليس (Heracles) (زيوس جو پٽ ۽ وڏي طاقت وارو ديوتا) ۽ هيفائسٽوس (Hephaestos) (باھ جو منڊو ديوتا).

يوناني ڏندڪٿائن جو وڏو حصو ست سؤ سال قبل مسيح جي مشهور شاعر هومر ۽ هڪ ٻي هيسود (Hesiod) لکيو. ان سان هڪ نئين صورت حال پيدا ٿي پئي ڇو ته ڏندڪٿائن جو لکت ۾ اچڻ کان پوءِ انهن تي بحث ڪرڻ سولو ٿي پيو.

ابتدائي يوناني فلسفين هومر جي ڏند ڪٿائن کي خاص ڌيان سان نه ورتو ڇو ته ديوتا فاني انسانن جي ڪجھ گھڻو ئي ويجھو هئا. انهن وانگر انا پرست ۽ ننگ هئا. پهريون ڀيرو ائين چيو ويو ته ڏندڪٿائون رڳو انساني تصور آهن ان کان وڌيڪ ڪجھ به نه. ان خيال جي ترجماني ڪرڻ وارن ۾ هڪ فَلسفي زينوفانيس (Xenophenes) هو، جيڪو اٽڪل پنج سؤ ستر سال قبل مسيح ۾ پيدا ٿيو هو. هو چوندو هو: ”انسانن ديوتا پنهنجي شڪل موجب تخليق ڪيا آهن، اُهي اسان وانگر ئي جمن ٿا، لٽا ڪپڙا پائين ٿا، جسم ۽ زبانون ساڳيون اٿن. حبش وارن جو عقيدو آهي ته ديوتا ڪارا آهن، انهن جا نڪ سنها آهن، ٿريس وارن جو خيال هو ته انهن جون اکيون نيريون ۽ وار ڳاڙهسرا آهن. جيڪڏهن ڏاند، گهوڙا ۽ شينهن ديوتائن جي تصوير ڪشي ڪري سگهن ها ته اُهي انهن کي ڏاند، گهوڙن ۽ شينهن وانگر ناهي، پيش ڪن ها!“

ان زماني ۾ يونانين شهري حڪومتون ناهيون. يونان ۾ به ۽ يوناني بيٺڪن ۾ به جيڪي ڏکڻ اٽليءَ ۽ ايشيا مائنر تائين پکڙيل هيون، جتي سڀ ڪم غلام ڪندا هئا ۽ يوناني سياست ۽ ثقافت تي توجھ ڏيندا هئا. ان شهري ماحول ۾ ماڻهن سوچ جا نوان رخ اختيار ڪيا. ڪوبه شهري سماج جي ترتيب بابت راءِ ڏئي ٿي سگهيو ۽ ڪوبه ماڻهو ڏند ڪٿائن تي سوال اياري پئي سگهيو. ان بابت اسان چوندا آهيون ته ان جو بنياد تجربي ۽ عقل (reason) تي رکيو ويو هو. فطرت ۾ جيڪو وهنوار هو، شروع وارن يوناني فلسفين جو مقصد انهن جي مافوق الفطرت (supernatural) نه پر فطري (natural) اصليت ڳولهڻ هو.

سوفي پنهنجي لڪل جاءِ کان ٻاهر نڪتي ۽ وڏي باغ ۾ بنا مقصد جي چڪر هڻڻ لڳي، هن جيڪو به اسڪول ۾ پڙهيو هو، خاص ڪري سائنس جي

ڪلاسن ۾. هوءَ ان کي وسارڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳي.
جيڪڏهن هوءَ فطرت بابت ڄاڻ ڪانسواءِ هن باغ ۾ وڏي ٿئي ها، هن جا بهار جي مند بابت ڪهڙا احساس هجن ها؟
هڪ ڏينهن اوچتو برسات شروع ٿئي ٿي، ڇا هوءَ ان جي شڪل گهڙڻ جي ڪوشش ڪندي؟ هيءَ جيڪا برف پوندي آهي، اُها ڪيڏانهن ويندي آهي ۽ سج صبح جو ڇو اڀرندو آهي، ڇا هوءَ انهن بابت ڪو مفروضو گهڙيندي؟
هاڻ پڪ سان ائين ڪندي ۽ هڪ خيالي ڪهاڻي ٺاهڻ لڳي:
سياري پنهنجي برفيلي مٺ ۾ ڌرتيءَ کي پڪوڙي ڇڏيو هو، ڇو ته بدمعاش مورئيت سهٽي ۽ من موهٽي شهزادي سيڪيٽا کي هڪدمر زندان ۾ قيد ڪري ڇڏيو هو. پر هڪ صبح جو سورمو شهزادو براواٽو آيو ۽ هن کي آزاد ڪرائي ويو. سيڪيٽا ايتري خوش ٿي جو سندس پير ڌرتيءَ تي نہ هئا. هوءَ چراگاهن ۾ نچڻ ۽ اهو گيت ڳائڻ لڳي، جيڪو هن اونداهي زندان ۾ جوڙيو هو. ڌرتي ۽ وڻ ايترو متاثر ٿيا جو انهن تي موجود برف پگهرجي لڙڪن وانگر وهڻ لڳي. پر وري سج نڪتو، جنهن جي تپش ڳوڙها خشڪ ڪري ڇڏيا. پکي سيڪيٽا جي گيت کي ڳائڻ لڳا ۽ جڏهن سندر شهزاديءَ پنهنجا سونهري وار جهٽڪي سان پوئتي اڇليا تہ سندس وارن جا ڪجھ لڇا ڌرتيءَ تي ڪري پيا ۽ اُهي فصل جا گل بڻجي ويا....
سوفي کي پنهنجي خوبصورت ڪهاڻي پسند اچي وئي. منڊون جهڙي ريت بدلبيون آهن، هن کي انهن جي بدلجڻ بابت ڄاڻ نہ هجي ها تہ هوءَ پنهنجي ڪهاڻيءَ تي اعتبار ڪري ها.
هوءَ سمجهي وئي تہ ماڻهن کي هميشہ اها ڄاڻڻ جي خواهش رهي آهي تہ فطرت ڪيئن ڪم ڪندي آهي. جيڪڏهن انهن وٽ پنهنجون پنهنجون وضاحتون نہ هجن ها تہ انهن جو شايد جيئڻ ڏکيو ٿي پئي ها ۽ هن اِهي ڏندڪٿائون ان وقت گهڙيون جڏهن سائنس نالي ڪا بہ شئي نہ هئي.

# طبعي فلسفي

**... عدم مان عدم ئي حاصل ٿي سگهي ٿو...**

ان شام جڏهن ٽيهريءَ جو سوفيءَ جي ماءُ ڪم ڪان موٽي آئي، سوفي گلائيڊر ۾ ويهي فلسفي جي نصاب ۾ هلڊي مولرڪنيگ وچ ۾، جنهن کي پنهنجي پيءُ جو موڪليل ڪارڊ ملي نہ سگهيو هو، امڪاني تعلق تي سوچي رهي هئي.

هن جي ماءُ باغ مان ڪيس سڏيندي چيو: ”سوفي، تنهنجو خط!“

سوفيءَ جو ساهہ مٺ ۾ اچي ويو، هوءَ تہ ڊاڪ واري دٻي مان سڀ خط ڪڍي آئي هئي، پوءِ اِهو خط؟ ضرور فَلسفِيءَ جو هوندو. هوءَ پنهنجي ماءُ کي ڇا ٻڌائيندي؟

”ان تي ٽڪلي ناهي، متان پيار ڀريو ڪو خط هجي!“

سوفيءَ خط ورتو.

”کوليندين نہ؟“

هن کي ڪو بهانو ڳولهڻو پيو.

”توهان ڪڏهن ڪنهن اِهڙي ڇوڪريءَ بابت ٻڌو آهي يا پڙهيو آهي تہ اُها پيار ڀريو خط کولي رهي هجي ۽ ان مٿان سندس ماءُ بيٺي هجي؟“

ماءُ کي اهو ئي سمجهڻ گهرجي تہ اهو پيار ڀريو خط آهي. جيتوڻيڪ اها ڳالهہ پريشان ڪندڙ ڳالهہ هئي. جيڪڏهن سندس ماءُ کي اهو پتو پئجي وڃي تہ هوءَ بلڪل اڻ ڄاتل شخص ڪان، جيڪو خيرن سان فلسفي آهي ۽ سائنس اک ٻوٽ راند ڪري رهيو آهي، خطن وسيلي تعليم حاصل ڪري رهي آهي، معامرو بلڪل بگڙي ويندو.

سوفي جڏهن اِهو ننڍڙو اچو لفافو کڻي مٿي پنهنجي ڪمري ۾ پهتي، هن تي نوان سوال پڙهيا:

**ڇا ڪو اِهڙو بنيادي مايو آهي، جنهن مان باقي سڀ شيون ٺهيون هجن؟**

### ڇا پاڻي انگوري شراب ۾ بدلجي سگهي ٿو؟
### مٽي ۽ پاڻي گڏجي ڪيئن جيئرو ڏيڏر پيدا ڪندا آهن؟

سوفيءَ ڪي سوال بيوقوفاڻا لڳا، جيڪي سموري شام سندس ذهن ۾ گهمندا رهيا. جڏهن هوءَ ٻئي ڏينهن اسڪول وئي ته هن ٻه هوءَ هڪ هڪ ڪري انهن جو جائزو وٺندي رهي.

ڇا ڪوئي اهڙو "بنيادي مايو" ٿي سگهي ٿو، جنهن مان ٻيون سڀ شيون ٺهيون هجن؟ جيڪڏهن اهڙو ڪو مايو آهي ته پوءِ اوچتو اهو گل يا هاٿي ۾ ڪيئن تبديل ٿي سگهي ٿو؟

اهو اعتراض ان سوال تي ٻه هو ته ڇا پاڻي انگور جي شراب ۾ تبديل ٿي سگهي ٿو؟ سوفي اها مذهبي حڪايت ٻڌي هئي ته ڪيئن مسيح پاڻيءَ کي انگوري شراب ۾ بدلائي ڇڏيو هو، پر هن ڪڏهن ان کي لفظي معنيٰ ۾ نه ورتو هو ۽ جيڪڏهن مسيح واقعي ايئن ڪيو هو ته اهو معجزو هيو ۽ معجزو اُها شئي ٿيندو آهي جيڪو عام معمول جي ابتڙ هجي. سوفي کي ڄاڻ هئي ته رڳو شراب انگور ۾ نه، پر هر ان شئي ۾ آهي، جيڪا وڌندي ويجهندي آهي، پاڻي وڏي مقدار ۾ موجود هوندو آهي. پر جيڪڏهن ونگي ۾ 95 سيڪڙو ٻه پاڻي هجي ته ٻه ان ۾ ڪانه ڪا ٻي شئي موجود هوندي ڇو ته ونگو ونگو آهي پاڻي نه.

هڪ ٻيو سوال ڏيڏر بابت ٻه هو. هن جي فلسفي جي استاد ڏيڏرن بابت ايڏي حيران ڪندڙ ڳالهه ڪئي جيڪا ڪنهن ٻڌي نه پڙهي.

سوفي اهو ته مڃي پئي سگهي ته ڏيڏر مٽي ۽ پاڻيءَ تي مشتمل ٿيندو آهي پر ان صورت ۾ مٽي هڪ کان وڌيڪ مادي تي مشتمل هجڻ کپي. جيڪڏهن مٽي ڪوڙ ساترن مختلف مادن تي مشتمل آهي ته پوءِ اهو ممڪن آهي ته مٽي ۽ پاڻي گڏجي ڪو ڏيڏر ناهن. ان جي معنيٰ اها ٿي ته مٽي ۽ پاڻيءَ کي پهريائين آنن ۽ پوءِ ٻچڙن جي صورت اختيار ڪرڻي پوندي ڇو ته ڏيڏر ڪنهن گوبيءَ مان ته نٿو پيدا ٿي سگهي توهان ان کي ڪيترو ٻه پاڻي ڏيو.

جڏهن هوءَ ان ڏينهن اسڪول کان گهر واپس آئي ته دٻي ۾ چڱو وڏو لفافو هيو. گذريل ڏينهن جيان ان ڏينهن ٻه هوءَ پنهنجي ڳجهي جاءِ تي ويجي پهتي.

## فلسفي جو منصوبو

ته پوءِ پنهنجي نيٺ وري ملاقات ٿي وئي! اڄ اسان سيهڙ يا ٻين ڳالهين ڪرڻ بنا پنهنجو سبق شروع ڪيون ٿا.

آڳاتين يونانين کان وٺي هاڻوڪي اسان جي زماني تائين ماڻهو کھڙي ريت فلسفي بابت ويچاريندا رهيا آهن، مان ان جو ذڪر مڪمل تفصيل سان ته نه ٿو ڪري سگهان، باقي جيڪو خاڪو پيش ڪندس اُهو جامع ضرور هوندو. پر جن ڳالهين کي اسان بحث جو موضوع بڻائينداسين، انهن جو زمانن جي لحاظ سان صحيح ترتيب جو خيال رکبو.

جيئن ته ڪجھ فلسفي مختلف وقتن ۾..... ۽ شايد ثقافتي اعتبار کان اسان کان مختلف حالتن ۾... رهندا هئا. اسان لاءِ سٺي ڳالھ اها هوندي ته اسان ڪوشش ڪيون ۽ ڏسئون ته هر فلسفي جو منصوبو ۽ پراجيڪٽ ڪھڙو هو. ان مان منهنجو مطلب اهو آهي ته اسان اهو صحيح نموني سمجھڻ ۽ جاڻڻ جي ڪوشش ڪيون ته ڪو خاص فلسفي ڇا معلوم ڪرڻ پيو چاهي. شايد هڪ فلسفي اهو جاڻڻ چاهيندو هوندو ته ٻوٽا ۽ جانور ڪيئن وجود ۾ آيا. ڪو ٻيو اهو جاڻڻ چاهيندو هوندو ته خدا آهي يا انسان جي اندر ڪو غير فاني روح آهي.

جڏهن اسان اهو طئي ڪري ڇڏيو ته ڪنهن خاص فلسفي جو پراجيڪٽ ڇاهي، ان جي فڪر جي انداز کي سمجھڻ ۾ ڪافي سولائي ٿيندي. ڇو ته ڪوبه اهڙو فلسفي ناهي جو سموري فلسفي کي پنهنجي مٿي جو سور بڻائي.

جڏهن مون لفظ ”ان جي فڪر جو انداز“ لکيا هئا ته منهنجو مطلب مرد فلسفين جو هو... ڇو ته فلسفي جي ڪهاڻي به مردن جي ڪهاڻي آهي. پراڻي زماني ۾ عورتن جي ڪهاڻي به مردن جي ڪهاڻي آهي. پراڻن زمانن ۾ عورتن کي انهن جي عورتاڻي حيثيت سان به ۽ سوچڻ سمجھڻ واري مخلوق جي حيثيت سان به، ٻنهي طريقن سان دٻائي رکيو ويندو هو ۽ اها ڳالھ انتهائي ڏکوئيندڙ آهي ڇو ته ان رويي جو نتيجو انتهائي اهم نوعيت جي تجربن کان پوءِ محروميءَ جي شڪل ۾ ظاهر ٿيو آهي. رڳو هاڻوڪي صديءَ ۾ عورتن فلسفي جي تاريخ ۾ گھرا چٽ چٽيا آهن، ان کان پھرين کين ڪڏهن به موقعو ناهي مليو.

مان توکي ڪو هوم ورڪ نه ڏيندس..... ڪڏهن ڪڏهن ننڍو موضوع ڏيندو رهندس. جيڪڏهن توکي اهي شرط منظور آهن ته اسان شروع ڪيون ٿا.

## طبعي فلسفي

يونان جي انتهائي پراڻن فلسفين کي ڪڏهن ڪڏهن طبعي فلسفي (Natural Philosophers) چيو ويندو آهي ڇو ته انهن جو تعلق ۽ سوچ جو دائرو طبعي ۽ فطري دنيا هئي. اسان پهريون ئي پنهنجو پاڻ کان پڇي چڪا آهيون ته هر شئي ڪٿان ايندي آهي. اڄ ڪله اڻ ڳڻين ماڻهن جو ويچار آهي ته ڪنهن نه ڪنهن وقت ۾ ڪانه ڪا شئي عدم مان وجود ۾ آئي هوندي. يونانين ۾ اهو خيال عام نه هو. ڪنهن نه ڪنهن ڪارڻ انهن جي ذهن ۾ هي مفروضو هو ته: ”ڪاشئي“ سدائين موجود رهي آهي.

ان ڪري اهو سوال ته هر شئي عدم مان ڪيئن وجود ۾ اچي سگهي ٿي، ايترو اهم سوال نه هو. ان جي ابتڙ يونانين کي تعجب ان ڳالھ جو هوندو هو ته جيئريون جاڳنديون مڇيون پاڻيءَ ۾ ڪيئن وجود ۾ ايندیون آهن ۽ مٿل ذرتيءَ مان ڪيئن وڏا وڻ ۽ گل بوٽا پيدا ٿيندا آهن. رهي ڳالھ اها ته ٻار ماءُ جي ڪک مان ڪيئن جنم وٺندو آهي، ان تي جيڪا کين حيرت ٿيندي هوندي ان جو ذڪر ڪرڻ جي گهرج ناهي!

فلسفين پنهنجين اکين سان مشاهدو ڪيو ته فطرت مسلسل تبديليءَ جي عمل مان گذرندي رهندي آهي. پر سوال اهو هو ته اها تبديلي پيدا ڪيئن ٿيندي آهي؟

مثال هڪ شئي جيڪا پهريائين مايو (Substance) هئي، جيئري جاڳندي مخلوق ڪيئن ٿي وئي؟

سمورن شروعاتي فلسفين جو خيال هو ته ڪونه ڪو بنيادي مايو لازمي اهڙو هجڻ گهرجي جو سمورين تبديلين جو ماخذ آهي. هو ان نتيجي تي ڪيئن پهتا، اهو چوڻ ڏکيو آهي. اسان کي رڳو ايتري ڄاڻ آهي ته اهو خيال وڌڻ لڳو ته ڪونه ڪو بنيادي مايو هجڻ گهرجي جيڪو فطرت جي سمورين تبديلين جو ڳجهو سبب آهي. ”ڪا شئي“ اهڙي هجڻ گهرجي جنهن مان ٻيون شيون نڪرنديون هجن ۽ پوءِ انهيءَ ۾ ئي واپس هليون وينديون آهن.

اصل ۾ اسان لاءِ دلچسپيءَ جي اها ڳالھ ناهي ته انهن شروعاتي فلسفين پنهنجي مونجهارن جا ڪهڙا حل ڳولهيا، پر اها آهي ته اُهي سوال ڪهڙي قسم جا پڇندا هئا ۽ ڪهڙا جواب ڳوليندا هئا....

اسان کي پتو آهي ته هن کي فطرت جي دنيا ۾ جيڪي

تبديليون نظرانداز ٿيون ٿيون، هو انهن بابت سوال نه ٿا اٿاريندا هئا. هو فطرت جا لڪل بنيادي قانون ڳولهڻ چاهيندا هئا. انهن جي چوڌاري جيڪو ڪجهه ٿيندو رهندو هو، هو ان کي اڳيان ٿيندڙ واقعن جو سهارو وٺڻ بنا سمجهڻ جي ڪوشش ڪندا هئا. اهم ڳالهه اها هئي ته اُهي فطرت جو مطالعو ڪري اُن جي اصل عملن (Processes) کي سمجهڻ جا خواهشمند هئا...

اهڙي ريت فلسفو مسلسل مذهب کان آزادي ماڻڻ ۾ سوڀارو ٿي ويو. اسان چئي سگهون ٿا ته طبعي فلسفين سائنسي سوچ ڏانهن پهريون قدم کنيو هو. سو جيڪو فڪر سائنس جو بنياد بڻيو هيو، هو ان جا هوڪا ڏيندڙ بڻجي ويا.

طبعي فلسفين جيڪو لکيو ۽ چيو هو، ان جا رڳو اڻ پورا جزا باقي بچيل آهن. جيڪو ٿورو گهڻو اسان ڄاڻون ٿا، اُهو اسان وٽ ارسطو جي لکڻين وسيلي پهتو آهي. جيڪو انهن کان ٻه سؤ سال پوءِ پيدا ٿيو هو. ارسطو رڳو انهن نتيجن جو ذڪر ڪري ٿو، جيڪي انهن فلسفين ڪڍيا هئا. اسان کي چڱي ريت اها ڄاڻ نه ٿي ملي ته انهن اهي نتيجا ڪيئن ڪڍيا. پر جيڪو ڪجهه اسان ڄاڻون ٿا، ان مان اسان اهو ثابت ڪري سگهون ٿا ته منڍ وارن فلسفن جي پراجيڪٽ جو تعلق ان سوال سان هو ته اُهو بنيادي مادو (يا جزو) ڇا آهي، جنهن مان ٻيون شيون جڙن ٿيون ۽ فطرت ۾ تبديليون ڪيئن ٿينديون آهن.

## ميليتوس جا ٽي فلسفي

(Miletus) ميليتوس جو پهريون فلسفي، جنهن کي اسان سڃاڻون ٿا سو هو ٿاليس (Thales)، هن جو تعلق ايشيا مائنر جي هڪ يوناني بستي ميلي توس (Miletus) سان هو. هو سيلاني ماڻهو هيو، ملڪ گهمندو هو. هُو مصر به ويو. چيو وڃي ٿو ته هن هڪ حرم جي اوچائي جو حساب ان وقت لڳايو جڏهن سندس جسم جو پاڇو به سندس بلڪل قد جيترو هو. هن بابت اهو به چيو ويندو آهي ته هن 585 قبل مسيح ۾ سج گرهڻ بابت بلڪل سچي ۽ پوري اڳڪٿي ڪئي هئي.

ٿاليس جو خيال هو ته سمورين شين جو ماخذ پاڻي آهي. اسان کي صحيح طور اهو معلوم ناهي ته ان مان هن جو مطلب ڪهڙو هو، باقي اهو امڪان آهي ته هو سمجهندو هجي ته زندگيءَ جي ابتدا

پاڻيءَ سان ٿئي ٿي.... ۽ جڏهن اِها ختم ٿيندي آهي ته واپس پاڻيءَ ۾ هلي ويندي آهي.

مصر ۾ پنهنجي سفر دوران هن پڪ سان اهو ڏٺو هوندو ته چاڙهه کان پوءِ جيئن ئي نيل درياءَ جو پاڻي پوئتي ٿيندو آهي ته ان زمين تي فصل پيدا ٿيندا آهن. شايد هن اِهو به مشاهدو ڪيو هوندو ته جتي جتي تازي برسات پئي هوندي، اتي ڏيڏر ۽ بيا جيوڙا ظاهر ٿيڻ لڳندا آهن.

اصل ۾ ٿاليس سوچيندو هوندو ته پاڻي ڪيئن برف ۽ گهم ۾ تبديل ٿيندو آهي.... ۽ پوءِ وري پاڻي ٿي ويندو آهي.

ٿاليس بابت اِهو به چيو ويندو آهي ته هن چيو هو: ”سڀ شيون ديوتائن سان ڀريل آهن.“ ان مان هن جو ڇا مطلب هو. اسان رڳو قياس ئي ڪري سگهون ٿا. شايد اهو ڏسندي ته ڪيئن ڪاري ڌرتي ڪيئن فصلن ۽ جيت جڻن جو ماخذ آهي، هن سوچيو هوندو ته زمين تمام ننڍڙن ننڍڙن نظر نه ايندڙ ”جيئرن جراثيمن“ سان ڀريل آهي.... هڪ ڳالهه يقين سان چئي سگهجي ٿي ته.... هو هومر جي ديوتائن جو ذڪر ڪونه ڪري رهيو هو.

ان کان پوءِ اسان جنهن فلسفي بابت ٻڌو آهي، اُهو انا ڪسي ماندر (Anaximander) (تقريبن 611 ق. م کان تقريبن 547 ق. م) هيو. هو به ان وقت ميلي توس ۾ رهندو هو جڏهن ٿاليس به اتي رهندو هيو. هن جو خيال هو ته اسان جي دنيا انهن دنيائن مان هڪ آهي، جيڪي ان شئي ۾، جنهن کي بي انت چوندو هو، نهنديون ۽ ڊهنديون رهنديون آهن. بي انت يا لاحد مان هن جو مطلب ڇا هو، ان جي تشريح ڪرڻ سولو ناهي پر ايترو ڇنو ٿو نظر اچي ته هو ان انداز سان ڪنهن ڄاتل مابي (يا جزي) بابت ڪون سوچي رهيو هو، جنهن نموني ٿاليس ان جو تصور جوڙيو هو ته اهو حقيقي آهي. شايد هن جو مطلب اهو هو ته مايو جيڪو سمورين شين جو ماخذ آهي، انهن شين کان مختلف هجڻ گهرجي، جيڪي تخليق ڪيون ونديون آهن جيئن ته سڀ تخليق ٿيل شيون محدود (Limited) هونديون آهن، جيڪو انهن کان پهريون ۽ پوءِ ايندو آهي، پڪ سان "Boundless" هوندو. ڇنو ظاهر آهي ته اهو بنيادي مواد شيءِ پاڻيءَ جهڙي معمولي شئي نه ٿو ٿي سگهي.

ميلي توس جو ٽيون فلسفي اناڪسي مينس (Anaximenes) ( اٽڪل 570 ق م کان اٽڪل 526 ق م) هو. هن جو خيال هو ته

سمورين شين جو ماخذ هوا (Air) يا ٻاڦ (Vapour) هجڻ گهرجي. اناڪسي بهرحال ٿاليس جي پاڻي واري نظريئي کان آگاهه هيو. پر پاڻي ڪٿان ٿو اچي؟ اناڪسي جو خيال هيو ته پاڻي جميل هوا آهي. اسان ڏسندا آهيون ته جڏهن برسات پوندي آهي، هوا تي دٻاءُ پوڻ سبب پاڻي خارج ٿيندو آهي. هن جو ويچار هو ته جڏهن پاڻيءَ تي وڌيڪ دٻاءُ پوندو آهي ته اهو مٽيءَ ۾ هليو ويندو آهي. هن ڏٺو هوندو ته جڏهن برف تي دٻاءُ پوندو آهي ته اُها پگهرڻ لڳندي آهي ۽ ان مان ڪنهن نموني مٽي ۽ واري نڪرندي آهي. هن جو اهو به خيال هو ته ٻاهه هواءِ لطيف (rare fied Air) آهي. اهڙي ريت اناڪسي مينيس موجب مٽي، پاڻي ۽ ٻاهه جو ماخذ هوا آهي.

..... شايد اناڪسي مينيس جو خيال هو ته مٽي، هوا ۽ ٻاهه سڀ زندگيءَ جي تخليق لاءِ ضروري آهن، پر سمورين شين جو ماخذ هوا يا ٻاڦ آهي. اهڙي ريت هو به ٿاليس وانگر سمجهندو هو ته ڪ سان اهڙو بنيادي مايو (Substance) هوندو جيڪو سمورين تبديلين جو ماخذ آهي.

## عدم مان عدم ئي حاصل ٿي سگهي ٿو

ميلي ٽوس جي انهن ٽنهي فلسفين جو اعتقاد هيو ته ڪو واحد بنيادي مايو موجود آهي، جيڪو سمورين شين جو ماخذ آهي، پر ڪو مايو اوچتو ٻي شئي ۾ ڪيئن تبديلي ٿي سگهي ٿو؟ اسان ان کي تبديليءَ جو مسئلو چئي سگهون ٿا. اٽڪل پنج سئو سال ق م يونانين ڏکڻ اٽليءَ ۾ هڪ بيٺڪ ايلي (Elea) قائم ڪئي هئي. ان زماني ۾ اتي فلسفين جو گروهه پيدا ٿيو. ايلي جي رعايت سان ان فلسفين کي ايلائي (Eleatics) چيو ويندو آهي. انهن ايلائين کي ان سوال سان دلچسپي هئي.

انهن فلسفين ۾ مک پارمينيڊس (Parmenides) (اٽڪل 540 ق م کان 480 ق م) هو. پارمينيڊس جو خيال هو ته هر شئي جيڪا موجود آهي هميشه کان موجود هلندي پئي آهي. يونانين لاءِ اهو خيال ڪونئون نه هو. جيتوڻيڪ انهن وٽ ڪو واضح ثبوت نه هو پر اُهي گهٽ يا وڌ ان ڳالهه کي صحيح مڃيندا هئا ته دنيا ۾ موجود هر شئي هميشه کان موجود آهي ۽ سدائين رهندي. پارمينيڊس جو خيال هو ته عدم مان رڳو عدم ئي وجود ۾ اچي

سگهي ٿو ۽ جيڪا شئي موجود آهي اُها ڪڏهن بہ عدم نہ ٿي ٿي سگهي.

پارمينيڊس رڳو اتي بس نہ ڪئي پر هن ان خيال کي اڳتي بہ وڌايو. هن چيو تہ دنيا ۾ ڪابہ اهڙي شئي ناهي جنهن کي وقتي تبديلي ٿي سگهجي. جيڪا شَئي جيئن آهي سان تئين ئي رهندي، ان ڪانسواءِ اُها ٻيو ڪجھ ٿي نہ ٿي سگهي.

پارمينيڊس اهو پڻ اندازو هنيو تہ فطرت مسلسل تبديليءَ جي حالت ۾ رهندي آهي. هن کي پنهنجن حواسن سان ادراڪ ٿيندو هو تہ شين ۾ تبديلي ايندي رهندي آهي. جڏهن هن کي عقل يا حواس مان ڪنهن هڪ شئي جي چونڊ ڪرڻي پوندي هئي تہ هو عقل کي چونڊيندو هو.

تون ان جملي بابت تہ ڄاڻ رکين ئي ٿي: ”مان تڏهن مڃيندس جڏهن پنهنجين اکين سان ڏسندس.“ پر پارمينيڊس اکين سان ڏسڻ ڪانپوءِ بہ ڪون مڃيندو هو. هن کي پڪ هئي تہ اسان جا حواس اسان کي دنيا جي غلط تصوير ڏيکاريندا آهن، اهڙي تصوير جيڪا اسان جي عقل سان ٺهڪندڙ ناهي. فلسفي جي حيثيت سان هن اهو فرض ڪري ڇڏيو تہ ڏسڻ، ٻڌڻ ۽ ٻين حواسن سان مفروضن کي عيان ڪندو رهندو.

انساني عقل تي اهڙي پڪي اعتقاد ڪرڻ کي ”عقليت پسندي“ (Rationalism) چيو ويندو آهي. عقل کي تسليم ڪندڙ اُهو هوندو آهي جنهن جو اهو ايمان هوندو آهي تہ دنيا بابت اسان جي ڄاڻ جو اهم ماخذ ”عقلَ“ آهي.

## سڀ شيون وهنديون آهن

پارمينيڊس جو هڪ همعصر هيراڪليتوس (Heraclitus) (اٽڪل 540 ق م کان 480 ق م) هو، جيڪو ايشيا مائنر جي هڪ ڳوٺڙي ايفسس جو رهاڪو هيو. سندس خيال هو تہ لاڳيتو تبديلي يا وهڪرو اصل ۾ فطرت جي وڏي ۾ وڏي خصوصيت آهي. اسان چئي سگهون ٿا تہ هو جنهن شئي جو ادراڪ پنهنجي حواسن سان ڪري سگهيو ٿي، پارمينيڊس جي ڀيٽ ۾ هن کي ان تي وڌيڪ اعتماد هيو.

هيراڪليتوس چوندو هو: ”هر شئي وهندي آهي.“ معنيٰ ڪنهن بہ شئي کي ٺهراءُ ناهي، هر شئي مسلسل ڇرندي رهندي

آهي، ان ۾ تبديلي ايندي رهندي آهي. اسان ”ڪڏهن هڪ درياءَ ۾ ٻه ڀيرا پير نه ٿا رکي سگهون.“ جڏهن ٻيو ڀيرو درياءَ ۾ پير وجهندو آهيان ته نه مان اُهو هوندو آهيان (جيڪو مان پهريون هوس) ۽ نه درياهه.

هيراڪليتوس رڳو ان طرف ڌيان ڇڪرايو ته دنيا جي اهم وصف ان جا تضاد آهن. جيڪڏهن اسان بيمار نه ٿيون ته اسان کي ڪڏهن به خبر نه پوندي ته چاڪائي ڇا آهي. اسان کي جيڪڏهن بک نه لڳي ته پيٽ ڀري کاڌو کائڻ وارو مزو نه اچي. جيڪڏهن جنگ نه ٿئي، اسان ڪڏهن به امن جي واڪاڻ (يا خواهش) نه ڪري سگهنداسين....

هيراڪليتوس جو اعتقاد هو ته دنيا جو جنهن نموني نظام ترتيب ڏنو ويو آهي، ان ۾ نيڪي ۽ بدي ٻئي ڪنهن به طرح يقيني طور موجود رهندا. متضاد طاقتن وچ ۾ ڇڪتاڻ سوا هيءَ دنيا پنهنجو وجود وڃائي ويهندي.

هو چوندو هو: ”ديوتا ڏينهن آهي ۽ رات آهي. سرديون آهن ۽ گرميون آهن. جنگ آهي ۽ امن آهي، بک ۽ ڍءُ آهي....“ هن ديوتا جو اصطلاح استعمال هيٺ ضرور آندو هو، پر اهو واضح آهي، هن جو اشارو پڻ ورن ديوتائن ڏانهن نه هو. هيراڪليتوس جي ويجهو رب (God) ... يا محبوب (Deity) ... اُهو آهي جنهن جي جهوليءَ ۾ سمورو جڳ جهان آهن. ۽ حقيقت اها آهي ته خدا کي واضح نموني فطرت ۾ ٿيندڙ تبديلين ۽ تضادن ۾ ڏسي سگهجي ٿو.

هيرا ڪليتوس خدا جو اصطلاح استعمال نه ٿو ڪري، ان جي جاءِ تي يوناني لفظ Logos کي اوليت ڏئي ٿو، جنهن جي معنيٰ عقل آهي. جيتوڻيڪ اسان انسان سدائين هڪ جهڙو نه ٿا سوچيون ۽ نه ئي اسان جي عقل جو معيار هڪجهڙو آهي، هيراڪليتوس کي پڪ هئي ته ڪو آفاقي عقل ضرور هوندو، جيڪو هر ان شئي جي رهنمائي ڪري ٿو جيڪا فطرت ۾ ٿئي ٿي.

هي ”آفاقي عقل“ يا ”آفاقي قانون“ اهڙي شئي آهي جيڪا اسان سڀني ۾ هڪ جهڙي آهي. ۽ هڪ اهڙي شئي جنهن مان هر ماڻهو رهنمائي وٺندو آهي. هيراڪليتوس جو خيال هو ته ان باوجود به انسان پنهنجي ذاتي عقل جي بنياد تي زندگي گذاريندا آهن. هو ڪجهه حوالن سان پنهنجي سنگتي انسانن کي نفرت وچان

ڏسندو هو. هو چوندو هو: ”اڪثر ماڻهن جا خيال ۽ رايا ٻارن جي راند جي رانديڪن جهڙا آهن.“

اِهڙي ريت هيراڪليتوس کي فطرت جي مسلسل تبديلين ۽ تضادن وچ ۾ ڪا ذات يا احديت نظر ٿي اچي. هي ”ڪا شئي“ هر شئي جو سرچشمو آهي، ان کي هو خدا يا Logos چوندو هو.

## چار بنيادي عنصر

اِهڙي ريت هڪ لحاظ کان پارمينيڊس ۽ هيراڪليتوس هڪ ٻئي جي ضد ۾ هئا. پارمينيڊس جي عقل کيس پڪ ڏياري هئي ته ڪابه شئي تبديل نه ٿي ٿي سگهي. ان جي ابتڙ هيراڪليتوس جي حواسن هن تي واضح ڪري ڇڏيو هو ته فطرت ۾ مسلسل تبديليون ٿينديون رهنديون آهن. سچو ڪير هو؟ ڇا اسان عقل جي تابع ٿي وڃون يا پنهنجن حواسن تي ڀاڙيون؟

پارمينيڊس ۽ هيراڪليتوس ٻئي ٻه ڳالهيون ڪن ٿا.

پارمينيڊس چئي ٿو:

(الف) ڪابه شئي تبديل نه ٿي سگهي ٿي.

(ب) اهڙي ريت اسان جن شين جو ادراڪ حواسن سان ڪيون ٿا، اُهي اعتبار لائق ناهن.

ان جي ابتڙ هيراڪليتوس چئي ٿو:

(الف) هر شئي تبديل ٿيندي رهي ٿي (”سڀ شيون وهنديون رهنديون آهن.“)

(ب) اسان جي حواسن جا ادراڪ اعتبار لائق آهن.

فلسفين وچ ۾ ان کان وڌيڪ اختلافن جو تصور به نه ٿو ڪري سگهجي! پر سچو ڪير هو؟ هو جنهن ڏچي ۾ ڦاٿا هئا، انهن کي ڪڍڻ جو اعزاز سسليءَ جي ايمپيدوڪليس (Empedocles) (اٽڪل 490 ق م کان 430 ق م) جي حصي آيو. هن جو خيال هو ته ٻئي پنهنجي هڪ هڪ دعويٰ ۾ سچا آهن پر ٻيءَ ۾ غلط.

ايمپيدوڪليس کي پتو پيو ته انهن وچ ۾ بنيادي اختلاف جو سبب اهو هو ته ٻنهي فلسفين جو يقين هو ته عنصر (element) رڳو هڪ آهي. جيڪڏهن اِهو مفروضو سچو آهي ته پوءِ اسان کي جيڪو عقل ٻڌائي ٿو ۽ ٻي پاسي جيڪو ڪجھ ”اسان پنهنجي اکين سان ڏسي سگهندا آهيون“ انهن ٻنهيءَ وچ ۾ جيڪو خال

آهي ان کي ڪڏهن بہ پربو نہ ويندو.

اها چٽي ڳالھ آهي تہ پاڻي مڇي يا پوپٽ ۾ نٽو بدلجي سگهي. اصل ۾ پاڻي تبديل ٿي ئي نٽو سگهي. خالص پاڻي سدائين پاڻي ئي رهندو. جڏهن پارمينيڊس چوندو هو: ”ڪا شئي تبديل ٿي نہ ٿي سگهي.“ تہ صحيح چوندو هو.

پر ان سان گڏ ايمپيڊوڪليس هيراڪليڊوس جي ان ڳالھ سان متفق هو تہ اسان کي پنهنجي حواسن جي ڳالھ تي يقين ڪرڻ گهرجي. اسان جيڪو ڪجھ ڏسئون ٿا ان تي اعتبار ڪرڻ گهرجي. ۽ جيڪو ڪجھ اسان ڏسئون ٿا، جيڪڏهن صحيح پڇيو وڃي تہ فطرت تبديل ٿيندي رهندي آهي.

ايمپيڊوڪليس ان نتيجي تي پهتو تہ جهيڙي جو ڪارڻ مادي جو تصور آهي، ان کي رد ڪرڻ گهرجي. نہ پاڻي ۽ نہ هوا گلاب جي ٻوٽي يا پوپٽ ۾ تبديل ٿي سگهن ٿا. فطرت جو سرچشمو امڪاني طور ڪو واحد عنصر نہ ٿو ٿي سگهي.

مختصر لفظن ۾ چئي سگهجي ٿو تہ ايمپيڊوڪليس کي يقين هو تہ فطرت چئن عنصرن تي آهي يا چئن ”جڙن“ تي آهي. اهي چار جڙون مٽي، پاڻي، باھ ۽ هوا آهن.

فطرت ۾ جيڪي بہ عمل ٿين ٿا، اُهي انهن چئن عنصرن تحت گڏيل يا الڳ الڳ سبب ڪري ٿيندا آهن. سڀ شيون مٽي، هوا، باھ ۽ پاڻيءَ جو مرڪب آهن، پر هر شئي ۾ انهن جو مقدار گهٽ وڌ هوندو آهي. هو چوندو هو تہ جڏهن ڪو گل يا جانور مرندو آهي تہ اهي چارئي الڳ الڳ ٿي ويندا آهن. اسان انهن تبديلين کي اگهاڙي اک سان ڏسي سگهؤن ٿا. پر مٽي ۽ هوا، باھ ۽ پاڻي سدائين موجود رهندا آهن ۽ جن مرڪبن جا اهي جزا هوندا آهن، اُهي انهن تي ڪوبہ ”اثر“ ناهن ڇڏيندا. ان ڪري اهو چوڻ صحيح ناهي تہ ”هر شئي“ تبديل ٿي ويندي آهي. بنيادي طرح ڪابہ شئي تبديل ناهي ٿيندي. ٿيندو ائين آهي تہ چارئي شيون هڪ هنڌ گڏجي وينديون آهن ۽ الڳ ٿينديون آهن جيئن ٻيهر گڏجي سگهن.

جيڪو ڪجھ ٿيندو آهي اسان ان جي ڀيٽ تصويرون ٺاهڻ سان ڪري سگهون ٿا. جيڪڏهن مصور وٽ رڳو هڪ رنگ... مثال طور ڳاڙهو... هجي، اُهو ساون وڻن جي تصوير نہ ٺاهي سگهندو. جيڪڏهن ان وٽ پيلو، ڪارو، ڳاڙهو ۽ نيرو رنگ هجن

تہ هو ڪيترن ئي رنگن واريون ڪوڙ ساترين تصويرون ناهي سگهندو....

اهو رڳو اتفاق نہ هو تہ هن مٽي، هوا، پاڻي ۽ باهہ کي فطرت جي ”جڙن“ طور چونڊيو. ان کان اڳ به ٻين فلسفين اهو ثابت ڪرڻ چاهيو هو تہ شروعاتي مايو پاڻي، هوا يا باهہ هجڻ گهرجي. ٿاليس ۽ اناڪسيمينيس ان ڳالهہ ڏانهن ڌيان ڇڪرايو هو تہ پاڻي ۽ هوا ٻئي طبعي دنيا جا لازمي عنصر آهن. يونانين جو خيال هو تہ باهہ بہ ضروري آهي. مثال طور هنن مشاهدو ڪيو هو تہ سج (اس) سمورن جاندارن لاءِ لازمي آهي. جو تہ هو اهو بہ ڄاڻندا هئا تہ انسانن ۽ جانورن ۾ جسماني گرمي ٿيندي آهي.

اهو بہ امڪان آهي تہ ايمپيدوڪليس ٻرندڙ ڪاٺين جو غور سان مشاهدو ڪيو هجي.... هي ”پاڻي“ آهي، ڪاٺئي دونهين جي شڪل ۾ متي اڀندي آهي. هي ”هوا“ آهي. ”باهہ“ اسان (هونئن ئي) ڏسي سگهون ٿا. جڏهن باهہ وسامي ويندي آهي، ڪا شئي رهجي ويندي آهي_ اها رک يا ”مٽي“ آهي.

جڏهن ايمپيدوڪليس فطرت جي انهن تبديلين جي اها تشريح ڪئي تہ اهي چئن ”جڙن“ جي ملڻ ۽ ڳڌجڻ جي ڪري ٿينديون آهن تہ پوءِ بہ هڪ شئي جي وضاحت رهجي وئي تہ اهي چارئي شيون هڪ ڪيئن ٿي ونديون آهن جو ان مان هڪ نئين زندگي وجود ۾ اچي ويندي آهي. تہ پوءِ انهيءَ ميل جي، مثال طور گل جو، ڳڌجڻ ڪيئن ٿيندو آهي؟ ڪير ڪندو آهي؟

ايمپيدو ڪليس جو عقيدو هو تہ فطرت ۾ بہ مختلف قوتون منهان منهن آهن. هو انهن کي محبت ۽ جنگ چوندو هو. محبت شين کي پاڻ ۾ ملائي ڇڏيندي آهي ۽ جنگ انهن کي الڳ الڳ ڪري ڇڏيندي آهي.

هو مايي ۽ قوت کي الڳ الڳ ڪري ٿو. اهو ڌيان جوڳو آهي. اڄ بہ سائنسدان عنصرن ۽ فطري قوتن ۾ فرق ظاهر ڪندا آهن. هاڻوڪي سائنس جي دعويٰ آهي تہ فطرت ۾ جيڪو ڪجهہ وهي واپري ٿو ان جي تشريح هيئن ڪري سگهجي ٿي تہ هي مختلف عنصرن ۽ مختلف فطري قوتن جو هڪ ٻئي تي اثر انداز ٿيڻ وارو عمل آهي.

ايمپيدوڪليس اهو سوال بہ اٿاريو تہ جڏهن اسان ڪنهن شئي جو ادراڪ پنهنجي حواس سان ڪندا آهيون تہ پوءِ ڇا ٿيندو

آهي؟ مثال مان ”گل“ ڪيئن ڏسي سگهان ٿو؟ اصل ۾ ٿيندو ڇا آهي؟ سوفي، تو ڪڏهن ان تي سوچيو آهي؟

ايمپيڊوڪليس جو اعتقاد هو ته اکيون مٽي، هوا، باهه ۽ پاڻيءَ تي مشتمل هونديون آهن. اهڙي ريت منهنجي اکين ۾ جيڪا ”مٽي“ آهي، اُها ان جو، جيڪو ڪجهه منهنجي چوگرد مٽيءَ جو آهي، ادراڪ ڪري وٺندي آهي. ساڳي ريت (منهنجي اک جي) ”هوا“ هوا جو، ”باهه“ باهه جو ۽ ”پاڻي“ پاڻيءَ جو ادراڪ ڪري وٺندي آهي. جڏهن منهنجي اک ۾ انهن چئني مادن مان ڪو هڪ به نه هجي ها ته مان سموري فطرت کي ڏسي نه سگهان ها.

## هر شئي ۾ هر شئي جو ڪجهه نه ڪجهه

اناڪسا گورس (Anaxa goras) (500 ق م کان 428 ق م) هڪ وڏيڪ فلسفي هو جيڪو ان خيال سان متفق نه هو ته ڪو خاص بنيادي مايو... مثال پاڻي.... هر ان شئي ۾، جيڪا اسان کي فطرت ۾ نظر ايندي آهي، تبديل ٿي سگهي ٿو.

اناڪسا گورس جو خيال هو ته فطرت جي نهڻ جو عمل نظر نه ايندڙ اڻ ڳڻين ذرن سان وجود ۾ ٿيو آهي. وڏيڪ اهو ته هر شئي اجان وڏيڪ ذرڙن ۾ تبديل ٿي سگهي ٿي. سڀ کان سنهڙن ذرڙن ۾ به ٻين سمورين شين جا جزا شامل هوندا آهن. هن سوچيو ته جيڪڏهن چمڙي ۽ هڏ ڪنهن ٻي شئي جي تبديل ٿيل شڪل ناهن ته پوءِ اسان جيڪو کير پيئون ٿا ۽ جيڪا خوراڪ کائون ٿا، ان ۾ به چمڙي ۽ هڏ هجڻ گهرجي.

شايد اڄوڪي زماني جا هي مثال اناڪسا گورس جي فڪر جي پوئواري آهن. جديد ليزر ٽيڪنالاجي نالي ۾ هولاگرام (Holograms) پيدا ڪري سگهي ٿي. مثال طور جيڪڏهن هولوگرام ڪنهن ڪار جي تصوير ناهي ٿو ۽ ان هولوگرام کي مختلف ڀاڱن ۾ ورهايو وڃي ته بيشڪ اسان آڌو ڪار جو اُهو ئي حصو هوندو جنهن ۾ رڳو بمپر ڏيکاريل هوندو، اسان کي پوءِ به سموري ڪار نظر ايندي. ان جو ڪارڻ اهو آهي ته هر ننڍي ۾ ننڍي جزي اندر پوري شئي موجود هوندي آهي.

هڪڙي لحاظ کان اسان جي جسمن جي بناوٽ به اهڙي نموني ٿيل هوندي آهي. جيڪڏهن مان پنهنجي آڱر جو ڪو ننڍو حصو ڌرو ڪري ڇڏيان، ان جي مرڪز ۾ نه رڳو منهنجي ڪل جون

سموريون خصوصيتون موجود هونديون پر ان مان اهو به پڌرو ٿي پوندو ته منهنجون اکيون ڪهڙي قسم جون آهن، منهنجي وارن جو رنگ ڪهڙو آهي، منهنجي آڱرين جو تعداد ڪيترو آهي ۽ اُهي ڪهڙي نوعيت جون آهن..... انساني جسم جي هر ننڍي حصي ۾ اُهو بنيادي خاڪو موجود هوندو آهي، جنهن مان اسان کي خبر پئجي ويندي آهي، ته ٻين حصن جي بناوٽ ڪيئن ٿي آهي. اهڙي طرح هر هڪ ”حصي“ ۾ ”هر شئي جو ڪجھ نه ڪجھ“ هوندو آهي معنيٰ هر ننڍي ۾ ننڍي جز ۾ ڪُل موجود هوندو آهي.

اناڪسا گورس انهن ذرن کي، جن ۾ هر شئي جو ڪجھ نه ڪجھ موجود هوندو آهي، ٻج چوندو هو.

ياد ڪر ته ايمپيڊو ڪليس خيال ظاهر ڪيو هو ته اها ”محبت“ آهي جيڪا مختلف عنصرن کي گڏ ڪري مڪمل بدن ٺاهيندي آهي. اناڪسا گورس به ”ترتيب“ يا ”نظم“ کي هڪ قسم جي سگھ تصور ڪندو هو جيڪا جانور ۽ انسانن، گلن ۽ وڻن کي تخليق ڪندي رهندي آهي. هو ان قوت کي ذهن يا ذهانت چوندو هو.

اناڪسا گورس ان ڪري به اسان جي لاءِ دلچسپي رکندڙ آهي جو هو پهريون فلسفي هو جنهن جو چرچو ايٿينز ۾ هو. هن جو تعلق ايشيا مائنر سان هو. پر هو چاليهن ورهين جي ڄمار ۾ ايٿنز هليو آيو، بعد ۾ مٿس دهريو هجڻ جو الزام هنيو ويو ۽ کيس شهر بدر ڪيو ويو. ٻين ڳالهين کان سواءِ هو اهو به چوندو هو ته سج ڪو به ديوتا ناهي بلڪ ٻرندڙ ڳاڙهو پٿر آهي جيڪو پوري پيليپونيس (Peloponnese) ٻيٽ وانگر (معنيٰ ڏکڻ يونان) کان به وڏو آهي.

اناڪسا گورس کي وڏيڪ دلچسپي ستارن ۽ سيارن جي علم سان هئي. هن کي پڪ هئي ته سڀ آسماني ستارا انهيءَ مادي مان ئي ٺهيل آهن، جن مان زمين جڙي آهي. هو ان نتيجي تي هڪ شهاب ثاقب جو مطالعو ڪرڻ کان پوءِ پهتو. ان سان هن جي ذهن ۾ خيال پيدا ٿيو ته ٻين سيارن تي به زندگي ٿي سگھي ٿي. هن ان ڳالھ ڏانهن به ڌيان ڇڪايو ته چنڊ کي پنهنجي ڪا به روشني ناهي هوندي.... هو چوندو هو ته چنڊ زمين کان روشني حاصل ڪري ٿو. سج گرهڻ ڇو ٿيندي آهي، هن ان جي به وضاحت

ڪئي هئي.

سوفي، تنهنجي ڏيان ڏيڻ جي مهرباني. توکي هي باب ٻيا ٻه ڀيرا پڙهڻو پوندو تڏهن تون ان کي صحيح نموني سمجهي سگهندينءِ. هونئن به ڳالهه سمجهڻ لاءِ هر ماڻهوءَ کي ڪوشش ته ڪرڻي پوندي آهي. توکي شايد اهڙو دوست بلڪل ڪونه وڻندو هوندو جيڪو چائندو ته سڀ هجي، پر ڪيس مغز کپائڻو نه پوندو هجي.

بنيادي مادي (ياجزي) ۽ فطرت ۾ ٿيندڙ تبديلين جي سوال جو سنو حل توکي پڙهڻ لاءِ سياڻي ملي ويندو، جڏهن تنهنجي ملاقات ڊيموڪريتوس سان ٿيندي. في الحال موڪلائي.

سوفي گهاٽي جهڳٽي جي سوراخ مان باغ ڏانهن ڏسڻ لڳي. هن کي اهو سڀ ڪجهه ڪرڻ کان پوءِ پنهنجي خيالن جي چند چاڻ ۽ انهن کي نئين طريقي سان ترتيب ڏيڻ جي ڪوشش ڪرڻي پوندي.

اها ڳالهه ته پڌري هئي ته سادو پاڻي رڳو برف يا ٻاڦ ۾ تبديل ٿي سگهي ٿو. پاڻي ته هندائي ۾ به بدلجي نه ٿو سگهي. ڇو ته هندائو رڳو پاڻيءَ سان نه پر ٻين شين تي به مشتمل هوندو آهي. پر هن کي ان ڳالهه جو يقين انهيءَ ڪري هو جو هن اهو ئي پڙهيو هو. مثال هن اهو نه پڙهيو هجي ها ته برف رڳو پاڻي ٿيندي آهي ته ڇا پوءِ به هوءَ ان ڳالهه جي پوري يقين سان دعويٰ ڪري سگهي ها؟ گهٽ ۾ گهٽ هن کي ان ڳالهه کي وڏي ڏيان سان پڙهڻو پوندو ته پاڻي ڄمي برف ۽ پگهري ٻيهر پاڻي ڇو ٿي ويندو آهي.

هاڻي سوفيءَ جو ارادو هو ته هن جيڪو ڪجهه ٻين کان سکيو آهي، ان تي گهڻو مغز نه کپائيندي. پر پنهنجو ڪامن سينس استعمال ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي.

پارمينيڊس ڪنهن به شڪل ۾ تبديليءَ جو تصور قبولڻ لاءِ تيار نه هو. هوءَ جيترو ان تي سوچي پئي ڪيس يقين ٿيندو ٿي ويو ته هو هڪ لحاظ کان صحيح آهي. هن (پارمينيڊس) جي ذهانت اهو تسليم نه پئي ڪري سگهي ته "ڪاشئي" هڪدم "بلڪل ٻي مختلف شئي" ۾ تبديل ٿي سگهندي آهي. هن کي پنهنجي خيالن کي کلي عام پيش ڪرڻ لاءِ وڏي حوصلي جي ضرورت پوندي هوندي. ڇو ته هن جو مطلب انهن سمورين تبديلين جو، جيڪي فطرت ۾ ٿينديون رهنديون آهن ۽ جن کي ماڻهو پنهنجي اکين سان ڏسي سگهندا هئا، جو انڪار ڪرڻو هو. اڻ ڳڻين ماڻهن هن تي ٺٺوليون ڪيون هونديون.

۽ جڏهن ايمپيڊوڪليس اهو ثابت ڪيو ته دنيا ڪنهن هڪ مادي تي نه پر

وڏيڪ تي مشتمل هجڻ گهرجي ته هن اها ثابتي ڏني هوندي ته هو ڪيڏو تکو ماٺهو آهي. فطرت ۾ جيڪي به تبديليون ٿينديون رهنديون آهن، هن جي نظريي موجب اُهي ممڪن ٿي ويندي آهن، جڏهن ته حقيقت ۾ سڀ ڪجهه جيئن جو تيئن رهندو آهي. ڪٿي ڪا به تبديلي ناهي ايندي.

قديم يوناني فلسفي جيڪو ڪجهه دريافت ڪيو رڳو دليلن وسيلي ڪيو. اِهو صحيح آهي ته هن فطرت جو مطالعو ڪيو هو، پر ڪيميائي تجربي لاءِ وَٽس اُهو سامان ڪٿان اچي ها جيڪو اڄ ڪلهه جي سائنسدانن وٽ آهي.

سوفي يقين سان نه ٿي چئي سگهي ته هوءَ اِهو ميجي ٿي يا نه ته هر شئي جو سرچشمو واقعي مٽي، هوا، باهه ۽ پاڻي آهن. پر انَ سان فرق ڪهڙو ٿو پئي؟ اصولي اعتبار کان ايمپيڊو ڪليس صحيح هو. اسان پنهنجين اکين سان جيڪي تبديليون ڏسون ٿا، انهن کي.... پنهنجو عقل وڃائڻ بنا.... تسليم ڪرڻ جو اڪيلو طريقو اِهو آهي ته اسان ميجون ته بنيادي مايو هڪ ناهي بلڪ هڪ کان وڌيڪ آهن.

سوفي کي فلسفو وڻيو، ڇو ته هن جيڪو ڪجهه اسڪول ۾ پڙهيو هو اُهو سڀ ڪجهه ياد ڪرڻ بنا هوءَ رڳو پنهنجو ڪامن سينس استعمال ڪري خيال سمجهڻ ۾ ڪامياب وئي. هن اِهو نتيجو ڪڍيو ته فلسفو ڪا اهڙي شئي ناهي جنهن کي توهان سکي سگهو، اِهو چوڻ صحيح ٿيندو ته توهان فَلسفياڻي انداز ۾ ’سوچڻ‘ سکي ويندا آهيو.

# ڊيموڪريٽوس

**... دنيا جو انتهائي ذهين رانديڪو ...**

سوفي اڻجاتل فَلسفيءَ جا ٽائيپ ٿيل سمورا ڪاڳر بسڪٽن جي دٻي ۾ رکي ڇڏيا ۽ ڍڪڻ ڏَئي ڇڏيو. هوءَ رڙهندي رڙهندي پنهنجي ٻَجهي جاءِ کان ٻاهر نڪتي ۽ ڪجهه دير باغ ۾ ڏسندي رهي. جيڪو ڪجهه ڪالهه ٿيو هو هوءَ ان بابت ويچارڻ لڳي. اڄ ٻه سندس ماءُ ساڻس "محبت واري خط" جو ذڪر ڪري چرچا ڪندي رهي. سوفي خطن واري دٻي وٽ آئي. جيئن ڪالهه واري صورتحال پيدا نہ ٿئي.

دٻي مان هڪ هڪ ننڍو اڇو لفافو ڪڍيو! سوفيءَ کي انهيءَ وصولين ۾ هڪ ترتيب نظر اچڻ لڳي. هر ٽيپهريءَ جو هن کي هڪ وڏو خاڪي لفافو ملندو هو. هوءَ جڏهن ان ۾ پيل ڪاغذن کي پڙهي رهي هوندي هئي، فلسفي لڪ ڇپ ۾ دٻي ۾ اڇي رنگ جو ننڍو لفافو وجهي هليو ويندو هو.

هاڻي سوفي اِهو ڄاڻي سگهندي تہ اهو شخص ڪير آهي. مرد يا عورت؟ هن کي پنهنجي ڪمري مان ڊاڪ وارو دٻو نظر ايندو هو. جيڪڏهن هوءَ دريءَ وٽ بيهي رهي تہ پراسرار فلسفيءَ کي ڏسي سگهندي، آخر اڇا لفاف آسمان تان تہ ڪونہ ٿا لهن! سوفي پڪو پہ ڪري ڇڏيو تہ هوءَ ايندڙ ڏينهن نگراني ڪندي، سڀاڻي جمعو آهي ۽ وٽس هفتي جون پوريون ٻہ موڪلون هونديون.

هوءَ پنهنجي ڪمري ۾ هلي آئي ۽ اڇو لفافو کوليائين. اڄ رڳو هڪ سوال هيو تہ اِهو گذريل ٽن سوالن کان ٻہ وڌيڪ چريائپ وارو ۽ پريشان ڪندڙ هو:

## ليگو (Lego) دنيا جو وڌ ۾ وڌ ذهين رانديڪو ڇو آهي؟

پهرين ڳالهه اها تہ سوفي کي پڪ نہ هئي تہ هوءَ ان سوال سان متفق آهي يا نہ. هڪ وقت جڏهن هوءَ پلاسٽڪ جي ننڍين ننڍين ڳوٽن سان راند ڪندي

هئي. هاڻي ان کي ورهيه گذري ويا آهن. پيو ته هن کي سمجهه ۾ نه ٿي آيو ته ليگو جو فلسفي سان ڪهڙو تعلق آهي. پر هوءَ فرض شناس شاگرداڻي هئي. هن ڪٻٽ جي مٿئين خاني ۾ سمورين شين کي هيٺ مٿي ڪري ڏٺو ته هن کي اُهو ٿيلهو مليو جيڪو هر شڪل ۽ نموني جي ننڍين وڏين ڳوٽين سان ڀريل هو.

گهڻي عرصي بعد هوءَ انهن مان ڪجهه ناهڻ لڳي. جڏهن هوءَ ان ڪم ۾ رڌل هئي، هن جي ذهن ۾ ڳوٽين بابت ڪجهه سوال اُڀرڻ لڳا.

"انهن کي ناهڻ ۾ ڊاهي شيون ناهڻ سولو آهي." هن سوچيو "جيتوڻيڪ ڳوٽيون هڪ ٻئي کان مختلف آهن، پوءِ به اهي هڪٻئي ۾ پيهي وڃن ٿيون ۽ پوءِ ٽٽنديون به ناهن." کيس يادگيري نه ٿي آئي ته هن ڪڏهن ڪا پڳل ٽٽل ڳوٽ به ڏٺي آهي. هن جون سڀ ڳوٽيون اڃان تائين نيون هيون، ايئن ٿي جيئن هن ڪيترا سال اڳ خريديون هيون. انهن جي وصف اها هئي ته هوءَ انهن مان جيڪا شيءِ چاهي سا ناهي ٿي سگهي، پوءِ جڏهن اهي شيون نهي وڃن پيون، هوءَ انهن کي اکيڙي ٿي سگهي ۽ ڳوٽين مان ڪا نئين شيءِ ناهي ٿي سگهي.

آخر ماڻهو رانديڪي مان ٻي ڪهڙي توقع ڪري سگهي ٿو؟ سوفي ان نتيجي تي پهتي ته ليگو واقعي دنيا جو ذهين رانديڪو آهي. پر ان فلسفي سان ڪهڙو تعلق آهي، اهو کيس سمجهه ۾ نه ٿي آيو.

ليگو سان گڏيءَ لاءِ گهر ناهيندي کيس ڏاڍو مزو ٿي آيو، جيڪو هن مدتن بعد محسوس ڪيو هو.

جڏهن ماڻهو وڏا ٿيندا ويندا آهن ته اُهي راند ڪرڻ ڇو ڇڏي ڏيندا آهن؟

جڏهن ماءُ گهرائي، کيس ڏسي چوڻ لڳي، "واه، اِها خوشيءَ جهڙي ڳالهه آهي ته تون کيڏين ٿي، جو اڃان وڏي ناهين ٿي!"

"مان کيڏان نه ٿي!" سوفي ترت جواب ڏنو، "مان ڏاڍو منجهائيندڙ فلسفياڻو تجربو ڪري رهي آهيان!"

سندس ماءُ ڏکهو ساهه کنيو، هوءَ شايد اچي سيهڙ ۽ وڏي هيٺ بابت سوچڻ ۾ گم ٿي وئي.

جڏهن ٻئي ڏينهن تي سوفي اسڪول کان گهر پهتي ته خاڪي لفافو ۾ ڪيئي ڪاڳر سندس اوسيئڙي ۾ هئا. هوءَ ڪمري ۾ وئي، هوءَ انهن کي پڙهڻ لاءِ اتاولي هئي، پر کيس اڄ ڊاڪ دٻي تي نظر رکڻي هئي.

## ايٽم جو نظريو

سوفي مان وري اچي ويو آهيان. اڄ اسان آخري عظيم فلسفيءَ جو ذڪر ڪنداسين، جنهن جو نالو ديموڪريٽوس (Democritus) (اٽڪل 460 ق م کان 370 ق م) ۾ آهي. سندس تعلق اُترئين (Aegean Sea) جي ڪناري تي ٻڌل هڪ ڳوٺڙي ابديرا (Abdera) سان هو. جيڪڏهن توکي ليگو جي ڳوٽين بابت سوال جواب ڏيڻ ۾ ڏکيائي ناهي ٿي ته پوءِ توکي سمجهڻ سولو لڳندو ته ان فلسفيءَ جو پراجيڪٽ ڪهڙو هو.

ديموڪريٽوس پنهنجن اڳين فلسفين سان متفق هو ته فطرت ۾ جيڪي به تبديليون ٿين ٿيون، تن جو واقعي ان سان تعلق ناهي هوندو ته ڪا شيءِ ”تبديل“ ٿي ويندي آهي، هن اهو مفروضو جوڙيو ته سڀ شيون انتهائي سنهڙين ڳوٽين، جيڪي نظر به نٿيون اچن، سان ٺهيون آهن. اُهي بنا تبديل ٿيندڙ ۽ لافاني آهن ديموڪريٽوس انهن تمام ننڍڙن ايڪن کي ”ايٽم“چوندو هو.

لفظ 'ايٽم' (Atom) يوناني لفظ (atomos) مان نڪتل آهي. جنهن جي معنيٰ ”ورهاست کان آجو“ آهي. ديموڪريٽوس جي ويجهو اهم ترين ڳالهه اها هئي ته هو اهو ثابت ڪري ڏيکاري ته جيڪي شيون جن اجزاءِ ترڪيبيءَ تي مشتمل هونديون آهن انهن کي وڏي پئماني تي ننڍين ننڍين ذرڙن ۾ ورهائڻ ناممڪن آهي. جيڪڏهن اهو ممڪن هجي ها ته انهن کي ڳوٽين يا پٿرين جي طريقي سان استعمال نه ڪري سگهجي ها، جيڪڏهن ايٽم سدائين تمام ننڍڙن حصن ۾ ورهائبا رهن ته، پوءِ فطرت ٻوڙ وانگر ٿيڻ لڳندي، جنهن کي سدائين ڇڊو ۽ وڌيڪ ڇڊو ڪبو رهجي.

وڌيڪ اهو ته فطرت جي ڳوٽين لاءِ غير فنا ٿيڻ لازمي آهي- ـ ڇو ته عدم مان رڳو عدم ئي وجود ۾ اچي سگهي ٿو. ان معامري ۾ هو پارمينيڊس ۽ ايلائين سان متفق هو، ٻيو هن کي اها به پڪ هئي ته ايٽم مستحڪم ۽ نُوس ٿيندا آهن پر اُهي سڀ جا سڀ هڪ جهڙا نه ٿا ٿي سگهي. جيڪڏهن سڀ ايٽم بلڪل هڪجهڙا هجن ها ته پوءِ ان ڳالهه جي ڪا به تسلي ڏيندڙ تشريح نه ڪري سگهجي ها ته اُهي هڪ هنڌ گڏجي گلن ۽ زيتون جي وڻن کان وٺي ٻڪرين جي کلن ۽ انساني وارن جي بناوٽ ڪري سگهن ٿا.

ديموڪريٽوس جو عقيدو هو ته فطرت ايٽمن جي حد کان

وڏيڪ قسمن ۾ ڀڳائيتي تي ٻڌل آهي. انهن ۾ ڪجھ مختلف ٿين ٿا، ڪجھ نهرا ۽ ڇهڻ ۾ وارا ۽ ٿين ٿا. انهن جي شڪل بي قاعدي هوندي آهي. جيئن ته اُهي ايڏا مختلف آهن، اُهي هڪ هنڌ گڏجي سگهن ٿا ۽ مختلف جسم جوڙي سگهن ٿا. پر اُهي ڀڳائيتي ۾ شڪل جي لحاظ کان ڪيترا به لامحدود ڇو نه هجن، اُهي سڀ جا سڀ غيرفنا پذير، نه بدلجڻ جهڙا ۽ ڪڏهن نه ورهائڻ جوڳا ٿيندا آهن.

جڏهن ڪو جسم... مثال انسان يا حيوان جو... مري ويندو آهي، تڏهن پوندو آهي ته ايٽم ڇڙوڇڙ ٿي ويندا آهن، جن کي نون جسمن (جي جوڙجڪ) ۾ استعمال ڪري سگهجي ٿو. ايٽم خلا ۾ چرپر ۾ رهندا آهن، پر جيئن ته انهن کي ونگوڙا (Hooks) ۽ ڪنڊيون (Barbs) هوند آهن، اُهي پاڻ ۾ ڳنڍجي اُهي سڀ شيون ٺاهي سگهن ٿا جيڪي اسان کي نظر اينديون آهن.

هاڻي تون سمجهي وئي هوندينءَ ته ليگو جي ڳوٽين مان منهنجو مطلب ڪهڙو هو. انهن ۾ گهٽ وڌ اُهي ئي خصوصيتون آهن جيڪي ڊيموڪريٽوس ايٽم سان لاڳاپيل بيان ڪيون آهن. اهوئي ڪارڻ آهي جو انهن مان ڪا به شيءِ جوڙڻ ۾ مزو ايندو آهي. اهم ڳالهه اها آهي ته انهن کي ورهائي نٿو سگهجي ۽ انهن جون مختلف شڪليون ۽ سائيز ٿين ٿا. اُهي نهريون هونديون آهن، انهن ۾ رطوبت جو گذر ناهي ٿيندو، انهن ۾ هُڪ ۽ ڪنڊيون هجڻ سبب انهن مان هر اُها شيءِ ٺاهي سگهجي ٿي جيڪا انساني ذهن ۾ ايندي آهي...

ليگو ان ڪري مشهور آهي جو ان جي ڳوٽين يا پنن جزن کي گهڙي گهڙي استعمال ڪري سگهجي ٿو ۽ مختلف شيون ٺاهي سگهجن ٿيون. اسان اهو به چئي سگهون ٿا ته ليگو جون ڳوٽيون ''فنا نه ٿيندڙ'' آهن. اڄ جا ٻار انهن ئي ڳوٽين سان کيڏي سگهن ٿا، جن سان انهن جا پيءُ ماءُ کيڏندا هئا، جڏهن اُهي ٻار هوندا هئا.

اسان چيڪي مٽيءَ مان به شيون ٺاهي سگهون ٿا، پر مٽي بار بار استعمال نه ٿي ڪري سگهجي...

اڄ اسان ثابت ڪري سگهون ٿا ته ڊيموڪريٽوس ايٽم جو جيڪو نظريو پيش ڪيو هو اُهو ٿورو گهٽ يا وڌ صحيح هو. فطرت واقعي مختلف 'ايٽمن' مان ٺهي آهي جيڪي گڏ ۽ الڳ

ٿيندا رهندا آهن. منهنجي نڪ جي چهنب جي ڪنهن حصي جو ڪو هائيڊروجن ايٽم ڪنهن زماني ۾ فطري طور واقعي مختلف ايٽمن مان نهيل آهي، جيڪي ڪڏهن گڏ ته ڪڏهن الڳ ٿيندا رهن ٿا. منهنجي نڪ جي چوٽيءَ جي حصي جو ڪو هائڊروجن ايٽم ڪنهن دور ۾ ڪنهن هاٿيءَ جي سونڊ جو حصو رهيو هوندو، منهنجي دل جي ٽڪڙن جو ڪو ڪاربن ايٽم ڪنهن زماني ۾ ڊائنوسار (Dinosaur) جي پڇ ۾ شامل رهيو هوندو.

اسان جي زماني ۾ سائنسدانن دريافت ڪيو آهي ته ايٽم ڪي تمام ننڍڙن "بنيادن ذرڙن" (Elemental particles) ۾ ورهائي سگهجي ٿو. اسان انهن بنيادي ذرڙن کي اليڪٽرون، پروٽون ۽ نيوٽرون چوندا آهيون. ممڪن آهي انهن کي به اجا وڌيڪ سنهڙن ذرن ۾ ورهايو وڃي، فزڪس جا ماهر ان ڳالھ تي اتفاق ڪندا آهن ته ڪٿي نه ڪٿي حد ضرور هوندي، جنهن کان پوءِ ورهائجڻ ناممڪن هوندو. ڪونه ڪو "ننڍي ۾ ننڍيو جزو" هجڻ گهرجي جنهن تي فطرت مشتمل آهي.

ديموڪريتوس جي دؤر ۾ هاٿوڪا بجليءَ وارا اوزار نه هئا، وٽس اڪيلو اوزار سندس ئي دماغ هو. پر عقل هن کي جيڪو رستو ٻڌايو هيو، هُو ان تي هلڻ کان سواءِ ٻيو ڪجھ ڪري به نه ٿي سگهيو. جيڪڏهن هڪ ڀيرو اها ڳالھ مڃي وڃي ته ڪابہ شئي تبديل ٿي نه ٿي سگهي ۽ اهو ته عدم کان صرف عدم ئي اچي سگهي ٿو ۽ اِهو ته ڪابہ شيءِ ڪڏهن ضايع نه ٿيندي آهي، ته پوءِ (اهو مڃڻو پوندو) ته فطرت يقيني طور انتهائي ننڍن جزن (يا ڳوٽين) تي ٻڌل هوندي جيڪي پاڻ ۾ ملندا ۽ الڳ ٿيندا رهن ٿا.

ديموڪريتوس ڪنهن اِهڙي "قوت" يا "روح" کي ڪونه مڃيندو هو، جيڪا فطرت جي وهنوار تي اثرانداز ٿي سگهي. سندس خيال موجب جيڪي شيون موجود آهن، اُهي ايٽم آهن يا وري خلاءِ هو ماديت پرست (Materialist) هو.

ديموڪرتيوس موجب ڪابہ شعوري 'نيت' ايٽمن جي چرپر ۾ شامل ناهي هوندي. فطرت ۾ هر شيءِ مشيني انداز ۾ ٿيندي آهي. ان جو مطلب اِهو ناهي ته سڀ ڪجھ اُمالڪ ظاهر ٿيندو آهي. هر شيءِ ڪنهن به حالت ۾ ضرورت جي ختم نه ٿيندڙ قانونن جي تابع آهي... هن جو چوڻ هو ته: "مان فارس جو بادشاه بنجڻ بجاءِ

فطرت جو ڪو نئون سبب ڳولهڻ کي ترجيح ڏيندس.“

ديموڪريتوس جو خيال هو تہ ايٽم جي نظريي سان اسان جي حواسن جي ادراڪ جي پڻ تشريح ٿي ويندي آهي. جڏهن اسان پنهنجي حواس سان ڪنهن شيءِ کي ڳولهي لهون ٿا، ايئن ڪشادي خلا ۾ ايٽمن جي چرپر سان ٿيندو آهي. جڏهن مان چنڊ کي ڏسندو آهيان تہ ان ڪري ڏسندو آهيان ڇو تہ ”چنڊ جا ايٽم“ منهنجي اکين ۾ داخل ٿي ويندا آهن.

(جيڪڏهن اها ڳالهہ آهي) تہ پوءِ ”روح“ بابت ڇا خيال آهي؟ (اسان جي خيال ۾) پڪ سان روح ايٽمي يا مادي شين تي مشتمل نٿو ٿي سگهي. پر ديموڪريتوس جي خيال موجب بلڪل ٿي سگهي ٿو. هو سمجهندو هو تہ روح خاص قسم جي گول ۽ ڪليل دائرن جي ”روحي ايٽمن“ (Soul Atoms) مان ٺهندو آهي. جڏهن ڪنهن انسان جو لاڏاڻو ٿيندو آهي تہ ان جا روحي ايٽم چئني ڏسائن ۾ پکڙجي ويندا آهن ۽ پوءِ اهي ڪنهن نئين روح جي بناوت ۾ ڪم ايندا آهن.

ان جو مطلب اهو ٿيو تہ انسان ۾ ڪو فنا نہ ٿيندڙ روح ناهي، اهو هڪ ٻيو عقيدو آهي جنهن سان اڄڪلهہ گهڻا ماڻهو متفق هوندا. ديموڪرتيوس وانگر اهي بہ سمجهندا آهن تہ روح دماغ سان ڳنڍيل آهن ۽ اهو تہ جيڪڏهن دماغ جا جزا هڪ ڀيرو بہ ڇڙوڇڙ ٿي وڃن تہ اسان ۾ ڪنهن بہ قسم جو شعور نٿو رهي سگهي.

ديموڪريتوس سان گڏ يونان جي فطري فلسفي جو وقتي طور خاتمو ٿي ويو. هو هيراڪليتوس جي ان ڳالهہ سان متفق هو تہ دنيا ۾ هرشيءِ ”وهندي“ آهي، ڇو تہ شڪليون اينديون وينديون رهنديون آهن، پر شيءِ جيڪا وهندي آهي، ان جي پنيان ڪجهہ فنا نہ ٿيندڙ ۽ تبديل نہ ٿيندڙ شيون موجود هونديون آهن، جيڪي وهنديون ناهن، ديموڪريتوس انهن کي ايٽم چوندو هو.

خط پڙهڻ مهل سوفي ڪيئي ڀيرا دري کان ٻاهر جهاتيون پاتيون، هوءَ ڄاڻڻ پئي چاهي تہ ڪيس پراسرار خط موڪليندڙ دٻي ويجهو اچي ٿو يا نہ، هوءَ هاڻ رستي ڏانهن تڪ ٻڌي نهارڻ لڳي ۽ خط جي مواد بابت بہ سوچيندي رهي.

ڪيس محسوس ٿي رهيو هو تہ ديموڪريتوس جا خيال ڪيڏا نہ سادا آهن... جنهن ”بنيادي مايي“ ۽ ”تبديلي“ جي مسئلي جو صحيح جواب ڳوليو، اهو مسئلو ايڏو ڏکيو هو جو فلسفي نسلن کان ان تي مغز کپائيندا ٿي

آيا.

سوفي مرڪي ڏنو، اها ڳالهه صحيح هجڻ ئي کپندي هئي ته فطرت ننڍڙن ذرن مان ٺهي آهي، جيڪي ڪڏهن به تبديل نٿا ٿي سگهن، پر ان سان گڏ جڏهن هيراڪليتوس اهو چوندو هو ته فطرت جون سڀ صورتون ”وهنديون“ آهن، ظاهر ۾ هو به صحيح هيو، ڇو ته هر ماڻهو مرندو آهي، حيوان به مرندا رهندا آهن، پيو ته ٺهيو پهاڙ به ٽٽي وکري ويندا آهن، اصل نڪتو اهو آهي ته پهاڙ ته ٽٽي ويندا آهن، پر اُهي جن ورهائي نه سگهجندڙ جزن ۾ ٽٽي ويندا، اُهي فنا ناهن ٿيندا.

ان سان گڏ ديموڪريتوس ڪجهه نوان سوال به اُٿاريا هئا. مثال طور هو چوندو هو ته هر شيءِ مشيني انداز ۾ هلندي آهي. هو ايمپيدوڪليس ۽ اناڪسا گورس جي ابتڙ اهو نه مڃيندو هو ته زندگيءَ ۾ ڪا روحاني شيءِ به آهي. ديموڪريتوس جو اهو به عقيدو هو ته انسا ۾ ڪو به فنا نه ٿيندڙ روح ناهي.

ڇا هوءَ ان بابت پڪ سان ڪجهه چئي سگهي ٿي؟

هن کي ان سوال جو جواب معلوم نه هو، پر هن فلسفي جو نصاب اڃا شروع به نه ويجهڙ ۾ ڪيو هو.

# تقدير

**... نجومي ڪنهن اهڙي شيءِ جي اڳ ڪٿيءَ جي فڪر ۾ آهي جنهن جي حقيقت ۾ اڳڪٿي ناممڪن آهي ...**

جڏهن سوفي ديموڪريٽوس بابت پڙهي رهي هئي، سندس اکيون ڊاڪ دٻي تي هيون. پر اهو ڏسڻ لاءِ ته ڪٿي هن سان دوکو ته ناهي ٿي رهيو، هوءَ باغ ڏانهن وئي...

جڏهن هن رستي جو سامهون وارو دروازو کوليو ته هن کي ٻاهر ڏاڪڻ تي ننڍو لفافو نظر آيو، جنهن تي سوفي امندسن جو نالو لکيل هو.

ته هو کيس دوکو ڏئي ويو! هوءَ ته دٻي ڏانهن ڏسي رهي هئي ۽ هو ڏاڪڻ تي لفافو رکي کسڪي ويو!

هن کي ڪيئن معلوم ٿيو ته سوفي جون نگاهون خطن واري دٻي تي آهن؟ ڇا هن کيس دريءَ جي ويجهو ڏسي ورتو هو؟ هوءَ پوءِ به خوش هئي ته ماڻس جي اچڻ کان اڳ کيس خط مليو.

سوفي واپس ڪمري ۾ آئي، خط کوليائين، اچي لفافي جا ڪنارا ٿورو آلا هئا ۽ انهن ۾ ٻه ننڍا سوراخ به هئا ايئن ڇو هو؟ مينهن وسي ته ڏينهن گذري چڪا هئا.

لفافي اندر پرچيءَ تي لکيل هو:

**ڇا تون تقدير کي مڃيندي آهين؟**
**ڇا بيماري ديوتائن طرفان سزا آهي؟**
**تاريخ جو دڳ ڪهڙيون طاقتون مقرر ڪنديون آهن؟**

ڇا هوءَ تقدير کي مڃيندي آهي؟ هوءَ پڪ سان ڪجھ نه ٿي چئي سگهي. پر هوءَ اهڙن ڪيترن ئي ماڻهن کي سڃاڻندي هئي جيڪي تقدير جا قائل هئا. سندس هڪ هم ڪلاسڻ رسالن ۾ زائچا پڙهندي هئي. جيڪڏهن اهي ماڻهو نجوم جي علم کي مڃيندا آهن ته پوءِ اُهي تقدير جا به قائل هوندا.

چـو تہ نجومين جي دعويٰ آهي تہ ستارن جي چال ڌرتيءَ تي انسانن جي زندگي تي اثـر انداز ٿـيندي آهي.

جيڪڏهن توهان اِهو مڃو ٿـا تہ ڪاري ٻـلي توهان جو رستو ڪـٽي وڃي تہ توهان لاءِ نحوست جو پيغام آهي... تہ، خير، توهان قسمت کي مڃيندا هوندا نـيڪ؟ جڏهن هوءَ ان بابت سوچي رهي هئي تہ ڪيس تقدير مڃڻ وارن جا ڪجھ مثـال ياد آيا. آخر ايترا ماڻهو ڪاٺيءَ کي ڇـو ٺـڪيون هڻندا آهن؟ تيرهين تاريخ جي جمعي کي ڇو منحوس ڇيو ويندو آهي. سوفي کي خبر هئي تہ اڻ ڳڻين هوٽـلن ۾ 13 هون نمبر ڪمرو هوندو ئي ناهي. ايئن ٿـيٽو ئي هو، ڇـو تہ تمام گهڻا ماڻهو وهمي ٿـين ٿـا.

”وهمي“ ڪيڏو عجيب لفظ آهي، توهان جيڪڏهن عيسائيت يا اسلام جا پوئلڳ آهيو تہ ان کي ”ايمان“ چوندؤ، جيڪڏهن توهان نجوم ۾ 13هين تاريخ جا قائل آهيو، ان کي وهم پرستي قرار ڏنو ويندو! ٻـين ماڻهن جي عقيدن کي وهم پرستي چوڻ جو حق اوهان کي ڪنهن ڏنو آهي؟

سوفي کي هڪ ڳالھ جو يقين هو تہ ڊيموڪريتوس تقدير کي نہ مڃيندو هو، هو مادي پرست هيو، هو رڳو ايٽمن ۾ ڪشادي خلا جو قائل هو.

سوفي پرچيءَ تي لکيل ٻـئي سوال بابت سوچڻ لڳي.

”ڇا بيماري ديوتائن طرفان سزا آهي؟“ ڪ سان اڄ جي دور ۾ ڪوبہ نہ مڃيندو؟ تڏهن بہ ڪيس خيال آيو تہ اڻ ڳڻيا ماڻهو سمجهندا آهن تہ دعا گهرڻ سان ڪين شفا ملندي آهي. ان ڪري هو ايترو ضرور مڃيندا هوندا تہ خدا کي ماڻهن جي صحت تي ڪجھ تہ ڪجھ اختيار آهي.

آخري سوال جو جواب سـپ ڪان ڏکيو هو. سوفي ڪڏهن بہ ڪونہ سوچيو هو تہ تاريخ جو رخ ڪهڙيون قوتون مقرر ڪنديون آهن. اِهو ڪم انسان ئي ڪندا هوندا؟ جيڪڏهن اِهو خدا يا تقدير جي هٿ ۾ آهي تہ پوءِ انسانن جي هٿـن ۾ پنهنجو ڪوبہ اختيار نہ بچيو؟ پنهنجي اختيار جي تصور سوفي کي وڌيڪ سوچڻ تي مجبور ڪيو، هوءَ ان پراسرار فلسفيءَ کي پاڻ سان ڪُوئي ۾ ٻـليءَ واري راند ڇو ڪيڏڻ ڏي؟ هوءَ ڪيس خط ڇو نہ ٿي لکي سگهي؟ هوءَ شايد رات يا صبح جو وڏو لفافو دٻي ۾ وجهي ايندي...

سوفي جهٽ ۾ لکڻ ويهي رهي. جنهن ماڻهوءَ کي هن ڪڏهن بہ نہ ڏٺـو هو، ان کي ڪجھ لکڻ ڏکيو هو. ڪيس اِها بہ خبر نہ هئي تہ اُهو مرد آ يا عورت. پوڙهو يا جوان، ٿـي سگهي ٿـو ايئن بہ هجي تہ اُهو اهڙو شخص هجي جنهن کي هوءَ اڳ بہ سڃاڻيندي هجي.

هن لکيو:

تمام گهڻا مانائتا فلسفي صاحبِ! توهان جي فلسفي جي خطن واري

نصاب جو اسان قدر ڪيون ٿا. پر اسان کي پريشاني اها آهي ته توهان ڪير آهيو؟ ان ڪري عرض ته توهان پنهنجو نالو لکو. ان عيوض اسان توهان جي خدمت ڪنداسين. شرط اهو آهي ته توهان اسان وٽ اچو ۽ ڪافي پيئو. اهو عرض به ڪجي ٿو ته توهان ان وقت گهر اچو جڏهن امڙ به گهر هجي، هوءَ نوڪري ڪندي آهي. سومر کان جمعي تائين روزانو صبح ساڍي ستين کان شام پنجين وڳي تائين ڪم تي ويندي آهي. هونئن ڪافي ناهڻ ۾ اسان به ماهر آهيون.

توهان جي اڳواٽ ئي مهرباني.
توهان جي شاگرديائي
سوفي امنڊسن (عمر 14 سال)

سوفيءَ کي محسوس ٿيو ته خط جو انداز رسمي آهي... هن خط گلابي لفافي ۾ بند ڪري ان تي لکيو ”فلسفيءَ لاءِ“

هاڻي مسئلو اهو هو ته رکجي ڪٿي جيئن سندس ماءُ جي هٿ نه اچي. هوءَ اهو خطن واري دٻي ۾ ئي وجهندي، پر ان کان اڳ ڪيس ماءُ جي گهر پهچڻ جو اوسيئڙو ڪرڻو پوندو... آخر اهو معامرو ڏکيو ڇو آهي؟

ان ڏينهن جمعو هو، سوفي شام جوئي ڪمري ۾ هلي آئي. سندس ماءُ پيزا (Pizza) جي لالچ ڏني... پر سوفيءَ چيو ته ٿڪل آهيان ۽ سمهڻ چاهيان ٿي، جڏهن سندس ماءُ ٽي وي ڏسي رهي هئي، هوءَ دٻي ڏانهن وئي.

ڇٽو ظاهر هو ته سندس ماءُ پريشان هئي، جڏهن کان اڇي سيهڙ ۽ وڏي ٽوپيءَ جو قصو شروع ٿيو هو، هوءَ سوفي سان الڳ انداز ۾ ڳالهائڻ لڳي هئي، سوفي کي اهو بلڪل نه ٿي وڻيو ته هوءَ ماءُ لاءِ پريشانيءَ جو ڪارڻ بڻجي، پر هوءَ ڪري به ڇا، ڪيس مٿي وڃي خطن واري دٻي تي نظر رکڻي هئي. جڏهن ماٽس يارهين وڳي مٿي آئي، سوفي دريءَ وٽ ٻاهر تڪ نهاري رهي هئي.

”تون اڃا اتي دٻي ڏانهن وڃي نهارين ٿي!“ هن چيو.

”مان جيڪو چاهيان ڏسي سگهان ٿي.“

”سوفي، منهنجو صحيح خيال آهي ته توکي پيار ٿي ويو آهي. پر جيڪڏهن هو تولاءِ خط به کڻي اچي ٿو ته اڌيءَ رات جو ته نه آڻيندو.“

”اون هون!“ سوفيءَ کي پيار بابت اهڙين ڇريائپ وارين ڳالهين تان چڙ ايندي هئي. پر هوءَ ڪجهه نه پئي ڪري سگهي. سواءِ ان جي ته ماءُ کي يقين ڪرڻ ڏئي ته ان جو اندازو صحيح آهي.

”هن ئي توکي سيهڙ ۽ وڏي ٽوپي بابت ٻڌايو.“ سندس ماءُ پڇيو.
سوفي هائوڪار ۾ ڪنڌ لوڏيو.
”ان... ان وٽ نشو ٻشو ته ناهي؟“
هاڻي سوفيءَ کي ماءُ تي ترس اچڻ لڳو، هوءَ ڪيس ايئن پريشان ڏسي ٿي سگهي. هوءَ سمجهي رهي هئي ته سندس ماءُ چريائپ ڪري رهي آهي... اهي بالغ ماڻهو واقعي ڪڏهن ڪڏهن چريائپ واريون حرڪتون ڪندا آهن.
سوفيءَ چيو، ”امان، منهنجو توسان واعدو آهي ته اهڙي ڪنهن به شيءِ کي ڇهنديس به نه... ۽ نه هو ڇهندو آهي، پر هن کي فلسفي ۾ ڏاڍي دلچسپي آهي.“
”ڇا هو توکان وڏو آهي؟“
سوفيءَ نهڪر ۾ ڪنڌ لوڏيو.
”هڪ جيترو؟“
سوفيءَ هاڪار ۾ ڪنڌ لوڏيو.
”چڱو، پڪ اٿم ته پيارو ماڻهو هوندو، چڱو هاڻي سمهي، جهٽ آرام ڪر.“
پر سوفي ڇُري به نه، هوءَ دريءَ جي ويجهو ويٺي رهي... رات جو هڪ ٿي ويو. هوءَ سمهڻ واري ئي هئي ته ڪيس جهنگ واري طرف کان هڪ پاڇو نظر آيو. جيتوڻيڪ ٻاهر اونده هئي، ڪيس انساني شبيه نظر اچڻ لڳي. سوفيءَ جي خيال موجب اِهو ڪو مرد هو ۽ عمر ۾ به پڪو هو، سندس مٿي تي ڪپڙي جي ٽوپي پهريل هئي هوءَ قسم کڻي چئي سگهي ٿي ته ان نگاهه کڻي مٿي نهاريو هو. پر سوفي جي ڪمري ۾ روشني نه هئي. هو دٻي ڏانهن آيو، ان ۾ لفافو وڌو ۽ ان مان پڻ خط ڪڍيائين ۽ تکو تکو جهنگ ڏانهن روانو ٿي ويو.
سوفيءَ کي لڳو ته سندس دل زور سان ڌڙڪي رهي آهي. سندس پهريون جبلتي ردعمل اِهو هو ته هوءَ سمهڻ وارن ڪپڙن ۾ ئي سندس پيڇو ڪري، پر ڪيس همٿ نه ٿي، پر هن کي ٻاهر وڃي لفافو آڻڻو هو.
هوءَ تڪڙو هيٺ لهي... ڊوڙندي لفافو کڻي آئي ۽ پلنگ تي اچي ويٺي، خط کولي پڙهڻ لڳي.
ڪيس چاڻ هئي ته سندس خط جو جواب نه هوندو، جيڪو ايندڙ ڏينهن ڪيس ملندو.

## تقدير

پياري سوفي، هڪ ڀيرو ٻيهر صبح جو سلام- جيڪڏهن

تنهنجي ذهن ۾ پل ۾ ٻه منهنجو پتو ۽ نانءُ معلوم ڪرڻ جو خيال اچي ته پوءِ به مان اهو چوندس ته منهنجو ڏس پتو لڪ چيپ ۾ جاڻڻ جي ڪوشش نه ڪجانءِ، اها توکي آخري هدايت آهي. تون منهنجي حڪم جي خلاف ورزي ته ڪونه ڪندينءَ نه؟

خير، ڇڏ انهن ڳالهين کي. اسان هاڻي ٻيهر فلسفين ڏانهن هلون ٿا. اسان ڏسي چڪا آهيون ته انهن فطرت جي تبديلين ۾ ڪيترا فطري وجود تلاش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. ان کان اڳ انهن شين کي ڏندڪٿائن جي حوالي سان بيان ڪيو ويو هو.

ٻين شعبن ۾ به پرائين وهمن جي چار کي هٽائڻ جي ضرورت هئي، اسان ڏسون ٿا ته يوناني ڏاها صحت، بيماري ۽ سياسي واقعن ۾ دلچسپي وٺندا هئا. ٻنهي شعبن ۾ عام يوناني تقديريت (Fatalism) جا تمام گهڻا قائل هئا.

تقدير جي عقيدي موجب جيڪو ڪجھ ٿيندو آهي، اُهو اڳواٽ ئي طئي ٿيل هوندو آهي. ان عقيدي کي مڃڻ وارا سڄي دنيا ۾ هميشه کان موجود رهيا آهن ۽ اڄ به آهن...

قديم يونان ۽ دنيا جي ٻين علائقن ۾ به اسان کي اهو عقيدو ملي ٿو ته ماڻهن کي پنهنجي تقدير جو احوال ڪنهن نه ڪنهن قسم جي غيبي آواز وسيلي ملي سگهي ٿو.

اڄ به انيڪ ماڻهن جو عقيدو آهي ته تاش جي پتن وسيلي، هٿن جي لڪيرن مان يا ستارن جي چال معلوم ڪري آئيندي بابت پتو ڪري سگهجي ٿو. ناروي وارن جو وري پنهنجو ڍنگ آهي. اُهي ڪافيءَ جي پيالن مان قسمت جو احوال پڙهندا آهن جڏهن ڪافيءَ جي پيالي خالي ٿي ويندي آهي ۽ ان جي تري ۾ جيڪي نشان ٿيندا آهن، انهن مان جڙيل خاڪن وسيلي اندازا هنيا ويندا آهن. جيڪڏهن ڪار جي نشان وارو خاڪو جڙي ته پوءِ سمجهيو ويندو ته ڪافي پيئڻ وارو ڪار ۾ ڪنهن ڊگهي سفر تي ويندو.

اهڙي ريت ”نجومي“ ڪنهن اهڙي شيءِ کي اڳواٽ ڏسڻ جي ڪوشش ڪندو آهي، جنهن کي اصل ۾ اڳواٽ ڏسڻ ناممڪن هوندو آهي... انهن ماڻهن کي جيڪو ڪجھ ”نظر“ ايندو آهي، اهو ايترو اڻچٽو ۽ غيرواضح هوندو آهي جو انهن جي دعوائن کان انڪار ڪرڻ ڏکيو هوندو آهي.

جڏهن اسان ستارن کي غور سان ڏسندا آهيون، چمڪندڙ ذرن جو ويڪرو بي ترتيب هجوم نظر ايندو آهي. (تون ان مان

ڪهڙونتيجو ڪڍندينءَ؟) بهرحال ان ڳالهه کان انڪار نٿو ڪري سگهجي تہ هر دؤر ۾ اهڙا ماڻهو رهيا آهن جيڪي اهو چوندي ناهن ٿڪجندا تہ ستارا ڌرتيءَ تي اسان جي زندگيءَ بابت ڪجهه نہ ڪجهه ٻڌائي سگهن ٿا، اڄ بہ اهڙا سياستدان موجود آهن، جيڪي اهم فيصلا ڪرڻ کان اڳ نجومين سان صلاح ڪرڻ ضروري سمجهندا آهن.

## ڊيلفي کي غيب جو آواز ٻڌائيندڙ

قديم يونانين جو عقيدو هو تہ اُهي پنهنجي ڀاڳ جي معامري ۾ ڊيلفي جي مشهور غيبي آواز ٻڌائيندڙ کان صلاح وٺي سگهن ٿا. ان غيبي آواز جو ديوتا اپالو هو ۽ هو پنهنجي پوڄارڻ پيٿيا وسيلي ڳالهائيندو هو، جيڪا ڌرتي ۾ لڳل ڪُڏ ۾ رکيل صندليءَ تي ويهندي هئي. ان ڪڏ مان ٻاڦ نڪرندي هئي جيڪا پيٿيا تي بيخودي واري ڪيفيت طاري ڪري ڇڏيندي هئي، جنهن کان پوءِ هوءَ اپالو جي ترجماني ڪرڻ جي لائق ٿي ويندي هئي.

جڏهن ماڻهو ڊيلفي پهچندا هئا، انهن کي پنهنجو سوال غيبي آواز جي پوڄارين جي اڳ ۾ پيش ڪرڻو پوندو هو، جيڪي اُهو پيٿيا تائين پهچائيندا هئا. پيٿيا جو جواب ايڏو اُڇتو ۽ ٻٽي معنائن وارو هوندو هيو جو ان جي تشريح پوڄارين کي ڪرڻي پوندي هئي، اهڙي ريت ماڻهو اُپالو جي ڏاهپ مان فيض وٺڻ جي ڪوشش ڪندا هئا ۽ سمجهندا هئا تہ هو سڀ ڪجهه، ايستائين جو آئيندي بابت بہ ڄاڻيندو آهي.

مختلف رياستن جا حڪمران جيستائين ڊيلفي جي غيبي آواز سان صلاح مشورو نہ ڪندا هئا، جنگ ڪرڻ يا ٻيو ڪو فيصلو ڪرڻ لاءِ سوچي بہ نہ سگهندا هئا...

ڊيلفي جي عبادتگاهه جي مک دروازي تي لکيل هو: "پنهنجو پاڻ سڃاڻ!" ان سان اتي ايندڙ کي اهو ياد ڪرايو ويندو هو تہ اُهي ڪڏهن بہ پاڻ کي فاني انسانن کان وڌيڪ ٻيو ڪجهه نہ سمجهن ۽ اهو تہ ڪوبہ ماڻهو پنهنجي مقدر کان بچي نٿو سگهي.

يونانين وٽ ڪيترن ئي ماڻهن جا اهڙا قصا مشهور هئا، جن کي انهن جو مقدر نيٺ وڪوڙي ويندو هو، جيئن جيئن وقت گذرندو ويو انهن ڏکويل انسانن بابت ڊراما... الميا (Tragedies) لکجڻ لڳا. انهن ۾ شاهه او ئي ڊي پوس جو الميو (Oedipus) مشهور ٿيو.

# تاريخ ۽ طب

پر تقدير رڳو فردن جي حياتين تي حاوي نہ هئي. يونانين جو عقيدو هو تہ عالمي تاريخ بہ تقدير جي تابع آهي ۽ اهو تہ لڙاين جو نتيجو بہ ديوتائن جي مداخلت سبب اثرانداز ٿي سگهندو آهي. اڄ بہ ڪوڙ ماڻهو اهو سمجهندا آهن تہ خدا يا ڪا ٻي ڳجهي قوت تاريخ جي ڏارا نـاهي ٿي.

پر انهيءَ ئي زماني ۾ جڏهن يوناني فَسلفي فطرت جي عمل کي فطري سببن ۾ ڳولي رهيا هئا، تاريخ جون ڏارائون فطري سببن ۾ ڳولڻ جا خواهشمند تاريخ دان اڀَتي اچڻ شروع ٿي ويا. جيڪڏهن ڪو جنگ ۾ هارائيندو هو تہ اهو چوڻ سان ڳالهہ ڪونہ نـهندي هئي تہ ديوتائن پنهنجو پلاند ڪيو آهي. يونان جا مشهور تاريخ دان هيرو دوتوس (Herodotus) (484 ق م 44 ق م) ۽ ٿـوڪوديد س (Thucydidus) (460 ق م ـ 400 ق م) هئا.

يونانين جو اهو بہ عقيدو هو تہ بيماريون ديوتائن جي مداخلت جو نتيجو قرار ڏئي سگهجن ٿيون. جيڪڏهن ماڻهو قربانيون ڏين تہ ديوتا انهن کي ڀيهر چاڪ ڪري سگهن ٿا. اڄ بہ ڪوڙ ماڻهن جو عقيدو آهي تہ ڪجهه بيماريون مثال... ايڊز... خدا جو ڏمر آهي.

جنهن زماني ۾ يوناني نون رخن تي ڪم ڪرڻ لڳا هئا، ان زماني ۾ يوناني طب بہ وجود ۾ آئي، جيڪا بيمارين ۽ انهن جي خاتمي لاءِ فطري سببن جي ڳولائو هئي. چيو ويندو آهي تہ يوناني طب جو باني بقراط (Hippocrates) هو جيڪو 408 ق م ۾ ڪوس (Cos) ٻيٽ ۾ پيدا ٿيو هو.

بقراطي طبي روايت مطابق بيماري کان بچاءُ جوطريقوحفاظتي تدبيرون ۽ سهٽي نموني زندگي گذارڻ آهي. صحت فطري حالت هوندي آهي. جڏهن بيماري ايندي آهي تہ اها ان ڳالهہ جي علامت هوندي آهي تہ جسماني يا ذهني عدم توازن جي ڪري فطرت پٽڙيءَ تان لهي وئي آهي. جيڪو ماڻهو صحتمند رهڻ چاهي ٿو، ان کي کپي تہ صحتمند جسم ۾ صحت مند دماغ جي اصولن تي عمل ڪري.

اڄڪلهہ ”طبي اخلاقيات“ جو وڏو چرچو آهي. ٻين لفظن ۾ ان جو مطلب اهو آهي تہ ڊاڪٽر يا ويڄ کي ڪجهه اخلاقي اصولن هيٺ علاج ڪرڻ گهرجي. مثال طور ڊاڪٽر کي ڪڏهن بہ

ڪنهن مريض کي نشي وري شيءِ لکي ڏيڻ نہ گهرجي. مريض جو راز رکڻ گهرجي. انهيءَ تصور جي شروعات بقراط کان ٿي هئي هو پنهنجي شاگردن کي هي حلف کڻائيندو هو:

”مان انهن اصولن ۽ طريقن تي بـڌل رهندس جيڪي مان پنهنجي قابليت ۽ ڄاڻ مطابق پنهنجن مريضن لاءِ ڪارائتا سمجهندو آهيان ۽ هر ان شيءِ کان پري رهندس جيڪا تڪليف ڏيندڙ هجي، ڪنهن جي گهرڻ تي بہ خطرناڪ دوا نہ ڏيندس. اهڙي ريت ڪنهن بہ عورت کي يا حمل ڪيرائڻ جا ذريعا نہ ڏيندس. جڏهن بہ ڪنهن ماڻهوءَ جي گهر ويندس رڳو مريض جي ڀلائي لاءِ ويندس ۽ هر ان ڪم کان پري رهندس جنهن مان شرارت يا بدعنواني ظاهر ٿئي. ڪنهن بہ آزاد يا غلام مرد يا عورت کي ورغلائي غلط ڪم نہ ڪرائيندس. انهن سڀني ڳجهين ڳالهين کي ظاهر نہ ڪندس، جيڪي مون ڏٺيون يا معلوم ڪيون. منهنجي دعا آهي تہ جيستائين حلف تي پورو لهندو رهان ۽ ان جي خلاف ورزي نہ ڪريان، مان علاج ڪرڻ جاري رکان ۽ مان زندگي جو مزو ماڻيندو رهان ۽ سمورن جڳن جا سمورا ماڻهو مون کي عزت سان ڏسندا رهن. جيڪڏهن مان ان حلف جي خلاف ورزي ڪيان تہ منهنجو مقدر ان جي ابتڙ ٿئي.“

ڇنڇر واري ڏينهن سوفي گهٻرائجي اٿي ويٺي، اِهو خواب هو يا سچ پچ سندس ملاقات فلسفيءَ سان ٿي هئي؟

هن هڪ هٿ سان پلنگ کي ڇهيو... خط بہ اتي هو، اِهو رڳو خواب نہ هو هن جي سچ پچ فلسفيءَ سان ملاقات ٿي هئي ۽ ان کان وَڌي ڳالهہ اها تہ هن پنهنجي اکين سان ڪيس دٻي ۾ خط ڪيرندي ۽ ساڻ کڻي ويندي ڏٺو هو!

هوءَ فرش تي ويهي رهي ۽ پلنگ هيٺان ٽائيپ ٿيل سڀ خط ٻاهر ڪڍيائين پر هي ڇا هي؟ ديوار جي بلڪل ويجهو ڪا ڳاڙهي شيءِ پيل هئي، شايد اسڪارف آهي؟

سوفي پلنگ هيٺان کسڪي رومال کڻي ورتو، کيس پڪو يقين هو تہ اهو سندس نہ هو. هن اسڪارف کي ڌيان سان ڏٺو ان تي مس سان ’هلڊي‘ لکيل نظر آيو.

هلڊي! اها هلڊي ڪير آهي؟ آخر اِهي اوچتو هڪ ٻئي جي سامهون ڪيئن اچي ويندي آهن؟

# سقراط

**... سڀ ڪان وڌيڪ ڏاهو اُهو آهي جيڪو ڄاڻندو آهي ته هوءَ نه ٿو ڄاڻي ...**

سوفي سانوڻ جا ڪپڙا پائي رڌڻي ۾ آئي، سندس ماءُ ميز آڏو ويٺي هئي، سوفي سوچي ڇڏيو هو ته هوءَ ريشمي اسڪارف بابت ڳالهه نه ڪندي.

”توهان اخبار ڪٿي آڻيون آهيو؟“ هن پڇيو.

سندس ماءُ ڏانهس ڌيان ڏنو.

”تون ڪٿي ايندينءِ؟“

سوفي ٻاهر وئي ۽ سڌو خطن واري دٻي وٽ پهتي. جتي رڳو اخبار پيل هئي، هن سوچيو: ”مون کي ايڏو جلدي جواب جي توقع نه ڪرڻ گهرجي.“ اخبار ۾ هن پهرين صفحي تي گڏيل قومن طرفان لبنان ۾ مقرر ٿيل ناروي جي فوجي دستي بابت ڪجهه پڙهيو.

گڏيل قومن (U. N.O) جو دستو.... هلدي جي پيءُ طرفان جيڪو ڪيس ڪارڊ مليو هو ان تي به اهائي مُهر لڳل هئي؟ پر ڊاڪ واري ٽڪلي ته ناروي جي هئي، ٿي سگهي ٿو ته گڏيل قومن سان گڏ ڪم ڪرڻ وارن ناروي جي سپاهين جو پنهنجو ٽپال گهر هجي.

”تون اخبار ۾ ڏاڍي دلچسپي وٺڻ لڳي آهين.“ جيئن ئي سوفي رڌڻي ۾ پهتي ته ماءُ کيس خشڪ لهجي ۾ چيو.

جڏهن سوفيءَ جي ماءُ سودو خريدڻ بازار هلي وئي ته هن تقدير بابت خط کنيو ۽ باغ ۾ پنهنجي ڳجهي هنڌ هلي وئي اتي کيس اِهو ڏسي اچرج ٿيو ته بسڪٽن جو اُهو دٻو جنهن ۾ هن خط رکيا هئا، انهن جي پرسان هڪ ٻيو خط پيو هو، جنهن بابت کيس پڪ هئي ته هن اِهو اتي ڪونه رکيو هو.

ان لفافي جون ڪنڊون آليون هيون، گدَريل ڏينهن هن کي جيڪو خط مليو هو، ان وانگر ان خط ۾ به ٻه سنهڙا سوراخ هئا.

ڇا فلسفي هتي آيو هو؟ ڇا هو کي هن ڳجهي جڳهه جي ڄاڻ آهي؟

لفافو آلو ڇو آهي؟

انهن سوالن سندس مٿو ڦيري ڇڏيو، هن لفافو کوليو ۽ ان ۾ پيل پنو پڙهڻ لڳي:

ڊيئر سوفي، مون تنهنجو خط چاهه سان پڙهيو آهي... بهرحال مون کي ڪجهه افسوس ٿيو جيستائين تنهنجي دعوت جو تعلق آهي توکي مايوس ڪرڻو پوندو. ڪنهن ڏينهن پاڻ ضرور ملنداسين، تنهنجي گهر اچڻ ۾ مونکي اجان وقت لڳندو.

مان توکي ٻڌائڻ چاهيان ٿو ته هاڻي مان خط وجهڻ لاءِ پاڻ اچي نه سگهندس، اهو سلسلو لاڳيتو هليو ته خطرا وڌي ويندا. هاڻي منهنجا خط منهنجو ننڍڙو پيامبر پهچائيندو، جيڪي توکي هتي ئي ملندا.

جڏهن توکي ضرورت ٿئي ته تو مون کي خط لکي سگهين ٿي. پر جڏهن به ائين ڪرين ته گلابي لفافي سان گڏ ڪا مٺي شيءِ يا بسڪٽ رکجانءِ، جڏهن پيامبر کي تنهنجو خط ملندو، اُهو سڌو مون تائين پهچائيندو.

ڪنهن نوجوان ڇوڪريءَ جي ڪافي پيئڻ ڪان انڪار ڪرڻ سٺي ڳالهه ناهي، پر ڪڏهن ڪڏهن ائين ڪرڻو پوندو آهي.

جيڪڏهن توکي ڪٿي ڳاڙهو اسڪارف ملي ته ان کي سنڀاري رکجان، مهرباني ٿيندي. ڪڏهن ڪڏهن ذاتي شيون ٻين شين ۾ ملي وينديون آهن، خاص ڪري اسڪولن ۾ ائين ٿيندو رهندو آهي، هي ته فلسفي جو اسڪول آهي.

تنهنجو

البرٽو ڪنوڪس

سوفي جي عمر لڳ ڀڳ پندرهن سال ٿي چڪي هئي، ٻين ڏينهن تي نه سهي پر سندس جنم ڏينهن ۽ ڪرسمس ڏينهن تي ڪيس ڪوڙ خط ايندا هئا پر اهڙو عجيب خط ڪيس پهريون ڪڏهن به نه مليو هو.

ان تي ٽپال واري ٽڪلي به نه هئي، ان کي خطن واري دٻي ۾ به نه وڌو ويو هو اهو سڌو سوفيءَ جي ڳجهي هنڌ پهچايو ويو هو... خط اُلي هجڻ تي ڪيس حيرت هئي. ڇو ته موسم صاف هئي.

عجب واقعو اسڪارف وارو هو. فلسفي جي پڪ سان ٻي شاگردياڻي به هوندي، ها بلڪل ائين آهي ۽ ان شاگردياڻيءَ جو ڳاڙهو اسڪارف گم ٿي ويو هوندو. پر اِهو اسڪارف سوفيءَ جي پلنگ هيٺان ڪيئن پهتو؟

ءِ البرٽوڪنوڪس... اهو ڪهڙي قسم جو نالو آهي؟

هڪ ڳالهه سان... فلسفي ۽ هلڊي مولرڪنيگ وچ ۾ تعلق... جي تصديق ٿي وئي هئي. پر هلڊي جو پيءُ ايڊريسن ۾ گڙٻڙ ڪري رهيو آهي... سمجهه ۾ اچڻ واري ڳالهه نه هئي.

سوفي چڱي جهڙ سوچيندي رهي ته هن سان هلڊي جو ڪهڙو تعلق ٿي سگهي ٿو، جڏهن ڪجهه سمجهه ۾ نه آيس، هن سوچڻ ڇڏي ڏنو. فلسفيءَ لکيو هو ته ڪڏهن نه ڪڏهن ملاقات ٿي ئي ويندي. شايد هوءَ هلڊي سان به ملي سگهندي. هن خط کنيو ته ان جي پٺيان به ان تي ڪجهه لکيل هو:

**ڇا ڪا اهڙي شيءِ آهي جنهن کي فطري حيا چئي سگهجي؟**
**سڀ کان ڏاهو اُهو آهي جيڪو ڄاڻيندو/ ڄاڻيندي هجي ته اُهو/ اُها نه ٿو/ نه ٿي ڄاڻي.**
**صحيح دانائي اندر مان ايندي آهي.**
**جيڪو ڄاڻيندو/ ڄاڻيندي آهي ته صحيح ڇا آهي صحيح ڪم ڪندو/ ڪندي.**

سوفي پيامبر بابت سوچيندي رهي ۽ سوچيائين ته هو فلسفيءَ بابت ڄاڻڻ بنا نه رهندي.

ڇا ڪا اهڙي شيءِ آهي جنهن کي فطري حيا چئي سگهجي؟

سوفي کي ڄاڻ هئي ته ”حيا“ شرمائڻ جو پراڻو لفظ آهي... مثال طور ماڻهوءَ کي ان وقت حيا ٿيندو آهي ته ڪيس کو اگهاڙو نه ڏسي وٺي. پر ان عمل ۾ گهٻرائڻ، شرمائڻ فطري عمل آهي؟

”جيڪڏهن ڪا شيءِ فطري آهي ته سڀ لاءِ هجڻ گهرجي، هن سوچيو، دنيا جي ڪيترن ئي هنڌن تي اگهاڙو رهڻ فطري سمجهيو وڃي ٿو. ان ڪري توهان کي ڇا ڪرڻو ۽ ڇا ناهي ڪرڻو، ان جو فيصلو معاشرو ڪندو هوندو. جڏهن ڏاڏي ماءُ جوان هئي، اُها قميض ۽ انگي لاهي اس جو مزو ڪونه وٺندي هوندي. جينوٽيڪ اڄڪلهه به ڪيترن ملڪن ۾ ايئن ڪرڻ نه ڏنو ويندو آهي، پر اڪثر ملڪن ۾ ان کي خراب ڪونهي چيو ويندو ۽ اڪثر ماڻهو ان کي بلڪل فطري چوندا آهن. ڇا اِها به ڪا فلسفي جي ڳالهه آهي، سوفي تعجب ۾ پئجي وئي.

اڳيون جملو هيو! ”سڀ کان ڏاهو اُهو آهي جيڪو ڄاڻندو/ ڄاڻندي هجي ته هو/ هوءَ نه ٿو\ ٿي ڄاڻي.

ڪنهن کان وڌيڪ ڏاهو\ عقل مند؟ جيڪڏهن فلسفيءَ جو مطلب آهي ته اُها عورت جيڪا سمجهندي آهي ته هوءَ آسمان هيٺان هر شيءِ بابت نه ٿي

جاڻي، ان عورت کان وڌيڪ سياڻي آهي جيڪا ڄاڻيندي ڪٿي گهڻو ڪجھ نہ هجي پر اهو سمجهندي هجي تہ هوءَ گهڻو ڪجھ ڄاڻي ٿي، تہ پوءِ ان تي متفق ٿيڻ ايڏو ڏکيو ناهي. سوفي اڳ ۾ ان تي ڪڏهن سوچيو هو. پر هاڻي هوءَ جيترو سوچي رهي هئي، ايترو ئي چٽو نظر ٿي آيس تہ جيڪو ڪجھ توهان نہ ٿا ڄاڻو ان بابت اهو ڄاڻڻ تہ توهان نہ ٿا ڄاڻو هڪ قسم جو علم آهي. هاڻي هوءَ سمجهي وئي هئي، چرين ماڻهن جو اهو رويو ڇو هوندو آهي تہ جڏهن شين بابت ڪين ڪا بہ ڄاڻ ناهي هوندي، انهن بابت بہ ايئن ڳالهائيندا آهن ڄڻ سڀ ڪجھ ڄاڻيندا هجن.

اڳئين جملي مان اهو بتو ٿي پيو تہ دانائي يا عقلمندي اندران ايندي آهي. پر سوال اهو آهي تہ: ڇا ماڻهن جي ذهن ۾ سمورو علم ٻاهران ناهي ايندو؟ ان جي ابتڙ سوفيءَ کي اُهي واقعا ياد ٿي آيا جڏهن سندس ماءُ يا استاد ڪيس اُهي ڳالهيون سيکارڻ جي ڪوشش ڪندا هئا، جن لاءِ هوءَ ذهني طرح تيار نہ هوندي هئي ۽ جڏهن هوءَ واقعي ڪا شيءِ سکڻ چاهيندي هئي تہ سکي ويندي هئي. دانائي/ سمجھ مان ماڻهن جو شايد اهوئي مطلب آهي.

ٽئين سوال کي پڙهي ان جي عجيب هجڻ تي هوءَ مُرڪي پئي. ”جيڪو ڄاڻيندو/ ڄاڻيندي آهي تہ صحيح ڇا آهي صحيح ڪم ڪندو/ ڪندي آهي.“

ڇا ان جو مطلب اهو آهي تہ جيڪو ڦورو بينڪ ۾ ڦر ڪندو آهي، ان ڪري ڪندو آهي ڇو تہ ان کي ان کان وڌيڪ علم ناهي هوندو؟ سوفي جو خيال هو تہ ايئن نہ ٿو ٿي سگهي. سوفي جو خيال هو تہ ان جي ابتڙ ننڍا وڏا ماڻهو اهڙيون چرين واريون حرڪتون ڪندا آهن، جنهن کان پوءِ اُهي پڇتائيندا هوندا تہ انهن اهو ڇا ڪيو، انهن کي جيڪو پڇتاءُ ٿيندو آهي، ان جو اصل ڪارڻ اهو هوندو آهي تہ انهن کان جيڪا بہ اهڙي حرڪت ٿيندي آهي، پنهنجي سمجھ جي ابتڙ ڪيل هوندي آهي.

هوءَ اهو سوچي ئي رهي هئي تہ سندس ڳجهي هنڌ ۾ هڪ خاص قسم جو وڏو ڪتو داخل ٿيو، سندس وات ۾ هڪ وڏو خاڪي لفافو هو، جيڪو هن سوفي جي پيرن ۾ اڇلي ڇڏيو. اهو سڀ ايڏو تڪڙو ٿيو جو ڪيس ردعمل جو موقعو بہ نہ مليو، ڪتو ڊوڙندو واپس وڃي چڪو هو.

اهو سڀ ڪجھ تيزيءَ تي هوءَ روئڻ لڳي.

ٿوري دير بعد سامت ۾ اچي هن سوچيو تہ اهو هيو هن جو پيغامبر، ان ڪري ئي لفافن ۾ سوراخ هئا ۽ ٿورا آلا بہ...

سوفيءَ لفافو کوليو ۽ پڙهڻ لڳي.

## ايٿينز جو فلسفو

پياري سوفيءِ جڏهن تون هيءَ لکت پڙهندينءَ ته پڪ سان هرميز Hermes سان ملي چڪي هوندينءَ، جيڪڏهن تنهنجي ساڻس ملاقات نه ٿي آهي ته پوءِ به مان چوندس ته اُهو ڪتو آهي. توکي گهبرائڻ يا پريشان ٿيڻ جي ضرورت ناهي، اهو نيڪ ڪتو آهي ۽ وڏي ڳالهه ته اهو ڪوڙ ماڻهن کان وڌيڪ داناءُ آهي پر اهو اهڙو تاثر ظاهر ناهي ڪندو.

يوناني ڏندڪٿائن ۾ هو ديوتائن جو پيامبر آهي. هو سامونڊي مسافرن ۽ ملاحن جو ديوتا به هو... اهم ڳالهه اِها آهي ته هرميز (Hermes) مان لفظ (Hermetic) وجود ۾ آيو. جنهن جي معنيٰ آهي لڪل يا جنهن کي پهچي نه سگهجي. جهڙي نموني هو تو ۽ مون کي هڪ ٻئي کان لڪائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي، ان ڪري مٿس اهو نالو مناسب آهي.

هاڻي فلسفي جي ڳالهه شروع ڪجي. اسان نصاب جو پهريون حصو پورو ڪري چڪا آهيون منهنجو اشارو طبعي فلسفين ۽ انهن جي ان ڪم بابت آهي، جيڪو انهن يونان جي ڏندڪٿائي دنيا کي وائکو ڪرڻ بابت ڪيو. هاڻي اسان جي ڪچهري ٽن عظيم ڪلاسيڪي فلسفين سقراط افلاطون، ۽ ارسطو سان ٿيندي. انهن يورپ جي سموري تهذيب کي متاثر ڪيو.

... سقراط جاگرافيائي توڙي زماني جي حوالي سان نئين دور جي نمائندگي ڪندو آهي. هو ۽ سندس ٻئي جاءِ نشين ايٿينز ۾ رهندا هئا ۽ اتي ئي ڪم ڪندا هئا. توکي ياد هوندو ته اناڪ گوراس به ڪي ڏينهن ايٿينز ۾ اچي رهيو هو. پر ايٿينز واسين کيس اهڙو تنگ ڪيو، جو هن پنهنجي جان بچائي. هو چوندو هو ته ايٿينز ٻرندڙ سج آهي. (سقراط سان به ڪا چڱي ڪار ڪونه ٿي هئي!).

سقراط جي دور ۾ ايٿينز يونان جي ثقافت جو مرڪز بڻجي ويو ۽ اهو اعزاز اڄ تائين برقرار اٿس. طبعي فلسفين کان سقراط تائين رسندي پهچندي فلسفيائي پراجيڪٽ جي نوعيت ۾ جيڪا تبديلي آئي، سا به ذهن ۾ رکڻ ضروري آهي. سقراط سان ملاقات ڪرڻ کان اڳ اسانکي ڪجهه ذڪر انهن فسطائين جو به ڪرڻ گهرجي، جيڪي سقراط جي دؤر ۾ ايٿينز تي ڇانيل هئا. ته سوفيءِ پردو کڄي ٿو! خيالن جي تاريخ ڪيترن ئي سبقن جي ڪري هڪ

ڪان وڏيڪ ايڪٽ واري ناٽڪ وانگر آهي.

## وچ جو ماڻهو

اٽڪل 450 سال ق م ايٿينز يونان جو ثقافتي مرڪز بڻجي ويو ۽ فلسفي جون ڏسائون به تبديل ٿيون.

طبعي فلسفين جو گهڻي ڀاڱي واسطو طبعي دنيا جي فطرت سان هو، جنهن انهن کي سائنس جي تاريخ ۾ مرڪزي ڪردار ڪري ڇڏيو آهي. ايٿينز ۾ هاڻي ڌيان فرد ۽ معاشري ۾ فرد تي ڇڪجي ويو هو، هوريان هوريان جمهوريت پيدا ٿي رهي هئي. عام ماڻهن تي ٻڌل قانوني عدالتون ۽ اسيمبليون وجود ۾ اچي چڪيون هيون.

جمهوريت جي سوڀاري ٿيڻ لاءِ ضروري هو ته ماڻهو ايترو پڙهيل هجن جو اُهي جمهوري عمل ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿي سگهن. اسان پنهنجي زماني ۾ ڏٺو آهي ته ڪهڙي نموني جمهوريت لاءِ اهو ڪيڏو ضروري هوندو آهي ته عام ماڻهو روشن خيال هجن. ايٿينز وارا ماڻهو گهڻو زور تقرير جو فن سکڻ تي ڏيندا هئا. تقرير جي فن (Oratory) جو مطلب اهو آهي ته توهان کي پنهنجي ڳالهه ڪرڻ جو اهڙو هنر ايندو هجي جو ٻيا قائل ٿي وڃن. يوناني بينڪن (Colonies) مان ڪيئي استاد ۽ فلسفي ايٿينز پهتا ۽ اتي جا ئي رهاڪو ٿي ويا. اُهي پاڻ کي سوفسطائي (Sophists) سڏرائيندا هئا. لفظ (Sophists) جي معنيٰ داناءُ يا ڄاڻ رکندڙ آهي. اهي ايٿينز ۾ ماڻهن کي پيسن تي تعليم ڏئي روزي ڪمائيندا هئا. سوفسطائين ۽ طبعي ڏاهن ۾ هڪ ڳالهه ساڳي هئي: ٻئي روايتي وڏاءَ تي ٺوڪ ڪندا هئا. ان سان گڏ سوفسطائي هروڀرو جي انديشن کي رد ڪندا هئا. سندن خيال هو ته جيتوڻيڪ فلسفياڻي سوالن جا جواب موجود ٿي سگهن ٿا، انسان ڪائنات ۽ فطرت جي ڳجهن کي ڪولي نه ٿو سگهي. فلسفي ۾ اهڙي قسم جي راءِ کي شڪ ڪرڻ (Skepticism) چئبو آهي.

جيڪڏهن اسان فطرت جي سمورن ڳجهن کي نه به ڄاڻي سگهون پر اسان کي ايتري ڄاڻ ضرور آهي ته ماڻهن کي هڪ ٻئي سان رهڻ جو ڍنگ سکڻ ضروري آهي. سوفسطائين پنهنجي مطالعي لاءِ انسان ۽ ان جو معاشري ۾ مقام جي چونڊ ڪئي.

سوفسطائي پروٽي گورس (485 ق م ـ 410 ق م) جو چوڻ هو

تہ انسان ئي سمورين شين کي جاچڻ جو مرڪز آهي. ان مان سندس مطلب اهو هو تہ اهو سوال طئي ڪرڻ لاءِ تہ ڪهڙي شيءِ غلط آهي يا صحيح، خراب آهي يا سٺي، ان تي سدائين غور اهڙي نموني ڪرڻ گهرجي تہ انساني گهرجن سان ان جو ڳانڍاپو ڪهڙو ٿئي ٿو..

سوفسطائي گهڻو ڪري اُهي ماڻهو هئا جيڪي جڳ جهان رليا هئا ۽ مختلف حڪومتن ۾ رهيا هئا. شهري رياستن ۾ رواجي ضابطا ۽ اتان جا قانون هڪ ٻئي کان مختلف هئا. ان سان سوفسطائين کي اهو سوال اُٿارڻ جي همت ٿي تہ فطري طور انسان ڇا ڪندو آهي ۽ معاشرو ان سان ڇا ڪندو آهي. اهڙي ريت انهن ايٿينز جي شهري رياست ۾ معاشرتي تنقيد جو دروازو کولي ڇڏيو.

مثال طور اُهي ان ڳالھ ڏانهن ڌيان ڇڪرائيندا هوندا تہ ”فطري لڄ يا حيا“ جهڙو ڊنگ دفاع جهڙو ناهي هوندو ڇو تہ جيڪڏهن لڄ وارو هجڻ فطري آهي، تہ پوءِ اها ڪا اهڙي شئي هوندي جنهن کي توهان ساڻ ڪري پيدا ٿيا هوندا تہ اها پيدائشي چئبي. پر سوفي، ڇا اها سچ ۾ فطري آهي؟ يا معاشري جي جوڙيل آهي؟ اُهو ماڻهو جيڪو دنيا گهميل هجي، ان لاءِ ان جو جواب ڏيڻ سولو آهي. پنهنجي اگهاڙپ کان ڊڄڻ ”فطري“ .... ”يا پيدائشي“ ... ناهي. حيا.... يا ان جي کوٽ .... رڳو ۽ رڳو معاشرتي رواج آهي.

جيئن تہ تون تصور ڪري سگهين ٿي تہ ملڪن جو چپو چپو گهمندڙ سوفسطائين جڏهن اهو چيو هوندو تہ صحيح ڇا آهي ۽ غلط ڇا آهي؟ ان کي ماپڻ جو پڪو طريقو ناهي، ان سان ايٿينز ۾ پڪ سان جهڳڙو شروع ٿيو هوندو. ان جي ابتڙ سقراط اهو ڏيکارڻ جو جتن ڪيو تہ ان قسم جا ڪجھ معيار اصل ۾ پڪا آهن ۽ اُهي آفاقي طرح صحيح ڳڻيا ويندا آهن.

## سقراط ڪير هو؟

سقراط (470 ق م کان 399 ق م) فلسفي جي سموري تاريخ ۾ امڪاني طرح انتهائي ڳجهي ۽ سمجھ ۾ نہ ايندڙ شخصيت هيو. هن ڪڏهن بہ هڪ سٽ نہ لکي هئي. پر پوءِ بہ سندس ڳاٽيٽنو انهن فلسفين ۾ ٿيندو آهي جن يورپ جي فڪر تي ڪڏهن بہ نہ ختم ٿيڻ جهڙا نشان ڇڏيا آهن. سندس موت بہ تمام گهڻو ڌيان

چڪائيندڙ واقعو آهي!

اسان کي خبر آهي ته هو ايٿينز ۾ ڄائو ۽ اهو پڻ ته سندس ڄمار جو گهڻو حصو چؤ واٽن ۽ بازارن ۾ ماڻهن سان ڳالهيون ڪندي گذريو آهي. ”ڳوٺن جا وڻ مون کي ڪجھ به نه ٿا سيکاري سگهن.“ هو چوندو هو. هو ڪيئي پهر خيالن ۾ ٻيٺو رهندو هو.

ڪيس زندگيءَ ۾ ڳجهو ماڻهو چيو ويندو هو. سندس موت بعد ڪيس انيڪ فڪري گروپن جو باني چيو وڃڻ لڳو. جن ۾ هڪ ٻئي خلاف ماڻهو به شامل هئا. ان حقيقت جي ڪري هو ڳجهارت ۽ ٻن معنائن وارو هو. هڪ ٻئي سان تضاد رکندڙ فڪري گروپن لاءِ ممڪن بڻائي ڇڏيائين ته اُهي ڪيس پنهنجو چون.

اسان ڄاڻون ٿا ته ان لاءِ هيءَ ڳالھ يقيني آهي ته هو انتهائي گهڻو ڪوجهو هو.... دلي جهڙو پيٽ، اکيون سڳل ۽ نڪ بينو، پر چيو ويندو آهي ته هن جو باطن ”انتهائي خوبصورت“ هو. هن بابت اهو به چيو ويندو هو: ”توهان هن کي حال ۾ ڳوليو، توهان ڪيس ماضيءَ ۾ ڳوليو پر هن جهڙو مثال ڪٿي به نه ملندو.“ ان هوندي به ڪيس فلسفياڻي سرگرمين جي ڪري موت جي سزا ڏني وئي.

سقراط جي زندگيءَ بابت گهڻي ڄاڻ افلاطون جي لکڻين مان ملي ٿي جيڪو سندس شاگرد هو جيڪو سمورن زمانن جي عظيم فلسفين ۾ ڳڻيو ويندو آهي. افلاطون فلسفي بابت مڪالمن توڙي درامن وسيلي بحث ڪيو آهي، جن ۾ هن سقراط کي پنهنجي وڏي ڪردار ۽ ترجمان طور پيش ڪيو آهي.

جيئن ته افلاطون پنهنجو فلسفو سقراط جي وات ۾ وجهندو رهي ٿو، اسان پڪ سان نه ٿا چئي سگهون ته هو مڪالمن ۾ جيڪي لفظ ادا ڪندو آهي، اُهي هن پاڻ ڪڏهن چيا به هئا يا نه. ان ڪري سقراط جي تعليم ۽ افلاطون جي فلسفي ۾ فرق ڪرڻ ڏکيو ڪم آهي. اهڙوئي مسئلو ٻين تاريخي شخصيتن سان به لاڳاپيل آهي، جن ڪڏهن به لکت ۾ ڪجھ ناهي ڇڏيو. جنهن جو ڪلاسڪ مثال يسوع آهي، اسان پڪ سان نه ٿا چئي سگهون ته ”تاريخي“ يسوع بلڪل اُهي لفظ چيا هئا جيڪي متي يا لوقس سائس منسوب ڪيا آهن. اهڙي ريت سقراط جيڪو ڪجھ چوندو

هوندو، ان تي سدائين ڳجهه جو پردو چڙهيل رهندو.

پر اهو سوال ته ”اصل“ ۾ سقراط ڪير هو، ان جي ڀيٽ ۾ گهٽ اهميت وارو آهي. اصل شئي سقراط جو اُهو خاڪو آهي، جيڪو افلاطون لکيو هو. جنهن مان مغرب جا مفڪر اڍائي هزار سالن کان وجدان حاصل ڪري رهيا آهن.

## ڳالهائڻ جو هنر

سقراط جي هنر (Art) جو اصل نمونو اهو آهي ته ظاهري طرح هن ماڻهن کي ڪنهن به قسم جي تعليم نه ٿي ڏني. جڏهن ته ان جي ابتڙ سندس ڳالهين مان اهو تاثر پيو اڀري ته جن ماڻهن سان هن ڳالهايو ٿي اُهي هن مان سکڻ پيا چاهن. سقراط روايتي طور پڙهائڻ واري طريقن جي ابتڙ بحث ڪندو هو.

چٽو ظاهر آهي ته جيڪڏهن هو رڳو پاڻ کي ٻين جون ڳالهيون ٻڌڻ تائين محدود رکي ها ته اهو ايڏو مشهور فلسفي نه هجي ها ۽ نه کيس-موت جي سزا ملي ها. هو ڳالهه ڪرڻ کان اڳ اهڙا سوال ڪندو هو ڄڻ کيس ڪابه خبر ناهي. بحث دوران هو اهڙا دليل ڏيندو هو جو سندس مخالف اهو مڃڻ تي مجبور ٿيندا هئا ته سندن دليل ڪيڏا ڪچا آهن ۽ جڏهن هو ڪين ڳالهائڻ کان به چپ ڪرائي ڇڏيندو هو ته ڪين مڃڻو پوندو هو ته صحيح ڇا آهي ۽ غلط ڇا آهي.

سقراط جي ماءُ دائي هئي، ان ڪري هو چوندو هو ته سندس فن دائيءَ جو فن آهي. دائي پاڻ ٻار کي جنم ناهي ڏيندي پر هوءَ مدد لاءِ ٻار پيدا ٿيڻ وقت موجود هوندي آهي. ان ڪري سقراط سمجهندو هو ته سندس ڪم ماڻهن جي مدد ڪرڻ آهي جيئن اُهي صحيح سمجهه کي ”جنم“ ڏئي سگهن ڇو ته صحيح تعليم اندر مان ئي اچڻ گهرجي. ڪو ٻيو ماڻهو اُها (تعليم ۽ سمجهه)توهان جي ذهن ۾ اوتي نه ٿو سگهي. ۽ اهائي سمجهه جيڪا اندران ڦٽندي آهي، سچي سمجهه ڏانهن وٺي وڃي سگهي ٿي.

مان اها ڳالهه وڌيڪ وضاحت سان بيان ڪيان ٿو. جنم ڏيڻ جي صلاحيت فطري وصف آهي. ان طريقي سان هر ماڻهو فلسفائي سچ کي سمجهي سگهي ٿو. شرط اهو آهي ته پنهنجي پيدائشي عقل کي استعمال ڪيو وڃي. پيدائشي عقل مان مراد اها آهي ته توهان پنهنجي اندر ۾ جهاتي پائي ڏسو ۽ جيڪو ڪجهه اتي آهي،

اُن کي استعمال ڪيو.

سقراط جن ماڻهن سان ٻہ ملندو هيو، هُو ڪين پنهنجو ڪامن سينس استعمال ڪرڻ تي مجبور ڪندو هو.... يا وري هو جاهل بڻجي ويندو هو. سچ اهو آهي تہ هو جاهل نہ هو. ان کي سقراطي رمز (Socratic irony) چوندا آهن....

وقت گذرڻ سان گڏ معاشري ۾ اهميت رکندڙ ماڻهو سقراط سان چڙڻ لڳا هئا تہ ان ۾ تعجب جي ڪا ڳالھ ناهي...

## خدائي آواز

سقراط پنهنجي ساٿي ماڻهن کي ڏنگ نہ هڻندو هو ڇو تہ هو ڪين ذهني ايذاءُ ڏيڻ نہ پيو چاهي. هن جي اندر ۾ ڪا اهڙي شئي هئي، جنهن وٽس عمل لاءِ ٻيو ڪو رستو ڇڏيو ئي نہ هو. هو سدائين چوندو هو سندس اندر ۾ ”خدائي آواز“ آهي. مثال طور سقراط احتجاج ڪندو رهندو هو تہ ماڻهن کي موت جي سزا ملڻ ۾ سندس هٿ ناهي. هو سياسي مخالفن جي چغلي هڻڻ کان انڪار ڪندو رهندو هو. سندس انهيءَ رويي ئي کيس پوڙي ڇڏيو ۽ موت جي ور چاڙهيوويو.

399 ق م ۾ مٿس الزام هنيو ويو تہ: ”هو نوان خدا ناهي رهيو آهي ۽ نوجوانن کي بگاڙي رهيو آهي.“ ۽ اهو بہ چيو ويو تہ هن کي مڃيل خدائن تي اعتقاد ناهي. پنج سؤ ماڻهن تي ٻڌل جيوريءَ مان معمولي اڪثريت جي بنياد تي کيس ڏوهي قرار ڏنو ويو.

هو نرم سزا لاءِ اپيل ڪري ٿي سگهيو ۽ پنهنجي جان بچائي ٿي سگهيو، پر شرط اهو آهي تہ هو ايٿينز ڇڏڻ تي راضي ٿئي ها. جيڪڏهن هو ائين ڪري ها تہ هو سقراط نہ رهي ها. هو پنهنجي ضمير ۽ ... سچائي... کي پنهنجي حياتيءَ کان وڌيڪ نہ سمجهندو هو، هن جبوري کي يقين ڏياريو تہ هن جيڪو ڪجھ ڪيو آهي، رياست ۽ خلق جي مفاد ۾ ڪيو آهي. ان جي باوجود کيس زهر جو پيالو پيئڻ جي سزا ڏني وئي ۽ هن دوستن جي وچ ۾ ويهي زهر جو پيالو پي موت کي ڀليڪار ڪيو.

سوفي، ڇو؟ آخر سقراط موت کي ڇو قبوليو؟ ماڻهو گذريل 24 سؤ سالن کان اهو سوال پڇي رهيا آهن. هو تاريخ جو اڪيلو ماڻهو ناهي، جنهن حالتن جي پڄاڻي اهڙي سخت انداز ۾ ڪئي ۽

پنهنجن عقيدن خاطر موت قبوليو.
مان يسوع جو اڳ ۾ ذڪر ڪري چڪو آهيان ۽ سچ اِهو آهي ته جيتوڻيڪ انهن جو تعلق مختلف ملڪن ۽ زمانن سان آهي پر پوءِ به ٻنهيءَ ۾ ڪيئي مثال هڪجهڙائي رکندڙ آهن.
سقراط ۽ يسوع پنهنجي همعصرن لاءِ به ڳجهه سان ڀريل شخصيتون هيون. ٻنهي مان ڪنهن به پنهنجي علم يا عقيدن کي لکيو ڪونه هو. ان ڪري اسان وٽ ڀاڙڻ لاءِ رڳو انهن جي شاگردن ۽ پوئلڳن جون ڳالهيون ۽ تصويرون آهن. پر اسان ايترو ضرور ڄاڻون ٿا ته ٻنهي وٽ بلا جو ڳالهائڻ وارو هنر هيو. ٻئي مخصوص انداز ۾ ڳالهائيندا هئا جنهن سان ٻڌندڙ متاثر ٿيندا هئا ۽ جذباتي به ٿيندا هئا ۽ ٻنهي کي اعتقاد هيو ته هو ڪنهن اهڙي هستيءَ جي ترجماني ڪري رهيا آهن، جيڪا ڪائنات وڏي آهي. جيئن ته هو خرابين تي چِٽي تنقيد ڪندا هئا، ايئين اهي معاشري جي سگهه خلاف چيلنج بڻجي ويا ۽ آخري ڳالهه هي آهي ته.... ٻنهي کي پنهنجي سرگرمين عيوض جانيون ڏيڻيون پيون.
يسوع ۽ سقراط جي معاملن ۾ ٻه ٻيءَ طرح هڪ جهڙائيون ملن ٿيون.
ٻئي رحم جون اپيلون ڪري پڪ سان پنهنجون حياتيون بچائي ٿي سگهيا. پر ٻنهي کي احساس هو ته سندن ذمي جيڪو ڪم رکيل آهي تنهن لاءِ موت نه قبوليائون ته هو غدار چيا ويندا. هنن سورهيائي سان موت قبوليو ۽ موت کان پوءِ هو ڪروڙها ماڻهن کي پنهنجو پوئلڳ بڻائي ويا.
منهنجو ان مان مطلب اهو بلڪل ناهي ته يسوع ۽ سقراط هڪجهڙا هئا. مان رڳو هڪ حقيقت ڏانهن ڌيان پيو ڇڪرايان ته ٻنهي وٽ پيغام هيو جيڪو سندن ذاتي جرئت سان لاڳاپيل آهي.

## ايٿينز جو جوڪر

سوفي، اڃا سقراط جو داستان هلندڙ آهي اسان سندس طريقي جو ذڪر ته ڪري چڪا آهيون، پر سندس فلسفياڻو پراجيڪٽ ڪهڙو هو؟
سقراط ان دؤر جو ماڻهو هو جنهن ۾ سوفسطائي به رهندا هئا. هنن جيان هو به فطرت جي طاقتن بجاءِ انسان ۽ ان جي معاشري ۾ مقام بابت سوچيندو رهندو هو. جيئن ته ڪجهه سالن کان پوءِ هڪ

روم جي فلسفي سسرو يا ڪڪرو (Cicero) چيو هو ته: ”سقراط فلسفي کي آسمان کان هيٺ لاٿو، شهرن ۾ ان جو ڏاڪو ويهاريو، گهرن ۾ ان جو تعارف ڪرايو ۽ ان کي زندگيءَ اخلاقيات، نيڪي ۽ بدي جي چنڊڇاڻ لاءِ استعمال ڪرڻ تي مجبور ڪيو.“

پر سقراط سوفسطائين کان ان ڪري مختلف هو جو هو پاڻ کي انهن وانگر داناءُ، عاقل يا عالم نه سمجهندو ۽ نه چوندو هو. انهن وانگر هو علم پيسن عيوض نه ڏيندو هو... هو پاڻ کي نج فلاسافر سمجهندو هو ۽ فلاسافر جو مطلب اُهو ماڻهو هوندو آهي ”جيڪو علم ۽ دانائي سان پيار ڪندو آهي.“

سوفي تون آرام سان ته ويٺي آهين؟ اهو مان ان ڪري چوان ٿو ته تولاءِ سوفسطائي ۽ فلسفي وچ ۾ فرق سمجهڻ ضروري آهي. اهو ئي اُهو فرق آهي، جيڪو هن نصاب جي باقي حصي جو مرڪزي نڪتو آهي. سوفسطائي تشريح ڪرڻ مهل گشا هڻڻ جا ماهر هئا ۽ پنهنجي هر ڪم جو معاوضو وٺندا هئا. اهڙي قسم جا سوفسطائي اڳاٽي زماني ۾ موجود رهيا آهن. منهنجو اشارو انهن سمورن مدرسن ۽ ماڻهن ڏانهن آهي جيڪي لوچيندا ناهن ۽ سمجهندا آهن ته هو سڀ ڪجهه ڄاڻندا آهن، يا جيڪي ٿورو گهڻو ڄاڻندا آهن ان تي ئي مطمئن ٿي ويهي رهندا آهن يا وري اهڙن موضوعن تي ڳالهائيندا آهن، جن جي ڪين ڄاڻ به ناهي هوندي. تون برابر ننڍي ڄمار واري آهين. پر ان عمر ۾ به تنهنجو واسطو اهڙن ڪجهه سوفسطائين سان ضرور پيو هوندو. سوفي، سچو فلسفي بلڪل الڳ مخلوق هوندو آهي.... هو انهن سوفسطائين کان مڪمل طور مختلف هوندو آهي. سقراط به انهن ٿورن ماڻهن مان هڪ هو. هو ڄاڻندو هيو ته هو زندگي ۽ دنيا بابت ڪجهه ناهي ڄاڻيندو ۽ هائي اهم ڳالهه: هن کي پريشاني ان ڳالهه جي هوندي هئي ته هو ٿورڙو ڄاڻي ٿو.

ان ڪري فلسفي اُهو ماڻهو هوندو آهي جيڪو اهو مڃيندو هجي ته اهڙيون شيون اڻ ڳڻيون آهن، جن بابت هو بلڪل ناهي ڄاڻندو ۽ اها ڳالهه کيس پريشان رکندي آهي. ان معنيٰ ۾ به هو پوءِ به انهن سيني ماڻهن کان وڌيڪ ڏاهو هوندو آهي، جيڪي انهن شين بابت به پنهنجو علم هاريندا رهندا آهن، جن جي الف ب جي به ڪين ڄاڻ ناهي هوندي. ان ڪري سقراط چوندو هو ته: ”مون کي رڳو هڪ ڳالهه جي خبر آهي ته مان ڪجهه به ناهيان ڄاڻيندو“.

(سقراط جي) ان بيان کي ياد رکجانءِ ڇو تہ اِهو اُهو اعتراف آهي جيڪو فلسفي بہ گهٽ ڪندا آهن....

توکي شهنشاهہ جي نون ڪپڙن واري ڪهاڻي ياد آهي؟ اصل ۾ شهنشاهہ پيرن کان مٿي تائين اگهاڙو هو، پر سندس راڄ مان ڪنهن بہ ماڻهوءَ ۾ ايتري همت نہ هئي تہ ڪيس اها ڳالهہ منهن تي چئي. اوچتو هڪ ٻار رڙ ڪئي: ”بادشاهہ تہ اگهاڙو آهي!“ اُهو ٻار وڏو بهادر هوندو. سقراط وانگر ڪيس ماڻهن کي ٻڌائڻ وارو حوصلو هو تہ اسان ڪيترو گهٽ ڄاڻندا آهيون. ٻارن ۽ فلسفين ۾ جيڪا هڪجهڙائي آهي، ان جو ذڪر اسان اڳ ۾ ئي ڪري چڪا آهيون.

سچ تہ اِهو آهي تہ انسان ذات وٽ اڻ ڳڻيا سوال آهن جن جو ڪوبہ جواب ناهي. ان ڪري اسان وٽ رڳو ٻہ امڪاني صورتون آهن: يا اسان غلط دعوائون ڪيون تہ جيڪو ڪجهہ ڄاڻڻ جي ضرورت آهي، ان لاءِ چئون تہ اسان ڄاڻون ٿا. پنهنجو پاڻ ۽ دنيا کي ڇريو ڪري سگهون ٿا. يا وري اسان مرڪزي مسئلن بابت هميشہ لاءِ پنهنجون اکيون پوري ڇڏيون ۽ سموري ترقيءَ تان هٿ کڻون. جيڪڏهن ڳالهہ کي ان انداز سان ڏٺو وڃي تہ انسان ٻن طبقن ۾ ورهايل نظر ايندو. جيڪڏهن عام انداز سان ڳالهہ ڪئي وڃي تہ چئي سگهجي تہ ماڻهن کي يا پنهنجي ڳالهہ تي پختو يقين هوندو آهي يا وري اُهي بلڪل بي پرواهہ هوندا آهن. (ٻنهي قسمن جا ماڻهو سيهڙ جي کل اندر ڪٿي هيٺ لڪل هوندا آهن.)

سوفي، اِهو بلڪل ائين آهي جيئن تاس جي پتن کي اهڙي طرح ٻن حصن ۾ ورهائجي جو ڪارا پتا هڪ طرف ۽ ڳاڙها پتا ٻي طرف رکيا وڃن. پر ڪڏهن ڪڏهن ائين بہ ٿيندو آهي تہ ڪو اهڙو پتو بہ نڪري ايندو آهي جيڪو نہ پان جو هوندو آهي نہ ايٽ جو، ڪدو جو هوندو آهي نہ چڙيان جو. ان کي جوڪر چيو ويندو آهي. سقراط ايٿينز جو اهوئي جوڪر هيو. هو نہ ڪا ڳالهہ يقين سان چوندو هو ۽ نہ بي پرواهي سان. هو رڳو ايترو ڄاڻندو هو تہ هو ڪجهہ بہ نہ ٿو ڄاڻي...

چيو ويندو آهي تہ ايٿينز جي هڪ شخص ڊيلفيءَ جي غيبي آواز کان پڇيو هو تہ ايٿينز جو عقل مند ترين ماڻهو ڪهڙو آهي. غيبي آواز وراڻيو هو: ”سمورن ماڻهن ۾ سقراط ذهين ماڻهو آهي.“

جڏهن سقراط تائين اها ڳالھ پهتي ته هن جو چرڪ نڪري ويو. (سوفي، پڪ سان هو ڏاڍو ڪليو ٻه هوندو!) هو سڄو شهر جي ان همراهه وٽ پهتو جنهن بابت سندس ۽ ٻين ماڻهن جي اها راءِ هئي ته هُو ئي سيني ۾ ڏاهو ماڻهو آهي، پر جڏهن اُهو ماڻهو سقراط جي سوالن جا جواب تسلي ڏيندڙ نه ڏئي سگهيو، سقراط کي احساس ٿيو ته غيبي آواز سچ چيو آهي.

سقراط محسوس ڪندو هو ته اسان کي پنهنجي ڄاڻ لاءِ مضبوط بنياد وجهڻ گهرجن. سندس اهو ايمان هو ته اهو بنياد انسان جي عقل ۾ هوندو آهي. انساني عقل تي اِهڙي پختي يقين هجڻ سبب پڪ سان هُو عقليت پسند هيو.

## صحيح سمجھ صحيح عمل ڏانهن وٺي ويندي آهي

جيئن ته مان اڳ ۾ ئي چئي چڪو آهيان ته سقراط جي دعويٰ هئي ته ڪو خدائي آواز هن جي رهنمائي ڪندو رهندو آهي ۽ اهو پڻ ته هن جو اهو ’ضمير‘ کيس ٻڌائيندو رهندو آهي ته صحيح ڇا آهي. ”جيڪو ڄاڻندو آهي ته نيڪي ڇا آهي، اُهو نيڪ ڪم ڪندو.“ هو چوندو رهندو هو.

هن جو ان مان مطلب اهو هيو ته صحيح سمجھ صحيح عمل لاءِ رهنمائي ڪندي رهندي آهي ۽ رڳو اُهو ئي ماڻهو ”پارسا“ چورائي سگهي ٿو جيڪو صحيح ڪم ڪندو آهي. جڏهن اسان غلط ڪم ڪندا آهيون ته ان جو ڪارڻ اهو هوندو آهي ته اسان جي ذهن ۾ ان کان بهتر جو تصور ناهي هوندو. اِهو ئي سبب آهي جو سکڻ وارو عمل لازمي آهي. سقراط غلط ۽ صحيح جي تعريفن جي ڳولا ڪندو رهندو هو. جيڪي آفاقي طرح مڃجي سگهجن. سو فسطائين جي ابتڙ هن جو ايمان هو ته صحيح ۽ غلط وچ ۾ فرق ڪرڻ جي صلاحيت ماڻهن جي عقل ۾ هوندي آهي، معاشري ۾ نه.

سوفي، تون شايد اهو پئي سوچين ته اهو آخري حصو ڪجھ اڻ چٽو آهي. ان ڪري مان اهو هيئن بيان ڪيان ٿو: سقراط جو خيال هو ته جيڪو ماڻهو هڪ شئي کي سٺو ته سمجهندو آهي، پر عمل ان جي ابتڙ ڪندو آهي، اُهو امڪاني طور خوش نه ٿو رهي سگهي. جيڪو ماڻهو ڄاڻندو آهي ته خوشي ڪهڙي نموني حاصل ڪري سگهجي ٿي، هو اُها حاصل ڪري وٺندو. اهڙي ريت جيڪو ڄاڻندو آهي ته صحيح ڇا آهي، اُهو صحيح ڪم ڪندو.

چو ته ڪنهن کي چو ڪٿي ڪٺندي ته اُهو خوش نه رهي؟
سوفي تنهنجو ڪهڙو خيال آهي؟ جيڪڏهن تون لاڳيتو اهڙا ڪم ڪندي رهين جن بابت تون پنهنجي اندر جي گهراين سان ڄاڻندي آهين ته اُهي غلط آهن ته پوءِ ڇا تون خوش رهي سگهندينءَ؟" اهڙا ڪوڙ ماڻهو آهن جيڪي ڪوڙ ڳالهائيندا آهن. دوکا ڏيندا آهن ۽ ٻين جون گلائون ڪندا آهن. ڇا ڪين ڄاڻ آهي ته انهن جون اِهي حرڪتون صحيح ناهن؟- جيڪڏهن تون چاهين ته انصاف جي خلاف به ڇئي سگهين ٿي. تنهنجو خيال آهي ته اهي ماڻهو خوش آهن؟
سقراط جي خيال ۾ ائين ٿي نه ٿو سگهي.

جڏهن سوفي خط پڙهي پورو ڪيو، هن جلديءَ ۾ اُهو بسڪوٽن جي دٻي ۾ بند ڪري ڇڏيو ۽ پاڻ ريڙهيون پائي ٻاهر نڪري آئي. هوءَ ماءُ کان اڳ ۾ گهر پهچڻ پئي چاهي، جيڪا سودو وٺڻ بازار ويل هئي... هن بورچي خاني ۾ پاڻيءَ وارو ٿانو ڀرڻ شروع ڪيو، ڇو ته هن ماءُ سان ٿانوَ ڌوئڻ جو واعدو ڪيو هو. ايتري ۾ سندس ماءُ سامان سوڌو اچي پهتي ۽ سامان رکندي چيائين، "اڄڪله تون پنهنجن خيالن ۾ گم ٿي رهين."
سندس وات مان نڪري ويو، "سقراط جو به اهو حال هو."
"سقراط؟" ماڻس اکيون ڦوٽاري ڏانهس ڏسڻ لڳي.
"ڪيڏي افسوس جهڙي ڳالهه آهي هن کي ان جي نتيجي ۾ موت قبولڻو پيو." سوفيءَ سوچيندي چيو.
"الله، سمجهه ۾ نه ٿو اچي ته ڇا ڪيان!"
"سقراط کي به خبر نه هئي. هو رڳو ايترو ڄاڻندو هو ته هو ڪجهه به نه ٿو ڄاڻي. ان جي باوجود هو ايٿينز جو ڏاهو ماڻهو هو."
سندس ماءُ جي چپن تي ڄڻ تالا لڳي ويا. آخرڪار هن چيو: "سوفي، تو اهو سڀ اسڪول مان سکيو آهي؟"
سوفي ڪنڌ ڌوڻي ناڪار ڪئي.
"اسان اتي ڪجهه به ناهيون سکندا. استادن ۽ فلسفين وچ ۾ فرق اهو آهي ته استاد اهو سمجهندا آهن ته هو سڀ ڪجهه ڄاڻندا آهن ۽ اُهو سڀ ڪجهه اَسان جي دماغَ ۾ ويهارڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. فلسفيءَ جي اها ڪوشش هوندي آهي ته هو شاگردن سان گڏجي معامري جو حل ڳولهي ڪڍيَ."
"اڇن سيهڙن وارو قصو ٻيهر شروع ٿي ويو! تون ڪجهه ڄاڻين ٿي؟ مان ڄاڻڻ چاهيان ٿي ته تنهنجو دوست ڪير آهي. نه ته مان سمجهنديس ته هن جي دماغي حالت صحيح ناهي."

سوفي ٿانوَ ڌوئڻ وارو ڪپڙو لوڏيندي چيو، ”هن جي ذهني حالت خراب ناهي. پر هو ٻين جو ذهن جهنجهوڙڻ پسند ڪندو آهي... جيئن ماڻهوگنل خيالن کان ٻاهر نڪرن.“

”بس بس. لڳي ٿو هو ڪجھ گستاخ به آهي.“

”هو گستاخ آهي به ۽ ناهي به.“ ٿانوَ ڌوئندي سوفي چيو. ”هو رڳو صحيح دانائي تائين پهچڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي. تاس جي اصلي جوڪر ۽ ٻين پتن ۾ اهو ئي ته فرق آهي.“ ”ڇا چيئي، جوڪر؟“

سوفي هاڪار ڪئي، ”ڪڏهن توهان ان حقيقت لاءِ سوچيو آهي ته تاس ۾ پان ۽ ايٽ، ڪدو ۽ چٽيان جا پتا ته ڪوڙ هوندا آهن پر جوڪر رڳو هڪ هوندو آهي.“

”او الله سائين! سوفي هي تون ڪيئن جواب ڏئي رهي آهين؟“

”۽ توهان ڪيئن پڇي رهيون آهيو؟“

ماڻس بازار مان آندل سامان سنڀالي رکيو ۽ اخبار کڻي هيٺين ڪمري ڏانهن هلي وئي. سوفي محسوس ڪيو ته هن دروازو زور سان بند ڪيو.

سوفي ٿانوَ ڌوئي ڪمري ۾ هلي آئي. هن جيڪو ڳاڙهو ريشمي رومال ليگو جي ڳوٹن سان پنهنجي الماڙيءَ جي مٿئين خاني ۾ رکيو هو، اهو ٻاهر ڪڍي ان جو جائزو وٺڻ لڳي. هلدي.....

# ايٿينز

**... ڪندرن مان ڪيئي اوچيون عمارتون اڀرڻ لڳيون...**

ان ڏينهن شام ٿئي اجا ڪي گهڙيون گهڙيون نہ گذريون هيون تہ سوفيءَ جي ماءُ پنهنجي ڪنهن سکيءَ سان ملڻ لاءِ هلي وئي. جيئن ئي گهران ٻاهر نڪتي، سوفي باغ مان ٿيندي پنهنجي ڳجهي ڇر ۾ پهتي. اتي خط سندس اوسيئڙي ۾ هو. هن خط وارو وڏو لفافو کوليو تہ ان ۾ وڊيوڪيسٽ هئي.

هوءَ ڊوڙندي گهر پهتي... هن وي سي آر ۾ ڪيسٽ وڌي. هڪ وڏو شهر ٽي ويءَ جي اسڪرين تي اڀريو. جڏهن ڪيمرا جي اک ايڪروپولس (Acropolis) تي پهتي، سوفي سمجهي وئي تہ اهو شهر پڪ سان ايٿينز آهي. هن اتان جي ڪندرن جون تصويرون اڪثر ڏٺيون هيون.

ٽي ويءَ تي آيل تصويرون ماڳن جون هيون. اسٽوڊيو ۾ ڪون ناهيون ويون هيون. گرمين وارا ڪپڙا پهريل سياح ڪندرن ۾ گهمي رهيا هئا. انهن مان هڪ ڪجھ ائين ٿي نظر آيو ڄڻ هن وٽ نوٽس بورڊ هٿ ۾ هجي. هڪ ڀيرو ٻيهر ان جي تصوير نظر آئي. ڇا هن "هلڊي" ڪونہ چيو هو؟

هڪ ٻن منٽن کان پوءِ وچولي عمر جي ماڻهوءَ جي تصوير ظاهر ٿي. اها تصوير ويجهو کان ورتل هئي جنهن ۾ ان جي شڪل چٽي طرح نظر اچي رهي هئي. ان جو قد ننڍڙو ۽ ڏاڙهي ڪاري هئي. هن جي مٿي تي نيري ٽوپي پاتل هئي. هو ڪيمرا ۾ ڏسي رهيو هو ۽ چئي رهيو هو: "سوفي، مان توکي ايٿينز ۾ ڀليڪار چوان ٿو. جيئن تہ تو اندازو لڳايو هوندو، مان البرٽو ڪنوڪس آهيان. جيڪڏهن نہ تہ مان رڳو ايترو ورجائيندس تہ ڪائنات جي اوچي ٽوپي (ٽاپ هيٽ) مان وڏي ٽوپي ڪي (هيٽ) اڃان تائين ٻاهر ڇڪيو پيو وڃي.

اسان ايڪروپولس تي بيٺا آهيون. ان لفظ جي معنيٰ قلعو يا مضبوط ديوار ـ يا صحيح، 'پهاڙ تي شهر' آهي. هتي ماڻهو پٿر جي دؤر کان رهندا پيا اچن... ايڪروپولس کان هيٺ رومي سمنڊ جي بندرگاهہ جو هڪ

خوبصورت منظر بہ ڏسڻ ۾ ايندو آهي. جڏهن ايڪروپولس، جيڪو پهاڙ تي آهي، جي هيٺان ميداني علائقي ۾ ايٿينز وڌڻ ويجهڻ لڳو تہ ايڪروپولس کي درگاھ ۽ قلعي طور استعمال ڪرڻ شروع ڪيو ويو. پنجين صدي قبل مسيح جي پهرين اڌ ۾ فارس وارن سان خوني لڙائي ٿي ۽ 480 ق م ۾ فارسي بادشاھ اردشير ايٿينز ۾ تباهي آڻي ڇڏي ۽ ايڪروپولس جي مٿين عمارت سازي رک ڪري ڇڏي. هڪ سال کان پوءِ فارس وارن کي شڪست آئي ۽ اتان ئي ايٿينز جي شاندار دؤر جي شروعات ٿي. ايڪروپولس کي ٻيهر اڏيو ويو — هن ڀيري اهو اڳي کان وڌيڪ خوبصورت ۽ پر وقار بڻايو ويو ۽ هاڻي اِهو مڪمل طور 'درگاھ' طور مڃيو ويو.

"اهوئي زمانو هيو، جڏهن سقراط گهٽين ۽ چونڪن تي ماڻهن سان ڳالهيون ڪندو رهندو هو. ان ڪري هن هنن عمارتن جي تعمير ۽ ترقيءَ کي اکين سان ڏٺو هوندو ۽ تعمير لاءِ هي هنڌ ڪيڏو سٺو هو! منهنجي پٺيان تون سڀ کان وڏي عبادتگاھ پارٿينان (parthenon) کي ڏسي سگهين ٿي... اها ايٿينز جي دادلي ديوي اٿينا جي اعزاز ۾ تعمير ڪئي وئي هئي. ان وڏي ۽ ويڪري ۽ مرمر جي پٿر جي ٺهيل عمارت جي ڪابہ ديوار سڌي ناهي... جيتوڻيڪ هي عمارت وڏي ۽ ويڪري آهي، پر ڏسڻ ۾ اها وڏي نظر نہ ٿي اچي... عبادت گاھ ۾ اٿينا جي 12 ميٽر اوچي بت کان سواءِ ٻي ڪابہ شئي نہ هئي. اڇي رنگ جو مرمر وارو پٿر، جنهن تي ان دؤر ۾ شوخ رنگ ڪيا ويندا هئا، سورهن ڪلو ميٽر ڏور هڪ پهاڙي کان آندو ويو هو."

سوفي چپ چپات ڪيو ويٺي هئي. ڇا اهو واقعي فلسفي آهي، جيڪو ڳالهيون ڪري رهيو آهي؟ هن ڪيس اونده ۾ رڳو هڪ ڀيرو بلڪل اڻ چٽو ڏٺو هو. ڇا اهو اُهوئي ماڻهو ٿي سگهي ٿو، جيڪو هينئر ايٿينز جي ايڪروپولس ۾ بيٺو آهي؟

هو عبادت گاھ ۾ ديگھ ۾ هلي رهيو هو ۽ ڪيمرا سندس پيڇو ڪري رهي هئي. هو سڌي جڳھ کان ٿيندو آخري ڇيڙي تائين پهتو ۽ زميني منظر ڏانهن آڱر سان اشارا ڪرڻ لڳو. ڪيمرا هڪ اڳاٽي ٿيٽر وٽ بيهجي وئي، جيڪو ايڪروپولس جي هيٺان هو.

"هتي تون اڳاٽي ديونيسوس (Dionysos) ٿيٽر ڏسي سگهين ٿي." ٽوپي پاتل همراھ ڳالهائڻ جاري رکندي چيو، "هي يورپ جو قديم ترين ٿيٽر آهي. هتي ئي سقراط جي زماني ۾ ايسخائيلوس (Aeschylus) سوفوڪليس (Sophocles) ۽ يوريپيڊس (Euripides) جا عظيم المياتي ناٽڪ اسٽيج تي پيش ڪيا ويندا هئا. مان اڀاڳي بادشاھ اوئيڊيپوس (Oedipus) جو اڳ ۾ ئي اشارن ۾ ذڪر ڪري چڪو آهيان. ان بابت سوفوڪليس جو ناٽڪ هتي ئي ڏيکاريو

ويو هو. هتي رڳو ڏڪارا نہ پر خوشيءَ جا ناٽڪ بہ پيش ڪيا ويندا هئا. خوشيءَ جي ڊرامن جو مشهور ليکڪ ارسٽوفانيس آهي، جنهن ساڙ وچان سقراط خلاف ڪاميڊي لکي هئي، جنهن ۾ ڪيس ايٿينز جو مسخرو بڻائي پيش ڪيو ويو هو. بلڪل پٺيان تون پٿر جي ديوار ڏسي سگهين ٿي. جنهن کي اداڪار بيڪ ڊراپ طور استعمال ڪندا هئا (معنيٰ تاريخي منظر پيش ڪرڻ لاءِ ان تي تصويرون ٺاهيندا هئا.) ان کي سڪيني (Skene) چيو ويندو هو. لفظ سين (Scene) ان مان ئي ورتل آهي. لفظ ٿيٽر بہ هڪ يوناني لفظ مان ورتل آهي جنهن جي معنيٰ 'ڏسڻ' آهي.

سوفي، اسان کي فلسفين ڏانهن ورڻو آهي، اسان گيٽ وي مان پارٿينان جو چڪر هڻي رهيا آهيون ۽ پوءِ هيٺ وڃي رهيا آهيون..."

نيڊي قد واري فلسفي وڏين ۽ ويڪرين عبادت گاهن جو چڪر هنيو ۽ هو ڪجھ ننڍين عبادت گاهن جي پرسان پڻ لنگهيو. ان کان پوءِ هو وچن ٽنيـن مان ٿيندو، اتي ئي وچ مان ڏاڪڻين مان هيٺ لٿو. هو هڪ ننڍي پهاڙيءَ تي چڙهيو ۽ ايٿنز ڏانهن آڱر لوڏڻ لڳو. "جنهن پهاڙيءَ تي اسان بيٺا آهيون ان کي اريوپگس چوندا آهن. هتي قتل جا ڪيس عدالت ۾ هلندا هئا. ڪيترن ئي سون سالن کان پوءِ هتي سينٽ پال پهتو ۽ هتي بيهي ايٿينز وارن سان يسوع بابت تقريرون ڪندو هو. هو ڇا چوندو هو اهو اسان پوءِ ٻڌائينداسين. کابي پاسي ايٿينز جي آڳاٽي چونڪ جون ڀڳل نشانيون ڏسي سگهجن ٿيون. هيفائسٽوس (Hephaestos) .... لوهارن ۽ ڌاتن مان شيون ٺاهيندڙن جو ديوتا.... جي وڏي عبادت گاھ کان سواءِ سنگ مرمر جون ڪجھ سرون بچيون آهن. اچ تہ هيٺ هلئون ٿا...."

ٻي گهڙيءَ ۾ هو آڳاٽن کنڊرن جي وچ ۾ هو. آسمان هيٺان... اسڪرين تي.... ايڪروپولس تي اٿينا جي شاندار ۽ اوچي عبادتگاھ بيٺل هئي. سوفي جو استاد مرمر جي پٿر جي سر تي ويهي رهيو. هو ڪيمرا ڏانهن ڏسي چئي رهيو هو: "اسان ڪلئي آڳنڌ ۾ ويٺا آهيون، انتهائي ڏڪارو ڏيک آهي. تنهنجو ڇا خيال آهي؟ ڪڏهن هتي شاندار عمارتون هيون... سموري اولھ جي تهذيب جو بنياد هن هنڌان، جتي ڪا چرڪائيندڙ ڳالھ نہ هئي، رکيو ويو هو."

"سياست (Politics) ۽ جمهوريت (Democracy)، معيشيت (Economy) ۽ تاريخ (History)، حياتيات (biology) ۽ فزڪس (Physics)، حساب (Mathematics) ۽ منطق (Logic)، دينيات (Theology) ۽ فلسفو (Philosophy)، اخلاقيات (Ethics) ۽ نفسيات (Psychology)، نظريو (Theory) ۽ طريقي ڪار (Method) تصور (idea) سرشتي (System) جهڙا لفظ هن ننڍي آباديءَ جا ڏنل

آهن. جنهن جي روزاني زندگي هن چوڪ جي چوڌاري گهمندي هئي. هن جڳهه تي ئي سقراط روزانو ملندڙ ماڻهن سان ڪچهريون ۽ ڳالهيون ڪندو هو. شايد هو ڪنهن غلام يا ٽانگي واري ماڻهوءَ کان به فلسفي جو سوال پڇي وٺندو هوندو. ڇو ته سقراط موجب غلام وٽ اُهوئي اعليٰ عقل هوندو آهي جيڪو مٿين طبقي جي ماڻهن ۾ هوندو آهي. هن جو ڪنهن جذباتي شهريءَ سان جهيڙو به ٿي پوندو هوندو. يا وري هو پنهنجي شاگرد افلاطون سان هوريان هوريان ڳالهيون ڪندو رهندو هوندو. انهن ڳالهين بابت سوچڻ ڪيڏي وڏي ڳالهه آهي. اسان اڄ به سقراطي يا افلاطوني فلسفي جون ڳالهيون ڪندا آهيون. پر افلاطون يا سقراط ٿيڻ بلڪل مختلف ڳالهه آهي.

فلسفي سنگ مرمر جي سر تي ويٺل هو، هو ان تان اٿيو ۽ هلڪي لهجي ۾ چوڻ لڳو: ”سوفي، منهنجو ارادو هو ته ڳالهه اتي ئي ختم ڪيان. مان توکي ايڪروپولس ۽ اگورا جا کنڊر ڏيکارڻ پئي چاهيا. پر مون کي پڪ نه ٿي ته تون سمجهي وئي هوندينءَ ته ڪنهن زماني ۾ هي ماحول ڪيڏو دل لڀائيندڙ هو.... ان ڪري دل چوي ٿي ته توکي اڃان ڪجهه وڌيڪ ٻڌايان...“

هو گهڻي دير تائين ڪيمرا ڏانهن نهاري چپ ڪري ويٺو رهيو. جڏهن هو اتي ويٺو هو ته اسڪرين تي ڪيئي وڏيون عمارتون به نظر اچڻ لڳيون. ائين پيو لڳي جڻ جادو جي زور تي سڀ عمارتون ٻيهر ظاهر ٿيون آهن. سوفي کي ايڪروپولس به نظر اچي رهيو هو، پر هاڻي اُهو ۽ هيٺ چوڪ واريون سڀ عمارتون، بنهه بلڪل نيون هيون. انهن تي سون جو پاڻي ڏنل هو ۽ اکين کي چڀندڙ شوخ رنگ ٿيل هئا. ماڻهو هيڏانهن هوڏانهن گهمي ڦري رهيا هئا. ڪن وٽ تلوارون هيون ۽ ڪجهه ماڻهن جي مٿن تي ڪپا رکيل هئا....

سوفي پنهنجي فلسفي واري استاد کي سڃاڻي ورتو. هن کي اڃان تائين مٿي تي نيري اوني ٽوپي پهريل هئي. سندس بدن تي اُهي ئي ڪپڙا هئا، جيڪي ٻين کي پاتل هئا. هن ڪيمرا ۾ ڏسندي چيو: ”هي وڌيڪ صحيح آهي! سوفي، اسان هاڻي آڳاٽي دور واري ايٿينز ۾ پهچي ويا آهيون. تون سمجهي وئي هوندينءَ ته منهنجي خواهش هئي ته پاڻ هتي هجون ها. هن وقت اسين سال 402 ق. م ۾ آهيون. مون کي پڪ آهي ته تون اڪيلي ئي هن دور ۾ داخل ٿي سگهي آهين. تون ان جو قدر ڪندينءَ، ڇو جو وڊيو ڪئمرا ڏاڍي مشڪل سان مسواڙ تي هٿ ڪئي آهي...“

سوفي جو مٿو ڦرڻ لڳو. ”ڪيڏو نه مختلف ماڻهو آهي؟ هي 2400 سال پراڻي زماني ۾ ڪيئن پهچي ويو؟ هوءَ بلڪل ئي مختلف زماني جي وڊيو فلم ڪيئن ڏسي سگهي ٿي؟ آڳاٽي زماني ۾ وڊيو ڪٿان هوندو هو؟... ڇا هي ڪا چرندڙ پرندڙ فلم آهي؟“

”پر سنگ مرمر جون سڀ عمارتون حقيقي نظر ٿيون اچن. جيڪڏهن انهن ايٿينز جي چوڪ ۽ ايڪرو پولس کي ڀيهر ناهيو آهي ته ان تي پيسا پاڻيءَ وانگر وهايا ويا هوندا. رڳو سوفي کي تعليم ڏيڻ لاءِ بي حساب پيسا خرچ ٿيا هونداڇا؟“

اوني ٽوپي واري همراهه ڀيهر اک ڪڍي سوفيءَ ڏانهن ڏٺو.

”تون ٿنڀن جي قطار هيٺان انهن ٻن ماڻهن کي ڏسين ٿي؟“

سوفي کي هڪ پيرسن شخص، جنهن کي گهنجيل جبو پاتل هو، نظر آيو. ان کي الجهيل، ڊگهي ۽ بي ترتيب ڏاڙهي هئي. سندس نڪ ننڍو ۽ ايريل هو. سندس اکيون اهڙيون هيون جو ڏسڻ واري ماڻهوءَ جي جسم ۾ سيخ وانگر سوراخ ڪري ڇڏينديون ۽ سندس ڳٽا سڄيل سڄيل ٿي لڳا. سندس ڀڪ ۾ خوبصورت نوجوان بيٺو هو.

”اهي سقراط ۽ سندس نوجوان شاگرد افلاطون آهن. تنهنجي انهن سان ملاقات ٿيندي“

فلسفي ٻنهي وٽ ويو، هن ٻنهنجي ٽوپي لاهي سلام ڪيو ۽ هن کي ڪجھ چيو جيڪو سوفي کي سمجھ ۾ نه آيو. اها پڪ سان يوناني ٻولي هوندي. هن ڪيمرا ڏانهن ڏٺو ۽ چيو: ”مون هن کي چيو آهي ته تون ناروي جي ڇوڪري آهين ۽ هن سان ضرور ملڻ ٿي چاهين. افلاطون توکي سوچ ويچار لاءِ ڪجھ سوال ڏيندو. پر اسان کي تڪڙ ۾ ڪم ڪرڻو پوندو. جيڪڏهن محافظن جي نظر پئجي وئي ته معاملو خراب ٿي ويندو.“

نوجوان افلاطون جيئن ئي ڪئميرا ۾ نظرون ملايون ته سوفيءَ محسوس ڪيو جڻ سندس لوُنڊڙين ۾ رت پرجي آيو هجي.

”سوفي اسان توکي ايٿينز ۾ ڀليڪار چئون ٿا.“ افلاطون ٻاجهاري لهجي ۾ چيو... ”منهنجو نالو افلاطون آهي. مان توکي چار سوال ڏيان ٿو. پهريون سوال اهو آهي ته: هڪ بيڪريءَ وارو پنجاهه بسڪوٽ ڪيئن ناهيندو آهي، جيڪي سڀ هڪ جهڙا هوندا آهن. چڱي طرح سوچي ٻڌاءِ ته هن اهو ڪم ڪيئن ڪيو؟ ٻيو سوال آهي: سڀ گهوڙا هڪ جهڙا ڇو هوندا آهن؟ ٽيون سوال آهي: ڇا انسان ۾ غيرفاني روح ٿيندو آهي؟ ۽ آخري سوال هي آهي: ڇا مرد ۽ عورتون هڪ جيترا عقل مند ۽ سمجهندار هوندا آهن؟ منهنجون نيڪ خواهشون توسان گڏ آهن!“

ان کان پوءِ ٽي ويءَ تان تصوير گم ٿي وئي. سوفي ڪيسٽ کوڙ ڀيرا اڳتي پوئتي ڪئي پر ان ۾ ان کانسواءِ وڌيڪ ٻيو ڪجھ به نه هو جيڪو هوءَ ڏسي چڪي هئي.

سوفي سوچڻ شروع ڪيو، پر جيئن ئي سوچڻ لڳي، اجان هوءَ ڪا ڳالھ

مڪمل طور سوچي پوري نہ پئي ڪري تہ سندس ذهن تي ڪو ٻيو خيال اچي تي ويو.

ڇا هوءَ واقعي سقراط ۽ افلاطون کي ٽي وي اسڪرين تي ڏسي چڪي آهي؟ ناممڪن! پر هن ٽي وي اسڪرين تي جيڪو ڪجهه ڏٺو، اُهو ڪارٽون فلم بہ تہ نہ هئي.

سوفي وي سي آر مان ڪيسٽ ڪڍي پنهنجي ڪمري ۾ ڊوڙندي آئي ۽ هن پنهنجي الماڙيءَ جي مٿين خاني ۾ ليگو ٻوٽن سان گڏ ڪيسٽ بہ رکي ڇڏي. ۽ پوءِ بي اختيار پلنگ تي ڪري پئي. ٿڪل هئڻ سبب ڪيس ننڊ ورائي وئي.

ڪجهه ڪلاڪن بعد سندس ماءُ ڪمري ۾ آئي. هن سوفي کي لوڏيندي پڇيو: ”سوفي ڇا ڳالهہ آهي؟

”امان!“

”تون سڀ ڪپڙا پائي ستي آهين!“

سوفي ننڊ ۾ ئي چيو، ”مان ايٿينز وئي هيس!“ ائين چئي هوءَ ٻيهر سمهي پئي.

# افلاطون

## ... روح جي ملڪ ۾ واپس وڃڻ جي خواهش...

اينڊرز ڏينهن سوفيءَ ڪي سوير سان جاڳ ٿي وئي. هوءَ گهبرائجي وئي. هن گهڙيال ۾ نهاريو پنجن ڪان ڪجھ مٿي وقت ٿيو هو. هوءَ بستري تي ويهي رهي. پنهنجا ڪپڙا ڏسي اچرج ۾ اچي وئي. ڪيس سڀ ڪجھ ياد اچي ويو.

هن الماڙي ۾ ڪيسٽ ڏٺي... اتي واقعي ڪيسٽ موجود هئي. تہ اِهو خواب نہ هو؟ بلڪل نہ، گهٽ ۾ گهٽ سمورو نہ.

پر سقراط ۽ افلاطون سان هن جي حقيقي ملاقات نہ ٿي هوندي... هن ۾ وڌيڪ سوچڻ جي همت بہ نہ بچي هئي...

هاڻي ڪيس ٻيهر ننڊ نہ پئي آئي.... هن جوگنگ وارا جوتا پاتا ۽ خط ڏسڻ لاءِ پنهنجي ڳجهي هنڌ رواني ٿي وئي.

باغ ۾ حيرت انگيز طور تي هرشئي چپ چپات ۾ ۽ صاف نظر ٿي آئي. پکي ايڏو زور سان ٻولي رهيا هئا جو سوفيءَ کان کل نڪري وئي. گاھ تي گهمر هئي... هوءَ دنيا جي عجب رنگ تي حيران هئي. سندس ڳجهي جاءِ تي فلسفي جو خط نہ آيو هو. هوءَ ويهي رهي ۽ ڪيس ياد آيو تہ افلاطون ڪجھ سوال ڏنا هئا. پهريون سوال هيو تہ ڪو بيڪري وارو هڪ جهڙا پنجاھ بسڪوٽ ڪيئن ناهي سگهندو آهي.

سوفي ڪي احتياط سان سوچڻو پيو، جو تہ ڪيس پڪ هئي تہ جواب ايڏو سولو نہ هوندو. جڏهن سندس ماءُ ڪڏهن ڪڏهن بسڪوٽ ناهيندي هئي تہ اُهي سڀ هڪ جهڙا نہ هوندا هئا. پر هوءَ ان جي ماهر بہ تہ نہ هئي. پر هوءَ ڪڏهن ڪڏهن بيڪريءَ تان بہ بسڪوٽ آڻيندي آهي اُهي بہ تہ ڪڏهن هڪ جهڙا نہ هوندا هئا. هر بسڪوٽ ايئن لڳندو هو، جڻ بيڪري واري الڳ سان ان جي ٻي شڪل ناهي آهي.

تڏهن سوفيءَ جي چهري تي مرڪ تري آئي. ڪيس ياد آيو ته هڪ ڀيري جڏهن سندس ماءُ ڪرسمس جا بسڪوٽ ناهي رهي هئي ته هوءَ ۽ هن جو پيءُ خريداري لاءِ بازار ويا هئا. جڏهن اُهي واپس آيا ته رڌڻي ۾ ماڻهن جي شڪل جهڙن بسڪوٽن، جن ۾ ادرڪ به ملايل هئو، جو ڍير لڳل هو. جيتوڻيڪ انهن سڀني ۾ ايڏو عيب نه هو. هڪ لحاظ کان اُهي سڀ هڪ جهڙا هئا. ان جو سبب ڪهڙو هو؟ پڪ پڌري ڳالهه آهي ته ماڻس انهن کي ناهڻ لاءِ هڪ ئي سانچو استعمال ڪيو هو.

هوءَ انهيءَ سوال کي حل ڪري خوش ٿي وئي. معامرو ختم، وڌيڪ ڪجهه ٻڌڻ ۽ چوڻ جي گنجائش ناهي.

.... افلاطون ٻيو سوال پڇيو هو ته گهوڙا هڪ جهڙا ڇو ٿيندا آهن. پر اُهي سڀ هوبهو هڪ جهڙا به ته ناهن ٿيندا! ان جي ابتڙ سوفيءَ جو خيال هو ته جهڙيءَ ريت ٻن انسانن جي شڪل هڪ جهڙي ناهي هوندي، ٻن گهوڙن جي به ناهي هوندي.

هن معامرو اتي ئي ختم ڪرڻ ٿي چاهيو، پر ڪيس ياد آيو ته هن بسڪوٽن بابت ڇا سوچيو هو. انهن ۾ ڪوبه هڪ اهڙو نه هو، جيڪو بلڪل ٻئي جهڙو هجي... پر ان جي باوجود هر ماڻهو ڇنڻي نموني ڏسي ٿي سگهيو ته اُهي هڪ لحاظ کان ”بلڪل هڪ جهڙا“ آهن.

اصل ۾ افلاطون جيڪو ڪجهه پڇي رهيو هو، اُهو شايد هي هيو: گهوڙو هميشه گهوڙو ڇو هوندو آهي، اُهو، مثال طور، گهوڙي ۽ خنزير جو گڏيل نسل ڇو ناهي هوندو؟ ان جو سبب اهو آهي ته ڪجهه گهوڙا رڇ وانگر ڀورا ۽ ڪجهه رڍ وانگر اڇا هوندا آهن. ان هوندي به گهوڙن ۾ ڪاشئي هڪ جهڙي هوندي آهي. مثال طور سوفيءَ اڄ تائين اهڙو گهوڙو نه ڏٺو هو، جنهن جون ڇهه يا اٺ ڄنگهون هجن.

پر افلاطون اهو بلڪل نه سمجهندو هوندو ته سڀ گهوڙا ان ڪري هڪ جهڙا هوندا آهن، ڇو ته اُهي هڪ سانچي مان نڪتل هوندا آهن؟

ان کان پوءِ افلاطون واقعي ڏکيو سوال ڪيو هو ته ڇا انسان ۾ سچ پچ غير فاني روح ٿيندو آهي؟ سوفي سمجهي رهي هئي ته هوءَ ان سوال جو جواب ڏيڻ جهڙي ناهي. ڪيس رڳو ايتري ڄاڻ هئي ته مڙهه يا پوريا ويندا آهن يا ساڙيا ويندا آهن، ائين انهن جو آئيندو ختم ٿي ويندو آهي. جيڪڏهن انسان ۾ غير فاني روح موجود هوندو آهي ته پوءِ اهو ميڄو پوندو ته انسان ٻن مختلف حصن ۾ ورهايل آهي: هڪ ته ان جو جسم جيڪو ڪجهه سالن ۾ گسي ويندو آهي — ٻيو روح جيڪو اهو ناهي ڏسندو ته جسم سان ڇا ٿي رهيو آهي يا ٿي چڪو آهي، بلڪل آزاد هوندو آهي. سندس ڏاڏيءَ ڪيس هڪ ڀيري

ٻڌايو هيو تہ: ”هي منهنجو جسم آهي، جيڪو پوڙهو ٿيو آهي، مان اندر ۾ پاڻ کي نوجوان ڇوڪري سمجهندي رهي آهيان.“

”نوجوان ڇوڪري“ جي تصور هن جو ڌيان آخري سوال ڏانهن ڇڪائي ڇڏيو. ڇا مرد ۽ عورت ٻنهيءَ کي هڪ جهڙو ئي عقل هوندو آهي؟ هن کي ان بابت ڪابہ پڪ نہ هئي. سوال جي جواب جي اصل ڳالھ اها هئي تہ افلاطون جي ”سمجهدار ۽ عقل مند“ مان ڇا مراد آهي.

فَلسفِي سقراط بابت جيڪو ڪجھ ڇيو هو، ان جي هڪ ڳالھ ڪيس ياد اچي وئي. سقراط چيو هو تہ هر ماڻهو فلسفياڻيون سچايون سمجهي سگهي ٿو، شرط اهو آهي تہ اُهو پنهنجو عقل استعمال ڪري. هن اهو بہ چيو تہ غلام ۾ بہ ايترو ئي عقل هوندو آهي، جيترو وڏي طبقي واري مالڪ ۾ هوندو آهي. سوفيءَ کي يقين هيو تہ هن اهو بہ چيو هوندو تہ عورتن کي بہ ساڳيو پورو عقل هوندو آهي، جيڪو مردن کي هوندو آهي.

جڏهن هوءَ اتي ويٺي هئي، ٻوڙن ۾ آواز ٿيو ۽ ٻاڦ واري انجڻ وانگر سهڪڻ ۽ سيٽين وڄڻ جو آواز اچڻ لڳو. ٿوري جهٽ بعد سونهري رنگ وارو ڪتو لفافي سان اتي موجود هيو.

”هرميز!“ سوفي رڙ ڪندي چيو، ”اچل! اچل!“

هرميز لفافو سوفيءَ جي هنج ۾ اڇليو.... ٿوري دير بعد ڪتو، ساڳي طرح واپس هليو ويو. سوفي بہ لفافو هٿ ۾ کڻي، ڪتي پٺيان ٻاهر نڪتي ۽ جهنگ ڏانهن وڃڻ لڳي.

هرميز ڊوڙي رهيو هو ۽ سوفي سندس پيڇو ڪري رهي هئي. ڪتي بہ پيرا پوئتي نهاريو ۽ سوفيءَ ڏانهن ڏسي گرڪيو، پر سوفيءَ تي ڪوبہ اثر نہ ٿيو.

هن ڀيري هوءَ فلسفيءَ جو ڏس پتو معلوم ڪرڻ جو پڪو پهہ ڪري چڪي هئي. چاهي ان لاءِ کيس ايٿينز تائين ڊوڙڻو ڇو نہ پئي.

ڪتو، جيڪو اڳ ۾ ئي تڪو وڃي رهيو هيو، هاڻ ڊوڙڻ لڳو ۽ اوچتو هو هڪ سوڙهي رستي ڏانهن مڙي ويو. پر سوفي بہ ضد جي پڪي هئي، سابہ اوڏانهن وئي، ڪتو اهو ڏسي بيهي رهيو ۽ ڀونڪڻ لڳو. پر سوفي بيهڻ بجاءِ ڏانهس وڌڻ لڳي. ڪتو اِهي ڏسو تيز ڊوڙيو، هاٽي سوفي سمجهي وئي تہ ڪتي کي پهچڻ ممڪن ناهي. هوءَ بيهي رهي ۽ ڪتي کي ڊوڙندو ڏسندي رهجي وئي....

پوءِ هوءَ هڪ وڻ جي لڙھ تي ويهي رهي ۽ خاڪي لفافي مان ٽائيپ ٿيل ڪاڳر ڪڍي پڙهڻ لڳي.

## افلاطون جي اڪيڊمي

سوفي، اسان جيڪي ڪجھ پل گڏ گذاريا، مان ان لاءِ تنھنجو ٿورائتو آھيان. منھنجو مطلب انھن لمحن سان آھي جيڪي پاڻ ايٿينز ۾ گذاريا. گھٽ ۾ گھٽ اھو ته ٿيو ته مون پنھنجو تعارف ڪرائي ڇڏيو. جيئن ته مان افلاطون جي به سڃاڻ ڪرائي چڪو آھيان، ان ڪري اسان وڌيڪ دير ڪرڻ بجاءِ پڙھائي شروع ڪيون ٿا.

جڏھن سقراط زھر جو پيالو پيتو ھو، افلاطون (428 ق م – 347 ق م) جي عمر انٽيھ سال ھئي. ھو ڪجھ وقت سقراط جو شاگرد رھي چڪو ھو ۽ سقراط جي ڪيس جي ڪارروائي تمام گھٽي ويجھو کان ڏٺي ھئائين. ايٿينز پنھنجي شريف شھريءَ کي اھڙي سزا ڏئي سگھي ٿو، تنھن ھن جي ذھن تي گھرو اثر ڇڏيو ھو، ان جي سموري فلسفياڻي محنت کي بلڪل نئين رستي تي آڻي ڇڏيو.

افلاطون جي خيال موجب سقراط ان ڳالھ جو مثال ھو جيڪا ڪنھن سچي ۽ مثالي معاشري ۽ ان معاشري ۾ ھوندي آھي، جيڪو حقيقي ھوندو آھي. فلسفي جي حيثيت ۾ افلاطون پھريون ڪم اھو ڪيو جو ھن سقراط جي ”جوابي دعويٰ“ يا صفائي (Apology) کي ڪتابي صورت ۾ مشھور ڪيو.

بنا شڪ جي توکي ياد ھوندو ته سقراط ڪڏھن به ڪجھ نه لکيو ھو، جڏھن ته ٻيا اھو ڪم ڪندا رھيا ھئا. ڏکيائي اھا آھي جو انھن جي مواد جو به ٿورو حصو بچي سگھيو آھي، پر جيستائين افلاطون جو معامرو آھي، اسان کي پڪ آھي ته ھن جون سڀ وڏيون لکڻيون محفوظ رھيون آھن. (افلاطون، سقراط جي ”جوابي دعويٰ“ کان سواءِ ھڪ خطن جو ڪتاب ۽ لڳ ڀڳ پنجويھ فلسفياڻن مڪالمن جو ڪتاب، به لکيو ھو.) جيڪي اڄ به موجود آھن. ان جو سبب اھو آھي ته افلاطون ايٿينز ٻاھران وڻن جي جھڳٽي ۾ پنھنجي فلسفي جو اسڪول کولي ڇڏيو ھو. ھن ان جو نالو يونان جي ھڪ افسانوي ھيرو اڪاڊيموس (Academus) جي نالي پٺيان رکيو ھو. ان ڪري اھو اسڪول اڪيڊمي جي نالي سان مشھور ٿي ويو. (تڏھن کان ھاڻي تائين سڄي دنيا ۾ ھزارين اڪيڊميون قائم ٿي چڪيون آھن. اڄ به اسان "academus" ۽ "Academic subjects" جي ڳالھ ڪندا رھندا آھيون.

افلاطون جي اڪيڊميءَ ۾ فلسفي، رياضي ۽ جسماني تعليم (gymnastics) جا مضمون پڙهايا ويندا هئا... جوشيلي ۽ تکي ڳالهه ٻولهه ۽ مڪالما افلاطون جي اڪيڊمي جون خصوصيتون هيون. ان ڪري اهو رڳو اتفاق ناهي ته افلاطون جي لکڻين مڪالمن جي شڪل اختيار ڪئي.

## هميشه لاءِ صحيح، هميشه لاءِ سهڻيون ۽ هميشه لاءِ سٺيون

مون هن نصاب جي منڍ ۾ ئي چيو هو ته ڪنهن به خاص فلسفي جو پراجيڪٽ پڇڻ سٺي ڳالهه ٿيندي آهي. ان ڪري هاڻي مان پڇان ٿو: افلاطون جو واسطو ڪهڙن خاص مسئلن سان هو؟

مختصر اهو چئي سگهون ٿا ته افلاطون جو واسطو ان تعلق سان هو، جيڪو هڪ طرف ان شئي جو جيڪا ابدي ۽ تبديل نه ٿيندڙ هوندي آهي ۽ ٻي طرف ان سان جيڪا "وهندي آهي" جي وچ ۾ هوندو آهي. (هي بلڪل اُهو مسئلو آهي، جيڪو سقراط کان اڳ فلسفين سان لاڳاپيل هيو). اسان ڏسي چڪا آهيون ته سوفسطائي ۽ سقراط ڪيئن پنهنجي ڌيان جو رخ فطرت جي فلسفي بابت سوالن کان انسان ۽ معاشري جي مسئلن ڏانهن ڦيري ڇڏيو هو. پوءِ به هڪ مفهوم ۾ سقراط ۽ سوفسطائي به ابدي ۽ تبديل نه ٿيندڙ ۽ "وهندڙ" جي وچ ۾ تعلق واري ڪم ۾ رڌل رهيا. ان مسئلي جو انساني خلاق جي قدرن ۽ معاشري جي آدرشن يا نيڪي جي تصورن سان جيڪو تعلق آهي، انهن کي ان ۾ دلچسپي هئي. مختصر اهو ته سوفسطائين جو خيال هو ته صحيح ڇا آهي يا غلط ڇا آهي، ان جو ادراڪ هر شهري، هر رياست ۽ هر نسل پنهنجي پنهنجي انداز سان ڪندو رهيو آهي ۽ ائين انهن جا تصور هڪ ٻئي کان مختلف هوندا آهن. ان ڪري صحيح ۽ غلط هڪ اهڙي شئي آهي جيڪا "وهندي آهي." سقراط لاءِ اها ڳالهه بلڪل قبولڻ جوڳي نه هئي. هن جو عقيدو هيو ته صحيح ڇا آهي ۽ غلط ڇا آهي، ان لاءِ ابدي ۽ حقيقي ضابطا موجود آهن. پنهنجو عقل استعمال ڪري اسان سڀ انهن تبديل نه ٿيندڙ معيارن تائين پهچي سگهون ٿا، ڇو ته انساني عقل اصل ۾ ابدي ۽ تبديل نه ٿيندڙ آهي.

سوفي سمجهي رهي آهين؟ پوءِ افلاطون منظر تي اچي ٿو.

هن جو تعلق انهن ٻنهي ڳالهين سان آهي ته فطرت ۾ ابدي ۽ تبديل نه ٿيندڙ ڇا آهي. افلاطون جي ويجهو اهي ٻئي مسئلا اصل ۾ هڪ ئي آهن. هن هڪ اهڙي "حقيقت" مٿ ۾ پڪوڙڻ جي ڪوشش ڪئي، جيڪا ابدي ۽ تبديل نه ٿيندڙ آهي.

۽ سچ ڳالهه اها آهي، بلڪل صحيح صحيح اها شئي آهي، جنهن لاءِ اسان کي فلسفين جي ضرورت پوندي آهي. اسان کي ڪنهن حسن جي راڻي جي چونڊ يا ٽماٽر جي اگهن بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ لاءِ انهن جي ضرورت ناهي پوندي. (اهو ئي ڪارڻ آهي جو اُهي ايڏا مشهور ناهن هوندا!) فلسفي وقتي مسئلن کي نظر انداز ڪري ڇڏيندا آهن ۽ اُهي ماڻهن جو ڌيان انهن ڳالهين ڏانهن ڇڪائڻ جي ڪوشش ڪندا آهن، جيڪي هميشه لاءِ "صحيح"، هميشه لاءِ "سهڻيون" ۽ هميشه لاءِ "سٺيون" هونديون آهن.

ائين اسان کي افلاطون جي فلسفياڻي پراجيڪٽ جي خاڪي جي گهٽ ۾ گهٽ جهلڪ نظر اچڻ لڳي آهي. اسان هڪ غير معمولي دماغ کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهيون. اُهو دماغ جنهن کي بعد ۾ يورپ جي فلسفي تي گهرو اثر وجهڻو هو.

## مثالن جي دنيا

ايمپيدوڪليس ۽ ديموڪريتوس ٻنهي ان حقيقت ڏانهن ڌيان ڇڪايو هو ته جيڪڏهن فطرت جي دنيا ۾ هر شئي "وهندي" آهي، پوءِ به ڪانه ڪا شئي ("چارجزون" يا "ايٽم") اهڙيون ضرور هجڻ گهرجن، جيڪي ڪڏهن به تبديل ناهن ٿينديون. افلاطون ان بيان سان سهمت ته هيو... پر بلڪل مختلف طريقي سان.

افلاطون جو ايمان هيو ته هر اُها شئي جنهن کي ڇهي سگهجي ٿو يا جنهنجو ٻئي ڪنهن حواس سان ادراڪ ڪري سگهجي ٿو "وهندي" آهي. ان ڪري اهڙا ڪي مايا(Substance) ناهن، جيڪي حل نه ٿي سگهندا هجن. هر اُها شئي جنهن جو تعلق مادي دنيا سان آهي، اهڙي مواد (material) سان ٺهيل آهي، جنهن جي وقت سان ڳڙ هار ٿيندي رهندي آهي، جيڪا نيٺ مڪمل طور ختم ٿي ويندي آهي. پر هر شئي هڪ اهڙي "سانچي" يا "شڪل" وانگر ٺهيل هوندي آهي جيڪا وقت جي باندي ناهي هوندي. اُها ائين تبديل نه ٿيندڙ ۽ ابدي هوندي آهي. سمجهينءَ؟

نہ توکي سمجھ ۾ نہ آيو.

سوفي، گھوڙا ھڪ جھڙا ڇو ھوندا آھن؟ تون شايد سمجھين ٿي تہ سڀ ھڪ جھڙا ناھن ھوندا. پر سڀني گھوڙن ۾ ڪا ھڪ شئي ھڪ جھڙي ھوندي آھي، ڪا اھڙي شئي جيڪا اسان کي ان قابل بڻائيندي جو اسان انھن کي گھوڙن جي حيثيت ۾ سڃاڻي سگھون. فطري طور ڪوخاص گھوڙو "وھندو" آھي. تي سگھي ٿو. اھو پوڙھو ۽ منڊو ھجي ۽ اھو وقت سان گڏ مري ويندو. پر گھوڙي جي شڪل ابدي ۽ تبديلَ نہ ٿيندڙ ھوندي آھي.

جيڪا شئي ابدي ۽ تبديل نہ ٿيندڙ آھي، افلاطون جي ويچھو اُھا اِھڙي طرح طبعي ۽ "بنيادي مايو" ناھي جھڙي طرح اُھا ايمپيڊوڪليس ۽ ڊيموڪريتوس موجب ھئي. افلاطون سمجھندو ھو تہ اِھڙا ابدي ۽ تبديل نہ ٿيندڙ نظارا يا نمونا (Patterns) موجود آھن جنَ سان سمورين شين جي بناوٽ عمل ۾ ايندي آھي. اھي نمونا پنھنجي نوعيت يا فطرت جي لحاظ کان روحاني ۽ تجريدي آھن.

مان ان جي وضاحت ھيئن ڪيان ٿو: سقراط کان اڳ فلسفين اھو فرض ڪرڻ بنا تہ ھر شئي "وقتي" تبديل ٿيندي رھندي آھي، فطرت ۾ جيڪي تبديليون ٿينديون رھن ٿيون، انھن جا چڱا ڀلا دليل پيش ڪيا ھئا. انھن جو خيال ھو تہ قدرت جو جيڪو ڦيرو (Cycle) ھلندو آھي، ان دوران شيون تہ ٺھنديون ۽ ختم ٿينديون رھنديون آھن، پر انھن شين ۾ ڪجھ اھڙا ابدي ۽ تبديل نہ ٿيندڙ "ننڍڙا عنصر" ھوندا آھن، جيڪي ضايع ناھن ٿيندا. (پر اُھي پنھنجو وجود برقرار رکندا آھن). سوفي ايستائين تہ اھا ڳالھ صحيح ٿي سگھي ٿي، پر انھن وٽ ان ڳالھ جو ڪو خاص دليل نہ ھو تہ ھي "ننڍڙا عنصر" جيڪي ڪنھن زماني ۾ ڪنھن گھوڙي جي بناوٽ ۾ بلڪل ائين استعمال ٿيا ھئا، جيئن ڪنھن گھر جي اڏاوت ۾ سرون استعمال ٿينديون آھن، ڪنھن نموني گھمندا ڦرندا چئن پنجن سالن کان پوءِ اوچتو گڏجي پوندا آھن ۽ بلڪل نئون گھوڙو ناھي ونندا آھن؟ افلاطون جيڪو نُڪتو ڪنيو اُھو اھو ھيو تہ جيڪڏھن ڊيموڪريتوس جا ايٽم اھڙي نموني گڏ ٿيندا آھن ۽ گھوڙا ناھيندا رھندا آھن، تہ پوءِ اُھي "ھاٿي جھڙو مانگر مڇ" (eledile) يا "مانگر مڇ جھڙو ھاٿي" (crocophant) ڇو نہ ٿا ناھين؟ انھي ھڪ شئي ھن جي سموري فلسفياڻي فڪر کي لوڏي ڇڏيو.

جيڪو مان سمجهائڻ جي ڪوشش ڪيان پيو، جيڪڏهن تون اهو سمجهي وئي آهين ته ايندڙ پيرا سولائيءَ سان ڇڏي سگهين ٿي. ٻي صورت ۾ مان وڌيڪ وضاحت ڪيان ٿو. تو وٽ ليگو (Lego) جو دٻو آهي ۽ تون ليگو گهوڙو ناهيندي آهين ۽ وري ان کي ڊاهي ڇڏيندي آهين ۽ ٽڪرن کي ٻيهر دٻي ۾ رکي ڇڏيندي آهين. پر جيڪڏهن هاڻي تون اها توقع ڪرين ته دٻي کي لوڏي لوڏي نئون گهوڙو ناهي وٺندينءِ ته تنهنجي توقع پوري نه ٿيندي. ليگو جون ٽڪرون ڪيئن پنهنجي مرضيءَ سان هڪ ٻئي کي ڳولي سگهن ٿيون ۽ نئين گهوڙي ۾ تبديل ٿي سگهن ٿيون؟ نه، سوفي، توکي نئون گهوڙو پاڻ ناهڻو پوندو ۽ اُهو ڪم جيڪو تون پاڻ ڪري سگهين ٿي، ان جو ڪارڻ اهو آهي ته گهوڙو جنهن نموني نظر ايندو آهي، ان جي تصوير ڇٽي نموني تنهنجي ذهن ۾ موجود آهي. ليگو گهوڙو هڪ اهڙي نموني سان ناهيو ويندو آهي، جيڪو ڪيترائي پيرا به ٺاهيو وڃي، تبديل ناهي ٿيندو.

تو بسڪوٽن واري معامري ۾ ڇا ڪيو هو؟ اسان اهو فرض ڪيون ٿا، تون ڪنهن ٻاهرين فضا مان اچين ٿي ۽ ان کان اڳ تو ڪڏهن به ڪنهن بيڪريءَ واري کي ناهي ڏٺو. تون اتفاق سان اهڙي بيڪريءَ ۾ پهچين ٿي، جتي تنهنجي دل ۾ لالچ پيدا ٿئي ٿي ۽ اتي توکي انساني شڪلين جهڙا پنجاهه بسڪوٽ نظر اچن ٿا، جن ۾ ادرڪ به مليل آهي. منهنجو خيال آهي ته توکي اچرج ٿيو هوندو ته اهي سڀ هڪ جهڙا ڇو آهن ۽ ڪيئن ٿيا. اهو به ٿي سگهي ٿو ته ته انهن مان ڪنهن جي ٻانهن گم هجي ۽ ڪنهن جي مٿي جو حصو ٽٽل هجي... پر پوري ڌيان ۽ فڪر کان پوءِ تون ان نتيجي تي پهچندينءِ ته ادرڪ مليل انساني شڪل وارن انهن بسڪوٽن ۾ هڪ شئي هڪ جهڙي آهي... توکي اندازو ٿي ويندو ته سيئي بسڪٽ هڪ ئي سانچي ۾ ناهيا ويا آهن. ۽ سوفي، ڳالهه اها آهي ته هاڻي توکي ان سانچي کي ڏسڻ جي شديد خواهش ٿئي ٿي. ان جو سبب ڇٽو آهي، انهن ٻي ڍنگ نقلن جي مقابلي ۾ سانچو مڪمل طور بنا عيب ۽ هڪ لحاظ کان خوبصورت هجڻ کپي.

جيڪڏهن تو اهو مسئلو پاڻ حل ڪري ڇڏيو ته ان جو فلسفياڻو حل به ائين ڳوليو ويو هو جيئن افلاطون ڪيو هو.

گهڻن فلسفين وانگر هو به ”ٻاهرين فضا مان ڪريو/ آيو هو.

(هو سيهڙ جي ڪل تي وارن جي آخري چوٽيءَ تي بيٺل هو.) هن کي جهڙي نموني قدرت جا سڀ ڏيک هڪ جهڙا نظر آيا، انهن کي ڏسي هو حيران ٿي ويو. هن اهو نتيجو ڪڍيو ته اهو ٿيئڻو ئي هو. چو ته اسان جي پنهنجي چؤڦير جيڪا شئي نظر ايندي آهي، انهن جي "پنيان" شڪلين جو محدود انگ موجود هوندو آهي. هر گهوڙي، سوئر يا انسان جي پنيان هڪ "مثالي گهوڙو"، "مثالي سوئر" يا "مثالي انسان" هوندو آهي. (بلڪل ائين جيئن بيڪري ۾، جنهن جو ذڪر اسان ڪري چڪا آهيون، انسان جهڙا بسڪٽ، گهوڙي جهڙا بسڪٽ يا سوئر جهڙا بسڪٽ ٿي سگهن ٿا. چو ته هر سٺي بيڪري ۾، جيڪا پنهنجو نالو ڪڍڻ چاهيندي آهي، هڪ کان وڌيڪ سانچا هوندا آهن. پر ادرڪ مليل بسڪٽ جي هر قسم لاءِ هڪ ئي قسم جو سانچو ڪوڙ هوندو آهي.)

افلاطون ان نتيجي تي پهتو ته "مادي دنيا" جي پنيان پڪ سان ڪا حقيقت (reality) هوندي. هو ان حقيقت کي مثالن جي دنيا (World of ideas) چوندو هيو، انهيءَ دنيا ۾ انهن سمورن ڏيکن جا، جيڪي اسان جي فطرت ۾ نظر ايندا آهن، ابدي ۽ تبديل نه ٿيندڙ نمونا موجود آهن. ان غير معمولي نظريئي کي افلاطون جو مثالن وارو نظريو (Tneory of ideas) چيو ويندو آهي.

## صحيح علم

پياري سوفي، مون کي پڪ آهي ته تون منهنجون ڳالهيون سمجهي رهي هوندينءَ...

هو (افلاطون) شايد پنهنجي سموري ڄمار اهڙي طريقي سان لفظي معنيٰ ۾ ان تي يقين ڪونه ڪندو رهيو، پر ان جي ڪجهه مڪالمن مان اهو ظاهر ٿيندو آهي ته هن جو پڪ سان اهو مطلب هو ته هن کي انَ انداز ۾ سمجهيو وڃي. اڄ ته پاڻ ان جي خيالن جي سلسلي کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪيون ٿا.

جيئن ته پاڻ ڇئي چڪا آهيون ته فلسفي ڪنهن اهڙي شئي کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪندو آهي جيڪا ابدي ۽ تبديل نه ٿيڻ جوڳي هوندي آهي. مثال طور جيڪڏهن ڪو ماڻهو صابڻ جي ڪنهن خاص ڦوڪڻي جي موجودگيءَ تي فلسفياڻو مقالو لکي ٿو، ته ان مان ڪوبه مقصد حاصل نه ٿيندو. ان جو ڪارڻ اهو آهي ته ان جي ڦاٽڻ کان اڳ ماڻهوءَ کي ايترو وقت ملندو ئي نه جو هو

ان جي گهرائيءَ جو مطالعو ڪري سگهي. ٻيو سبب اهو آهي ته جيڪڏهن ڪو ماڻهو ڪنهن اهڙي شئي بابت مقالو لکي ٿو، جنهن تي ڪنهن ڪڏهن لکيو به نه هجي ۽ جيڪا رڳو پنج سيڪنڊ ”جيئري“ رهندي آهي، بازار ۾ ان جو خريدار ملڻ ڏکيو آهي.

افلاطون کي يقين هو ته اسان کي پنهنجي چؤگرد جيڪا شئي نظر ايندي آهي يا جنهن کي اسان ڇهي سگهون ٿا، ان کي صابڻ جي ڦوڪڻي سان تشبيهه ڏيئي سگهجي ٿي. ڇو ته حواسن جي دنيا ۾ جيڪي شيون موجود آهن، انهن ۾ هڪ کي به دائمي حيثيت حاصل ناهي. اسان چڱي ريت ڄاڻون ٿا ته هر حيوان يا انسان جلدي يا دير سان مري ويندو ۽ ڳري ويندو. رڳو اهو نه پر سنگ مرمر جي سر به هوريان هوريان تبديل ٿيندي رهندي آهي ۽ آخرڪار ختم ٿي ويندي آهي. (سوفي، ايڪروپولس کنڊرن ۾ تبديل ٿي چڪو آهي! اها ڳالهه آهي ته شرم جوڳي، پرڇا ڪجي ٿيندو ائين ئي آهي.) افلاطون جو نڪتو اهو آهي ته اسان ڪنهن اهڙي شئي جو سچو علم حاصل نٿا ڪري سگهون جيڪا مسلسل تبديل ٿيڻ واري عمل ۾ هوندي آهي. اسان انهن شين بابت، جن جو واسطو حواسن جي دنيا سان آهي يا جيڪي حواسن سان معلوم ڪري سگهجن ٿيون، انهن بابت رڳو راءِ ڏئي سگهون ٿا. اسان رڳو انهن شين بابت اصلي ڄاڻ حاصل ڪري سگهون ٿا جن جي ڄاڻ اسان پنهنجي عقل سان ڪري سگهون ٿا.

سوفي، مان ان جي تشريح اچان ڪجهه وڌيڪ ۽ واضح نموني ڪيان ٿو. بيڪنگ (Baking) جي سمورن مرحلن مان گذارڻ باوجود انسان جهڙو بسڪٽ ايڏو ڦڏو ٿي سگهي ٿو (اهو هڪ طرف سنهو، ٻئي طرف ٿلهو هجي) جو اهو سمجهڻ ڏکيو ٿي ويندو آهي ته ان جي ناهڻ جو مقصد ڪهڙو هو. پر انسان جهڙن ٻارنهن بسڪٽن، جن کي ڪاميابي سان ناهيو ويو هجي، مان پڪ ٿي ويندي آهي ته بسڪٽن جو سانچو ڪهڙو هو. جيتوڻيڪ اهو سانچو منهنجو ڏٺل به ناهي هوندو، مان ان بابت قياس ڪري سگهان ٿو. سانچي کي پنهنجي اکين سان ڏسڻ به شايد ايڏو فائديمند ثابت نه ٿئي، ڇو ته اسان سدائين پنهنجن حواسن جي شاهدي تي اعتبار نه ٿا ڪري سگهون. ڏسڻ جي صلاحيت هر ماڻهوءَ ۾ مختلف ٿيندي آهي. ان جي ابتڙ اسان جو عقل جيڪو ڪجهه ٻڌائي ٿو، ان تي ڀروسو ڪري سگهجي ٿو، ڇو ته اهو

سيني جو هڪ جهڙو هوندو آهي.

جيڪڏهن تون تيهن شاگردن سان ڪلاس ۾ ويٺل آهين ۽ استاد سوال ڪري ٿو ته اندلٺ جو سڀ کان خوبصورت رنگ ڪهڙو آهي، ڪيس ڪوڙ سارا جواب ملندا. پر جيڪڏهن هو چئي ته انن کي ٽن سان ضرب ڪجي ته جواب ڪهڙو ٿيندو. اميد اها آهي... ته سڀ ساڳيوئي جواب ڏيندا. ڇو ته هاڻي دليل ڳالهائي ٿو. منهنجو خيال آهي يا ”مون کي محسوس ٿيندو آهي“ ته عقل يا دليل سوچ ۽ احساس جي بنه متضاد ٿيندو آهي. اسان چئي سگهون ٿا ته عقل ابدي ۽ آفاقي آهي ڇو ته جيڪڏهن صحيح معنيٰ ۾ ڏٺو وڃي ته اهو رڳو ابدي ۽ آفاقي حالتن جو اظهار ڪندو آهي.

افلاطون کي رياضي تمام گهڻي ڏيان جوڳي معلوم ٿي ڇو ته رياضيءَ جون حالتون ڪڏهن به تبديل ناهن ٿينديون. ان ڪري اهي اُهي حالتون آهن جن بابت اسان صحيح علم حاصل ڪري سگهون ٿا. پر هتي هڪ مثال پيش ڪرڻ جي گهرج آهي.

فرض ڪر توکي جهنگ ۾ ڇيڙه جي ڪا روڙي ملي ٿي. شايد تون چوين ته منهنجو ”خيال“ آهي ته اها بلڪل گول نظر اچي ٿي، جڏهن ته جوآننا جو ضد آهي ته اها هڪ طرف ڪجھ چپڪيل آهي (هاڻي توهان پنهنجيءَ جو پاڻ ۾ بحث شروع ٿي ويندو.) پر توکي ڪنهن اهڙي شئي جي، جنهن جو ادراڪ تون پنهنجي اکين سان ڪندي آهين، صحيح ڄاڻ حاصل ٿي نه ٿي سگهي. ان جي ابتڙ تون پوري پڪ سان چئي سگهين ٿي ته دائري ۾ ڪنڊن جو مجموعو ٽي سؤ سٺ درجي جو هوندو آهي. ان سلسلي ۾ تون ڪنهن مثالي دائري جو ذڪر ڪري رهي هوندينءَ جيڪو ممڪن آهي هن طبعي دنيا ۾ موجود نه هجي، پر جنهن کي تون پنهنجي تصور جي اک سان ڏسي سگهندي آهين. (تون رڌڻي ۾ ميز تي رکيل ڪنهن خاص بسڪٽ سان نه پر انسان جهڙن بسڪٽن جي لڪل سانچي بابت سوچي رهي آهين).

اسان جن شين جو ادراڪ پنهنجن حواسن سان ڪندا آهيون انهن جو غلط تصور ئي اسان جي ذهن ۾ اچي سگهي ٿو. پر جن شين کي عقل جي مدد سان سمجهندا آهيون، انهن جي اسان صحيح ڄاڻ/ علم حاصل ڪري سگهندا آهيون.

## فنا نہ ٿيندڙ روح

جيئن تہ مان واضح ڪري چڪو آهيان تہ افلاطون ڪي پڪ هئي تہ حقيقت ٻن حصن ۾ ورهايل آهي.

هڪ حصو حواسن جي دنيا آهي... ان حواسي دنيا ۾ ”هرشئي وهندي آهي“ ۽ ڪابہ شئي مستقل ناهي. عدم ان حواسن جي دنيا ۾ آهي. هتي رڳو اهي شيون ايندیون آهن، جيڪي ڪجھ دير بيهنديون آهن ۽ پوءِ فنا ٿي وينديون آهن.

ٻيو حصو مثالن جي دنيا آهي جنهن بابت اسان عقل استعمال ڪري صحيح ڄاڻ/ علم حاصل ڪري سگھون ٿا. ان مثالن جي دنيا جو ادراڪ حواسن وسيلي نہ ٿو ٿي سگھي پر مثال (يا شڪليون) ابدي ۽ تبديل نہ ٿيندڙ آهن.

افلاطون موجب انسان ٻٽي مخلوق آهي. اسان جو هڪ جسم آهي جيڪو ”وهندو“ آهي، جيڪو حواسن جي دنيا ۾ پيٺل آهي ۽ ساڳيءَ ريت مقدر جي تابع آهي. جهڙي نموني هن دنيا جون سڀ شيون، مثال طور صابڻ جو ڦوڪڻو. پر اسان جو فنا نہ ٿيندڙ هڪ روح بہ هوندو آهي. ۽ اهو روح عقل جو ملڪ آهي. ۽ جيئن تہ روح جو جسم ناهي هوندو، اهو مثالن (يا خيالن) جي دنيا جو جائزو وٺي سگھي ٿو.

افلاطون جو اهو بہ عقيدو هو تہ روح جسم ۾ داخل ٿيڻ کان اڳ بہ موجود هوندو آهي (اهو بسڪٽن جي سمورن سانچن سان الماڙيءَ جي ڪنهن خاني ۾ پيل هوندو) جيئن ئي روح ڪنهن انساني بدن ۾ جاڳندو آهي، اهو سڀ ڪامل مثال وساري چڪو هوندو آهي. پوءِ ڪجھ ٿيڻ لڳندو آهي. سچ پچ تہ ڪو حيرت ۾ وجهندڙ عمل شروع ٿيندو آهي. جڏهن انسان فطرت جي دنيا ۾ مختلف شبيهون اختيار ڪرڻ لڳندو آهي، ڪا ميساريل ياد سندس روح ۾ چرپر ڪندي محسوس ٿيندي آهي. ان کي ڪو گھوڙو نظر ايندو آهي... پر اهو گھوڙو ڪامل ناهي هوندو. (گھوڙي جهڙو بسڪٽ) ان جو نظارو سندس روح ۾ ڪامل ”گھوڙي“ جي ياد تازي ڪرڻ لاءِ ڪوڙ هوندو آهي، اهڙي يادجيڪا روح ڪڏهن مثالن جي دنيا ۾ ڏٺي هئي. ان سان روح جي اندر پنهنجي اصلي ملڪ ڏانهن واپس ورڻ جي تڙپ پاسا ورائڻ لڳندي آهي. افلاطون ان شديد گھرج کي عيروس (eros).... جنهنجو مطلب محبت آهي.... چوندو آهي. تڏهن روح کي پنهنجي اصلي ماخذ ڏانهن

واپس ورڻ جي ”شديد گھرج“ جو تجربو ٿيڻ لڳندو آهي. جڏهن اهڙي صورتحال پيدا ٿيندي آهي، تڏهن جسم ۽ حواسن جي دنيا ۾ گذرڻ جو تجربو اٽپورو ۽ غير اهم معلوم ٿيڻ لڳندو آهي. روح محبت جي پرن تي اڏامي پنهنجي گھر مثالن جي دنيا ڏانهن واپس وڃڻ لاءِ تڙپڻ لڳندو آهي. اهو جسم جي زنجيرن مان آجپو ماڻڻ جي خواهش ڪرڻ لڳندو آهي.

افلاطون مثالي زندگي جو ذڪر ڪري رهيو آهي ڇو ته سڀ انسان ڪنهن به طرح سان پنهنجي روح ڪي ائين آزاد ناهن ڪندا جو اُهو مثالن جي دنيا ڏانهن سفر ڪرڻ شروع ڪري ڏئي. گھڻا ماڻهو حواسن جي دنيا ۾ مثالن جي دنيا جي پاڇن ڪي ڇهتيل هوندا آهن.... جيڪو ڪجھ افلاطون بيان ڪري رهيو آهي اُهو فلسفين جو طريقو آهي. سندس فلسفي ڪي ائين پڙهي سگھجي ٿو ته هي فلسفين جي طريقي وارو بيان آهي.

سوفي جيڪڏهن توکي ڪو پاڇو نظر ايندو آهي ته تون اهو سمجھندينءَ ته ڪٿي نه ڪٿي ڪا شئي آهي، جنهن جو هي پاڇو آهي. توکي ڪنهن جانور جو پاڇو نظراچي ٿو ته توکي خيال ٿيندو ته اهو ڪنهن گھوڙي جو پاڇو ٿي سگھي ٿو. پر تون پڪ سان ڪجھ به نه ٿي چئي سگھين (ته اهو ڪهڙي جانور جو پاڇو آهي.) ان ڪري تون ڦري ڏسين ٿي ته توکي گھوڙو نظر اچي ٿو.... جيڪو پنهنجي پاڇي کان وڌيڪ سهڻو آهي ۽ سندس شڪل پاڇي جي پيٽ ۾ وڌيڪ چٽي آهي. افلاطون جو عقيدو هو ته سڀ فطري نظارا ابدي شڪلين يا مثالن جا رڳو پاڇا آهن. پر گھڻا ماڻهو پاڇن سان زندگي گذارڻ تائين محدود ٿي ويندا آهن. اُهي سوچيندا به ناهن ته پاڇو ڪهڙي شئي جو آهي. اُهي سمجھندا آهن ته پاڇا ئي سڀ ڪجھ آهن. ان ڪري اُهي روح جي فنا نه ٿيڻ بابت ڪو به ڌيان ناهن ڏيندا.

## غار جي اونده کان ٻاهر

افلاطون ان جي تشريح هڪ ڏند ڪٿا جي حوالي سان ڪئي آهي. اسان ان کي ”غار جي ڏند ڪٿا“ چوندا آهيون. مان ان کي پنهنجن لفظن ۾ بيان ڪيان ٿو.

فرض ڪر ته ڪجھ ماڻهو ڌرتيءَ اندر غار ۾ زندگي گذاري رهيا آهن. انهن جي پٺي غار جي منهن ڏانهن آهي. سندن هٿ

پيرِ ائين پـڏل آهن جو اُهي رڳو غار جي پٺين ديوار کي ڏسي سگهن ٿا. سندن پٺيان هڪ اوچي ديوار آهي ۽ ان ديوار پٺيان انسان جهڙي مخلوق گهمي ڦري رهي آهي. ان مخلوق کي ديوار جي مٿان پنهنجن هٿن ۾ مورتيون کنيل آهن. جيئن ته انهن مورتين جي پٺيان باه ٻري رهي آهي، انهن جا لُڏندڙ پاڇا غار جي پٺين ديوار تي پئجي رهيا آهن. غار ۾ موجود ماڻهن کي رڳو پاڇن جي راند نظر اچي رهي آهي، جيئن ته اُهي جمڻ کان وٺي ائين ئي ويٺل آهن ان ڪري اُهي سمجهڻ لڳن ٿا ته اِهي پاڇا ئي سڀ ڪجھ آهن.

هاڻي فرض ڪر ته غار ۾ ويٺلن مان ڪو آزاد ٿي وڃي ٿو. اُهو پهريون سوال پنهنجو پاڻ کان اِهو پڇي ٿو، ته ديوار تي جيڪي پاڇا پون ٿا اُهي ڪٿان ٿا اچن. جڏهن هو پٺي ڦيريندو آهي ۽ ديوار تي اپيون ٿيل مورتيون ڏسندو آهي ته تنهنجي خيال ۾ ڇا ٿيندو آهي؟ پهرين ڳالهه ته سج جي تکي روشنيءَ ۾ سندس اکيون مشڪل سان کُلنديون آهن. مورتين جون شفاف صورتون به، جن جا هن رڳو اجان تائين پاڇا ڏٺا هئا، سندس اکين کي بند ڪرڻ تي مجبور ڪنديون آهن. هاڻي جيڪڏهن هو ديوار ٽپي باه کان ٻاهر نڪرندو آهي ۽ ٻاهر جي دنيا ۾ ايندو آهي ته اکيون اجان وڌيڪ چنجهيون ڪندو آهي. پر جڏهن هو اکيون مهٽيندو آهي ته ڪيس هر شئي ڇٽي نظر اچڻ لڳندي آهي. هو مختلف شين جي سونهن ڏسي حيران ٿي ويندو آهي. هن کي زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو رنگ ۽ چٽيون شيون نظر اينديون. ۽ انهن شين جا نظارا ڪندو آهي جن جا هن غار ۾ بي سرا پاڇا ڏٺا هئا. هاڻي هو پاڻ کان سوال ڪندو ته اِهي جانور ۽ گل ڪٿان آيا آهن. پوءِ کيس آڪاش تي سج نظر ايندو ۽ کيس اندازو ٿي ويندو ته جيئن باه پاڇن کي ڏسڻ ممڪن ڪيو هو اِهڙي ريت هي (سج) جانورن ۽ ٻوٽن کي زندگي ڏيندو آهي.

غار جو رهواسي خوشيءَ ۾ ٻرجي وڃي ٿو، هو جيڪڏهن چاهي ها ته ڪنهن آباد ڳوٺ ڏانهن هليو وڃي ها، پر ان جي ابتڙ هن کي ٻين جو خيال اچي وڃي ٿو، جيڪي سڀ هيٺ غار ۾ آهن. هو اُتي وڃي ٻين کي مجرائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي ته اندر رڳو پاڇا آهن، ”اصل“ شيون ٻاهر آهن. هن کي ان ڳالهه جو يقين نه ٿو اچي. هو غار جي ديوار ڏانهن اشارو ڪن ٿا:

”جيڪو ڪجهه اسان کي نظر اچي رهيو آهي، اُهو ئي سڀ ڪجهه آهي“ جڏهن هو پنهنجي ڳالهه تي پڪو بيٺل هوندو آهي تہ اُهي کيس قتل ڪري ڇڏيندا آهن.

غار جي ڏند ڪٿا جي حوالي سان افلاطون جنهن ڳالهہ جي وضاحت ڪري رهيو آهي، اُهو اڻ ڇٽين شبيهن (images) کان سيني قدرتي نظارن جي پنيان صحيح مثالن (ideas) تائين فلسفي جو پنڌ آهي. هن جي ذهن ۾ شايد سقراط بہ هو، جنهن کي ”غار جي رهواسين“ ان لاءِ ماري ڇڏيو جو هو کين حقيقتون ٻڌائي رهيو هو. غار واري ڏند ڪٿا سقراط جي همٿ ۽ هن جي استاد وارين ذميوارين جي احساس کي چٽو ڪيو آهي.

افلاطون جو نڪتو اِهو هيو تہ غار جي اونده ۽ ٻاهر جي دنيا وچ ۾ جيڪو ڳانڍاپو آهي، اُهو ان تعلق وانگر آهي جيڪو فطرت جي دنيا جي صورتن ۽ مثالن جي دنيا جي وچ ۾ هوندو آهي. ان مان هن جو مطلب اِهو نہ هو تہ فطرت جي دنيا اونداهي ۽ ڏکويل آهي، پر اِهو تہ فطرت جي دنيا مثالن جي دنيا جي چٽائي جي مقابلي ۾ اونداهي ۽ ڌڪاري آهي. اِها رڳو تصوير آهي. (اصل نہ).

## فلسفياڻو ملڪ

غار جي ڏند ڪٿا افلاطون جي مڪالمي ”جمهوريت“ ۾ آهي. ان مڪالمي ۾ افلاطون ”مثالي ملڪ“ (يا رياست) جي يعني ڪنهن خيالي، مثالي يا جنهن کي ٻين لفظن ۾ يوٽوپيائي ملڪ چئبو آهي، جي تصوير پيش ڪئي آهي. مختصر اِهو چئي سگهون ٿا تہ افلاطون هڪ اِهڙي ملڪ/ رياست ۾ يقين رکندو هو، جنهن تي فلسفين جي حڪومت هجي. هو ان جي وضاحت انساني جسم جي حوالي سان ڪري ٿو.

افلاطون موجب انساني جسم ٽن حصن- مٿو، سينو ۽ پيٽ تي ٻڌل آهي. انهن ٽنهي حصن مان هر هڪ لاءِ روح وانگر ڪا صلاحيت هوندي آهي. عقل جو تعلق مٿي سان آهي، ارادي جو سيني سان ۽ ٻک (خواهش) جو پيٽ سان آهي. انهن مان هر روحاني صلاحيت جو ڪو ”آدرش“ بہ هوندو آهي. عقل حڪمت، دانائي، ارادي ۽ همٿ جو جوش پيدا ڪندو آهي. رهي ڳالهہ ٻک (خواهش) جي، ان کي لغام ڏنو وڃي جيئن ڪائڻ پيئڻ (۽ ٻين معامرن) ۾ وچٿرو رهي سگهجي. جڏهن جسم جا ٽيئي حصا

گڏجي ڪم ڪندا آهن، تڏهن مضبوط فرد وجود ۾ ايندو آهي. اسڪول ۾ ٻارن کي پهريون پنهنجي خواهشن تي قابو ڪرڻ سکڻ گهرجي، پوءِ ان کي پاڻ ۾ همٿ پيدا ڪرڻ گهرجي ۽ آخر ۾ عقل حڪمت ۽ دانائي جو رستو وٺڻ گهرجي.

افلاطون هاڻي اهڙي ملڪ جو تصور ڪري ٿو جنهن جي اڏاوت بلڪل انسان جي ٽن عضون واري بناوٽ وانگر هوندي آهي. جنهن ۾ مٿو، سينو ۽ پيٽ هوندا آهن، ملڪ ۾ حڪمران، مددگار ۽ محنت ڪندڙ (مثال طور هاري) هوندا آهن. هتي افلاطون يوناني طب وارو نمونو اختيار ڪري رهيو آهي. جهڙي ريت سگهارو ۽ ”سچو“ انسان وچٿرو هوندو آهي، اهڙي ريت ”سچي“ ملڪ جي خاصيت اها هوندي آهي ته ان ۾ هر شخص کي گڏيل صورتحال ۾ پنهنجي مرتبي ۽ ڪم جي ڄاڻ هوندي آهي.

افلاطون جي هر فلسفي جي هر رخ وانگر سندس سياسي فلسفي جي مک واڪاڻ به عقليت پسندي آهي. سٺي ملڪ/ رياست جي تخليق تڏهن ممڪن آهي، جڏهن ان تي عقل جي حڪومت هجي. جيئن مٿو (دماغ) جسم تي حڪمراني ڪندو آهي، اهڙي ريت معاشري تي حڪمراني فلسفين جي هجڻ گهرجي.

انسان ۽ ملڪ (رياست) جي ٽنهي حصن (عضون) جي وچ ۾ تعلق جي وضاحت سادي نموني ڪري سگهجي ٿي:

| جسم | روح | آدرش | ملڪ |
|---|---|---|---|
| مٿو | عقل | حڪمت | حڪمران |
| سينو | ارادو | همٿ | مددگار |
| پيٽ | بک | وچٿرو | محنت ڪندڙ |

افلاطون جو مثالي ملڪ هندن جي پراڻي ذات پات واري نظام کان مختلف ناهي، جنهن ۾ هر مرد ۽ عورت کي سماج جي مفاد ۾ پنهنجو مخصوص فرض نڀائڻو پوي ٿو. افلاطون کان اڳ ۾ هندن جي ذات پات واري نظام ۾ مدد گار (يا پوڄاري) جنگي جوان (ڪشتري) ۽ محنت ڪندڙ طبقن ۾ اهي ٽن حصن واري ورڇ موجود هئي. شايد هاڻوڪي زماني ۾ اسان افلاطون جي رياست کي هڪ پارٽيءَ جي آمريت چونداسين. ڌيان جوڳي ڳالهه اها آهي ته افلاطون کي پڪ هئي ته عورتون به سٺي نموني حڪومت ڪري سگهن ٿيون جيئن مرد ڪن ٿا. ان جو سبب اهو آهي ته حڪمران

حڪومت جو ڪاروبار پنهنجي عقل سان هلائيندا آهن. هن جي دعويٰ هئي ته ٿورو گهڻ يا وڌ عورتون به انهن ئي صلاحيتن جون مالڪ هونديون آهن، جيڪي مردن ۾ هونديون آهن. شرط اهو آهي ته انهن کي به تعليم ۽ تربيت جا مردن جهڙا موقعا هجن ۽ ڪين گهر سنڀالڻ ۽ ٻارن پالڻ کان آجو ڪيو وڃي. افلاطون جي مثالي رياست ۾ حڪمرانن ۽ فوجين جي خانداني ۽ خانگي زندگين ۽ ملڪيتن جي اجازت ناهي. ٻارن جي تعليم ۽ تربيت ايڏي اهم آهي، جيڪا فردن بجاءِ رياست جي ذميواري آهي. (افلاطون پهريون فلسفي هيو، جنهن سرڪار تي نرسري اسڪولن ۽ وقتي تعليم لاءِ زور ڀريو هو.)

ڪجھ زبردست سياسي لوڏن کان پوءِ افلاطون ”قانون“ لکيو. جنهن ۾ هن ”آئيني رياست“ کي ٻي بهترين رياست قرار ڏنو. هن خانگي ملڪيت ۽ زندگي به بحال ڪئي، جنهن سان عورتن جي آزادي گهٽجي وئي. هن اهو ضرور چيو ته اُها حڪومت جيڪا عورتن جي تعليم ۽ تربيت جو جوڳو انتظام نه ٿي ڪري، ان جي ڪيفيت ان ماڻهوءَ جهڙي هوندي آهي جيڪو رڳو پنهنجي ساڄي ٻانهن کي ورزش ڪرائيندو آهي.

افلاطون جو ان دؤر ۾ عورتن بابت رويو مثبت هيو. پنهنجي مڪالمي ”سمپوزيم“ ۾ هو هڪ عورت داستاني پروهتڻ ڊائيوتيما — جو مثال پيش ڪندو آهي جنهن سقراط کي فيلسوفائي دور انديشيءَ بخشي.

سوفي، اِهو هو افلاطون. ٻه هزار سالن کان وڌيڪ وقت گذري چڪو آهي، پر ان جي حيرت انگيز نظرين تي بحث ۽ ٽيڪا ٽپڻي اڄ به هلندڙ آهي. جنهن ماڻهوءَ سڀ کان پهريون اِهو ڪم ڪيو، اُهو سندس ئي اڪيڊمي جو هڪ شاگرد هو. انَ جو نالو ارسطو هو ۽ اُهو ايٿينز جو ٽيون عظيم فلسفي هيو.

مان وڌيڪ ڪجھ ڪونه چوندس!

افلاطون کي پڙهڻ کان پوءِ ڪيس لڳو ته هوءَ انڌاهي غار مان ٻاهر نڪتي آهي ۽ فطرت کي مختلف انداز سان ڏسي رهي آهي. ان کان اڳ هن ٻاچيا ته ڏنا هئا پر چٽا مثال ڪونه.

هوءَ پڪ سان نه ٿي چئي سگهي ته افلاطون جيڪو ڪجھ ابدي نمونن (Patterns) بابت لکيو آهي، اُهو لفظ به لفظ صحيح آهي. پوءِ به ان جي اها سوچ خوبصورت آهي ته سڀ جاندار شيون مثالن جي دنيا جي ابدي شڪلين جون

غير ڪامل نقل آهن. ڇا اِهو صحيح ناهي ته سڀ گل، وڻ، انسان ۽ حيوان ”غير ڪامل“ آهن؟

سوفيءَ کي پنهنجي چوگرد جيڪو ڪجھ نظر آيو ٿي، اهو يقين ڪرڻ لاءِ ته اِهو سچ ۾ ايترو سونهن وارو آهي جيترو ڏسڻ ۾ ٿـو اچي، ڪيس پنهنجوں اکيون مهتٽيون پيون. پر هوءَ جيڪي شيون ڏسي رهي هئي، انهن ۾ ڪا به دائمي نه هئي. پر پوءِ به سؤ سال رکي، اِهي سڀ ذهن مان گم ٿي وڃن، پوءِ به ڪانه ڪا شئي بچي ويندي جنهن کيَ ”ياد“ اچي سگھندو ته اِهو سڀ ڪجھ ڪيئن ڏسڻ ۾ ايندو هو.

سوفي ٿـڪ ٻـڌي دنيا جو جائزو وٺـي رهي هئي. اوچتو هڪ ڳيلهڙ هڪ وڻ تي ٽـپا ڏيڻ لڳو. هڪ ٻـ چڪر ڏئي اکين کان گم ٿي ويو.

”مان توکي پهريون ڀ ڏٺـو آهي!“ سوفي سوچيو. ڪيس احساس ٿـيو ته هي شايد اُهو ڳيلهڙ نه هجي جيڪو هن پهريون ڏٺـو هو پر ”شڪل“ ته اِها ڏٺـي هئائين. ڇا خبر افلاطون صحيح چوندو هو. ممڪن آهي هُوءَ حقيقت ۾ پنهنجي روح کي انساني جسم ۾ قيد ٿـيڻ کان اڳ ”ابدي“ ڳيلهڙ کي ڏسي چڪي هجي. ڇا اها ڳالھ صحيح ٿـي سگھي ٿـي ته هوءَ پهريون ڀ جيئري هئي؟ ۽ ڇا اها ڳالهَ سچي آهي ته هوءَ پنهنجي اندر هڪ سون جي سرـــ هڪ گوهر جنهن کي وقت سان گڏ ڪٽ ناهي چڙهندي، هڪ روح پاڻ سان گڏ کڻي گھمي رهي آهي جيڪو تڏهن ٻ جيئرو رهندو جڏهن هن جو جسم پوڙهو ٿـي ويندو ۽ هن جهان کان موڪلائي ويندو!

# ميجر جي ڪوٺي

**... آئيني ۾ ڇوڪريءَ ٻئي اکيون ٻڪيون ...**

اجان رڳو سوا ست ٿيا هئا، گهر ڏانهن وڃڻ جي ضرورت نہ هئي. آچر ڏينهن سندس ماءُ کي ڪا خاص ڳڻتي نہ هوندي هئي. ان ڪري هوءَ ٻہ ڪلاڪ اڃا سنل رهندي.

ڇا هن کي جهنگ ۾ اجان وڌيڪ اڳتي وڃي البرتو ڪنوڪس کي ڳولهڻ گهرجي؟ ۽ ڏانهس ائين ڪتو ڏند ڪڏي ڇو گرڪيو هيو؟

سوفي اٿي ۽ ان رستي تي هلڻ لڳي، جنهن تي هرميز ويو هو. سندس هٿ ۾ افلاطون بابت ڪاغذن وارو لفافو هو. جتي ٻہ رستي تان ڪو ٻيو چارو ٿي نڪتو، هوءَ ويڪري چاري تي هلڻ ٿي لڳي.

وڻن ٻوٽن تي پکي لنويا ٿي. اُهي صبح جي شغل ۾ پوري ريت رڌل هئا. انهن کي ڪم وارن ڏينهن ۽ آچر جي ڏينهن وچ ۾ فرق جي ڪا ڄاڻ نہ هئي. انهن کي اِهو سڀ ڪجهہ ڪرڻ ڪنهن سيکاريو هو؟ ڇا هر هڪ جي اندر پنهنجو پنهنجو ڪمپيوٽر لڳل آهي، جيڪو ڪين ڪم ڪرڻ جون هدايتون ڏيندو رهندو آهي.

رستو ڪيس هڪ ننڍڙي پهاڙيءَ تائين وٺي آيو. آڳاٽي وڻن جو ٻيلو ايڏو گهاٽو هيو، جو ڪيس رڳو ٿورو اڳيان واريون شيون نظر ٿي آيون.

اوچتو ڪيس وڻن جي لامن مان ڪا شئي چمڪندي نظر آئي. اِها پڪ سان ڪا ننڍڙي ڍنڍ هوندي. رستو ٻئي طرف ٿي ويو، پر سوفي وڻن جي وچان هلڻ لڳي. ڪيس اها ڪا بہ سڌ نہ هئي تہ هن اِهو رستو ڇو ورتو آهي.

ڍنڍ ڪنهن فوٽ بال جي گرائونڊ کان وڏي نہ هئي.... ان جي ٻي پاسي ڪيس.... وڻن ويجهو هڪ ننڍڙي خالي جڳهہ تي ڳاڙهي رنگ جي ڪوٺڙيءَ وانگر جاءِ نظر آئي، جنهن جي چمني مان دونهين جي سنهڙي لڪير نڪري رهي هئي.

سوفي هيٺ لٿي ۽ ڍنڍ جي ڪناري وٽ پهتي. هر هنڌ گپ ئي گپ هئي. هن کي ٿورو پريرو هڪ ٻيڙي نظر آئي، جيڪا اڌ پاڻيءَ ۾ ۽ اڌ ٻاهر بيٺل هئي. ان ۾ ونجهه به پيل هئو.

سوفي نظرون ڦيري چوگرد نهاريو.... هوءَ ٻيڙيءَ ويجهي پهتي ۽ ان کي پاڻيءَ ۾ ڌڪي ونجهه سنڀاري پرئين ڪناري تي پهتي. .... هن پوئتي نهاري هڪ نظر وڌي ۽ پوءِ ان جاءِ ڏانهن وڌڻ لڳي.

پنهنجي ان دليريءَ تي هوءَ پاڻ حيران هئي. هن ۾ اها همٿ ڪٿان آئي؟ وٽس ڪوبہ جواب نہ هو. ڳالهہ اها هئي جو ڪيس لڳو پئي ڄڻ ڪير هن کي پڙڪائي رهيو آهي.

هن دروازي وٽ پهچي ڊڄندي ڊڄندي کڙڪايو، پر اندران دروازو کولڻ ڪير بہ نہ آيو، تہ هن دروازي جو هٿيو ڦيريو ۽ دروازو کلي ويو.

”هلو،“ هن رڙ ڪئي، ”ڪير آهي؟“

هوءَ اندر هلي آئي. هن کي پنهنجي ڪمري جو دربند ڪرڻ جي همٿ نہ ٿي.

ڏسڻ ۾ لڳي رهيو هو تہ هت ڪو رهندڙ آهي. سوفي کي پراڻي چلهي ۾ ڪاٺين جي سڙڻ جو آواز آيو. پڪ سان ڪو ماڻهو هاڻي هاڻي هتان ٻاهر ويو هوندو.

ڪاڏي واري وڏي ميز تي ٽائيپ رائٽر، ڪجهہ ڪتاب، ٻہ پينسلون ۽ ڪاغذن جو ٿهو پيل هو. هڪ دريءَ جي ويجهو جيڪا ڍنڍ واري پاسي کلندڙ هئي، ننڍي ميز ۽ ٻہ ڪرسيون رکيل هيون. ان کان سواءِ ڪمري ۾ ٻيو فرنيچر نہ هو. ها، هڪ سموري ديوار سان ڪٻٽ ٺهيل هئا، جيڪي ڪتابن سان ڀريا پيا هئا. اڇن دروازن واري الماڙي مٿان هڪ وڏو آئينو ٽنگيل هو، جنهن جو فريم پتل جو هو ۽ تمام گهڻو وزني ۽ پراڻو لڳي رهيو هو.

هڪ ديوار تي ٻہ تصويرون لڳل هيون. هڪ روغني تصوير ڪنهن سفيد رنگ واري جاءِ جي هئي جيڪا ڪنهن نار ڪان، جنهن جي ڪناري مٿان ٻيڙيون رکڻ جي عمارت هئي، ٿوو پري ٺهيل هئي. ان جاءِ ۽ ٻيڙين واري عمارت جي وچ ۾ باغ ۾ هو، جنهن ۾ هڪ صوفن جو وڻ، ڪجهہ گهاٽا ٻوٽا ۽ ڪجهہ پهاڙيون هيون. باغ جي چئني ڪندن ۾ وڏا وڏا وڻ هئا. تصوير جو عنوان ”بجارڪلي“ (Bjerkely) هو.

ان تصوير جي ڀرسان ڪنهن همراهہ جو پورٽريٽ هو. اُهو دريءَ جي ويجهو ويٺل هو ۽ هن پنهنجي گوڏن تي ڪتاب رکيو هو. ان تصوير ۾ بہ ننڍڙي ... هئي جنهن جي پٺيان بہ وڻ ۽ پهاڙ هئا. اِها تصوير ائين نظر پئي آئي، ڄڻ اِها ڪيئي سؤ سال اڳ ٺاهي وئي هجي. ان تصوير جوعنوان

"بارڪلي" "Berkely" هيو. مصور جو نالو سمائي برٽ هو.

بجارڪلي ۽ بارڪلي، ڪيڏي عجيب ڳالهه آهي!

سوفي جاچ جاري رکي. ڪمري ۾ ٻئي رڌڻي جو دروازو هو. اتي ڪنهن هاڻي هاڻي ٿانو ڌوتا هئا.... فرش تي ٽين جو پيالو پيل هو، جنهن ۾ مانيءَ جا بچيل ڀور پيل هئا. جيڪو به هتي رهندو هو، ان وٽ پالتو ڪتو يا ٻلي هو.

سوفي واپس ان ڪمري ۾ آئي ۽ آئيني آڏو بيهي رهي. هڪ ٻيو دروازو سوڙهي سمهڻ واري ڪمري جو هو. پلنگ جي پرينءَ پر فرش تي ٻه ڪمبل پيل هئا. سوفيءَ کي ڪمبلن مٿان ڪجهه سونهري وار پيل مليا. ته اهو آهي ثبوت! هاڻي سوفيءَ کي پتو پئجي ويو ته ان جاءِ جا رهاڪو البرٽوڪنوڪس ۽ هرميز آهن.

سوفي ٻيهر ان ڪمري ڏانهن موٽي آئي ۽ آرسيءَ آڏو بيني، شيشي ۾ لڪيرون پيل هيون جنهن ڪري ڪيس پنهنجو عڪس ڌنڌلو نظر ٿي آيو. جيئن هوءَ پنهنجي ڪمري ۾ ڪندي هئي، هن آئيني آڏو ويچارا ڪڍڻ شروع ڪيا. هوءَ پنهنجي شڪل بگاڙڻ لڳي. زبان ٻاهر ڪڍڻ لڳي. سندس عڪس به هن وانگر نقل ڪرڻ لڳو.

اوچتو سائنس هڪ ڊيڄاريندڙ واقعو ٿي ويو. رڳو هڪ ڀيرو.... ۽ اُهو به اک ڇنڀ ۾... سوفيءَ ڏٺو ته آئيني ۾ نظر ايندڙ ڇوڪريءَ ٻئي اکيون هٽندي ڏانهس ڏٺو. سوفي ڊچ وچان پوئتي هٽي وئي. جيڪڏهن هن پاڻ اک هڻئي هجي ها. ته اُها ٻي ڇوڪري اکيون هٽندي ڪيئن ڏسي سگهي ها؟ رڳو اهو نه. ڪيس ائين لڳو ڄڻ اُها ڇوڪري ڪيس اکيون هٽي چوڻ چاهيندي هجي: "سوفي مان توکي ڏسي سگهان ٿي. مان هتي آهيان. هن طرف."

سوفيءَ کي لڳو ته سندس دل جو دهڪو وڌي ويو آهي. ڪيس ڪنهن ڪتي جي ڀونڪڻ جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. هرميز! ڪيس تڪڙ ۾ نڪرڻ گهرجي. اوچتو ڪيس آئيني ۾ پنيان الماڙيءَ تي رکيل هڪ پرس نظر آيو. هن اُهو کولي ڏٺو. پرس ۾ هڪ سؤ ڪرائون جو نوٽ، هڪ پنجاهه جو ۽ هڪ شناختي ڪارڊ پيل هو، جيڪو اسڪول جو هو. تصوير هيٺان ڇوڪريءَ جو نالو هلڊي مولر ڪنيگ لکيل هو.

سوفيءَ کي ڏڪڻي ٿيڻ لڳي. ڪيس ٻيهر ڪتي جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. ڪيس تڪڙو نڪرڻ گهرجي!

جڏهن هوءَ تڙ تڪڙ ۾ ميز جي ڀرسان پهتي ته اتي ڪيس هڪ اڇو لفافو نظر آيو، جنهن تي هڪ لفظ "سوفي" لکيل هو. ان کان اڳ جو هوءَ ڪجهه سمجهي، هن لفافو کنيو، افلاطون واري لفافي ۾ وجهي ڇڏيو ۽ تيزيءَ سان ٻاهر نڪتي ۽ دروازي کي زور سان بند ڪيائين.

ڪتي جو آواز ويجهو اچي رهيو هو. ڏکي ڳالهه اها هئي ته ٻيڙي لڙهي پري ٿي وئي هئي. ان جو سبب اِهو هو ته هن ان کي وڻ سان نه لڳايو هو. هن کي هاڻي ڪتي جو آواز ويجهو ۽ ٻوڙن جي لڏڻ جو آواز به اچڻ لڳو.

سوفي هن ٻيڙي لڪڻ لاءِ ان جاءِ پنيان هڪ جهڳٽي ۾ لڪي وئي. ٿوري دير کان پوءِ هن کي ڏٻڻ واري ڌرتيءَ تي هلڻو پيو، هوءَ گوڏن تائين گپجي وئي. هوءَ زور ماري ٻاهر رستي تائين پهتي. ڇا اِهو اُهوئي رستو آهي، جنهن تي هوءَ آئي هئي؟ هن جا ڪپڙا نپوڙيندي اکين مان لڙڪ وهڻ لڳا.

فلسفي جو استاد هاڻي ڊنو ويجهو پهچي ويو هوندو. ان کي گهر پهچڻ لاءِ ٻيڙيءَ جي ضرورت ٿي هوندي. سوفيءَ کي لڳي رهيو هو ته هوءَ ڏوهارڻ آهي. هن جيڪو ڪجهه ڪيو هو، اُهو سڀ ڪونه ڪيو هئائين.

لفافو! اِهو معامرو ته ان کان وڌيڪ خراب هو. هن اِهو اتان ڇو کنيو آهي؟ رکو انَ ڪري جو لفافي تي سندس نالو لکيل آهي ۽ اَن حساب سان اِهو هن جو آهي. ان جي باوجود هوءَ پنهنجو پاڻ کي چور محسوس ڪري رهي هئي.

سوفي لفافي مان پنو ٽڪر ڪڍيو. جنهن تي لکيل هو:

**پهريون ڪير وجود ۾ آيو - جوزو يا مثالي جوزو؟**
**ڇا اسان فطري مثالن (ideas) سان گڏ پيدا ٿيندا آهيون؟**
**ٻوٽن، حيوان ۽ انسان ۾ ڪهڙو فرق آهي؟**
**برسات ڇو ٿيندي آهي؟**
**سٺي زندگي گهارڻ لاءِ ڇا کپي؟**

سوفي ان مهل ان حالت ۾ نه هئي جو هوءَ انهن سوالن بابت سوچي. ان باوجود هن کي اِهو سمجهه ۾ آيو ٿي ته انهن سوالن جو تعلق ايندڙ فلسفي سان آهي. ان جو نالو ارسطو ته ناهي؟

جهنگ ۾ ايڏو پند ڊوڙڻ کان پوءِ جڏهن هن کي پنهنجي ڳجهي جاءِ جو جهڳٽو نظر آيو ته هن جي ڪيفيت ان ماڻهوءَ جهڙي هئي، جيڪو جهاز ٻڏڻ کان پوءِ ترندي ڪناري رسندو آهي. ٻئي پاسي کان ڪيس اِهو جهڳٽو بي سرو ٿي نظر آيو.

جيستائين هوءَ رڙهندي پنهنجي ڳجهي جاءِ اندر نه پهتي، هن واچ ۾ نهاريو به نه هو. هن ڏٺو ته صبح جا سادا ڏهه ٿيا آهن. هن وڏو لفافو دٻي ۾ ٻين خطن سان گڏ رکي ڇڏيو ۽ نئون ڪاغذ پنهنجي پينٽ جي ڪيسي ۾ وڌو.

جڏهن هوءَ گهر پهتي ته ماڻس فون تي ڳالهائي رهي هئي. جيئن ئي هن

جي نظر سوفيءَ تي پئي، هن تڪڙ ۾ رسيور ڪريڊل تي رکي ڇڏيو.

”تون ڪيڏانهن وئي هئينءِ“

”مان... مان... ٿورو جهنگ گهمڻ وئي هئس،“ هن هٻڪندي چيو.

”منهنجو به اهو خيال هو.“

سوفي چپ ڪيو بيٺي رهي ۽ سندس ڪپڙا وهندا رهيا.

”مون جوآننا کي فون ڪيو...“

”جوآننا؟“

هن جي ماءُ ڪجھ سڪل ڪپڙا ڪٽي آئي. سوفيءَ ڏاڍي ڏکيائي سان فلسفي وارو پنو لڪايو ۽ بعد ۾ هوءَ ماءُ سان گڏ رڌڻي ۾ هلي آئي. ماڻس چاڪليٽ جو گرم شربت ٺاهي ڏنس.

”تون ان ڏانهن وئي هئينءَ؟“ هن ٿوري دير کان پوءِ پڇيو.

”ان ڏانهن؟“ سوفيءَ جي ذهن ۾ رڳو فلسفي استاد آيو.

”ها، ان ڏانهن. اُهو .... تنهنجو سيهڙ!“

سوفيءَ ڪنڌ سان نه ڪئي.

”سوفي جڏهن توهان پاڻ ۾ ملندا آهيو ته ڇا ڪندا آهيو؟ ۽ هي تنهنجا ڪپڙا آلا ڇو آهن؟“

”سوفي ڳنڀيرتاسان ميز ڏانهن گهوري رهي هئي. پر هوءَ دل جي گهرائين ۾ کلي رهي هئي. ويچاري امان! هاڻي هن کي نئين ڳڻتي ورائي وئي هوندي.

هن هڪ ڀيرو ٻيهر انڪار ۾ ڪنڌ لوڏيو. هن تي وري ٻين سوالن جي برسات شروع ٿي وئي.

”مان حقيقت معلوم ڪرڻ چاهيان ٿي. تون سڄي رات ٻاهر رهي آهين؟ تون ڪپڙا مٿائڻ بنا ڇو ستي هئينءَ؟ جڏهن مان ستل هئس ته تون اتڪل سان ٻاهر نڪري وئي هئينءَ؟ سوفي تون اڃان چوڏهن ورهين جي آهين. مان توکان پڇي سگهان ٿي ته تون ڪنهن ڪنهن سان ملاقاتون ڪري رهي آهين؟“

سوفي ڪجھ دير روئڻ لڳي. پوءِ هن جي به زبان هلي پئي ۽ ڳالهائڻ لڳي. هوءَ اڃان تائين ڊنل هئي ۽ جڏهن ماڻهو دٻ ۾ ورتل هوندو آهي ته اُهو عام طور ڳالهيون ئي ڪندو آهي.

هن ٻڌايو ته هن جي سوير سان اک کلي وئي ۽ هوءَ جهنگ گهمڻ هلي وئي. هن ماءُ کي ان جاءِ ٻيڙي ۽ پراسرار آرسيءَ بابت ٻڌايو. پر هن خطن وسيلي نصاب بابت هڪ لفظ به نه ٻڌايو ۽ نه ئي ان سائي رنگ جي پرس بابت ٻڌايو...

سوفيءَ جي ماءُ هن کي وڏو ڀاڪر پاتو. سوفي سمجهي وئي ته ماڻس هن جي ڳالهين تي اعتبار ڪري ورتو آهي.

"منهنجو ڪو به بواءِ فرينڊ ناهي." سوفيءَ چيو، "مون ته ائين ئي چٺي چڏيو هو، ڇو ته توهان کي سيهڙ بابت ڳڻتيءَ ٿي هئي."

"تون سچي پچي ايڏو ڏور ميجر جي جاءِ ڏانهن وئي هئينءَ...." سندس ماءُ سوچيندي چيو.

"ميجرجي جاءِ؟" هوءَ حيراني وچان ماءُ ڏانهن گهورڻ لڳي.

"جهنگ جي اها جاءِ ميجر جي جاءِ يا ڪونڙي سڏبي آهي ڇو ته ڪجهه سال اڳ اتي هڪ ميجر رهندو هو. منهنجو خيال آهي ته هو ڪجهه عجيب ۽ جنوني قسم جو ماڻهو هو.... جڏهن کان هو ويو آهي، اُها جاءِ خالي پئي آهي."

"پر اُها خالي ناهي! اتي ڪو فلسفي رهندو آهي."

"بس بس هاڻي چپ به ڪر طوطي مينا وانگر سوال جواب ڇڏ."

سوفي پنهنجي ڪمري ۾ هلي وئي ۽ جيڪو ڪجهه ٿيو هو، ان بابت سوچڻ لڳي. سندس مٿو سرڪس وانگر ٿي ويو. جنهن ۾ مسخرا، هاٿي، جانور، شينهن ۽ ڪرتبي رڙيون ڪندا هجن... هن جي ذهن ۾ هڪ تصوير، لڏندڙ ٻيڙي... ۽ سڀ ماجرا ڦرندي رهي. هن جي ذهن ۾ گڏوگڏ هڪ ماڻهوءَ جو تصور به اچي رهيو هو، جنهن کي گهر پهچڻ لاءِ ٻيڙي جي گهرج هئي.

هن کي پڪ هئي ته فلسفي جو استاد ڪيس ڪو به نقصان پهچائڻ نه ٿو چاهي ۽ جڏهن هن کي پتو پيو ته هوءَ ئي سندس ٻيڙي ۾ وئي هئي ته هو ڪيس معاف ڪري ڇڏيندو. ان کي سوفي کي فلسفي جي تعليم ڏيڻ جو اِهو معاوضو مليو آهي. هوءَ ان جي تلافي ڪيئن ڪري سگهي ٿي؟

سوفيءَ گلابي ڪاڳر ڪڍيو ۽ ان تي لکڻ لڳي:

مانوارا فلسفي صاحب، آچر ڏينهن صبح جو توهان جي جاءِ تي مان ئي آئي هيس. مون کي توهان سان ملاقات ڪرڻ ۽ ڪجهه فلسفي جي مسئلن بابت ضروري ڳالهه ٻولهه ڪرڻ جو انتهائي گهڻو شوق هيو. في الحال مان افلاطون جي چاهيندڙ آهيان. هن جيڪو ٻي دنيا ۾ مثالن يا نمونن (Patterns) جي موجودگيءَ جو ذڪر ڪيو آهي، مان ڪجهه يقين سان نه ٿي چئي سگهان ته هن جيڪو ڪجهه چيو آهي صحيح چيو آهي. اِهو درست آهي هي (شيون) اسان جي روحن ۾ موجود آهن پر منهنجو خيال آهي ته — گهٽ ۾ گهٽ في الحال — ته هي مختلف شئي آهي. مون کي اِهو به ميٺو پئي ٿو ته مون کي پوري ريت پڪ نه ٿي ٿئي ته روح فنا نه

ٺيندڙ ٿي سگهي ٿو. ذاتي طور مون کي پنهنجي گڏريل زندگي بابت ڪا به ڳالھ ياد ناهي. جيڪڏهن توهان مون کي يقين ڏياري سگهو ته منهنجي مرحوم ڏاڏيءَ جو روح مثالن جي دنيا ۾ شانتيءَ سان آهي ته مان توهان جي ٿورائتي رهنديس.

اصل ۾ منهنجو هن خط (جڏهن مان ان کي گلابي لفافي ۾ وجهنديس، ان سان گڏ منهنجي هي سڀ فلسفياڻو ذريعو... ان سان گڏ منهن به رکي ڇڏينديس) لکڻ جو مقصد ڪو فلسفياڻو سبب ناهي. مان چوڻ رڳو اهو ٿي چاهيان ته مون جيڪا توهان جي نافرماني ڪئي آهي ته ان تي ڏاڍي شرمسار آهيان. مون ڀرپور جتن ڪيا هئا ته ٻيڙيءَ کي وڻ وٽ آڻيان، پر اهو ڪم منهنجي سگھ کان وڌيڪ هو. اهو به ٿي سگهي ٿو ته ڪا وڏي لهر آئي هجي، جيڪا ٻيڙيءَ کي گهلي وئي هجي.

مون کي پڪ آهي ته توهان پير آلا ڪرڻ بنا گهر پهچي ويا هوندا. جيڪڏهن ائين نه ٿي سگهيو آهي ته توهان جي اطمينان لاءِ مان ٻڌايان ٿي ته مون سان به ڏاڍي جٺ ٿي هئي.

مون توهان جي گهر ۾ ڪنهن به شئي کي ڪونه ڇهيو هو. پوءِ به لڄ وچان اهو عرض ڪندي هلان ته ميز تي جيڪو لفافو پيو هو مان اهو کڻڻ کان پاڻ کي روڪي نه سگهيس. ڇو ته ان تي منهنجو نالو لکيل هو..... جيڪو ڪجھ ٿيو، مان ان تي شرمندگي محسوس ڪيان پئي. واعدو ٿي ڪيان ته اڳتي توهان کي ڪڏهن به مايوس ڪونه ڪنديس.

ٻيو ته، مان سمورن سوالن تي پورو ڌيان ڏينديس ۽ اهو ڪم هاڻي کان ئي شروع ڪيان ٿي.

۽ ٻيو ته، وڏي الماڙي جي مٿان جيڪو پتل جو آئينو لڳل آهي، اهو عام آهي يا جادو ئي آئينو؟ اهو ان ڪري پڇان پئي جو مون پنهنجي عڪس کي ڪڏهن به ٻئي اکيون هڻندي ناهي ڏٺو.

خلوص سان دلچسپي وٺڻ واري شاگرداڻي طرفان سلام قبول پون.

سوفي

سوفيءَ خط لفافي ۾ وجهڻ کان اڳ ٻه ڀيرا پڙهيو. هن کي محسوس ٿيو ته هي خط اڳين خط کان گهڻ رسمي آهي، جيڪو هن پهريون ڀيرو فلسفيءَ ڏانهن موڪليو هو... هن ان ڪاغذ تي به نظر وڌي جنهن تي سوال لکيل هئا.

”پهريون ڪير وجود ۾ آيو ـــ ڇوزو يا مثالي ڇوزو؟“

اِهو سوال ايڏو ئي ڏکيو هو جيترو چوزي يا آني وارو پراڻو ڳجهه. آني کان سواءِ چوزو پيدا نہ ٿو ٿي سگهي ۽ ڪڪڙ نہ هجي تہ آنو ڪٿان ايندو. پهريائين هن دنيا جو چوزو وجود ۾ آيو يا مثالي دنيا جو. ڇا هيءُ سوال بہ ايڏو ئي ڏکيو آهي؟ سوفي سمجهي وئي تہ افلاطون جو مطلب ڇا هيو. هن جو مطلب اهو هو تہ چوزن جو هن حواسن واري دنيا ۾ وجود ۾ اچڻ کان گهڻو اڳ ”مثاليَ“ چوزو موجود هو. افلاطون موجب روح بدن ۾ رهڻ کان اڳ ”مثالي“ چوزو ڏسي چڪو هو. پرڇا اها ڳالهہ ناهي جنهن ۾، سوفي جي خيال موجب، افلاطون ٿاپو کاڌو هو؟ جنهن ماڻهو جيئري ڪڏهن بہ پهريائين چوزي جي تصوير بہ نہ ڏٺي هجي، ان جي ذهن ۾ چوزي جو ”تصور“ يا ”مثال“ ڪيئن اچي سگهي ٿو؟ ان سان هن جو ڌيان اڳين سوال ڏانهن ڇڪجي ويو:

”ڇا اسان اندروني خيالن (ideas) سان گڏ پيدا ٿيندا آهيون؟“

”بلڪل اعتبار نہ ٿو ڪري سگهجي —“ سوفيءَ سوچيو. سندس تصور ۾ اِها ڳالهہ نہ ٿي آئي تہ نئون ڄاول ٻار ايڏو خيالن سان ڀرپور ڄمي سگهي ٿو. پڪ سان نہ ٿو چئي سگهجي پوءِ بہ اها ان حقيقت آهي تہ ٻار ٻڌڻ جي صلاحيت کان محروم پيدا ٿيندو آهي، پر ان جو اهو مطلب ناهي هوندو تہ ان جي ذهن ۾ خيال هوندو ئي ناهي. پر اها ڳالهہ بہ يقيني آهي تہ شين بابت ڪجهہ ڄاڻڻ کان اڳ ۾ اسان کي پهريائين انهن کي دنيا ۾ ڏسڻو پوندو آهي.

”ٻوٽن، حيوانن ۽ انسانن ۾ ڪهڙو فرق آهي؟“ سوفيءَ کي ترت ئي ٽِنا اختلاف نظر اچڻ لڳا.

مثال طور هوءَ سوچي بہ نہ پئي سگهي تہ ٻوٽن جي بہ ڪا گهري جذباتي زندگي ٿي سگهي ٿي. ڪنهن ڪڏهن اهڙي گل بابت ٻڌو آهي جنهنجي دل ٽٽي چڪي هجي؟ ٻوٽو پيدا ٿيندو آهي. خوراڪ حاصل ڪندو آهي. وڌندو ويجهندو آهي. ٻج ڪندو آهي جيئن پنهنجو نسل برقرار رکي سگهي. ٻوٽن بابت ماڻهو اهو تہ چائي سگهي ٿو. سوفي ان نتيجي تي پهتي هر اُها شئي جيڪا ٻوٽن تي استعمال ٿيندي آهي، سا جانورن ۽ انسانن تي بہ ٿيندي آهي. پر جانورن ۾ ٻيون وصفون بہ هونديون آهن. مثال طور اُهي چرپر ڪري سگهندا آهن. (ڇا ڪنهن گلاب جي گل کي ڊوڙ ۾ حصو وٺندي ڏٺو آهي؟) جانورن ۽ انسانن وچ ۾ فرق ظاهر ڪرڻ ٿورو ڏکيو آهي. انسان سوچي سگهي ٿو پر ڪير چئي ٿو تہ جانور ناهن سوچيندا؟ سوفيءَ کي پڪ هئي تہ سندس ٻلي شيري ڪان سوچي سگهندي آهي. پر سوال اِهو آهي تہ ڇا هوءَ فلسفياٽي مسئلن بابت سوچي سگهندي آهي؟ ڇا ٻلي جانورن، انسانن ۽ ٻوٽن ۾ فرق بابت اندازا ڪري سگهي ٿي. شايد نہ! ٻلي خوش يا ناخوش تہ ٿي سگهي ٿي پر ڇا ڪڏهن هن پنهنجو پاڻ کان پڇيو آهي تہ خدا موجود آهي

يا نہ هن جي اندر فنا نہ ٿيندڙ روح آهي؟ سوفيءَ جي خيال ۾ اهو مسئلو انتهائي شڪ ڀريو آهي. پر هتي بہ اهو ئي سوال پيدا ٿيندو آهي جيڪو نئين چاول ٻار ۽ فطري مثالن ۽ تصورن جي سلسلي ۾ ٿيو هو. ڪنهن ٻليءَ سان اهڙن سوالن جي ڳالهہ ٻولهہ ڪرڻ ايڏو ئي ڏکيو آهي، جيئن نئين چاول ٻار سان.

”برسات ڇو ٿيندي آهي؟“ سوفي پنهنجا ڪلها اپا ڪيا. شايد برسات ان ڪري ٿيندي آهي ڇو تہ سمنڊ جو پاڻي ٻاڦ بڻجي اڏامندو آهي ۽ ڪڪر گهاٽا ٿي برسات جي صورت اختيار ڪندا آهن. ڇا هن ٽئين درجي ۾ اهو سڀ ڪجهہ ڪونہ پڙهيو هو؟ اهو بہ چئي سگهجي ٿو تہ برسات ان ڪري ٿيندي آهي جيئن ٻوٽن ۽ جانورن جي واڌ ويجهہ ٿي سگهي. پر ڇا اهو جواب واقعي صحيح آهي؟ برسات جو جيڪو ڦڙو پوندو آهي، ڇا ان جو واقعي ڪو ڪارج هوندو آهي؟

آخري سوال جو مقصد سان ڪو پڪو تعلق هيو ”سٺي زندگي گذارڻ لاءِ ڇا گهرجي؟“

فلسفي نصاب جي منڍ ۾ ان بابت ڪجهہ لکيو هو. هر ماڻهوءَ کي خوراڪ، گرمي، محبت ۽ ڌيان جي ضرورت هوندي آهي. اهي بنيادي ضرورتون سٺي زندگيءَ لاءِ انتهائي ضروري آهن. پوءِ فلسفي اَن امر ڏانهن ڌيان ڇڪايو هو تہ ڪجهہ فلسفياڻا سوال سامهون ايندا رهندا آهن ۽ ماڻهن کي انهن جا جواب ڳولهڻ جي ضرورت ٿيندي آهي. شايد اها ڳالهہ بہ انتهائي اهم آهي تہ ماڻهوءَ کي روزي ڪمائڻ لاءِ پنهنجي پسند جو ڪم هجي، مثال طور جيڪڏهن توهان کي ٽرئفڪ کان نفرت آهي ۽ ڏنئو توهان ٽيڪسي ڊرائيور جو شروع ڪيو، تہ پوءِ توهان سرها ڪيئن ٿا رهي سگهو.... سوفيءَ کي جانورن سان پيار هو، هوءَ جانورن جي بيمارين جي ڊاڪٽر ٿيڻ پئي چاهي، بهرحال ان جو اهو خيال بلڪل نہ هو تہ سٺي زندگي گذارڻ لاءِ ماڻهوءَ کي لاٽريءَ وسيلي لکن جو انعام ضرور کٽڻ گهرجي.

شايد صحيح ڳالهہ ان جي بلڪل ابتڙ آهي. هڪ چوڻي آهي تہ: بيڪار هٿن لاءِ شيطان ڪم ڳولهي وٺندو آهي.

سوفيءَ کي ماءُ لذيذ ڪاڌي لاءِ پڪل مختلف طعام کائڻ لاءِ هيٺ گهرايو.

ٻئي مختلف قسمن جي موضوعن تي ڳالهائينديون رهيون. سوفي جي ماءُ ڄاڻڻ پئي گهريو تہ هوءَ پنهنجي پندرهين سالگرهہ ڪهڙي نموني ملهائيندي. ان ۾ رڳو ڪجهہ هفتائي رهيل هئا.

سوفيءَ ڪلها لوڏيا.

# ارسطو

**... هڪ نندڙو تنظيم ناهيندڙ جنهن اسان جي تصورن کي چٽو ڪرڻ چاهيو...**

ماٽس شام جي سوپي لاءِ سمهي مس تہ سوفي پنهنجي ڳجهي جاءِ تي هلي آئي. هن لفافي سان منّي شئي رکي ڇڏي هئي ۽ لفافي مٿان ”البرتو لاءِ“ لکي ڇڏيو هئائين.

ڪوبہ نئون خط ڪونہ آيو هو. ٿورن ئي لمحن بعد سوفيءَ کي ڪتي جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو... ڪتي اچڻ شرط خاڪي لفافو اڇليو.... سوفي ڪتي کي پيار ڪرڻ ڪان پوءِ گلابي لفافو سندس وات ۾ وجهي ڇڏيو. ۽ ڪتو ڊوڙندو هليو ويو.

سوفيءَ ڊڄندي ڊڄندي وڏو لفافو کوليو. هن جاڻڻ ٿي چاهيو تہ ان ۾ جاءِ ۽ ٻيڙيءَ جو ذڪر تہ ناهي.

لفافي ۾ معمول موجب ڪلپ ٿيل ڪاغذن جو ٽائيپ ٿيل ٿهو هيو، پر انهن سان گڏ هڪ الڳ ڪاغذ بہ هو، جنهن تي لکيل هو:

> پياري جاسوس: اهو معامرو پوليس حوالي ٿي چڪو آهي. اصل ۾ اهڙي ڪا ڳالهہ ناهي. نہ، مان توسان بلڪل ڪاوڙيل ناهيان. جڏهن فلسفي جي ڳجهن جا جواب ڳولڻ جو مسئلو ٿيندو، جيڪڏهن تون ان لاءِ بہ ايڏي تجسس جو مظاهرو ڪيو تہ مان چوندس تہ تنهنجي مهم ڏاڍي اميد ڀريل هئي. بس ننڍڙي پريشانيءَ جي ڳالهہ اها آهي تہ هاڻي مون کي اتان لڏڻو پوندو... ان ۾ منهنجو ڏوهہ آهي چو تہ تون اها ڇوڪري آهين جيڪا ڳالهہ جي تهہ تائين پهچڻ چاهين ٿي.
>
> چڱو گڏ
>
> البرتو

سوفيءَ سک جو ساهه کنيو تہ فلسفي هن کان ڪاوڙيل نہ هو. پر هو لڏڻ
چو ٿـو چاهي ؟
هن ڪاغذ کنيا ۽ پنهنجي ڪمري ۾ آئي... بستري تي سمهي هوءَ
ارسطوءَ بابت پڙهڻ لڳي.

## فلسفي ۽ سائنسدان

پيياري سوفي، توکي شايد افلاطون جي مثالن واري نظرئي تي
حيراني ٿـي هوندي. پر ان معامري ۾ تون اڪيلي ناهين! مون کي
خبر ناهي تہ تو سڀ ڳالهيون اکيون بوٽـي مڃي ورتيون آهن، يا
توکي ڪجھ اعتراض آهن. جيڪڏهن توکي واقعي اعتراض آهي
تہ اها ڪا نئين يا الڳ ڳالھ ناهي. پڪ سمجھ تہ ارسطوءَ (384 ق
م۔ 322 ق م) به، جيڪو 20 سال افلاطون جي اڪيڊميءَ ۾
شاگرد رهيو، بلڪل اهڙا ئي اعتراض ڪيا هئا.

ايٿينز ارسطوءَ جو آبائي شهر نہ هو. هو مقدونيہ ۾ ڄائو هو.
هن جڏهن اڪيڊميءَ ۾ داخلا ورتي تہ افلاطون 61 سالن جي ڄمار
۾ داخل ٿـي چڪو هو. ارسطو جو پيءُ طبيب هو ۽ ائين هو
سائنسدان هيو. ارسطو جو اهو پس منظر اسان کي ان جي سائنسي
پراجيڪٽ بابت معلومات ڏئي ٿـو. هن کي جنهن شئي ۾ وڏيڪ
دلچسپي هئي، اُهو فطرت جو مطالعو هو. هو نہ رڳو يونان جو آخري
عظيم سائنسدان هو، پر يورپ جو پهريون عظيم بائيولاجي جو ماهر
هو.

اسان چئي سگهون ٿا تہ افلاطون پنهنجي ابدي شڪلين يہ
"مثالن" ۾ ايڏو رڌل هيو جو فطرت ۾ جيڪي تبديليون ٿينديون
رهن ٿيون هن انهن تي ڪو خاص ڌيان ڪونہ ڏنو. ان جي ابتڙ
ارسطوءَ جو سمورو ڌيان انهن تبديلين تي هو، جن کي اڄڪلھ اسان
فطرت جا Processes چوندا آهيون.

جڏهن وڌيڪ مبالغو ڪجي تہ اسان اهو چئي سگهون ٿا تہ
افلاطون حواسن جي دنيا کي پٺـي ڏئي ڇڏي ۽ اسان کي پنهنجي
چوگرد جيڪو نظر ٿـو اچي، ان کان بہ اکيون ڦيري ڇڏيون هئائين.
(هو غار مان ٻـجڻ ۽ مثالن جي ابدي دنيا ۾ جهاتيون پائڻ پيو
چاهي.) ارسطو ان جي ابتڙ رويو اختيار ڪيو. هو هٿـن ۽ پيرن تي
جهڪي ويو ۽ ڏيڏرن ۽ مڇين، گلن بوٽـن جو مطالعو ڪرڻ لڳو.

افلاطون پنهنجي عقل کي استعمال ڪيو هو پر ارسطو پنهنجي حواسن کان ب ڪم ورتو.

اسان کي ٻنهي ۾ فيصلائتا اختلاف نظر اچن ٿا ۽ اهي اختلاف سندن لکڻين ۾ چٽيءَ طرح ظاهر آهن. افلاطون شاعراڻي مزاج ۽ ڏندڪٿائن جو عاشق هو. ارسطوءَ جي لکڻي انسائيڪلوپيڊيا وانگر خشڪ ۽ اڻچٽي هئي. پوءِ ب هن جيڪو ڪجھ لکيو اُهو مطالعي جو نچوڙ ۽ نئين ڄاڻ تي ٻڌل هو.

ارسطوءَ مفروضن تي ٻڌل جيڪي ڪتاب لکيا انهن جو تعداد سٺر ٻڌايو وڃي ٿو. انهن مان سنيتاليھ محفوظ رهيا. اهي مڪمل ڪتاب ناهن، گهڻي ڀاڱي ليڪچر نوٽس تي ٻڌل آهن. ان زماني ۾ فلسفو زباني هلندو هو.

يورپي ڪلچر ۾ ارسطوءَ کي جيڪو مقام آهي ان جو سبب (اهو ڪو معمولي سبب ناهي) اهو آهي جو هن جيڪي اصطلاح ٺاهيا سائنسدان اڄ ب اُهي استعمال ڪندا آهن. هو عظيم تنظيم ڪار هو، هن مختلف علمن (Sciences) جو بنياد وڌو ۽ انهن جي ورڇ ڪيائين/ درجي بندي ڪيائين.

جيئن ت ارسطوءَ هر علم بابت لکڻيون ڇڏيون آهن، مان انهن مان رڳو انهن جو ذڪر ڪري سگهندس.جيڪي سڀ کان وڌيڪ اهم آهن جيئن ت مان توکي افلاطون بابت ايترو گهڻو ٻڌائي چڪو آهيان، توکي منهن ۾ ئي خبر پوڻ گهرجي ت ارسطوءَ ڪيئن افلاطون جي مثالن واري نظريي کي رد ڪيو هوندو.... ارسطو پاڻ کان اڳ وارن فلسفين جي فلسفي کي مختصر نموني پڻ پيش ڪيو هو. ۽ منطق جي مضمون جو بطور سائنس بنياد رکيو. تنهن کان پوءِ مان توکي ماڻهوءَ ۽ سماج بابت ارسطوءَ جي راءِ ب ٻڌائيندس.

## پيدائشي خيالن جو رد

پنهنجن اڳين فلسفين جيان افلاطون سمورين تبديلين جي وچ ۾ ابدي ۽ اڻ ڏٺل تبديلي (شئي) ڳولهڻ پئي چاهي. ان ڪري هن کي ڪامل ۽ بي عيب وارا مثال (Ideas) مليا جيڪي حواسن واري دنيا کان مٿي هئا. وڌيڪ اهو ت افلاطون جي دعويٰ هئي ت مثال (ideas) فطرت جي سمورن ڏيکن کان وڌيڪ حقيقي آهن. پهريائين ”مثالي“ گهوڙو آيو. ان کان پوءِ حواسن جي دنيا جا

سڀ گهوڙا ڪنهن غار جي پاڇن وانگر دڙڪي ڪندا ظاهر ٿيا. مثالي چوزو/ چوزا ۽ آنا پنهنجي ڪان اڳ ۾ وجود ۾ آيا.

ارسطوءَ جو خيال هو ته افلاطون شئي اونڌي ڪري ڇڏي آهي. هو استاد جي انهن ڳالهين سان سهمت هيو ته خاص گهوڙو ”وهندو“ آهي ۽ ڪو به گهوڙو سدائين جيئرو ناهي رهندو ۽ گهوڙي جي اصل شڪل ابدي ۽ تبديلي اڻ ڏنل آهي. پر ”مثالي“ گهوڙو رڳو تصور آهي جيڪو اسان انسانن گهوڙن جي خاص تعداد ڏسڻ کان پوءِ گهڙي ڇڏيو آهي. ان ڪري ”مثالي“ يا ”شڪلي“ گهوڙي جو ڪو به پنهنجو وجود ناهي. ارسطو جو خيال هو ته ”مثالي“ يا ”شڪلي“ گهوڙو گهوڙن جون خاصيتون ڏسڻ کان پوءِ بڻايو ويو آهي. اهي خصوصيتون اُهي آهن، جن کي اڄڪله اسان گهوڙي جهڙو قسم/ گهوڙي جهڙي جنس چوندا آهيون.

صحيح بيان هيئن ٿيندو ته ”شڪلي“ گهوڙي مان ارسطوءَ جو مطلب اهو شئي آهي جيڪا سڀني گهوڙن ۾ هڪ جهڙي هوندي آهي. ۽ هتي انسان جهڙن ٻسڪڻن جي سانچن جو اشارو پنهنجي اهميت وڃائي ويهي ٿو. جو ته ڪيڏا به ٻسڪٽ ڇو نه ٺاهيا وڃن، سانچي جو پنهنجو الڳ وجود رهندو آهي. اُهو ان لاءِ ٻسڪيٽن جو محتاج ناهي رهندو. ارسطوءَ جو اهڙي قسم جي سانچن يا ٻسڪٽن تي اعتقاد نه هيو جيڪي فطرت جي دنيا کان الڳ پنهنجي پنهنجي خاني ۾ پيا هجن. ان جي ابتڙ ارسطوءَ جو خيال هو ته شڪليون شين جي اندر هونديون ڇو ته اُهي انهن شين جي پنهنجي پنهنجي خصوصيتن جو ڏيک هونديون آهن.

ان ڪري ارسطو افلاطون جي ان ڳالهه سان سهمت نه هو ته چوزي کان پهريون ”مثالي“ چوزو وجود ۾ آيو هو. ارسطو جنهن کي ”شڪلي چوزو“ چئي ٿو اُهو بنا ڪنهن حڪم جي هر چوزي يا ڪڪڙ ۾ موجود هوندو آهي ڇو ته هر چوزي يا ڪڪڙ جون پنهنجون خصوصيتون هونديون آهن. مثال هر ڪڪڙ آنا لاهيندي آهي، ان ڪري اصلي چوزو ۽ ”شڪلي“ چوزو هڪ ٻئي لاءِ ائين ضروري آهن، جيئن جسم ۽ روح.

ارسطو افلاطون جي مثالن واري نظريئي تي جيڪا ٽيڪا ٽپڻي ڪئي آهي، ان جو اهو ئي بنيادي ۽ مرڪزي نڪتو آهي. پر توکي ان حقيقت کي به نظر انداز نه ڪرڻ گهرجي ته اهو فڪر

۾ ڊرامائي موڙ آهي. افلاطون جي نظريئي ۾ حقيقت جو اوچو درجو اهو آهي جنهن کي اسان پنهنجي عقل جي مدد سان سوچيندا آهيون. ان جي ابتڙ ارسطو چئي نموني سمجهندو هو ته حقيقت جو اوچو درجو اهو آهي جنهن جو ادراڪ اسان پنهنجي حواسن جي مدد سان ڪندا آهيون. افلاطون جو خيال هو ته فطرت جي دنيا ۾ اسان کي جيڪي شيون نظر اچن ٿيون، اُهي انهن شين جو پاڇو آهن جيڪي مثال جي دنيا جي وڏي ۾ وڏي حقيقت ۾..... ۽ ائين انساني روح ۾.... موجود آهن. ارسطو جي سوچ ان جي ابتڙ هئي : هن جو چوڻ هو ته انساني روح ۾ موجود شيون فطري شين جو رڳو پاڇو هونديون آهن. ان ڪري فطرت جي دنيا ئي اصل دنيا آهي. ارسطو جي خيال موجب افلاطون دنيا جي ان تصوير کان دوکو کائي ويو هو جنهن کي صنميات پيش ڪندا هئا. جو ته ان ۾ انساني تخيل کي حقيقي دنيا سان وچڙايو ويندو آهي.

ارسطو جو چوڻ هو ته جنهن شئي جو تجربو پهريون حواسن کي ناهي هوندو، اُها شعور ۾ موجود ٿي نه ٿي سگهي. ان جي ابتڙ افلاطون جي دعويٰ هئي ته فطرت جي دنيا ۾ ڪا به اهڙي شئي موجود ٿي نه ٿي سگهي، جيڪا پهريائين مثالن جي دنيا ۾ موجود نه هجي. ارسطو جو خيال هو ته ائين افلاطون ”شين جو انگ ٻيڻو ڪري رهيو“ آهي. هو گهوڙي جي تشريح ”مثالي“ گهوڙي جي حوالي سان ڪندو هو. پر سوفي اها ڪهڙي قسم جي تشريح آهي؟ ڇا ائين ٿي نه ٿو سگهي ته ڪو ٿيون گهوڙو به موجود هجي، جنهن جو ”مثالي“ گهوڙو رڳو نقل هجي؟

ارسطو جو نظريو هو ته اسان جي شعور ۾ جيڪو خيال ۽ فڪر ايندو آهي، اُهو رڳو انهن شين جي وسيلي سان ايندو آهي جن کي اسان ٻڌندا يا ڏسندا آهيون. پر اسان جي عقل ۾ پيدائشي سگهه به هوندي آهي. اسان ۾ پيدائشي خيال ته ناهن هوندا جيئن افلاطون سمجهندو هو. پر اسان ۾ اينتري پيدائشي صلاحيت ضرور هوندي آهي جو اسان سڀني حواسن جي تاثرن کي مختلف درجن ۾ ورهائي سگهندا آهيون. ”پٿر“، ”ٻوٽا“، ”حيوان“ ۽ ”انسان“ جهڙا تصور اسان جي ذهن ۾ اهڙي نموني ايندا آهن...

ارسطو کي ان ڳالهه کان انڪار ڪونه هو ته انسان ۾ پيدائشي عقل هوندو آهي. هن جو ايمان هو ته اهو عقل ئي ته آهي جيڪو انسان جي وڏي ۾ وڏي وصف آهي. پر جيستائين اسان کي حواسن

سان ڪنهن شئي جو ادراڪ نہ ٿو ٿئي، اسان جو عقل پوريءَ ريت خالي رهي ٿو. ان ڪري انسان جا ڪي بہ پيدائشي ”خيال“ يا ”مثال“ ناهن هوندا.

## ڪنهن شئي جي بناوٽ ان جون مخصوص وصفون هونديون آهن

افلاطون جي ”اڻ وٽندڙ“ مثالن واري نظرين بابت فرض پورو ڪرڻ کان پوءِ ارسطوءَ فيصلو ڪيو تہ حقيقت مختلف ۽ الڳ الڳ شين تي ٻڌل هوندي آهي جيڪي جوڙجڪ (Form) ۽ مادي (Substance) جي وحدت ڪي ناهينديون آهن. ”مايو“ اُها شئي آهي جنهن مان شيون ٺهنديون آهن، جڏهن تہ ”جوڙجڪ/ بناوٽ“ هر شئي جون مخصوص وصفون هونديون آهن.

سوفي تنهنجي آڏو ڪا ڪڪڙ ڦڙڪي رهي آهي. ڪڪڙ جو اهو ڦڙڪڻ ئي ان جي بناوٽ آهي... ۽ اهو پڻ تہ اها ڪڙڪڙ ڪندي آهي ۽ آنا لاهيندي آهي. ان ڪري ڪڪڙ جي جوڙجڪ مان اسان جو مطلب ان جي قسم جي مخصوص وصف هوندو آهي.... يا ٻين لفظن ۾ اها ڪندي ڇا آهي. جڏهن ڪڪڙ مري ويندي آهي... ۽ ڪڙڪڙ بند ڪندي آهي... ان جي ”بناوٽ يا هيئت“ گم ٿي ويندي آهي. جيڪا شئي رهجي ويندي آهي، اُهو رڳوان جو ”مايو“ هوندو آهي. (آهي نہ ڏکاري ڳالهہ سوفي) پر ان کي ڪڪڙ نہ ٿو چئي سگهجي.

جيئن تہ مان پهريائين چئي چڪو آهيان تہ ارسطو گھڻو ڌيان فطرت جي تبديلين تي ڏيندو هو. ”مادي“ ۾ ڪانہ ڪا مخصوص ”بناوٽ“ اختيار ڪرڻ جا امڪان سدائين موجود هوندا آهن. اسان چئي سگهون ٿا تہ ”مابي“ جي سدائين اها ڪوشش هوندي آهي تہ اُهو ڪنهن نموني انهي پيدائشي امڪان کي عملي شڪل ڏئي. ارسطو موجب فطرت جي هر تبديلي مواد جي ”امڪان“ کان ”حقيقت“ ۾ تبديل ٿيڻ جو عمل آهي.

سوفي منهنجو مطلب ڇا آهي، مان ان جي وضاحت ڪري ڇڏيان ٿو. مان توکي هڪ مذاقي ڪهاڻي ٻڌايان ٿو. ڏسون توکي ان مان ڪا مدد ملي ٿي يا نہ. هڪ سنگ تراش پٿر جي وڏي سر تي ڪم ڪري رهيو آهي. هو ان بنا هيئت واري سر کي روزانو تيشي سان گهڙيندو رهي ٿو. هڪ ڏينهن وٽس هڪ ٻارڙو اچي ٿو ۽ چئي ٿو: ”توهان ڇا ٿا ڳوليو؟“

”انتظار ڪر ۽ ڏس.“ سنگ تراش ورندي ڏئي ٿو.

ڪجھ ڏينهن کان پوءِ ٻارڙو ٻيهر اچي ٿو. ان وچ ۾ سنگ تراش هڪ خوبصورت گهوڙو گهڙي چڪو هوندو آهي. ٻار اچرج ۾ پئجي وڃي ٿو. هو سنگ تراش کان پڇي ٿو: ”توهان کي ڪيئن پتو پيو ته اهو ان جي اندر هيو؟“

واقعي هن کي ڪيئن پتو پيو ته اهو پٿر اندر موجود هو! هڪ لحاظ کان اهو چوڻ صحيح آهي ته سنگ تراش پٿر جي سر ۾ گهوڙي جي هيئت ڏٺي هئي. ڇو ته ان خاص سر ۾ امڪان موجود هو ته ان کي گهوڙي جي شڪل ۾ بدلائي سگهجي ٿو. ان ڪري ارسطو کي يقين هو ته فطرت جي هر شئي ۾ اهو امڪان موجود هوندو ته اُها خاص شڪل يا بناوت اختيار ڪري وٺي.

اچ ته پاڻ ڪُڪڙ ۽ آني واري معامري تي ٻيهر غور ٿا ڪيون. ڪُڪڙ جي آني ۾ اهو امڪان موجود هوندو آهي ته اُهو چوزي ۾ بدلجي وڃي. ان جو مطلب اهو ناهي ته سڀ آنا چوزن جي شڪل اختيار ڪري وٺندا آهن. انهن مان اڻ ڳڻيا اسان جي ناشتي جي حوالي ٿي ويندا آهن ۽ انهن ۾ چوزي ٿيڻ وارو امڪان ختم ٿي ويندو آهي. ان ڪري اسان کي ڪنهن شئي جي بناوت يا جوڙجڪ مان ئي خبر پئجي ويندي آهي ته ان جا امڪان ڪهڙا آهن ۽ مجبوريون ڪهڙيون آهن.

جڏهن ارسطو شين جي ”مايي“ (Substance) ۽ ”بناوت“ بابت ڳالھ ڪندو آهي ته ان جو اشارو رڳو نامياتي شين ڏانهن ناهي هوندو. جيئن ڪڪڙ جي بناوت ڪڙ ڪڙ ڪرڻ، پنهنجا پر ڦڙڪائڻ ۽ آنا ڏيڻ آهن، اهڙي ريت پٿر جي بناوت يا هيئت اها آهي ته اُهو سدائين ڌرتيءَ ڏانهن ڪرندو آهي. جيئن ڪڪڙ ڪڙڪڙ سوا نه ٿي رهي سگهي ائين پٿر ڌرتيءَ تي ڪرڻ بنا رهي نه ٿو سگهي. اهو به صحيح آهي ته تون پٿر کڻي ان کي فضا ۾ اڇلي سگهين ٿي. پٿر جي فطرت آهي، اُهو هيٺ ڌرتيءَ تي ئي ڪرندو. تون ان کي چنڊ تي نه ٿي اڇلي سگهين...

## آخري سبب

ان کان اڳ جو اسان ان موضوع کي ختم ڪيون ته هر جاندار ۽ بي جان شئي جي ڪانه ڪا ”بناوت“ هوندي آهي جيڪا اسان کي ان جي ”امڪاني“ ڪم بابت ڪجھ ٻڌائيندي آهي، ارسطوءَ

جي فطرت ۾ سبب ۽واقعي يا حادثي واري نظريئي بابت ڪجھ چوڻ چاھيندس.

اڄڪلھ اسان جڏھن ڪنھن شئي جي سبب بابت ڳالھ ڪندا آھيون، تہ اسان جو مطلب اھو ھوندو آھي تہ اھو ڪيئن ٿيو. دريءَ جا شيشا ان ڪري ڀڄي پيا ڇو تہ پيٽر ان تي پٿر وھائي ڪڍيو ھو. بوٽ ان ڪري ٺھندو آھي جو ان جو ناھيندڙ چمڙي جي ٽڪرن کي ان نموني سبي چڏيندو آھي. پر ارسطو جو چوڻ ھو تہ فطرت ۾ مختلف قسمن جا سبب ھوندا آھن. ھن مجموعي طور چار مختلف سبب ڳڻايا آھن. اھو سمجھڻ تمام ضروري آھي تہ ھو جنھن شئي کي آخري سبب چوندو آھي، اھو ڇا آھي.

دريءَ جو شيشو ڀڄڻ جي سلسلي ۾ اھو پڇڻ صحيح آھي تہ پيٽر پٿر ڇو ھنيو ھو. ٻين لفظن ۾ اھو تہ ھن جو مقصد ڪھڙو ھو. ان ۾ بہ ڪوشڪ ناھي تہ جوتا ناھڻ ۾ بہ ڪو مقصد ھوندو آھي. پر جڏھن ارسطو فطرت جي ٻي جان Processes بابت سوچ ويچار ڪيو، تڏھن بہ ھن ”مقصد“ کي آڏو رکيو. مان ھتي ھڪ مثال ڏيان ٿو.

سوفي مينھن ڇو وسندو آھي؟ ان لاءِ تو اسڪول ۾ پڙھيو ھوندو تہ ڪڪرن جي رطوبت ٿڌي ٿي ويندي آھي ۽ گھاٽا ٿي وسڻ لڳندا آھن ۽ ڦڙا ڪشش ثقل جي سگھ سبب ڌرتيءَ ڏانھن ڇڪبا آھن. ارسطو ان جي جواب تي ھا ڪري ھا پر ھو وڌيڪ چئي ھا تہ تو رڳو ٽي سبب ڳڻايا آھن. ”مادي سبب“ اھو آھي تہ رطوبت فضا ۾ تہ اوڏي مھل موجود ھئي جڏھن ھوا ٿڌي ٿي چڪي ھئي. ”ڪارائتو سبب“ اھو آھي تہ رطوبت ٿڌي ٿي ويندي آھي ۽ ”بناوتي سبب“ اھو آھي تہ پاڻي جي جوڙجڪ يا فطرت اھا آھي تہ اھو زمين ڏانھن ڪرندو آھي. جيڪڏھن تو پنھنجو جواب اتي ئي ختم ڪيو تہ ارسطو ان ۾ ھي واڌارو ڪندو: برسات انڪري پوندي آھي ڇو تہ ٻوٽن ۽ جانورن جي واڌويجھ لاءِ برساتي پاڻيءَ جي گھرج ھوندي آھي. ان کي ھو ”آخري سبب“ چوندو ھو. ارسطو مينھن جي ڦڙن جو مقصد زندگي يا ”مقصد“ ڇيو آھي.

اسان معامري کي ھڪ ٻئي انداز سان ڏسنداسين ۽ چونداسين تہ ٻوٽا ان ڪري وڌندا آھن ڇو تہ انھن کي رطوبت ملي ويندي آھي. سوفي، ٻنھن ڳالھين ۾ فرق کي تون سمجھي سگھين ٿي.

نيڪ؟ ارسطوءَ جو عقيدو هو ته فطرت ۾ جيڪو ڪجهه ٿيندو آهي، ان جي پٺيان ڪونه ڪو مقصد ضرور هوندو آهي. برسات ان ڪري ٿيندي آهي جيئن ٻوٽن ۾ واڌ ويجهه ٿئي. نارنگيون ۽ انگور ان ڪري ٿيندا آهن جيئن ماڻهو انهن کي کائي سگهن.

اڄ ڪلهه سائنسي دليلن جي نوعيت اها ناهي. اسان چوندا آهيون ته انسانن ۽ حيوانن لاءِ کاڌ خوراڪ ۽ پاڻي تمام ضروري آهي، جيڪڏهن اهي شيون نه هجن ته اسان جو ڪو وجود نه هجي ها. پر پاڻي ۽ نارنگيءَ جو اِهو مقصد ناهي ته اُهي اسان جي خوراڪ ٿين...

## منطق

اسان جنهن نموني دنيا جي شين جو ادراڪ ڪندا آهيون ارسطو ان کي کولي بيان ڪيو آهي، ان ۾ ''بناوت'' ۽ مابي جي وچ ۾ فرق اهم ڪردار ادا ڪندو آهي.

جڏهن اسان شين جو ادراڪ ڪندا آهيون، اسان انهن کي مختلف حصن يا گروپن ۾ ورهائي ڇڏيندا آهيون. مون کي هڪ ٻيو، ٽيون گهوڙو نظر اچي ٿو. سڀ گهوڙا مڪمل طور هڪ جهڙا ناهن هوندا پر انهن ۾ ڪاشئي هڪ جهڙي هوندي آهي ۽ اها هڪ جهڙي شئي گهوڙي جي ''بناوت'' هوندي آهي. گهوڙي ۾ جيڪا ٻه الڳ يا مختلف شئي هوندي آهي، ان جو تعلق گهوڙي جي ''مابي'' سان هوندو آهي.

ان ڪري اسان ڪيئي ''خانا'' ناهيندا آهيون. ۽ هر شئي کي ان جي مخصوص ''خاني'' ۾ رکندا ويندا آهيون. اسان ڳئون واڙن ۾ ۽ گهوڙا طبيلن ۾، سوئرن کي سوئر خانن ۾ ۽ ڪڪڙين کي پڃرن ۾ رکندا آهيون. جڏهن سوفي پنهنجي ڪمري جي صفائي ڪندي آهي، تڏهن به اهو ڪجهه ٿيندو آهي. هوءَ پنهنجا عام ڪتاب بوڪ شيلف ۾، پڙهڻ جا ٿيلهي ۾.... رکندي آهي ۽ ڪپڙا ته ڪري سليقي سان الماڙيءَ ۾ الڳ الڳ خانن ۾ رکندي آهي. ڪڇا هڪ خاني ۾، سوئيٽر ٻئي خاني ۾، جراب ٽئين ۾ رکندي آهي. ٿورو سوچ ته توکي خبر پوندي ته اسان پنهنجن دماغن ۾ به اهو ڪم ڪندا آهيون. اسان پٿر، ربڙ وغيره جي نهيل شين ۾ فرق ڪندا آهيون. اسان جاندار ۽ بي جان شين ۾ فرق ڪندا آهيون، اسان ٻوٽن، انسانن ۽ حيوانن ۾ به فرق ڪندا آهيون.

سوفي، ڪجهه سمجهه ۾ آيو؟ ارسطو فطرت جي ”ڪمري“ جي سليقي ۽ مهارت سان مڪمل صفائي ڪرڻ چاهي پيو. هن ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي هئي ته هر شئي جو تعلق مختلف حصن ۾ انهن حصن جي به حصن سان آهي. (هرميز جيئري مخلوق آهي. وڌيڪ سچاڻ اها ته هو جانور آهي، وڌيڪ سچاڻ اها ته هو پنيءَ جي ڪندي وارو جانور آهي، اجان وڌيڪ سچاڻ اها آهي ته هو کير پيئندڙ ۽ پيارينڊڙ جانور آهي...)

سوفي، پنهنجي ڪمري ۾ وڃ جيڪا به شيءِ هٿ لڳي، فرش تان کڻ، تون جيڪو ڪجهه کڻندينءَ ته توکي خبر پوندي ته ان جو تعلق ڪنهن سان آهي. جنهن ڏينهن توکي اهڙي شئي ملي وئي جنهن سان درجي بندي نه ڪري سگهين ته توکي ذهني صدمو رسندو. مثال طور توکي ڪا ننڍي شئي نظر ٿي اچي ۽ تنهنجي وات مان بي اختيار نڪري وڃي ٿو: ”هي ڇا آهي؟“ تون ان بابت يقين سان چئي نه ٿي سگهين ته هي حيوان آهي ٻاجي آهي يا بي جان شئي. ..... جيڪڏهن اهڙي صورتحال ٿئي ٿي ته تون ان کي هٿ لڳائڻ جي به همٿ ڪونه ڪري سگهندينءِ.

حيوان، ٻاجي ۽ بي جان شين جي ذڪر سان مون کي اُها پارٽي گيم ياد اچي ويندي آهي جنهن ۾ ڪنهن هڪ ماڻهوءَ کي ڪمري مان ٻاهر موڪليو ويندو آهي ۽ جڏهن اُهو ٻيهر واپس ايندو آهي ته ان کي اِها پرولي پيڇڻي پوندي آهي ته اتي وينل ڇا سوچي رهيا آهن. سڀني طئي ڪري ڇڏيو آهي ته اُهي ”فلفي“ (Fluffy) بابت سوچيندا. (فلفي، هڪ ٻليءَ جو نالو آهي، جيڪا پير واري باغ ۾ گهمي رهي آهي.) همراه اندازا هڻي ٿو. ٻين کي ان جو جواب رڳو ها يا نه ۾ ڏيڻو آهي. جيڪڏهن همراه سمجهدار ۽ ارسطوءَ جي اصولن تي هلندو آهي ته هو اندازن سان پڇندو:

ڇا اها شي نهري آهي؟ (ها!) بي جان؟ (نه!) جاندار آهي؟ (ها!) ٻاجي به؟ (نه!) حيوان؟ (ها!) اهو ڪو پکي آهي؟ (نه!) ڪو کير پيارينڊڙ جانور آهي؟ (ها!) ڇا اهو ڪو مڪمل جانور آهي؟ (ها!) ٻلي آهي؟ (ها!) فلفي بابت سوچي رهيا آهيو؟ (بلڪل! ٺهڪن سان....)

اِها راند ارسطوءَ ايجاد ڪئي هئي ۽ اڪبوٽ راند افلاطون ايجاد ڪئي هئي. ديموڪريتوس کي ته پاڻ پهريائين شاباس ڏئي

چڪا آهيون ته ليگو (Lego) جي ايجاد سندس ڪاتي ۾ وجي ٿي.

... منطق جي علم جو بنياد ارسطوءَ رکيو هو. هن مثالن وسيلي اهڙن قانونن ۽ قاعدن جي تشريح ڪئي هئي جن سان صحيح نتيجي يا ثبوت تائين پهچي سگهجي ٿو. هڪ مثال ئي ڪوڙ آهي. جيڪڏهن مان اهو حقيقت طور پيش ڪيان ته ”سڀ جاندار مخلوق فنا ٿيندڙ آهي.“ (نمبر هڪ) ۽ مان جيڪڏهن حقيقت طور اهو چوان ته ”هرميز جاندار مخلوق آهي.“ (نمبر ٻه)، ته پوءِ مان ڇَنائي سان اِهو نتيجو ڪڍي سگهان ٿو ته ”هر ميز فنا ٿيندڙ آهي.“

ان مثال مان اهو ظاهر ٿئي ٿو ته ارسطوءَ جي منطق جو بنياد اصطلاحن جي گڏيل ڳانڍاپي تي هو. ان مثال ۾ اهو ڳانڍاپو ”جاندار مخلوق“ ۽ ”فاني“ جي وچ ۾ آهي. جيتوڻيڪ اسان کي اهو مڃڻو پوندو ته ذڪر ڪيل مثيون نتيجو سئو سيڪڙو صحيح آهي. اسان اهو به چئي سگهون ٿا ته ان سان ڪنهن نئين ڳالھ جو به انڪشاف نه ٿو ٿئي. اسان کي اڳ ۾ ئي خبر هئي ته هر ميز ”فاني“ آهي. (هو ”ڪتو“ آهي ۽ سڀ ڪتا ”جاندار مخلوق“ آهن جيڪي ايورسٽ جبل جي ابتڙ ”فاني“ آهن) سوفي، اسان کي پڪ سان اهو سڀ ڪجھ معلوم هيو. پر شين جي مختلف طبقن ۾ تعلق ائين ظاهر ناهي هوندو. ٿورو گهڻو وقت رکي اسان جي تصورن کي ابهام کان پاڪ ڪرڻ ضروري ٿي ويندو آهي.

مثال طور ڇا اهو ممڪن آهي ته ننڍڙا ڪوئا اهڙي نموني پنهنجي مائرن جو کير پيئندا آهن جيئن ليلا يا ڪوهان پيئندا آهن؟ ڪُوئي آنا ناهي لاهيندي (ڇا ڪنهن ڪوئي جو آنو ڏٺو آهي؟) ان ڪري ڇا اُهي ڳئون ۽ مينهن وانگر ٻچا پيدا ڪنديون آهن. پر اسان انهن سمورن جانورن کي، جيڪي جيئرن ٻچڙن کي جنم ڏيندا آهن، ميمل (mammals) چوندا آهيون.... ۽ ميمل اُهي جانور هوندا آهن جيڪي ماءُ جي کير تي پلجندا آهن ۽ ائين اسان صحيح ڳالھ تي پهچي وياسون. جواب اسان جي اندر موجود هو پر وساري ڇڏيو هيوسين ته ڪوئا واقعي پنهنجي ماءُ جو کير چوسيندا آهن. شايد ان جو ڪارڻ اهو هجي ته اسان ڪڏهن به ڪنهن ڪوئي کي ماءُ جو کير چوسيندي نه ڏٺو هجي. ان جو سڌو سبب رڳو اهو آهي ته ڪُوئي انسان جي موجودگيءَ ۾ ٻچڙن کي کير پيئارڻ ۾ شرم محسوس ڪندي آهي.

## فطرت جو ماپو

جڏهن ارسطو زندگيءَ جي ”چنبڙ چاڙ“ ڪندو آهي ته هو سڀ کان پهرين ان ڳالهه ڏانهن ڌيان ڇڪرائيندو آهي ته فطرت جي هر شئي کي ٻن وڏن گروپن يا حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. هڪ طرف پٿرن، پاڻي جي ڦڙن ۽ مٽيءَ جي روڙن جهڙيون شيون آهن. انهن ۾ تبديلين جو امڪان ناهي هوندو. ارسطوءَ موجب بي جان شين ۾ تبديلي رڳو ٻاهرين اثرن جي ڪري ٿي سگهي ٿي. رڳو جاندار شين ۾ تبديلين جا امڪان ٿي سگهن ٿا.

ارسطو ”جاندار شين“ کي به ٻن حصن ۾ ورهائي ٿو. هڪ حصو نباتات وارو ۽ ٻيو مخلوق تي ٻڌل هوندو آهي. آخر ۾ اها ”مخلوق“ به ٻن ”حيوان“ ۽ ”انسان“ حصن ۾ ورهائجي ويندي آهي.

اسان کي مڃڻو پوندو ته ارسطوءَ جا اهي حصا سڌا ۽ چٽا آهن. جاندار ۽ بي جان شين ۾ چٽو فرق آهي. مثال طور گلاب جا گل ۽ گهوڙي ۾ فيصلائتو فرق آهي. مان ته اها به دعويٰ ڪندس ته انسان ۽ گهوڙي ۾ چٽو فرق آهي. اهو صحيح صحيح فرق ڇا آهي؟ ڇا تون ٻڌائي سگهين ٿي؟

بدقسمتيءَ سان مون وٽ ايترو وقت ناهي ته مان وڃڻو انتظار ڪيان ته تون ڪڏهن ٿي جواب لکين..... ان ڪري مان پاڻ ئي جواب ڏيان ٿو. جڏهن ارسطو فطري ڏيکن کي مختلف حصن ۾ ورهائيندو آهي ته ان جي پرک شين جون وصفون هوندي آهي يا وڌيڪ هيئن چٽو چئي سگهجي ٿو ته هو اهو ڏسي ٿو ته هي شئي ڇا ڪري سگهندي آهي يا ڇا ڪندي آهي.

سيني جاندار شين (ٻوٽا، جانور ۽ انسان) ۾ خوراڪ جذب ڪرڻ، واڌ ويجهه ڪرڻ ۽ پنهنجو نسل اڳتي وڌائڻ جي صلاحيت موجود هوندي آهي. وڌيڪ اهو ته سموري ”جاندار مخلوق“ (جانورن ۽ انسانن) ۾ پنهنجي چئني پاسن جي دنيا جو ادراڪ ڪرڻ ۽ (هڪ جڳهه کان ٻي جڳهه) چرپر ڪرڻ جي صلاحيت هوندي آهي. انسانن ۾ ان کانسواءِ سوچڻ جي به صلاحيت هوندي آهي.... يا ائين کڻي چئو ته اُهو جنهن شئي جو ادراڪ ڪندو آهي، هو انهن کي مختلف طبقن ۽ حصن ۾ ورهائي سگهندو آهي.

ان ڪري فطرت جي دنيا ۾ حقيقت ۾ ڪي بہ چٽيون حد بنديون ناهن. اسان سڌن نباتات کي منجهيل ٻوٽن ۽ سڌن جانورن کي منجهيل جانورن ۾ بدلجندي ڏسندا آهيون. ان "ماپي" جي چوٽي تي انسان پهتل آهي، جيڪو ارسطو جي خيال موجب فطرت جي پوري زندگي گذاريندو آهي. انسان ٻوٽن وانگر خوراڪ جذب ڪندو آهي ۽ واڌ ويجهہ ٿيندي اٿس. هو جانورن وانگر محسوس ڪندو آهي ۽ هڪ جاءِ کان ٻي جاءِ ڏانهن چرپر ڪندو آهي. پر ان جي خاص وصف هوندي آهي، جيڪا رڳو انسان ۾ ئي هوندي آهي ۽ اُها وصف هيءَ آهي تہ ان ۾ عقلي انداز سان سوچڻ سمجهڻ جي صلاحيت هوندي آهي.

سوفي، انسان ۾ خدائي عقل جي چڻنگ هوندي آهي. تون چرڪي ڇو وئينءَ؟ مون خدائي ئي چيو آهي. ارسطو اسان کي گهڙي گهڙي ياد ڏياري ٿو تہ خدا پڪ سان موجود هوندو ڇو تہ فطرت جي دنيا ۾ هي سمورو وهنوار ان ئي تہ شروع ڪيو هو. ان ڪري فطرت جي ماپي ۾ خدا يقين سڀ کان اوچي ڏاڪي تي هوندو.

ارسطوءَ جو خيال هو تہ ستارن ۽ سيارن جي چرپر ڌرتيءَ تي ٿيندڙ هر قسم جي چرپر جي اڳواڻي ڪندي آهي. پر آسماني سيارن کي چرپر ڏيڻ واري بہ پڪ سان ڪا شئي هجڻ گهرجي، ارسطو ان کي سڀ کان پهرين "چرپر ڏيندڙ" (mover) يا خدا (God) چوندو آهي. پهرين چرپر ڏيندڙ پاڻ غير متحرڪ رهندو آهي، پر اُهو سمورن سيارن ۽ ائين فطرت جي سموري چرپر جو "هيئتي سبب" هوندو آهي.

## اخلاقيات

سوفي، اچ تہ هاڻي پاڻ واپس انسان ڏانهن هلون ٿا. ارسطوءَ موجب انسان جي هيئت روح تي ٻڌل هوندي آهي جنهن جا ٽي جزا: نباتاتي، حيواني ۽ عقلي هوندا آهن. هاڻي هو سوال ڪري ٿو: اسان کي زندگي ڪيئن گذارڻ گهرجي؟ سٺي زندگي گهارڻ لاءِ ڇا کپي؟ ان جو جواب آهي: انسان رڳو پنهنجون صلاحيتون ۽ قابليت استعمال ڪري ئي خوشيون حاصل ڪري سگهي ٿو.

ارسطوءَ جي دعويٰ هئي تہ خوشيءَ جون ٽي صورتون

(Forms) آهن. پهرين صورت لذت ۽ مزي جي زندگي آهي. ٻي صورت آزاد ۽ فرض سڃاڻيندڙ ۽ نيائيندڙ شهريءَ واري آهي. خوشيءَ جي ٽين صورت مفڪر ۽ فلسفي جي حيثيت سان زندگي گذارڻ آهي.

ان ڪان پوءِ ارسطو زور ڏئي چئي ٿو ته جيڪڏهن ماڻهو خوشين جو گهرجائو آهي ته اُهي ٽئي صورتون ڪتب آڻي خوشيون ماڻي سگهي ٿو. هو عدم توازن جي سمورين صورتن کي رد ڪري ٿو. جيڪڏهن اڄ هو جيئرو هجي ها ته چئي ها ته جيڪو ماڻهو رڳو پنهنجو جسم پالي ٿو، اُهو بلڪل ان قسم جي غيرمتوازن زندگي گذاري ٿو، جيئن اُهو ماڻهو جيڪو رڳو پنهنجو مٿو (دماغ) استعمال ڪري ٿو. ٻئي انتهائون ڏنگي ڦڏي زندگي گذارڻ جو ڏيک آهن.

ارسطو، انساني لاڳاپن ۾ ٻه "وچٿرو" هجڻ جي ڀرپور وڪالت ڪري ٿو. اسان کي نه ڊڄڻو هجڻ گهرجي ۽ نه ئي تڪڙو، (گهٽ همت بزدلي ۽ ضرورت کان وڌيڪ بهادري تڪڙ آهي.) بخيل يا فضول خرچ نه هجڻ گهرجي. افلاطون ۽ ارسطو ٻنهي جي اخلاقيات تي يوناني طب جي ڇاپ لڳل آهي. رڳو توازن ۽ وچٿرو هجڻ (اعتدال) سان ماڻهو خوشيءَ واري ڀرپور زندگي گذاري سگهي ٿو.

## سياسيات

ارسطوءَ معاشري بابت پنهنجن راين ۾ انتها پسنديءَ کي نه قبولڻ جوڳو قرار ڏنو آهي. هن جو چوڻ آهي ته انسان فطري "سياسي جانور" آهي. هن جي دعويٰ آهي ته جيستائين اسان جي چوڌاري معاشرو ناهي اسان صحيح انسان ٿي نه ٿا سگهون. هن اسان جو ان پاسي ڌيان ڇڪرايو ته گهراڻو ۽ ڳوٺ اسان جي خوراڪ، گرمي، شادي ۽ ٻارن جي پرورش جهڙيون بنيادي گهرجون پوريون ڪن ٿا. پر انساني ساٿ جي بهترين صورت رڳو رياست ۾ ئي موجود ٿي سگهي ٿي.

ان سان سوال اڀري ٿو ته رياست جي تنظيم ڪيئن ڪئي وڃي. (توکي افلاطون جي "فلسفياڻي رياست" ياد آهي؟) ارسطو رياست جون ٽي سٺيون صورتون بيان ڪري ٿو.

پهرين صورت بادشاهت يا ملوڪيت جي آهي. ان جو مطلب

اهو آهي تہ رياست جو رڳو هڪ بادشاھ هوندو آهي. اهڙي قسم جو آئين تڏهن سٺو ٿي سگهي ٿو تہ ان ۾ ڪنهن بہ قسم جو بگاڙ پيدا نہ ٿئي ۽ اهو آمريت ۾ تبديل نہ ٿئي. معنيٰ تہ جڏهن حڪمران ملڪ تي پنهنجي فاعدي لاءِ حڪمراني ڪرڻ لڳندو آهي. آئين جي ٻي سٺي صورت خاص ماڻهن جي حڪومت (اميرن جي حڪومت) آهي. اهڙي نموني جي حڪومت ۾ اختيار ننڍين يا وڏن گروپن ۾ ورهايل هوندا آهن. ان آئيني صورت ۾ ان ڳالھ جو خاص ڌيان رکيو وڃي تہ اها ڪنهن بہ حالت ۾..... اختيار ڪجھ ڳاڻ ڳڻين هٿن ۾ نہ ڏئي. اَن جو هڪ مثال اهو ٿولو آهي جيڪو حڪومت جو تختو اونڌو ڪري ملڪ تي قبضو ڪندڙ فوجي آفيسرن جو جٿو هوندو آهي. آئين جي ٽين سٺي صورت کي ارسطوءَ Polity (منظم معاشرو ۽ ان جو مقرر ڪيل معاشرو) جو نالو ڏنو آهي. سڌن لفظن ۾ ان جي معنيٰ جمهوريت يا جمهوري حڪومت آهي. پر ان آئيني صورت جو بہ منفي پاسو هوندو آهي. جمهوريت ٿوري وقت کان پوءِ جلدي ۾ ”گهڻن جي حڪومت“ (Mob Rule) يا (هجوم جي حڪومت) ۾ تبديل ٿي سگهي ٿي. (جيڪڏهن جابر هٽلر جرمنيءَ جي حڪومت جو سربراھ نہ بہ ٿئي ها، تڏهن بہ گهڻ بدمعاش نازي دهشت ناڪ هجوم جي حڪومت ٺاهن ها.)

## عورتن بابت خيال

آخر ۾ پاڻ ڏسون تہ ارسطوءَ جي عورتن بابت ڪهڙي راءِ هئي. بدقسمتيءَ سان هو ايڏو روشن خيال نہ هو جيترو افلاطون هيو، ارسطو جي خيال موجب عورتون ڪنهن نہ ڪنهن لحاظ کان اڻ پوريون آهن. هن جو خيال هو تہ عورت ”اڻ پورو مرد“ آهي. نسل وڌائڻ واري عمل ۾ عورت بيٺل يا مانيٺي (Passive) گهرجائو (Receptive) هوندي آهي. جڏهن تہ مرد فاعل (Active) ۽ نسل وڌائيندڙ (Productive) هوندو آهي. ارسطوءَ جي دعويٰ هئي تہ ٻار ورثي ۾ پيءُ جون خصوصيتون هونديون آهن. هن جو ايمان هيو تہ ٻار جون سڀ خصوصيتون مرد جي نسلي جيوڙي ۾ مڪمل ٿي چڪيون هونديون آهن. عورت رڳو فصل هوندي آهي جيڪا ٻج وٺندي ۽ ان کي جنمیندي آهي جڏهن تہ مرد ”ٻج ڇٽيندو آهي.“ ارسطوءَ جي زبان ۾ ان کي هيئن بيان ڪري سگهجي ٿو

تہ مرد ”هيئت“ يا ”بناوت“ فراهم ڪندو آهي جڏهن تہ عورت ”مادو“ مهيا ڪندي آهي.

بهرحال اها ڳالھ انتهائي تعجب واري بہ آهي ۽ افسوس ڪرڻ جهڙي بہ تہ ايڏو ذهين انسان عورت ۽ مرد جي لاڳاپي جي باري ۾ اهڙي قسم جي غلطي ڪري ويو. پر ان سان بہ ڳالهيون ثابت ٿين ٿيون، هڪ: ارسطوءَ جو عورتن ۽ ٻارن جي زندگين بابت خاص تجربو نہ هوندو. ٻيو: جڏهن مرد ڪي فلسفي ۽ سائنس جي شعبن ۾ اوچائي ملي ويندي آهي تہ گڙٻڙ جو شڪ وڏي ويندو آهي.

عورت ۽ مرد جي تعلقاتن بابت ارسطو جا خيال افلاطون جي خيالن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ نقصان وارا هئا جيڪي وچولي دور تائين جاري رهيا، ان ڪري عيسائيت ۾ بہ عورتن بابت ورثي ۾ اهڙو خيال مليو جنهن جو انجيل ۾ ڪوبہ مثال نہ ٿو ملي. يسوح عورتن سان بلڪل نفرت ڪونہ ڪندو هو!!

مان وڌيڪ ڪجھ بہ ڪونہ چوندس پر توتي جلد منهنجو ٻيو خط بہ ملي ويندو.

سوفيءَ ارسطو بابت خط ورائي پڙهيو ۽ ان کي خاڪي لفافي ۾ وجهي، خلا ۾ گهورڻ لڳي. ڪيس اوچتو احساس ٿيو تہ ڪمري جي هر شيءِ وکريل آهي، ڪتاب، فائل، جراب سوئيٽر، سوڙهيون پتلونون، اڌ الماري ۾، ۽ اڌ ٻاهر لڙڪيل هيون. لکڻ واري ميز آڏو ڪرسيءَ تي ڪپڙن جو ڍير پيل هو.

سوفي کي شيون سليقي ۽ ترتيب سان رکڻ جي شديد خواهش ٿي، هن سڀ کان پهرين الماريءَ جا سمورا ڪپڙا ڪڍي فرش تي رکيا. سڀ شيون نئين نموني رکڻ ضروري ٿي پيو هو. هن شروعات ڪپڙن سان ڪئي. الماري ۾ ست خانا هئا. هن هڪ خاني ۾ چڏيون ۽ ڪڇا، ٻي خاني ۾ جراب ۽ ٽئين ۾ جينس رکيون. هن ايئن سڀ خانا ترتيب سان ڀري ڇڏيا. هن خراب ڪپڙا پلاسٽڪ جي بيگ ۾ وڌا هڪ شيءِ بابت ڪيس واقعي ڪوفت ٿي..... هڪ اڇي رنگ جي جراب جو ٻيو جراب نہ پئي مليو ۽ وڏي ڳالھ اها تہ اهو جراب سوفي جو هيو بہ نہ.

هن ان جو ڌيان سان جائزو ورتو. ان تي اهڙو ڪو نشان بہ نہ هو جنهن سان ان جي مالڪ جي خبر پئي، ان جي مالڪ ڪير ٿي سگهي ٿي، ان بابت سوفيءَ جي ذهن ۾ مضبوط شڪ ضرور رهيو. هن اهو مٿي خاني ۾ اڇلي ڇڏيو جتي ليگو، وڊيوڪيسٽ ۽ ريشمي رومال پيل هو.

سوفيءَ جو ڌيان فرش ڏانهن ڇڪجي ويو. هن ڪتاب، فائيل، رسالا ۽ پوسٽر الڳ ڪيا. بلڪل ايئن جيئن هن جي فلسفي جي استاد ارسطوءَ

واري باب ۾ بيان ڪيو هو. جڏهن هوءَ ان ڪم مان واندي ٿي، هن پنهنجو بسترو سڌو ڪيو ۽ ان کان پوءِ هن پنهنجي پڙهڻ واري ميز کي ٺيڪ ڪرڻ شروع ڪيو.

هن آخري ڪم اهو ڪيو جو هن وٽ ارسطوءَ بابت جيترا ورق هئا، انهن کي سيبتي انداز سان ترتيب ڏنائين ۽ انهن جي هڪ پاسي سوراخ مشين سان سوراخ ڪري فائيل ۾ بند ڪيائين. هن سوچيو ته هن کي ڪنهن ڏينهن ڳجهي هنڌ تان بسڪوٽن وارو دٻو آڻڻو پوندو (جنهن ۾ فلسفي بابت پيا ڪاغذ هئا.)

هن پڪو پهه ڪري ڇڏيو ته هوءَ اڳتي هر شيءِ سليقي سان رکندي، هن جو اهو ارادو ڪمري تائين محدود نه هو، ارسطوءَ کي پڙهڻ کان پوءِ هن کي احساس ٿيو ته ڪيس پنهنجا خيال به ترتيب وارا بڻائڻا پوندا.....

ٻه ڪلاڪ گذري ويا هئا پر سندس ماءُ اڃان چري پُري ڪون هئي. سوفي ماءُ کي ننڊ مان اٿارڻ کان اڳ هيٺ وڃي جانورن کي ڪجھ کارائڻ جو ارادو ڪيو.

هوءَ رڌڻي ۾ سنهري مڇين جي مرتبان تي جهڪي وئي. هڪ ڪاري مڇي، هڪ نارنگي ۽ هڪ ڳاڙهي ۽ اڇي هئي. ان ڪري هن انهن جا نالا بليڪ جيڪ، گولڊ ٽاپ ۽ ريڊ رائيڊنگ هڊ (Red Riding hood) رکيا هئا.

جڏهن هوءَ پاڻيءَ ۾ مڇين جي خوراڪ هاري رهي هئي، هن چيو:

"توهان جو تعلق فطرت جي جاندار مخلوق سان آهي، توهان ۾ خوراڪ هضم ڪرڻ جي صلاحيت آهي. وڌي ويجهي سگهو ٿيون ۽ نسل وڌائي سگهو ٿيون.... توهان جو تعلق حيواني رياست سان آهي. ايئن توهان هيڏانهن کان هوڏانهن دنيا ڏسي سگهو ٿيون، جيڪڏهن بلڪل صحيح بيان ڪجي ته توهان مڇيون آهيو، توهان ساهه کڻي سگهو ٿيون ۽ زندگيءَ جي پاڻي ۾ هيڏانهن هوڏانهن تري سگهو ٿيون."

سوفي مڇين جي خوراڪ جي مرتبان تي ٻيهر ڍڪڻ رکي ڇڏيو، هن گولڊ فش کي فطرت جي جنهن ماپي ۾ رکيو هو، هوءَ ان تي مطمئن هئي ۽ خاص طور تي هن کي خوشي "زندگيءَ جا پاڻي" جي ترڪيب تي ٿي رهي هئي. هاڻي آسٽريلوي نسل جي طوطن جو وارو هيو جن کي بجري گار (Budgerigar) چيو ويندو آهي

سوفي انهن جي پيالن ۾ پکين واري خوراڪ رکندي چيو:

"پيارا سمٽ (Smit) ۽ سمولي (Smule) توهان پيارا پيارا بجري گار ٿي ويا آهيو ڇو ته توهان پيارن پيارن بجري گارن جي آنن مان پيدا ٿيا آهيو. جيئن انهن آنن ۾ بجري گار بڻجڻ جي "بناوت" هئي، ان ڪري توهان تان

ٿان ڪندڙ طوطن وانگر ناهيو ٿيا."

شيري ڪان شايد ڪوئن جي شڪار تي ٻاهر ويل هئي..... آخر ٻليءَ جي اها ئي فطرت آهي، سوفي ڊرائنگ مان ٿيندي ماءُ جي ڪمري ڏانهن رواني ٿي، رستي ۾ ڪافي جي ميز تي نرگسي گلن جو گلدان پيو هو، ڪجھ ايئن ٿي نظر آيو ته جڏهن سوفي انهن وٽان گذري، انهن احترام وچان پنهنجا ڪنڌ نوائي ڇڏيا هجن. هوءَ هڪ گهڙي لاءِ اچرج ۾ بيهي رهي، پوءِ هن پنهنجون آڱريون گلن مٿان گهمائيندي چيو "حقيقت اها آهي ته توهان جنهن گلدان ۾ پيا آهيو، ان جي پيٽ ۾ توهان وڏيڪ رعايتن وارا آهيو. پر بدقسمتي اها آهي ته توهان کي پنهنجي ڀاڳ جو قدر ڪرڻ نٿو اچي." هن ان کان اڳ ۾ اهو پڻ چيو، "توهان جو تعلق به فطرت جي جاندار حصي سان آهي."

سوفي پٻن تي هلندي ماءُ جي ڪمري ۾ آئي، جيڪا اگهور ننڊ ستل هئي، هن سندس پيشانيءَ تي هٿ رکيو.

"توهان سڀ کان وڏيڪ ڀاڳ واري مخلوق ۾ شامل آهيو." هن چيو، "ڇو ته نه رڳو توهان باغ وارن گلن وانگر جيئريون آهيو، شيري ڪان وانگر جيئريون آهيو، پر توهان انسان به آهيو ۽ توهان ۾ سوچ ويچار ڪرڻ جي ناياب صلاحيت موجود آهي."

"سوفي تون اهو ڇا چئي رهي آهين؟" سندس ماءُ اوچتو جاڳي پئي.

"مان رڳو اهو چوان پئي ته توهان سهي وانگر سست نظر پيون اچو، نه ته مان توهان کي ٻڌائي سگهان ٿي ته مون فلسفياڻي مهارت سان ڪمري جي صفائي ڪري ڇڏي آهي ۽ سڀ شيون سليقي سان رکي ڇڏيون اٿم."

هن جي ماءُ ڪنڌ مٿي ڪيو: "ڇا تو چلهي تي ڪافي جو پاڻي رکندينءَ؟"

سوفي ماءُ جو حڪم مڃيو، ٿوري دير کان پوءِ ٻئي ڄڻيون ڪافي، جوس ۽ چاڪليٽ آڏو رڌڻي ۾ ويهي رهيون.

اوچتو سوفي چيو، "توهان ڪڏهن سوچيو آهي پاڻ جيئرا ڇو آهيون؟"

"وري نه شروع ٿي!"

"بلڪل ٿيندس ڇو ته هاڻي مون کي جواب ملي ويو آهي، انسان هن سياري ۾ ان لاءِ موجود آهن جيئن اهي شين کي نالا ڏئي سگهن."

"تو جيڪو ڪجھ چيو ڇا اهو صحيح آهي؟ مون کي ڪڏهن به اهڙو خيال ناهي آيو."

"ته پوءِ توهان سان ڪو مسئلو آهي، ڇو ته انسان سوچيندڙ جانور آهي، جيڪڏهن ماڻهو نه ٿو سوچي ته اهو صحيح معنيٰ ۾ انسان ناهي."

"سوفي!"

”ٿورو سوچيو، جيڪڏهن دنيا ۾ رڳو وڻ ۽ جانورن هجن ها، پوءِ؟ پوءِ ڪوبہ ڪتي ۽ ٻلي، گلاب ۽ صنوبر ۾ فرق نہ ٻڌائي سگهي ها. نباتات ۽ حيوان ٻنهي جو ڳانڍيٽو حياتي وارين شين ۾ ٿيندو آهي، پر اسان ئي اُها مخلوق آهيون جيڪي فطرت کي مختلف گروپن ۽ حصن ۾ ورهائي سگهون ٿا.“

”تو جهڙي عجيب ڇوڪريءَ سان منهنجو اڳ ۾ ڪڏهن بہ واسطو ناهي پيو.“ سندس ماءُ چيو.

”منهنجو بہ ڪجھ اهڙو خيال آهي.“ سوفي چيو، ”هر ماڻهو ٿورو گهڻو عجيب ۽ غريب هوندو آهي. مان بہ انسان آهيان، ان ڪري ٿوري عجيب آهيان، جيئن تہ مان توهان جي سڪيلڊي ڌيءُ آهيان، ان ڪري مان انتهائي عجيب ۽ غريب آهيان.“

”منهنجو مطلب اهو هو تہ تون اهڙي قسم جون نيون ڳالهيون ڪرڻ لڳي آهين، مون کي ڌڪ ٿيڻ لڳندو آهي.“

”تہ پوءِ توهان سولائي سان ڌڪي ويندي آهيو.“

ان ٿيڻ کان پوءِ سوفي بعد ۾ پنهنجي غار جهڙي جاءِ ڏانهن هلي وئي ۽ ماءُ کان لڪندي هوءَ خطن سان پيريل بسڪوٽن وارو دٻو پنهنجي ڪمري ۾ کڻي آئي.

سڀ کان پهريائين هن سيني ڪاغذن کي ترتيب ڏني ۽ انهن کي ارسطو واري باب جي هيٺان باڪس فائل ۾ رکي ڇڏيو، آخر ۾ هن ڪاغذن جي ڪنڊن تي نمبر لکيا ڪل پنجاهہ صفحا ٿيا، سوفي فلسفي بابت پنهنجو ڪتاب ترتيب ڪرڻ شروع ڪري ڏنو هو، اِها سندس لکڻي تہ نہ هئي پر لکيو تہ هن لاءِ ويو هو.

هن کي سومر لاءِ جيڪو اسڪول جو ڪم گهر ۾ ڪرڻو هو ان لاءِ ڪيس وقت بہ نہ ملي سگهيو. جيتوڻيڪ هن کي ان ڏينهن مذهبيات بابت امتحان ڏيڻو هو، پر هن جو استاد سدائين وانگر اِهو چوندو تہ ڪير ڇا مڃي ٿو ڇا نٿو مڃي ان جو فيصلو هر ڪو پاڻ ڪري. جيڪو پنهنجو نتيجو ڪڍندو هو ان جو قدر ڪندو. سوفي کي محسوس ٿي رهيو هو تہ هن کي ان معامري ۾ نئون بنياد ملي رهيو آهي.

# يونانيت

### ... ٻاھ جي چڻنگ ...

جيتوڻيڪ فلسفي جي استاد خط سڌو لڪل جڳھ (غار) ۾ موڪلڻ شروع ڪيا هئا، پوءِ بہ سوفي سومر ڏينهن خطن واري دٻي ۾ نهار وڌي.

هن کي اِهو ڏسي تعجب نہ ٿيو تہ دٻو خالي آهي هوءَ ڪلوورڪلوز تي هلڻ لڳي.

اوچتو هن کي فٽ پاٿ تي پيپل هڪ فوٽو نظر آيو، جنهن تي اڇي جيپ ۽ نيري جھنڊي جي تصوير هئي، نيري جھنڊي تي اقوام متحده لکيل هو. ڇا هي اقوام متحده جو جھنڊو تہ ناهي؟

سوفي تصوير ابتي ڪئي، اهو پوسٽ ڪارڊ هيو ۽ ان تي ايڊريس لکيل هئي: ”هلڊي مولر ڪنيگ معرفت سوفي امنڊسن...“ ڪارڊ تي ناروي جون ٽڪليون لڳل هيون ۽ ان مٿان: ”يو اين بٽالين، جمعو 15 جون 1990ع“ جو ٺپو لڳل هو.

15 جون! ان ڏينهن تہ سوفي جو جنم ڏينهن هو! ڪارڊ تي هي لکيل هو:

> پياري هلڊي، منهنجو خيال آهي تہ تون پنهنجي سالگره 15 جون تي ملهائڻ لاءِ تياريون ڪندي هوندينءَ، يا اينڊڙ ڏينهن تي ملتوي ڪرڻ جو ارادو تہ ناهي؟ بهرحال ان سان تنهنجي سوکڙي ۾ ڪو فرق نہ پوندو، هڪ لحاظ سان اها (سوکڙي) تنهنجي سڄي ڄمار ساٿ ڏيندي. پر مان توکي ٻيهرَ سالگره جون واڌايون ڏيان ٿو. شايد تون سمجهي وئي هوندينءَ تہ مان توڏانهن ڪارڊ سوفيءَ جي ايڊريس تي ڇو اماڻيندو آهيان، مون کي پڪ آهي تہ اُها تو تائين ضرور پهچائيندي.
>
> ٻيو تہ تنهنجي ماءُ ٻڌايو تہ تنهنجو پرس گم ٿي ويو آهي، مان واعدو ٿو ڪيان تہ ان ڏنڊ ۾ توڏانهن ڏيڍ سؤ ڪرائون موڪلي

چڏيندس. رهيو اسڪول جو سجاتپ ڪارڊ، توکي اهو هونئن ئي
گرمين جي موڪلن کان اڳ ۾ نئون ملي ويندو. بابا طرفان پيار.

سوفي جتي هئي اتي سُڪ ٿي وئي. گذريل ڪارڊ تي ڪهڙي تاريخ جو
ٺپو هيو؟ لڳي ٿو جنهن ڪارڊ تي تفريحي ساموندي ڪناري جي تصوير
هئي، ان تي به جون جي تاريخ جو ٺپو هيو... جيتوڻيڪ اجان ان تاريخ ۾ هڪ
مهينو هيو، هن جي غلطي اها هئي ته هن اُن کي ڏيان سان ڪونه ڏٺو هو.
هن واچ تي نهار وڌي ۽ واپس گهر ڏانهن ڊوڙڻ لڳي، اڄ هوءَ پڪ سان
اسڪول دير پهچندي!

هوءَ ڪمري ۾ پهتي، اتي ڪيس ريشمي اسڪارف هيٺان هلدي وارو
پهريون ڪارڊ ملي ويو، بلڪل! ان تي به 15 جون واري تاريخ جو ٺپو هيو.
اهوئي سندس جنم ڏينهن هيو ۽ اِهو ئي اسڪول جي موڪلن کان اڳ آخري
ڏينهن هيو.

جڏهن هوءَ جوآنا کي وٺڻ لاءِ سپرمارڪيٽ ڏانهن ڊوڙندي ٿي وئي،
سندس دماغ ۾ به ڊوڙ هلندڙ هئي.

اها هلدي ڪير آهي؟ ان جي پيءُ اهو ڪيئن فرض ڪيو ته سوفي هن
کي ڳولي لهندي؟ ان جي پيءُ ڌيءُ ڏانهن سڌو خط لکڻ بجاءِ سوفي جي
ايڊريس تي موڪلي ڪو سياڻپ جو ثبوت ڪونه ڏنو آهي. اِهو به ممڪن نا ٿي
ته هن کي پنهنجي ڌيءُ جي ايڊريس جي ڄاڻ نه هجي. اهو ڪو عملي چرچو
آهي؟ ڇا هو ڪنهن اجنبي ڇوڪريءَ کان جاسوس ۽ ٽپالي وارو ڪم وٺي
پنهنجي ڌيءُ کي سالگره جي ڏهاڙي حيران ڪرڻ ٿو چاهي؟ ڇا سوفيءَ لاءِ
هڪ مهيني جي وٿي ان ڪري ڏني وئي آهي؟ ڇا سوفي کي اِهڙو تحفو آهي
جيڪو ”سچي چمار ساٿ ڏيندو...؟“

جيڪڏهن اِهو مسخرو واقعي لبنان ۾ آهي ته پوءِ ان کي سوفيءَ جي
ايڊريس ڪيئن ملي؟ ٻيو ته سوفي ۽ هلدي وچ ۾ ٻه ڳالهيون هڪ جهڙيون
آهن. جيڪڏهن هلدي جو جنم ڏينهن 15 جون آهي ته ٻئي ساڳي تاريخ
تي پيدا ٿيون آهن ۽ ٻي ڳالهه ته ٻنهيءَ جا پيءُ ڌرتيءَ جي ٻي ڪنڊ ۾
آهن.

سوفي کي ايئن ٿي لڳو ڄڻ ڪيس غير فطري دنيا ڏانهن گهليو ٿو
وڃي... پوءِ به.... هن کي نتيجا ڪڍڻ ۾ تڪڙ نه ڪرڻ گهرجي..... ممڪن آهي
انهن سيني ڳالهين جي ڪا فطري وضاحت موجود هجي، جيڪڏهن هلدي
لليسينڊ ۾ رهندي آهي، پوءِ البرٽو ڪنوڪس کي ان جو پرس ڪيئن مليو؟
لليسينڊ سوين ميل ڏور آهي ۽ سوفيءَ کي اهو پوسٽ ڪارڊ فوٽ پاٿ تي ڇو
مليو؟ ڇا جڏهن ٽپالي ڪارڊ کنيو ٿي آيو ته ان جي ٿيلهي مان رستي تي

ڪري پيو هو؟ جيڪڏهن اِها ڳالهه صحيح آهي، پوءِ اِهوئي ڪارڊ ڇو ڪريو؟

”ڇا تون صفا چري ته ناهي ٿي وئي؟“ جڏهن سوفي سپرمارڪيٽ پهتي ته جوآنا مٿس ڦاٽي پئي.

”معافي چاهيان ٿي!“

جوآنا جون ماسترياڻي وانگر ڀرون چڙهي ويون ۽ هوءَ ڪيس گهورڻ لڳي.

”ڪو عقل وارو بهانو ناهه.“ هن سخت لهجي ۾ چيو.

”ان معامري جو ڪو اقوام متحده سان تعلق آهي.“

سوفي چيو: ”مون کي لبنان ۾ دشمن فوجن روڪي ڇڏيو هو.“

”پڪ.... توکي ڪنهن سان پيار ٿي ويو آهي!“

ٻئي اسڪول ڏانهن ڊوڙڻ لڳيون.

مذهبيات جو امتحان، جنهن جي تياري لاءِ سوفي کي وقت ئي نه مليو هو، ٽين پيرڊ ۾ ٿيو. پرچي تي لکيل هو:

## زندگيءَ ۽ رواداريءَ جو فلسفو

1_ انهن شين جي لسٽ ٺاهه جيڪي اسان ڄاڻي سگهون ٿا. پوءِ انهن شين جي لسٽ ٺاهه جن تي اسان رڳو ايمان آڻي سگهون ٿا.

2_ ڪجهه اهڙن عنصرن جي نشاندهي ڪر جيڪي انسان جي حياتي واري فلسفي ۾ ڪونه ڪو ڪردار ادا ڪندا آهن.

3_ ضمير جو مفهوم ڇا آهي؟ توهان جي خيال ۾ سڀني ماڻهن جو ضمير هڪ جهڙو هوندو آهي؟

4_ قدرن کي ترجيح مان ڇا مراد آهي؟

پرچو شروع ڪرڻ کان اڳ سوفي چڱو وقت سوچ ۾ ويٺي رهي، هن البرٽو ڪنوڪس کان جيڪو ڪجهه سکيو هو، ڇا ان مان ڪجهه خيال لکي سگهي ٿي؟ هن کي لڳتا ئي پوندا ڇو ته هن مذهبيات بابت ڪيترن ڏينهن کان ڪتاب ڏٺا ئي نه هئا. هن جڏهن لکڻ شروع ڪيو ته لفظ پاڻ مرادو اچڻ لڳا.

هن لکيو: ”اسان ڄاڻيون ٿا ته چنڊ سائي پنير مان ناهي ٺهيو ۽ اهو ته چنڊ جي اونداهي پاسي وڏا وڏا کڏا ٿي چڪا آهن ۽ اهو ته يسوع ۽ سقراط کي موت جي سزا ملي هئي، ان ڪري هر ماڻهوءَ کي اڳي يا پوءِ مرڻو آهي، اهو ته ايڪروپولس جون عظيم عبادتگاهون پنجين صدي ق م ۾ فارس وارن سان جنگين کان پوءِ اڏيون ويون هيون ۽ اهو پڻ ته آڳاٽي يونان جي اهم ترين اڳڪٿي ڊيلفي جي اڳڪٿي هئي.“

جن ڳالهين تي اسان رڳو ايمان آڻي سگهون ٿا. انهن جي مثالن لاءِ سوفي انهن سوالن جو ذڪر ڪيو: ”ڇا ٻين ستارن تي زندگي موجود آهي يا نه؟ خدا جو وجود آهي يا نه؟ ڇا حياتي ڪانپوءِ موت آهي؟ ڇا يسوع خدا جو پٽ هو يا رڳو ڪنهن ڏاهي ماڻهوءَ جو؟“ ”اسان کي پڪ سان اها ڄاڻ ناهي ته دنيا ڪٿان آئي آهي؟“ هن پنهنجي لسٽ مڪمل ڪندي لکيو: ”ڪائنات جي پيٽا ڪنهن وڏي سيهڙ سان ڪري سگهجي ٿي، جنهن کي ٽاپ هيٽ مان ٻاهر ڪڍيو ويو هجي. فَلسفي سيهڙ جي ڪل جي سنهن وارن تي چڙهڻ جي ڪوشش ڪندا آهن ۽ جادوگر اکين ۾ اکيون وجهي ڏسندا رهندا آهن. ڇا اُهي پنهنجين ڪوشش ۾ ڪامياب ٿي ويندا؟ ان سوال جو مختلف ماڻهن مختلف جواب ڏنو آهي. پر صحيح جواب ڪهڙو آهي، ان لاءِ حتمي طور ڪجھ به نٿو چئي سگهجي. پر جيڪڏهن هر فلسفي ٻي فَلسفي جي ڪلهن تي چڙهي وڃي، اُهي سيهڙ جي ڪل تي وڏيڪ مٿي هليا ويندا ۽ پوءِ منهنجي خيال ۾ انهن کي ڪنهن ڏهاڙي سوپ ملڻ جو موقعو ملي ويندو. وڏيڪ اهو ته: بائبل ۾ هڪ اهڙي شيءِ جو ذڪر آهي جيڪا سيهڙ جو سنهڙو وار ٿي سگهي ٿي. ان وار کي بابل جو مينار چيو ويندو هو، ان کي ان ڪري تباهه ڪيو ويو ڇو ته عظيم جادوگر نه پيو چاهي ته ننڍڙا انساني جيت جڙا رڙهندا رڙهندا اچي سهيڙ تي، جنهن کي هن تازو تخليق ڪيو هو، ايڏو مٿي نڪري وڃن.“

اڳيون سوال هو: ”ڪجھ اهڙن عنصرن جي نشاندهي ڪيو جيڪي انسان جي حياتي واري فلسفي ۾ ڪونه ڪو ڪردار ادا ڪندا هجن؟“ ”هتي پرورش، تربيت ۽ ماحول اهم آهن. افلاطون جي زماني جي ماڻهن جي حياتي جو فلسفو اڄ جي اڄ ڪلهه ڳڻين ماڻهن جي حياتي واري فلسفي کان مختلف هو ڇو ته اُهي مختلف زماني ۽ مختلف ماحول ۾ رهندا هئا. هڪڙو عنصر اُهو تجربو آهي جنهن مان ماڻهو گذرڻ چاهين ٿا. مڪمل عقل ماحول مان ناهي ملندو، اهو هر شخص ۾ موجود هوندو آهي. ماحول ۽ معاشرتي صورت جي پيٽا انهن حالتن سان ڪري سگهجي ٿي جيڪي افلاطون جي زمين اندر ڇر ۾ هيون. پنهنجي ذهانت کي استعمال ڪري ماڻهو پنهنجو پاڻ کي اونداهي مان ٻاهر ڪڍي سگهن ٿا. پر اهڙي قسم جي سفر لاءِ ذاتي حوصلي ۽ سورهيائي جي گهرج هوندي آهي. سقراط اهڙي قسم جي شخص جو مثال آهي جنهن پنهنجي ذهانت جي آڌار تي پنهنجو پاڻ کي زماني ۾ موجود غالب نظرين کان پري رکيو هو.“ آخر ۾ هن لکيو، ”اڄڪلهه مختلف علائقن ۽ مختلف ثقافتن جي ماڻهن وچ ۾ پيار وڌندو پيو وڃي. عيسائي، مسلمان ۽ ٻڌمت جا پوئلڳ هڪ عمارت جي فليٽن ۾ رهي سگهن ٿا. جڏهن صورتحال اهڙي ٿي وڃي ته پوءِ

اِهو پڇڻ اهم نہ ٿو رهي تہ سڀ ماڻهو هڪ ئي شيءِ تي ايمان ڇو نہ ٿا آڻين؟ پر هڪ ٻئي جي عقيدن کي تسليم ڪرڻ وڏيڪ اهميت اختيار ڪري ويندو آهي.“

خراب جواب ناهي. سوفي سوچيو، هن کي پڪ هئي تہ هن جيڪو بہ پنهنجي فلسفي واري استاد کان سکيو هو، ان جي سهڪار سان هوءَ ڪجهہ نہ ڪجهہ لکڻ ۾ ڪامياب ٿي هئي ۽ هن ٻين کان بہ جيڪو ڪجهہ ٻڌو ۽ پڙهيو هيو، ان ۾ ڪجهہ پنهنجي عقل کي استعمال ڪري وڌيڪ واڌارو پڻ ڪري سگهي هئي.

هاڻي هن ٽين سوال تي ڌيان ڏنو، ”ضمير جو مفهوم ڇا آهي؟ توهان جي خيال ۾ سڀني ماڻهن جو ضمير هڪ جهڙو هوندو آهي؟“ ان سوال تي ڪلاس ۾ بہ ڪافي بحث ٿي چڪو هو. سوفي لکيو: ”ضمير انسانن جي سٺائي ۽ بڇڙائي بابت پنهنجو ردعمل ظاهر ڪرڻ جي صلاحيت هوندي آهي. منهنجي ذاتي راءِ ۾ هر ماڻهوءَ وٽ اها صلاحيت امانت هوندي آهي. ٻين لفظن ۾ چئي سگهجي ٿو تہ اها صلاحيت پيدائشي آهي. سقراط بہ اِهائي ڳالهہ ڪري ها، پر ضمير آخر ڪهڙي شيءِ جو حڪم ڏيندو آهي، اهو مختلف ماڻهن ۾ مختلف ٿي سگهي ٿو. اسان چئي سگهون ٿا تہ سو فسطائين (Sophists) ان سلسلي ۾ جيڪو ڪجهہ چيو هو ان کي نظرانداز نٿو ڪري سگهجي. هنن جو چوڻ هو تہ سٺائي ۽ بڇڙائي اُهي ڳالهيون آهن جن کي اُهو ماحول مقرر ڪندو آهي جنهن ۾ فرد جي پرورش ٿيل هوندي آهي. ان جي ابتڙ سقراط جو خيال هو تہ سڀني ماڻهن جو ضمير هڪ جهڙو هوندو آهي. شايد ٻئي نظريا درست هئا، ٻين اُڌو پاڻ کي اگهاڙو پيش ڪرڻ تي هر ماڻهو پاڻ کي ڏوهي نہ بہ سمجهندو هجي، پر جيڪڏهن ٻين سان ڪميڻائپ ڪجي تہ اهڙي قسم جو رويو اختيار ڪرڻ تي اڪثر ماڻهن جو ضمير انهن کي جهٽڪو ضرور ڏيندو، پوءِ بہ اها ڳالهہ ياد رکڻ گهرجي تہ ضمير وارو هجڻ ۽ ضمير جو استعمال ڪرڻ هڪ شَيءِ ناهي. ڏسڻ ۾ اِهو نظر ايندو آهي تہ ماڻهو بي ايماني يا غيراخلاقي حرڪت ڪرڻ ۾ ڪابہ جهجهڪ محسوس ناهن ڪندا. پر مون کي يقين آهي تہ انهن جي باطن ۾ ڏور ڪٿي نہ ڪٿي ڪنهن قسم جو ضمير ضرور هوندو آهي. اهو بلڪل ايئن آهي جيئن ڪجهہ ماڻهن کي ڏسي ظاهر ۾ اهو احساس ٿيندو آهي تہ عقل انهن جي ويجهو کان بہ ناهي لنگهيو، پر اصل ڳالهہ اها ناهي پر اِها آهي تہ عقل انهن ماڻهن ۾ بہ هوندو آهي پر اُهي ان کي استعمال ناهن ڪندا. مطلب تہ عقل ۽ ضمير جي پيٽا انساني ڏورن (ٻانهن وغيره جا) سان ڪري سگهجي ٿي. جيڪڏهن توهان پنهنجو ڪو ڏورو استعمال نٿا ڪريو، اِهو ڏينهون ڏينهن ڪمزور ٿيندو ويندو.“

هاڻي رڳو هڪ سوال رهجي ويو هو. ”قدرن جي ترجيح مان ڇا مراد آهي؟“ اها هڪ ٻي ڳالهه هئي، جنهن تي انهن جو ويجهڙ ۾ بحث ٿيو هو، مثال طور ڪار هلائڻ ۽ هڪ جاءِ کان ٻي جاءِ تائين تيزيءَ سان پهچڻ قدر لائق ٿي سگهي ٿو. پر جيڪڏهن ڊرائيونگ جي نتيجي ۾ ٻيلي کي تباهي اچي ۽ قدرتي ماحول ۾ آلودگي ڦهلجي، پوءِ توهان کي قدرن جي چونڊ جو مسئلو ٿيندو آهي. گهري ويچار کان پوءِ سوفي، ان نتيجي تي پهتي آهي ته گهٽ ۾ گهٽ وقت سر ڪم تي پهچڻ جي ڀيٽ ۾ صحت مند ٻيلا ۽ صاف سٿرو ماحول وڌيڪ اهميت وارا آهن. هن ٻيا ڪيئي مثال ڏنا. آخر ۾ هن لکيو: ”ذاتي طور تي مان سمجهان ٿي ته انگلش گرامر جي ڀيٽ ۾ فلسفو وڌيڪ اهم مضمون آهي. ان ڪري قدرن جي سمجھ واري ترجيح اها ئي هجڻ گهرجي ته فلسفو نصاب ۾ شامل ڪيو وڃي ۽ انگريزيءَ جا ڪجھ سبق گهٽايا وڃن.“

آخري وقفي دوران سوفيءَ جو استاد کيس هڪ ڪنڊ ۾ وٺي ويو.

”مان تنهنجو مذهبيات وارو پرچو پڙهي چڪو آهيان.“ هن چيو، ”اهو پرچن جي ڍير ۾ سيني کان مٿي پيو هو.“

”مون کي پڪ آهي ته توهان پڙهڻ کانپوءِ ڪجھ سوچڻ تي مجبور ٿي ويا هوندا.“

”بلڪل. مان تو سان اهڙي ئي قسم جي ڳالهه ڪرڻ پئي چاهي، ڪيترن ئي حوالن سان تنهنجي پرچي ۾ وڏين ڳالهين جو مظاهرو ڪيو ويو آهي. ماڻهو کي واقعي تعجب ٿيندو آهي. ڀيو ته تو ٻين کان ڪجھ به ناهي ورتو، جيڪو ڪجھ لکيو اٿئي پاڻ لکيو اٿئي. پر سوفي، تو تياري ڪئي هئي؟“

سوفي ٿورو سوچ ۾ پئجي وئي ۽ هرويرو پنهنجين آڱرين سان کيڏڻ لڳي.

”خير، توهان پاڻ ئي چيو هو ته وڌيڪ اهم ڳالهه اها آهي ته ماڻهوءَ جو پنهنجو خيال هجي.“

”ها مون چيو هو...... پر ان جي به ڪا حد هوندي آهي.“

سوفي پنهنجون نگاهون هن جي اکين ۾ وڌيون. هن کي محسوس ٿي رهيو هو ته کيس تازو جنهن تجربي مان گذرڻو پيو هو، ان کان پوءِ هوءَ اهڙي قسم جي حرڪت ڪري سگهي ٿي.

”مون فلسفي ۾ پڙهڻ شروع ڪيو آهي.“ هن چيو، ”اهو ذاتي راءِ جوڙڻ لاءِ سٺو پس منظر ڏيندو آهي.“

”پر ان سان مون کي تنهنجو پرچو چيڪ ڪرڻ ۾ سولائي نه ٿي ملي. مان توکي يا A گريڊ ڏيندس يا وري D گريڊ.“

”شايد ان جو ڪارڻ اهو هوندو ته يا منهنجو جواب بلڪل صحيح هوندو يا بلڪل غلط. توهان جو مطلب اهو ئي آهي نه.“

”هن پيري ته مون توکي A گريڊ ڏئي ڇڏيو آهي، پر ايندڙ پيري ڪتاب مان تياري ڪري اچجانءِ!“

جڏهن ان ٽيپهريءَ جو سوفي واپس گهر آئي، هن پنهنجو ٿيلهو ٻاهرين ڏاڪڻ تي اڇلي ڇڏيو ۽ ڊوڙندي پنهنجي ڳجهي جاءِ (غار) وٽ پهتي. اتي خاڪي لفافو پيل هو.

سوفي لفافو کڻي سامهون واري دروازي مان گهر اندر هلي آئي، هن جانورن کي خوراڪ ڏني ۽ پوءِ هوءَ مٿي پنهنجي ڪمري ۾ آئي، هوءَ پنهنجي بستري تي سمهي پئي ۽ البرٽو جو خط کولي پڙهڻ لڳي.

## يونانيت

فطري فلسفين ۽ سقراط افلاطون ۽ ارسطوءَ کي پڙهڻ کان پوءِ تون يورپي فلسفي جي بنياد بابت ڄاڻي چڪي آهين. ان ڪري هاڻي انهن سوالن جي ضرورت ناهي جيڪي توکي اڇن لفافن ۾ ملندا هئا. منهنجو خيال آهي توکي استادن وٽان گهر ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ گهڻو ڪم ملندو هوندو ۽ تنهنجا امتحان به هلندا هوندا.

هاڻي مان توکي ان ڊگهي زماني بابت ٻڌايان ٿو جيڪو مسيح جي پيدائش کان اٽڪل 400 سال اڳ جو آهي. ڏس، هاڻي اسان ق م ۽ عيسوي سن ٻئي لکي سگهون ٿا، ڇو ته عيسائيت ان دؤر جو اهم ترين ۽ پراسرار عنصر هو.

ارسطو 322 ق م ۾ وفات ڪئي.... سڪندر اعظم (356 ق م کان 323 ق م) جي سوڀن جي نتيجي ۾ جيڪا سياسي اٿل پٿل ٿي هئي، ان سا ايٿينز جي ڪردار کي ڌڪ لڳو.

سڪندراعظم مقدونيا جو بادشاهه هيو. ارسطو جو تعلق به مقدونيا سان هو ۽ هو ڪجهه وقت ته نوجوان سڪندر جو استاد به رهي چڪو هو. اهو سڪندر ئي هو جنهن فارس وارن کي آخري شڪست ڏني هئي ۽ وڌيڪ اهو ته، سوفي، هن پنهنجي ڪيترن ئي فوجي سوڀن وسيلي مصر ۽ هندستان تائين اوڀر کي يوناني تهذيب سان ملائي ڇڏيو هو.

اتان انساني تاريخ جي نئين دؤر جي شروعات ٿيندي آهي. هاڻي هڪ اهڙي تهذيب وجود ۾ آئي جنهن ۾ يوناني ثقافت ۽

ٻولي اڳواٽي وارو ڪردار ادا ڪيو. اهو دؤر جيڪو ٽي سؤ سالن جو آهي، يونانيت (Hellenism) چئبو آهي. يونانيت جو اصطلاح هڪ دؤر طور پڻ استعمال ٿيندو آهي ۽ ان ثقافت لاءِ به جنهن تي يونانين جي ڇاپ لڳل هئي ۽ جيڪا ٽن يوناني ملڪن... مقدونيا، شام ۽ مصر... ۾ مروج هئي.

مسيح جي پيدائش کان پنجاهه سال اڳ فوجي توڙي سياسي حوالي سان روم کي برتري حاصل ٿي وئي، نئين سپرپاور هوريان هوريان سمورين يونان سلطنتن کي چٽي ڇڏيو ۽ ان کان پوءِ اولهه ۾ هسپانيا کان وٺي وچ اوڀر تائين رومي ثقافت ۽ لاطيني ٻولي جو پَڙ وزني ٿي ويو. اها رومي دؤر جي شروعات هئي.... توکي هڪ ڳالهه ياد رکڻ گهرجي..... رومين پاران يوناني دنيا کي چٽڻ کان اڳ ۾ روم خود يوناني ثقافت جو هڪ صوبو هيو. ان ڪري يونانين.... جو فلسفو ۽ ثقافت پوءِ به اهم ڪردار ادا ڪندا رهيا.

## مذهب، فلسفو ۽ سائنس

يونانيت جي هڪ وصف اها حقيقت هئي ته مختلف ملڪن ۽ ثقافتن جي وچ ۾ حدبنديون ختم ٿي ويون. ان کان اڳ ۾ يوناني، رومي، مصري، شامي ۽ فارس وارا ان شيءِ اندر، جنهن کي عام طور تي ”قومي مذهب“ چيو ويندو آهي، پنهنجي ديوتائن جي پوڄا ڪندا هئا. هاڻي مختلف ثقافتون پاڻ ۾ ايئن گڏجي ويون آهن جڻ مختلف مذهبي، سائنسي ۽ فلسفياڻي خيالن کي ڪجهه عظيم جادوگريائين ڪڙهائي ۾ ڪاڙهي هڪ ڪري ڇڏيو هجي.

اسان اڳ ۾ به ذڪر ڪري چڪا آهيون ته حياتي جو يوناني فڪر اڳوڻين ثقافتي حدن ۾ محدود نه رهيو هو، ان جو ڦهلاءُ ڏور ڏور تائين هو. پر جيئن جيئن وقت گذرندو ويو، روم جي سمنڊ ڪناري وارن ملڪن ۾ اوڀر جي ديوتائن جي پوڄا به شروع ٿي وئي، مذهب جون نيون نيون صورتون ظاهر ٿيڻ لڳيون جيڪي ڪيترن ئي آڳاٽي قومن جي ديوتائن ۽ عقيدن کي جڏهن دل چوندي هئي، پنهنجو حصو بڻائي ڇڏينديون هيون. ان کي عقيدن جو ميلاپ (Syncretism) چئبو آهي.

ان کان اڳ ۾ ماڻهن کي پنهنجي برادري ۽ پنهنجي شهري رياست سان سگهارن لاڳاپن جو احساس هوندو هو. جڏهن سرحدون

۽ حدبنديون ختم ٿي ويون، اڻ ڳڻين ماڻهن کي پنهنجي زندگيءَ جي فلسفي بابت شڪ ۽ بي يقينيءَ جو تجربو ٿيڻ لڳو. پراڻي زماني جون عام خاصيتون مذهبي شڪ، ثقافتي هار ۽ مايوسي آهن. اهو چيو وڃڻ لڳو ته، ”دنيا پوڙهي ٿي وئي آهي.“

يونانيت جي زماني ۾ جيڪي ڏينهون ڏينهن نوان نوان مذهبي لاڙا ۽ فرقا جڙي رهيا هئا، انهن ۾ هڪ ڳالهه ساڳي هئي، اُهي پنهنجي تعليم ۾ ان ڳالهه تي زور ڏيندا رهندا هئا ته انسان موت کان ڪهڙي ريت آجپو حاصل ڪري سگهي ٿو. انهن جي تعليم جو اِهو حصو گهڻو ڪري ڳجهو هوندو هو. ان تعليم کي مڃڻ ۽ ڪجهه رسمن کي ادا ڪرڻ کان پوءِ اعتقاد ڪندڙن کي روح جي بقا ۽ ابدي زندگي جي اميد ٿي سگهندي آهي. روح جي آجپي لاءِ جيترين رسمون ڪرڻ جي گهرج ضروري هئي اوتري ئي اِها ڳالهه ضروري هئي ته ماڻهو صحيح فطرت بابت خاص قسم جي سمجهه حاصل ڪري.

سوفي، نون مذهبن بابت ايترو ئي ڪوڙ آهي پر فلسفو به ڏهاڙي ”نجات“ ۽ شانتي ڏانهن وکون وڌائي رهيو هو. هاڻي اهو سمجهيو وڃڻ لڳو ته فلسفياڻي سمجهه نه رڳو پنهنجو انعام پاڻ آهي، ان کي انسان مان مايوسي ۽ موت جي ڊپ مان به ڇوٽڪارو ڏيارڻ گهرجي. ايئن فلسفي ۽ مذهب جي وچ ۾ حدبنديون هوريان هوريان ختم ڪيون ويون.

عام طور تي يونانيت جي فلسفي ۾ ڪا نئين ڳالهه ڪونه هئي جنهن تي ماڻهو سُڪ ٿي وڃي، ڪو نئون افلاطون يا ارسطو وري سامهون نه آيو، ان جي ابتڙ ايٿينز جي ٽنهي عظيم فلسفين جي فڪر ڪيترن ئي فلسفياڻن لاڙن کي اُپاريو، جن جو هاڻي مختصر خاڪو پيش ڪندس.

يوناني سائنس به مختلف ثقافتن مان حاصل ڪيل علمن جي ملاوٽ کان متاثر ٿي، هتي سڪندريا جي شهر، جيڪو اوله ۽ اوڀر کي ملائيندڙ هو، مک ڪردار ادا ڪيو. ايٿينز فلسفي جي مرڪز جي حيثيت سا ضرور موجود هيو، ڇو ته اتي افلاطون ۽ ارسطو کان پوءِ فلسفي جا اسڪول هلندا رهيا، پر سائنس جو مرڪز اسڪندريا بڻجي ويو. پنهنجي وڏي ۽ ويڪري لئبريري جي ڪري هي رياضي، ستارن جي علم، حياتيات ۽ طب جي علمن جي پڙهڻ ۽ تحقيق جو مرڪز بڻجي ويو.

يوناني ثقافت جي پيٽا اڄ جي دنيا سان ب ڪري سگهجي ٿي، ويهين صدي ۾ هڪ اهڙي تهذيب کان متاثر ٿي آهي جيڪا روزانو پنهنجي اندر نوان نوان خيال پيدا ڪري رهي آهي ۽ نون نون خيالن جي حملن جو نتيجو اهو نڪتو آهي جو مذهب ۽ فلسفو انتهائي گهڻي اٿل پٿل جو شڪار ٿيڻ لڳا آهن ۽ جهڙي ريت مسيحي دؤر جي منڍ ۾ يوناني، مصري ۽ اوڀر جي مذهب جا پوئلڳ روم ۾ ڪلهوڪلهي ۾ ملائي نظر ايندا هئا ۽ هاڻي جڏهن اسان ويهين صديءَ جي پڇاڙيءَ کي ڇهڻ وارا آهيون، اسان کي يورپ جي سمورن ننڍن وڏن شهرن ۾ دنيا جي سمورن حصن جي مذهبن جا پوئلڳ ملن ٿا.

اڄ اسان اهو ب ڏسي سگهون ٿا ت پراڻن ۽ نون مذهبن، فلسفن ۽ سائنس جو ميل ڪهڙي ريت ”زندگي جي نقط نظر“ جي مارڪيٽ ۾ نين آڇن جي بنياد تي جُڙي سگهي ٿو. اصل ۾ ”نئين علم“ جو گهڻو حصو پراڻن خيالن ئي جو، جن مان ڪجھ جون پاڙون واپس يونانيت تائين پهچن ٿيون، بچيل خيالن جو حصو آهي جيڪي ختم ٿيڻ کان بچي ويا.

جيئن ت اسان چئي چڪا آهيون ت سقراط، افلاطون ۽ ارسطو جيڪي سوال اُڀاريا هئا، يونانيت جو فلسفو انهن سان ئي جهيڙيندو رهيو. انهن سڀني ۾ اها ڳالھ ساڳي هئي جو انهن جي خواهش هئي ت اهو ڳوليو وڃي ت انسان ڪهڙي طريقي سان بهترين زندگي گذاري سگهي ٿو ۽ موت قبول ڪري سگهي ٿو. ايئن چئجي ت سندن مٿي جو سور اخلاقيات هو. نئين تهذيب ۾ اهو مرڪزي فلسفياڻو پراجيڪٽ بڻجي ويو، وڏو زور ان ڳالھ تي هو ۽ ڪيئن جاڻجي ت سچي خوشي حاصل ڪرڻ ڪيئن ممڪن آهي. اسان انهن مان چئن فلسفياڻن لاڙن جو جائزو وٺنداسين.

## ڪلبي

ڪهاڻي ڪجھ هيئن بيان ڪئي ويندي آهي ت هڪ ڏهاڙي سقراط ريڙهي آڏو، جنهن تي دنيا جهان جون شيون رکيل هيون، ڏيان سان ڏسي رهيو هو. هن کان چپ ن ٿي سگهي ۽ چئي ڏنائين: ”هي ڪهڙيون شيون آهن جن جي مونکي ڪا ب ضرورت ناهي.“

سقراط جو اهو بيان ڪلبي اسڪول جو متو چئي سگهجي ٿو ان اسڪول يا درسگاھ جو بنياد انٽيسٿينس (Antisthenes) مسيح

جي پيدائش کان چار سؤ سال اڳ ايٿينز ۾ رکيو هو.

انٽيسٿينس سقراط جو شاگرد هيو ۽ ان کي ان جي گهٽ خرچي ۾ خاص طور تي دلچسپي پيدا ٿي وئي هئي.

ڪلبي ان ڳالهه تي زور ڏيندا هئا تہ سچي خوشي ظاهري عياشي، سياسي سگهه يا سٺي صحت جهڙن ٻاهرين فائدن سان ناهي ملندي. جيئن تہ سچي خوشي اهڙن مفادن جي تابع ناهي هوندي، اها هر شخص حاصل ڪري سگهي ٿو. وڌيڪ اهو تہ، جيڪڏهن اها هڪ ڀيرو ملي وڃي تہ پوءِ اُن جي کسجڻ جو ڪو بہ امڪان ناهي رهندو.

مشهور ڪلبي ڊيوجانس (Diogenes) هيو، هُو انٽيسٿينس جو شاگرد هو ۽ مشهور آهي تہ هو گول پيپ (Barrel) ۾ رهندو هو. هن وٽ هڪ جبي، لٺ ۽ مانين جي ٿيلهي کان سواءِ ڪجهہ بہ نہ هو. (ان ڪري هن جي خوشي چورائڻ ڪو سولو ڪم نہ هو!) هڪ ڏينهن هو پنهنجي پيپ آڏو اس جو مزو وٺي رهيو هو، سڪندراعظم ساڻس ملاقات لاءِ آيو ۽ سندس آڏو بيهي پڇيائين، ”مان توهان جي ڪهڙي خدمت ڪري سگهان ٿو؟ توهان کي جنهن بہ شيءِ جي خواهش هجي توهان کي ملي ويندي.“

”ها مون کي هڪ شيءِ گهرجي ٿي.“ ڊيوجانس وراڻيو، ”ٿورو پري ٿي بيهو، توهان مون تائين اس پهچڻ نہ ٿا ڏيو.“ ايئن ڊيوجانس پنهنجي جواب سان ٻڌائي ڇڏيو هيو تہ ان عظيم انسان کان جيڪو سندس آڏو بيٺل هيو، ان کان گهٽ خوش ۽ آسودو ناهي. هن کي جيڪي شيءِ گهربل هئي سا وٽس موجود هئي.

ڪلبين جو عقيدو هيو تہ ماڻهن کي پنهنجي صحت لاءِ ڳڻتي نہ ڪرڻ گهرجي. ڏک ۽ موت سان بہ انهن کي پريشان نہ ٿيڻ گهرجي ۽ نہ ئي ٻين جي ڏکن لاءِ پنهنجي جان ڦاسائجي.

اڄڪلهہ ”ڪلبي“ ۽ ”ڪلبيت“ جو مفهوم مٽجي ويو آهي. هاڻي ڪلبي ان ماڻهو کي چوندا آهن جيڪو انساني خلوص تي شڪ ڪندو آهي ۽ ٻين جي ڏکن سورن جي معاملي ۾ بي نياز ۽ بي حس هوندو آهي.

## رواقي

ڪلبي رواقي (Stoic) فلسفي جي اسڪول، جيڪو ايٿينز ۾

لڳ ڀڳ ٽي سؤ قبل مسيح هيو ان جي ڪري اپريا. ان جو باني زينو (Zeno) (اٽڪل 334 ق م کان 262 ق م) هو. زينو اصل ۾ قبرص کان آيو هو. هن جو جهاز سمنڊ ۾ تباهه ٿيو ۽ هو بچندو ايٿينز پهچي ويو. اتي اچي هو ڪلبين سان گڏجي ويو، هو پنهنجن پوئلڳن کي هڪ ورانڊي ۾ گڏ ڪندو هو. رواقي جو هم معنيٰ انگريزي لفظ Stoic يوناني لفظ Stoa مان نڪتل آهي. جنهن جو مطلب ورانڊو يا پورچ آهي رواقيت (Stoicism) بعد ۾ رومي ثقافت لاءِ وڏي اهميت حاصل ڪئي.

هيرا ڪليتوس وانگر رواقين جو به عقيدو هو ته هر ماڻهوءَ پوري عقل.... يا Logos جو جزو آهي. هو سمجهندا هئا ته هر ماڻهو پنهنجي ذات ۾ ننڍڙي ڪائنات (Microcosmos) آهي جيڪو وڏي ڪائنات (Macro Cosmos) جو پاڇو آهي.

ان مان اهو تصور اُڀريو ته ڪو ڪائناتي قانون يا نالي ۾ فطرت جو قانون موجود آهي. جيئن ته اهو ڪائناتي قانون وقت جي قيد کان آجو (Timeless) انساني ۽ ڪائناتي يا آفاقي عقل تي ٻڌل آهي، اهو زمان ۽ مڪان تبديل ناهي ڪندو. ان معامري ۾ رواقي سو فسطائين جي ابتڙ ارسطو جا حمايتي هئا.

فطرت جو قانون غلامن سوڌو سمورن انسانن تي حاوي آهي، رواقي سمجهندا هئا ته مختلف ملڪن جا قانون ۽ قاعدا ان ”قانون“ جو اڻپورو نقل آهن جيڪو خود فطرت ۾ سگهه سان پيئل آهي.

جهڙي ريت رواقين فرد ۽ ڪائنات جي وچ ۾ فرق ختم ڪيو، اهڙي ريت اُهي ان ڳالهه کان به انڪاري هئا ته ”روح“ (Spirit) ۽ مادي (matter) جي وچ ۾ ڪا ڇڪتاڻ ٿي سگهي ٿي، انهن جي دعويٰ هئي ته فطرت رڳو هڪ آهي اهڙي قسم جي تصور کي احديت (Monism) چئبو آهي. (ان جي مقابلي ۾ افلاطون (Dualism) يا ٻٽي حقيقت جو قائل هو.)

پنهنجي وقت جي سچي ٻارن جي حيثيت سان رواقي چٽي نموني (Cosmopolotan) هئا ڇو ته اُهي ڪلبين جي ڀيٽ ۾ موجود ثقافتن کي قبول ڪرڻ لاءِ تيار هئا. هو ان ڳالهه ڏانهن ڌيان ڇڪرائيندا هئا ته سڀ انسان هڪ ٻئي جا همراهي آهن. اُهي سياست ۾ دلچسپي وٺندا هئا، انهن مان ڪيترائي مدبر هئا، خاص طور تي روم جو بادشاهه مارڪس اورليس (Marcus Aurelins) (121 کان 180) ڪم وارو مدبر هيو. انهن روم ۾ يوناني فلسفي ۽

ثقافت جي حوصلا افزائي ڪئي، انهن مان هڪ سنو تقرير ڪندڙ فلسفي ۽ ڏاهو سسرو (Cicero) (106 ق م کان 43 ق م) هو. سسرو ئي اُهو ماڻهو آهي جنهن ''انساني دوستي'' (Humanism) جو.... نظريو پيش ڪيو-جنهن ۾ ڌيان جو مرڪز فرد هوندو آهي، ڪجهه سالن کان پوءِ روم جي رواقي فلسفي سنيڪا (Seneca) (40 کان 65) چيو: ''انسان ذات جي ويجهو انسان ذات مقدس آهي.'' تڏهن کان اُهو ''انسان دوستي'' وارو نعرو هلندو پيو اچي.

وڏيڪ اهو ته رواقي ان ڳالهه تي زور ڏيندا هئا ته سڀ فطري عمل جيئن موت يا بيماري فطرت جي شڪست نه ڪائيندڙ قانونن جي پابندي ڪندا آهن. ان ڪري انسان کي پنهنجي تقدير مڃڻ سکڻ گهرجي..... انهن جو خيال هو ته ماڻهوءَ کي زندگيءَ جا خوشين ڀريا واقعا به ذهني توازن وجائي بنا قبول ڪرڻ گهرجن.... اڄ به اسان اهڙي ماڻهوءَ لاءِ جيڪو جذبن کان هارايل ناهي هوندو، (Stoic- calm) استعمال ڪندا آهيون (ڏکاين ۽ سورن کي شڪايت ڪئي بنا پرسڪون انداز ۾ برداشت ڪرڻ.)

## ايپيقور

اسان ڏسي چڪا آهيون ته سقراط جو اهو مسئلو هو ته هو ڄاڻڻ پيو چاهي، انسان سٺي زندگي ڪيئن گذاري سگهي ٿو. ڪلبين ۽ رواقين ٻنهي ان فلسفي جي جيڪا تشريح ڪئي، ان جو مفهوم اهو ٿو نڪري ته انسان کي مادي عيشن کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ گهرجي. پر سقراط جو هڪ ٻيو به شاگرد هيو، ان جو نالو ارسٽيپوس (Aristippus) (اٽڪل 435 ق م کان 356 ق م) هو. هن جو ايمان هيو ته زندگي جو مقصد اهو آهي ته حواس سان ممڪن حد تائين اعليٰ ترين لذت حاصل ڪئي وڃي. ''اعليٰ ترين لذت خوشي آهي.'' هن جو چوڻ هو ''۽ بدترين برائي ڏک آهي.'' هن جو مطلب ڏک ۽ تڪليفن کان بچڻ هو، (ڪلبي ۽ رواقي هر قسم جي ڏک کي برداشت ڪرڻ ۾ يقين رکندا هئا. هي ڏک کان بچڻ جي ڪوشش ڪرڻ کان مختلف شيءِ آهي.)

مسيح جي پيدائش کان اٽڪل ٽي سال اڳ ايپيقورس (Epicurus) (341 ق م کان 270 ق م) هڪ فلسفي جي مدرسي جو بنياد وڌو، هن جي پوئلڳن کي ايپي قور (Epicueans) چئبو آهي. هن ارسٽيپوس جي مزي/ لذت واري فلسفي کي اڳتي وڌايو

۽ ان کي ديموڪريتوس جي ايٽم واري نظريي سان وچي ملائي ڇڏيو.

ڪهاڻي هيئن بيان ڪئي ويندي آهي ته ايپيقور ڪنهن باغ ۾ رهندا هئا، ان ڪري انهن کي ”باغن جا فلسفي“ چيو ويندو آهي. ٻڌايو ويندو آهي ته باغ جي دروازي تي هڪ ڪتبي تي لکيل هو: ”اجنبي، تون هتي سٺي زندگي گذاريندين، هتي مزو يا لذت اعليٰ ترين چڱائي سمجهي ويندي آهي.“

ايپيقور سدائين ان ڳالهه تي زور ڏيندا هئا ته ڪنهن ڪم جي مزي ڀريل نتيجن کي ان جي اڻ وڻندڙ ممڪن ننڍن اثرن کي پيٽ ۾ رکي ڏسڻ گهرجي. جيڪڏهن تو ڪڏهن چاڪليٽ جي معامري ۾ حرص ڪيو هوندو، ته تون منهنجو مطلب سمجهي وئي هوندينءَ. جيڪڏهن نه ته اهو ڪم ڪري ڏس، تون پنهنجي خرچي مان جيڪي ٻه ڏوڪڙ بچايا آهن. انهن مان ٻه سؤ ڪرائون جا چاڪليٽ خريد ڪر (اهو فرض ڪيون ٿا ته توکي چاڪليٽ وڻندا آهن.) ان سلسلي ۾ اهم ڳالهه اها آهي ته تون سڀ چاڪليٽ هڪ ئي وقت کائي ڇڏ. جيڪڏهن تون سڀ چاڪليٽ کائي چڪي هوندينءَ ان کان اڌ ڪلاڪ پوءِ توکي محسوس ٿيندو ته ايپي قور جو ننڍن اڻوندڙ اثرن مان ڇا مطلب هو.

ايپيقورن جو اهو پڻ عقيدو هو ته ننڍڙي وقت ۾ جيڪو مزي وارو نتيجو حاصل ٿيندو آهي ان جي ڀيٽا ان سان ڪئي وڃي ته شايد ڊگهي وقت ۾ وڌيڪ گهڻو، وڌيڪ هلندڙ ۽ تمام گهڻو لذت/ مزو حاصل ٿئي. (ممڪن آهي تون سمورو سال چاڪليٽ کائڻ کان پاسو ڪرين ڇو ته تون پنهنجي بچايل رقم مان سائيڪل خريدڻ يا ٻي ڪنهن ملڪ وڃڻ چاهين ٿي.) جانورن جي ابتڙ اسان پنهنجون زندگيون رٿا تحت گذارڻ جا مالڪ آهيون. اسان ۾ ”مزي جو اندازو“ لڳائڻ جي صلاحيت آهي. چاڪليٽ مزيدار شيءِ آهي، پر سائيڪل خريدڻ يا انگليند جو سير ڪرڻ ۾ وڌيڪ مزو ايندو آهي. ايپيقور جو لذت مان مطلب رڳو جسماني يا جنسي مزو نه هو، انهن موجب دوستي ۽ آرٽ وغيره جا قدر پڻ اهميت وارا هئا.

ڪيترن ئي ماڻهن کي ديوتائن جو ڀوَ ايپيقور جي باغ ۾ وٺي آيو. ان سلسلي ۾ ديموڪريتوس جو ايٽم وارو نظريو وڌيڪ فائدي ترياق هو، سٺي زندگي گذارڻ لاءِ موت جي ڊپ مٿان

چانئجڻ غير اهم ناهي، ان مقصد لاءِ ايپيقور ديموڪريتوس جي ”روحي ايٽمن“ (Soul atoms) جي نظريي کي ڪتب آندو. توکي ياد هوندو ته ديموڪريتوس جو عقيدو هو ته موت کان پوءِ ڪابه زندگي ناهي. جڏهن اسان فوت ٿيندا آهيون ”روحي ايٽم“ فضا ۾ چڙوچڙ ٿي ويندا آهن.

”موت اسان جو معامرو ناهي.“ ايپي قور چوندو هو، ”ڇو ته جيستائين اسان هتي موجود آهيون موت موجود ناهي ۽ جڏهن موت اچي ٿو ته اسان موجود ناهيون رهندا.“ (۽ جيڪڏهن تون ان باري ۾ سوچين ته توکي خبر پئجي ويندي ته لاش ڪڏهن به ناهي ٻڌائيندو ته هو پنهنجي موت تي پريشان آهي.)

ايپيقور موجب..... ديوتائن کان ڊڄڻ نه گهرجي. موت کان پريشان نه ٿيڻ گهرجي. چڱائي حاصل ڪرڻ سولي آهي، ڏيچاريندڙ صورتحال يا شيءِ کي برداشت ڪرڻ ڏکيو ناهي.

يوناني سوچ موجب فلسفياڻي فڪرن جي طبي فڪرن سان ڀيٽا ڪرڻ ڪا نئين ڳالهه ناهي. نيت رڳو اها هئي ته انسان کي کپي ته هو پنهنجو پاڻ کي ”فلسفياڻي دوائن جي پيٽي“ سان ڀري ڇڏي، جنهن ۾ اُهي چار ئي جزا موجود هجن جن جو مون ٿورو اڳ ۾ ذڪر ڪيو آهي.

رواقين جي ڀيٽ ۾ ايپيقورن کي سياست ۾ نالي ۾ دلچسپي هئي. ايپيقور جو مشورو هو ته: ”عزت جي زندگي گذاريو!“ اسان شايد ان جي ”باغ“ کي هاڻوڪي زماني جي Communes سان ڀيٽي سگهون ٿا.

اسان جي زماني ۾ به اڻ ڳڻيا اهڙا ماڻهو آهن جن معاشري کان ڏور ”محفوظ پناهگاهون“ ڳولي ڇڏيون آهن.

ايپيقور کان پوءِ اڻ ڳڻين ايپيقورن لذت پرستيءَ تي وڌيڪ زور ڏيڻ شروع ڪيو. انهن جو منتو هو: ”رڳو حال جي لمحي ۾ جيئرا رهو!“ اڄڪلهه لفظ ايپيقورياڻي (Epicurean) منفي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندو آهي. ان مان مراد اُهو شخص آهي جيڪو رڳو لذت واري زندگي گذارڻ چاهيندو آهي.

## افلاطونيت

جيئن ته مان توکي ٻڌائي چڪو آهيان ته ڪلبيت، ۽ رواقيت ۽ ايپيقوريت جون جڙون سقراط جي تعليم ۾ ڪپيل هيون، انهن سقراط

ڪان اڳ وارن ڪجھ فلسفين (مثال طور هيراڪليتوس ۽ ديموڪريتوس) جي تعليم مان بہ فائدو ورتو هو.

پر يونانيت جي پڇاڙيءَ زماني جا اهم ترين فلسفياڻا لاڙا سڀ کان وڏيڪ افلاطون جي فلسفي مان متاثر ٿيل هئا. ان ڪري پاڻ ان لاڙي کي ”افلاطونيت“ چوندا آهيون.

افلاطوني فلسفي جي اهم شخصيت پلوتينوس (Pltotinus) اٽڪل (205 کان 270ع) هو، هن يوناني فلسفي، فلسفي جي تعليم اسڪندريا مان حاصل ڪئي هئي بعد ۾ هو روم ۾ اچي رهيو. اهم ڳالھ اها آهي تہ هو اسڪندريا مان آيو هو ۽ اسڪندريا اُهو شهر هو جيڪو ڪيئي صدين کان يوناني فلسفي ۽ اوڀر جي سريت (Mysticism) جي ميلاپ جو مرڪزي هنڌ هيو. پلوتينوس پاڻ سان گڏ آجپي جو هڪ اهڙو نظريو آندو، جيڪو بعد ۾ عيسائيت جو، جڏهن ان جو وقت آيو، دشمن بڻجڻو هو، پوءِ بہ افلاطونيت عيسائين جي ان مذهبي فلسفي تي، جنهن جي اڪثريت پوئلڳي ڪندي هئي، گهرو اثر وڌو.

پلوتينوس جو عقيدو هو تہ دنيا ان پنڌ جو نالو آهي جيڪو ٻن قطبن جي وچ ۾ آهي. هڪڙي منڍ وٽ اُهو خدائي نور (Divine light) آهي جنهن کي هو احد (One) چوندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن هو ان کي خدا (God) چوندو آهي، ٻي منڍ وٽ مڪمل اونده (Absolute darkness) آهي جنهن تائين احد جي نور جو ڪوبہ ڪرڻو نٿو پهچي. پر پلوتينوس جو نڪتو اهو آهي تہ اونده جو ڪوبہ وجود ناهي، اِها رڳو نور جي غيرموجودگي آهي.... ٻين لفظن ۾ اها عدم موجود آهي. جيڪو ڪجھ موجود آهي خدا يا احد آهي. پر جيئن تہ روشنيءَ جو شعاع مسلسل گهٽبو رهبو آهي ۽ هوريان هوريان وسامي ويندي آهي، اهڙي ريت ڪٿي نہ ڪٿي اِهڙو هنڌ ايندو آهي جتي خدائي نور پهچي نہ ٿو سگهي.

پلوتينوس موجب روح احد جي نور مان روشن ٿيندو آهي، جڏهن تہ مادو اونده آهي جنهن جو ڪوبہ حقيقي وجود ناهي. پر فطرت جي بناوتن ۾ احد جي هلڪي چمڪ هوندي آهي.

ڪليل فضا ۾ باھ جي پيڙ جو تصور پنهنجي ذهن ۾ آڻ. رات جو پهر آهي، اُلا پڙڪن ٿا ۽ چڻنگون چئني ڏسائن ۾ اڏري رهيون آهن. اُن جي روشني جي وڏي ۽ ويڪري دائري جي انهن

حصن ۾ جيڪي باھ جي بلڪل ويجھا آھن، رات ڏينھن ۾ تبديل ٿي ويندي آھي، پر باھ جي روشني ميلن ڪان نظر ايندي آھي. جيڪڏھن اسان وڏيڪ پري هليا ويندا سين، اسان کي روشني جي هلڪي جھلڪ نظر ايندي نيٺ هڪ هنڌ اھڙو ايندو جتان اھا روشني نظر اچڻ بند ٿي ويندي، ڪٿي نہ ڪٿي روشنيءَ جا ڪرڻا رات ۾ گم ٿي ويندا ۽ جڏھن مڪمل اونده ٿيندي آھي اسان کي ڪجھ بہ نظر ناھي ايندو. شڪليون ۽ پاڇا بہ پنھنجو وجود وڃائي ويھندا آھن.

ھاڻي تصور ڪر حقيقت ان باھ جي اُلي وانگر آھي.... اُھو جيڪو پري رھيو آھي، خدا آھي.... اڳتي جيڪا اونده آھي اُھو سرد مادو آھي جنھن مان انسان ۽ جانور نھيا آھن. خدا جي ويجھي ۾ ويجھو ابدي مثال (Ideas) آھن جيڪي سموري مخلوق جي پھرين بناوٽ آھن. سڀ کان وڏي ڳالھ تہ انساني روح ”باھ جي چڻنگ“ آھي. پوءِ بہ سموري ڪائنات ۾ ھر هنڌ ڪجھ نہ ڪجھ خدائي نور چمڪي رھيو آھي. اسان سڀ جاندار مخلوق ان کي ڏسي سگھون ٿا. جيستائين گلن ... جو تعلق آھي، انھن ۾ بہ پنھنجي خدائي تجلي ھوندي آھي. جيئري خدا کان پري ۾ پري پنڌ تي متي، پاڻي ۽ پٿر آھن.

مان اھو چئي رھيو آھيان تہ ھر شيءِ موجود آھي ان ۾ ڪونہ ڪو خدائي ڳجھ آھي جيڪو سورج مکي ۾ بہ ڏسي سگھجي ٿو. ان اٿاھ راز جو ان کان وڌيڪ احساس اسان کي ان پوپٽ کي ڏسي ٿيندو آھي جيڪو ڪنھن لام تي پنھنجا پر سھائي رھيو ھوندو آھي... يا ان سنھري مڇيءَ جو مشاھدو ڪرڻ بعد ٿيندو آھي جيڪا پنھنجي ٿانو ۾ ترندي رھندي آھي. پر اسان خدا جي ويجھو ۾ ويجھو پنھنجي روح ۾ ھوندا آھيون، اسان رڳو اتي ئي زندگيءَ جي عظيم ڳجھ سان هڪ ٿيندا آھيون. سچي ڳالھ اھا آھي تہ رڳو ڪجھ ئي موقعن تي اسان تي اِھو تجربو ٿيندو آھي تہ اسان پاڻ ئي اِھو خدائي ڳجھ آھيون.

پلوتينوس جو استعارو افلاطون جي غار واري استعاري وانگر آھي: اسان غار جي منھن وٽ جيترو ويجھو ٿيندا آھيون، اسان اوترو ئي ان شيءِ جي ويجھو پھچندا آھيون جتان سموري زندگي ڦٽندي آھي. پر افلاطون جي انھيءَ صاف ٻٽي حقيقت جي ابتڙ پلوتينوس جي نظريي جي خاص ڳالھ ڪليت (Wholeness) جو

تجربو آهي. (ان ۾) هر شيءِ واحد آهي، چو ته هر شيءِ خدا آهي. افلاطون جي غار ۾ جيڪي پاڇا آهن، انهن ۾ به ڪٿي ڏور احد جي تجلي نظر اچي ويندي آهي.

پلوتينوس کي پنهنجي زندگيءَ ۾ مختلف موقعن تي ڪجھ اهڙي قسم جا تجربا ٿيا جڏهن هن جو روح خدا جي روح ۾ ملي ويو هجي. اسان ان قسم جي تجربي کي عام طور تي ”سري تجربو“ چوندا آهيون. پلوتي نوس اُهو اڪيلو ماڻهو نه هو، جنهن کي اهڙي قسم جو تجربو ٿيو، هر دؤر ۾ ثقافت جا ماڻهو ان جو ذڪر ڪندا رهيا آهن. تفصيل مختلف ٿي سگهن ٿا پر ضروري خصوصيتون ساڳيون آهن. اڄ پاڻ هاڻي انهن مان ڪجھ خاصيتن جو ذڪر ڪيون ٿا.

## سِريت

سِري تجربو خدا يا ”روح ڪائنات“ ۾ شامل ٿيڻ وارو تجربو آهي. ڪيترا ئي مذهب خدا ۽ مخلوق وچ ۾ وٿي تي زور ڏيندا آهن. پر سريت پسند (يا صوفين) کي ان قسم جي وٿي (يا وڇوٽي يا وچ ۾ نار) جو ڪو به تجربو ناهي هوندو. مردن ۽ عورتن ٻنهي کي ”خدا سان هڪ ٿيڻ“ يا ان جي ذات ۾ شامل ٿيڻ جو تجربو ٿي چڪو آهي.

مطلب اهو آهي ته عام طور جنهن کي اسان ”مان“ چوندا آهيون اُهو صحيح ”مان“ ناهي هوندو. ٿوري وقت واري جهلڪ دوران اسان کي عظيم ”مان“ سان سڃاڻپ جو تجربو ٿي سگهي ٿو. ڪجھ سِريت پسند ان عظيم ”مان“ کي خدا ۽ ٻيا روح ڪائنات، فطرت يا ڪائنات چوندا آهن. جڏهن ٻئي ملڻ لڳندا آهن سريت پسند کي محسوس ٿيڻ لڳندو آهي ته هو ”پنهنجو پاڻ کي وڃائي رهيو آهي.“ هو اهڙي ريت خدا ۾ وڃائجي يا گم ٿي ويندو آهي. جهڙي ريت پاڻيءَ جو ڦڙو سمنڊ ۾ ڪري پنهنجو وجود وڃائي ويهندو آهي. هڪ هندستاني سريت پسند ان کي هڪ ٻيرو هيئن بيان ڪيو هو: ”جڏهن مان هيس، ايشور نه هيو، جڏهن ايشور آهي مان ناهيان.“ عيسائي سريت پسند اينجلس سائيليس (Angelus Silesius 1624ع کان 1677ع) ان کي هڪ ٻي انداز سان بيان ڪيو هو: ”هر قطرو جڏهن بحر ڏانهن وڌندو آهي، سمنڊ ٿي ويندو آهي. بلڪل ايئن ئي روح مٿين عالم ڏانهن

پرواز ڪري ويندو آهي ۽ خدا بڻجي ويندو آهي.“

تون شايد محسوس ڪرين تہ ”پنهنجو پاڻ کي وڃائڻ“ ڪا خوشيءَ جهڙي ڳالھ ناهي. مون کي خبر آهي تنهنجو مطلب ڇا آهي. پر اصل ڳالھ اها آهي تہ جيڪو ڪجھ تو وڃايو آهي اُهو ان کان گهڻو گهٽ آهي جيڪو تو حاصل ڪيو آهي. تون پنهنجو پاڻ کي رڳو ان بناوٽ ۾ وڃائين ٿي جنهن ۾ تون رڳو ان گهڙيءَ يا پل ۾ هوندي آهين. پر ان سان گڏ توکي احساس ٿيندو آهي تہ تون اڳي کان وڏي شيءِ ٿي وئي آهين. تون ڪائنات ٿي وئي آهين، نہ رڳو اِهو پر سوفي، تون پاڻ روح ڪائنات ٿي وئي آهين. اها تون آهين جو خدا آهي. جيڪڏهن توکي سوفي امندبسين جي حيثيت ۾ وڃائڻو پئي ٿو، تون اهو ڄاڻي خوش ٿي سگهين ٿي تہ اهو ”روزانو جو مان“ هڪ اهڙي شيءِ آهي جيڪو هڪ نہ هڪ ڏينهن تون وڃائي ويهندينءَ. سريت پسندن موجب توکي اصل ”مان“ ...... جو تڏهن تجربو ٿي سگهي ٿو جڏهن تون پنهنجو پاڻ ۾ پنهنجو پاڻ کي وڃائڻ جي صلاحيت پيدا ڪري سگهين..... ڪنهن پراسرار باھ وانگر جيڪا ابد تائين ٻرندي رهندي.

پر اهڙي قسم جو سري تجربو پنهنجو پاڻ ناهي ٿيندو. خدا سان ملڻ لاءِ سريت پسند کي ”روحاني سمجھ ۽ نفس جي پاڪائي“ وارو رستو اختيار ڪرڻ جي ضرورت ٿي سگهي ٿي، اهو رستو سادي زندگي اختيار ڪرڻ ۽ گيان ڌيان يا مراقبي جي مختلف طريقن تي عمل ڪري ملي سگهي ٿو. پوءِ اوچتو سريت پسند يا صوفي کي پنهنجي منزل ملي ويندي آهي ۽ اُهو چئي ڏيندو آهي ”انا الحق“ يا ”من تو شدم (يا مان تون آهيان)“.

سري لاڙا دنيا جي سمورن وڏن مذهبن ۾ ملن ٿا ۽ سريت پسندن جيڪي سري تجربن جون ڳالهيون بيان ڪيون آهن، انهن سمورن ثقافتن ۾ حيرت جهڙي حد تائين هڪ جهڙائي آهي. اهو تہ رڳو سريت پسند جو پنهنجي سري تجربي جو مذهبي يا فلسفيائو بيان آهي جنهن سان ان جي ثقافتي پس منظر جو انڪشاف ٿيندو آهي.

اولھ جي سريت ۾..... يعني يهوديت، عيسائيت ۽ اسلام ۾..... سريت پسند يا صوفي ان ڳالھ جو زور ڏئي ٿو تہ ان جو وصال ذاتي خدا سان ٿيندو آهي. جيتوڻيڪ خدا فطرت ۽ انساني روحن ٻنهي ۾ موجود آهي. هو دنيا کان اوچو ۽ مٿاهون بہ آهي. اولھ جي

سريت ۾..... يعني هندومت، يهودمت ۽ چيني مذهب ۾..... عام طور تي ان ڳالهه جو زور هوندو آهي ته سريت پسند کي ڀڳوان يا جڳت آتما (روح ڪائنات) سان مڪمل طور ملڻ جو تجربو هوندو آهي.

”مان ئي روح ڪائنات آهيان.“ سريت پسند چئي سگهي ٿو. يا هو پنهنجو پاڻ کي ”انا الحق“ يا مان خدا آهيان چئي سگهي ٿو، ڇو ته خدا دنيا ۾ نه رڳو موجود آهي پر ڪا به اهڙي جڳهه ناهي جتي هو موجود نه هجي.

هندستان ۾ افلاطون کان گهڻو اڳ ۾ سري تحريڪن جو سلسلو شروع ٿيو هو. سوامي وويڪانند، جنهن وسيلي هندو مت اولهه ۾ پهتو، هڪ ڀيرو چيو هو: ”جيئن ڪجهه عالمي مذهب چون ٿا ته اُهي ماڻهو جيڪي پنهنجي ذات کان ٻاهر ڪنهن ذاتي خدا ۾ يقين نه ٿا رکن، ملحد آهن. اهڙي ريت اسان چئون ٿا ته جيڪو ماڻهو پنهنجي ذات ۾ يقين نٿو رکي، ناستڪ آهي. پنهنجي آتما جي جلال ۽ سونهن ۾ يقين نه رکڻ کي اسان دهريت چئون ٿا.“

سَري تجربي جي اخلاقي معنيٰ به ٿي سگهي ٿي، ڀارت جي هڪ اڳوڻي صدر سارووي پلي راڌاڪرشن هڪ ڀيرو چيو هو: ”پنهنجي پاڙيسريءَ سان ايئن پيار ڪريو جيئن توهان پنهنجو پاڻ سان ڪيو ٿا. اهو سمجهڻ ته توهان جو پاڙيسري توهان کان سواءِ ٻيو ماڻهو آهي، رڳو شڪ آهي.“

اسان جي پنهنجي دؤر جا ماڻهو به جيڪي ڪنهن خاص مذهب سان لاڳاپيل ناهن..... سري تجربن جو ذڪر ڪندا رهندا آهن.....

سوفي پنهنجي بستري تي ويهي رهي. هن پنهنجو پاڻ کي ڇهي ڏٺو ته هن جو ڪو بدن آهي به يا نه. هوءَ جڏهن افلاطون ۽ سَريت بابت پڙهي رهي هئي، کيس لڳو ٿي ڄڻ هوءَ ڪمري کان ٻاهر فضا ۾ تري رهي آهي. هن کي سموري دنيا ڪنهن زنده ماڻهو جيان لڳي رهي هئي ۽ سوفي کي محسوس ٿي رهيو هو ته ڄڻ هوءَ ئي اُهو جيئرو شخص هجي. ”دنيا مان آهيان.“ هن سوچيو، ايڏي اڻٽ ڪائنات جيڪا کيس اڳ ۾ اڻٽ ۽ ڀوائتي نظر ايندي هئس، اها سندس ”مان/ آئون“ هئي. ڪائنات هاڻي به اڻٽ ۽ ڇڪيندڙ هئي، پر هاڻي هن جي پنهنجي ذات هئي جيڪا ايڏي وڏي ٿي وئي هئي.

اهو احساس ٿوري وقت لاءِ هيو. پر سوفي کي پڪ هئي ته هوءَ ان غيرمعمولي احساس کي ڪڏهن به وساري نه سگهندي.....

جڏهن اِهو احساس ختم ٿي ويو، هن کي ايئن لڳو ڄڻ هن ڪو سندر

خواب ڏٺو هو ۽ جڏهن سندس اک کلي هئي تہ مٿي ۾ سور ٿي رهيو هو. جڏهن هن کي اهو احساس ٿيو تہ هن جو هڪ جسم آهي جيڪو بستري تي ويهڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي، هوءَ جنهن شڪ جي پاڪر ۾ اچي چڪي هئي، هاڻي ان جو جادو ٽٽي چڪو هو ۽ مايوسي سندس مک تي چٽي ظاهر هئي.

آخر هن پنهنجا حواس گڏ ڪيا ۽ اٿي بيٺي ۽ هن اُهي ڪاغذ فائل ۾ رکيا ۽ پوءِ باغ ڏانهن هلي آئي.

پکي ايئن لنوي رهيا هئا ڄڻ دنيا هاڻي هاڻي وجود ۾ آئي آهي. وڻن جو پيلو سائو چمڪندڙ رنگ اهڙو هو ڄڻ خلقيندڙ انهن تي رنگ ڪرڻ جو ڪم ختم ناهي ڪيو.

ڇا هوءَ يقين ڪري سگهي ٿي تہ هر شيءِ رڳو الوهي ''مان'' آهي؟ ڇا هوءَ يقين ڪري سگهي ٿي تہ پنهنجي اندر ڪو روح ڪٿي گهمي رهي آهي جيڪو ''باهہ جي چٽنگ'' آهي؟ جيڪڏهن اِهو صحيح آهي تہ پوءِ هوءَ واقعي خدائي مخلوق آهي.

# پوسٽ ڪارڊ

**... مان پنهنجي مٿان پاڻ سخت سينسرشپ مڙهي رهيو آهيان ...**

ڪوڙ ڏينهن گذري ويا ڪيس فَلسفِي جو ڪوبہ خط نہ مليو. سپاٽي خميس هئي ۽ مئي جي 17 تاريخ..... ۽ اهو ناروي جو قومي ڏهاڙو آهي. اسڪول 18 تاريخ تي بہ بند رهندو. اُهي جڏهن موڪل ڪان پوءِ واپس گهر اچي رهيون هيون، اوچتو جوآنا چيو: "اڄ تہ موڪل گهر ڪان ٻاهر گذاريون، ٻيلي ۾ ڪئمپ هڻي رات اتي ٽا گذاريون!"

سوفي دل ۾ سوچيو تہ گهر ڪان ٻاهر نٿو رهي سگهجي پر پوءِبہ هن چئي ڏنو: "بلڪل بلڪل، ضرور هلنداسين."

ٻن ڪلاڪن ڪان پوءِ هوءَ وڏي ٿيلهي سان پهچي وئي، سوفي بہ اهڙي ئي قسم جو ٿيلهو تيار ڪيو هو ۽ وٽس خيمو بہ هو. ٻنهي وٽ سفري بسترا، سوئيٽر، چادرون، ٽارچون، ٿرماس ۽ پسند جا کاڌا هئا.

جڏهن سوفيءَ جي ماءُ پنجين ڏاري گهر پهتي تہ هوءَ کين ڇا ڪرڻ ۽ ڇا نہ ڪرڻ بابت سمجهائڻ لڳي. هن کانئن اِهو بہ پڇيو تہ اُهي ڪئمپ ڪٿي هڻنديون.

هنن ڪيس ٻڌايو تہ اُهي گرائوس ٽاپ (Grouse top) وٽان ٿيون چاهين، جيڪڏهن ڀاڳ ڀلارو رهيو تہ شايد اُهي نر گرائوس کي پنهنجي مادِي گرائوس کي سڏيندو ٻڌي سگهن.

ان خاص هنڌ جي چونڊ ۾ سوفي جي پنهنجي غرض بہ شامل هئي، هن جو خيال هو تہ گرائوس ٽاپ ميجر جي جاءِ جي ويجهو هوندو. ڪا شيءِ ڪيس ڀڙڪائي رهي هئي تہ هوءَ هڪ ڀيرو ٻيهر اتي چڪر هڻي. پر هن کي اڪيلي وڃڻ جو حوصلو نہ ٿي ٿيو.

باغ ڪان نڪرندڙ گيٽ واري رستي تي هلندي هوءَ ڳالهيون بہ ڪري رهيون هيون. سوفي خوش هئي تہ هوءَ وقتي انهن شين ڪان پري وڃي رهي هئي، جن جو تعلق فلسفي سان هو.

انـين وڳي هن گرائوس ٽاپ تي اهڙي هنڌ خيمو هنيو جتي ڪوبہ وڻ بوٽو نہ هو. هن پنهنجا بسترا وڇايا ۽ سينڊوچ کائڻ لڳيون. سوفي سينڊوچ کائڻ کان پوءِ پڇيو: ”تو ڪڏهن ميجر جي جاءِ بابت ٻڌو آهي؟“

”ميجر جي جاءِ!“

”هتان ٿورو پري هڪ ننڍڙي جاءِ يا ڪوني آهي.... ننڍي ڍنڍ ويجهو، اتي ڪنهن زماني ۾ هڪ عجيب ماڻهو رهندو هو، اُهو ميجر هيو.ان ڪري ان کي ميجر جي جاءِ (ڪوني) چوندا آهن.“

”هاڻي بہ ڪو اتي رهندو آهي؟“

”اتي هلي ڏسڻ چاهين ٿي؟“

”اها آهي ڪٿي؟“

سوفي وڻن جي وچ ڏانهن اشارو ڪيو.

جوآنا ڪنهن خاص ڏيان جو اظهار نہ ڪيو، پر پوءِ بہ اُهي اوڏانهن روانيون ٿي ويون. سڄ گهٽو هيٺ لهي چڪو هو، هن کي ڏکيائي سان وڻن مان رستو مليو. ڇا هي اُهو رستو آهي جنهن تي آچر ڏينهن مان هلي ميجر جي جاءِ وٽ پهتي هئس؟ سوفي سوچي رهي هئي.

اهو پڪ سان ساڳيو هوندو..... هن کي ساڄي پاسي وڻن وچ ۾ ڍنڍ چمڪندي نظر آئي، ”هو آهي!“ هن چيو.

ٿوري ئي دير ۾ اُهي ڍنڍ ڪناري هيون. سوفي پاڻيءَ جي ٻي پاسي گهر تي نظر وڌي، سڀ در دريون بند هئا. هن سالن کان ايئن اجڙيل گهر نہ ڏٺو هو، جيئن اها ڳاڙهي رنگ جي عمارت نظر اچي رهي هئي.

جوآنا کائنس پڇيو، ”پاڻي تي هلڻو پوندو؟“

”نہ پاڻ ٻيڙيءَ ۾ هلنداسين.“

ٻيڙي ساڳي هنڌ هئي.

”تون اڳ ۾ بہ هتي اچي چڪي آهين؟“

سوفي ڪنڌ ڌوڻي نهڪر ڪئي، هن سوچيو هن جيڪڏهن وضاحت ڪئي تہ ڪيس سڀ ڪجهہ ٻڌائڻو پوندو.

ٻئي ٻيڙيءَ تي پرين ڪناري پهتيون ۽ سوفي ٻيڙيءَ کي ڪناري لڳايو.

اُهي سامهون واري دروازي وٽ پهتيون، جوآنا هينڊل گهمائي دروازو کولڻ جي ڪوشش ڪئي، ”تالو لڳل آهي.... تنهنجو خيال هو تہ هي کليل هوندو؟“

”شايد ڪٿي چابي ملي وڃي.“ سوفي چيو.

اهي پٿرن جي وٿين ۾ ڳولڻ لڳيون.

”چڱو واپس ٿا هلون.“ جوآننا ٿوري دير بعد چيو. انهيءَ پل سوفي رڙ ڪئي، ”ملي وئي! هي ڏس!“

هن سوپ سان چابي ڏيکاريندي دروازي جي لاڪ ۾ وجهي دروازو کولي ڇڏيو.

ٻئي ايئن ٻيهر تي اندر گهڙيون ڄڻ اُهي ڏوهاري هجن. گهر ۾ اونده ۽ سردي ڦهليل هئي.

”ڪجهه به نظر نه ٿو اچي.“ جوآنا چيو.

سوفي کيسي مان ماچيس ڪڍي تيلي ٻاري. تيلي جي وسامجڻ کان اڳ ۾ هن رڳو ايترو ڏٺو ته جاءِ ويران هئي. هن ٻي تيلي ٻاري ڪيس شمع دان وٽ هڪ ميڻ بتي پيل نظر آئي. هن ٽين تيلي ٻاري ميڻ بتي ٻاري، ڪمري ۾ ٿوري روشني ٿي وئي.

”ڇا اها عجيب ڳالهه ناهي ته ايتري ننڍڙي ميڻ بتي ايڏي اونده ۾ روشني ڦهلائي سگهي ٿي؟“ سوفي چيو.

سندس ساهيڙي ڪنڌ لوڏي هاڪار ڪئي.

”پر ڪٿي نه ڪٿي روشني اونده ۾ گم ٿي ويندي آهي.“ سوفي چيو. ”اونده جو پنهنجو ڪوبه وجود ناهي هوندو، اها رڳو روشنيءَ جي کوٽ جي ڪري آهي.“

جوآنا کي ڏڪڻي وٺي وئي. ”تنهنجون ڳالهيون ڊيڄاريندڙ آهن، هل ته هتان هلئون....“

”نه، پهريائين پاڻ ان آئيني ۾ ڏسنداسين.“

سوفي پتل واري فريم واري لڙڪندڙ آئيني ڏانهن اشارو ڪيو.

”اهو ته واقعي خوبصورت آهي.“ جوآنا چيو.

”پر اهو جادوئي آئينو آهي.“

”آئينا، او آئينا، ديوار جا آئينا سهڻو ڪير آهي.“

”جوآنا مان چرچو نه ٿي ڪيان مان يقين سان چوان ٿي جڏهن تون ان ۾ ڏسندينءَ، توکي ٻي پاسي ضرور ڪجهه نظر ايندو.“

”توکي پڪ آهي ته تون اڳ ۾ هتي ڪونه آئي هيئينءَ؟ ۽ اهو جيڪو مون کي ڊيڄارڻ شروع ڪيو اٿئي ان ۾ ايترو خوش ٿيڻ جي ڪهڙي ڳالهه آهي؟“

سوفي سندس ڳالهه جو ڪو جواب نه ڏئي سگهي.

”معافي گهران ٿي.“

هن ڀيري جوآنا کي اوچتو ڪنڊ ۾ پيل ڪا شيءِ نظر آئي، اهو ننڍڙو ڊٻو هيو. جوآنا اهو کنيو.

”پوسٽ ڪارڊ.“ هن چيو.

سوفي جو ساهه ٻيهجي ويو.

”انهن کي هٿ نہ هڻجانءِ... ٻڏئي هٿ نہ لائجانءِ!“

جوآنا جو چرڪ نڪري ويو ۽ ڊٻو هيٺ اڇلي ڇڏيائين جڻ سندس آڱريون سڙي پيون هجن، ڪارڊ فرش تي ڦهلجي ويا، ٻي لمحي هوءَ کلڻ لڳي.

”پوسٽ ڪارڊ ئي تہ آهن!“

جوآنا فرش تي ويٺي ۽ انهن کي ڪٺو ڪرڻ لڳي.

ٿوري دير کان پوءِ سوفي بہ هيٺ ويٺي.

”لبنان... لبنان... لبنان سڀني تي لبنان جو ٺپو لڳل آهي؟“ جوآنا پڇيو.

”مون کي خبر آهي.“

جوآنا سڌي ٿي ويٺي ۽ سوفيءَ جي اکين ۾ نهارڻ لڳي.

”تہ تون هتي اڳ ۾ اچي چڪي آهين؟“

”ها، منهنجو خيال آهي.“

اوچتو هن کي خيال آيو تہ هوءَ جيڪڏهن مڃي تہ هوءَ اڳ بہ هتي آئي هئي، سولائي ٿي ويندي. گذريل ڪجهہ ڏينهن ۾ هن کي جن پراسرار شين جو تجربو ٿيو هو، جيڪڏهن هوءَ انهن بابت پنهنجي ساهيڙي کي ٻڌائي ڇڏي تہ ڪو هرج ناهي.

”مون نہ ٿي ٻڌائڻ چاهيو تہ مان اڳ بہ هتي آئي آهيان.“

جوآنا ڪارڊ پڙهڻ لڳي.

”هي سڀ جا سڀ ڪنهن هلڊي مولر ڪنيگ جي لاءِ آهن.“

سوفي اڃان تائين ڪارڊن کي هٿ ڪونہ لڳايو هو.

جوآنا پڙهي ٻڌايو: ”هلڊي مولرڪنيگ معرفت البرٽو ڪنوڪس، لليسيند، ناروي.“

سوفي سک جو ساهہ کنيو، کيس پڪ هئي تہ ڪٿي معرفت سوفي امنڊسن نہ لکيل هجي.

هوءَ انهن کي ڌيان سان ڏسڻ لڳي.

”هن تي 28 اپريل.... 4 مئي..... 9 مئي جا ٺپا لڳل آهن.“

”پر هڪ ڳالهہ ٻي آهي تہ سڀني تي ناروي جا ٺپا آهن! هي ڏس، يو اين ٻٽالين وارا ٺپا بہ ناروي جا آهن!“

”منهنجو خيال آهي تہ انهن جو اهو ئي طريقو آهي انهن کي اڻ ڏريو رهڻو پوندو آهي. ان ڪري انهن جو ناروي ۾ پنهنجو ٽپال گهر هوندو.“

”پر هتي هن ملڪ ۾ انهن جي ٽپال ڪيئن پهچندي آهي؟“

”شايد فورس وسيلي.“

سوفي ميڻ بتي هيٺ رکي ۽ ٻئي ڇٽيون پوسٽ ڪارڊ پڙهڻ لڳيون. جوآنا ڪارڊ تاريخن جي ترتيب سان رکي پڙهڻ لڳي:

پياري هلڊي، مون کان لليسينڊ گهر پهچڻ جو اوسيئڙو نه ٿو ٿئي. منهنجو جهاز گرمين جي وچ ۾ هڪ ڏينهن شام جو ڪجيوڪ (Kjevik) هوائي اڏي تي لهندو. مون ته چاهيو پئي ته مان تنهنجي پندرهين سالگره تي پهچان پر ڇا ڪيان فوجي ڪمان جي هيٺان آهيان توسان واعدو آهي ته ان جي تلافي هيئن ڪيان پيو، جو مان توڏانهن اهڙي عظيم سوکڙي موڪلي رهيو آهيان، ان ۾ مان پنهنجي سموري محبت توتي قربان ڪري ڇڏيندس.

ان پاران پيار جيڪو سدائين پنهنجي ڌيءَ بابت سوچيندو رهندو آهي.

مان هن خط جو نقل پاڻ ٻنهي جي گڏيل دوست ڏانهن به موڪليان پيو. هلڊي، مون کي پڪ آهي ته تون منهنجي ڳالهه سمجهي وئي هوندينءَ، في الحال مان رازداري مان ڪم وٺان ٿو. تون به بهرحال سمجهي ويندينءَ.

سوفي ٻيو ڪارڊ کنيو:

پياري هلڊي، هتي اسان جهڙي نموني زندگي گذاريون ٿا ان ۾ روز پنهنجي زندگيءَ جو آخري ڏينهن سمجهي گذاريون ٿا. لبنان ۾ گذاريل ڏينهن ۾ جيڪي واقعا ٿيا آهن انهن مان جيڪو مون کي خاص طور ياد رهندو اُهو انتظار جا لمحا آهن ته اُهي ڪيڏا ڏکها ۽ اذيت ڏيندڙ آهن. مان اُهو ڪجهه ڪندس جيڪو ڪري سگهان ٿو جيئن تون پنهنجي پندرهين سالگره شان سان ملهائي سگهين. في الحال مان ان کان وڌيڪ ڪجهه به نه ٿو چئي سگهان. مان پنهنجو پاڻ تي سخت سينسرشپ مڙهيان ٿو. بابا طرفان پيار.

ٻئي اهڙي ڪيفيت ۾ گم ٿي ويون ڄڻ سندن ساهه به بند هجن. ٻنهي ڪجهه نه ڪڇيو، رڳو ڪارڊن کي پڙهنديون رهيون:

پياري ڌيءَ، جيڪو ڪم ڪرڻ لاءِ منهنجي دل سڀ کان گهڻو چاهي ٿي، اُهو اهو آهي ته مان پنهنجا باطني خيال ڪنهن اڇي ڪبوتر وسيلي تون تائين پهچايان. پر هتي لبنان ۾ ڪنهن وٽ به اڇا ڪبوتر ناهن، هن جنگ جي ستايل ملڪ کي جيڪڏهن ڪنهن شيءِ جي ضرورت آهي ته اُهي اڇا ڪبوتر آهن. منهنجي دعا آهي ته گڏيل قومن جو ادارو (اقوام متحده) ڪنهن ڏينهن

سموري دنيا ۾ امن ڪرائڻ ۾ سوپارو ٿي وڃي.

ٿي سگهي ٿو ته تنهنجي جنم ڏينهن واري سوکڙي ۾ بين ماڻهن کي به شامل ڪجي. جڏهن مان گهر پهچندس، پاڻ ان ڳالهه بابت ڳالهائينداسون. پر توکي اجهان تائين سمجهه ۾ ناهي آيو ته مان ڇا چئي رهيو آهيان. نيڪ؟ هڪ اهڙي ماڻهو پاران پيار جنهن وٽ پاڻ بنهي جي سوچڻ جي لاءِ گهڻو وقت آهي.

ڇهين ڪارڊ پڙهڻ کان پوءِ هن آخري ڪارڊ پڙهيو:

پياري هلڊي، تنهنجي سالگره بابت انهن سڀني رازن سان منهنجو سينو ايڏو پرجي چڪو آهي، جو هاڻي وڌيڪ گنجائش ناهي رهي. ڏينهن جو گهر ۾ فون ڪري کوڙ پيرا راز کولڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم پر پاڻ کي ڏاڍي مشڪل سان روڪيندو آهيان اها اهڙي شيءِ آهي جيڪا وڌندي پئي وڃي ۽ تون ڄاڻين ٿي جڏهن شيءِ ڪنارن تائين پرجي وڃي ته ان کي پاڻ تائين محدود ڪرڻ ڏکيو هوندو آهي، بابا طرفان پيار.

۽ ها پيو ته: ڪنهن ڏينهن تنهنجي هڪ ڇوڪريءَ سان ملاقات ٿيندي، ان جو نالو سوفي آهي. مان توڏانهن جيڪي ڪارڊ موڪليندو رهندو آهيان، هاڻي انهن جي هڪ ڪاپي ان ڏانهن به موڪلڻ شروع ڪئي اٿم جيئن پهرين ملاقات کان اڳ توهان کي هڪ ٻئي بابت ڄاڻ هجي. هلڊي مون کي اميد آهي ته هوءَ ترت ئي سمورو معامرو سمجهي ويندي، في الحال جيڪو ڪجهه تون ڄاڻين ٿي هوءَ ان کان وڌيڪ نه ٿي ڄاڻي. هن جي هڪ ساهيڙي آهي ان جو نالو جوآنا آهي، ممڪن آهي اها ڪو سهڪار ڪري.

آخري ڪارڊ پڙهڻ کان پوءِ ٻئي چپ چپات چرين وانگر هڪ ٻئي ڏانهن گهوريندي ويٺيون رهيون، جوآنا مضبوطيءَ سان سوفيءَ جي چنبي ورتيو ويٺي هئي.

”منهنجي دل ۾ ڊپ ويهجي ويو آهي.“ هن چيو.

”۽ منهنجي ۾ به.“

”آخري ڪارڊ تي ٺپو ڪڏهن جو آهي؟“

”سورهن مئي.“ هن چيو، ”اها ته اڄ جي تاريخ آهي.“

”اهو ٿي نٿو سگهي!“ جوآنا ذري گهٽ ٻاهه ٿيندي چيو.

هنن ڪارڊن جو ڀيهر احتياط سان جائزو ورتو. انهن تي ڪا به غلطي نه هئي. 16-5-90

”اهو ناممڪن آهي.“ جوآنا زور ڏئي چئي رهي هئي. ”سمجھ ۾ نٿو اچي اهو ڪنهن لکيو آهي. اهو ماڻهو يڪ سان پاڻ کي سجائيندو هوندو. پر هن کي ڪيئن خبر پئي ته پاڻ خاص طور تي هتي ايندي سين.“

جوآنا وڏيڪ دنل هئي، سوفي لاءِ هلڊي ۽ سندس پيءُ وارو معامرو ڪا نئين ڳالھ نه هئي.

”منهنجو خيال آهي هن جو پتل جي آرسيءَ سان ڪو تعلق آهي.“

جوآنا پيھر تپ ڏنو.

”تنهنجو خيال آهي ته جيئن ئي ڪاردن تي لبنان جو نپو لڳندو آهي اُهي پرزا هٽندا تنهن مهل ئي آئيني کان ٻاهر نڪرندا آهن؟“

”تو وٽ ان کان وڌيڪ ڪهڙي وضاحت آهي؟“

”نه.“

سوفي اٿي بيٺي هن ميڻ بتي ديوار تي لڳل تصويرن آڏو ڪئي، جوآنا به اوڏانهن آئي ۽ يڪ ٽڪ انهن کي ڏسڻ لڳي.

”بار ڪلي ۽ بجار ڪلي. ان جو مطلب ڇا آهي؟“

”مون کي ڪا خبر ناهي.“

ميڻ بتي ذري گهٽ ختم ٿي چڪي هئي.

”اچ ته هلئون.“ جوآنا چيو.

”اسان کي آئينو پاڻ سان کڻي هلڻ گهرجي.“

سوفي اڳتي وڌي وڏي الماڙيءَ مٿان ديوار تي لڳل آئينو اکيڙي ورتو. جوآنا کيس روڪڻ جي گهڻي ڪوشش ڪئي، پر سوفي نه مڙي.

جڏهن اُهي ٻاهر نڪتيون ته فضا ايڏي ئي اونده هئي جيڪا عام طور تي مئي جي راتين ۾ هوندي آهي. آسمان تي ايتري روشني ضرور هئي جو وڻن ٻوٽن جا پاڇا ڏسي پيا سگهجن. ننڍڙي ڍنڍ ايئن نظر پئي آئي جيئن اُها پنهنجي مٿان آسمان جو عڪس هجي. ٻئي ڄڻيون پنهنجي پنهنجي خيالن ۾ ٻيڙيءَ کي ٻي ڪناري ڏوڪينديون رهيون.

خيمي ڏانهن ايندي به هن هڪٻئي سان ڪونه ڳالهايو، پر ٻنهيءَ کي خبر هئي ته جيڪو ڪجھ هن ڏٺو هو، اُهي ان بابت شدت سان سوچي رهيون هيون....

خيمي ۾ پهچندي ٻئي ڄڻيون بسترن ۾ گهڙي ويون. جوآنا آئينو خيمي ۾ رکڻ نه ڏنو، سمهڻ کان اڳ ۾ ٻئي ان ڳالھ تي متفق ٿيون ، اهو آهي ڏاڍو ڊيڄاريندڙ انڪري اهو هاڻي خيمي ٻاهران پيو هو. سوفي پوسٽ ڪارڊ به کڻي آئي هئي جيڪي هن پنهنجي ٿيلهي جي هڪ خاني ۾ رکي ڇڏيا هئا.

هوءَ صبح جو سوير سان ئي سجاڳ ٿيون. پهريان سوفي اٿي بوٽ پاتا ۽ ٻاهر نڪري آئي، آئينو گاهه تي پيل هو ۽ اُهو ماڪ سان ڍڪيل هو.

سوفي پنهنجي سوئيٽر سان ماڪ کي اگهيو ۽ گهوريندي آئيني ۾ پنهنجو عڪس ڏسڻ لڳي. ڪجهه ايئن ٿي نظر آيس ڄڻ هوءَ هڪ ئي وقت پنهنجو مٿو ۽ پير ڏسي رهي آهي. اِها هن جي خوش قسمتي هئي ته هن کي صبح واري ٽپال وسيلي لبنان کان آيل ڪو ڪارڊ نه مليو.

ڇوڪرين وڏيڪ سوئٽر پاتا. انهن ناشتو خيمي کان ٻاهر ڪيو. ٿوري دير کان پوءِ هنن جي ڳالهه ٻوله ميجر واري جاءِ ۽ پراسرار ڪاردن بابت شروع ٿي وئي.

ناشتي کان پوءِ هنن خيمو ويڙهيو ۽ گهرن ڏانهن روانيون ٿيون. سوفي وزني آئينو پنهنجي بغل ۾ رکي ڇڏيو هو. رستي ۾ ڪيس ساهي وٺڻي ٿي پئي. جوآنا ته ان کي هٿ لڳائڻ کان به انڪار ڪري ڇڏيو هو.

جڏهن اُهي آبادي ويجهو پهتيون، انهن کي وٿي وٿي سان گولين جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. سوفي کي ياد آيو ته هلدي جي پيءُ جنگ ۾ ورتل لبنان بابت ڇا لکيو هو ۽ هاڻي ڪيس احساس ٿيو ته هوءَ ڪيڏي ڀاڳن واري آهي جو هن هڪ پرامن ملڪ ۾ جنم ورتو آهي. جن گولين جو هن آواز ٻڌو هو اصل ۾ اُهي ڦٽاڪا هئا جيڪا قومي ڏينهن جي خوشيءَ ۾ ڦاڙيا پئي ويا.

سوفي جوآنا کي گرم چاڪليٽ پيئڻ جي صلاح ڪئي، سندس ماءُ کي اهو تجسس هو ته ڪيس اِهو آئينو ڪٿان مليو آهي. سوفي ٻڌايو ته جاءِ جي ٻاهران پيل هو هن جي ماءُ ٻيهر پنهنجي ڪهاڻي ٻڌائڻ لڳي ته اِها جاءِ سالن کان آباد ناهي.

جڏهن جوآنا هلي وئي، سوفي ڳاڙهي ڊريس پاتي ناروي جي قومي ڏينهن جو پويون حصو عام ڏينهن وانگر گذري ويو. شام جو ٽي ويءَ تي خبرن دوران هڪ فلم ڏيکاري وئي ته ناروي جي يو اين بٽالين لبنان ۾ پنهنجو قومي ڏينهن ڪيئن گذاريو هو، سوفيءَ جو نگاهون اسڪرين تي ڄميل هيون. هن کي جيڪي به فوجي نظر آيا ٿي انهن ۾ ڪو هلدي جو پيءُ ٿي سگهيو ٿي.

سترهين مئي تي سوفي آخري ڪم اِهيو ڪيو ته هن وزني آئينو پنهنجي ڪمري جي ديوار تي لڙڪائي ڇڏيو. صبح جو هن کي پنهنجي ڳجهي جاءِ وٽان نئون خاڪي لفافو ملي ويو. هن جهٽ پٽ ۾ ان کي کوليو ۽ پڙهڻ لڳي.

# ٻـ ثـقـافـتـون

### ... خلا ۾ ترڻ کان بچڻ جو اڪيلو طريقو ...

پياري سوفي، اسان جي ملاقات ۾ هاڻي گهڻا ڏينهن ناهن. منهنجو خيال هو تہ تون ميجر جي جاءِ ۾ ٻيهر ضرور ويندينءَ ان ڪري ئي مان هلدي جي پيءُ جا ڪارڊ اتي ڇڏي آيو هوس. ان کي اهي ڪيئن ملندا، توکي ان لاءِ پريشان نہ ٿيڻ گهرجي، 15 جون کان اڳ گهڻو ڪجھ ٿي سگهي ٿو.

اسان ڏٺو تہ يونانيت جي دؤر جي فلسفين ڪيئن پنهنجن اڳين فلسفين جا خيال ٻيهر استعمال ڪيا هئا. ڪجھ ڇڻن تہ انهن کي مذهبي پيغمبرن سان ملائڻ جي ڪوشش ڪئي. پلوتي نوس تہ افلاطون کي انسانيت کي آجپو ڏيارينڌڙ قرار ڏئي ڇڏيو. پر جيئن تہ اسان ڄاڻيون ٿا تہ ان دؤر ۾، جنهن جو پاڻ هاڻي هاڻي ذڪر ڪيو آهي، هڪ ٻي نجات ڏيارينڌڙ جنم ورتو هو..... ۽ واقعو يوناني / رومي علائقي کان ٻاهر ٿيو هو. منهنجو اشارو ناصره جي يسوع مسيح ڏانهن آهي. هن باب ۾ پاڻ ڏسنداسين تہ عيسائيت ڪيئن يوناني/ رومي دنيا ۾ اچي وئي. اهو ذري گهٽ ائين ٿيو جيئن هلدي جي دنيا اسان جي دنيا ۾ اچڻ لڳي آهي.

يسوع يهودي هيو ۽ يهودين جو تعلق سامي ثقافت سان آهي. يونانين ۽ رومين جو تعلق هند يوربي ثقافت سان آهي. يوربي تهذيب جون پاڙون ٻنهي ثقافتن ۾ آهن. عيسائيت جهڙي ريت يوناني/ رومي ثقافت تي اثر ڇڏيو، ان جو جائزو وٺڻ کان اڳ ۾ اسان کي انهن پاڙن بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻي پوندي.

## هند يورپي قومون

هند يورپي قومن مان اسان جو مطلب اُهي سڀ قومون آهن جيڪي هند يورپي ٻوليون استعمال ڪنديون آهن. انهن ۾ فني/ هنگروي (ليپ ليندءِ فن ليندءِ استونيا ۽ هنگري جي ماڻهن جون ٻوليون) يا باسڪ ٻوليون ڳالهائيندڙ کان سواءِ يورپ جون سڀ قومون شامل آهن. وڌيڪ اهو ته ايران ۽ ننڍي کنڊ جي اڪثر ٻولين جو تعلق به هند يورپ ٻولين جي خاندان سان آهي.

اٽڪل چار هزار سال قبل مسيح جڻ ۽ غير مهذب هند يورپي ماڻهو سمنڊ اسود ۽ ڪيسپيئن سمنڊ ڪنارن سان لڳ ڀڳ علائقن ۾ رهندا هئا. اتان انهن هند يورپي ماڻهن جا قبيلا رلندا ڦرندا اوڀر ڏکڻ ۾ ايران ۽ ننڍي کنڊ، ڏکڻ اولهه ۾ يونان اٽلي ۽ هسپانيا، وچ يورپ مان ٿيندا، اولهه ۾ فرانس ۽ برطانيا، اتر اولهه ۾ اسڪنڊنيويا ۽ اتر ۾ اوڀر جي يورپي ملڪن ۽ روس ۾ داخل ٿيڻ لڳا. هند يورپي جتي به ويا، اُهي مقامي ثقافتن ۾ ملي جلي ويا. پر ان ۾ به ڪو شڪ ناهي ته چائنجڻ وارو ڪردار هند يورپي ٻولين ۽ هند يورپي مذهب ادا ڪيو.....

هند يورپين جي ثقافت سڀ کان وڌيڪ انهن جي هڪ کان وڌيڪ خدائن ۽ ديوتائن جي عقيدن مان متاثر ٿي. ان عقيدي کي ڪثرت پرستي (Polytheism) چيو ويندو آهي. انهن ديوتائن جي نالن ۽ ان سان ڳنڍيل مذهبي اصطلاحن سان اسان جي سموري هند يورپي علائقي ۾ گهڙي گهڙي واسطو پوندو آهي. مان توکي ڪجھ مثال ٻڌايان ٿو:

قديم هندستاني آڪاش جي ديوتا ديوس (Dyaus)جي پوڄا ڪندا هئا. سنسڪرت ۾ ديوس جي معنيٰ آڪاش، واتمان، ڏينهن، آسمان يا سرڳ آهي. يوناني ۾ ان ديوتا کي زيوس (Zeus) لاطيني ۾ جيوپيٽر(Jupitor)(جيڪو اصل ۾(iov-pater)يا آسماني پيءُ آهي) ۽ قديم نورس ۾ ٽير، ٽيونر يا ٽور Tyr /Tyrr آهي. اِهي سڀ نالا هڪ ئي لفظ جون مختلف لساني صورتون آهن.

تون شايد پڙهي چڪي آهين ته آڳاٽا وائي ڪنگ جن ديوتائن کي مڃيندا هئا، انهن کي اُهي آسير (Aser) چوندا هئا. اهو هڪ ٻيو لفظ آهي جيڪو اسان کي هند يورپي علائقي ۾ جتي ڪٿي ملي ٿو. هندستان جي آڳاٽي ڪلاسيڪي زبان سنسڪرت ۾ ديوتائن کي اسر (Asura) ۽ فارسي ۾ اهرمن (Ahura) چيو ويندو

آهي. سنسڪرت ۾ ديوتا لاءِ هڪ ٻيو لفظ "ديو" آهي، جيڪو فارسي ۾ دائيو (Daeva)، لاطيني ۾ Dues ۽ آڳاٽي نورس ۾ ti-vurr جي شڪل اختيار ڪري ونندو آهي.

وائي ڪنگز جي زماني ۾ ماڻهو سرسبزي يا ميوا آڻيندڙ ديوتائن جي هڪ خاص گروپ (مثال طور تي اورد، فريجا ۽ فرير) تي پڻ اعتقاد رکندا هئا. انهن ديوتائن جو هڪ خاص گڏيل نالو وينر (Vaner) هو. ان لفظ جو تعلق ميوو آڻيندڙ ديوي جي لاطيني نالي وينس (Venus) سان ٻڌجي ٿو. سنسڪرت ۾ ان سان ملندڙ نالو واني آهي، جنهن جي معنيٰ "خواهش" آهي.

ڪجھ يورپي ڏندڪٿائن ۾ ٻه چٽي مائٽي/ ويجھڙائپ نظري اچي ٿي. آڳاٽي نورس ديوتائن بابت سنوري استر لوسن (آئس ليند جو شاعر) جيڪي ڪهاڻيون لکيون هيون، ان جون ڪجھ ڏندڪٿائون هندي ڏندڪٿائن جهڙيون آهن جيڪي ٻه ٽي هزار سال اڳ ۾ وجود ۾ آيون هيون. جيتوڻيڪ سنوري استرلوسن جون ڏندڪٿائون ناردي ماحول ۽ هندي ڏندڪٿائون/ آکاڻيون هندي ماحول جي عڪاسي ڪنديون آهن، انهن ۾ ڪيترن ئي گڏيل ماخذن جون نشانيون موجود آهن. اسان کي اِهي نشانيون انهن شربتن جي، پيئڻ واري دعويٰ موجب ته انهن کي پيئڻ سان ماڻهو امر ٿي ويندو آهي ۽ افراتفري ڦهلائيندڙ جن ڀوتن خلاف ديوتائن جي چڪتاڻ بابت ڏندڪٿائن ۾ واضح طور نظر اچن ٿيون.

اسان کي سمورين هند يورپي ثقافتن ۾ فڪر جي اسلوب ۾ ٻه چٽيون هڪجهڙايون نظر اچن ٿيون. هڪ مخصوص مشابهت اُهو انداز آهي جنهن سان دنيا کي ڪنهن ڊرامي جي موضوع جي حيثيت سان ڏنو ۽ پيش ڪيو ويندو آهي. اهڙي قسم جي ڊرامي ۾ خير ۽ شر جون طاقتون هڪ ٻئي تي تخت يا تختو چٽي حملو ڪري ڏينديون آهن. ان ڪري هند يورپي گهڻو ڪري اها "پيشنگوئي" ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا رهيا آهن ته خير ۽ شَر جي وچ ۾ جهيڙو جو انت ڇا ٿيندو.

اسان ڪنهن حد تائين ايمانداريءَ سان چئي سگهون ٿا ته يوناني فلسفي جي جيڪا شروعات هند يورپي ثقافت جي دائري ۾ ٿي ان ۾ اتفاق جو ڪوبه دخل نه هو. هنديءِ، يوناني ۽ نورس سڀني ڏندڪٿائن ۾ دنيا بابت جيڪا راءِ/ نقطه نظر اختيار ڪيو ويندو آهي ان ۾ چٽي نموني فلسفياڻو يا "قياس تي ٻڌل" لاڙو ملي ٿو.

هند يورپ عالمي تاريخ ۾ ”سمجھ“ ڳوليندا هئا. اسان سموري هند يورپي دنيا ۾ هڪ ثقافت کان ٻي ثقافت تائين ”سمجھ/ بصيرت“ (Insight) يا ”ڄاڻ/ علم“ (Knowledge) لاءِ هڪ خاص لفظ ڳولي سگھون ٿا. سنسڪرت ۾ اهو ”ودِيا“ آهي، اهو لفظ يوناني لفظ Idea سان ملندڙ آهي جنهن افلاطون جي فلسفي ۾ اهميت اختيار ڪئي هئي، لاطيني ۾ ان سان ملندڙ لفظ ”وڊيو“ (Video) آهي. پر رومين جي ويجھو ان جي معنيٰ رڳو ”ڏسڻ“ هئي. اسان لاءِ"I see "جي معنيٰ“ مان سمجھي ويس“ ٿي سگھي ٿي، ۽ ڪارٽون فلمن ۾ وڊي ووڊ پيڪر(Woody woodpecker) جي مٿي ۾ جڏهن ڪا زبردست ڳالھ سُجھندي آهي، بلب ٻري سگھي ٿو. (اهو رڳو اسان جي زماني ٿيو ته "Seeing" ٿي وي اسڪرين تي چرين وانگر اکيون کپائڻ وانگر ٿي ويو.) اسان انگريزيءَ جي لفظن Wise ۽ "Wisdom" بابت ڄاڻيون ٿا.... جرمن ۾ ان جھڙو "wisen" ”ڄاڻڻ“ آهي. ناروين ٻوليءَ ۾ لفظ Viten ٿي ويندو آهي ۽ ان جو مادو اُهوئي آهي جيڪو هندي/ سنسڪرتي لفظ ”ودِيا“ يوناني لفظ "Idea" ۽ لفظ "Video" جو آهي.

جيڪڏهن گڏيل نمونو ڏٺو وڃي ته اسان ان نتيجي تي پهچون ٿا ته هند يورپين لاءِ سمجھ/ دانائي سمورن حواسن ۾ اهم ترين هئي. هندن، يونانين، فارس وارن ۽ ٽيوٽونين جي ادب جي مک خصوصيت ساڳي نموني سان انهن جي عظيم ڪائناتي ڏيک (Cosmicvisions)هئي. (وري اُهو لفظ اچي ويو: Vision لاطيني فعل Video مان ٺاهيل آهي.) ديوتائن ۽ ڏندڪٿائي واقعن کي تصويرن ۽ ٻتن ۾ ڏيکارڻ به هند يورپي ثقافت جي اهم خصوصيت آهي.

۽ آخري ڳالھ اها آهي ته هند يورپين جي تاريخ جو نقطه نظر ڦرندڙ (Cyclic) آهي. ان جو مطلب اهو آهي ته سال جي موسمن وانگر تاريخ دائرن (Circles) ۾ گھمندي رهندي آهي. ان ڪري تاريخ جي نه ڪا ابتدا آهي ۽ نه ڪا انتها، بس اهي مختلف تهذيبون آهن جيڪي جمڻ ۽ موت جي گڏيل عمل ۾، جيڪو ازل کان جاري آهي، عروج ۽ زوال حاصل ڪنديون رهيون آهن.

اوير جا ٻئي عظيم مذهب هندو مت ۽ ٻڌ مت_ ماخذ جي اعتبار کان هند يورپي آهن. اِهائي ڳالھ يوناني فلسفي مٿان اينديي

آهي ۽ ايئن اسان هڪ طرف هندو مت ۽ ٻڌ مت ۽ ٻئي طرف يوناني فلسفي وچ ۾ ڪيترين ئي چڱيون هڪ جهڙايون ڏسي سگهون ٿا. اڄ به هندومت ۽ ٻڌ فلسفيائي فڪر/ سوچ مان فائدو وٺندا آهن.

اسان ڪي هندومت ۽ ٻڌمت گهڻو ڪري ان حقيقت تي زور ڏيندي نظر ايندا آهن ته معبود سمورين شين ۾ موجود آهن (ڪثرت پرستي) ۽ اهو ته انسان مذهبي سمجهه يا بصريت وسيلي ڀڳوان سان هڪ ٿي سگهي ٿو. (سوفيءَ توکي پلوٽينوس ياد آهي؟) ان مقصد لاءِ ضروري آهي ته انسان گيان ۽ ڌيان ۽ انترآتما سواد جي مشق ڪري.ان ڪري پورب ۾ اڪيلائي ۾ ويهڻ ڌرم جا آدرش ٿي سگهن ٿا. پراڻي يونان ۾ به اهڙن ماڻهن جي کوٽ کون هئي جيڪي روح جي نجات لاءِ تپسوي زندگيءَ جو طريقو اختيار ڪندا هئا يا مذهبي طور تي ٻين کان الڳ ٿي اڪيلائي جي زندگي گهارڻ ۾ اعتقاد رکندا هئا. وچ واري دؤر جي خانقاهن واري زندگي ۾ انهن عقيدن کي ڳولي سگهجي ٿو جن جي ابتدا يوناني/ رومي تهذيب سان ٿي هئي.

اهڙي ريت آواگون يا وري وري جنم وٺڻ وارو عقيدو به ڪيترين ئي هند- يورپي ثقافتن جو بنيادي عقيدو آهي. اڍائي هزار سالن کان هر هندو لاءِ زندگيءَ جو بنيادي مقصد وري وري پيدا ٿيڻ واري چڪر کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ آهي. افلاطون به روح جي وري جسم ۾ اچڻ تي يقين رکندو هو.

## سامي

اچ ته سوفيءَ هاڻي پاڻ سامين ڏانهن ڌيان ڏيون ٿا. انهن جو تعلق بلڪل مختلف ثقافت سان آهي ۽ انهن جي زبان به مختلف آهي. سامين جي ابتدا ٻيٽ جهڙي عرب کان ٿي هئي. پر اُهي دنيا جي مختلف علائقن ڏانهن لڏپلاڻ به ڪندا رهيا. يهودي ٻن هزار سالن کان وڏيڪ عرصي تائين پنهنجي وطن کان ڏور رهيا. سامي تاريخ ۽ ثقافت عيسائي دنيا وسيلي ڏور ٻين علائقن تائين ڦهلجي وئي. اهو پڻ ته سامي ثقافت کي ڦهلائڻ ۾ اسلام جو به وڏو هٿ آهي.

ٽنهي اولهه جي مذهبن.... يهوديت، عيسائيت ۽ اسلام... جو گڏيل سامي پس منظر آهي. مسلمانن جي پاڪ ڪتاب.... قرآن

مجيد.... ۽ پراڻو عهدنامو ٻنهي سامي خاندان جي ٻولين ۾ لکيا ويا. پراڻي عهدنامي ۾ خدا لاءِ جيڪي لفظ استعمال ٿيا، انهن ۾ هڪ جو مادو اُهو ئي آهي جيڪو مسلمانن جو الله آهي. (لفظ ”الله“ جو مطلب ”خدا“ آهي.)

جڏهن اسان عيسائيت تائين پهچون ٿا، تصوير وڌيڪ ڏکي ٿي ويندي آهي. عيسائين جو پس منظر به سامي آهي، پر نئون عهدنامو يوناني ۾ لکيو ويو هو. جڏهن عيسائي دينيات (Theology) يا عقيدن جو مجموعو (Cread) مرتب ٿيا، اهي يوناني، لاطيني ۽ ان کان پوءِ واري يوناني (سڪندر اعظم ۽ رومي شهنشاهه آگسٽس جي، جيڪو سن 16ع ۾ وفات ڪري ويو، حڪومت واري دؤر وچ واري ڪي ”يونانيت“ چيو ويندو آهي.) فلسفي کان متاثر ٿيا.

هند- يورپي مختلف ديوتائن تي اعتقاد رکندا هئا. ان جي ابتڙ سامين جي وصف اها هئي ته اُهي آڳاٽي زماني کان ئي هڪ خدا کي مڃيندا ٿي آيا ۽ انهن ۾ ان سلسلي ۾ ڪو به اختلاف نه ٿيو. انهن جي ان عقيدي کي وحدانيت (Monotheism) چيو ويندو آهي. يهوديت، عيسائيت ۽ اسلام ٽنهي جو بنيادي تصور اهو آهي ته خدا هڪ آهي.

سامين ۾ هڪ ٻي ڳالهه به ساڳي هئي ته انهن جي تاريخ بابت راءِ هئي ته تاريخ دائري ۾ نه ٿي گهمي، (ان راءِ کي Linear چئبو آهي) جيئن هند يورپين جو خيال هو ته اها (تاريخ) لڳاتار ڊگهي ٿيندڙ ليڪ (يا خط) وانگر اڳتي وڌندي آهي. پهريائين خدا دنيا تخليق ڪئي ۽ اتان ئي تاريخ جي شروعات ٿي. پر هڪ ڏينهن تاريخ پنهنجي پڇاڙيءَ تي پهچندي ۽ اهو حساب (ياقيامت) وارو ڏينهن هوندو، جڏهن خدا جيئرن ۽ مئلن کان (انهن جي عمل جو) حساب وٺندو.

تاريخ جيڪو ڪردار ادا ڪندي آهي اُهو انهن اولهه جي ٽنهي مذهبن جي وصف آهي. عقيدو اهو آهي ته خدا تاريخ جي ذريعي ۾ مداخلت ڪندو آهي.... نه رڳو اهو پر تاريخ موجود ئي ان لاءِ آهي جيئن خدا دنيا ۾ پنهنجي مرضيءَ (Will) جو اظهار ڪري سگهي. جيئن ان هڪ ٻيرو ابراهيم جي ”واعدي واري ڌرتي“ ڏانهن رهنمائي ڪئي هئي. هو تاريخ دوران انسان ذات جي وڪن جي حساب واري ڏينهن ڏانهن رهنمائي ڪندو رهندو آهي.

جڏهن اُهو ڏهاڙو ايندو دنيا مان بڇڙائيءَ جو انت اچي ويندو.

تاريخ جي عمل ۾ تمام گهڻو زور ڏيڻ سان گڏ سامي هزارن سالن تائين تاريخ لکڻ ۾ رڌل رهيا. ۽ اهي تاريخي پاڙون انهن جي پاڪ ڪتابن ۽ صحيفن جي مرڪزي نڪتن جي شڪل بڻائن ٿيون.

اڄ بہ يروشلم جو شهر يهودين، عيسائين ۽ مسلمانن لاءِ هڪ جيتروئي اهم ۽ بنيادي معنيٰ وارو مذهبي مرڪز آهي. ان مان ظاهر ٿئي ٿو تہ انهن ٽنهيءَ جو ڪو نہ ڪو گڏيل/ ساڳيو پس منظر آهي.

شهر ۾ ٽنهي مذهبن جون اهم ترين عبادت گاهون آهن. يهودين جاصومعا، عيسائين جا گرجا گهر ۽ مسلمانن جون مسيتون.... موجود آهن. ان ڪري اها ڳالهہ انتهائي ڏک واري آهي تہ يروشلم انهن ٽنهي مذهبن ۾ فساد جو سبب بڻجي ويو آهي.... هزارن جي تعداد ۾ ماڻهو هڪ ٻئي کي قتل ڪندا پيا اچن. چو تہ اُهي ان ڳالهہ تي متفق نہ ٿا ٿي سگهن تہ ان ”ابدي شهر“ تي قبضو ڪنهنجو هجي. خدا ڪري تہ گڏيل قومن جو ادارو ڪنهن ڏينهن ان کي ٽنهي مذهبن جي مڃڻ وارن لاءِ مقدس زيارت گاهہ بڻائڻ ۾ سوڀارو ٿئي. (فلسفي جي نصاب جو هي جيڪو گهڻو عملي حصو آهي، اسان في الحال ان جو وڌيڪ ذڪر نہ ڪنداسين. اسان اهو معامرو هلدي جي پيءُ تي ڇڏيون ٿا. تون هاڻي تائين سمجهي چڪي هوندينءِ تہ هو لبنان ۾ اقوام متحده جي مبصر جي حيثيت سان مقرر آهي. مان تہ توکي صحيح ڳالهہ ٻڌائي سگهان ٿو تہ هو اتي ميجر جي حيثيت سان ڪم ڪري رهيو آهي. جيڪڏهن توکي ڪو تعلق نظر اچڻ لڳو آهي تہ خوشيءَ جهڙي ڳالهہ آهي چو تہ هجڻ بہ ائين گهرجي. پوءِ اسان کي واقعن جو اڳواٽ اندازو لڳائڻ کان پرهيز ڪرڻ گهرجي!)

اسان چئي چڪا آهيون هند- يورپين جي ويجهو ڇهن حواسن ۾ اهم ترين سمجهہ/ بصارت (جو حواس) هو. ان جي ابتڙ سامي ثقافتن ۾ ٻڌڻ (جي حواس) کي اهميت هئي، ان جو ذڪر بہ دلچسپيءَ کان خالي ناهي. اهو رڳو اتفاق ناهي تہ يهودين جي عقيدن جي مجموعي جي شروعات هن لفظن سان ٿيندي آهي: ”اي اسرائيل، ٻڌ“ پراڻي عهدنامي ۾ اسان پڙهندا آهيون تہ ماڻهن ڪيئن خدا جو ڪلام (Word) ”ٻڌو“ ۽ يهودي پيغمبر هن ريت

پنهنجي وعظ جي شروعات ڪندا هئا: ”خدا (يهو واه) جو چوڻ آهي“ عيسائيت ۾ به خدا جي ڳالهه ”ٻڌڻ“ تي زور ڏنو ويندو آهي. عيسائيت، يهوديت ۽ اسلام سيني مذهبن جي رسمن جي خصوصيت اها آهي ته انهن ۾ وڏي واڪي ”پڙهيو ويندو“ آهي يا ”تلاوت“ ڪئي ويندي آهي.

مون اهو به ذڪر ڪيو هو ته هند- يورپي سدائين پنهنجي ديوتائن جون تصويرون، شبيهون ۽ بت ناهيندا رهندا هئا. سامين جي خصوصيت اها هئي ته اُهي اهو ڪم ڪڏهن به نه ڪندا هئا. انهن کان اها توقع به نه پئي ڪري سگهجي.... پراڻو عهدنامون حڪم ڏئي ٿو ته خدا جي ڪابه شبيهه نه ناهي وڃي. يهوديت ۽ اسلام ۾ اڄ به ان کي قانون جي حيثيت آهي. وڌيڪ اهو ته اسلام ۾ فوٽوگرافي ۽ آرٽ ٻنهيءَ کي عام طور تي اڻ وڻندڙ نگاهن سان ڏٺو ويندو آهي ڇو ته ڪنهن شئي جي ”تخليق“ ڪرڻ ۾ انسانن کي خدا سان مقابلو نه ڪرڻ گهرجي.

تون شايد سوچيندي هوندينءَ ته عيسائي گرجا ته يسوع ۽ خدا جي تصويرن سان ڀريا پيا آهن. سوفي، پر اهو رڳو مثال آهي ته عيسائيت ڪيئن يونان ۽ روم جي دنيا کان متاثر ٿي. (هونئن يوناني آرٿوڊڪس چرچ- معنيٰ يونان ۽ روس- ۾ اڄ به بائبل جي حڪايتن تي ٻڌل ”ملندڙ شبيهون“ مجسما ۽ صليبن تي عيسيٰ جون تصويرون ناهڻ جي منع ٿيل آهي.)

يورپ جي عظيم مذهبن جي ڀيٽ ۾ ٿي اوله جا مذهب ان ڳالهه تي زور ڏيندا آهن ته خدا ۽ ان جي خلق جي وچ ۾ وٿي آهي. مقصد روح جو هڪ قالب مان وڃڻ کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ نه پر گناهه ۽ ملامت کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ آهي. وڌيڪ اهو ته مذهبي زندگي عبادت، وعظن ۽ صحيفن جي مطالعي سان ٿيندي آهي نه ڪي گيان ۽ انتراتماسمواد (Self- commun- ion) سان. (جيئن اوڀر جا مذهب سمجهندا آهن.)

## اسرائيل

سوفي، منهنجو تنهنجي مذهبيات واري استاد سان مقابلو ڪرڻ جو بلڪل ارادو ناهي، پر مون کي عيسائيت جي يهودي پس منظر کي مختصر نموني پيش ڪرڻ جي اجازت ڏي.

اهو سڀ تڏهن شروع ٿيو جڏهن خدا دنيا تخليق ڪئي. اهو

ڪيئن ٿيو. ان لاءِ تون بائبل جي پهرين صفحي تي ئي پڙهي سگهين ٿي. پوءِ انسان خدا خلاف بغاوت تي لهي آيو. ان جي سزا ڪيس رڳو اهائي نہ ملي تہ آدم ۽ حوا کي اک ڇنڀ ۾ باغ عدن مان ڪڍيو ويو.... پر ان سان گڏ موت بہ دنيا ۾ اچي ويو.

انسان پاران خدا جي نافرمانيءَ وارو موضوع بائبل بہ ڪيئي ڀيرا ورجايو آهي. جيڪڏهن اسان ''ڪتاب پيدائش'' (بائبل جو پهريون باب) جو وڌيڪ مطالعو ڪنداسين تہ اسان کي طوفان ۽ نوح جي ٻيڙيءَ جو ذڪر ملندو. پوءِ اسان پڙهندا آهيون تہ خدا ابراهيم ۽ سندس آل سان معاهدو (Covenant) ڪيو. ان معاهدي.... تحت ابراهيم ۽ ان جي اولاد کي خدا جي حڪمن کي مڃڻو هو. ان عيوض خدا واعدو ڪيو تہ هو ابراهيم جي سموري اولاد کي پنهنجي حفاظت ۾ رکندو. جڏهن اٽڪل ٻارنهن سئو قبل مسيح موسيٰ کي ڪوه طور تي ڏهہ حڪم ڏنا ويا، ان عهدنامي جي نئين سري سان تجديد ڪئي وئي. ان وقت اسرائيلي گهڻي وقت کان مصرين جا غلام رهندا پئي آيا. پر خدا جي راضپي ۽ مدد سان انهن کي واپس اسرائيل جي ڌرتيءَ تي پهچايو ويو.

عيسيٰ جي پيدائش کان رڳو هڪ هزار سال اڳ .... يوناني فلسفي جي وجود ۾ اچڻ کان بہ اڳ ...... اسان اسرائيل جي ٽن عظيم بادشاهن جو ٻڌو آهي. سڀ کان پهريون سائول (Saul) هو. ان کان پوءِ دائود ۽ سليمان آيا. ان وقت تائين سڀ اسرائيلي هڪ سلطنت ۾ گڏجي چڪا هئا ۽ دائود جي زماني ۾ انهن کي خاص ڪري سياسي، فوجي ۽ ثقافتي داٻي جو تجربو ٿيو.

جڏهن بادشاه جي چونڊ جو عمل ٿيندو هو، عوام انهن کي سٽي هٽندو هو. ۽ انهن کي مسيح جو، جنهن جي معنيٰ آهي ''اهو جنهن کي سٽي لڳل هجي("the anoinel one") .'' خطاب ملي ويندو هو. مذهبي مفهوم ۾ بادشاه کي خدا ۽ ان جي راڄ جي وچ ۾ هلندڙ سمجهيو ويندو هوندو. ان ڪري بادشاه کي ''خدا جو پٽ'' ۽ ملڪ کي ''خدا جي بادشاهي'' چئي سگهبو هيو.

پر گهڻو وقت نہ گذريو هو تہ اسرائيل جي سگهہ ختم ٿيڻ لڳي ۽ ملڪ ٻن حصن ..... اتر (اسرائيل) ۽ ڏکڻ (يهوديا يا (Jydea) ۾ ورهائجي وئي. 722 قبل مسيح ۾ اتر واري حصي تي آشورين قبضو ڪري ورتو جنهن ڪري ان جي سياسي ۽ مذهبي اهميت پڻ ختم ٿي وئي. ڏکڻ واري حصي سان بہ گهٽ نہ ٿي،

ان کي 586 ق م ۾ بابل وارن فتح ڪيو. عبادت گاهه کي ڊاٿو ويو. اڪثر رهواسين کي غلام بڻايو ويو ۽ انهن کي رڍن ٻڪرين وانگر بابل نيو ويو، جتي انهن کي 539 ق م تائين باندي بڻائي رکيو ويو. ان سال انهن کي يروشلم واپس ورڻ جي اجازت ملي ۽ عظيم بت کي ٻيهر تعمير ڪيو ويو. پر عيسيٰ جي پيدائش واري سموري وقت تائين يهودي غير ملڪي اثر هيٺ زندگي گهارڻ تي مجبور رهيا.

يهودي پنهنجو پاڻ کان اهو سوال مسلسل پڇندا هئا ته جڏهن خدا واعدو ڪيو آهي ته هو اسرائيل کي پنهنجي هٿ ۾ رکندو ته پوءِ دائود جي بادشاهت ڇو تباهه ٿي ۽ يهودين کي ايڏين ڏکاين سان منهن ڇو ڏيڻو پيو؟ پر ماڻهن به واعدو ڪيو هو ته اُهي خدا جي حڪمن کي مڃيندا رهندا. ان ڪري اها ڳالهه هوريان هوريان مڃجڻ لڳي ته خدا اسرائيلين کي انهن جي نافرمانين جي سزا ڏيئي رهيو آهي.

اٽڪل ساڍا ست سؤ ق م ۾ ان ڪانپوءِ اهڙا پيغمبر ايندا رهيا جن جي پرچار جو نڪتو اهو هيو ته خدا اسرائيلين کان ان ڪري ڪاوڙيو آهي ڇو ته انهن خدا جي حڪمن کي اهميت نه ڏني. اُهي چوندا هئا ته هڪ ڏينهن اهڙو ايندو جو خدا انهن کان حساب وٺندو. اسان اهڙي قسم جي پيشنگوئين کي حشر جي ڏهاڙي جون پيشنگوئيون چوندا آهيون.

ٻِگهي زماني سان گڏ گڏ وڏيڪ پيغمبر ايندا رهيا. انهن جي تعليم اها هوندي هئي ته خدا پنهنجن ٻندن مان رڳو ڪجهه ئي هستين کي بخش ڪري ڇڏيندو ۽ انهن ڏانهن ”شاهه امن“ يا دائود جي گهراڻي جو ڪو بادشاهه موڪلي ڇڏيندو. هو دائود جي پراڻي بادشاهت بحال ڪري ڇڏيندو ۽ ماڻهن کي هڪ ڀيرو ٻيهر سڳارو آئينده ملي ويندو.

”جيڪي ماڻهو اونده ۾ ڦرندا رهيا آهن انهن کي عظيم روشني نظر اچي ويندي.“ پيغمبر يسعياه چيو هو: ”۽ جيڪي ماڻهو موت جي پاڇي ۾ رهندا آيا آهن انهن تي روشني ڏيڻ واري جي روشني ٿيندي.“ اسان اهڙي قسم جي پيشنگوئين کي آجپي جون پيشنگوئيون چوندا آهيون.

(عبراني ۾ ”يسعياه“ جي معنيٰ ”خدا جي نجات“ آهي. ترجمو ڪندڙ)

فرض ڪجي اسرائيل جو اولاد دائود جي وقت ۾ سرهو هيو. پر پوءِ جڏهن انهن جون حالتون خراب ٿيڻ لڳيون، پيغمبر اعلان ڪرڻ لڳا تہ دائود گهراڻي جو نئون ماڻهو بادشاه بڻجي ايندو. اهو ''مسيح'' يا ''خدا جو پٽ'' ماڻهن کي ''آجپو'' ڏياريندو، اسرائيل جي عظمت بحال ڪري ڇڏيندو ۽ ''خدا جي بادشاهت'' قائم ڪري ڇڏيندو.

## يسوع

سوفي منهنجو خيال آهي تہ تون اجان تائين مون سان ساڻ آهين. مک لفظ ''مسيح''_ ''خدا جو پٽ'' ۽ ''خدا جي بادشاهت'' آهن. شروع ۾ انهن کي سياسي مفهوم ڏنا ويا. يسوع جي زماني ۾ اهڙا اڻ ڳڻيا ماڻهو موجود هئا جن جو عقيدو هو تہ جلد نئون ''مسيح'' ايندو. جيڪو ڏاهپ، عقلمنديءَ ۽ لياقت جي اعتبار کان شاه دائود جهڙو سياسي، فوجي ۽ مذهبي اڳواڻ هوندو. يا ان کي ''نجات ڏياريندڙ'' سمجهيو وڃڻ لڳو تہ يهودين کي رومي تسلط تحت جيڪو ڏکائيون سهڻيون پيون آهن، هو انهن جو انت آڻيندو ۽ قومي اڳواڻ ٿي ويندو.

پر اهي ٻـلهيون خوش فهميون هيون. پر ڪجھ ٻيا بہ ماڻهو هئا، جيڪي گهڻو پري جي سوچيندڙ هئا. گذريل ٻـن سؤ سالن ۾ اهڙا پيغمبر ايندا رهيا جيڪا سمجهندا هئا تہ ''ايندڙ مسيح'' سڄي دنيا کي آجپو ڏياريندڙ ثابت ٿيندو. هو رڳو اسرائيلين کي غير ملڪين کان آجپو نہ ڏياريندو، پر هو سموري انسانذات کي گناه ...... ۽ سڀ کان وڌيڪ ...... موت کان نجات ڏياريندو. رهائي (redemption) جي معنيٰ ۾ ''نجات'' (salvaion) جو تصور ان سموري علائقي ۾ ڏور توڙي ويجهو تائين ڦهليل هو. جنهن تي يونانيت جو سڪو هلندو هو.

ان ڪري ناصريہ (Nazareth) جا يسوع اچي وڃن ٿا. اُهي اڪيلا شخص نہ هئا جن پاڻ کي ''ايندڙ مسيح'' جي حيثيت سان پيش ڪيو هو. يسوع بہ ''خدا جو پٽ''، ''خدا جي بادشاهي'' ۽ ''رهائي'' جهڙن لفظن کي استعمال ڪـن ٿـا. ان طريقي سان هو پراڻن پيغمبرن سان پنهنجو تعلق جوڙين ٿـا. هو گڏھ تي سوار ٿـي يروشلم ۾ داخل ٿـين ٿـا ۽ جڏهن ماڻهو انهن جي ''نجات ڏياريندڙ'' طور آجيان ڪـن ٿـا، هو انهن کي نہ ٿـا روڪين، پر ان

جي ڪليل موڪل ڏني تہ چڏين ۽ ايئن هو سڌو سنئون آڳاٽن بادشاهن جا طريقا اپنائن ٿا، جيڪي اُهي ”تخت نشيني جي رسم“ وقت اختيار ڪندا آهن. هو مائهن کان پاڻ کي سٽپ بہ هٽائيندا آهن. ”وقت جي تڪميل ٿي وئي آهي.“ هو چون ٿا، ”۽ خدا جي بادشاهي اچي وئي آهي.“

پر هتي هڪ نڪتو اهم آهي. يسوع پنهنجو پاڻ کي ٻين مسيحن کان ايئن الڳ رکيو جو هن چٽو چئي ڇڏيو تہ هو سياسي يا فوجي باغي ناهن. ان جو مشن (رسالت) وڌيڪ عظيم آهي. هو مائهوءَ جي آجپي ۽ خدا جي بخشش جي دعا ڪندا هئا. جن مائهن جي سائن واٽ ويندي ملاقات ٿي، انهن کي هن چيو: ”هن جي نالي پائي جي ڪري توهان جي گناهن جي بخشش ڪئي وڃي ٿي.“

ان طريقي سان ”گناهن جي معافي“ جي ورڇ جو ڪم هڪ اهڙي شئي هيو جيڪو اڳ ۾ ڪنهن ڪڏهن بہ ڪون ٻڌو هو. ۽ ان کان وڌيڪ بدتر ڳالهہ اها هئي تہ هو خدا کي ”پيءُ“ (ابا/Abba) چئي پڪاريندا هئا. ان زمان جي يهودي قوم ۾ اهڙي قسم جو ڪو بہ مثال موجود نہ هو. ان ڪري گهڻا ڏينهن ڪون گذريا هئا جو يهودي عالمن انهن خلاف احتجاج شروع ڪري ڏنو.

ان ڪري صورتحال ڪجهہ هيئن هئي: يسوع جي دؤر ۾ اڻ ڳڻيا مائهو مسيح جي انتظار ۾ هئا جنهن کي (انهن جي خيال موجب) مان مرتبي سان (يا ٻين لفظن ۾ باهہ ۽ تلوار سان) خدا جي بادشاهي بحال ڪرڻي هئي. ”خدا جي بادشاهي“ واري ترڪيب يسوع جي واعظن ۾ ڪوڙ پيرا استعمال ٿي آهي.... پر ان جو مفهوم تمام وسيع هيو. يسوع چوندا هئا تہ: ”خدا جي بادشاهي“ جو مطلب اهو آهي تہ پنهنجي پاڙيسرين سان پيار ڪيو وڃي، ڪمزورن ۽ مسڪين تي ٻاجهہ ڪئي وڃي ۽ جن غلطي ڪئي آهي انهن کي معاف ڪيو وڃي.

”خدا جي بادشاهي“ جي ترڪيب سوين سال پراڻي معنيٰ ۾، جنهن ۾ جنگي ڳجهہ شامل هئا، اها ڊرامائي تبديلي هئي. مائهو ڪنهن فوجي جي اچڻ جي انتظار ۾ هئا، جيڪو تمام ننڍڙي وقت ۾ ”خدا جي بادشاهي“ جي قيام جو اعلان ڪري ڇڏيندو. پر آيو ڪير؟ يسوع. اُهي چپلي ۽ جبو پائي انهن کي ٻڌائن ٿا تہ ”خدا جي بادشاهي“... يا ”نئون معاهدو“... هي آهي:

”پنهنجي پاڙيسري سان محبت ڪيو، جيئن توهان پنهنجو پاڻ سان ڪندا آهيو.“ پر سوفيءِ ڳالھ اتي ختم نہ ٿي ٿئي. هن اهو بہ چيو هيو: ”اسان کي پنهنجي دشمنن سان بہ محبت ڪرڻ گهرجي، جڏهن اُهي اسان کي ٿپون هڻن، اسان کي جوابي ڪاروائي نہ ڪرڻ گهرجي پر پنهنجو ٻيو ڳل بہ انهن آڏو ڪري ڇڏجي ۽ اسان کي کپي تہ انهن کي معاف ڪيون... ست ڀيرا نہ پر ستر کي ستن سان ضرب ڪرڻ جيترا ڀيرا.“

يسوع پنهنجي عمل سان ثابت ڪيو تہ انهن کي غريبن، بد عنوانن، وياج خورن ۽ سياسي تخريب ڪارن سان ڳالهائڻ ۾ ڪو هرج ناهي ٿيندو. پر هو تہ ان کان بہ اڳتي نڪري ويا. هن چيو: ”خدا جي ٻاجھ ايڏي وڏي آهي، جيڪڏهن ڪو بيڪار ماڻهو پنهنجي پيءَ جي ملڪيت ڇيڙيءَ ۾ اڏائي ٿو... يا ڪو معمولي ڪلارڪ جنهن سرڪاري رقم سان پنهنجا کيسا ڀري ڇڏيا هجن توبہ ڪري ٿو ۽ بخشش لاءِ ٻاڏائي دعا گهري ٿو، اُهو خداجي نظرن ۾ رستي تي اينديڙ هوندو آهي.“

اجان ٻيو ٻڌ... هو وڪ اجان اڳتي ويا... يسوع چيو تہ خدا جي نظرن ۾ اهڙي قسم جا گنهگار انهن بنا داغ وارن فريسين جي ڀيٽ ۾، جيڪي پنهنجي نيڪي ۽ فضيلت جو ڍنڍورو پٽيندا ۽ نماءُ ڪندا رهندا آهن، تمام گهڻا سچا ۽ خدا جي بخشش جا وڌيڪ لائق آهن.

يسوع چٽو چئي ڇڏيو تہ ڪوبہ ماڻهو رڳو پنهنجن عملن جي ڪري خدا جي ٻاجھ لائق نہ ٿو ٿئي. اسان پنهنجو پاڻ کي آجپو نہ ٿا ڏياري سگهون. (جيئن گهڻن يونانين جو عقيدو هو.)

پهاڙ تي پنهنجن واعظن ۾ يسوع جن سخت اخلاقي پابندين جو ذڪر ڪندا هئا، انهن جو مطلب رڳو اهو ٻڌائڻ نہ هو تہ خدا جي مرضيءَ مان ڇا مراد آهي، پر اهو بہ جتائڻ هو تہ خدا جي نگاهن ۾ ڪو شخص سچو ناهي هوندو. هو چوندا هئا تہ بيشڪ خدا جي ٻاجھ تمام گهڻي آهي، پوءِ بہ اسان کي خدا ڏانهن رجوع ڪرڻ ۽ ان کان بخشش جي دعا ڪرڻي پوندي.

مان يسوع ۽ ان جي تعليم جي تفصيلي مطالعي جو ڪم تنهنجي مذهبيات واري استاد لاءِ ڇڏيان ٿو. ان کي ڏاڍي محنت ڪرڻي پوندي. مون کي اميد آهي تہ هو اهو سمجهائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندو تہ يسوع ڪيڏا وڏا ماڻهو هئا. هن وڏي ذهانت ۽ نئين

انداز سان پراڻي جنگي نعرن کي بلڪل نئين ۽ وسيع معنيٰ ڏئي ڇڏي. پوءِ ان ۾ حيراني جي ڳالھ ناهي تہ انهن جو انت صليب تي ٿيو. آجپي لاءِ هو جيڪو ڪجھ چوندا هئا. ان سان ماڻهن جي مفادن ۽ اختيارن ۾ ايڏي گھٽتائي ٿيندي هئي، جو ڪين هٿائڻ اڻ ٽر ٿي ويو.

جڏهن پاڻ سقراط جو مطالعو ڪري رهيا هئاسين اسان ڏٺو هو تہ ماڻهن جي عقل کي اپيل ڪرڻ جو انجام ڪيڏو خطرناڪ ثابت ٿي سگھي ٿو. يسوع جي معامري ۾ اسان ڏسون ٿا تہ بنا شرط پيائپي وارو پيار ۽ بنا شرط معافي جي مطالبن جا نتيجا ڪيڏا پوائتا ٿي سگھن ٿا. ۽ اهو تہ اڄوڪي دنيا ۾ بہ اسان کي نظر ايندو رهندو آهي تہ جڏهن عظيم طاقتن کي امن، پيائپي، غريبن ۽ مسڪينن جي لاءِ ماني ۽ ملڪ جي دشمنن لاءِ معافي جهڙن سڌن ۽ سادن مطالبن جو منهن ڏسڻو پوندو آهي تہ اُهي بہ ڪريل ٿي ويندا آهن.

توکي شايد ياد هوندو تہ جڏهن ايٿينز جي سچي ماڻهوءَ کي پنهنجي زندگيءَ تان هٿ کڻڻو پيو تہ افلاطون ڪيڏو ڪاوڙيو هو. عيسائي تعليم موجب هن دنيا ۾ جيڪي بہ ماڻهو آيا، انهن ۾ مسيح ئي رڳو سچا ماڻهو هئا، پوءِ بہ انهن کي موت جي سزا ملي. عيسائي چوندا آهن تہ انهن انسان ذات لاءِ پنهنجي جان ڏني. ان کي عام طور تي عيسائي مسيح جي ”اذيت“ يا مسيح جون ”مصيبتون“ ("Passions") چوندا آهن... هن انسان ذات جي گناهن جو بار پنهنجن ڪلهن تي کنيو جيئن اسان کي... خدا جي غضب کان بچايو وڃي.

## پال

يسوع کي صليب تي چاڙهڻ ۽ دفن ڪرڻ کانپوءِ افواه ڦهلجڻ لڳا تہ اُهي قبر مان نڪري ويا آهن. ايئن هن ثابت ڪيو تہ هو معمولي ماڻهو نہ هئا. هو صحيح معني ۾ ”خدا جا پٽ“ هئا.

اسان چئي سگھون ٿا تہ عيسائي مسلڪ (Christian Church) جو بنياد ايسٽر واري صبح پيو جڏهن مسيح جي ٻيهر جيئڻ جا افواه ڦهليا. ۽ پال ان جي تصديق ڪري ٿو: ”جيڪڏهن يسوع ٻيهر ناهي اٿيو. پوءِ اسان جي پرچار ۽ توهان جو ايمان بيڪار آهن.“

هاڻي سڀ ماڻهو ٻيهر جيئڻ جي اميد ڪري ٿي سگهيا ڇو ته يسوع ان لاءِ صليب چڙهيو هو ته جيئن اسان جي آجپي لاءِ ڪجهه ڪري سگهجي. پر، پياري سوفي، يهودين جي خيال موجب ”روح جو فنا نه ٿيڻ“ يا ڪنهن به شڪل ۾ ”روح جو هڪ قالب مان ٻئي قالب ۾ وڃڻ“ جو سوال ئي پيدا نه ٿيندو هو. هي يوناني..... ۽ ايئن هند- يورپي..... تصور هيو. عيسائيت جي خيال موجب انسان ۾ هڪ به شئي.... مثال روح...... اهڙي ناهي جيڪا غير فاني هجي.

جيتوڻيڪ عيسائي مسلڪ ”جسم جي ٻيهر جيئڻ ۾ ۽ ابدي زندگيءَ ۾“ يقين رکي ٿو، پر اُهو سمجهي ٿو ته اها رڳو خدا جي ڪرامت آهي جو اسان کي موت ۽ ”ابدي لعنت“ کان ڇوٽڪارو ملي ٿو، ان ۾ اسان جي ڪنهن خوبي يا فطري.... يا پيدائشي... صلاحيت جو ڪو دخل ناهي.

ان ڪري اوائلي عيسائين پنهنجن واعظن ۾ هي ”خوشخبري“ ٻڌائڻ شروع ڪئي ته جيڪي ماڻهو يسوع مسيح تي ايمان آڻيندا، انهن کي آجپو ملي ويندو. هو اهو به چوندا هئا ته يسوع جي معرفت ”خدا جي بادشاهي“ حقيقت جو روپ اختيار ڪرڻ واري آهي. (هو سمجهندا هئا ته) هاڻي سموري دنيا کي يسوع جي تابع ڪري سگهجي ٿو. يوناني لفظ "Christ" عبراني لفظ "Massiah" جو ترجمو آهي ۽ ان جي معنيٰ ”جنهن کي سڀ لڳل هجي.“ آهي.

يسوع جي وفات کان ڪجهه سال پوءِ پال، جنهن جو تعلق فريسين سان هو، عيسائيت قبول ڪئي. پال سموري يوناني- رومي دنيا جا تبليغي دورا ڪيا ۽ عيسائيت کي عالمي مذهب بڻائي ڇڏيو. اسان انهن دورن جو احوال (نوان عهدناما) رسولن جا عمل، ۾ پڙهندا آهيون. پال جيڪي واعظ ڪندا هئا ۽ عيسائين جي جهڙي نموني راهنمائي ڪندا هئا، ان جو ذڪر انهن ڪيترن ئي خطن (نوان عهدناما) ۾ ملي ٿو جيڪي هن شروعاتي دؤر جي عيسائي عبادت ڪندڙن ڏانهن لکيا هئا.

پوءِ هو ايٿنز ۾ ظاهر ٿين ٿا. هو گهمندا ڦرندا سڌو ان فلسفي جي شهر جي چوڪ وٽ پهچن ٿا. ۽ چيو وڃي ٿو ته جڏهن هن ان شهر کي بت پرستيءَ ۾ پيرن کان مٿي تائين ٻڏل ڏٺو، سندن روح به ڪنبڻ لڳو. هو ايٿينز ۾ يهودين جي عبادت

گاهن جا چڪر هڻندا ۽ ايپيقورن ۽ رواقي فلسفين سان، مناظرا ڪندا، ڪين ايريوپگس (Aeropagos) پهاڙي تي وٺي ويا ۽ ڪائن پڇڻ لڳا: "چا اسان پڇي سگهون ٿا ته تون جنهن نئين عقيدي جو ذڪر ڪرين ٿو، اُهو آهي ڇا؟ جيئن ته تون ڪي عجيب ڳالهيون ڪيون آهن، اسان ڄاڻڻ ٿا چاهيون ته انهن جو مطلب ڇا آهي؟"

سوفي، ڇا تون تصور ڪري سگهين ٿي؟ هڪ يهودي ايٿينز جي بازار ۾ ظاهر ٿئي ٿو ۽ ڪنهن نجات ڏياريندڙ جو ذڪر ڪري ٿو، جيڪو پهريائين ته صليب چاڙهيو ويو پر پوءِ پيهر قبر مان به اٿي آيو. پال جي ايٿينز واري ان دوري سان ئي اسان کي ان جهيڙي جو احساس ٿئي ٿو جيڪو يوناني فلسفين ۽ مسيحي نظريو پڌائيندڙ وچ ۾ ٿيڻو هو. پر پال ڇٽي نموني يونانين کي پنهنجيون ڳالهيون پڌائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو هن ٿا. ايرو پهاڙي مٿان..... ۽ ايڪروپولس جي باوقار عبادت گاهن هيٺان ..... هو هي تقرير ڪن ٿا:

اي ايٿينز وارؤ! مان ڏسان ٿو ته توهان هر ڳالهه ۾ ديوتائن کي مڃڻ وارا آهيو. مون سير ڪندي ۽ توهان جي عبادگاهن تي ڌيان ڏيندي هڪ اهڙي قربان گاهه به ڏٺي جنهن تي لکيل هو ته اڻ ڄاتل خدا لاءِ. جنهن جي معلوم ڪئي بنا توهان پوڄا ڪيو ٿا مان ان بابت توهان کي خبر ڏيان ٿو.

جنهن خدا دنيا ۽ سڀ شيون پيدا ڪيون اُهو آسمان ۽ ڌرتيءَ جو مالڪ ٿي ڪري هٿن جي ٺاهيل مندرن ۾ ناهي رهندو ۽ نه ئي ڪنهن شئي جو محتاج ٿي ماڻهن جي خدمت وٺندو آهي. هو ته سڀني کي زندگي، ساهه ۽ سڀ ڪجهه ڏيندو آهي. هن هڪ ئي 'اصل' مان ماڻهن جي هر قوم سموري ڌرتي تي رهڻ لاءِ پيدا ڪئي ۽ انهن جا مُدا ۽ رهڻ لاءِ حدون مقرر ڪيون. جيئن خدا کي ڳولين. شايد ڳولي ان کي حاصل ڪن. هو اسان مان ڪنهن کان به پري ناهي. ڇو ته اسان ان ۾ ئي جيئندا ۽ گهمندا ڦرندا ۽ موجود آهيون. جيئن توهان مان ئي ڪن شاعرن چيو آهي ته اسان ته ان جو نسل به آهيون. خدا جو نسل ٿي ڪري اسان کي اِهو خيال ڪرڻ مناسب ناهي ته الاهي ذات ان سون يا پٿر وانگر آهي جيڪو ماڻهو گهڙيو هجي. خدا جهالت جي وقتن کان چشم پوشي ڪري هاڻي سڀني ماڻهن کي هر هنڌ حڪم ڏئي ٿو ته توبه ڪيو:

چـو تہ هن هڪ ڏينهن مقرر ڪيو آهي جنهن ۾ هو سچائي سان دنيا جي عدالت ان ماڻهوءَ جي معرفت ڪندو جنهن کي هن مقرر ڪيو آهي......

سوفي، سوچ، پال ۽ ايٿينز ۾! ايپيقوري، رواقي يا نوافلاطوني فلسفي کان بلڪل مختلف عيسائيت هڪ ٻي شئي جي حيثيت سان يوناني- رومي ملڪ ۾ جهيڙڻ شروع ٿي وئي آهي. پوءِ بہ پال کي ان ثقافت ۾ ڪجھ ساڳيون ڳالهيون ملي وڃن ٿيون. هو ان ڳالھ تي زور ڏيندا آهن تہ خدا جي ڳولا سمورن انسانن ۾ فطري آهي. يونانين لاءِ اها ڪا نئين ڳالھ نہ هئي. پر پال جي پرچار ۾ نئين ڳالھ اها هئي تہ خدا پنهنجو پاڻ کي پنهنجن بندن ۾ ظاهر ڪري چڏيو آهي ۽ انهن تائين پهچي بہ ويو آهي. ان ڪري هو هائي ''فلسفي'' خدا ناهي رهيو جنهن تائين ماڻهو پنهنجي سمجھ سان پهچي سگهن ٿا. نہ ئي هو ''سون چاندي ۽ پٿر جي مورتي'' آهي... اهڙي قسم جون مورتيون مٿي ايڪروپولس ۾ ۽ هيٺ بازار ۾ وڏي انگ ۾ موجود هيون. هو اُهو خدا آهي ''جيڪو هٿن سان ٺهيل عبادت گاهن ۾ ناهي رهندو.'' هو ذاتي خدا آهي جيڪو تاريخ جي ڌارا ۾ دخل ڏيندو آهي ۽ انسان ذات لاءِ صليب تي جان ڏئي چڏي ٿو.

اسان ''رسولن جا اعمال'' ۾ پڙهون ٿا تہ جڏهن پال ايريوپگس ۾ پنهنجو واعظ ختم ڪن ٿا تہ ڪجھ ماڻهن ان ڳالھ جي ''ٺـوڪ'' ناهي. پر ڪجھ ماڻهن کين چيو. ''اها ڳالھ اسان تو کان ٻيهر ڪڏهن ٻڌنداسين'' ۽ ڪجھ اهڙا بہ هئا جيڪي پال سان گڏجي ويا ۽ (عيسائيت) تي ايمان آندو. ذڪر جهڙي ڳالھ اها آهي تہ ايمان آڻيندڙن ۾ هڪ عورت بہ شامل هئي، جنهن جو نالو دمارس (Damaris) هو. ان جو ڳاٽيتو انتهائي جوشيلن عيسائين ۾ ٿيندو آهي.

ايئن پال پنهنجي پرچار جون سرگرميون جاري رکيون. يسوع جي موت کان ڪجھ ڏهاڪا پوءِ سڀني اهم يوناني ۽ رومي شهرن... ايٿينز، روم، اسڪندريا، ايفيسس ۽ ڪورنٿ ۾ عيسائي جماعتون وجود ۾ اچي چڪيون هيون. ان کان پوءِ چار سؤ سالن جي عرصي ۾ يونانيت جي اثر هيٺ سموري اولھ واري دنيا عيسائيت جي هنج ۾ هئي.

## عقيدا

عيسائيت ۾ پال کي جيڪا بنيادي اهميت آهي، ان جو ڪارڻ رڳو اهو ناهي تہ هو پرچارڪ هئا. هن جو عيسائي جماعتن ۾ بہ گهرو اثر هو ڇو تہ انهن کي روحاني رهنمائي جي شديد ضرورت هئي.

يسوع کان پوءِ شروعاتي سالن دوران هڪ اهم سوال اهو هو: ڇا غير يهودي يهوديت قبول ڪئي بنا عيسائي ٿي سگهن ٿا؟ مثال طور، ڇا ڪنهن يوناني کي (يهودين جي) غذائي قانون جي پابندي ڪرڻ گهرجي؟ پال جو عقيدو هو تہ ان جي ڪا بہ گهرج ناهي. هو چوندا هئا تہ عيسائيت رڳو يهودي فرقو ناهي، ان کان وڌيڪ آهي. آجپي جي وڏي ۾ وڏي پيغام جي حيثيت سان هي هر ڪنهن سان ڳالهائي ٿي ءَ خدا ءِ اسرائيلين جي وچ ۾ "پراڻي عهدنامي" جي جاءِ تي "نئين عهدنامي" وٺي ڇڏي آهي، جيڪو يسوع خدا ءِ انسانن وچ ۾ آندو آهي.

پوءِ بہ عيسائيت ان زماني جو اڪيلو مذهب نہ هو. اسان ڏسي چڪا آهيون تہ يونانيت (Hellenism) ڪهڙي نموني مذهبن جي ميلاپ مان متاثر ٿي هئي ان ڪري ڪليسا لاءِ اهو ضروري هو تہ اُها اڳتي وڌي ءِ عيسائي عقيدن جي مختصر پر جامع تعريف ڪجي. جيئن پنهنجي ءِ ٻين مذهبن وچ ۾ بہ فرق رکجي ءِ خد عيسائي مسلڪ ۾ ورفرقن کي روڪجي. ان ڪري عقيدن جو پهريون مجموعو ترتيب ڏنو ويو جنهن ۾ عيسائيت جي بنيادي اصولن ءِ عقيدن کي مختصر ڪيو ويو.

انهن مرڪزي اصولن ۾ هڪ اهو هو تہ يسوع انسان بہ آهن تہ "خدا" بہ. هو رڳو پنهنجي عملن جي ڪري "خدا جا پٽ" نہ هئا. هو پاڻ "خدا" هئا. پر هو "سچا انسان" بہ هئا، جيڪي انسان ذات جي اهنجن ۾ گڏ رهيا ءِ هن سچ ۾ صليب تي سور سٺا.

ظاهر ۾ اهو تضاد معلوم ٿئي ٿو پر صحيح معنيٰ ۾ ڪليسا جو پيغام اهو هو تہ خدا انسان بڻجي ويو آهي. يسوع "اڌ خدا" (Demigod) معنيٰ اڌ خدا ءِ اڌ انسان نہ هئا. اهڙن قسمن جي "اڌ خدائن" يا "اڌ ديوتائن" جو عقيدو يونان ءِ يونانيت کان متاثر علائقن ۾ عام هيو. ڪليسا جو خيال هو تہ يسوع "پورو خدا ءِ پورو انسان" هيو.

## قلم تازو

پياري سوفيءِ اهو سڀ ڪجهه بدل شڪل ڪيئن ورتي ٿو، ان بابت مون ڪي ڪجهه لفظ چوڻ ڏي. جڏهن يوناني- رومي دنيا ۾ عيسائيت اچڻ شروع ٿئي ٿي، اسان ڪي پن ثقافتن جي وچ ۾ ڊرامائي ”ملاقات“ جو منظر ڏسڻ ۾ اچي ٿو. اسان تاريخ جي هڪ انقلاب جو به نظارو ڪيون ٿا.

هاڻي اسان آڳاٽي دؤر ڪان اڳتي ٿا اچون. شروعاتي يوناني فلسفين جي وقت کي اٽڪل هڪ هزار سال گذري چڪو آهي. هاڻي اسان جي آڏو عيسائيت جو وچ وارو دؤر آهي. ان جو وقت به اٽڪل هڪ هزار سال آهي.

جرمنيءَ جي شاعر گوئٽي هڪ ڀيرو چيو هو ته: ”جيڪو ماڻهن ٽن هزار سالن جو فائدو نه ٿو وٺي سگهي، اهو ڏکيائي سان پنهنجو گذارو ڪري سگهي ٿو.“ مان نه ٿو چاهيان ته تنهنجو به انت ايترو ڏکارو ٿئي. توکي تنهنجن تاريخي پاڙن بابت ڄاڻ ڏيڻ لاءِ مون ڪان جيڪو ڪجهه ٿيو مان ڪندس. انسان ٿيڻ جو اهو ئي اڪيلو طريقو آهي. جيڪڏهن ماڻهو خلا ۾ بنا مقصد جي هٽ هٽڻ ڪان بچڻ چاهي ٿو ته ان لاءِ اهوئي اڪيلو طريقو آهي.

”انسان ٿيڻ جو اهو ئي اڪيلو طريقو آهي...“

سوفي ڪجهه گهڙيون ايئن ئي باڙ جي ننڍن ننڍن سوراخن مان باغ کي ڏسندي رهي. هاڻي هن کي سمجهه ۾ اچي رهيو هو ته پنهنجي تاريخي پاڙن بابت ايتري ڄاڻ رکڻ ڇو ضروري آهي. اسرائيل جي اولاد لاءِ اها ڳالهه پڪ سان اهم هئي.

هوءَ پاڻ به عام انسان هئي. پر جيڪڏهن هوءَ پنهنجي تاريخي پاڙن بابت واقف ٿي وئي ته هوءَ گهٽ عام انسان رهندي.

هن کي هن ڌرتيءَ تي رهندي ڪو گهڻو وقت ڪون گذريو هو، اهو وقت ڪجهه سالن تي ٻڌل هو. پر جيڪڏهن انسان ذات جي تاريخ هن جي پنهنجي تاريخ آهي ته پوءِ هن جي چمار هزارين سال آهي.

# وچ وارو دؤر

**... رستي جي ننڍڙي حصي تي هلڻ غلط رستي تي هلڻ برابر آهي ...**

هفتو گذري ويو پر سوفي کي البرٽو ڪنوڪس جو ڪوبہ خط نہ مليو. لبنان کان بہ ڪو ٻيو ڪارڊ نہ آيو. جوآنا ۽ هوءَ ميجر جي جاءِ مان هٿ آيل ڪارڊن بابت ڳالهائيندي رهيون. جوآنا کي بہ پنهنجي حياتيءَ ۾ ان کان اڳ ۾ ايڏو ڏڪ نہ ٿيو هو. ٻيو ڪو واقعو نہ ٿيڻ سبب هوريان هوريان دهشت ختم ٿيڻ لڳي...

سوفي البرٽو ڪنوڪس جا خط ڪيئي ڀيرا پڙهيا. جيئن هلڊي واري معامري لاءِ ڪا شئي ملي وڃي... خط ٻيهر پڙهڻ سان کيس ڪلاسيڪي فلسفي کي سمجهڻ جو سٺو موقعو ملي ويو. هاڻي کيس ڊيموڪريٽوس ۽ سقراط يا افلاطون يا ارسطو کي هڪ ٻئي کان الڳ ڪرڻ ۾ ڪابہ ڏکيائي ڪون ٿي رهي هئي.

25 مئي تي جمعي ڏهاڙي هوءَ پنهنجي ماءُ جي گهر پهچڻ کان اڳ ۾ رڌڻي ۾ رات جي ماني تيار ڪري رهي هئي. اهو سندس ماءُ سان معاهدو ٿيل هو. اڄ هوءَ مڇيءَ جو سوپ، مڇيءَ جا ڪوفتا ۽ گجرن جي ڀاڄي ٺاهي رهي هئي.

ٻاهر تيز هوا ۾ وڻ جهومي رهيا هئا. اوچتو ڪا شئي دريءَ کي ٽڪرائجي وئي. سوفي ڏٺو تہ دريءَ تي هڪ ڪارڊ چنبڙيل هو.

اهو پوسٽ ڪارڊ هيو. هن ايڊريس ڏٺي: ”هلڊي مولرڪنيگ معرفت سوفي امنڊسن.“

هن دريءَ وٽان ڪارڊ کنيو. ”اهو ڪيئن ٿي سگهي ٿو تہ ڪارڊ هوا جي آڌار تي اڏامندو هتي پهتو هجي؟“ هوءَ سوچي رهي هئي.

ان ڪارڊ تي بہ پندرهين جون جي تاريخ هئي. سوفي رڌڻي ۾ ٽيبل تي ويٺي. ڪارڊ تي لکيل هو:

پياري هلڊي، مون کي خبر ناهي تہ جڏهن تون هي ڪارڊ

پڙهي رهي هوندينءِ، تنهنجي سالگره جو ڏينهن هلندو هوندو يا نه. مون کي پڪ آهي ته اهو هلي رهيو هوندو يا ان کي گذري گهڻا ڏينهن ڪون ٿيا هوندا. هڪ ٻه هفتا اسان کي جيئن ڏگها ٿا نظر اچن، ضروري ناهي ته سوفي کي به ڏگها محسوس ٿين. مان گرميءَ جي وچ وارن ڏهاڙن ۾ گهر پهچي ويندس. جيئن، هلدي، پاڻ گلائيڊر (ننڍڙو جهاز) ۾ ويهي ڪلاڪن جا ڪلاڪ سمنڊ جو نظارو ڪيون. پاڻ کي کوڙ ڳالهيون ڪرڻيون آهن. بابا طرفان پيار جيڪو ڪڏهن ڪڏهن يهودين، عيسائين ۽ مسلمانن ۾ هزارن سالن کان هلندڙ ڇڪتاڻ سبب ڪومائجي ويندو آهي. مون کي گهڙي گهڙي پاڻ کي ياد ڏيارڻو پوندو آهي ته انهن ٽنهي مذهبن جو سلسلو ابراهيم تائين پهچندو آهي. ان ڪري منهنجو خيال آهي ته اُهي هڪڙي ئي خدا جي عبادت ڪندا آهن. هتي هابيل ۽ قابيل اجان تائين هڪ ٻئي کي مارڻ ۾ رذل آهن.

قلم تازو، سوفي کي سلام چئجان. ويچاري! هن کي اجان تائين پتو نه پئجي سگهيو آهي ته اِهو چڪر ڪهڙو آهي. شايد توکي خبر هجي؟

سوفي ساڻي ٿي وئي ۽ هن پنهنجو متو ٽيبل تي ٽيڪيو. هوءَ هڪ ڳالهه پڪ سان چئي سگهي پئي.... هن کي ڪا به خبر ناهي ته اِهو چڪر ڪهڙو آهي. شايد هلدي کي خبر هجي.

جيڪڏهن هلدي جي پيءُ هن کي چيو آهي ته هُوءَ هن جا سلام سوفي کي پهچائي ته ان جو مطلب اهو ٿيو ته جيترو سوفي هلدي کي سڃاڻيندي آهي، ان کان وڌيڪ هلدي سوفي بابت ڄاڻيندي آهي. اهو سڀ ڪجهه ايترو ڳتيل هيو جو کيس ڪجهه به سمجهه ۾ نه ٿي آيو. هن سوچڻ ڇڏي ڏنو ۽ ماني تيار ڪرڻ لڳي.

پر سوچون هيون جو سندس پيڇو ئي نه پيون ڇڏن. پوسٽ ڪارڊ پاڻ مرادو دريءَ کي لڳي اهو هوائي ڊاڪ جو ڪرشمو ته ٿِي نه ٿي سگهيو!

ٽيليفون جي گهنٽي وڄڻ لڳي.

ڪٿي بابا جو ته ناهي؟ هن کي ڪيڏي خواهش هئي ته هو جلدي گهر پهچي جيئن ٽن هفتن ۾ جيڪو ڪجهه ٿيو، هوءَ کيس سڀ ڪجهه ٻڌائي. نه نه اِها فون بابا جي ٿي نه ٿي سگهي. شايد جوآنا يا ماءُ هجي. سوفي ٽيليفون جو رسيور کنيو.

”سوفي امنڊسين“ هن چيو.

”مان آهيان.“ ٻي پاسي کان آواز آيو.

سوفي کي تـن ڳالهين جو يقين هيو: اِهو آواز سندس پيءُ جو نہ هو. آواز ڪنهن مرد جو هو ۽ اِهو آواز پـڌل هيو.

”ڪير؟“

”البرتـو“

”ا ف ف ف!“

سوفي کي لفظ نہ ٿي سجهيا. اِهو آواز ايڪروپولس واري وڊيو وارو هيو.

”نـيڪ تہ آهين؟“

”بلڪل.“

”هاڻي توکي خط نہ ملندا.“

”پر مون تہ توهان ڏانهن ڪوبہ ڏيڏر ڪون موڪليو هو!“

”اسان کي روبرو ملاقات ڪرڻي پوندي. معامرو ڳنڀير ٿـيندو پيو وڃي ۽ تڪڙي ڏيان جي ضرورت آهي.“

”ڇو؟“

”هلڊي جو پيءَ پنهنجي چؤگرد گهيرو ڪندو پيو وڃي.“

”گهيرو ڪندو پيو وڃي. ڪيئن؟“

”چئني طرف کان، سوفي، هاڻي پاڻ کي گڏجي ڪم ڪرڻو پوندو.“

”ڪيئن ...؟“

”پر مان جيستائين توکي وچ واري دؤر (the Meddle Ages) بابت نہ ٻـڌايان، تون ڪابہ مدد نہ ٿـي ڪري سگهين. پاڻ کي نئين جاڳرتا واري دؤر ۽ سترهين صدي عيسوي کي بہ شامل ڪرڻو پوندو. بارڪلي اهم شخصيت آهي......“

”اهو اُهو ماڻهو تہ ناهي، جنهن جي تصوير ميجر جي جاءِ ۾ هئي؟“

”بلڪل، ممڪن آهي اصل جهيڙو ان جي فلسفي بابت هجي.“

”توهان جي ڳالهين مان ايئن پيو لڳي ڄڻ ڪا جنگ هجي.“

”مان ان کي ارادن جي جنگ چوندس. اسان کي هلڊي جو ڌيان پاڻ ڏانهن ڇڪرائڻو پوندو ۽ سندس پيءُ جي لليسيند واري گهر پهچڻ کان اڳ ان کي پاڻ سان گڏ ملائڻو پوندو.“

”مون کي ڪجهہ بہ سمجهہ ۾ نہ ٿـو اچي.“

”شايد فلسفي تنهنجيون اکيون کولين. تون سپاڻي انـين وڳي صبح جو سينٽ ميري جي گرجا گهر ۾ ملجانءِ. پر منهنجي ڇوڪري، اڪيلي اچجانءِ“

ٽـيليفون جي بند ٿـيڻ جو آواز آيو.

”هيلو؟“

هو تہ ٽيليفون بند ڪري ويو! هوءَ چلهي ڏانهن ڊوڙي پهتي ڇو تہ مڇيءَ جو سوپ ابري ٻاهر نڪرڻ وارو هو.

سينٽ ميري گرجا گهر؟ اِهو ڪٿي آهي؟ اڙي اِهو تہ پٿر جو آڳاٽو گرجا آهي جيڪو وچ واري دؤر ۾ تعمير ٿيو هو. هاڻي رڳو اِهو موسيقي جي محفلن ۽ خاص تقريبن لاءِ استعمال ٿيندو آهي. گرمين ۾ سياحن لاءِ ان جا دروازا کوليا ويندا آهن. پر اڌ رات جو اهو پڪ سان بند هوندو؟

جڏهن سندس ماءُ گهر پهتي، سوفي هلڊي وارو ڪارڊ ٻين شين وٽ رکي چڪي هئي. رات جي ماني کان پوءِ هوءَ جوآنا جي گهر هلي وئي.

”اسان کي خاص قسم جو بندوبست ڪرڻو پوندو.“ جيئن سندس ساهيڙي دروازو کوليو، هن چيو. جيستائين جوآنا پنهنجي سمهڻ وارو دروازو بند نہ ڪيو، هن وڌيڪ ڪجھ نہ چيو.

”معامرو ٿورو ڏنگو آهي.“ سوفي پنهنجي ڳالھ اڳتي وڌائيندي چيو.

”جلد ٻڌاءِ!“

”مان امڙ کي چوان ٿي تہ اڄ رات هتي رهنديس.“

”اهو تہ ڏاڍو سٺو!“

”اهو تہ مان رڳو هن کي چوندس. پر مون کي وڃڻو ٻي وار آهي سمجهيئي؟“

”اهو تہ سٺو نہ ٿيو. ڪنهن ڇوڪري ٻوڪري جو تہ چڪر ناهي؟“

”نہ، ان معامري جو تعلق هلڊي سان آهي.“

جوآنا جي واتان هلڪي سيٽي وانگر آواز نڪتو. سوفي ڏانهس تکي نظر سان نهارڻ لڳي.

”مان اڄ شام هتي ايندس.“ هن چيو. ”پر مون کي صبح جو ستين وڳي هتان کسڪي وڃڻو آهي. جيستائين مان واپس نہ اچان تون ڪونہ ڪو بهانو ڪندي رهجانءِ.“

”پر تون وڃين ڪيڏانهن ٿي؟ ڪرين ڇا ٿي؟“

”مان ڪجھ بہ ٻڌائي نہ ٿي سگهان. سمجھ تہ منهنجا چپ سبيل آهن.“

گهر پهتي تہ کيس ماءُ چيو، ”منهنجو خيال آهي تون صبح جو ناشتي تي گهر تہ پهچي ويندينءِ.“

”نہ، مان ڪون اچي سگهنديس. توهان کي تہ خبر آهي تہ مان ڪٿي هونديس.“

هن اها ڳالھ ڇو ڪئي، کيس بہ خبر نہ هئي. پر اِيترو ظاهر هيو تہ اهو هن جي منصوبي جو ڪمزور پاسو هيو.

سوفي جڏهن گهر کان ٻاهر سمهندي هئي، تڏهن جيڪو واقعو ٿيندو هو

اُهو اج بہ ٿيو. اُهي گهڻي رات تائين ڳالهيون ڪنديون رهيون. جڏهن ٻي وڳي ستيون تہ سوفي گهڙيال ۾ پوڻين ستين وڳي جو الارم هڻي ڇڏيو.

پنجن ڪلاڪن کان پوءِ جڏهن سوفي اٿڻ مهل الارم بند ڪيو تہ جوآنا جي ٿورو اک کلي ۽ هن چيو، ”پنهنجو خيال رکجانءِ.“

چرچ جوآنا جي گهر کان ڪئي ميل ڏور پراڻي حصي ۾ هيو. سوفي اوجاڳي باوجود مزي مزي سان وڃي رهي هئي.

جڏهن هوءَ پراڻي پٿر جي گرجا جي مک دروازي اڳيان پهتي تہ اٺ ٿي چڪا هئا. سوفي وزني دروازو کولڻ جي ڪوشش ڪئي. دروازو جهٽ ۾ کلي ويو.

گرجا جيترو پراڻو هو، اهو اندران بہ ايڏو خاموش ۽ ويران هيو. درين جي رنگين شيشن مان روشني اندر اچي رهي هئي. ايئن پيو لڳي ڄڻ گرجا ۾ دز ڪرڻ جي صورت ۾ اتي گڏ ٿي وئي آهي. سوفي گرجا جي وچ ۾ هڪ بينچ تي ويهي رهي ۽ الطار (Altarr) تي رکيل صليب کي ڏسڻ لڳي. جنهن تي هلڪن رنگن سان يسوع جي تصوير ٺهيل هئي.

ڪجھ منٽ گذرڻ کان پوءِ باجو وڄڻ لڳو. سوفي ۾ ايڏي همٿ نہ ٿي تہ هوءَ پنهنجي چوڌير جائزو وٺي سگهي. باجي مان وڄڻ واري ڌن مان لڳي پيو حمد آڳاٽي آهي، شايد وچ واري دؤر جي آهي.

حمد ختم ٿي تہ هڪ ڀيرو ڀيهر سانت ٿي وئي تڏهن ڪيس پنهنجي پٺيان پيرن جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. ڇا هن کي پنهنجي چوطرف ڏسڻ گهرجي؟ نہ، صليب ۾ اکيون کپائي رکڻ بهتر آهي.

قدم وچين رستي مان اڳتي وڌي آيا ۽ هن کي راهبن جي ناسي رنگ وارو جبو پاتل هڪ همراھ جو چهرو نظر آيو. سوفي قسم سان چئي پئي سگهي تہ اهو بلڪل وچ واري دؤر جو ڪو راهب آهي.

هوءَ گهبرايل ضرور هئي پر ايڏي بہ ڏٻل نہ هئي جو سندس هوش ۽ حواس بہ گم هجن. راهب\ ٻائو الطار وٽ اچي ڦريو ۽ منبر تي چڙهيو. هو منبر جي هڪ ڪناري وٽ جهڪيو، هن سوفي تي هڪ نگاھ وڌي ۽ سائس لاطينيءَ ۾ ڳالهائڻ لڳو.

"Gloria patri, et Filio, et Spiritui. Sicut erat in paincipIw, et nunc, et in saecula saeculorum. Amen."

”بيوقوف! عقل جي ڳالھ ڪر.“ سوفيءَ کان بي اختيار چئجي ويو. سندس آواز پراڻي پٿر جي گرجا ۾ گونجي ويو.

جيتوڻيڪ سوفي کي اندازو ٿي ويو هو تہ راهب البرٽو ڪنوڪس هوندو، کيس شرمندگي ٿيڻ لڳي تہ هن هرويرو هن پوتر عبادت گاھ ۾ رڙ ڪري

ڳالهايو. پر هوءَ چا پئي ڪري سگهي، هوءَ گهبرايل هئي ۽ ماٺهو اهڙي صورتحال ۾ ته سڀ معاشرتي ۽ مذهبي پنڌڻ ٽوڙڻ نيڪ سمجهندو آهي.

”هش!“ البرٽو هٿ ايئن اپو ڪيو جيئن پادري عبادت ڪندڙن کي ويهڻ جو اشارو ڪندا آهن.

”وچ واري دؤر جي شروعات چئين وڳي ٿي هئي.“ هن چيو.

”وچ واري دؤر جي شروعات صبح جو چئين وڳي ٿي هئي.“ سوفيءَ کان بي اختياريءَ وچان چئجي ويو.

”ها، اٽڪل چئين وڳي، پوءِ پنج، پوءِ ڇهه ۽ پوءِ ست ٿي ويا. پتو ائين ٿو پئي ڄڻ وقت بيهجي ويو آهي. پوءِ اٺ، نو ۽ ڏهه ٿي ويا. پر وچ وارو دؤر ختم ٿيڻ جو نالو ئي نه پيو وٺي. سمجهي وئي آهين نا؟ تون سوچيندي هوندينءَ ته ڏهين وڳي ته سج گهٽو متي چڙهي ايندو آهي، ماڻهو جاڳندو آهي ۽ نئون ڏينهن شروع ڪندو آهي. پر تون جيڪو سوچين پئي مون کي خبر آهي. پر اجا آچر ختم ناهي ٿيو. پر آچرن جو سلسلو ڊگهي کان ڊگهو ٿيندو پيو وڃي. وڻ، هاڻي يارهن ٿي ويا، ٻه ٻارهن ٿي ويا ۽ پوءِ هڪ ٿي ويو. ان زماني کي اسان هائي گوٿڪ (High Gothic) چوندا آهيون جڏهن يورپ جا سڀ گرجا اڏجي ويا هئا. پوءِ اٽڪل ٽپهريءَ جو ٻين وڳي، ڪنهن ڪڪڙ بانگ ڏني..... ۽ بيحد وچ وارو دؤر هوريان هوريان گم ٿيڻ لڳو.“

”ان جو مطلب ته وچ وارو دؤر ڏهه ڪلاڪ هيو.“ سوفي چيو....

”ها، جيڪڏهن هڪ ڪلاڪ سئو سالن جي برابر هجي. اسان ڪوڙيءَ ۾ فرض ڪري ڇڏيندا آهيون ته يسوع آڌيءَ رات جو جنم ورتو هو. پال پنهنجي پرچارڪي دورن جي شروعات ڏيڍ وڳي صبح جو ڪئي ۽ اُهي ڪلاڪ جي چوٿين حصي بعد روم ۾ وفات ڪري ويا. اٽڪل ٽين وڳي صبح عيسائي مسلڪ تي گهٽ ۽ وڌ پابندي لڳي وئي. پر 313ع ۾ اِهو رومي سلطنت جو مجيل مذهب ٿي چڪو هو. اهو بادشاهه قسطنطين (Constantine) جو حڪومتي دؤر هيو. ان مقدس بادشاهه جو مسح يا عيسائيت جي دائري ۾ اچڻ ڪوڙ سالن ڪانپوءِ سندس مرڻ واري بستري تي ٿيو. 380ع ۾ سموري رومي سلطنت ۾ عيسائيت کي سرڪاري مذهب قرار ڏنو ويو.“

”رومي سلطنت جو خاتمو ڪون ٿيو هو؟“

”ان جو زوال شروع ٿيو. اسان تاريخ جي ثقافت جي اهم ۽ عظيم تبديليءَ جي آڏو بيٺا آهيون. روم چوٿين صدي عيسوي ۾ ٻٽي خطري ۾ هو. اتر کان وحشي پنهنجو دٻاءُ وڌائي رهيا هئا ۽ اندروني پيچ ڊاهه ٻه هلندڙ هئي. 330ع عظيم قسطنطين گاديءَ جو هنڌ روم کان قسطنطنيه ڏانهن منتقل ڪري ڇڏيو. هن ئي ان شهر جو بنياد اسود سمنڊ ڪناري رکيو هو. اٿ ڳڻين

مائهن جو خيال رهيو آهي ته نئون شهر روم ثاني هو. 395ع ۾ رومي سلطنت ٻن حصن ۾ ورهائجي وئي.... هڪ اولهه جنهن جو گاديءَ جو هنڌ روم هو ۽ ٻي اوڀر جنهن جو نئون شهر قسطنطيه گاديءَ جو هنڌ هو. 410ع ۾ روم کي وحشين تباهه ۽ برباد ڪري ڇڏيو. اولهه جي سلطنت 1453ع تائين هڪ رياست جي حيثيت سان قائم رهي. پر جڏهن ترڪن قسطنطيه کي فتح ڪيو ته ان جو وجود ختم ٿي ويو."

"۽ قسطنطيا جو نالو استنبول ۾ تبديل ٿي ويو؟"

"ها، استنبول ان جو هاڻوڪو نالو آهي. هڪ ٻي تاريخ جيڪا اسان کي ياد رکڻ گهرجي، 529ع جي آهي. ان سال ڪليسا ايٿينز ۾ افلاطون جي اڪيڊمي بند ڪري ڇڏي. عيسائين جيڪي پنهنجون وڏيون جماعتون (Orders) جوڙيون، انهن جي پهرين جماعت بينيڊڪٽني (Benedictine) انهيءَ سال ۾ وجود ۾ آئي. ان ڪري 529ع وارو سال ان طريقي جي علامت بڻجي ويو جنهن عيسائي ڪليسا يوناني فلسفي تي ڍڪڻ لڳائڻ لاءِ استعمال ڪيو. تڏهن کان خانقاهن کي تعليم، فڪر ۽ مراقبي تي اجاراداري ٿي وئي....."

البرٽو ڳالهه جاري رکندي چيو: "اصل ۾ وچ واري دؤر جو مطلب ٻين ٻن دؤرن جو وچ وارو زمانو آهي. اها ترڪيب نئين جاڳرتا جي دؤر ۾ ٺاهي وئي. ان زماني کي اونداهو دؤر به چيو ويندو آهي ۽ ان کي هزار سالن جي ڏکي رات به چيو ويندو هو. اها رات يورپ جي اڳاٽي زماني ۽ نئين جاڳرتا جي وچ واري زماني ۾ ڇانيل رهي. اڄ ڪلهه 'وچ واري دؤر' جي ترڪيب منفي معنيٰ ۾ استعمال ڪئي ويندي آهي.... پر هاڻي ڪجهه تاريخ دان ان راءِ جو اظهار ڪرڻ لڳا آهن ته هزار سالن وارو 'وچ وارو دؤر' ٻج ڦٽڻ ۽ ٻوٽي وڌڻ وارو دؤر هيو. مثال طور اسڪولن ڪلڻ جو دؤر ان زماني ۾ شروع ٿيو. ڪانونٽ اسڪول (خانقاهن سان گڏ اسڪول جن جي پڙهائڻ وارو عمل جيڪو هاڻي راهبائن جي ذمي هوندو آهي) ته ان وقت ئي قائم ٿيڻ شروع ٿي ويا هئا. شروعاتي يونيورسٽيون 1200ع جي لڳ ڀڳ قائم ٿيون ۽ انهن ۾ جيڪي مضمون پڙهايا ويندا هئا، انهن کي فيڪلٽين ۽ شعبن ۾ بلڪل ايئن ئي ورهايو ويو هو جيئن اڄڪلهه آهي."

"هزار سال واقعي ڊگهو وقت آهي."

"ها، پر عيسائيت کي عوام تائين پهچڻ ۾ وقت لڳو. وڌيڪ اهو ته وچ واري دؤر دوران مختلف قومي رياستون (Nation- states) وجود ۾ اچڻ لڳيون. جن جا پنهنجا شهر ۽ شهري، لوڪ گيت ۽ لوڪ داستانون هيون. جيڪڏهن وچ وارو دؤر نه هجي ها، پرين جو آڪاڻيون ۽ لوڪ گيت ڪيئن وجود ۾ اچن ها؟ ۽ اهو پڻ ته يورپ ڪيئن هجي ها؟ شايد ڪو رومي صوبو؟ انگليند،

فرانس ۽ جرمنيءَ جي نالن جو جيڪو ڏاڪو پڌڻ ۾ اچي ٿو اهو ان ئي اڻ ڪٽ سمنڊ مان مليل آهي جنهن کي اسان 'وچ وارو دؤر' چوندا آهيون. سنوري اسٽرلوسن وچ واري دؤر جو ئي ماڻهو هيو. اهوئي حال سينٽاوليف، شارليمان ۽ جي روميو جوليٽ جو هيو، جون آف آرڪ، آئي ون هو، هملين پائيڊپائپر ۽ اٿڳنيا طاقتور حڪمران ۽ ناليوارا بادشاهه عورتن جي عزتن تي مرندڙ سردار ۽ پرين جهڙيون ناريون، رنگين شيشا ٺاهيندڙ ڪاريگرن وغيره جو تعلق به ان دؤر سان آهي ۽ مون (رومن ڪيٿولڪ مسلڪ جي پوئلڳن) راهبن، صليبي لڙائين ۾ حصو وٺندڙن يا جادوگرائڻين جو ذڪر ئي ناهي ڪيو."

"۽ توهان ڪليسا وارن جي ڪردار تي به ته روشني ناهي وڌي."

"تو ٺيڪ چيو، هلندي هلندي ايترو سو ٻڌائي ڇڏيانءِ ٿو ته ناروي ۾ عيسائيت يارهين صدي عيسويءَ تائين ڪون آئي هئي. اهو چوڻ وڌاءُ ٿيندو ته نارڊڪ ملڪن هڪ ئي وقت عيسائيت قبولي هئي. مٿين سطح تي ته عيسائيت اچي وئي هئي، پر هيٺين سطح تي بت پرستيءَ جا عقيدا موجود هيا ۽ اُهي ان کي ڇڏڻ لاءِ تيار نه هئا، ۽ زوري انهن مان ڪيترن کي عيسائيت ۾ ضم ڪيو ويو. مثال طور اسڪينڊينيويا جي ملڪن ۾ اڄ به ڪرسمس جي رسمن ۾ آڳاٽي نورس ۽ نئين عيسائيت گڏيل نظر ايندا. هتي پراڻي چوڻي صحيح ثابت ٿيندي آهي ته پرڻيل جوڙا هوريان هوريان هم شڪل ٿي ويندا آهن. ڪرسمس جي موسم ۾ جيڪي مختلف شڪلين (انسان، سوئرن ۽ ٻارن وغيره) جهڙا بسڪٽ ٺاهيا ويندا آهن، انهن جو صورتون هوريان اوپر جي ٽن عقل مند انسانن ۽ بيت اللحم جي ڪرلي (Manger) وانگر مشابهت ڏيڻ لڳندا آهن. ان ۾ به ڪو شڪ ناهي ته هاڻي جڏهن اسان وچ واري دؤر جو نالو وٺندا آهيون ته اسان جو مطلب اهو هوندو آهي ته اهو زمانو اُهو هيو جڏهن عيسائي ثقافت يورپ ۾ مختلف قومن ۾ اتحاد قائم ڪرڻ ۾ مدد ڪئي."

"ان جو مطلب اهو آهي ته اهو زمانو مڪمل ظلم وارو نه هيو."

"هاه پر سن 400ع کان پوءِ ابتدائي صديون واقعي ثقافتي ڪوٽ جي علامت هيون. رومي دؤر اعليٰ ثقافت جو نشان هيو. ان ۾ وڏا وڏا شهر هئا. انهن جي خصوصيت رڳو خوبصورت عمارتون نه هئي، پاڻيءَ جي نيڪال جو نظام، عوام لاءِ تڙخانا ۽ لئبريريون به هئي. وچ واري دؤر جي ابتدائي صدين دوران اِها سموري ثقافت مٽيءَ ۾ ملي وئي. اهو ئي حال وڻج واپار جو ٿيو. ماڻهو جنس جي بدلي جنس وسيلي ڏيتي ليتي ڪرڻ لڳا. ماڻهو غلامن جيان گذارڻ لڳا، ٻن ويلن جي لاءِ سخت محنت ڪرڻ لڳا. آبادي به تيزيءَ سان گهٽجڻ لڳي. پراڻي دؤر ۾ روم جي آبادي ڏهن لکن کان مٿي هئي، جيڪا ڇهين صدي عيسويءَ تائي گهٽجي چاليه هزارن تي پهتي ۽ ائين شاهاڻي شهر

جون عاليشان عمارتون ڏسڻ ۽ گھمڻ وارن جو تعداد تمام گھٽو گھٽجي ويو ۽ انهن قيمتي شيون ضايع ڪري ڇڏيون...“

”جڏهن واقعو ٿي ويندو آهي، عقل پگهارڻ سولو ٿي ويندو آهي.“

”سياسي لحاظ سان رومي دؤر چوٿين صدي عيسويءَ جي آخر تائين ختم ٿي چڪو هو. پوءِ بہ رومي اسقف (بشپ) رومن ڪيٿولڪ چرچ جو وڏو سربراهہ بڻجي ويو. هن کي ’يورپ‘ جو .... لاطيني زبان ۾، ’پاپا‘ (Papa) .... جو خطاب ڏنو ويو.... ۽ ڌرتيءَ تي هو يسوع جو نائب سڏجڻ لڳو. ان ڪري وچ واري دؤر جي گھڻي عرصي دوران روم کي عيسائيت جو مک شهر وارو درجو حاصل رهيو. پر جيئن جيئن نين قومي رياستن جا بادشاهہ ۽ بشپ سگهارا ٿيندا ويا، انهن مان هڪ ٻن ۾ ايتري همٿ اچي وئي جو اُهي ڪليسا آڏو سينو سهائي بيٺا.“

”توهان چيو هو تہ ڪليسا ايٿينز ۾ افلاطون جي اڪيڊمي بند ڪري ڇڏي هئي. ان جو مطلب اهو آهي تہ سمورن يوناني فلسفين کي وساريو ويو؟“

”مڪمل طور تي نہ، ارسطو ۽ افلاطون جي ڪجھ لکڻين کان ماڻهو واقف هئا. پر پراڻي رومي سلطنت ٽن مختلف ثقافتن ۾ ورهائجي وئي هئي. اولهہ يورپ واري ثقافت ۾ جيڪا عيسائي ثقافت هئي، ان تي لاطيني ثقافت جو اثر هيو. ان جو مک هنڌ روم هيو. اوڀر يورپ واري عيسائي ثقافت تي يوناني ثقافت جو اثر هيو جنهن جو مک هنڌ قسطنطنيا هو. ان شهر کي ان جي يوناني نالي بازنطين (Byzantium) سان سڏيو ويجڻ لڳو. ايئن اسان رومي ڪيٿولڪ وچ واري دؤر جي مقابلي ۾ بازنطيني وچين دؤر جو ذڪر ڪندا آهيون. اتر آفريڪا ۽ وچ اوڀر (مشرق وسطيٰ) بہ ڪڏهن رومي سلطنت جو حصو هئا. انهن علائقن ۾ وچ واري دؤر دوران مسلم ثقافت وڌڻ لڳي ۽ اتي عربي ٻولي ڳالهائجڻ لڳي. 632ع ۾ (حضرت) محمد (ﷺ) جن جي وفات کان پوءِ وچ اوڀر ۽ اتر آفريڪا ٻئي مسلمانن جي قبضي ۾ اچي ويا ۽ ڪجھ عرصي کان پوءِ هسپانيا بہ اسلامي ثقافت جو حصو بڻجي ويو. مسلمانن مڪي (شريف) ۽ مديني (پاڪ)، يروشلم (بيت المقدس) ۽ بغداد کي پنهنجا مقدس شهر قرار ڏئي ڇڏيا. ثقافتي تاريخ جي لحاظ کان اهو ذهن ۾ رکي ڇڏڻ گھرجي تہ عربن يوناني ثقافت واري شهر اسڪندريا کي بہ پنهنجي قبضي ۾ آڻي ڇڏيو. ان ڪري يوناني سائنس جي وراثت جو گھڻو حصو عربن ڏانهن منتقل ٿي ويو. وچ واري دؤر جي سموري عرصي دوران عربن کي رياضي، ڪيميا، فلڪيات ۽ طب جي علمن ۾ مهارت حاصل هئي. اڄ بہ اسان عربن وارا انگ استعمال ڪندا آهيون. ڪيترن ئي شعبن ۾ عربي ثقافت عيسائي ثقافت کان گھڻو مٿي هئي.“

”مان ڄاڻڻ چاهيان ٿي ته يوناني فلسفي سان ڇا ٿيو؟“

”ڇا تون ڪنهن اهڙي دريا جو تصور ڪري سگهين ٿي جيڪو ٿن مختلف ندين ۾ ورهائجي ويندو آهي. پر اهي ٽئي نديون وهنديون وهنديون وري درياءَ سان ملي وينديون آهن ۽ عظيم دريا جو روپ اختيار ڪنديون آهن؟“

”ها.“

”ته پوءِ تون اهو به سمجهي سگهين ٿي ته يوناني- رومي ثقافت ڪهڙي نموني ورهائجي وئي. پر ٽنهي ثقافتن ڪان .... اوله ۾ رومن ڪيٿولڪ، اوڀر ۾ بازنطيني ۽ ڏکڻ ۾ عربي... حملي ڪان بچي نڪتي هئي. جيتوڻيڪ ان مسئلي کي ان حد تائين سولو بڻائي پيش ڪيو ويندو آهي جو ان جو اصل مفهوم به ختم ٿي ويندو آهي، پوءِ به اسان اهو چئي سگهون ٿا ته نو افلاطونيت اوله جي، افلاطون اوڀرجي ۽ ارسطو ڏکڻ ۾ عربن جي حصي ۾ آيا. پر انهن ٽنهي ندين ۾ سڀني جون ڪجهه هڪ جهڙيون شيون شامل هيون. اصل نڪتو اهو آهي ته ٽئي نديون اتر اٽلي ۾ پاڻ ۾ ملي ويون. عربي اثر هسپانيا جي عربن کان ۽ يوناني اثر يونان ۽ بازنطيني سلطنت کان آيا. هاڻي اسان کي نئين جاڳرتا يا پراڻي ثقافت (ثقافت عتيق) جي ٻيهر شروعات ٿيڻ نظر اچڻ لڳندي آهي. هڪ لحاظ کان ’پراڻي ثقافت‘ اونداهي دؤر کان بچي نڪتي.“

”سمجهيم.“

”پر اسان کي واقعن جي ڌارائن جي آڌار تي اڳواٽ قياس نه ڪرڻ گهرجي. اسان کي پهريون وچ واري دؤر جي فلسفي بابت ڳالهه ٻولهه ڪرڻي پوندي. مان هاڻي منبر تي ٻيهي ڳالهائڻ بجاءِ هيٺ ٿو اچان.“

البرٽو.... هوريان قدم کڻندو سوفي ڏانهن اچڻ لڳو ۽ هو گرجا ۾ عبادت ڪرڻ وارن جي خانداني بينچ تي هن جي ويجهو اچي ويٺو.

سوفي کي هن جي اکين مان لڳو ته هو وچين عمر وارو آهي، هن جا وار ڪارا هئا ۽ سندس ڏاڙهي ننڍي ۽ چنهنبيلي هئي. هن جي سوفيءَ جي ويجهو ويهڻ عجيب تجربو هو. ”تون ڪير آهين؟“ هوءَ سوچي رهي هئي. ”تون ڇو منهنجي زندگيءَ ۾ مانداڻ وجهي ڇڏيو آهي؟“

”اسان هوريان هوريان هڪ ٻئي جا چڱي طرح واقف ٿي وينداسين.“ هن ائين چيو ڄڻ هو سندس خيالن کان واقف ٿي ويو هجي.

البرٽو ڪنوڪس وچ واري دؤر بابت ڳالهيون ڪرڻ لڳو، ”وچ واري دؤر جي فلسفين بنا تحقيق ۽ جاکوڙ ڪرڻ جي اهو تصور ڪري ڇڏيو ته عيسائيت برحق آهي.“ هو چوڻ لڳو. ”انهن آڏو مسئلو هي هيو: ڇا اسان کي عيسائي ڪرامت (Revelation) تي سڌوسنئون ايمان آڻڻ گهرجي يا اسان کي

عيسائي (نصراني) صداقتن جو مطالعو عقل جي مدد سان ڪرڻ گهرجي؟ هڪ طرف جيڪو ڪجھ بائبل چيئي ٿي ۽ ٻي پاسي جيڪو ڪجھ يوناني فلسفي چون ٿا، انهن جي وچ ۾ تعلق ڪهڙو آهي؟ ڇا انجيل ۽ عقل وچ ۾ ڪو تضاد آهي يا عقيدو ۽ علم پاڻ ۾ ڪير ڪنڌ ٿي سگهن ٿا؟ وچ واري دؤر جو ذري گهٽ سمورو فلسفو انهيءَ هڪ سوال جي چوگرد ڦرندو آهي."

"هاڻي اسان ڏسنداسين وچ واري دؤر جي ٻن وڏن فلسفين ان مسئلي بابت ڪيئن فرض نڀايو ۽ مناسب اهو آهي ته اسان شروعات سينٽ آگسٽائن کان ڪيون جيڪو 354ع کان 430ع تائين زنده رهيو. ان هڪ ماڻهوءَ جي زندگي وسيلي اسان ان حقيقي تبديليءَ جو اندازو لڳائي سگهون ٿا جيڪا پراڻي زماني (عهدِ عتيق) کان ابتدائي وچ واري دؤر جي شڪل ۾ ظاهر ٿي. آگسٽائن اتر آفريڪا جي هڪ ننڍڙي ڳوٺ تغاسطي (Tagaste) ۾ پيدا ٿيو هو. سورهن سالن جي ڄمار ۾ هو تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ (تيونس جي پراڻي شهر) ڪارٿيج هليو ويو. ان کان پوءِ هن روم ۽ ميلان جو سفر به ڪيو. هو جلدي واپس آيو ۽ هن پنهنجي زندگيءَ جا رهيل ڏينهن ڪارٿيج پرسان هڪ ڳوٺ هپو Hip-po ۾ گذاريا. ياد رکڻ جي ڳالھ اها آهي ته آگسٽائن پيدائشي عيسائي ڪون هو. هن عيسائيت قبول ڪرڻ کان اڳ مختلف مذهبن ۽ فلسفن جو مطالعو به ڪيو."

"توهان انهن مذهبن ۽ فلسفن جا ڪجھ مثال ڏئي سگهو ٿا؟"

"هو ڪجھ وقت مانويت يامناڪيت جو پوئلڳ (Manichaean)رهيو. مانويت مذهبي فرقو هو..... ان فرقي جي پوئلڳن جو عقيدو اڌ مذهبي ۽ اڌ فلسفياڻو هيو. انهن جي دعويٰ هئي ته دنيا خير ۽ شر، نور ۽ اونده، روح ۽ مادي (Matter) جي ٻٽيت (Dualism) تي ٻڌل آهي. پنهنجي روح جي مدد سان انسان مادي جي دنيا مان مٿي اٿي سگهي ٿو ۽ ائين پنهنجي آتما (روح يا Soul) جي نجات جي تياري ڪري سگهي ٿو. پر خير ۽ شر جي وچ ۾ فرق نوجوان آگسٽائن کي ذهني سڪون نه ڏئي سگهيو. هو پوري ريت ان شئي ۾، جنهن کي اسان شر جو مسئلو چوندا آهيون، ۾ غرق هو. ان مسئلي مان اسانجو مطلب اهو سوال آهي ته شر (بابدي) ڪٿان ايندو آهي. هو ڪجھ وقت رواقي فلسفي جي اثر هيٺ رهيو ۽ رواقين موجب خير ۽ شر وچ ۾ فرق جي لڪير نه ٿي ڪڍي سگهجي. آگسٽائن جو گهڻو لاڙو پراڻي دؤر جي اهم فلسفي نوافلاطونيت طرف هو. هتي کيس ان تصور جو پتو پيو ته زندگي يا موجودگي (Existence) جون سڀ صورتون فطرت جي اعتبار کان الوهي (Divine) آهن."

"ان ڪري هو نوافلاطوني بشپ بڻجي ويو."

"ها، تون اهو چئي سگهين ٿي. هو عيسائي ته ٿي ويو پر هن جي

عيسائيت گهڻي ڀاڱي افلاطوني تصورن کان متاثر آهي. ان ڪري، سوفي، توکي اها ڳالهه ياد رکڻي پوندي ته جيئن ئي اسان عيسوي وچ واري دؤر ۾ داخل ٿَيون ٿا، اسان کي يوناني فلسفي کان رسو ٽوڙائڻ لاءِ ڪو ڊرامائي عمل نظر نه ٿو اچي. يوناني فلسفي جو گهڻو حصو سينٽ آگسٽائن جهڙن مذهبي راهنمائن وسيلي نئين دؤر تائين پهچايو ويو."

"توهان جو مطلب آهي ته آگسٽائن اڌ عيسائي ۽ اڌ افلاطوني هو."

"جيتوڻيڪ هن کي عيسائيت ۽ افلاطوني فلسفي وچ ۾ ڪو حقيقي تضاد نظر نه ايندو هيو، هو پاڻ کي سئو سيڪڙو عيسائي سمجهندو هو. هن جي ويچهو افلاطونيت ۽ عيسائي عقيدن وچ ۾ مشابهت ايڏي چٽي هئي جو هو سمجهڻ لڳو ته افلاطون پڪ سان پراڻي عهدنامي کان واقف هوندو.... اسان کي ايئن ڪٽي چوڻ گهرجي ته آگسٽائن افلاطون کي 'عيسائي' بڻائي ڇڏيو هو."

"ان ڪري جڏهن هن عيسائيت تي ايمان آندو ته هن هر ان شئي کان تعلق نه ٽوڙيو جنهن جو فلسفي سان ڳانڍاپو هو؟"

"نہ، هن ان ڳالهه ڏانهن ڌيان ڇڪرايو ته عقل رڳو ڪجهه حدن اندرئي توهان کي مذهبي مسئلن تائين راهنمائي ڪري سگهي ٿو، اهو ان کان اڳتي نه ٿو وڃي سگهي. عيسائيت الوهي راز آهي جنهن جو ادراڪ اسان رڳو ايمان وسيلي ئي ڪري سگهون ٿا. پر جيڪڏهن اسان عيسائيت تي ايمان آڻيون، خدا اسان جي روح کي روشن ڪري ڇڏيندو جيئن اسان کي ڏٺي سڳوري بابت هڪ قسم جي مافوق الفطرت علم جو تجربو ٿي سگهي. سينٽ آگسٽائن پنهنجي باطن ۾ محسوس ڪندو هو ته فلسفو هڪ خاص حد تائين ئي وڃي سگهي ٿو. جيستائين هن عيسائيت قبول ڪون ڪئي هئي کيس ڪڏهن به روحاني قرار نه مليو هو. جيستائين، 'اسان جي دل توتي (خدا) نه ٿي بيهي، ان کي سڪون نه ٿو اچي' . هن لکيو هو."

"مون کي بلڪل سمجهه ۾ نه آيو ته افلاطون جي خيالن جو عيسائيت سان ڪهڙو ميل ٿي سگهي ٿو؟" سوفي اعتراض ڪيو. "ابدي مثالن (Ideas) بابت ڇا خيال آهي؟"

"خير، آگسٽائن اها دعويٰ ڪندو آهي ته خدا دنيا عدم (void) مان تخليق ڪئي آهي ۽ هن جي دعويٰ اُها ئي آهي، جنهن جو تصور انجيل ڏئي ٿي. يوناني ترجيح اِها هئي ته دنيا هميشه کان موجود هلندي پئي اچي. پر آگسٽائن جو عقيدو هو ته خدا جي دنيا تخليق ڪرڻ کان اڳ، مثال الوهي ذهن ۾ موجود هئا. ان ڪري هن افلاطوني مثالن کي خدا ۾ ڳوليو ۽ اِهڙي طريقي سان هن افلاطون جي ابدي مثالن جي نظريئي کي تحفظ ڏنو."

”وڏي استاديءَ واري ڳالھ ٿي لڳي.“

”پر ان سان اِهو ظاهر ٿي وڃي ٿو تہ نہ رڳو آگسٽائن پر ٻين وڏن ڪليسائين بہ يوناني ۽ يهودي تصورن ۾ هڪ جهڙائي پيدا ڪرڻ لاءِ ڏرتي آسمان هڪ ڪري ڇڏيا. هڪ لحاظ کان انهن جو تعلق ٻن ثقافتن سان هو. آگسٽائن شر بابت پنهنجي خيال ۾ نوافلاطونيت ڏانهن لاڙو رکندڙ هو. پلوٽينوس وانگر هن جو بہ اهو نظريو هو تہ شر ’خدا جي غير موجودگي‘ آهي. شر جو پنهنجو ڪوبہ الڳ وجود ناهي، هي اُها شئي آهي جيڪا موجود ناهي (is not) ڇو تہ خدا جيڪو ڪجھ تخليق ڪيو، اُهو رڳو خير آهي. آگسٽائن جو ايمان هو تہ شر انساني نافرمانيءَ جو ثمر آهي. يا هن جي پنهنجي لفظن ۾ ”خير جو ارادو خدائي فعل آهي، ۽ شر جو ارادو خدائي فعل کان انڪار آهي.“

”ڇا هن جو اهو بہ عقيدو هو تہ انسان ۾ الوهي روح (Divine Soul) موجود هوندو آهي؟“

”ها ۽ نہ. سينٽ آگسٽائن جي دعويٰ هئي تہ انسان ۽ خدا وچ ۾ پار نہ ٿيندڙ سمنڊ آهي. ان معاملي ۾ هو انجيل جي خيال جو حامي آهي ۽ هو پلوٽينوس جي ان دعويٰ کي رد ڪري ٿو تہ هر شئي ’هڪ‘ آهي. پوءِ بہ هو زور ڏئي چئي ٿو تہ انسان روحاني خلق آهي. ان جو هڪ مادي جسم آهي...... ان جسم جو تعلق طبعي دنيا سان آهي جنهن جوء جيئن جڙا ۽ ڪٽ شبيھ ۽ بيهڪ بگاڙي ڇڏين ٿا..... پر ان جو هڪ (Soul) روح بہ آهي جيڪو خدا جو ادراڪ ڪري سگهي ٿو.“

”جڏهن اسان مري ويندا آهيون تہ روح جو ڇا ٿيندو آهي؟“

”آگسٽائن موجب آدم جي هيٺ اچڻ کان پوءِ انساني نسل رستي کان هٽي ويو هو، پوءِ بہ خدا فيصلو ڪيو تہ هو ڪجھ خاص ماڻهن کي ابدي عذاب يا دوزخ کان بچائيندو.“

”جيڪڏهن اِها ڳالھ آهي تہ خدا کي اِهو فيصلو ڪرڻ گهرجي ها تہ هو سڀني کي بچائيندو.“

”جيستائين ان معاملي جو تعلق آهي آگسٽائن ان ڳالھ کي نہ ٿو مڃي تہ انسان کي خدا تي تنقيد ڪرڻ جو حق آهي. هتي هو رومين جي نالي سينٽ پال جي خط جو حوالو ڏئي ٿو: اي انسان تون ڪير آهين جو خدا آڏو جواب ڏين ٿو؟ ڇا نهيل شئي ناهيندڙ کي چئي سگهي ٿي تہ تو مون کي ايئن ڇو ناهيو؟ ڇا ڪنڀر کي مٽيءَ تي اختيار ناهي جو هڪ ئي ڳوڙهي مان هڪ ٿانو عزت لاءِ ناهي ۽ ٻيو بي عزتيءَ لاءِ؟“

”خدا پنهنجي آسمان تي ويهي ماڻهن سان کيڏندو رهندو آهي؟ ۽ جيئن

ئي ان جي پنهنجي مخلوق مان دل پرجي ويندي آهي، هو ان کي ڪٿي هڪ پاسي اڇلي ڇڏيندو آهي؟“

”آگسٽائن جو چوڻ هو ته ڪوبه ماڻهو خدا جي بخشش جي لائق ناهي. پوءِ به خدا ڪجھ ماڻهن کي ابدي ڦٽڪار کان بچائڻ لاءِ چونڊي ڇڏيو آهي. ان ڪري اها ڪا راز جي ڳالھ ناهي ته بچايو ڪنهن کي ويندو ۽ ڦٽڪار ڪنهن تي پوندي...... اسان سڀ هن جي رحم ۽ ڪرم تي آهيون.“

”هو هڪ لحاظ کان مقدر جي پراڻي عقيدي ڏانهن موٽي ويو؟“

”شايد، پر انسان تي پنهنجي زندگيءَ جو ذميواريون پاڻ اچن ٿيون. آگسٽائن انهن کان لاتعلقي ڪون ڪئي. هن ان کان به انڪار ڪونه ڪيو ته اسان مرضيءَ جا مالڪ آهيون، پر اسان ڪهڙي قسم جي زندگي گذاريندا سين، ان جي ڄاڻ خدا کي اڳواٽ ئي آهي.“

”ڇا اها ناانصافي ناهي؟“ سوفي پڇيو. ”سقراط چيو هو ته اسان سڀني کي هڪ جهڙا موقعا حاصل آهن ڇو ته اسين سڀ هڪ جهڙي پوري عقل جا مالڪ آهيون. پر آگسٽائن انسانن کي ٻن گروهن ۾ ورهائي ڇڏي ٿو. هڪڙي جي حصي ۾ بخشش ۽ ٻي جي حصي ۾ ڦٽڪار اچي ٿي.“

”تنهنجي ڳالھ ان معنيٰ ۾ صحيح آهي ته سينٽ آگسٽائن جي دينيات ايٿينز جي انسان دوستي کان پري هٽيل آهي. پر آگسٽائن انسانن کي ٻن گروهن ۾ نه ٿو ورهائي. هو رڳو نجات ۽ ڦٽڪار جي انجيل جي نظريئي جي تشريح ڪري ٿو. هن ان جي تشريح پنهنجي عالماڻي ڪتاب ’آسمان جو شهر‘ (City of God) ۾ڪئي آهي.“

”مون کي ان بابت ٻڌايو.“

”آسمان جو شهر يا آسمان جي بادشاهي جي ترڪيب انجيل ۽ يسوع جي تعليم مان آئي آهي. آگسٽائن جو عقيدو هو ته سموري انساني تاريخ آسمان جي بادشاهي ۽ ’دنيا جي بادشاهي‘ جي وچ ۾ ڇڪتاڻ جي ڪهاڻي آهي. ٻئي بادشاهتون سياسي بادشاهتون ناهن جيڪي هڪ ٻئي کان مختلف ۽ الڳ هجن... ’آسمان جي بادشاهي‘ گهٽ وڌ واضع طور تي ڪليسا ۾ ۽ ’دنيا جي بادشاهي‘ رياست ۾... مثال طور رومي مملڪت جيڪا آگسٽائن جي زماني ۾ زوال ڏانهن وڃي رهي هئي... موجود هوندي آهي. وچ واري دؤر جي سموري زماني دوران ڪليسا ۽ رياست (مملڪت) جي مٿيري هجڻ لاءِ ڇڪتاڻ ٿيندي رهي آهي؛ ان سان ڏينهون ڏينهن اهو تصور وڌيڪ چٽو ٿيندو ويو. تڏهن اهو چيو ويو: ’ڪليسا کان ٻاهر نجات ناهي، آگسٽائن جو ’آسمان جو شهر‘ ڪليسائي نظام جو مڪمل مثال ٿي ويو. جيستائين چوڏهين صدي عيسوي ۾

تحريڪ اصلاح (مذهب) شروع نه ٿيءِ ڪنهن به ان تصور خلاف احتجاج جو آواز نه اياريو ته ماڻهن جي نجات رڳو ڪليسا وسيلي ملي سگهي ٿي.“

”اهو وقت اچڻو ئي هو!“

”اَسان اهو به ڏسي سگهون ٿا ته آگسٽائن پهريون فلسفي هو جنهن تاريخ کي پنهنجي فلسفي ۾ گهليو. خير ۽ شر وچ ۾ ڇڪتاڻ ڪنهن به لحاظ سان نئين ڳالهه نه هئي. نئين ڳالهه اها هئي ته آگسٽائن جي ويڇهو ان ڇڪتاڻ جو ميدان تاريخ هئي. آگسٽائن جي لکڻين جي ان پاسي ۾ افلاطون جو به عمل دخل ناهي. هو تاريخي جي خطي (Linear) نظريئي کان وڌيڪ متاثر هو جنهن سان اسانجو واسطو پراڻي عهدنامي ۾ پئي ٿو... پراڻي عهدنامي ۾ ان سلسلي ۾ هي تصور ڏنو ويو آهي ته خدا کي پنهنجي ’آسماني بادشاهت‘ مڪمل ڪرڻ لاءِ سموري تاريخ جي ضرورت پئي ٿي...“

سوفي پنهنجي واچ تي نهار وڌي ”ڏهه ٿي ويا آهن.“ هن چيو ”مون کي جلدي واپس وڃڻو آهي.

پر مون کي وچ واري دؤر جي ٻي فلسفي بابت ٻڌاءِ. ٻاهر ويهجي هلي؟“

البرٽو اٿيو... سوفي هن جي پٺيان هلڻ لڳي.

سج ايجان تائين ڪڪرن کي چيري ٻاهر ڪون نڪتو هو. البرٽو گرجا ٻاهران هڪ بينچ تي ويٺو. سوفي پريشان ٿي وئي ته ڪو ماڻهو هن پاسي اچي ويو ته اُهو ڇا سوچيندو...

”صبح جا اٺ ٿي ويا آهن.“ هن پنهنجي ڳالهه شروع ڪئي. آگسٽائن جي وفات کان چار سؤ سال بعد اسڪولن جي شروعات ٿي آهي. هاڻي کان ڏهين وڳي تائين تعليم تي ڪانونٽ اسڪولن جي اجاراداري رهندي. ڏهين ۽ يارهين وڳي جي وچ ۾ پهرين ڪيٿڊرل اسڪولن جو بنياد پوندو. ۽ انهن کان پوءِ ٻنپهرن جو يونيورسٽيون قائم ٿي وينديون. عظيم گوٿڪ ڪليسا ان دؤر ۾ تعمير ڪيا ويندا. هن سينٽ ميري چرچ کي به تيرهين صدي عيسويءَ ۾ تعمير ڪيو ويو هو... جنهن زماني ۾ هي تعمير ٿيو ان زماني کي اسان هائي گوٿڪ دور چوندا آهيون. هن شهر جي ماڻهن ۾ ڪو عظيم گرجا تعمير ڪرڻ جي طاقت نه هئي.“

”هن کي ان جي ضرورت ئي ڪهڙي هئي؟“ سوفي چيو. ”مون کي خالي گرجائن کان نفرت آهي“.

”پر عظيم ڪليسا رڳو گهڻن ماڻهن جي عبادت لاءِ تعمير ڪون ڪيا ويندا هئا، اهو خدا جي جلال لاءِ نذرانو هئا ۽ خود حمد ۽ تعريف هئا. پوءِ ان دؤر ۾ هڪ ٻي شئي ٿي جيڪا اسان جهڙن فلسفين لاءِ خاص معنيٰ رکي ٿي.

هسپانوي عربن جو اثر رنگ ڏيکارڻ لڳو. سموري وچ واري دؤر جي دوران عربن ارسطو جي روايت جيئري رکي هئي ۽ ٻارهين صدي عيسويءَ جي پڇاڙي وقت اميرن جي دعوت تي عرب عالم اتر اٽليءَ کان پهچڻ شروع ٿي ويا. ۽ ائين ارسطوءَ جو مختلف لکڻين بابت سڃاڻ ٿي ۽ انهن جو عربي يوناني زبانن ۾ ترجمو ٿيو. ان سان طبعي علمن ۾ نئين دلچسپي پيدا ٿي وئي ۽ عيسائي ڪرامتن جي يوناني فلسفي سان تعلق جي مسئلي ۾ نئين جان پئجي وئي. ڇٽو هيو ته سائنس جي معامري ۾ ارسطو کي نظرانداز ڪرڻ ممڪن نه هو پر سوال اهو هو ته فلسفي ارسطو جي ڳالهه ڪڏهن ٻڌي وڃي ۽ انجيل سان پنهنجي ڳانڍاپي جو اظهار ڪڏهن ڪيو وڃي؟ ڪجهه سمجهين ٿي؟"

سوفي هاڪار ۾ ڪنڌ ڌوڻيو ۽ فلسفي ڳالهه وڌائي:

"ان زماني جو عظيم ۽ اهم فلسفي سينٽ ٿامس ايڪوائي نيس (Thomas Aquinas) هيو. هو 1225ع ۾ روم ۽ نيپلز جي وچ ۾ هڪ ننڍڙي ڳوٺ ايڪوانو ۾ پيدا ٿيو ۽ 1274ع ۾ وفات ڪيائين. هن پيرس يونيورسٽيءَ ۾ استاد جي حيثيت سان ٻه ڪم ڪيو. مان هن کي فلسفي چوندو آهيان. پر هو دينيات (Theology) جو پڻ وڏو عالم هو. ان زماني ۾ فلسفي ۽ دينيات وچ ۾ ڪو خاص فرق نه هو. اسان چئي سگهون ٿا ته جهڙي ريت وچ واري دؤر جي منڍ ۾ افلاطون کي عيسائي ڪونيو ويو هو ايئن وري ٿامس ايڪوائي نيس عيسائيت جو پٽڪو ارسطوءَ تي رکي ڇڏيو."

"ڇا انهن فلسفين کي، جيڪي يسوع کان صديون اڳ فوت ٿي چڪا هئا، عيسائي بنائڻ عجيب نه ٿو لڳي؟"

"تون اهو چئي سگهين ٿي. پر انهن ٻنهي عظيم يوناني فلسفين کي 'عيسائي' بنائڻ جو مطلب اهو آهي ته انهن جي فڪر کي اهڙي انداز ۾ تشريح ڪري بيان ڪيو وڃي جيئن اُهي عيسائيت جي ايمان واري مسئلي لاءِ وڏيڪ خطرو تصور نه ٿي سگهن. ايڪوائي نيس ارسطو جي فلسفي کي عيسائيت جي مزاج مطابق ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي... هن اهو رڳو هن (ارسطو) جي ڳالهين جو لفظي مطلب ونيي ڪيو، ان جي ابتڙ ارسطو (ويچارو!) چوڻ شايد ڪجهه ٻيو پيو چاهي يا بلڪل متضاد هو."

"مان معافي ونان ٿي. گذريل رات صحيح سمهي ڪون سگهي هيس. ان ڪري ڳالهه چٽي ڪيو."

"ايڪوائي نيس جو عقيدو هو ته اسان کي فلسفو يا عقل جيڪو ڪجهه سيکارين ٿا، ان جي ۽ ان جي وچ ۾ جيڪو اسان کي عيسائي ڪرامتن يا ايمان سيکاري ٿو، ڪا ڇڪتاڻ نه هجڻ گهرجي. گهڻو ڪري عيسائيت ۽ فلسفي هڪ ئي ڳالهه ڪندا آهن. ان ڪري اسان اڪثر عقل جي مدد سان انهن

سچاين تائين پهچي ويندا آهيون. جن جو ذڪر اسان انجيل ۾ پڙهندا آهيون.“

”اها ڪهڙي ڳالهه ٿي؟ ڇا اسان ڪي عقل ٻڌائي سگهي ٿو ته خدا دنيا کي ڇهن ڏينهن ۾ تخليق ڪيو يا يسوع خدا جو پٽ هو؟“

”نه، ايمان جي انهن حقيقتن تائين پهچڻ لاءِ عيسائي ڪرامتن ۽ عقيدن وسيلي پهچي سگهجي ٿو. پر ايڪوائي نيس جو ڪيترن ئي ’فطري وحدانيتي سچاين‘ تي اعتقاد هو. انهن مان هن جو مطلب اُهي سچايون آهن جن تائين عيسائي (نصراني) ايمان ۽ اسان جي پيدائشي ۽ فطري عقل ٻنهي وسيلي پهچ حاصل ڪري سگهجي ٿي. مثال اِهو سچ ته ڪو خدا موجود آهي. ايڪوائي نيس جو عقيدو هو ته خدا تائين پهچڻ لاءِ ٻه واٽون ونڃي سگهجن ٿيون هڪ واٽ ايمان ۽ عيسائي ڪرامت جي آهي ۽ ٻي واٽ حواس ۽ عقل مان ويندي آهي، انهن ٻنهيءَ ۾ ايمان ۽ ڪرامت واري واٽ سڌي ۽ صحيح آهي، ڇو ته رڳو عقل تي اعتبار ڪرڻ سان رستو ڀلجي وڃڻ سولو آهي. ايڪوائي نيس جو خيال هو ته ارسطو جهڙي فلسفي جي فڪرن ۽ عيسائي عقيدن جي وچ ۾ ڪنهن ڇڪتاڻ جو هجڻ ضروري ناهي.“

”ان ڪري اسان ارسطو تي اعتبار ڪريون يا انجيل تي اِها اسان جي مرضي آهي؟“

”بلڪل نه، ارسطو رڳو ٿوري پنڌ تائين ساٿ ڏئي ٿو ڇو ته ان کي عيسائي ڪرامت بابت ڄاڻ نه هئي. مثال اهو چوڻ غلط ناهي ته ايٿينز يورپ آهي، پر اِهو جملو سموري سچائي نه ٿو ٻڌائي سگهي. جيڪڏهن ڪو ڪتاب اهو ٻڌائي ته ايٿينز يورپ جو شهر آهي ته عقل منديءَ جي گهرج اِها آهي ته ڪنهن جاگرافيءَ جي ڪتاب ۾ ڏسو وڃي، اتي توکي سموري حقيقت جي خبر پئجي ويندي ته ايٿينز يونان جي گاديءَ وارو شهر آهي ۽ يونان ذڪڻ اوڀر يورپ جو ننڍو ملڪ آهي. جيڪڏهن قسمت ساٿ ڏنو ته توکي ايڪروپولس بابت به هڪ اڌ ڳالهه جي ڄاڻ ملي ويندي. رهيو سقراط افلاطون ۽ ارسطو انهن جي ذڪر جي ته توقع به نه ٿي ڪري سگهجي.“

”پر ايٿينز بابت پهريون اطلاع (ته اهو يورپي شهر آهي) صحيح هيو.“

”بلڪل صحيح! پر ايڪوائي نيس ثابت ڪرڻ پيو چاهي ته سچائي رڳو هڪ هوندي آهي. ان ڪري جڏهن ارسطو اسان کي ڪا اهڙي ڳالهه ٻڌائي ٿو جيڪا اسان جو عقل ٻڌائي ٿو ته صحيح آهي، ان جو عيسائي تعليم سان ڪو به جهيڙو نه ٿو ٿئي. اسان پنهنجي عقل جي مدد ۽ پنهنجي حواس جي شهادت وسيلي ڪاميابي سان سچ جي هڪ پاسي تائين پهچي سگهون ٿا: مثال جهڙين صداقتن جو حوالو ارسطو ٻوٽن ۽ حيوانن جي ملڪ جي ذڪر دوران ڏيندو آهي. پر سچ جو هڪ ٻيو پاسو به آهي ۽ ان پاسي جو انڪشاف خدا بائبل

وسيلي ڪري ٿـو. پر ڪجھ جاين تي سچ جا ثبوت پاسا هڪ ٻئي جي ويجهو اچي وڃن ٿا. اهڙا اڻ ڳڻيا مسئلا آهن جن بابت عقل ۽ انجيل اسان کي بلڪل هڪ جهڙيون ڳالهيون ٻڌائن ٿا.“

”مثال اهڙي قسم جون ڳالهيون ته خدا موجود آهي؟“

”بلڪل صحيح. ارسطو جي فلسفي ۾ به مفروضو مليو ٿو ته ڪو خدا.... يا هيئتي سبب... موجود آهي جيڪو فطرت جي سمورن عملن (Processess) جي شروعات ڪندو آهي پر هو خدا جو وڌيڪ تفصيل نه ٿو ٻڌائي. ان ڪري اسان کي بائبل ۽ يسوع جي تعليم تي ڀاڙڻو پوندو.“

”ڇا اها ڳالهه پڪ سان چئي سگهجي ٿي ته خدا موجود آهي؟“

”فِي الحال ان تي ابتو ثبتو بحث ڪري سگهجي ٿو. پر اسان جي پنهنجي زماني جا به گهڻا ماڻهو ان ڳالهه تي متفق هوندا ته انساني عقل خدا جي هجڻ کان انڪار نه ٿو ڪري. ايڪوائي نيس ته ان کان به اڳتي نڪري ويو. هن جو عقيدو هو ته هو ارسطو جي فلسفي کي بنياد بڻائي خدا جو وجود ثابت ڪري سگهي ٿو.“

”اها ڳالهه ٿورو ميچي سگهجي ٿي!“

”هن جو عقيدو هو ته اسان پنهنجي عقل سان اهو ميچي سگهون ٿا ته هر شئي جو ڪو نه ڪو ’بناوتي/ هيئتي سبب‘ هوندو. خدا انجيل ۽ عقل وسيلي پنهنجو پاڻ کي انسان آڏو ظاهر ڪيو آهي. ايئن ’ايمان جي الهيات‘ ۽ ’فطرت جي الهيات‘ ٻئي موجود آهن. اهائي ڳالهه اخلاقي پاسي تي سچ ثابت ٿيندي آهي. انجيل اسان کي سيکاري ٿو ته خدا اسان کان ڪهڙي قسم جي زندگي گذارڻ چاهي ٿو. پر خدا اسان کي هڪڙو ضمير به ڏنو آهي جيڪو اسان کي ’فطري‘ بنياد تي غلط ۽ صحيح ۾ فرق ڪرڻ جي قابل بڻائي ٿو. ايئن اخلاقي زندگيءَ جا به ’ٻه رستا‘ آهن. اسان انجيل نه به پڙهيو هجي، پوءِ به اسان کي خبر هوندي آهي ته ڪنهن کي نقصان پهچائڻ غلط آهي ۽ اهو ته ’اسان کي ٻين سان اُهو ئي سلوڪ ڪرڻ گهرجي جنهن جي اسان انهن کان توقع ڪندا آهيون.‘ انهن معاملن ۾ به سڌو مشورو اِهو آهي ته انجيل جي حڪمن تي عمل ڪيو وڃي.“

”منهنجو خيال آهي ته مان سمجهي وئي آهيان.“ سوفي چيو. ”اهو بلڪل ايئن آهي جيئن کنوڻ جي چمڪ ڏسي ۽ گاج ٻڌي اندازو ٿي ويندو آهي ته طوفان اچڻو آيو.“

”صحيح. ڀلين اسان انڌا هجون پر گاج ٻڌي سگهون ٿا، بيشڪ اسان ٻوڙا هجون پر کنوڻ جي چمڪ ڏسي سگهون ٿا. پر بهتر ڳالهه اها هوندي ته اسان ٻئي ڪم ڪري سگهون. يعني ٻڌي به سگهون ۽ ڏسي به سگهون.“

”مان سمجهي وئي آهيان.“

”مون کي هڪ ٻي تصوير پيش ڪرڻ ڏي. جيڪڏهن تون ڪو ناول...... مثال طور جان اسٽين بيڪ جو ناول ’ڪوئن ۽ ماڻهن جي باري ۾‘ (Of Mice and Men) پڙهه......“

”مان اهو ناول پڙهي چڪي آهيان.“

”ڇا توکي محسوس ناهي ٿيندو ته رڳو ڪتاب پڙهي ليکڪ جي باري ۾ ڪجهه نه ڪجهه معلوم ٿي ويندو آهي؟“

”مون کي اندازو ٿيندو آهي ته ڪو ته هوندو جنهن لکيو آهي.“

”ان بابت توکي رڳو ايتروئي معلوم ٿيندو آهي؟“

”مون کي لڳندو آهي ته هن کي انهن ماڻهن سان همدردي آهي، جن جي معاشرو ڪا به پرواهه ناهي ڪندو.“

”جڏهن ڪتاب پڙهندي آهين توکي اسٽين بيڪ جي فطرت بابت ڪجهه نه ڪجهه معلوم ٿيندو آهي. پر تون اها توقع نه ٿي ڪري سگهين ته تون ليکڪ بابت ڪا ذاتي معلومات حاصل ڪري سگهندينءِ. ڇا تون Of Mice and Men پڙهي ٻڌائي سگهين ٿي ته جڏهن ليکڪ اهو ڪتاب لکيو ان جي عمر ڪيتري هئي، هو ڪٿي رهندو هيو ۽ هن جا ٻار ڪيترا هئا؟“

”بلڪل نه.“

”پر توکي اها ڄاڻ اسٽين بيڪ جي آتم ڪٿا وغيره مان ئي ملي سگهي ٿي. اسٽين بيڪ جي سوانح حيات يا آتم ڪٿا پڙهي ئي تون سندس شخصيت بابت اندازو ڪري سگهين ٿي.“

”اها ڳالهه ته صحيح آهي.“

”گهڻي يا وڌ اهوئي حال خدا جي تخليق ۽ بائبل جو آهي. فطرت جي دنيا ۾ گهمڻ ڦرڻ سان اسان کي اهو اندازو ٿي ويندو آهي ته خدا موجود آهي. اسان آساني سان ڏسي سگهون ٿا ته هو جانورن ۽ گلن سان پيار ڪري ٿو نه ته هو انهن کي پيدا ئي نه ڪري ها. پر خدا ۽ ان جي ذات بابت اسان کي ڄاڻ رڳو بائبل مان ملي ٿي...... ۽ جيڪڏهن تون چاهين ته اِها معلومات هن جي آتم ڪٿا (بائبل) ۾ به موجود آهي.“

”توهان کي مثال ڳولڻ جو هنر ايندو آهي.“ جهٽ رکي سوفي پڇيو. ”ڇا انهن سمورين ڳالهين جو ڪو واسطو هلدي سان آهي؟“

”اسان کي اها خبر بلڪل ئي ناهي ته ڪا ’هلدي‘ آهي به يا نه؟“

”پر اسان کي خبر آهي ته ڪو ماڻهو ان بابت مختلف جاين تي ثبوت، پلين اُهي پلائينڊڙ هجن، ڇڏيندو ٿو وڃي. پوسٽ ڪارڊ، اسڪارف، سائو پرس، هڪ عدد جراب.....“

البرٽو هاڪار ڪئي. ”ايئن پيو لڳي اهو هلدي جو پيءُ آهي. جيڪو اهو فيصلو ڪري رهيو آهي ته هو ڪٿي ۽ ڪيترا ثبوت ڇڏيندو.“ هن چيو. ”في الحال اسان رڳو ايترو ڄاڻيون ٿا ته هو اسان ڏانهن پوسٽ ڪارڊ اماڻي رهيو آهي. ڪاش هو پاڻ بابت به ڪجهه لکي موڪلي ها. خير، ڇڏ، پاڻ ان جو ذڪر پوءِ ڪنداسين.“

”پوٽان يارنهن ٿين پيا، مون کي وچ واري دؤر جي پڄاڻي کان اڳ گهر پهچڻو آهي.“

ايڪوائي نيس ڪهڙي نموني انهن سمورن شعبن ۾ ارسطو جي فلسفي کي استعمال ڪيو. جتي ان جو ڪليسا جي دينيات سان ڪو به تضاد نه هو، مان ان بابت ڪجهه ڳالهيون ڪندس ۽ پوءِ ڳالهه ختم ڪبي. انهن شعبن ۾ منطق، ان جو علم وارو نظريو ۽ سڀ کان وڏيڪ اهو ته ان جو فطرت وارو فلسفو شامل هو. مثال طور توکي ياد آهي ته ارسطو ڪيئن ٻوٽن ۽ جانورن کان انسان تائين زندگيءَ جي لاڳيتي ماپي کي بيان ڪيو هو؟“

سوفي ڪنڌ ڌوڻي ها ڪئي.

”ارسطو جو عقيدو هو ته اهو ماپو ڪنهن خدا جي موجودگي بابت راهنمائي ڪندو آهي، جنهن جيئري شين جو وڏ ۾ وڏ تعداد مقرر ڪيو هو. دنيا ۾ ان طريقي سان هر شئي جي تنظيم کي عيسائي دينيات سان ڳنڍڻ ڪو ڏکيو ڪم نه هو. ايڪوائي نيس موجب ٻوٽن ۽ جانورن کان انسان تائين، انسان کان فرشتن تائين ۽ فرشتن کان خدا تائين، زندگيءَ جو لاڳيتو ماپو موجود آهي. هو سمجهندو هو ته جانورن وانگر انسان وٽ جسم ۽ حواسي عضوا آهن. پر انسان وٽ ذهانت به آهي جيڪا ان کي شين بابت سمجهڻ ۽ ثبوت ڏيڻ لاءِ مدد ڏيندي آهي. فرشتن جو حواسي عضون سوڌو ڪو به جسم ناهي هوندو، اهو ئي سبب آهي جو انهن جي ذهانت سڌي ۽ تڪڙي هوندي آهي. انهن کي انسان وانگر ويچارڻ جي ضرورت ناهي. انهن کي ثبوتن وسيلي نتيجا ڏيڻ جي ضرورت ناهي پوندي. هو هر ان شئي بابت ڄاڻيندا آهن، جنهن بابت انسان ڄاڻي سگهي ٿو. پر انهن کي اسان وانگر هوريان هوريان سکڻ جي ضرورت نه ٿي پئي. جيئن ته فرشتن جو جسم ناهي هوندو ان ڪري اُهي فوت به نه ٿا ٿين. اُهي خدا وانگر ازل کان موجود ناهن ڇو ته انهن کي به خدا ڪنهن وقت تخليق ڪيو هو.“

”اها ته ڏاڍي خوبصورت ڳالهه آهي!“

”پر سوفي، ملائڪن کان مٿي خدا آهي ۽ حڪومت ان جي ئي آهي. هو ڏسندڙ ۽ ٻڌندڙ آهي ۽ سڀني کي ڏسي سگهي ٿو.“

”ان ڪري هو هاڻي پاڻ کي به ڏسي سگهي ٿو.“

”هام شايد هو ڏسي سگهي ٿو. پر ’هاٿي‘ نہ چو تہ خدا لاءِ وقت ايئن موجود ناهي هوندو جيئن اسان لاءِ. اسان جو ”هاٿي“ خدا جو ”هاٿي“ ناهي. چو تہ اسان لاءِ ڪيئي هفتا گذري ويندا آهن، ان جو مطلب اِهو ناهي ٿيندو تہ اِهي خدا لاءِ بہ گذري ويا آهن.“

”اها تہ ڊيڄاريندڙ ڳالھ آهي!“ سوفي بي اختيار چيو ۽ پنهنجو هٿ وات تي رکي ڇڏيائين. البرٽو ڏانهس ڏٺو. هوءَ ڳالهڻ لڳي: ”مون کي ڪالھ هلدي جي پيءُ جو وري ڪارڊ مليو هو. هن بہ اهڙي ئي ڳالھ لکي هئي..... سوفي لاءِ جيڪا شئي هڪ يا ٻہ هفتا آهي، ضروري ناهي تہ اها اسان لاءِ بہ هڪ يا ٻہ هفتو هجي. اِها تہ بلڪل ساڳي ڳالھ آهي جيڪا توهان خدا لاءِ ڪئي آهي!“

”هن کي پنهنجو پاڻ تي شرم اچڻ گهرجي!“

سوفي پوري ريت سمجهي نہ سگهي تہ البرٽو جو مطلب ڇا آهي. هو چوندو رهيو: ”بدقسمتيءَ سان ايڪوائي نيس بہ عورتن بابت ارسطو واري نظريئي جي پوئلڳي ڪئي آهي. توکي شايد ياد هجي تہ ارسطو جو خيال هو تہ عورت گهٽ يا وڌ اڻ پوري اڌ مرد آهي. هو اِهو بہ سمجهندو هو تہ ٻار کي ورثي ۾ مرد جون خصلتون ملنديون آهن ڇو تہ عورت Passive ۽ وصول ڪندڙ (receptive) هوندي آهي. جڏهن تہ مرد Active ۽ تخليقڪار هوندو آهي. ايڪوائي نيس موجب (ارسطو جا) اِهي خيال انجيل جي پيغامن جهڙا آهن جيڪو مثال طور اسان کي ٻڌائي ٿو تہ عورت مرد جي پاسريءَ مان پيدا ٿي هئي.“

”بي معنيٰ!“

”اها ڳالھ ڄاڻڻ دلچسپيءَ کان خالي ناهي تہ کير پيئاريندڙ جانورن جا آنا 1827 تائين دريافت نہ ٿيا هئا ان ڪري جيڪڏهن ماڻهو اهو سمجهندا هئا تہ نسل وڌائڻ لاءِ جيڪا تخليقي ۽ حيات بخش سگهہ ڪم ڪندي آهي، اها مرد جي هوندي آهي، تہ ان ۾ حيرانيءَ جي ڪا ڳالھ ناهي. وڌيڪ اهو تہ تون اها ڳالھ بہ ياد رکي سگهين ٿي تہ ايڪوائي نيس جي ويچهو اِها ڳالھ بلڪل فطري آهي تہ عورت مرد کان گهٽ آهي. پوءِ بہ عورت جو روح (Soul) مرد جي روح وانگر هوندو آهي. جنت مردن ۽ عورتن لاءِ ساڳي هوندي ڇو تہ اتي جنس جي سمورن جسماني اختلافن جو وجود ختم ٿي ويندو.“

”ان سان ڪهڙو اطمينان جو پاسو ظاهر ٿئي ٿو! ڇا وچ واري دؤر ۾ فلسفي عورتون نہ هيون؟“

”وچ واري دؤر دوران گرجا گهرن ۾ مردن جو اثر هيو. پر ان جو مطلب اِهو بلڪل ناهي تہ فلسفي عورتون نہ هيون. انهن ۾ هڪ بنگن (Bingen)

شهرجي هلڊي گارڊ(Hildegard)هئي..."
سوفي جون اکيون ڦوٽارجي ويون.
"ڇا ان جو هلڊي سان ڪو تعلق آهي؟"
"ڇا سوال آهي! هلڊي گارڊ (جرمنيءَ جي) وادي رائن جي راهبا هئي جيڪا 1098ع کان 1179ع تائين جيئري هئي. عورت هجڻ باوجود هو واعظ ڏيندي هئي. ليکڪ، طبيب، نباتيات جي ماهر ۽ فطرت پسند فلسفي هئي. هوءَ ان حقيقت جو چٽو مثال آهي ته وچ واري دؤر دوران عورتن جي فڪر جو انداز ۽ رويا گهڻو عملي ۽ اجان وڌيڪ سائنسي به هوندا هئا."
"پر هلڊي بابت ڪهڙو خيال آهي؟"
"قديم عيسائين ۽ يهودين جو هڪ عقيدو اهو به هيو ته خدا ۾ رڳو نر واريون صفتون ناهن، پر ان جو هڪ پاسو عورتاڻو يا 'عورتاڻي فطرت' به آهي. عورتون به خدا جي شبيه تي تخليق ڪيون ويندڀون آهن. خدا جي ان عورتاڻي يا مادي پاسي کي يوناني ۾ سوفيا (Sophia) چيو ويندو آهي. سوفيا يا سوفيءَ جو مطلب 'دانش' 'حڪمت' يا 'دانائي' آهي." البرٽو ڳالهائيندو رهيو: "سوفيا يا خدا جي عورتاڻي فطرت وچ واري دؤر جي سموري عرصي دوران يهودين ۽ يوناني آرٿوڊڪس گرجائن پنهنجيءَ لاءِ خاص معنيٰ واري بڻيل رهي. اولھ ۾ ان کي وساريو ويو. بعد ۾ هلڊي گارڊ ظاهر ٿئي ٿي. ان کي خواب ۾ سنهري جبو پاتل سوفيا جو ديدار ٿئي ٿو...."
سوفي اٿي بيٺي. سوفيا پاڻ کي هلڊي گارڊ جي خواب ۾ ظاهر ڪيو هو؟ (هوءَ سوچڻ لڳي.)
"ٿي سگهي ٿو مان هلڊي کي خواب ۾ نظر اچان." (هن چيو.)
هوءَ پيهر ويٺي. البرٽو ٽيون ڀيرو سندس ڪلهي تي هٿ رکيو.
"اها اهڙي شئي آهي، جنهن جو اسان کي لازمي کوج لڳائڻو آهي. پر هاڻي ٻارهن کان مٿي ٿي چڪا آهن. توکي گهر وڃڻ گهرجي. ۽ هاڻي پاڻ نئين زماني جي ويجهو پهچي رهيا آهيون. توڏانهن نياپو اماڻي ڇڏيندس. ۽ پاڻ نئين جاڳرتا واري دؤر بابت ڳالهه ٻولهه ڪنداسين. هرميز توسان باغ ۾ ملڻ ايندو."
ائين چئي هو راهب اٿيو ۽ گرجا ڏانهن وڃڻ لڳو.
سوفي اتي ويٺي، سوفيا، هلڊي گارڊ، هلڊي ۽ سوفي بابت سوچڻ لڳي. اوچتو هوءَ ٽپ ڏئي اٿي ۽ فلسفي راهب پٺيان ڊوڙڻ لڳي ۽ هن کان رڙ ڪري پڇيو:
"وچ واري دؤر ۾ ڪو البرٽو به هو؟"
البرٽو هورڀيان ٿي ويو، ٿورو ڦريو ۽ چيائين: "ايڪوائي نيس جو هڪ

فلسفي وارو مشهور استاد هيو. ان جو نالو البرٽ عظيم هو...“

ائين چئي هو البرٽ ميري چرچ جي دروازي ۾ داخل ٿي اندر گم ٿي ويو.

سوفي مطمئن نہ ٿي. هوءَ اندر گرجا ۾ وئي. پر هو اتي نہ هو. ”ڇا هو فرش ۾ گم ٿي ويو؟“ سوفي سوچيو.

جڏهن هوءَ گرجا کان ٻاهر نڪرڻ لڳي تہ اوچتو سندس نظر ڪنواري مريم جي تصوير تي پئجي وئي. هوءَ ان جي ويجهو وئي. هن ڏٺو تہ ڪنواري مريم جي هڪ اک هيٺان پاڻيءَ جو ڦڙو آهي. ”ڇاهي لڙڪ آهي؟“ (هن جي ذهن ۾ خيال آيو.)

سوفي ڊوڙندي ٻاهر نڪتي. سندس قدم جوآنا جي گهر ڏانهن وڌڻ لڳا.

# نئين جاڳرتا وارو دؤر

... انساني روپ ۾ الوهي نسل رکڻ وارا ...

جڏهن سوفي جوآنا جي گهر پهتي ته ٻارنهن ٿي چڪا هئا. ڊوڙندي ڊوڙندي هوءَ سهڪي رهي هئي. جوآنا ورانڊي ۾ ويٺي هئي.

”توکي وئي پنج ڪلاڪ ٿي ويا آهن.“ هن تکي لهجي سان چيو.

سوفي، ڪنڌ ايئن ڌوڻيو جڻ هوءَ جوآنا جي ڳالهه سان سهمت نه هجي.

”ن، مون کي وئي هزار سالن کان وڌيڪ ٿي چڪا آهن.“

”تون چري ته ناهين ٿي، تون هوئينءَ ڪٿي؟ اڌ ڪلاڪ پهريون تنهنجو فون آيو هو.“

”تو کين ڇا ٻڌايو؟“

”مان ڇا ٻڌايان؟ بس چيم ته ڊرگ اسٽور ويل آهي. هن چيو ته تون جڏهن واپس اچين ته فون ڪري. پر مسئلو ته ان وقت ٿيو جڏهن بابا ۽ امان چاڪليٽ ۽ ڪريم رول کڻي آيا ۽ ڪمري ۾ تون نه هوئينءَ.“

”تون کين ڇا چيو؟“

”مون چيو پاڻ ۾ پنهنجيءَ ۾ جهيڙو ٿيو ۽ تون ڪاوڙجي گهر هلي وئينءَ.“

هوءَ ڳالهائي رهيون هيون ته جوآنا جي پيءُ اچي ويو.

”ان جو مطلب آهي ته توهان ۾ وري ناهه ٿي ويو.“

”ڏاڍو سٺو.“ سوفي چيو، ”اسان هاڻي گرم چاڪليٽ بستري تي ويهڻ بجاءِ هتي ويهي پي سگهون ٿيون.“

جوآنا جي پيءُ ڪوڙيءَ ۾ ٿهڪ ڏنو. پر جوآنا جو ساهه سڪي ويو. مسٽر برگتسين ماليات جو مشير هيو، ۽ سندس زال جو خاندان وڌيڪ خوشحال هيو. انهن ۾ ڪليل ڳالهه ٻولهه جو رواج گهٽ هو. ان ڪري سوفيءَ جي ڳالهه تي ڏيءُ ۽ پيءُ حيران ٿي ويا.

”جوآنا، مون کي افسوس آهي ته منهنجي واتان اهڙي ڳالهه نڪري وئي. پر منهنجي دل چيو پئي ته لڪل راز جي مهم ۾ مان به ته ڪجهه حصو وٺان.“

”اهو تون ڇا ڪندي وتندي آهين، مون کي ڪجھ ٻڌائيندينءِ يا نه؟“
”ضرور ٻڌائيندس. پر هڪڙو شرط آهي ته منهنجي گهر هلو. ڇو ته جيڪو ڪجھ مان ٻڌائيندس اهو مالي مشيرن ۽ ٻاراٽيون حرڪتون ڪندڙ خالي ذهن پوڙهين جي ٻڌڻ جو ناهي.“
”ڪريل ڳالهيون ٿي ڪرين! منهنجو خيال آهي ته تون ان ناڪام شادي کي، جيڪا هڪ ذر کي سمنڊ ڏانهن ڌڪي ڇڏيندي آهي، بهتر سمجهين ٿي؟“
”شايد نه، خير ڇڏ. مان گذريل رات ننڊ نه سمهي سگهي هيس (۽ ان بي آراميءَ جو اثر اڃان تائين آهي.) هڪ ٻئي ڳالھ به آهي. مان سوچي رهي آهيان ته جيڪو ڪجھ پاڻ ڪندا آهيون، ڇا هلدي ان کي ڏسي سگهندي آهي.“
اُهي ڪلوورڪلوز ڏانهن هلڻ لڳيون.
”تنهنجي خيال ۾ هن وٽ باطني نظر ۽ غيب ڄاڻڻ جي طاقت آهي؟“
”شايد هجي. شايد نه هجي.“
پوءِ سوفي کيس سڀ ڪجھ ٻڌائڻ لڳي. هن هر شئي، ايتري تائين جو پراسرار فلسفي جي نصاب بابت به سڀ ڪجھ ٻڌائي ڇڏيو. هن جوآنا کان سڀ ڳالهيون راز ۾ رکڻ لاءِ قسم پڻ کڻايو.
هوءَ سوفي جي گهر واري دروازي کان واپس موٽي وئي.
سوفي رڌڻي ۾ اچي مانجهاندو ڪيو. هن اقرار ڪيو ته هوءَ جوآنا جي گهر صحيح نموني سمهي ڪون سگهي هئي.
سمهڻ کان اڳ هوءَ پتل جي فريم واري آئيني آڏو اچي بيٺي، جيڪو هاڻي هن جي ڪمري ۾ ديوار تي لڳل هو. شروع ۾ ته کيس پنهنجو ٿڪل چهرو نظر آيو. کيس احساس ٿيڻ لڳو ته سندس چهري پٺيان هڪ ٻيو چهرو به ظاهر ٿي رهيو آهي. سوفي گهرا ساهه کنيا. ”خيالن ۾ شيون ڏسڻ جو ڪو فاعدو ناهي.“ (هن سوچيو.)
هن وارن کي جهٽڪو ڏنو جيڪي سندس قابو کان ٻاهر هئا. هن گهٽيون ڪوششون ڪيون ته انهن کي تبديل ڪري، پر هوءَ ان ۾ ڪامياب نه ٿي سگهي هئي. اُهي اُهڙا ئي رهيا جهڙا فطرت ٺاهيا هئا. پر هن جي پنهنجي چهري پٺيان ڪنهن ٻي ڇوڪريءَ جو ڀوت ڦري رهيو هو. اوچتو ان ٻي ڇوڪري جنوني انداز ۾ کيس ٻئي اکيون ھڻڻ شروع ڪيون. ڄڻ کيس چوندي هجي ته هوءَ ٻي پاسي موجود آهي. ڀوت رڳو ڪجھ سيڪنڊ نظر ايندو رهيو. پوءِ اُهو اوچتو بلڪل گم ٿي ويو.
ڇا اِها اڇرج جهڙي ڳالھ نه هئي ته جڏهن به هوءَ ڏاڍي ٿڪل هوندي

آهي، هن کي اهڙين پراسرار شين جو تجربو ٿيڻ لڳندو آهي؟ ان جو مطلب اهو آهي ته هن کي سدائين پوءِ پنهنجو پاڻ کان پڇڻو پوندو: ڇا اِها واردات واقعي ٿي آهي؟

سوفي ڪپڙا ڪرسيءَ تي رکيا ۽ بستري تي سمهي پئي. ڪيس ننڊ اچي وئي ۽ هوءَ هڪ ڇتو خواب ڏسڻ لڳي.

هن خواب ۾ ڏٺو ته هوءَ هڪ وڏي باغ ۾ بيٺي آهي، جنهن جي هيٺاهين ۾ ڳاڙهي رنگ جو بيڙي گهر آهي. ان جي پنيان گهاٽ تي هڪ ڇوڪري ويٺل هئي، جنهن جا وار هلڪي رنگت جا هئا ۽ اُها پاڻيءَ ۾ گهوري رهي هئي. سوفي گهمندي گهمندي وٽس پهتي. ڇوڪري بي خبر ويٺي رهي. سوفي تعارف ڪرايو: ”مان سوفي آهيان.“ پر ڏسڻ ۾ ائين پيو لڳي ڄڻ ڇوڪري نه ڏسي سگهي ٿي نه ٻڌي سگهي ٿي. اوچتو سوفيءَ کي آواز ٻڌڻ ۾ آيو: ”هلدي!“ ڇوڪري هڪدم ٽپ ڏنو ۽ سڌ واري پاسي ڊوڙڻ لڳي. جاءِ مان هڪ ڊگهي قد وارو همراهہ جيڪو وچولي عمر جو هيو، هن ڏانهن اچي رهيو هو. هن کي خاڪي وردي ۽ اوني ٽوپي پاتل هئي. هوءَ ڇوڪري ان کي چنبڙي وئي. سوفي کي گهاٽ (بيڙي بيهارڻ واري جاءِ) وٽ هڪ سوني صليب نظر آئي، جنهن تي مسيح جي تصوير اڪريل هئي، هن نوڙي اُها صليب زنجيري سوڌي کنئي. پوءِ هن جي اک کلي وئي.

سوفي گهڙيال ڏانهن نهاريو. ڪيس ستي ٻه ڪلاڪ ٿيا هئا. هوءَ بستري تي ويهي حقيقت جي گمان جهڙي خواب بابت سوچڻ لڳي. هن کي پڪ هئي ته اُهو گهر ۽ گهاٽ ڪٿي نه ڪٿي موجود آهن. واقعي اهو سڀ ڪجهه ان سان ملندڙ جلندڙ آهي، جيڪا تصوير هن ميجر جي جاءِ ۾ ڏٺي هئي؟ هن کي پڪ هئي ته ڇوڪري هلدي مولرڪنيگ هئي ۽ همراه سندس پيءُ هيو جيڪو پڪ سان لبنان کان واپس آيو هوندو. خواب ۾ اُهو البرٽو ڪنوڪس جهڙي شبيه جهڙو هو....

جڏهن سوفي اٿي ۽ بستر ٺاهڻ لڳي ته سندس وهاڻي هيٺان بلڪل خواب جهڙي سوني صليب ملي وئي، جنهن ۾ زنجير لٽڪيل هئي ۽ ان تي يسوع جي تصوير اڪريل هئي ۽ صليب پنيان ٽي اکر لکيل هئا: HMK

سوفي لاءِ خواب ۾ خزانو حاصل ڪرڻ ڪو نئون واقعو نه هو، پر هن ڀيري خواب، خواب نه رهيو هو حقيقت بڻجي چڪو هو. هوءَ خواب جو خزانو حقيقي دنيا ۾ ڪٺي آئي هئي.

”لعنت هجي!“ هن وڏي واڪي چيو.

هن ڇرين جيان الماريءَ جو دروازو کوليو ۽ صليب کي سڪارف، لبنان جي پوسٽ ڪارڊن ... وٽ اڇلي ڇڏيو.

جڏهن سوفي ڪي جاڳ ٿي ته سندس ماءُ هن لاءِ زبردست ناشتو تيار ڪري چڪي هئي. آچر ڏينهن جيڪڏهن ماڻس هن کان اڳ جاڳندي هئي ته هوءَ ان لاءِ اهڙو ئي ناشتو تيار ڪندي هئي.

هوءَ ناشتو ڪري رهي هئي ته ماڻس چيو: ”باغ ۾ هڪ عجيب ڪتو ٿو گهمي. صبح کان پراڻي باڙ وٽ ڪجھ سنگهي رهيو آهي. توکي اندازو آهي ڇو؟“

”ها!“ هن کان بي اختيار ڇنڇي ويو. پر هوءَ پڇتائڻ لڳي.

”اهو پهريون ڀيرو هتي آيو هو ڇا؟“

سوفي ماءُ جي ڳالھ ٻڌڻ کان اڳ ئي ڪرسي تان اٿي ۽ دريءَ مان ٻاهر ڏٺو. اُهوئي هيو جيڪو هن سوچيو هو.

هرميز ڳجهي جاءِ وڃڻ واري رستي وٽ ستو پيو هو.

”هاڻي مان ڇا چوان؟“ هن کي ڪجھ سوچڻ جو موقعو به نه مليو، ڇو ته ماڻس ساڻ اچي بيٺي هئي.

”تو اِهوئي چيو هو ته هي پهريون ڀيرو هتي اچي چڪو آهي؟“

”منهنجو خيال آهي هن اتي ڪا هڏي لڪائي ڇڏي هوندي ۽ هاڻي پنهنجو خزانو ليڻ آيو آهي. ڪتن جي به يادگيري هوندي آهي.....“

”سوفي، تون شايد صحيح ٿي چئين. اسان جي خاندان ۾ جانورن جي نفسيات جي ماهر تون ئي ته آهين.“

سوفي پريشانيءَ ۾ سوچڻ لڳي.

”مان هن کي سندس گهر ڇڏي ٿي اچان.“ هن چيو.

”ته توکي خبر آهي هي ڪٿي رهندو آهي؟“

سوفي ڪلها اڀا ڪندي چيو، ”شايد سندس پٽي تي لکيل هجي.“

ٻن منٽن کان پوءِ سوفي باغ ۾ هئي. جڏهن هرميز جي نظر مٿس پئي، هوءَ ڏانهس اچڻ لڳو. پڇ لوڏڻ لڳو.

”هرميز، شاباس.“ سوفي چيو.

هن کي خبر هئي ته سندس ماءُ دريءَ مان ڏسي رهي آهي. هوءَ دل ئي دل ۾ دعا ڪرڻ لڳي ته ڳجهي جاءِ ۾ وڃڻ جي ڪوشش نه ڪري. پر ڪتو گهر جي سامهون بجريءَ واري رستي ڏانهن ڊوڙڻ لڳو، هن ٻاهريون اڱڻ پار ڪرڻ کان پوءِ در ڏانهن ٽپ ڏنو.

سوفي پٺيان پٺيان هئي. هرميز رستي تي ڊوڙڻ لڳو. سوفيءَ کان ٿوري پنڌ تي هيو. رستو ڊگهو هيو، پر صبح جي سير تي نڪتل رڳو هرميز ۽ سوفي نه هئا. سڀ خاندان سير ۽ تفريح تي وڃي رهيا هئا. سوفيءَ کي ساڙ ٿيڻ لڳو.

هو اِهڙي علائقي ۾ پهتا، جتي ٽرئفڪ تمام گهٽ هئي. هاڻي هو جنهن

رستي تي هلي رهيا هئا اُهو ويڪرو هيو ۽ پراڻي انداز سان گول پٿرن جو ٺهيل هو. ان تي ترامون پڻ هلي رهيون هيون ۽ سڏيون سٽي سينٽر ڏانهن وڃن پيون. هرميز رستو ٻڌائڻ واري انداز سان اڳيان اڳيان هيو. هو ٽائون اسڪوائر مان چرچ اسٽريٽ پهتا. هتي هو پراڻي شهر ۾ داخل ٿي ويا. ان علائقي جا وزني گهر ۽ گهڻ ماڙ عمارتون پوئين صديءَ جي پڇاڙي يا هلندڙ صديءَ جي منڍ ۾ تيار ڪيون ويون هيون. جن ۾ هاڻي ٻاهران چمڪ نہ هئي. هاڻي اٽڪل ڏيڍ ٿيو هو.

هو شهر جي ٻي پاسي اچي چڪا هئا. سوفي ان پاسي گهٽ آئي هئي. ڪيس ياد آيو تہ جڏهن هوءَ ننڍڙي هئي تہ ڪيس ڪنهن ڦڦي سان ملائڻ لاءِ هتي ڪنهن گهٽيءَ ۾ آندو ويو هو.

هو نيٺ گهرن وچ ۾ هڪ ننڍڙي چوڪ وٽ پهتا. اِهو نظر تہ پراڻو پيو اچي، پر ان جو نالو نئون چوڪ هو. پر اِهو بہ تہ هو جو سڄو شهر پراڻو هو. ان جو بنياد صديون اڳ وچ واري دؤر دوران رکيو ويو هو.

هرميز هلندي هلندي گهر نمبر 14 وٽ پهتو ۽ سوفي پاران دروازو کولڻ جو انتظار ڪرڻ لڳو. سوفيءَ جي دل جو دهڪو وڌي ويو.

رستي جي سامهون واري دروازي اندر هڪ تختي تي ڪيئي ٽپال دٻا لٽڪيل هئا. سوفيءَ کي مٿين قطار ۾ هڪ دٻي تي هڪ پوسٽ ڪارڊ لٽڪيل نظر آيو. ان مٿان ٽپالي ٺپو هنيو هو تہ جنهن ڏانهن ڪارڊ آيل آهي ان جو ڏس پتو نا هي.

ان مٿان 15 جون جي تاريخ هئي. جڏهن تہ ايڊريس هلڊي مولرڪنيگ نمبر 14 اسڪوائر لکيل هئي. 15 جون ۾ اجان بہ هفتا هئا.

سوفي ڪارڊ لاٿو ۽ پڙهڻ لڳي:

> پياري هلڊي، هاڻي سوفي فَلسفي جي گهر اچي رهي آهي. ڪجھ ڏينهن ۾ هوءَ پندرهن سالن جي ٿي ويندي، پر تون ڪالھ پندرهن سالن جي ٿي وئي هئينءَ. يا هلڊي مون کان غلطي تہ ناهي ٿي، تون پندرهن سالن جي اج تہ نہ ٿي آهين؟ جيڪڏهن اج تون پندرهن ورهين جي ٿي آهين پوءِ ڪجھ دير ٿي وئي هوندي. پر اسان جون گهڙيون سدائين ساڳيو وقت ناهن ٻڌائينديون. جڏهن هڪ نسل اڳتي ايندو آهي، ٻيو پوڙهو ٿي چڪو هوندو آهي. پر تاريخ پنهنجو سفر طئي ڪندي رهندي آهي. تو ڪڏهن سوچيو آهي تہ يورپ جي تاريخ انساني زندگيءَ وانگر آهي. آڳاٽو دور يورپ جي ننڍپڻ وانگر آهي. پوءِ ڪڏهن نہ ختم ٿيڻ جهڙا وچ واري دؤر جهڙا دؤر شروع ٿيندا آهن...

انهن کي يورپ جي مدرسن جا ڏينهن چئي سگهجي ٿو. پر نيٺ نئين جاڳرتا جو دؤر بہ ظاهر ٿيندو آهي ۽ مدرسي جا ڏگها ڏينهن پڄاڻي پهچندا آهن. يورپ ۾ حياتيءَ جي امنگ پيدا ٿي آهي ۽ اُهو نئين جذبي ۽ جوش سان جوين جي چائنٺ تي پير رکي ٿو. اسان چئي سگهون ٿا تہ نئين جاڳرتا يورپ جي پندرهين سالگره آهي! منهنجي ڏيءَ، اِهو جون جو وچ آهي ۽ حياتيءَ جي قيد ۾ اچڻ ڪيڏو شاندار احساس آهي!

آخر ۾ لکجي ٿو تہ: مون کي اِهو ٻڌي ڏک ٿيو تہ تنهنجو سونو صليب گم ٿي ويو آهي. توکي پنهنجون شيون بهتر انداز سان سنڀارڻ سکڻ گهرجي. تو لاءِ پيار.... تنهنجو پاپا جيڪو بلڪل تنهنجي ويجهو آهي.

هرميز تيزيءَ سان ڏاڪڻون چڙهڻ لڳو. سوفي پوسٽ ڪارڊ هٿ ۾ ڪري ان جي پٺيان ڊوڙڻ لڳي. هو ٽين چوٽين ماڙ کان مٿي ويا. اتي رڳو ايٽڪ (Attik) واريون ڏاڪڻون هيون. "ڇا اسان کي ڇت تي وڃڻو پوندو؟" سوفي سوچيو. اُهي هڪ سوڙهي دروازي آڏو بيٺا، هرميز پيرن سان دروازي کي رهنڊڻ لڳو.

دروازو کليو. سامهون البرٽو ڪنوڪس بيٺو هو. هو ڪنهن دؤر جا ڪپڙا پائي ڇڪو هو جيڪو سوڙهي پاجامي جهڙي پتلون، گوڏن تائين پهچندڙ ڳاڙهي برجس ۽ پيلي رنگ جي ننڍي ڪوٽ، جنهن جي ڪلهن ۾ ڪجھ پريل هيو، تي ٻڌل هو. ان کي ڏسي سوفيءَ کي تاش جو جوڪر ياد اچي ويو. جيڪڏهن هوءَ ڪاوڏي غلطي نہ پئي ڪري، اِهو نئين جاڳرتا جي زماني جو مخصوص لباس هيو.

"ڪهڙا مسخرا ٿيا آهيو؟" سوفيءَ کان بي اختيار ڇئجي ويو. هوءَ فليٽ ۾ بہ اندر هلي آئي.

هن هڪ ڀيرو ٻيهر پنهنجي دپ ۽ شرميلي پڻي کان ڇوٽڪارو پنهنجي بدقسمت فلسفي استاد سان چرچو ڪري حاصل ڪيو. پوسٽ ڪارڊ ملڻ سبب هن جي خيالن ۾ وٺ وٺان هئي.

"ڏيءَ ٿورو ٿڌي ٿي." البرٽو دروازو بند ڪندي چيو.

"۽ هي ونو ڪارڊ." سوفي ڪيس ڪارڊ ائين ڏنو. ڄڻ هو ئي ان جو ذميوار هجي.

البرٽو پڙهي انٺ وٽت واري انداز ۾ مٿو لوڏيو.

"هن جو من وڌندو پيو وڃي. جيڪڏهن هو اسان جي آڙ ۾ پنهنجي ڏيءَ کي سالگره جي موقعي تي تفريح ٿو ڏئي تہ مون کي ڪا حيرت نہ ٿيندي."

هن ايئن چئي ڪارڊ پرزا پرزا ڪري پنهنجي رديءَ جي ٽوڪريءَ ۾ اڇلي ڇڏيو.

”هن ۾ لکيل هو ته هلڊي پنهنجي اُها صليب، جنهن تي مسيح جي تصوير اڪريل هئي، وڃائي ڇڏي آهي.“ سوفي چيو.

”مون پڙهيو آهي.“

”۽ مزي جي ڳالهه اها آهي ان جهڙي صليب مون کي گهر ۾ وهاڻي هيٺان ملي آهي. توهان ٻڌائي سگهو ٿا ته اها اتي ڪيئن پهتي؟“

البرٽو ڳنڀيرتا سان هن جي اکين ۾ نهارڻ لڳو.

”هن کي پڪ سان ان جي ڪا چڪ نظر آئي هوندي. پر انتهائي سستو حربو آهي، ان تي هن کي ڪو به زور نه لڳائڻو پيو هوندو. ڇڏ ان قصي کي اسان کي پنهنجو ڌيان عظيم اڇي سيهڙ تي ڏيڻو آهي، جنهن کي ڪائنات جي ٽاپ هيٽ کان ٻاهر ڪڍيو ويو هو.“

هو ويهڻ واري ڪمري ۾ آيا. سوفي ان جهڙو ڪمرو حياتيءَ ۾ نه ڏٺو هو.

وڏي فليٽ ۾ جنهن شئي سوفيءَ کي وائڙو ڪيو، اُهو سامان هيو، جنهن سان ڪمرو ڀريل هو.... اهو سامان تاريخ جي مختلف دؤرن جي فرنيچر ۽ ٻين شين تي مشتمل هو. ٽيهه جي ڏهائي جو صوفو هيو، منڊيواري صديءَ جي ٽيبل هئي ۽ هڪ ڪرسيءَ هئي جيڪا صديون پراڻي هئي. اتي رڳو فرنيچر نه هو. خانن ۾ آڳاٽين شين جا ٻي ترتيب ڍير لڳا پيا هئا.... هڪ سڄي ديوار ڪتابن سان ڀريل هئي، پر اهي ڪتاب بوڪ اسٽورن وارا نه هئا. صدين سالن کان شايع ٿيل ڪتاب ۽ نسخا موجود هئا. ٻي ديوار تي ڊرائنگز ۽ پينٽنگز لڳل هيون. انهن ۾ ڪجهه هاڻوڪي ڏهاڪن جون به هيون، پر گهڻيون آڳاٽن دؤرن جون هيون. ديوارن تي ڪوڙ سارا چارٽ ۽ نقشا لڳل هئا، ۽ جيستائين ناروي جو تعلق آهي، ان جا نقشا ڪو خاص صحيح نه هئا.

سوفي ڪجهه گهڙيون چمي وئي ۽ سمورين شين کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳي.

آخر هن کان رهيو نه ٿيو ۽ وات ڦاڙ انداز ۾ چيائين: ”توهان ڪيڏو ڪاٺ ڪٻاڙ گڏ ڪيو آهي!“

”بس بس، رڳو ايترو سوچ ته مون ڪيترين صدين جي تاريخ هن ڪمري ۾ محفوظ ڪئي آهي. مان ان کي ڪاٺ ڪٻاڙ نه چوندس.“

”ڇا هي توهان پراڻين شين جو ڪو دڪان کوليو آهي؟“

البرٽو جي چهري مان ٻڪي رهيو هيو ته هن کي سوفيءَ جي ڳالهه مان ڏک پهتو آهي.

”پر ڏيءَ .... اسان رڳو پنهنجي دؤر ۾ نہ ٿا رهون، اسان پاڻ سان گڏ پنهنجي تاريخ بہ ساڻ رکندا ايندا آهيون. اهو نہ وسار تہ تون هن ڪمري ۾ جيڪي شيون ڏسين پئي اهي ڪڏهن نيون نڪور هيون. هوءَ گڏي شايد ڪنهن پنجن سالن جي ڇوڪريءَ جي سالگره لاءِ ٺاهي وئي هئي، ممڪن آهي اِها هن جي ڏاڏا ناهي هجي...... پوءِ اُها جوان ڇوڪري ٿي وئي ۽ پوءِ هوءَ ڀرپور جوانيءَ ۾ اچي وئي ۽ هن شادي ڪري ڇڏي. ٿي سگهي ٿو ان جي بہ ڪا ڌيءَ هجي ان هيءَ گڏي وري ان کي ڏئي ڇڏي هجي. پوءِ اُها پوڙهي ٿي وئي ۽ فوت ٿي وئي. جيتوڻيڪ هن وڏي ڄمار گذاري، بهرحال هن کي مرڻو هو، هوءَ مري وئي ۽ دنيا جي منظر کان گم ٿي وئي. هوءَ ڪڏهن بہ واپس نہ ايندي. اصل ۾ هوءَ ننڍي وقت لاءِ هتي آئي هئي. پر ان جي گڏي...... خير، اُها هتي شيلف ۾ پيل آهي.“

”توهان جهڙي نموني ڳالهہ ڪيو پيا، هر شئي ڪيڏي ڏکاري ۽ سنجيده نظر اچڻ لڳندي آهي.“

”زندگي ڏکاري بہ آهي ۽ سنجيده بہ. اسان کي هڪ شاندار ۽ دل لڀائيندڙ دنيا ۾ داخل ڪيو ويندو آهي. اسان هڪ ٻئي سان ملندا آهيون، هڪ ٻئي سان تعلق پيدا ڪندا آهيون.... هڪ مختصر وقت لاءِ گڏ گهمندا ڦرندا آهيون ۽ پوءِ اسان هڪ ٻئي کي وڃائي ويهندا آهيون ۽ پوءِ جيئن اوچتو ۽ غير معقول انداز سان آيل هوندا آهيون، ان انداز سان ئي گم ٿي ويندا آهيون.“

”مان ڪجهہ پڇي سگهان ٿي؟“

”هاڻي پاڻ وڌيڪ اڪيوٽ نہ ڪيڏنداسين.“

”توهان ميجر جي جاءِ ۾ ڇا لاءِ رهيا هئا؟“

”ان لاءِ جو پاڻ رڳو خطن وسيلي ملاقات پئي ڪئي، ان ڪري هڪ ٻئي کان پري هئڻ بهتر نہ هيو. مون کي خبر هئي تہ پراڻي جاءِ خالي هئي.“

”توهان شايد ٻڌائي سگهو تہ هلڊي جي پيءُ کي ڪيئن خبر پئي تہ توهان اتي رهندا آهيو؟“

”جيڪڏهن منهنجي ڳالهہ صحيح آهي تہ ان کي عملي طرح هر ڳالهہ بابت خبر آهي.“

”پر مان اجان تائين سمجهي ناهيان سگهي تہ توهان ڪهڙي ٽپاليءَ کي راضي ڪيو تہ اُهو وچ جهنگ مان ٽپال پهچائيندو رهي!“

هو مرڪيو، ”اهڙي قسم جون ڳالهيون بہ هلڊي جي پيءُ لاءِ هٿ جي صفائي آهن. اسان هڪ اهڙي نظام تحت زندگي گذاريون پيا، جنهن کي شايد دنيا جو مضبوط ترين نگرانيءَ جو نظام چئي سگهجي ٿو.“

سوفي کي لڳو ته ڪيس ڪاوڙ اچي رهي آهي.

”هو جيڪڏهن ملي وڃي ته سندس اکيون ڪڍي ڇڏينديس!“

البرٽو صوفي تي وينو. سوفي به هڪ آرام واري ڪرسيءَ تي ويهي رهي.

”رڳو فلسفو ئي هلدي جي پيءَ جي ويجهو آڻي سگهي ٿو.“ البرٽو نيٺ چئي ڏنو. ”اڄ مان تو کي نئين جاڳرتا (Renaissance) بابت ٻڌائيندس.“

”ٺيڪ آ.“

”سينٽ ٿامس ايڪوائي نيس جي وفات کي گھڻو وقت نه گذريو هو ته عيسائيت کي متحد رکڻ واري ثقافت ۾ ڏار پوڻ شروع ٿي ويا. سائنس ۽ دينيات ڪليسا کان ڏور ٿيندا ويا. ۽ ائين انهن مذهبي زندگيءَ کي دليلن سان گڏ وڌيڪ آزاد ناتا جوڙڻ ۾ مدد ڏني. اهڙن ماڻهن ۾ ڏينهون ڏينهن واڌارو ٿيڻ لڳو جيڪي زور ڏئي چوندا هئا ته خدا تائين پهچ عقليت وسيلي حاصل نه ٿي ڪري سگهجي. ڇو ته خدا هر لحاظ کان انساني سمجھ ۽ ادراڪ کان اتاهون آهي. انسان لاءِ اهم ڳالھ اها آهي ته اُهو الوهي راز کي سمجھڻ جي ڪوشش نه ڪري پر خدا جي مرضي آڏو سينو سڌو ڪري بيهي رهي.

هاڻي جيئن ته مذهب ۽ سائنس اڳي جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ آزاديءَ سان هڪ ٻئي سان واسطو جوڙي سگهن پيا، ان ڪري نون سائنسي طريقن ۽ نئين مذهبي جذبي ۽ جوش لاءِ واٽون کلي ويون. ان ڪري پندرهين ۽ سورهين صدين جا ٻه طاقتور انقلاب ..... يعني نئين جاڳرتا يا علمن کي زنده ڪرڻ جي تحريڪ اصلاح مذهب (Reformation) ... جا بنياد پيا.“

”انهن تي هڪ هڪ ڪري ڳالھ ٻولھ ڪرڻ بهتر نه رهندو؟“

”نئين جاڳرتا مان اسانجو مطلب اها شاندار ثقافتي ترقي آهي، جنهن جي شروعات چوڏهين صديءَ جي آخر ۾ ٿي. ان تحريڪ جي شروعات اتر اٽليءَ کان ٿي ۽ پوءِ پندرهين ۽ سورهين صدين دوران يورپ جي اترين ملڪن ڏانهن ڦهلجڻ لڳي...

جھڙي ريت يوناني ٻولي سکڻ فيشن ٿي ويو هو. اهڙي ريت پراڻا مجسما ڳولڻ به عام تفريح ٿي وئي هئي. يوناني انسان دوستي جي مطالعي جا تدريسي مقصد به هئا. انسان دوست مضمونن کي پڙهڻ سان ”ڪلاسيڪي تعليم“ حاصل ٿيندي هئي ۽ ان سان انهن شين کي، جن کي انساني وصفون چئي سگهجي ٿو، روشني ملندي هئي. چيو اهو وڃڻ لڳو: ”گھوڙا پيدا ٿيندا آهن، پر انسان پيدا ناهن ٿيندا، ٺاهيا ويندا آهن.“

”انسان ٿيڻ ڪاڻ اسان لاءِ تعليم حاصل ڪرڻ ضروري آهي؟“

”ها، تصور اِهو ئي هو. پر نئين جاڳرتا جي انسان دوستيءَ جي ويجهو ٿي

جائزو وٺڻ کان اڳ اسان کي ان جي سياسي ۽ ثقافتي پس منظر بابت ڪجھ ڳالھيون ڪرڻيون پونديون.“

البرٽو صوفي تان اٿيو، هن شيلف تي رکيل هڪ پراڻي شئي ڏانهن اشارو ڪيو.

”اهو ڇا آهي؟“

”ڪو پراڻو قطب نما- (ڏسٽي)“

”صحيح.“

هن پراڻي اسلحي ڏانهن اشارو ڪيو. جيڪو صوفي جي مٿان ديوار تي ٽنگيل هو.

”۽ اهو؟“

”پراڻي رائفل.“

”صحيح — ۽ هي؟“

البرٽو شيلف مان هڪ وڏو پراڻو ڪتاب ڪڍيو.

”ڪو پراڻو ڪتاب.“

”جيڪڏهن مڪمل صحيح لفظ استعمال ڪيو وڃي ته هي incunabulum آهي..... ان جي معنيٰ ”پينگهو“ يا ’هندرو‘ آهي. اهو لفظ انهن ڪتابن لاءِ استعمال ٿيندو آهي، جيڪي طباعت جي ”پينگهي“ وارن ڏينهن ۾ ڇپيا هئا. يعني 1500ع کان اڳ.“

”هي واقعو ايترو پراڻو آهي؟“

”ها، هي ٽئي ايجادون ..... قطب نما، اسلحو ۽ ڇاپي خانو.... ان دؤر جون اڳواٽ نيشانيون هيون، جنهن کي پاڻ نئين جاڳرتا چوندا آهيون.“

”توهان ڳالھ جي ڪجھ وضاحت ڪيو.“

”قطب نما (ڏسٽي) سان جهاز راني سهنجي ٿي وئي. ٻين لفظن ۾ اها ايجاد عظيم سفرن لاءِ بنياد هئي. ساڳي ڳالھ اسلحي تي لاڳو ٿئي ٿي. جيتوڻيڪ آتشي اسلحي يورپ ۾ ٻه اهم عنصر جي حيثيت ورتي، پر نون هٿيارن جو اصل فاعدو اهو ٿيو ته يورپ وارن کي آمريڪا وارن ۽ ايشائين جي ثقافتن کان وڌيڪ اهميت ملي وئي. ڇاپي گھرن (پريس) نئين جاڳرتا جي دؤر جي انسان دوست فلسفين ۽ ڏاهن جي نون خيالن کي وڏي پيماني تي ڦهلائڻ ۾ مدد ڏني. ۽ جن عنصرن ڪليسا جي علم جي ڇپائي واري اجاراداري کان هٿ ڪڍڻ تي مجبور ڪيو، انهن ۾ طباعت جو ڪو گھٽ هٿ نه هو. ان کان پوءِ ڪيئي نيون شيون ايجاد ٿيڻ لڳيون. مثال طور هڪ اهم اوزار دوربين هو. ان ايجاد جي نتيجي ۾ فلڪيات بابت بلڪل نوان بنياد ملڻ لڳا.“

”۽ آخر ۾ راڪيٽ ناهيا ويا ۽ خلائي تحقيق شروع ٿي وئي.“

”تون ڪجھ وڌيڪ تيز ٿي وڃين. پوءِ بہ تون ايترو ضرور چئي سگھين ٿي جيڪو عمل نئين جاڳرتا دوران شروع ٿيو هو، ان نيٺ انسان کي چنڊ تي پهچائي ڇڏيو. يا ان جو مطلب اهو بہ وٺي سگھجي ٿو تہ ان جو نتيجو هيروشيما ۽ چرنوبل جي صورت ۾ ظاهر ٿيو. اهو سمورو سلسلو ثقافتي ۽ معاشي محاذ تي تبديلين سان شروع ٿيو. ان سلسلي ۾ اهم ڳالهہ اها ٿي تہ گذاري جي معيشيت کي مالياتي معيشيت ۾ تبديل ڪيو ويو. اڳ ۾ يورپ جي اڪثر معيشيت جو اهو حال هيو جو زمين تي ايترو اناج پيدا ٿيندو هو جو پنهنجن پاتين جون بنيادي ضرورتون پوريون ڪرڻ بہ ڏکيو هو پر وچ واري دؤر جي پڇاڙي ڪانپوءِ شهر وڌڻ لڳا، نوان ڌنڌا شروع ٿيا، نيون شيون ايجاد ٿيڻ لڳيون. وڻج واپار ٿيڻ لڳو، عام شين جي واپار کي هٿي ملڻ لڳي، بينڪون شروع ٿيون ۽ مالياتي معيشيت (montary economy) جو ڍانچو جڙڻ لڳو. انهن نون حالتن ۾ وچولو طبقو ابرڻ لڳو جنهن زندگيءَ جي ڪجھ بنيادي شرطن جي معاملي ۾ هڪ حد تائين آزاد خيالن جو اظهار ڪيو. ضرورتون اهڙيون شيون بڻجي ويون، جن کي پيسن عيوض خريدڻ شروع ڪيو ويو. حالتن اها صورت اختيار ڪئي تہ ماڻهن کي پنهنجي محنت وغيره جو معاوضو ملڻ لڳو. فرد جي اهميت وڌي وئي.

”ساڳي نموني جيئن ٻہ هزار سال اڳ يوناني شهرن ترقي ڪئي هئي.“

”وچ واري دؤر جو وچولو طبقو جاگيردارن، نوابن ۽ ڪليسا جي جڪڙ کان آجو ٿيڻ لڳو. جڏهن اهو سڀ ڪجھ ٿي رهيو هو، هسپانيا جي عربن ۽ اوڀر ۾ بازنطيني ثقافت جي علم برادرن سان يوناني ثقافت جي ميل جول پوري رفتار سان هلندڙ هئي.“

”پراڻي دؤر جون ٽي نديون، جيڪي مختلف ڏسائن ۾ وهي رهيون هيون، هڪ ڀيرو ڀيهر گڏجي ويون هيون ۽ انهن عظيم درياهہ جي صورت اختيار ڪئي.“

”تون ڏاڍو ڏيان ڏيندڙ شاگردياڻي آهين. هاڻي تائين مون جيڪو ڪجھ توکي ٻڌايو آهي، ان سان توکي نئين جاڳرتا جو ڪجھ پس منظر ملي ويو آهي. هاڻي مان توکي نون خيالن بابت ڪجھ ڳالهيون ٻڌائيندس.“

”اهو تہ سٺو، پر مون کي گھر وڃڻو آهي ۽ ماني کائڻي آهي.“

البرٽو ڀيهر صوفي تي ويٺو. هن سوفي ڏانهن نهاريو.

”سڀ کان وڏي ڳالهہ اها ٿي جو نئين جاڳرتا جي نتيجي ۾ انسان ذات بابت هڪ بلڪل نئون سوچ جو انداز پيدا ٿيو.

وچ واري دؤر دوران ان ڳالهہ تي زور ڏنو ويندو هو تہ انسان فطري طور گنهگار آهي. ان جي ابتڙ نئين جاڳرتا جي دؤر انسان دوستي جي ڪري انسان جي عزت

ءِ قيمت وڌائي ڇڏي. انسان هاڻي انتهائي احترام لائق ۽ عظيم سمجهيو وڃڻ لڳو. نئين جاڳرتا جي دؤر جي هڪ اهم ماڻهو مارسيليوفٽ چينو هيو. هو رڙيون ڪري چوندو رهندو هو! ”انساني ويس ۾ الوهي نسبت رکڻ وارا، پنهنجو پاڻ کي سڃاڻ!“ هڪ ٻيو اهم ماڻهو پيڪو ديلا ميران دو لاهيو. هن انساني وقار بابت هڪ ڪتاب (Oration on the Dignity of Man) لکيو هو. عنوان مان ئي پتو پئي ٿو تہ وچ واري دؤر دوران اهڙي ڪتاب جو تصور ئي نہ ٿو ڪري سگهجي، لکڻ تہ اجهان پري جي ڳالهہ آهي.“

”وچ واري دؤر جي سموري وقت ۾ شروعات جو نقطو هميشہ خدا هوندو هيو. نئين جاڳرتا جي انسان دوستن انسان کي شروعات جو نقطو بڻايو.“

”اهو ئي يوناني فلسفين ڪيو هو.“

”اهو ئي سبب آهي تہ اسان پراڻي دؤر جي انسان دوستيءَ جي ڳالهہ ڪندا آهيون. پر نئين جاڳرتا جي انسان دوستيءَ جي ان کان وڌيڪ وصف ان جو (انسان جو) انفراديت تي زور هيو. انسان رڳو انسان ئي نہ، پر اهڙا فرد آهيون جن جو ڪو مثال ئي نہ هجي. اهو تصور عقلمندي ۽ دانائيت جي بنا قيد واري عبادت ڏانهن ونيي وڃي سگهي ٿو. (انهن جي نظر ۾) مثالي ماڻهو اهو بڻجي ويو جنهن کي اسان نئين جاڳرتا جو انسان ـــــ مڪمل دانائي جو مالڪ ماڻهو، جيڪو پنهنجي ذات ۾ زندگي، آرٽ ۽ سائنس جا سڀ پاسا سمايل هو..... چوندا آهيون. ان نئين خيال جو اظهار ان دلچسپيءَ سان بہ ٿيندو آهي جيڪا (human anatomy) (انساني عضون جو علم) ۾ ورتي ويندي هئي. اهو ڳولڻ لاءِ تہ انساني جسم جي بناوت ڪيئن ٿي آهي. پراڻي دؤر وانگر هڪ ڀيرو ٻيهر مئل جسمن جي چير ڦاڙ شروع ٿي وئي. اها طبي سائنس ۽ آرٽ ٻنهيءَ جي ضرورت هئي. هڪ ڀيرو ٻيهر آرٽ جي شاهڪارن ۾ اگهاڙيون تصويرون ٺاهڻ جو رواج شروع ٿي ويو. دير سان ئي سهي پر بهرحال هزارن سالن جي هٽرادو شرم ۽ لڄ کي پري ڪرڻ جو وقت اچي ويو هو. انسان ۾ هاڻي ايتري جرئت اچي وئي هئي جو هو جهڙو آهي، تهڙو ئي پاڻ کي ناهي ۽ ڏيکاري سگهي. هاڻي وڌيڪ ڪنهن شيءِ کان لڄ ڪرڻ جي ضرورت نہ رهي هئي.“

”اهي ڳالهيون ٻڌي نشو چڙهي ويو آهي.“ سوفي چيو.

” انداز نئين سوچ کي پيدا ڪيو. (هاڻي چيو وڃڻ لڳو تہ) انسان رڳو خاص طور خدا لاءِ موجود ناهي. ان ڪري هتي ۽ هن وقت ئي زندگي مان مزو ماڻي سگهجي ٿو. ۽ ان نئين آزادي سان، جنهن کي اڳتي وڌائڻو هو، امڪان حد ۽ حساب کان وڌيڪ نظر اچي رهيا هئا. مقصد تہ سمورين حدن کي اورانگهڻو هو. جيڪڏهن يوناني انسان دوستي جي خيالن سان ڏٺو وڃي تہ اهو بہ نئون تصور لڳندو. (نئين جاڳرتا جي انسان دوستن جي ابتڙ) پراڻي دؤر جا

انسان دوست سڪون (قلب) وچٿري رهڻ ۽ ضبط تي زور ڏيندا هئا.“
”۽ نئين جاڳرتا جا ماڻهو ضبط کان هٽ ڏوئي ويٺا.“
اُهي يقينن ڪو خاص طور اعتدال پسند يا وچٿرا نہ هئا. انهن جو رويو ڪجھ هيئن هيو جڻ سموري دنيا بلڪل هاڻي جاڳي آهي. هنن کي پنهنجي دؤر جو شديد شعور هيو ۽ ان شيءِ هنن کي پراڻي دور ۽ پنهنجي زماني جي وچ وارين صدين جو ذڪر ڪرڻ خاطر وچ وارو دؤر جو اصطلاح گهڙڻو پيو. زندگيءَ جي سمورن شعبن ۾ ترقي ٿي. آرٽ، اڏاوتي فن، ادب، موسيقي، فلسفي ۽ سائنس کي جيڪا هٿي ملي اُها اڳ ۾ ڪڏهن بہ نہ ملي هئي ۽ نہ ئي انهن جو ايڏو اڳ ۾ ڦهلاءُ ٿيو هو. مان هڪ مثال ٿو ڏيان. اسان پراڻي روم جو ذڪر ڪري چڪا آهيون جيڪو ’شهر جو شهر‘ ۽ ’ڪائنات جو مرڪز‘ جهڙن خطابن سان سڏبو هو. وچ واري دؤر دوران ان شهر مٿان نحوست جا ڪارا ڪڪر ڇائنجي ويا ۽ اهو زوال جو شڪار ٿي ويو.
1417ع تائين پهچندي پهچندي ان جو اهو حال ٿيو جو ان پراڻي گاديءَ جي هنڌ، جيڪو ڪڏهن وڻج واپار، صنعتي، فني ۽ ثقافتي سرگرمين جو ڳڙھ هيو، جي آبادي وڃي سترهن هزار بچي.“
”ان لحاظ سان ليسينڊ کان ڪو خاص وڌو نہ ٿو ٿئي جتي هلڊي رهندي آهي.“
”نئين جاڳرتا جي انسان دوستن روم جي (عظمت جي) بحاليءَ کي پنهنجو فرض سمجهي قبوليو. سڀ کان پهريون ۽ اهم ڪم هنن اهو ڪيو جو انهن پطرس رسول (Peter the Apostle) جي مقبري مٿان عظيم سينٽ پيٽر چرچ جي اڏاوت شروع ڪئي. جيڪڏهن سينٽ پيٽر چرچ کي ڏٺو وڃي تہ ان جي اڏاوت ۾ اعتدال ۽ ضبط ڀنهي جي کوٽ نظر ايندي. ان جي اڏاوت ۾ نئين جاڳرتا جي دؤر جي اهم ۽ عظيم آرٽسٽن حصو ورتو هو. دنيا جي ان عظيم ترين اڏاوتي رٿا جي شروعات 1506ع ۾ ٿي ۽ اها رٿا هڪ سئو ويهن سالن ۾ مڪمل ٿي. ۽ (ان سان گڏ) سينٽ پيٽر چوڪ جي اڏاوت ۾ وڌيڪ پنجاھ سال لڳا.“
”اهو تہ وڏو گرجا گهر هوندو!“
”اهو ٻہ سؤ ميٽر کان ڊگهو ۽ هڪ سؤ ٽيھ ميٽر اوچو آهي ۽ سورهن هزار هم چورس ميٽرن تي پکڙيل آهي. نئين جاڳرتا پاڻ سان گڏ فطرت جو نئون تصور پڻ آندو. ان حقيقت تہ (ان دؤر ۾) انسان دنيا کي پنهنجو گهر تصور ڪندو هو ۽ زندگيءَ جو مقصد رڳو اهو ڪون سمجهندو هو تہ اها رڳو آخرت جي تياري آهي، طبعي دنيا بابت بلڪل نئون فڪر جو انداز پيدا ڪيو. فطرت هاڻي چڱي شئي طور ڳڻجڻ لڳي. گهڻا ماڻهو ان خيال جا هئا تہ

خدا پنهنجي تخليق ۾ ٻہ موجود هوندو آهي. (جيئن اهو وڃڻ لڳو تہ) جيڪڏهن هو سچ ۾ 'Infinite' (گهٽ نہ ٿيل يا بيحد) آهي تہ هو پڪ سان هر شئي ۾ موجود هوندو. ان تصور کي ”همہ اوست“ (Pantheism) چيو ويندو آهي. وچ واري دؤر جي فلسفين جو زور هو تہ خدا ۽ مخلوق وچ ۾ پار نہ ٿيندڙ سمنڊ آهي. هاڻي اِهو چيو وڃڻ لڳو تہ فطرت الوهي آهي..... اِهو پڻ تہ ان ۾ ’خدائي موجود‘ آهي. اهڙن خيالن کي ڪليسا ڪڏهن بہ همدرديءَ سان ڏٺو نہ هو. گيودانو برونو سان جيڪو ڪجھ ٿيو، اُهو ڪليسا جي ان رويي جو درامائي مثال پيش ڪندو آهي. هو نہ رڳو اها دعويٰ ڪندو هو تہ خدا فطرت ۾ موجود آهي، پر هن جو اِهو بہ عقيدو هو تہ پکيڙ جي اعتبار کان ڪائنات لامحدود آهي. هن کي پنهنجن انهن ويچارن جي ڪري سخت سزا ملي.“

”ڪيئن؟“

”هن کي 1600ع ۾ روم جي گلن واري بازار جي چوڪ تي ٿنڀ سان ٻڌي جيئري باھ ڏيئي ساڙيو ويو.“

”اف ايڏي خوفناڪ..... ۽ احمقاڻي حرڪت! ۽ توهان ان کي انسان دوستي چئو ٿا.“

”نہ بلڪل نہ. برونو کي ساڙيندڙ انسان دوست نہ هئا. پر برونو ئي انسان دوست هو. نئين جاڳرتا دوران اُها شئي بہ جنهن کي غير انسان دوستي چئبو آهي، وڌي رهي هئي. ان مان منهنجو مطلب مملڪت ۽ ڪليسا جا رجعت پرستاڻا (مطلق العنان) اختيار آهن. نئين جاڳرتا دوران جادوگراڻين کي عدالت جي ڪٽهڙي ۾ بيهارڻ، خراب عادتن وارن کي ساڙڻ، مذهب جي ناليِ خوني لڙايون ڪرڻ ۽ آمريڪا جي وحشياڻن طور طريقن کي تابع ڪرڻ جو جنون هيو. پر انسان دوستيءَ جو هميشہ هڪ اونداهو پاسو بہ رهيو آهي. ڪو بہ اهڙو دؤر ناهي رهيو جيڪو رڳو سٺو هجي يا رڳو خراب هجي. خير ۽ شر ٻہ جاڙيون پينرون آهن جيڪي انساني تاريخ ۾ سدائين موجو رهيون آهن.....“

”اها ان زماني جي ڳالھ آهي، جڏهن پهريان ڪارخانا هنيا ويا؟“

”نہ اجان نہ. پر نئين جاڳرتا کان پوءِ جيڪا بہ ٽيڪنيڪل ترقي ٿي، انهن سڀني جو پهريون شرط اهي ئي سائنسي طريقا هئا، ان مان منهنجو مطلب سائنس بابت بلڪل ئي نون فڪري اندازن جو وجود ۾ اچڻ آهي. ان طريقي جا ٽيڪنيڪي فاعدا پوءِ ظاهر ٿيا.“

”اهو نئون طريقو ڪهڙو هو؟“

”اهو گهڻي ڀاڱي اسان جن پنهنجن حواسن وسيلي فطرت بابت جاکوڙ ڪرڻ جو عمل هو. چوڏهين صديءَ کان اهڙن مفڪرن جو ڳاڻيٽو وڌڻ لڳو هو جيڪي پراڻين سَندن، توڙي انهن جي نوعيت مذهبي عقيدا هئي، توڙي ارسطو

جو فطرت وارو فلسفو، انڌي اعتقاد خلاف خبردار ڪري رهيا هئا. اهڙي قسم جي بہ خبرداري ڏني پئي وئي تہ اهو بہ نہ سمجهو تہ مسئلا رڳو سوچ ويچار سان حل ڪري سگهجن ٿا. وچ واري دؤر دوران عقل جي اهميت تي مبالغن کي جائز سمجهيو ويندو هو. هاڻي اهو چيو پئي ويو تہ قدرتي ڏيک جي هر تحقيق مشاهدي، ذاتي تجربي (experience) ۽ عملي تجربي (experiment) تي ٻڌل هئڻ گهرجي. اسان ان کي 'تجربو' يا 'عملي' (empirical) طريقو چوندا آهيون"

"ان جو مطلب؟"

"ان جو مطلب اهو آهي تہ شين بابت ماڻهوءَ جي ڄاڻ دز سان لٿيل ۽ چمڙي جي ڪاغذن تي لکيل من گهڙت ڳالهين تي ناهي، پر ان جي پنهنجي تجربي تي ٻڌل آهي. پراڻي دؤر جا ماڻهو تجرباتي سائنس کان واقف هئا پر 'منظم تجربا" (experiments) بلڪل نئين شئي هئي."

"منهنجو خيال آهي تہ ان زماني ۾ اهڙو ٽيڪنڪي سامان نہ هو جيڪو اڄڪلهہ اسان وٽ آهي."

"اهو صحيح آهي تہ انهن وٽ نہ ڪلڪيوليٽر هئا ۽ نہ بجليءَ واري تارازي ۽ نہ ماپا (Electronic Scales). پر انهن وٽ رياضي هئي، انهن وٽ تارازيون ۽ ماپا بہ هئا. پر سڀ کان وڌيڪ جنهن شئي جي گهرج هئي، اُها سائنسي مشاهدن کي بلڪل صحيح نموني (Precise) رياضياتي اصطلاحن ۾ بيان ڪيو وڃي. 'جيڪو ماپي ۽ توري سگهجي ٿو، ان کي ماپيو ۽ توريو ۽ جيڪو ماپيو يا توري نہ ٿو سگهجي ان کي ماپ تور جي قابل ڪيو.' اهي لفظ اٽليءَ جي گليلو گيليائي (Galileo Galilei) جا آهن جيڪو سترهين صديءَ جو اهم ترين سائنسدان ڳڻيو ويندو آهي. هن اهو بہ چيو هو تہ "فطرت جو ڪتاب رياضيءَ جي ٻوليءَ ۾ لکيو ويو آهي."

"۽ انهن سمورن تجربن ۽ ماپ تور نوين ايجادن کي ممڪن ڪري ڇڏيو."

"شروعاتي مرحلو نئون سائنسي طريقو هو، ان ٽيڪنيڪي انقلاب کي ممڪن بڻايو ۽ تڏهن کان ٽيڪنيڪي طريقيڪار ايجاد لاءِ رستو سڌو ڪري ڇڏيو آهي. تون چئي سگهين ٿي تہ انسان پنهنجي فطري حالتن کان پنهنجي جهولي ڇڏائڻ شروع ڪري ڏني هئي. هاڻي فطرت ڪا اهڙي شئي نہ هئي جنهن جو انسان رڳو جزو هجي. 'علم سگهہ آهي.' انگريزي فلسفي فرانس بيڪن چيو هو ۽ ائين هن علم جي عملي قيمت وڌائي ڇڏي..... ۽ اها واقعي نئين ڳالهہ هئي. انسان هاڻي سنجيدگيءَ سان فطرت ۾ مداخلت ڪرڻ ۽ ان کي پنهنجي هيٺان ڪرڻ جو عمل شروع ڪري چڪو هو."

”پر رڳو سنئي انداز سان نہ.“

”نہ اها ساڳي ڳالھ آهي جنهن ڏانهن مون تڏهن اشارو ڪيو هو جڏهن مون چيو هو تہ اسان جيڪو ڪجھ بہ ڪندا آهيون، ان ۾ خير ۽ شر ٻئي پاڻ ۾ ڳنڍيل هوندا آهن. نئين جاڳرتا دوران جيڪو ٽيڪنيڪي انقلاب شروع ٿيو هو، ان جا حيرت انگيز پاسا سامهون آيا. هڪ طرف ڌاڳا ڪتڻ جون مشينون ايجاد ٿيون تہ ٻي پاسي بيڪاريت ڦهلجي وئي. نيون دوائون ايجاد ٿيون تہ نيون نيون بيماريون بہ پيدا ٿيڻ لڳيون. زراعت جي اپت ۾ واڌارو ٿيو تہ ماحول جو ٻيڙو ٻڏو. جيڪڏهن واشنگ مشين ۽ رفريجريٽر جهڙيون لاپائتيون شيون نهيون تہ آلودگي ۽ صنعتي يونٽن جو گند بہ وڌيو. اڄ اسان ماحول بابت جنهن خطري کي منهن ڏيئي رهيا آهيون، ان گهڻن ماڻهن کي اهو سمجهڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو آهي تہ ٽيڪنيڪي انقلاب بہ انتهائي خطرناڪ حد تائين فطري حالتن جي ابتڙ آهي. هاڻي اهو چيو پيو وڃي تہ اسان هڪ اهڙي شئي ڪئي آهي جنهن کي ڪنٽرول نہ ٿو ڪري سگهجي. جيڪي ماڻهو گهڻو روشن خيال آهن يا رجايت پسند آهن، انهن جو خيال آهي تہ اسان اڃان ٽيڪنالاجي کي ’پالڻ‘ جي ڏينهن مان گذرون پيا ۽ اهو تہ جينوٽيڪ سائنسي دؤر کي اهڙين ئي ڏکاين سان منهن ڏيڻو پئي ٿو جيڪي ٻار کي ڏند نڪرڻ وقت ٿينديون آهن، اسان لاڳيتو فطرت کي اهڙي نموني قابو ڪرڻ ۾ سوپارا ٿينداسين جو نہ فطرت ۽ نہ ئي اسان جي وجود لاءِ ڪو خطرو رهندو.“

”انهن ٻنهي ڳالهين بابت توهان جو ڪهڙو خيال آهي؟“

”منهنجو خيال آهي تہ انهن ٻنهي نظرين ۾ ڪجھ نہ ڪجھ سچائي آهي. اسان کي ڪجھ جاين تي فطرت سان مداخلت بند ڪرڻي پوندي پر ڪجھ جاين تي اسان سوڀ ماڻي سگهون ٿا. پوءِ بہ هڪ ڳالھ پڪ سان چئي سگهجي ٿي: وچ وارو دؤر هاڻي ختم ٿي چڪو آهي، اُهو واپس ناهي ورڻو. جڏهن کان نئين جاڳرتا جي شروعات ٿي آهي انسان رڳو تخليق جو جزو ناهي رهيو، هو ان کان گهڻو مٿي ٿي ويو آهي. انسان فطرت ۾ دخل ڏيڻ شروع ڪري ڏنو آهي ۽ هو ان کي پنهنجي صورت موجب ٺاهڻ جا جتن ڪري رهيو آهي ۽ سچي ڳالھ اها آهي: ’انسان بہ آهي ڪهڙي شئي!‘“

”اسان تہ چنڊ تي بہ پهچي چڪا آهيون. وچ واري دؤر جو ڪهڙو ماڻهو هوندو جيڪو ان حقيقت کي مڃيندو هجي؟ يا سمجهندو هجي؟“

”ڪو بہ نہ.... اهو تہ ڪنهن جي دل ۾ بہ شڪ نہ هو. اُهي رڳو آسمان تي چنڊ تارا ڏسندا هئا، اُهي تہ اهو سمجهندا رهيا تہ زمين ڪائنات جو مرڪز آهي، انهن لکين مشاهدا ڪيا هوندا پر اُهي اِهو سمجهندا رهيا تہ زمين بيٺل

(ساڪن) آهي ۽ 'سج، چنڊ، ستارا وغيره' ان جي چؤگرد پنهنجي پنهنجي مدار ۾ ڦري رهيا آهن. اسان ان کي 'Geocentric world picture' چوندا آهيون. هيءَ لفظن ۾ اهو اُهو عقيدو آهي جنهن موجب هر شئي جو مرڪز زمين آهي. ان عيسائي عقيدي به ته خدا آسمانن کان متي ڪٿي (ويهي) حڪومت ڪري رهيو آهي، ان عالم جي تصوير کي برقرار رکڻ ۾ مدد ڏني."

"ڪاش مسئلو ايڏوئي سهنجو هجي ها!"

"پر 1543ع ۾ هڪ ننڍڙو ڪتاب شايع ٿيو. ان جو نالو (On the Revolution of the Celestial Spheres" هو. ان جو ليکڪ پولينڊ جو رهاڪو نڪولاس ڪوپرنيڪس (Copernicus) (1473ع 1543ع) هيو. هو ان ڏينهن فوت ٿيو جنهن ڏينهن ڪتاب ڇپيو. ڪوپرنيڪس جي دعويٰ هئي ته اهو سج ناهي جيڪو ڌرتيءَ جي چوگرد ڦرندو آهي، پر معامرو ان جي ابتڙ آهي. هن جو خيال هو ته جيڪي به سيارا ۽ ستارا موجود آهن، انهن جي مشاهدي کان پوءِ اهو نتيجو ڪڍي سگهجي ٿو. هن جو چوڻ هو ته ماڻهن کي جيڪو سدائين اهو يقين رهيو آهي ته سج زمين جي چؤگرد ڦرندو آهي، ان جو سبب اهو آهي ته زمين پنهنجي محور جي ئي چؤگرد ڦرندي آهي. هن ان طرف ڌيان ڇڪايو ته جيڪڏهن اسان اهو فرض ڪري ڇڏيون ته زمين ۽ ٻيا سيارا سج جي چؤگرد ڦرندا آهن ته پوءِ سيارن ۽ ستارن جي سمورن مشاهدن کي سمجهڻ سولو ٿي ويندو. اسان ان کي 'heliocentric world picture' چوندا آهيون. ان جو مطلب اهو آهي ته هر شئي جو مرڪز سج آهي."

"ڇا اها عالم جي صحيح تصوير آهي؟"

"مڪمل ته نه، پر ان جو اصل نڪتو.... ته زمين سج جي چؤگرد ڦرندي آهي..... صحيح آهي. پر هن جي دعويٰ هئي ته سج ڪائنات جو مرڪز آهي. اڄ اسان کي ڄاڻ آهي ته اسان کي پنهنجي چؤڌسائن جيڪي ستارا نظر اچن ٿا، اُهي ڪربين ڪهڪشائن ڪنين مان هڪ ڪهڪشان آهن. ڪوپرنيڪس کي اها به پڪ هئي ته ڌرتي ۽ ٻيا سيارا سج جي چؤڦير گول ڦرندا رهندا آهن."

"ڇا ائين ناهي؟"

"نه. گولائي ۾ ڦرڻ بابت پڪ رکڻ جو هن وٽ بنياد پراڻي دؤر جي ان تصور کان سواءِ ڪجهه نه هو ته سيارا ۽ ستارا گول آهن ۽ اُهي دائرن ۾ ان ڪري گردش ڪندا آهن ڇو ته اُهي 'فلڪي' يا 'آسماني' ('Heavenly') آهن. افلاطون جي وقت کان دائرا ۽ گول جاميٽريءَ جي مڪمل شڪليون تصور ڪيا ويندا هئا. پر سترهين صدي عيسوي جي شروع ۾ جرمن جي فلڪيات جي ماهر جوهانس ڪيپلر(Johannes Kepler)_(١٥٧١ع 1630ع) پنهنجا

مشاهدا پيش ڪيا، جن مان ظاهر ٿيو ته سيارا سج کي پنهنجو مرڪز بڻائي بيضوي (elliptical or Ovall) مدارن ۾ گهمندا آهن. هن ان ڳالهه ڏانهن به ڌيان ڇڪايو ته جڏهن ڪو سيارو سج جي بلڪل ويجهو هوندو آهي، ان جي رفتار تيز هوندي آهي ۽ اهو پڻ ته ڪنهن سياري جو مدار سج کان جيترو پري هوندو، ان جي رفتار اوتري ئي گهٽ هوندي. اصل ۾ ڪيپلر کان اڳ ۾ ڪنهن جي به ذهن ۾ اها ڳالهه ڪون آئي هئي ته ٻين سيارن وانگر ڌرتي به رڳو سيارو ئي آهي. ڪيپلر ان ڳالهه تي به زور ڏنو ته ڪائنات ۾ هر هنڌ طبعي قانون لاڳو ٿيندا آهن.“

”هن کي اهو ڪيئن معلوم ٿيو؟“

”چو ته هن پراڻن وهمن تي اکيون ٻوٽي اعتبار ڪرڻ بجاءِ پنهنجن حواسن سان سيارن جي ڦرڻ جي کوجنا ڪئي هئي. گليلو گيليائي. (1564ع-1642ع) به، جيڪو ڪيپلر جو ذري گهٽ هم عصر هو، سيارن ۽ ستارن جو مشاهدو ڪرڻ لاءِ دوربين استعمال ڪئي هئي. شهاب ثاقب (ڪرندڙ تارو) يا ٻي فلڪي مواد جي ڪرڻ سان چنڊ جي سطح کي جيڪي ڪڏا کوبا پئجي چڪا آهن، هن انهن جو مطالعو ڪيو ۽ چيو هو ته چنڊ جي سطح تي ڌرتي وانگر پهاڙ ۽ واديون آهن. وڌيڪ هن اهو پڻ ڳوليو ته مشتري سياري جا چار چنڊ آهن، ان ڪري چنڊ رڳو زمين جي ملڪيت ناهي، ٻين سيارن جا به پنهنجا پنهنجا چنڊ آهن. گليلو جو سڀ کان وڏو ڪارنامو اهو هو ته هن انرشيا جو قانون (Law of Inertia) ڏنو.“

”اهو وري ڇا آهي؟“

”گليلو اهو هيئن بيان ڪيو آهي: جيڪو جسم جنهن حالت.... بيٺل (ساڪت) يا چرندڙ (متحرڪ) آهي، تيسائين ان حالت ۾ رهندو آهي جيستائين ڪا ٻاهرين قوت ان کي پنهنجي حالت تبديل ڪرڻ لاءِ مجبور نه ڪري.“

”توهان چئو ٿا ته صحيح چوندا هوندؤ.“

”پر اهو اهم ۽ معنيٰ ڀريو مشاهدو هو. پراڻي دؤر کان زمين جي پنهنجي محور جي چوگرد ڦرڻ خلاف جيڪي دليل ڏنا پئي ويا، انهن ۾ هڪ مرڪزي دليل اهو هو ته جيڪڏهن ڌرتي واقعي پنهنجي محور جي چوگرد ڦيرا ڏيندي آهي، ته پوءِ ان جي رفتار ايڏي تيز هوندي جو جيڪڏهن ڪو پٿر فضا ۾ سڌو مٿي اڇليو وڃي ته اهو ان هنڌ کان، جتان اهو مٿي اڇليو ويو هجي، ڪوڙ ساترو پري ڪرندو.“

”ائين ٿيندو ته ناهي. ان جو ڪارڻ؟“

”جيڪڏهن تون ريل ۾ ويٺي آهين تنهنجي هٿ مان ڪو صوف هيٺ ڪري ٿو پئي، هجڻ ته ائين گهرجي ها جو ريل تيز حرڪت ڪري پئي، اهو

پوئتي ڪري ها، پر حقيقت ۾ اُهو ڪرندو سڌو هيٺ آهي. ان جو سبب انرشيا جو قانون آهي. ان کي تنهنجي ڪيرائڻ ڪان اڳ ان جي جيڪا رفتار هئي، تنهنجي ڪيرائڻ ڪان پوءِ ان جي اُهائي رفتار باقي بچي."

"منهنجو خيال آهي ته مان سمجهي وئي آهي."

"گليلو جي دؤر ۾ ريل جو وجود ئي نه هو. پر جيڪڏهن تون ڪو بال ڌرتيءَ جي سطح سان گڏ گڏ ريڙهين... ۽ پوءِ اچتو ڇڏي ڏين ....."

"ته اهو ريڙهندو ويندو....."

"... ڇو ته تنهنجي ڇڏڻ ڪان پوءِ به اِهو پنهنجي رفتار برقرار رکندو آهي."

"جيڪڏهن ڪمرو وڏو آهي ته اِهو (بال) نيٺ بيهجي ويندو."

"ان جو ڪارڻ اِهو آهي ته ڪجهه ٻيون قوتون ان جي رفتار گهٽائي ڇيون ڇڏين. اڳ ۾ فرش ئي وٺ، خاص طور جيڪڏهن اهو کهرو آهي، پوءِ ڪشش ثقل جي قوت آهي جيڪا ان کي جلد يا دير سان روڪي ڇڏيندي. پر ترس. مان توکي ڪجهه ڏيکاريان ٿو."

البرٽو ڪنوڪس هڪ پراڻي ديسڪ ڏانهن ويو. هن هڪ خاني مان ڪا شئي ڪڍي، هو پنهنجي جاءِ تي واپس آيو، هن اُها شئي ڪافي جي ميز تي رکي. اها رڳو هڪ تختي هئي. ان تختيءَ جو هڪ سرو ڪجهه ملي ميٽر ٿلهو ۽ ٻيو سنهو هو. تختيءَ جي ويجهو، جيڪا ذري گهٽ سموري ميز تي پيل هئي، هن شيشي جو هڪ سائو ڇدو (بلور) (Marble) رکي ڇڏيو.

"هن کي جهڪيل سطح (inclined plane) (يا لاهي واري سطح) چئبو آهي. جيڪڏهن مان هن جڳهه تان، جتان سطح ٿلهي آهي، ڇدو (بلور) ڇڏيان، تنهنجي خيال ۾ ڇا ٿيندو؟"

"مان ڏهه ڪرائون جي شرط رکڻ لاءِ تيار آهيان ته اِهو ريڙهندو ريڙهندو ڦهريائين ميز تي ۽ پوءِ هيٺ فرش تي ڪري پوندو."

"ٺيڪ آهي ڏسون ٿا."

البرٽو ڇدو ڇڏيو. اُهو ئي ٿيو جيڪو سوفي چيو هيو. فرش تي ڪرڻ ڪان پوءِ هلڪو آواز ٿيو، اهو پوءِ اڳتي رڙهيو ۽ ديوار سان وڃي لڳو.

"متاثر ڪندڙ." سوفي چيو.

"... تون سمجهي وئي هوندينءَ ته گليلو اِهڙي قسم جوئي تجربو ڪيو هو."

"هُو واقعي ايترو ڇريو هيو ڇا؟"

"صبر! تحمل! هو پنهنجن سمورن حواسن وسيلي تحقيق ڪرڻ ٻيو چاهي، اسان ته اڃان شروعات ڪئي آهي. مون کي اڳ ۾ اهو ٻڌاءِ ڇدو جهڪيل

سطح ڏانهن هيٺ ڇو رڙهيو؟“
”اهو ان ڪري رڙهيو ڇو ته اهو وزني هو.“
”ٺيڪ آ، پر ڏيءَ وزن آهي ڇا؟“
”اهو ته بيوقوفاڻو سوال آهي.“
”جيڪڏهن تون جواب نه ٿي ڏئي سگهين، ته ان جو اهو مطلب ته ناهي سوال بيوقوفاڻو آهي. ڇدو فرش ڏانهن ڇو رڙهيو؟“
”ڪشش ثقل (Grarity) جي ڪري.“
”بلڪل صحيح ... يا Gravitation جي ڪري، ڇو ته اسان ان کي اهو نالو به ڏيندا آهيون. وزن جو ڪشش ثقل سان ڪو تعلق هوندو آهي. اها ئي اُها قوت هئي جنهن ڇدي کي ڇرپر ۾ آندو.“
البرٽو فرش تان ڇدو کنيو. هو ان کي ڪٽي جهڪيل سطح آڏو نوڙي بيٺو.
”هاڻي مان هيٺ جهڪيل سطح کان ڇدو ٻي طرف ريڙهڻ جي ڪوشش ڪندس.“ هن چيو. ”غور سان ڏس ته هي ڪيئن ٿو ڇرپر ڪري.“
ڇدو ڪمان ناهي رڙهيو ۽ هيٺاهين ڏانهن ترڪڻ لڳو. سوفي ڏيان سان ڏسي رهي هئي.
”ڇا ٿيو؟“ البرٽو پڇيو.
”هي جهڪيل پاسي رڙهيو هو، ڇو ته تختي لهواري آهي.“
”هاڻي مان برش سان ڇدي تي ڪارو رنگ ڪيان ٿو.... پوءِ شايد اسان کي پتو پوندو ريڙهاند واري پاسي رڙهڻ مان تنهنجو مطلب ڇا آهي.“
هن سموري ڇدي کي برش سان ڪاري مس هڻي ڇڏي. ان کان پوءِ هن ٻيهر ريڙهيو. هاڻي سوفي ڏسي پئي سگهي ته ڇدو سطح تي ڪٿي ڪٿي رڙهيو ٿي ڇو ته سطح تي ڪاري ليڪ ٿي وئي هئي.
”ڇدي جيڪو رستو ورتو تون ان کي ڪيئن بيان ڪندينءَ؟“
”هي ڪمان وانگر آهي... ائين پيو لڳي ڄڻ ڪنهن دائري جو حصو آهي.“
”بلڪل صحيح.“ البرٽو ڏانهس ڏسندي چيو، ”پوءِ هي صحيح معنيٰ ۾ دائرو ناهي. اسان ان کي 'Parabola' ليڪ چوندا آهيون.“
”مون کي ڪوبه اعتراض ناهي.“
”پر سوال اهو آهي ته ڇدي آخر اهو ئي رستو ڇو ورتو؟“
سوفي ٿوري غور کان پوءِ چيو، ”ڇو ته تختي لهواري آهي، ڪشش ثقل جي سگهه ڇدي کي فرش ڏانهن ڇڪيو.“
”بلڪل، بلڪل. اِها ڳالهه سنسني خيزيءَ کان گهٽ ناهي! مان هتي هڪ

اهڙي ڇوڪري کي گهلي آيو آهيان جيڪا پندرهن ورهين جي مس آهي، هوءَ به ٿورو گهڻ وڌ اُها ئي ڳالهه سمجهي وئي آهي، جيڪا گليلو هڪ ئي تجربي سان سکي ورتي هئي!“

هن تاڙي وڄائي. سوفي هڪ پل لاءِ ان وسوسي ۾ گم ٿي وئي ته ڪٿي هي ماڻهو چريو ته ناهي ٿي ويو. هو وڌيڪ چوڻ لڳو: ”تو ڏٺو ته جڏهن ٻه قوتون هڪ ئي وقت هڪ شئي تي اثر انداز ٿينديون آهن ته نتيجو ڇا نڪرندو آهي. گليلو ڳوليو ته مثال اها ڳالهه توپ جي گولي تي لاڳو ٿيندي آهي، گولو فضا ۾ هنيو ويندو آهي، اهو ڌرتيءَ مٿان فضا ۾ سفر ڪندو آهي پر هڪ وقت ايندو آهي جڏهن اُهو فضا ۾ سفر جاري ناهي رکي سگهندو ۽ ڌرتي ڏانهن ڇڪجي ايندو. ان ڪري جهڪيل سطح ڏانهن ڇڏي جنهن قسم جو رستو ٺاهيو، بلڪل انهيءَ وانگر توپ جي گولي فضا ۾ خط مرمي (Trajectory) ٺاهيو هوندو. ۽ گليلو جي زماني ۾ واقعي اها نئين ايجاد هئي. ارسطو خيال ظاهر ڪيو هو ته جيڪڏهن ٽيٽڪ (غليل) سان روڙو ٽيڏي انداز سان فضا ۾ اڇليو وڃي، پهريائين اهو لاڳيتو ڪمان وانگر ويندو ۽ پوءِ عمود ٺاهيندو ڌرتيءَ تي اچي ڪرندو. ايئن ٿيندو ناهي. پر جيستائين ان جو عملي مظاهرو ڪري نه ڏيکاريو وڃي، ڪو به شخص چئي نه پئي سگهيو ته ارسطو به غلط ٿي سگهي ٿو.“

”ڇا اهو سڀ ڪجهه واقعي اهم آهي؟“

”بلڪل اهم آهي! ان جي ڪائناتي معنيٰ آهي، انسان تاريخ ۾ جيڪي به ايجادون ڪيون آهن، هي انهن ۾ سڀ کان وڌيڪ مثبت طور اهم آهي.“

”توهان پڪ سان مون کي ٻڌائيندؤ ته اها اهم ڇو آهي؟“

”پوءِ هڪ انگريز فزڪس جو ماهر آئزڪ نيوٽن ظاهر ٿئي ٿو. 1642ع ۾ پيدا ٿيو ۽ 1727ع ۾ وفات ڪيائين. هي ئي اُهو ماڻهو هيو جنهن شمسي نظام ۽ سياروي مدارن بابت حتمي طور کولي بيان ڪيو. هن نه رڳو اهو ٻڌايو ته سيارا سج جي چوگرد ڦرندا آهن، پر اها به وضاحت ڪئي ته اُهي ايئن ڇو ڪندا آهن. هن جزوي طور اهو ڪم ان شئي کي استعمال ڪري ڪيو جنهن کي اسان گليلو جون حرڪتون (dynamics) چوندا آهيون.“

”ته ڇا سيارا جهڪيل سطح تي ڇڏا آهن؟“

”هاءِ اهڙي ئي قسم جي ڪا شئي. پر سوفي، ٿورو ترس.“

”مان ٻيو ڪري به ڇا ٿي سگهان؟“

”ڪيپلر اڳ ۾ ئي ان طرف ڌيان ڇڪرائي چڪو هو ته پڪ سان اهڙي سگهه هجڻ گهرجي جيڪا سيارن ۽ ستارن جي هڪ ٻئي ڏانهن ڇڪجڻ جو ڪارڻ بڻبي آهي. مثال طور پڪ سان ڪا اهڙي شمسي سگهه هجڻ گهرجي

جيڪا سيارن کي پنهنجن مدارن تي مضبوطيءَ سان قائم رکندي آهي. وڏيڪ اهو ته ان سگهه (قوت) جي موجودگيءَ سان ان ڳالهه جي به وضاحت ٿي ويندي ته جڏهن سيارا پنهنجي سفر دوران سج کان پري هٽي ويندا آهن، انهن جي پنهنجن محورن تي رفتار جو گهٽ ٿي ويندي آهي. ڪيپلر کي اها به پڪ هئي ته ..... سمنڊ جي پاڻيءَ جي لاٿ چاڙهه ..... پڪ سان قمري (چنڊجي) سگهه جو نتيجو هوندو."

"۽ اها ڳالهه صحيح آهي؟"

"ها، پر گليلو ڪيپلر جي نظريئي کي رد ڪري ڇڏيو هيو. هو ڪيپلر تي ٺٺوليون ڪندو هو ۽ چوندو هيو ته ڪيپلر ان خيال کي پسنديدگيءَ جو سرٽيفڪيٽ ڏئي ڇڏيو آهي ته پاڻيءَ تي چنڊ جي حڪومت هوندي آهي. گليلو ڪيپلر تي ان ڪري ٺٺوليون ڪندو هيو ته هو اها ڳالهه مڃيندو ئي نه هو ته ڪشش ثقل جون قوتون ڊگهي مفاصلي تي به ۽ سيارن ۽ ستارن جي وچ ۾ به اثر انداز ٿينديون آهن"

"ته هو ان معامري ۾ غلطيءَ تي هيو؟"

"ها، ان خاص نڪتي تي هن کان غلطي ٿي وئي. هونئن به اها ڳالهه آهي ڪل جوڳي جو ته هو ڌرتيءَ جي ڪشش ثقل ۽ ڪرندڙ ستارن (falling bodies) بابت اڪثر سوچيندو رهندو هو. هن اها به نشاندهي ڪري ڇڏي هئي ته اضافو ٿيل سگهه ڪهڙي نموني ڪنهن جسم جي چرپر کي پنهنجي تابع ڪري سگهي ٿي."

"توهان نيوٽن جي ڳالهه پئي ڪئي."

"ها هن، جنهن کي اسان، 'Law of universal gravition' (ڪشش ثقل جو آفاقي قانون) چوندا آهيون، مرتب ڪيو. اهو قانون يا قاعدو ٻڌائي ٿو ته هر شئي هر ٻي شئي کي هڪ اهڙي سگهه سان پاڻ ڏانهن ڇڪيندي آهي جيڪا شين جي تولهه جي تناسب سان وڌي ويندي آهي ۽ شين جي وچ ۾ مفاصلي جي تناسب سان گهٽجي ويندي آهي."

"منهنجو خيال آهي ته مان سمجهي وئي آهيان. مثال طور ٻن ڪوئن جي پيٽ ۾ ٻن هاٿين وچ ۾ وڌيڪ ڪشش ٿيندي. ۽ هندستان ۾ رهندڙ هندستاني هاٿي ۽ آفريڪا ۾ رهندڙ آفريڪي هاٿي جي وچ ۾ جيڪا ڪشش ٿيندي آهي، ان جي پيٽ ۾ انهن ٻن هاٿين جي وچ ۾ ڪشش وڌيڪ هوندي جيڪي هڪ ئي چڙيا گهر ۾ رهندڙ هجن."

"تون سمجهي وئي آهين. ۽ هڪ مرڪزي نڪتو ٿو اچي. نيوٽن ثابت ڪيو ته اها ڪشش (attraction) .... يا (gravitation) ..... آفاق آهي. ان جو مطلب آهي ته اها هر هنڌ ..... ايستائين جو سيارن ۽ ستارن وچ ۾ خلا ۾ به....

آهي. ڇيو وڃي ٿو تہ اهو خيال ڪيس تڏهن سجهيو جڏهن هُو هڪ صوف جي وڻ هيٺان ويٺو هو. جڏهن صوف وڻ تان ٽٽي هيٺ ڪريو، هن کي پنهنجو پاڻ کان پڇڻو پيو تہ آيا چنڊ انهيءَ سگهہ سان ڌرتيءَ ڏانهن ڇڪجي ايندو آهي. جيڪڏهن اِهو ڌرتيءَ ڏانهن ڇڪجي ايندو آهي پوءِ اِهو هميشہ لاءِ (هر زماني ۾) ڌرتيءَ جي چؤگرد ڇو ڦرندو (گردش) رهندو؟"

"وڏي استادي جي ڳالهہ آهي. پر ايڏي بہ ناهي."

"ڇو ناهي سوفي؟"

"جيڪڏهن چنڊ واقعي ايڏي سگهہ سان زمين ڏانهن ڇڪجي ايندو آهي، جنهن سگهہ صوف کي ڌرتيءَ تي ڪيرايو هو، پوءِ چنڊ ڌرتيءَ جي چؤگرد چڪر هڻڻ بجاءِ هڪ ڏينهن ڌرتيءَ مٿان اچي ڪرندو ۽ ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويندو."

"اها ڳالهہ اسان کي نيوٽن جي سياروي مدارن بابت قانون (قاعدي) ڏانهن وٺي ويندي آهي. ڌرتي چنڊ کي پاڻ ڏانهن ڪيئن ڇڪيندي آهي، ان ۾ تون پنجاهہ سيڪڙو صحيح ۽ پنجاهہ سيڪڙو غلط آهين. چنڊ ڌرتي تي ڪري ڇونہ ٿو، اها ڳالهہ بلڪل صحيح آهي تہ ڌرتي چنڊ کي پاڻ ڏانهن ڇڪڻ لاءِ جيڪا ڪشش ثقل جي قوت استعمال ڪندي آهي، اُها تمام گهڻي هوندي آهي؟ ٿورو سوچ تہ چاندوڪين مهل سمنڊ جي سطح هڪ بہ ميٽر اوچي ڪرڻ لاءِ ڪيتري سگهہ گهربل هوندي؟

"مان نہ سمجهيس."

"گليلو جي لهواري (جهڪيل) سطح کي ياد ڪر. جڏهن مون چدو تختيءَ جي هڪ پاسي کان ريڙهيو هيو، تہ ڇا ٿيو هو؟"

"ڇا چنڊ تي بہ ٻہ قوتون اثر انداز ٿي رهيون آهن؟"

"هاء ڪنهن زماني ۾ جڏهن شمسي نظام شروع ٿيو، چنڊ کي زبردست سگهہ سان ٻاهر معنيٰ زمين کان ٻاهرين پاسي اڇليو ويو. اهو سدائين ڪارائتو رهندو ڇو تہ اهو مدافعت کانسواءِ خلا (Vacuum) ۾ متحرڪ آهي..."

"پر اهو ڌرتيءَ جي ڪشش ثقل جي سگهہ سبب ڌرتيءَ ڏانهن بہ تہ ڇڪبو آهي. آهي نہ اها ڳالهہ ؟"

"بلڪل ٺيڪ. ٻئي قوتون ثابت يا مستقل (Constant) آهن ۽ ٻئي هڪ ئي وقت هونديون آهن. ان ڪري چنڊ ڌرتيءَ جي چؤگرد ڦرندو رهندو."

"ڇا اها ڳالهہ ايڏي سولي آهي؟"

"هاء ۽ ان جو ايڏو سولو هجڻ ئي نيوٽن جو نڪتو هيو. هن تجربي وسيلي ثابت ڪيو تہ ڪجهہ فطرت جا قانون سموري ڪائنات تي استعمال ٿيندا آهن. سيارن جي مدارن جو حساب لڳائڻ وقت هن رڳو فطرت جي ٻن قانونن کي

استعمال ڪو جيڪي گليلو پهريائين ڏئي چڪو هو. انهن ۾ هڪ انرشيا (Inertia) جو قانون هو. جنهن کي نيوٽن هيئن بيان ڪيو آهي : هڪ جسم ان وقت تائين سڪون واري حالت (slate or rest) خطي چرپر/ حرڪت مستقيم (rectilinear motion) ۾ رهندو آهي (معنيٰ سڌي چرپر ڪندو رهندو آهي) جيستائين ان کي ڪنهن سگهه وسيلي، جيڪا ان تي لاڳو ڪئي ويجي، پنهنجي حالت بدلائڻ تي مجبور نہ ڪيو ويجي. ٻي قانون يا قاعدي جو عملي مظاهرو گليلو جهڪيل سطح تي ڪري چڪو هو ۽ اهو قانون هي آهي : جڏهن ڪنهن جسم تي ٻہ طاقتون هڪ ئي وقت اثر انداز ٿي رهيون هجن، بيضوي جسم (elliptical) رستي تي متحرڪ ٿي ويندو."

"سيارا سج جي چؤڌير ڇو ڦرندا آهن تہ نيوٽن انهن جي اها تشريح ڪئي آهي."

"هام ٻن اڻ برابر حرڪتن جي نتيجن ۾ سيارا سج جي چؤگرد بيضوي (آني، انڊي يا بيدي وانگر) مدارن ۾ گردش ڪندا رهندا آهن. پهرين چرپر سڌي لڪيري حرڪت (rectiliear motion) آهي، جيڪا انهن کي تڏهن ملي جڏهن شمسي نظام وجود ۾ آيو. ٻي چرپر اُها چرپر آهي جيڪا ڪشش ثقل جي ڪري انهن کي سج ڏانهن ڇڪيندي رهندي آهي."

"وڏي ماهرائي تشريح آهي."

"بلڪل، نيوٽن عملي مظاهري سان ..... وچ واري دؤر جي ان عقيدي کي وڃائي ڇڏيو تہ آسمان تي ٻين قانونن جو استعمال ٿيندو آهي ۽ ڌرتيءَ تي ٻين جو. جهان يا عالم بابت چنڊ جي مرڪز واري نظريئي جو حتمي واڌارو ڪيو ويو ۽ ان کي حتمي نموني کولي بيان ڪيو ويو."

البرٽو اٿيو، هن اُها تختي کنئي ۽ هڪ طرف رکي ڇڏي. هن چدو کڻي ميز تي وچ ۾ رکيو.

سوفي سوچي رهي هئي تہ اها ڪيڏي حيرت واري ڳالهہ آهي تہ انهن هڪ لهواري تختي ۽ چدي سان ايڏو ڪجهہ سکيو آهي. جڏهن هوءَ سائي چدي کي، جنهن تي اڄان تائين ڪارا داغ هئا، ڏسي رهي هئي هن کي ٻي اختيار دنيا جو گلوب ياد اچي ويو. هن چيو: "۽ ماڻهو اهو مڃڻ تي مجبور هئا تہ اُهي ڪنهن اهڙي سياري تي آباد آهن جيڪو ڪنهن خيالي خلا ۾ لڙڪيل آهي."

"ها ..... پر دنيا بابت اهو نئون نظريو ڪيترن ئي پاسن کان وڏو وزن هو. اها صورت حال ان صورت حال جهڙي هئي جيڪا پوءِ ٿي جڏهن ڊارون اهو ثابت ڪيو تہ انسان جانورن جي ترقي ڪيل شڪل آهي. ٻنهي صورتن ۾ اَنسان کي مخلوقن ۾ پنهنجي خاص هجڻ کان ڪجهہ هٽ ڏوئڻو پيو ۽ انهن ٻنهي صورتن ۾ ڪليسا زبردست مزاحمت ڪئي."

”مان اها ڳالهه چڱي ريت سمجهي سگهان ٿي ته انهن سمورين نين ڳالهين ۾ خدا ڪٿي رهجي ويو هو؟ تڏهن معاملو ڪجهه سولو هو جڏهن زمين کي ڪائنات جو مرڪز تصور ڪيو ويندو هو ۽ خدا ۽ سيارن بابت فرض ڪيو ويو هو ته اُهي مٿين منزل تي آهن.“

”پر اِهو عظيم چيلنج نه هو. جڏهن نيوٽن اهو ثابت ڪري ڇڏيو ته ڪائنات ۾ هر هنڌ فطرت جا هڪ جهڙا قانون استعمال ٿيندا آهن. ماڻهوءَ جي ذهن ۾ خيال اچي سگهي ٿو ته هن شايد ان طريقي سان ماڻهن جي خدا جي قادريت واري اعتقاد کي ٽوڙڻ يا لوڏڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. پر جيستائين نيوٽن جو پنهنجو تعلق آهي، هن جو ايمان ڪڏهن به نه لڏيو. هو سمجهندو هو ته عظيم فطرت جا قانون ۽ اڪيلي قدرت واري خدا جي موجودگيءَ جو ثبوت آهن. اهو ممڪن آهي ته انسان پنهنجي ذهن ۾ جيڪا پنهنجي تصوير ناهي ڇڏي هئي، ان کي ڌڪڪو لڳو هجي.“

”ڇا مطلب آهي توهان جو؟“

”نئين جاڳرتا جي زماني کان وٺي ماڻهن کي اها ڳالهه قبول ڪرڻي پئي آهي ته اُهي هڪ اِهڙي سياري تي حياتي گذاري رهيا آهن، جنهن جي اڻ ڪٽ وڏي ۽ ويڪري ڪهڪشان ۾ خيالي چونڊ ٿي. مان پڪ سان نه ٿو چئي سگهان ته اسان هاڻي به ان صورتحال سان پوري ريت نباهه ڪرڻ سکيو آهي يا نه. پر نئين جاڳرتا جي دؤر ۾ به اهڙا ماڻهو موجود هئا، جيڪي اهو چوندي نه ٿڪبا هئا ته اسان سيني کي اڳ جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ مرڪزي حيثيت آهي.“

”مان چڱي ريت نه سمجهي سگهيس.“

”پوئين زماني ۾ ڪائنات جو مرڪز زمين هئي. پر هاڻي جيئن ته فلڪيات جا ماهر چئي رهيا هئا ته ڪائنات جو ڪوبه مقرر ڪيل يقيني يا مطلق مرڪز ناهي، سمجهيو اهو وڃڻ لڳو ته جيترا ماڻهو آهن اوترائي مرڪز آهن. هر ماڻهو پنهنجي ذات ۾ ڪائنات جو مرڪز ٿي پيو سگهي.“

”ها، هاڻي مان سمجهي وئي آهيان.“

”نئين جاڳرتا جو نتيجو ’نئين مذهبيت‘ (religiosity) جي صورت ۾ ظاهر ٿيو. جڏهن سائنس ۽ فلسفو هوريان هوريان الهيات (Theology) (معنيٰ دينيات) کان پنهنجو واسطو ٽوڙڻ لڳا ۽ هڪ نئين تقويٰ وڌڻ ويجهڻ لڳي. بعد ۾ نئين جاڳرتا جو زمانو انسان بابت نئين نظريئي سان ظاهر ٿيو. ان جو اثر مذهبي زندگيءَ تي پيو. فرد جو جيڪو ڪليسا سان تنظيم جي حيثيت سان تعلق هو ان کان وڌيڪ ان جو خدا سان ذاتي تعلق اهميت اختيار ڪري ويو.“

”جيئن رات جو اڪيلي سر عبادت ڪرڻ؟“

”ها، ائين به وچ وري دؤر جي ڪيٿولڪ مسلڪ ۾ گرجا ۾ 'Liturgy'

(لطوري) جي لاطيني ٻوليءَ ۾ ادائيگي ۽ مسلڪ جون رسمي دعائون مذهبي عبادت ۾ ڪرنگهي واري حيثيت رکنديون هيون. انجيل جي تلاوت رڳو پادري ڪندا هئا ڇو ته انجيل رڳو لاطيني زبان ۾ موجود هئي. پر نئين جاڳرتا جي زماني ۾ انجيل جا يوناني ۽ عبراني ٻولين مان قومي ٻولين ۾ ترجما ٿيا. اهي ترجما ان تحريڪ لاءِ جنهن کي اسان، مذهب جي اصلاح واري تحريڪ چوندا آهيون، تمام گهڻو اهم هئا.“

”مارٽن لوٿر ...“

”هام مارٽن لوٿر جي پنهنجي اهميت آهي. پر هو اڪيلو سڌارڪ نه هيو. اهڙا ڪليسائي سڌارڪ منظر تي آيا جن رومن ڪيٿولڪ مسلڪ ڇڏڻ گوارا نه ڪيو. انهن ۾ هڪ روٽرڊيم (هالينڊ) جو ڪا اراسمس هو.

”لوٿر رومن ڪيٿولڪ مسلڪ کان ان ڪري الڳ ٿيو ڇو ته هو (گناهن جي) معافي نامي (forgiveness) خريدڻ جي حق ۾ نه هو. صحيح؟“

”هام اهو هڪ ڪارڻ هيو. ان کان به وڌيڪ ٻيو سبب هو. لوٿر جو خيال هو ته خدا کان معافي حاصل ڪرڻ لاءِ ماڻهن کي ڪليسا يا انهن جي پادرين کان سفارش (شفاعت) جي ضرورت ناهي. ۽ نه ئي خدا جي معافي ڪليسا کان ’معافي نامون‘ خريدڻ تي آهي. رومن ڪيٿولڪ مسلڪ سورهين صدي جي وچ ڌاران نام نهاد معافي نامن جي خطن جي واپار تي پابندي هڻي ڇڏي.“

”خدا کي شايد اهو ٻڌي سرهائي ٿي هوندي.“

”لوٿر..... شروعاتي عيسائيت ڏانهن موٽڻ پيو چاهي جيڪا نئين عهدنامي ۾ به آهي. رڳو ’پوترڪتاب‘ هن جو نعرو هيو. ان نعري سان گڏ لوٿر بلڪل ساڳي نموني عيسائيت جي ’سرچشمي‘ ڏانهن موٽڻ پيو چاهي. جيئن نئين جاڳرتا جا انسان دوست آرٽ ۽ ثقافت جي آڳاٽن سرچشمن ڏانهن واپس ٿي رهيا هئا. هن جرمن ٻوليءَ ۾ انجيل جو ترجمو ڪيو ۽ ائين هن لکت ۾ جرمن ٻوليءَ جو بنياد وجهي ڇڏيو. هن جو ايمان هو ته هر ماڻهوءَ انجيل پڙهڻ جي قابل هجي ۽ ائين هڪ لحاظ کان ان کي پنهنجو پادري پاڻ ٿيڻ گهرجي.“

”پنهنجو پادري پاڻ؟ ڇا اهو معامري کي ضرورت کان ڪجهه اڳتي وڌائڻ نه هو؟“

”هن جو مطلب هو ته خدا سان تعلق ۾ پادرين کي مٿاهون درجو ناهي مليل. عبادت ڪرڻ واريون لوٿري جماعتون عملي سببن جي ڪري...... مثال طور عبادت ۾ راهنمائي ڪرڻ يا پادريءَ وارا روزانو جا فرض ادا ڪرڻ لاءِ..... پادرين کي ملازم رکنديون هيون، پر لوٿر اهو ڪون مڃيندو هو ته ڪو ماڻهو ڪليسا جون رسمون ادا ڪري گناهن کان آجپو حاصل ڪري

سگهي ٿو يا خدا جي معافي حاصل ڪري سگهي ٿو. هن جو چوڻ هو ته انسان 'مفت جي' معافي رڳو ايمان جي ڪري حاصل ڪندو آهي. هو ان عقيدي تي انجيل جو مطالعو ڪرڻ کان پوءِ پهتو هو."

"ان ڪري لوٿر به نئين جاڳرتا جهڙين خصوصيتن وارو ماڻهو هو."

"ها به ۽ نه به. هن ۾ نئين جاڳرتا واري هڪ خاص وصف اها هئي ته هو فرد تي ۽ فرد جي خدا سان شخصي لاڳاپن تي زور ڏيندو هو. هن 35 سالن جي ڄمار ۾ ڪنهن استاد جي مدد کانسواءِ پاڻ ئي يوناني ٻولي سکي ۽ انجيل کي آڳاٽي يوناني ٻوليءَ مان جرمن ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪرڻ شروع ڪري ڏنو. ماڻهن جو لاطيني ٻوليءَ تي پنهنجي ٻوليءَ کي اهميت ڏيڻ به نئين جاڳرتا جي خصوصي وصف هئي. پر فتچينو يا ليونارڊو دونچي (اٽلين آرٽسٽ- موناليزا جو تخليقڪار) وانگر لوٿر انسان دوست نه هو. اراسمس آف روٽرڊيم جهڙا انسان دوست به ان جا مخالف هئا, ڇو ته اهي ماڻهو سمهندا هئا ته انسان بابت لوٿر جو نظريو ڪجهه وڌيڪ ئي ناڪاري آهي. لوٿر وڏي واڪي چيو هو ته (پهريون) گناه ڪرڻ ۽ خدا جي ڪرم کان محروم ٿيڻ بعد انسان مڪمل طور بدفطرت بڻجي چڪو آهي. هن جو عقيدو هو ته رڳو خدا جي ٻاجه سان ئي انسان جي خطا معاف ٿي سگهي ٿي ۽ انهن کي انهن عظيم گناهن کان معافي ملي سگهي ٿي. ڇو ته گناه جي مزدوري موت آهي."

"اهي ته ڏکارو ڪرڻ واريون ڳالهيون آهن."

اَلبرٽو اٿيو. هن سائو ڇڊو پنهنجي ڪوٽ جي مٿين کيسي ۾ وجهي ڇڏيو.

"ڇئن کان مٿي وقت ٿي ويو!" سوفي دٻ وچان چيو.

"انسان ذات جي تاريخ جو ايندڙ عظيم باب بيروق (Baroque) آهي. پر پياري هلدي, اهو پاڻ ٻي ڪنهن ڏينهن شروع ڪنداسين."

"ڇا چيو توهان؟" سوفي رڙڪري ڪرسيءَ تان اٿي, "توهان مون کي هلدي چيو آهي؟"

"زبان مان نڪري ويو. غلطي ٿي وئي."

"پر جڏهن زبان مان نڪري ويندو آهي, ان ۾ پوري ريت اتفاق جو دخل ناهي هوندو."

"شايد تون صحيح چئين ٿي. تون شايد اهو به اندازو لڳايو هوندو ته هلدي جي پيءُ اسان جي واتن ۾ پنهنجا لفظ وجهڻ شروع ڪري ڇڏيا آهن. منهنجو خيال آهي ته هو ان حقيقت مان ناجائز فائدو وٺڻ لڳو آهي ته اسان ٿڪجي پيا آهيون ۽ پنهنجو دفاع صحيح نموني نه ٿا ڪري سگهون."

"توهان هڪ ڀيرو چيو هو ته توهان هلدي جا پيءُ ناهيو. ڇا اهو واقعي

سچ آهي؟“
البرٽو ڪنڌ سان هائوڪار ڪئي.
”پر ڇا مان هلڊي آهيان؟“
”سوفي مان هاڻي ٿڪجي پيو آهيان... ڇا توکي ماني کائڻ لاءِ گهر ناهي وڃڻو؟“
سوفي محسوس ڪيو ته کيس زوري ٻاهر نڪرڻ لاءِ چيو پيو وڃي....
سوفي واپس ويندي شدت سان سوچي رهي هئي ته آخر هن کيس سوفي بجاءِ هلڊي ڪيئن چئي ڇڏيو؟ البرٽو سندس پٺيان ٻاهر آيو.
ٻاهر هرميز سٽل هو. اتي ٻاهر دڙامن ۾ استعمال ٿيندڙ ڪپڙا ٽنگيل هئا.
البرٽو ڪتي ڏانهن اشارو ڪندي چيو: ”هي توڏانهن ايندو ۽ توکي وٺي ايندو.“
”سبق جي مهرباني.“ سوفي چيو
سوفي پنهنجي استاد سان ڀاڪر پائي موڪلائي رواني ٿي. پٺيان البرٽو دروازو بند ڪندي چيو: ”پنهنجي جلد ٻيهر ملاقات ٿيندي، هلڊي.“
سوفي وري انهن لفظن کي ذهن ۾ گونجندي محسوس ڪيو.
ڇا هن جي زبان کي غوطو اچي ويو؟ ..... سوفي کي شديد ڪاوڙ اچي رهي هئي. هن پاڻ تي ضبط ڪيو.
جڏهن هوءَ رستي تي پهتي ته کيس ياد آيو ته هن وٽ ته ريبو به ناهي. هاڻي هوءَ گهر ڪيئن ويندي؟ ايڏو ڊگهو رستو ٻيهر پنڌ ڪرڻو پوندو؟ ڪهڙي مصيبت آهي! جيڪڏهن هوءَ ڇهين بجي تائين گهر نه پهتي ته سندس ماءُ پريشان ٿيندي ۽ مٿس ڪاوڙ به ڪندي.“
هوءَ اڃان ٻه ٽي قدم اڳتي وڌي ته کيس فوٽ پاٿ تي هڪ سڪو نظر آيو. اهو ڏهه ڪرائون جو سڪو هو ۽ بس جي ٽڪيٽ به ايتري ئي هئي.
سوفي کي بس اسٽاپ جو رستو به ملي ويو، هوءَ اتي وڃي ويٺي. هوءَ مين اسڪوائر جي بس اڏي وٽ ويهي بس جو انتظار ڪرڻ لڳي..... کيس اوچتو خيال آيو ته آخر هن جو ڀاڳ ڪيئن کليو. هن کي ان وقت ڏهه ڪرائون جو سڪو مليو، جڏهن کيس سخت ضرورت هئي؟
ڇا هلڊي جو پيءُ اتي اڇلي ويو آهي؟ هن کي اهڙين جاين تي شيون ڇڏڻ جي مهارت حاصل آهي جتي اُهي سولائي سان ملي سگهن ٿيون.
پر جيڪڏهن هو لبنان ۾ آهي، ته پوءِ هو هتي ڪيئن پهتو؟
۽ البرٽو جي زبان ڇو غوطو کاڌو؟ هڪ ڀيرو نه پر ٻه ڀيرا!
سوفي کي ڏڪڻي اچي وئي. کيس ائين لڳو ڄڻ سندس چيلهه ۾ سيءُ گهڙي ويو آهي.

# بيروق

**... هيءَ ئي تہ اُهي شيون آهن جن سان خواب اَڏيا ويندا آهن ...**

سوفي کي ڪيترن ئي ڏينهن تائين البرٽو جو ڪو بہ نياپو نہ مليو. هوءَ اڪثر اوسيئڙي ۾ باغ ڏانهن هرميز کي ڏسڻ لاءِ نهار وجهندي رهندي هئي. هن ماءُ کي ٻڌايو تہ اهو ڪتو سندس فزڪس جي استاد جو هيو ۽ اتفاق سان گهر جو رستو ڀُلجي ويو هو. هن ڪيس شمسي نظام ۽ نئين سائنس بابت، جيڪا سورهين صدي عيسويءَ ۾ وڌي ويجهي رهي هئي، گهڻو ڪجهه ٻڌايو هو.

هن جوآنا سان سڀ ڳالهيون ڪيون- رڳو هن هلدي ۽ ان جي سوني صليب بابت جيڪو خواب ڏٺو هو، اُهو پاڻ تائين رکيو.

29 مئي اڱاري ڏينهن هوءَ رڌڻي ۾ ٿانوَ ڌوئي رهي هئي. سندس ماءُ ڊرائنگ روم ۾ ٽي وي تي خبرون ٻڌي رهي هئي. جڏهن خبرن جو منڍ وارو حصو ختم ٿيو تہ هن کي ٻڌڻ ۾ آيو تہ ناروي جي يو اين (UN) بٽالين جو ڪو ميجر گولو لڳڻ سبب مري ويو آهي.

سوفي ٿانوَ ڌوئڻ وارو ڪپڙو ٽيبل تي اڇليو ۽ تکڙ ۾ ٽي وي ڏانهن ڀڄي. اڳين خبر شروع ٿيڻ کان ڪجهه گهڙيون اڳ ۾ هوءَ (يو اين) جي ان ميجر جي چهري جي هڪ جهلڪ ڏسي سگهي.

”الاڙي، نہ!“ هن جي بي اختيار رڙ نڪري وئي.

سندس ماءُ جو ڌيان ڇڪجي ويو.

”هاں جنگ آهي بہ ڀوائتي شئي!“

سوفي جا لڙڪ وهڻ لڳا.

”پر سوفي، معامرو ايڏو بہ خراب ناهي!“

”هن ان جو نالو ٻڌايو؟“

”هاں پر مون کي ياد ناهي، منهنجو خيال آهي هو گرمسٽيڊ (Grimstad) جو رهواسي هو.“

”ڇا اهو ساڳيو ناهي جنهن کي لليسنڊ ٻہ ڇئبو آهي.“
”بلڪل نہ. تون ڇريائپ واريون ڳالهيون ٿي ڪرين.“
”پر ڪو ماڻهو گرمسٽيڊ ۾ رهندڙ هجي، پر اُهو تعليم لاءِ لليسينڊ وڃي نہ سگهي ٿو.“

هن جا لڙڪ بيهجي ويا هئا. پر هائي ردعمل ظاهر ڪرڻ جو وارو سندس ماءُ جو هو. هوءَ ڪرسيءَ تان اٿي ۽ ٽي وي بند ڪري ڇڏيائين.

”سوفي، ڳالهہ ڇا آهي؟“
”ڪجهہ نہ.“

”نہ، ڇونہ، ضرور ڪجهہ آهي. تنهنجو پڪ سان ڪو دوست آهي ۽ مون کي شڪ آهي تہ اُهو تو کان عمر ۾ تمام وڏو آهي. ڇا تون لبنان ۾ ڪنهن ماڻهوءَ کي سڃاڻين ٿي؟“
”سچ پڇو تہ نہ......“
”ڇا تون ڪنهن اهڙي ماڻهوءَ سان، جيڪو لبنان ۾ رهندو هجي، ان جي پٽ سان ملندي آهين؟“
”نہ. پٽ تہ نهيو پر ڪنهن جي ڌيءَ سان بہ ملاقات ناهي ٿي.“
”ڪنهن جي ڌيءَ.“
”اهو توهان جو معامرو ناهي.“
”منهنجو خيال آهي تہ آهي.“

”بهتر ائين ٿيندو تہ سوال مان توهان کان پڇان. بابا گهر ڇو ناهي ايندو؟ ڪٿي ائين تہ ناهي جو توهان ۾ طلاق وٺڻ جو حوصلو ناهي؟ ممڪن آهي توهان جو ڪو بواءِ فرينڊ هجي ۽ توهان اهو نہ چاهينديون هجي تہ مون کي يا بابا کي ان جي خبر پئي. وغيره وغيره اهڙا ڪيئي سوال آهن جيڪي مان توهان کان پڇڻ ٿي چاهيان.“
”منهنجو خيال آهي تہ اسان کي هڪ ٻئي سان ڳالهہ ٻولهہ ڪرڻ گهرجي.“
”ڪرڻ گهرجي، پر في الحال مان ٿڪل آهيان، مان سمهڻ ٿي چاهيان. ۽ مون کي ڪپڙا اچڻ شروع ٿي ويا آهن.“

سوفي ڊوڙندي پنهنجي ڪمري ۾ آئي. هوءَ تمام گهڻو روئڻهارڪي هئي.

پر جيئن هوءَ تڙخاني مان ٿي، پنهنجي بستري ۾ ڪمبل ويڙهي ستي سندس ماءُ اچي وئي.

سوفي اکيون بند ڪري ستل رهي.... هوءَ (سندس ماءُ) پلنگ جي پير ۾ ويهي سندس وارن تي هٿ گهمائڻ لڳي.

سوفي سوچي رهي هئي تہ هڪ ئي وقت ٻن قسمن جو زندگيون گذارڻ

سان ڪيڏيون ذڪايون ۽ اوٽايون پيدا ٿين ٿيون. هن کي فلسفي جو نصاب پوري ٿيڻ واري ڏينهن جو انتظار هو.....

”مان پنهنجو جنم ڏينهن ملهائڻ چاهيان ٿي ۽ پارٽي ڪرڻ چاهيان ٿي.“ هن اوچتو چيو.

”ضرور (پارٽي) ڪرڻ گهرجي. ڪنهن ڪنهن کي گهرائيندينءِ؟“

”تمام گهڻن ماڻهن کي .... اجازت آهي؟“

”بلڪل. پنهنجي باغ ۾ وڏي جڳهه آهي. اسان کي اميد رکڻ گهرجي ته ايستائين موسم سٺي رهندي.“

”مان چاهيندس ته اها پارٽي گرميءَ جي جوين ڪان اڳ ۾ ٿئي.“

”ائين ئي ڪبو.“

”اهو اهم ڏينهن آهي.“ سوفي چيو. هوءَ رڳو پنهنجي سالگره بابت ڪون سوچي رهي هئي.

”واقعي آهي.“

”مون کي لڳي ٿو ته مان گذريل ڪجهه ڏينهن ۾ تمام گهڻي وڏي ٿي وئي آهيان.“

”اها ته تمام سٺي ڳالهه آهي. آهي نه؟“

”خبر ناهي.“

”... سوفي تون ايڏي اڪٽريل اڪٽريل ڇو ٿي نظر اچين؟“

”جڏهن توهان پندرهن سالن جو هيون، توهان جي اهڙي ڪيفيت ڪڏهن به نه ٿي هئي؟“

”شايد ٿي هجي. پر توکي خبر آهي مان توکان ڇا پڇي رهي آهيان.“

سوفي اوچتو پاسو مٽايو ۽ ماءُ سامهون اچي ويٺي. ”ڪتي جو نالو هرميز آهي.“ هن چيو.

”واقعي!“

”جنهن ماڻهوءَ جو اهو ڪتو آهي ان جو نالو البرٽو آهي.“

”سمجهيم.“

”هو پراڻي شهر ۾ رهندو آهي.“

”تون ڪتي پنيان ايڏو پري وئي هئينءَ؟“

”ان ۾ ڪو خطرو ته نه هو.“

”تو چيو هو ته ڪتو هتي اڪثر ايندو رهندو آهي.“

”مون اهو چيو هو؟“

.... هوءَ وڌ ۾ وڌ ٻڌائڻ پئي چاهي. پر هوءَ سڀ ڪجهه چئي نه پئي سگهي.

”توهان به ته گهر گهڻ هونديون آهيو.“ هن همٿ ڪري چيو.
”مان ڏاڍي رڌل رهندي آهيان.“
”البرٽو ۽ هرميز هتي ڪيئي ڀيرا آيا آهن.“
”ڇا لاءِ؟ ڇا هو ڪڏهن گهر ۾ اندر به آيا آهن؟“
”توهان هڪ وقت ۾ هڪ سوال نه ٿيون پڇي سگهو. هن ڪڏهن به گهر ۾ پير ناهي پاتو. اُهي اڪثر سير لاءِ ٻيلي ڏانهن نڪري ويندا آهن. ڇا اِها ڪا وڏي پر اسرار ڳالهه آهي؟“
”نه، بلڪل نه.“
”اُهي سير لاءِ وڃڻ مهل ٻين وانگر اسان جي گهر آڏو گذرندا آهن. هڪ ڏهاڙي مان جيئن ئي اسڪول کان گهر پهتس، مون ڪتي کي ٻچڪاريو ۽ ائين منهنجي البرٽو سان ڄاڻ سڃاڻ ٿي وئي.“
”۽ اِهو اچن سيهڙن ۽ اِهڙي قسم جي ٻين ڳالهين جو ڪهڙو چڪر آهي؟“
”اهي ڳالهيون البرٽو ڪيون هيون ۽ توهان کي ڄاڻ هجي ته هو صحيح معنيٰ ۾ فلسفي آهي. هن مون کي ڪيترن ۽ فلسفين بابت گهڻو ڪجهه ٻڌايو آهي.“
”باڙ جي پرين پاسي کان ٻيٺي.“
”هن مون ڏانهن خط به لکيا آهن. سچ اهو آهي ته ڪوڙ. ڪڏهن ڪڏهن ٽپال وسيلي به ۽ ڪڏهن ڪڏهن سير وقت هٿون هٿ پهچايا اٿائين.“
”ته اِهو آهي اُهو ’محبت نامون‘ جنهن بابت پنهنجي ڳالهه ٻولهه ٿي هئي.“
”ها، پر اهو ’محبت نامون‘ نه هو.“
”۽ هو رڳو فلسفي بابت لکندو رهيو آهي؟“
”ها، توهان تصور ڪري سگهو ٿيون! جيترو ڪجهه مون ڪائنس سکيو آهي ايترو اسڪول جي اٺن سالن ۾ به ناهي سکيو. مثال طور توهان ڪڏهن گي ۽ دانوبرونو بابت ٻڌو آهي جن کي 1600ع ۾ ڪنيي سان ٻڌي جيئرو ساڙيو ويو هو؟ يا ڇا توهان ڪڏهن نيوٽن جي ڪشش ثقل واري آفاقي قاعدي بابت ٻڌو آهي؟“
”نه، مون کي گهڻين ڳالهين جي خبر ناهي.“
”۽ مان شرط رکي سگهان ٿي ته توهان کي ايتري به ڄاڻ ناهي ته ڌرتي سج جي چوگرد ڇو ڦرندي آهي ..... ۽ اِهو توهان جو پنهنجو سيارو آهي!“
”ان جي عمر گهڻي آهي؟“
”سوچيو ناهي.... شايد پنجاهه سال.“

”پر ان جو لبنان سان ڪهڙو لاڳاپو آهي؟“

اهو ڪجھ ڏکيو سوال آهي. سوفي سوچيو ۽ هڪ ڪهاڻي گهڙي ورتائين.

”البرٽو جو پاءُ آهي. هو يواين بٽالين ۾ ميجر آهي ۽ ان جو لليسينڊ ۾ گهر آهي. شايد هوئي اُهوئي ميجر آهي جيڪو (پيلي ۾) ميجر جي جاءِ ۾ رهندو هو.“

”البرٽو- عجيب نالو آهي. آهي نه؟“

”شايد“

”اٽلين لڳي ٿو.“

”خير، ان سان ڪهڙو فرق پوي ٿو. هر اُها شئي جنهن جي ڪا اهميت آهي، يا يونان کان آئي آهي يا وري اٽليءَ کان.“

پر هو ته نارويين پولي ڳالهائيندو آهي.“

”هام چڱي ريت.“

”سوفي توکي خبر آهي مان ڇا ٿي چوڻ چاهيان؟.... منهنجو خيال آهي توکي البرٽو کي ڪنهن ڏينهن گهر گهرائڻ گهرجي. مان ڪڏهن به ڪنهن اصلي فلسفي سان ناهيان ملي.“

”سوچبو.“

”اهو به ته ٿي سگهي ٿو، ڪيس سالگره جي پارٽيءَ ۾ گهرائينس؟ جيڪڏهن به نسل پاڻ ۾ گڏجي ويهن، ڪيڏو مزو ايندو. پوءِ شايد مان به اچي وڃان. گهٽ ۾ گهٽ مهمانن جي خدمت چاڪريءَ ۾ ته هٿ ونڊائي سگهندس. سٺي تجويز ناهي؟“

”شرط اهو آهي ته هو اچڻ تي راضي ٿين. هن سان ڳالهائڻ ۾ مون کي جيڪو مزو ايندو آهي. پنهنجي ڪلاسين سان به ناهي ايندو. ڳالھ رڳو اها آهي ته.....“

”ڇا؟“

”انهن (ڇوڪرن) کي شايد پوت سوار ٿي وڃي ۽ اُهي سمجهڻ لڳن ته هو شايد منهنجو نئون بواءِ فرينڊ آهي.“

”گهٽ ۾ گهٽ مون کي ته پڌاءِ هو آهي يا نه.“

”خير- سوچبو.“

”هام پاڻ کي سوچڻو پوندو ۽ ها سوفي..... منهنجي ۽ تنهنجي پيءُ وچ ۾ ڪڏهن به لاڳاپا سٺا ناهن رهيا. پر ايترو ضرور چئي سگهان ٿي ته منهنجي زندگيءَ ۾ ڪڏهن به ڪو ٻيو مرد ناهي آيو.....“

”امان، هاڻي مان سمهان ٿي. منهنجو سڄو جسم ونجي ويو آهي.“

”اسپرين جي ٽڪي کپي؟“
”ها .... مهرباني ٿينديٰ.“
جڏهن سندس ماءُ پاڻي ۽ ٽڪي کڻي آئي سوفي سمهي چڪي هئي.
خميس ڏينهن 31 مئي تي سوفيءَ کي ٽپهريءَ جو ڪلاسن ۾ وڏي (ذهني) محنت ڪرڻ پئي. جڏهن کان هن فلسفي جو نصاب شروع ڪيو هو، هن جا اڪثر سبجيڪٽن ۾ ڪارڪردگي سٺي ٿي وئي هئي. عام طورتي به هن جي رياضي کان سواءِ گريڊ سٺا هوندا هئا. پر هاڻي ته رياضيءَ کان سواءِ سندس گريڊ وڌيڪ سٺا ٿي ويا هئا.
هن کي هڪ هڪ مضمون لکڻ لاءِ مليو هو. پوئين پيرڊ ۾ اُهو کين واپس ملي ويو هو. سوفي ”سائنس ۽ ٽيڪنالاجي“ جي موضوع تي لکيو. سوفي مضمون ۾ نئين جاگرتا ۽ سائنسي واڌ، فطرت بابت نوان نظريا ۽ فرانس بيڪن تي، جنهن چيو هو ته علم قوت آهي، صفحن جا صفحا ڀري ڇڏيا هئا. هن ان ڳالهه جي نشاندهي ڪرڻ تي خاص ڌيان ڏنو ۽ احتياط کان ڪم ورتو ته تجربي (empirical) طريقيڪار صنعياتي (Technological) ايجادن کان اڳ ۾ وجود ۾ آيو هو. ٽيڪنالاجي بابت هن جيڪو ڪجهه سوچيو ۽ لکيو هو، ان ۾ اُهي ڳالهيون به شامل هيون جيڪي معاشري لاءِ سٺيون ناهن. هن پنهنجي مضمون جي پڇاڙي هن لفظن سان ڪئي ته هر اُهو ڪم جيڪو ماڻهو ڪندا آهن، سٺن ۽ خراب ٻنهي مقصدن لاءِ استعمال ڪري سگهبو آهي. سٺائي ۽ برائي اچي ۽ ڪاري ڌاڳي وانگر هونديون آهن جيڪي هڪ ئي ڌاڳي ۾ پرويل هونديون آهن. ڪڏهن ڪڏهن اُهي پاڻ ۾ ائين گنجرجي وينديون آهن جو انهن کي هڪ ٻئي کان الڳ الڳ ڪرڻ ناممڪن ٿي ويندو آهي.
جڏهن استاد ڪاپيون واپس ڪري رهيو هو، هن سوفي ڏانهن ڏٺو ۽ اک سان اشارو ڪيو.
هن کي اي گريڊ مليو ۽ ان سان گڏ اهو تبصرو به: ”تو اهو سڀ ڪجهه ڪٿان سکيو آهي؟“ جڏهن هو (استاد) اتي بيٺو هو ته سوفي پين سان ڪاپي جي حاشيي تي لکيو: مان فلسفو پڙهي رهي آهيان.
جڏهن هوءَ ڪاپي بند ڪري رهي هئي ته ان مان ڪا شئي هيٺ ڪري، اهو لبنان جو پوسٽ ڪارڊ هو.

پياري هلدي، جڏهن تون هي خط پڙهندينءَ، هتي جيڪو ذڪائتو موت ٿيو آهي، پاڻ اڳ ئي ان بابت فون تي ڳالهائي چڪا هونداسين. ڪڏهن ڪڏهن مان پاڻ کان سوال ڪندو آهيان: جيڪڏهن ماڻهن کي سٺي نموني سوچڻ ايندو آهي، ڇا جنگ کان بچي سگهجي ٿو؟ تشدد جو شايد بهتر علاج اهو آهي ته ماڻهن

ڪي فلسفي جو نئين نصاب پڙهايو وڃي. ڇا اهو چڱو نہ ٿيندو تہ
گڏيل قومن جي اداري جي نگراني هيٺ ”فلسفي جو نئون ڪتاب،
تيار ڪيو وڃي ۽ دنيا جي سمورن نون شهرين کي انهن جي ٻي
ٻوليءَ ۾ نسخو ڏنو وڃي؟ مان پنهنجي اِها تجويز يواين جي
سيڪريٽري جنرل کي ڏيندس.

تو فون تي ٻڌايو تہ تون شين کي سليقي سان سنڀارڻ لڳي
آهين. مان ڏاڍو خوش آهيان ڇو تہ مون توکان وڌيڪ بدسليقي
واري ڇوڪري ڪٿي ناهي ڏٺي. تو اهو بہ ٻڌايو تہ پنهنجي
پوئين ڳالهہ کان پوءِ تو جيڪا اڪيلي شَئي وڃائي آهي، اُهو ڏهہ
ڪرائون جو هڪ سڪو هو. مان ان سلسلي ۾ تنهنجي مدد
ڪندس. جيتوڻيڪ مان ڏور آهيان، پر وطن ۾ منهنجو هڪ
مددگار آهي. (جيڪڏهن اهو سڪو مون کي ڪٿي ملي ويو، مان
ان کي تنهنجي سالگرهہ جي تحفي لاءِ رکندس.) بابا پاران پيار
جنهن کي محسوس ٿي پيو تہ هو وطن واپس ٿيڻ جي ڊگهي سفر
لاءِ اڳ ۾ ئي روانو ٿي چڪو آهي.

سوفي اجان ڪارڊ پڙهيو مس هو تہ آخري گهنٽي وڄي وئي. هڪ ڀيرو
ٻيهر هن جي خيال ۾ هلچل پيدا ٿي پئي.

جوآنا راند جي ميدان ۾ هن جو اوسيئڙو ڪري رهي هئي. گهر واپس
ويندي هن جوآنا کي ڪارڊ ڏيکاريو.

”ان تي ڪهڙي تاريخ آهي؟“ جوآنا پڇيو.

”شايد 15 جون ......“

”نہ، هي ڏس هتي 30/5/90 لکيل آهي.“

”اها تہ ڪالهہ جي تاريخ آهي. لبنان ۾ ميجر جي مرڻ کان اڳين ڏينهن
جي.“

”مون کي يقين نہ ٿو اچي تہ لبنان کان پوسٽ ٿيل ڪارڊ هڪ ڏينهن ۾
ناروي پهچي سگهي ٿو.“

”خاص طور تي جڏهن معمول جي ابتڙ ان ڏس پتي تي موڪلجي...
هلڊي مولرڪينگ معرفت سوفي امنڊيس فوروليا جونيئر هاءِ اسڪول... کي
سامهون رکيو وڃي...“

”تنهنجي خيال ۾ اهو ٽپال وسيلي آيو هوندو؟ ۽ استاد تڪڙ ۾ تنهنجي
ڪاپي ۾ وجهي ڇڏيو؟“

”مون کي تہ اهو بہ نٿو سجهي تہ مون کي ڪانئس پڇڻ جو حوصلو بہ آهي
يا نہ“

ان کان پوءِ پوسٽ ڪارڊ بابت ڪا به ڳالهه ٻولهه نه ٿي.

”مان گرمي جي وچ ڪان هڪ ڏينهن اڳ باغ ۾ پارٽي ڪيان پئي.“ سوفي چيو.

”ڇوڪرن کي گهرائيندينءِ؟“

سوفي کلها اچا ڪندي چيو، ”اسان کي ڇرين کي گهرائڻ جي ضرورت ناهي.“

”پر تون جيريمي کي ته گهرائيندينءَ؟“

”جيڪڏهن تون چاهين ته. ها اهو به پڌاءِ ٿي ڇڏيانءِ ته شايد البرٽو ڪنوڪس کي به دعوت موڪليان.“

”چري ٿي آهين!“

”مون کي خبر آهي.“

هن جي ڳالهه اتي پهتي ته سپرمارڪيٽ اچي وئي جتان رستا الڳ الڳ ٿي ويا.

گهر پهچڻ بعد هن هرميز کي ڏٺو جيڪو باغ ۾ صوف جي وڻ هيٺان نوس نوس ڪري رهيو هو.

”هرميز!“

ڪتو هڪ سيڪنڊ لاءِ ساڪت بيٺو رهيو. سوفي کي صحيح صحيح ڄاڻ هئي ته ان هڪ سيڪنڊ دوران ڇا ڇا ٿيئي ٿو. ڪتو هن جو سڏ ٻڌي چڪو، آواز سڃاڻائين ۽ اهو ڏسڻ جو فيصلو ڪري چڪو هو ته ڇا هوءَ (سوفي) اتي موجود آهي. جڏهن هو ان جي خبر ڪري چڪو، هو هن ڏانهن ڊوڙڻ لڳو. آخر ۾ هن جي ڇئني ڄنگهن مان اهڙي قسم جي ڌمڪ ٻڌڻ ۾ آئي جيئن ڍهل تي ڏاڪي پوڻ سان ايندي آهي.

هڪ سيڪنڊ ۾ جيڪو ڪجهه ٿيو، اهو واقعي گهڻو ڪجهه هو.

هن جانورن .... لاءِ ڪاڏو رکيو.... ماءُ لاءِ ڇني لکيائين ته هوءَ هرميز کي گهر پهچائڻ وڃي رهي آهي ۽ ستين وڳي تائين گهر واپس اچي ويندي.

هن پيري ويندي سوفي پيسا ڪڍڻ نه وساريا. هوءَ سوچڻ لڳي ڪتي سان گڏ بس ۾ وڃي يا نه. هن سوچيو ان معامري ۾ البرٽو کان پڇبو.

جڏهن هو (ڪتو) اڳيان اڳيان وڃي رهيو هو، سوفي سوچيو جانور اصل ۾ آهي ڇا.

ڪتي ۽ ماڻهو وچ ۾ فرق ڪهڙو آهي؟ هن کي ارسطو جا لفظ ياد اچي ويا. هن چيو هو انسان ۽ حيوان ٻئي فطري جاندار آهن، ٻنهي ۾ ڪوڙ ساريون هڪ جهڙيون خصلتون آهن. پر انسان ۽ حيوان ۾ هڪ فرق ڇٽو آهي ته انسان حيوان جي ابتڙ دليل ڏئي سگهندو آهي.

هن اها ڳالھ ايڏي پڪ سان ڪيئن چئي؟

جڏهن ته ڊيموڪريتوس جو چوڻ هو ته انسان ۽ حيوان ٻئي ذري گهٽ هڪ ٻئي سان مشابهت رکندڙ آهن. جو ته ٻنهيءَ جي بناوت ايٽمن سان ٿي آهي. هو سمجهندو هو ته انسان ۽ حيوان ۾ ڪوبه غيرفاني روح ناهي هوندو. سندس خيال موجب روح (Souls) ايٽمن مان ٺهندا آهن جيڪي ماڻهوءَ جي مرڻ بعد هيڏانهن هوڏانهن وکري ويندا آهن. هو ٻي اُهو ماڻهو هو جيڪو چوندو هو ته انسان جو روح ان جي دماغ سان گڏ ڳنڍيل هوندو آهي.

پر روح ايٽمن مان ڪيئن ٺهي سگهي ٿو؟ روح ڪا اهڙي شئي به ناهي جنهن کي جسم جي ٻين انگن جيان ڇهي سگهجي. اها ته ڪا 'روحاني' (Spiritual) يا 'غير مادي' شئي آهي.

اُهي مين اسڪوائر پوئتي ڇڏي آيا ۽ هاڻي پراڻي شهر ۾ پهچڻ وارا هئا. جڏهن سوفي ان فوٽ پاٿ تي پير رکيو جتان ڪيس ڏهه ڪرائون جو سڪو مليو هو،اتي هڪ پوسٽ ڪارڊ پيل هو، پوسٽ ڪارڊجي جنهن پاسي تصوير هئي، اُهي مٿي هيو. تصوير ۾ ڪو باغ ڏيکاريل هو جنهن ۾ پام ۽ مالٽن جا وڻ هئا.

سوفي نوڙي پوسٽ ڪارڊ کنيو. هرميز ائين گرڪيو چڻ ڪيس سوفي جو ڪارڊ کڻڻ نه وڻيو.

ڪارڊ تي لکيل هو:

> پياري هلڊي، زندگي هڪ ئي وقت اتفاق سان پيش ايندڙ واقعن جي ڊگهو زنجير آهي. اهو ڪو ناممڪن امر ناهي ته تو جيڪو سڪو وڃايو هو اُهو توقع جي ابتڙ هتي اچي پهتو آهي. ممڪن آهي اهو لليسينڊ جي ڪنهن پوڙهيءَ کي هٿ آيو هجي جيڪا ڪرسچين سنڊ وڃڻ واري ڪنهن بس جو اوسيئڙو ڪندي هجي. ڪرسچين سنڊ کان هوءَ پنهنجن پٽن ۽ پوٽين سان ملڻ لاءِ ڪنهن بس ۾ ويٺي هجي ۽ ڪيترن ئي ڪلاڪن جي مسافريءَ کان پوءِ ان کان هي سڪو هتي نيواسڪوائر ۾ گم ٿي ويو هجي. پوءِ اهو ممڪن آهي ته ان ڏينهن ڪنهن ڇوڪري کنيو هجي جنهن کي بس وسيلي گهر پهچڻو هجي. ۽ ان کي ان جي ضرورت به هجي. هلڊي ڪو به ڪجھ نه ٿو چئي سگهي ته اصل ۾ ٿيو ڇا هو. پر جيڪڏهن صحيح صورتحال اهائي هئي ته پوءِ ماڻهوءَ کي پڇڻ گهرجي ته ڇا هر شئي پٺيان الله جي مرضي نه ناهي؟ بابا طرفان پيار. جنهن کي محسوس پيو ٿئي ته ان جو جسم نه سهي پر

روح وطن لليسيندبِ ۾ آهي. بس، مان چئي چڪو آهيان ته مان
ڏهه ڪرائون جو سڪو ڳولڻ ۾ توسان سهڪار ڪندس.

پوسٽ ڪارڊ جي جنهن پاسي ڏس لکيل هو، ان تي لکيل هو: ”هلدي مولرڪنيگ معرفت اتفاقي پهچندڙ واٽهڙي ....“ ڪارڊ تي 90_ 6_ 15 تاريخ جي مهر هئي.

سوفي هرميز پنيان ڏاڪڻون چڙهڻ لڳي، البرٽو جيئن ئي دروازو کوليو. هن چيو: ”منهنجي رستي کان هٽي وڃو. ننڍڙي اچي ويو آهي.“

هوءَ ڏوڙيائي انداز ۾ اندر داخل ٿي. البرٽو هڪ طرف هٽي ويو.

”ڏيءَ ڇا ميجر ڪو وڌيڪ وزيٽنگ ڪارڊ موڪليو آهي؟“

سوفي ڏانهس نهاريو ۽ هن ڏٺو ته هن پيري ڪيس ڪنهن ٻي دؤر جا ڪپڙا پاتل هئا. هن جي مٿي تي گهنجڙيءَ وارن واري وگ پاتل هئي ۽ جسم تي ڍلو سوٽ پاتل هئس.... هن جي ڳچيءَ ۾ ريشمي اسڪارف هو ۽ هن کي سوٽ مٿان بنا ٻانهن وارو جبو پاتل هو. جنهن جي ڳچي بند هئي. هن کي پيرن ۾ ڊگها اڇا جراب پاتل هئا ۽ چمڙي جي ڦندڙن وارا پيٽنٽ شو پاتل هئا. هن جو لباس ڏسي سوفي کي لوئي چوڏهين جي دربار جون تصويرون ياد اچي ويون جيڪي هن ڪڏهن ڏٺيون هيون.

”مسخرا!“ هن چيو ۽ ڪارڊ ڏنائينس.

”هون! .... ته توکي ڏهه ڪرائون اتي ئي مليا هئا جتي هن بعد ۾ ڪارڊ رکي ڇڏيو هو.“

”بلڪل.“

”اهو ماٺهو ڏينهون ڏينهن گستاخ ٿيندو پيو وڃي. پر ممڪن آهي ان ۾ ڪو ڀاڱ وارو پاسو نڪري اچي.“

”ڇو؟“

”ان سان هن کي ڳولي سگهبو. پر هن جو هي داءُ نماءُ آهي ۽ بدذوقي پڻ. هن مان ڪني پرفيوم جي بوءِ ٿي اچي.“

”پرفيوم؟“

”ڪني پرفيوم ڏسڻ ۾ نازڪ نظر ايندي آهي پر اصل ۾ هوندي نقلي آهي. تو ڏٺو نه ته هو جنهن بيڪار طريقي سان اسان جي نگراني ڪري رهيو آهي، هن ان جي پيٽ الله جي مرضي سان ڪئي آهي؟“

هن ڪارڊ ٿورو مٿي ڪيو ۽ پوءِ هن ان کي ٽڪڙا ٽڪڙا ڪري ڇڏيو...

”اچ اندر هلون. وقت ڇا ٿيو آهي؟“

”چار ٿي چڪا آهن.“

”اڄ پاڻ سترهين صديءَ بابت ڳالهائينداسين.“

هو ڊرائننگ روم ۾ آيا، هاڻي اتي بلڪل ٻيون شيون پيل هيون، پهريون واريون ڪٿجي چڪيون هيون.

ڪافي جي ميز تي هڪ ننڍڙي دٻڙي پيل هئي ان جو ڳاٽينو قيمتي شين ۾ ڪري پيو سگهجي ۽ ان ۾ عينڪن جا مختلف شيشا (Lenses) هئا. دٻي جي ويجهو هڪ ڪليل ڪتاب رکيل هو جيڪو تمام گهڻو پراڻو پيو ڏسجي.

”هي ڇا آهي؟“

”اهو ڊيڪارٽ (Descartes) جي فلسفياڻي مضمونن جي ڪتاب جو پهريون ڇاپو آهي. هي 1637ع ۾خوبصورت نموني ڇاپيو ويو. هن ۾ ان جو مشهور مقالو ”طريقڪار تي ڳالهه ٻولهه“ (Discourse on Method) پهريون ڀيرو شايع ٿيو. هي ڪتاب منهنجي خاص ڪتابن مان آهي.....“

”۽ هي دٻي؟“

”هن ۾ .... ڏسڻ جي شيشن جو ذخيرو آهي. اهڙي قسم جا لينسز شيشا رڳو مون وٽ آهن ٻيو ڪنهن وٽ به نه. انهن کي ڊچ (Ditch) فلسفي اسپينوزا سترهين صدي عيسوي ۾ صاف ڪيو هو. اِهي انتهائي قيمتي هئا ۽ اڄ به منهنجي امله شين ۾ ڳڻيا آهن.“

”جيڪڏهن مون کي خبر پئجي وڃي ته اسپينوزا ۽ ڊيڪارٽ ڪير هئا، پوءِ شايد مان اندازو لڳائي سگهان ٿي تہ اِهي شيون ڪيتريون قيمتي آهن.“

”پر اگ ۾ اِهو ڄاڻ گهرجي ته اهي ڪهڙي زماني جا هئا جنهن ۾ هو رهندا هئا. ويهه.“

ٻنهيءَ جي وچ ۾ ڪافي واري ميز هئي جنهن تي اُها دٻي ۽ ڪتاب رکيل هئا. البرٽو وگ لاهي لڪڻ واري ٽيبل تي رکي.

”اسان سترهين صديءَ جي دؤر... جنهن کي عام طور تي اسان بيروق جو زمانو چوندا آهيون... بابت ڳالهه ٻولهه ڪنداسين.“

”بيروق دؤر؟ ڪيڏو عجيب نالو آهي!“

”لفظ بيروق (Baroque)جنهن لفظ مان نڪتو آهي، ان کي پهريون بي قاعده شڪل جي موتي (Pearl) کي بيان ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيو ويندو هو. بي قاعدگي بيروق آرٽ جي خاص وصف آهي. نئين ڄاڳرتا جو آرٽ ان جي ڀيٽ ۾ سمجهه ۾ ايندڙ ۽ سولو هو ۽ ان ۾ ترتيب ان جي خاص خوبي هئي. ان جي ڀيٽ ۾ بيروق آرٽ تقابلي يا (Contrastive forms) تي ٻڌل هوندو هو. مجموعي طور سترهين صدي عيسويءَ جي مک وصف اهڙن تضادن (Contrasts) جي وچ ۾ ڇڪتاڻ آهي جن کي هڪ ٻئي سان گڏائڻ ڏکيو ڪم هو. هڪ طرف ته نئين ڄاڳرتا جو روشن پاسو هو... ٻي پاسي اِهڙن ماڻهن جي به کوٽ

نہ هئي جيڪي رهبانيت ۽ نفس ڪشيءَ جي پردي ۾ دنيا جي سمورين نعمتن کي پنهنجي لاءِ حرام قرار ڏئي ٻي انتها تي هليا ويندا هئا. پر آرٽ ۽ حقيقي زندگيءَ ۾ ٻہ ڏسڻ ۾... نمائشي شڪليون ملنديون آهن، جڏهن تہ انهيءَ زماني ۾ هڪ اهڙي خانقاهي تحريڪ پر ڪڍيا جنهن دنيا کان بلڪل ئي منهن موڙي ڇڏيو."

"ٻين لفظن ۾ آسمان کي ڇهندڙ محل ۽ ڏورانهين هنڌن واريون خانقاهون (درگاهون) بہ."

"ها تون اِهو چئي سگهين ٿي. بيروق دؤر جي عام چوٽي لاطيني ترڪيب "carpe diem" 'ڏينهن کي پنهنجي قبضي ۾ آڻيو'... هئي.... آرٽ ۾ تصوير اِهڙي نـاهي ويندي هئي تہ هڪ طرف عيش پـريل زندگي ڏيکاري ويندي هئي ۽ ٻي طرف ان جي ڪنڊ ۾ ننڍڙي کوپڙيءَ جي بہ شڪل نـاهي ويندي هئي.

ڪيترن ئي حوالن سان بيروق دؤر جي خاص خصوصيت خود نماءُ هيو. پر ان سان گڏ اڻ ڳڻين ماڻهن کي سڪي جي ٻي پاسي جي بہ ڳڻتي رهندي هئي، انهن کي شين جي بي ثبات فطرت کان ذاتي ڳڻتي رهندي هئي. يعني انهن کي خبر هئي تہ اسان جي چؤگرد جيڪا سونهن سوپيا آهي، اُها ڪجهہ ڏينهن لاءِ آهي ۽ هڪ ڏينهن ختم ٿي ويندي."

"اهو بلڪل صحيح آهي. ڪيڏي افسوس جي ڳالهہ آهي تہ ڪنهن بہ شئي کي ثبات (هميشہ هجڻ) حاصل ناهي."

"تون بہ ائين پئي سوچين جيئن سترهين صديءَ جا ماڻهو سوچيندا هئا. بيروق دؤر هڪ لحاظ کان سياسي وٽ ونـان جو بہ زمانو هو. يورپ کي جنگين تباهہ ڪري ڇڏيو هو. خطرناڪ ٽيهن سالن جي جنگ هئي جيڪا 1618ع کان 1648ع تائين هلي. اصل ۾ اِها لڙائي نہ هئي، پر جنگين جو سلسلو هيو، جنهن خاص ڪري جرمنيءَ کي پورو ڪري ڇڏيو. ان ٽيهہ سالن واري جنگ جو خاص نتيجو اهو نڪتو جو فرانس يورپ جي وڏي طاقت بڻجي ويو."

"اهي لڙايون ڇو ٿيون؟"

"گهٽي ڀاڱي اِهي لڙايون پروٽسٽنٽن ۽ ڪيٿولڪن وچ ۾ هيون. پرانهن جو هڪ پاسو سياسي سگهہ حاصل ڪرڻ وارو بہ هو."

"ٿورو گهڻو وڌ لبنان وانگر."

"لڙائين کان سواءِ سترهين صدي عيسوي عظيم طبقاتي اختلافن جو پڻ دؤر هيو. مون کي پڪ آهي تہ تون ورسائي دربار ۽ فرانسيسي اميرن بابت ڪجهہ نہ ڪجهہ ضرور ٻڌو هوندو. پر مون کي اِها خبر ناهي تو تہ فرانسيسي غربت بابت ڪجهہ ٻڌو يا پڙهيو آهي يا نہ.... اڪثر چيو ويو آهي تہ بيروق

دؤر جي سياسي صورتحال ان جي آرٽ ۽ اڏاوتي فن کان مختلف ڪون هئي. بيروق دؤر جي مک وصف انهن جي سونهن سوڀيا ۽ سهڻو ڏيکاءُ هئي. ان سان ملندڙ سياسي صورتحال جي وصف سازشون.... وڏن ماڻهن جا قتل هئي."

"ڇا سوئيڊن جي هڪ بادشاهه کي ناٽڪ منڊليءَ ۾ قتل ڪون ڪيو ويو هو؟"

"تون گستاف ٽين (GustavIII) بابت سوچي رهي آهين. مان جيڪو ڪجھ ڳالهايان پيو اهو ان جو بهتر مثال آهي. گستاف ٽين جو قتل 1792ع کان اڳ نه ٿيو هو پر حالتون بلڪل بيروق دؤر جهڙيون هيون..... اسان چئي سگهون ٿا ته سوئيڊن ۾ بيروق دؤر جو خاتمو گستاف ٽين جي قتل سان گڏ ٿيو. هن جي دؤر ۾ 'روشن خيال پنهنجي مرضيءَ' واري حڪومت هئي. گستاف ٽيون به پنهنجي مرضيءَ جو ماريل هو ۽ فرانسيسي دربار جي طريقن تي ساهه ڏيندو هو. هن کي ناٽڪ منڊل وڻندو هو....."

"...... ۽ ان ئي شئي هن کي ٻوڙيو."

"پر بيروق دؤر جو ناٽڪ آرٽ فارم کان وڌ هيو. ان کي دؤر جي علامت طور استعمال ڪيو ويندو آهي."

"ڪهڙي شئي جي علامت؟"

"سوفي، زندگيءَ جي. مون کي خبرناهي ته سترهين صديءَ ۾ اهو ڪيترا ڀيرا چيو ويو ته 'زندگي ناٽڪ (ڊرامو) آهي.' بهرحال اهو اڪثر چيو ويندو هو. بيروق دؤر جديد ٿيٽر کي.... جنم ڏنو. ٿيٽر ۾ هڪ قسم جو سراب پيدا ڪيو ويندو هو..... ان جو آخري مقصد اهو ڏيکارڻ هوندو هو ته ناٽڪ رڳو سراب آهي ائين ٿيٽر انساني زندگيءَ پسائيندڙ بڻجي ويو...."

"شيڪسپيئر به بيروق دؤر ۾ رهندو هو؟"

"هن پنهنجا عظيم ڊراما 1600ع جي لڳ ڀڳ لکيا. ان ڪري هن جو هڪ پير نئين جاڳرتا جي دؤر ۾ ۽ ٻيو بيروق زماني ۾ آهي. 'زندگي ٿيئٽر آهي،' شيڪسپيئر جي ڊرامن ۾ ڪوڙ ڀيرا چيل آهي. ان جون ڪجھ سٽون ٻڌندينءَ؟"

"ها."

"As you like it" ۾ هو چئي ٿو:

All the world's stage,
And all the men and women merly players:
They have their exit and their entrances;
And one man in his time plays many parts.

(سموري دنيا اسٽيج آهي،

۽ سمورا مرد ۽ عورتون رڳو اداڪار:
اسٽيج تان ڪڏهن هليا وڃن ٿا ۽ ڪڏهن پير رکن ٿا؛
۽ هر ماڻهو پنهنجي وقت ۾ ڪيئي پارٽ ادا ڪندو آهي.)
۽ ”ميڪبٿ“ ۾ هو چئي ٿو:

Life's but a walking shadow, a poor player
That struts and fret hi shour upon the stage,
And then is heard no more; it is a tale,
Told by an idoit, Full of sound and Fury,
Signifying nothing.

(زندگي بس هڪ هلندڙ ڦرندڙ پاڇو آهي، هڪ غريب اداڪار
جيڪو هڪ ڪلاڪ لاءِ اسٽيج تي ٽڙندو ڦاٽڙندو رهي ٿو،
۽ ان کان پوءِ ان جو آواز وري ٻڌڻ ۾ نه ٿو اچي؛
اها هڪ آکاڻي آهي
جيڪا ڪنهن ڀوڪ بيان ڪئي، لڙ ۽ ڪاوڙ سان ڀريل،
جنهن جو مطلب ڪوبه ناهي.)

”الا، ڪيڏيون مايوسي واريون ڳالهيون آهن!“

”هو اڪثر سوچيندو رهندو هو ته زندگي ڪيڏي مختصر آهي. تو شيڪسپيئر جي مشهور سٽ ته ٻڌي هوندي؟

that is the question."_" To be or not be

(هجڻ يا نه هجڻ_ اهو ئي ته مسئلو آهي.)

”ها، اهو هيملٽ ادا ڪيو هو. هڪ ڏينهن اسان ڌرتي تي گهمندا رهندا آهيون..... اڳين ڏينهن اسان مري چڪا يا هتان وڃي چڪا هوندا آهيون.“

”مهرباني مون کي نڪتو سمجهه ۾ اچي ويو آهي.“

”جڏهن بيروق دؤر جا شاعر زندگيءَ جي ڀيٽ اسٽيج سان ڪون ڪندا هئا، اُهي ان جي ڀيٽ خوابن سان ڪندا هئا. مثال شيڪسپيئر چئي ٿو: اسان ته اُهي شيون آهيون جن مان خواب اڏيا ويندا آهن ۽ اسان جي مختصر زندگي جو انت ننڊ تي ٿيندو آهي....“

”اها ته وڏي شاعرانه ڳالهه آهي.“

”هسپانيه جي ڊراما نويس ڪالڊيران دلابارڪا (Calderon de labarca)، جيڪو 1600ع ۾ پيدا ٿيو هو، هڪ ڊرامو ’زندگي خواب آهي.‘ (Life is Dream) لکيو هو. ان ۾ هو چئي ٿو: ’زندگي ڇا آهي؟ جنون. زندگي ڇا آهي؟ سراب، پاڇو، ڪهاڻي ۽ وڏي ۾ وڏي چڱائي پوري ناهي هوندي ڇو ته زندگي خواب آهي....“

”شايد هو صحيح چوندو هجي. اسان اسڪول ۾ هڪ ڊرامو پڙهيو هيو. ان جو نالو 'Jepp on the mount' هو.“

”هام لڊوگ هول برگ جو. هو اسڪينڊي نيويا جي وڏن ماڻهن مان هو. بيروق دؤر جهڙي نموني روشن خيال دؤر ۾ تبديل ٿيو، ان جو ان لکڻين مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو.“

”جيپ (Jepp) وينـي وينـي کڏ ۾ سمهي پئي ٿو..... ۽ جڏهن هن جي اک کلندي آهي، هو بيرن (نواب) جي پلنگ تي ستل هوندو آهي. هو سوچيندو آهي ته هو پاڻ کي هاري سمجهندو هيو، اهو رڳو خواب هوندو. ۽ جڏهن هن کي ٻيهر ننڊ اچي ٿي، بيرن جا نوڪر هن کي ٻيهر کڏ ۾ پهچائي ٿا ڇڏين. هن ٻيري جڏهن سندس اک کلندي آهي، هو سوچڻ لڳندو آهي ته هن بيرن جي پلنگ تي سمهڻ جو رڳو خواب ڏٺو هوندو.“

”هول برگ اهو موضوع ڪالدران کان ۽ ڪالدران عربي قصن جي پراڻي ڪتاب 'الف ليلا ۽ ليلا مان کنيو هو. زندگيءَ کي خواب سان تشبيه ڏيڻ هڪ اهڙو موضوع آهي جنهن تي ان کان اڳ ۾ به چڱجي چڪو هو ۽ ان معامري ۾ ننڊيو کنڊ ۽ چين به ڪنهن کان گهٽ ڪون هئا. مثال طور پراڻي زماني جي مشهور عالم ۽ عارف چوانگ تسو چيو هو: هڪ ڀيرو مون خواب ڏٺو ته مان پوپٽ آهيان ۽ هاڻي مون کي خبرناهي ته چوانگ تسو آهيان جنهن خواب ڏٺو هيو ته هو پوپٽ آهي يا اهو ته پوپٽ مان آهيان جيڪو خواب ڏسي رهيو آهي ته هو چوانگ تسو آهي.“

”خير، ٻنهي مان ڪنهن به هڪ ڳالهه کي ثابت ڪرڻ ناممڪن هو.“

”هتي ناروي ۾ اسان جو صحيح معنيٰ ۾ هڪ بيروق شاعر هو ان جو نالو پيٽر داس (Petter Dass) (1647ع۔ 1707ع) هو. هڪ پاسي هن کي اها ڳڻتي هوندي هئي ته ڪنهن به نموني زندگيءَ کي جيڪا هتي ۽ هاڻي آهي، بيان ڪري ۽ ٻي پاسي هن جو زور ان ڳالهه تي هوندو هو ته رڳو خدا 'لافاني' (Eternal) ۽ 'قائم' (Constant) آهي.“

” 'خدا خدا ئي رهندو، پل ڌرتيءَ جو چپو چپو ويران ٿي وڃي: خدا خدا ئي رهندو، پل هر ماڻهو مري وڃي.' “

”انهن ماڻهن (بيروق دؤر جي) جو فلسفو ڪهڙو هو؟“

”انهن ماڻهن جي فلسفي جي چٽي خصوصيت به هڪ ٻئي سان متضاد فڪري طريقن وچ ۾ زبردست ڇڪتاڻ آهي. جيئن مان اڳ ۾ ئي چئي چڪو آهيان ته ڪجهه فلسفين جو ايمان هو ته جيڪو ڪجهه موجود آهي، اُهو فطرت جي اعتبار کان روحاني آهي. ان خيال کي عينيت (Idealism) چيو ويندو آهي. ان جي منڊ واري نظريئي يا خيال کي ماديت (Materialism) جو نالو ڏنو

ويندو آهي. جنهن جو مطلب اِهو فلسفو آهي تہ سڀ حقيقي شيون نهري ماپڻ (concert material substances) مان نـهنديون آهن. سترهين صدي عيسوي ۾ بہ ماديت جا ڪوڙ حمايتي هئا. انهن ۾ اثر وارو انگريز فلسفي ٿامس هوبز هو..."

"معنيٰ تہ ديموڪريٽوس جيڪو ٻـہ هزار سال اڳ چيو هيو، هُو ان سان متفق هيو؟"

"عينيت (Idealism) ۽ ماديت (Materialism) اهڙا موضوع آهن، جيڪي فلسفي جي تاريخ ۾ سدائين موجود رهيا آهن. پر انهنَ موضوعن جو ذڪر ايڏي چٽـي نموني اڳ ۾ ڪون ٿـيو هو جيترو بيروق دؤر ۾ ٿـيو. ماديت کي مستقل نئين سائنسن مان غذا ملندي رهي. نيوٽـن ثـابت ڪري چڪو هو تہ چرپر جا ساڳيا قانون سموري ڪائنات تي لاڳو ٿـيندا آهن ۽ اِهو پڻ تہ فطرت جي دنيا جي... توڙي ان جو واسطو ڌرتي سان هجي يا خلا سان .... تبديلن جي وضاحت جسمن جي آفاقي ڪشش ثـقل ۽ چرپر (جي قانونن جي مدد سان) ڪري سگهجي ٿـي."

"هر شئي تي هڪ جهڙا قانون..... يا هڪ جهڙي ميڪانيت (mechanisms) حاوي آهن. اصولي طور تي سـِني قدرتي تبديلن کي رياضياتي صحت سان ماپڻ ممڪـن آهي. ۽ ائين نيوٽـن ان شئي کي جنهن کي اسان عالم جو ميڪانڪي نظريو (Mechanistic world view) چوندا آهيون، مڪمل ڪري ڇڏيو."

"ڇا هو دنيا کي ڪا وڏي مشين تصور ڪندو هو؟"

"هو واقعي ائين سمجهندو هيو. لفظ مڪينڪ (mechanic) يوناني لفظ 'mechane' مان ورتل آهي، جنهن جو مطلب مشين (Machine) آهي. اها ڳالهہ ڌيان جوڳي آهي تہ نہ هوبز کي ۽ نئي نيوٽـن کي دنيا جي ميڪانڪي نظريئي ۽ خدا تي ايمان جي وچ ۾ ڪوبہ تضاد نظر ايندو هو. پر 18هين ۽ 19هين صديءَ جي سمورن ماديت پرستن جي باري ۾ اها ڳالهہ نہ ٿـي ڪري سگهجي. فرانسيسي ويڄ ۽ فلسفي لا متيغي (La Mettrie) ارڙهن صدي عيسويءَ ۾ هڪ ڪتاب "L" home machine" لکيو. جنهن جو مطلب 'انسان ـــ مشين آهي' هيو. هن جو چوڻ هو تہ جيئن ٽنگهہ جي هلڻ لاءِ عضوا هوندا آهن، ساڳي ريت سوچڻ لاءِ دماغ جا 'عضوا' هوندا آهن. بعد ۾ فرانس جي رياضي دان لاپلاس هڪ انتها پسندانو ميڪانڪي نظريو پيش ڪيو. هن چيو هو: 'جيڪڏهن ڪنهن مقرر وقت تي ذهانت کي مادي جي سمورن ذرڙن جي پوزيشن جي خبر پئجي وڃي ها، ڪابہ شئي اڻ ڄاتل نہ رهي ها ۽ آئيندو ۽ ماضي ٻـئي کليل ڪتاب وانگر ان جي آڏو هجن ها.' هتي جيڪو خيال پيش ڪيو ويو آهي، ان جو مطلب اِهو آهي تہ جيڪو ڪجهہ بہ ٿـيندو آهي اُهو پهريون کان ئي مقدر

هوندو آهي. ستارن ۾ لکيو ويو آهي، ڪجھ نہ ڪجھ ٿيندو. ان کي (فلسفي ۾) جبريت (determinism) چئبو آهي."

"تہ (ان جي خيال موجب) آزاد منشا(free will)نالي ڪابہ شئي ناهي؟"

"نہ. (هو سمجھندو هو تہ) هر شئي... ايستائين جو اسان جا خيال ۽ خواب بہ... مشيني عمل جي پيداوار آهن. 19هين صديءَ جي جرمن ماديت پسندن دعويٰ ڪئي هئي تہ خيال جو دماغ سان اُهو رشتو هوندو آهي جيڪو پيشاب جو گُردن سان يا جيڪو پِتي جو جگر سان هوندو آهي."

"پتو ۽ پيشاب تہ مادي شيون آهن، جڏهن تہ خيال نہ."

"هتي تنهنجي پڪڙ ۾ بنيادي نوعيت جي شئي اچي وئي آهي. مان توکي ان شئي بابت هڪ ڪهاڻي ٻڌايان ٿو. هڪ ڀيرو هڪ روسي خلاباز ۽ هڪ روسي نيورو سرجن (دماغي مرضن جو سرجن) وچ ۾ مذهب بابت بحث ٿيو. نيورو سرجن عيسائي هو جڏهن تہ خلاباز نہ. خلاباز چيو: 'مان ڪيئي ڀيرا خلا ۾ وڃي چڪو آهيان پر مون کي نہ ڪڏهن خدا نظر آيو ۽ نہ فرشتا.' نيورو سرجن ورائيو: "مان اڻ ڳڻين دماغن جو آپريشن ڪري چڪو آهيان پر مون کي ڪڏهن بہ خيال نالي ڪابہ شئي نظر ناهي آئي!"

"پر ان مان اِهو ثابت نہ ٿو ٿئي تہ خيال موجود ئي ناهن هوندا."

"نہ. پر پوءِ بہ ان سان ان حقيقت جي اهميت اجاگر ٿيندي آهي تہ خيال انهن شين ۾ شامل ناهن جن جو آپريشن ٿيندو آهي. مثال سراب (delusion) آهي، جراحي وسيلي ان کي ختم نہ ٿو ڪري سگھجي. ڏسڻ ۾ اهوئي ايندو آهي تہ اهو ايڏو هيٺاهين ۾ هليو ويندو آهي جو جراح جي هٿ نہ ٿو اچي سگھي. 17هين صدي عيسوي جي هڪ اهم فلسفي فلپ لائب نٽس (Leibniz) ان طرف ڌيان ڇڪرايو تہ مادي ۽ روحاني (شين) وچ ۾ صحيح صحيح فرق اِهو آهي تہ مادي شين کي ننڍي ۾ ننڍي ذرن ۾ ورهائي سگھجي ٿو پر روح (Soul) کي تہ ٻن حصن ۾ بہ نہ ٿو ورهائي سگھجي."

"نہ. ان سلسلي ۾ توهان ڪهڙي قسم جي ڇري استعمال ڪندؤ؟"

البرٽو رڳو نهڪر ۾ ڪنڌ لوڏيو. ٿوري دير کان پوءِ هن ٻنهيءَ جي وچ ۾ پيل ميز ڏانهن اشارو ڪيو ۽ چيو:

"17هين صدي جا ٻہ عظيم فلسفي ڊيڪارٽ ۽ اسپينوزا هئا. اُهي بہ 'روح' ۽ 'جسم' جي وچ ۾ تعلق وارن سوالن بابت سوچيندا رهيا، ۽ هاڻي پاڻ انهن جو تفصيل سان مطالعو ڪنداسين."

"ٺيڪ آهي، پر ياد رکجو مون کي ستين وڳي گھر پهچڻو آهي. منهنجي ماءُ انتظار ۾ هوندي."

# ديڪارٽ

**... هو موقعي واري جاءِ تان هر قسم جي رڪ صاف ڪرڻ پيو چاهي...**

البرٽو اٿيو. هن اچو جبو لاٿو ۽ ڪرسيءَ تي رکيو. هو صوفي تي ويٺو.

ريني ڊيڪارٽ (Rene Descartes) 1596ع ۾ ڄائو هيو ۽ هو پنهنجي زندگيءَ جي مختلف دؤرن ۾ يورپ جي مختلف ملڪن ۾ رهيو هو. اڃان هو جوان مس ٿيو ته هن ۾ انسان ۽ ڪائنات جي ڳجهن جو ادراڪ حاصل ڪرڻ جي امنگ پيدا ٿي. پر فلسفي جو مطالعو ڪرڻ کان پوءِ هن کي پنهنجي جهالت ۽ اڻ ڄاڻائي جي پڪ ٿيڻ لڳي."

"سقراط وانگر؟"

"ها، سقراط وانگر هن کي به پڪ هئي ته يقيني علم جو حاصل ڪرڻ رڳو عقل وسيلي ئي ممڪن آهي. جيڪو ڪجھ پراڻا ڪتاب اسان کي ٻڌائن ٿا، اسان انهن تي ڪڏهن به اعتماد نه ٿا ڪري سگهون."

"افلاطون جو به اهو ئي خيال هو. هن جو ته ايمان هيو ته رڳو عقل ئي يقيني علم تائين اسان جي رهنمائي ڪري سگهي ٿو."

"بلڪل صحيح. سقراط ۽ افلاطون کان سينٽ آگسٽائن ۽ ڊيڪارٽ تائين ميراث جو ڏگهو پر سڌو سلسلو پهچي ٿو. اهي سڀئي مثالي عقليت پسند هئا ۽ انهن کي پڪ هئي ته رڳو عقل وسيلي ئي علم تائين پهچي سگهجي ٿو. وڏي مطالعي کان پوءِ ڊيڪارٽ ان نتيجي تي پهتو ته علم جو جيڪو ذخيرو وچ واري دؤر کان اڳين نسلن تائين منتقل ٿيو آهي، ضروري ناهي ته اهو سڀ جو سڀ اعتبار جوڳو نه هجي..ان ڪي تون سقراط سان ڀيٽي سگهين ٿي، جيڪو عام راين تي اعتبار ڪونه ڪندو هو، جيڪي ايٿينز واري چوڪ تي ڏنا ويند اهئا. سوفي، تون ئي ٻڌائي اهڙي حالتن ۾ ماڻهو کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟ تون مون کي ٻڌائي سگهين ٿي؟"

”توهان پنهنجي فلسفي جي نموني کي پاڻ ئي سوچڻ شروع ڪري ڇڏيندو.“

”بلڪل صحيح جهڙي طرح سقراط ايٿينز جي ماڻهن سان ڳالهيون ڪري پنهنجي زندگي گذاري، ايئن ڊيڪارٽ يورپ جا ملڪ گهمي زندگي گذاري. هو ٻڌائي ٿو ته هن پڪو پهه ڪيو هيو ته هو پنهنجو پاڻ کي دانش جو ڳولا تائين محدود رکندو ۽ هن جو خيال هو ته هن کي اها دانش يا ته پنهنجي باطن ۾ يا وري، دنيا جي عظيم ڪتاب مان ملي سگهي ٿي. ان ڪري هو فوج ۾ ڀرتي ٿيو ۽ لڙائين ۾ حصو ورتائين. جنگين ۾ شامل هجڻ سبب هن کي اهو فاعدو رسيو جو هن کي يورپ جي وچن علائقن ۾ وڏو وقت گذارڻ جو موقعو مليو. بعد ۾ هو ڪجھ سال پيرس ۾ رهيو، پر 1629ع ۾ هو هالينڊ ويو. اتي هو اٽڪل ويهه سال رهيو ۽ رياضياتي ۽ فلسفياڻيون لکڻيون لکيائين.

1649ع ۾ راڻي ڪرسٽينا هن کي سوئڊن اچڻ جي دعوت ڏني. پر اتي ..... هن کي مختصر عرصي ۾ نمونيا ٿي پيو ۽ هو سيءَ جي منڊ ۾ 1650ع ۾ اتي ئي فوت ٿي ويو.“

”ته جڏهن هن وفات ڪئي، هن جي عمر رڳو چوونجاه سال هئي.“

”ها، پر وفات کان پوءِ هن کي فلسفي تي وڏو اثر وجهڻو هو. ان ۾ ڪوبه وڌاءُ ناهي ته ڊيڪارٽ جديد فلسفي جو پڙ ڏاڏو هو. نئين جاڳرتا جي دؤر ۾ انسان ۽ فطرت جي نئين دريافت کان پوءِ، ان وقت جي فڪر کي لاڳاپيل فلسفياڻي نظام ۾ آڻڻ جي ڀيهر ضرورت پيدا ٿي پئي. ان نظام کي ٺاهڻ وارن ۾ اوليت ڊيڪارٽ کي هئي. اسپينوزا، لائب نٽس، لاڪ، بارڪلي، هيوم ۽ ڪانٽ ان کان پوءِ آيا.“

”فلسفياڻي نظام مان توهان جو مطلب ڇا آهي؟“

”ان مان منهنجو مطلب اهو آهي ته اُهو فلسفو جنهن جا بنياد ڌرتيءَ مان کنيا ويندا آهن ۽ جنهن جو مقصد فلسفي جي سمورن مرڪزي سوالن جي وضاحت ڳولڻ هجي. پراڻي دؤر ۾ فلسفياڻي نظام کي ٺاهڻ لاءِ افلاطون ۽ ارسطو جهڙا عظيم ڏاها مليا. وچ واري دؤر ۾ اهو ڪم سينٽ ٿامس ايڪوائي نيس ڪيو جنهن ارسطو جي فلسفي کي عيسائيت سان ملائڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. پوءِ فطرت ۽ سائنس، خدا ۽ انسان بابت پنهنجن پراڻن ۽ نون عقيدن جي ٻي ترتيب ڏير سان نئين جاڳرتا جو دؤر آيو. ان دؤر ۾ ڪنهن به فلسفي کي اهو نه سجهيو ته اُهو انهن ٻي ترتيب ڏيرن مان ڪو فلسفياڻو نظام ٺائي. اهو رڳو 17هين صديءَ ۾ ممڪن ٿيو ۽ ان سلسلي ۾ پهرين ڪوشش ڪندڙ ڊيڪارٽ هو. ايندڙ نسلن جيڪو به پراجيڪٽ ٺاهيو ٿي انهن اڳيان ڊيڪارٽ هو. عمارت پهرين ٻين اڏي هجي پر بنياد هن کنيو هيو. هن جو وڏي ۾ وڏو مٿي جو سور اِهو هو ته اسان ڇا ڄاڻي سگهون. ٻين لفظن ۾ ان جو

مطلب اهو ٿيو تہ اسان کي يقيني علم ڪيئن حاصل ٿي سگهي ٿو. ٻيو وڏو سوال، جنهن ۾ هو غرق رهيو، هي هو تہ جسم ۽ دماغ جي وچ ۾ تعلق ڪهڙو آهي؟ اهي ٻئي سوال ايندڙ ڏيڍ سئو سالن جي فلسفياڻي دليلن جو موضوع بڻيل رهيا."

"هو پڪ سان پنهنجي وقت کان اڳ پيدا ٿيو هوندو."

"واهہ! پر سوال جو تعلق هن جي پنهنجي (دؤر) سان هو. جڏهن معامرو يقيني علم (ڄاڻ) جو آيو، هن جي ڪيترن ئي همعصرن ڪامل فلسفياڻي تشڪيڪ (Skepticism) (شڪ ۾ رهڻ) جو اظهار ڪيو. هنن جو خيال هو تہ انسان کي ميڄڻ گهرجي تہ اُهو ڪجھ بہ نہ ٿو ڄاڻي. پر ڊيڪارٽ انهن سان سهمت نہ هو. جيڪڏهن هو ائين ڪري ها تہ هو فلسفي نہ هجي ها. هتي اسان ٻيهر سقراط سان ڀيٽا ڪري سگهون ٿا جيڪو سوفسطائين جي شڪ کي سنئين نظرن سان ڪون ڏسندو هو ۽ اهو ڊيڪارٽ جي حياتيءَ ۾ ئي ٿيو تہ نون طبعي علمن هڪ اهڙي طريقڪار کي وڌائڻ شروع ڪيو جنهن سان فطرت جي عمل ڪارين (Processes) کي يقيني ۽ بلڪل صحيح انداز ۾ بيان ڪري پيو سگهجي.

ان تي ڊيڪارٽ کي پنهنجي پاڻ کان پڇڻو پيو تہ ڇا فلسفياڻي سوچ لوچ جو ان سان ملندڙ ڪو بہ يقيني ۽ بلڪل صحيح طريقو موجود آهي."

"اها ڳالھ منهنجي سمجھ ۾ اچي پئي."

"پر اها ڳالھ مسئلي جو رڳو هڪ جُزو هئي. نئين فزڪس مادي جي نوعيت جو بہ سوال اٿاريو هو ۽ ائين اهو مسئلو بہ سامهون اچي ويو هو تہ فطرت جي طبعي عمل ڪارين جو تعين ڪير ڪندو آهي. اُهي ماڻهو، جيڪي فطرت جي ميڪانڪي نظريئي جي حمايت ۾ دليلن جا ڍير لڳائي رهيا هئا. انهن جي ڳالهيتي ۾ ڏينهون ڏينهن واڌارو ٿي رهيو هو. پر طبعي دنيا جيتري وڌيڪ ميڪانڪي نظر اچي رهي هئي، جسم ۽ روح وچ ۾ تعلق وارو سوال اوتري ئي تڪڙي اهميت جو ٿيندو پئي ويو. 17هين صدي تائين روح (Soul) کي هڪ قسم جو 'دم زندگي' (Breath of life) سمجهيو پي ويو. اصل ۾ 'Soul' ۽ 'Spirit' جي اصلي ۽ ابتدائي معنيٰ 'ساهہ' ۽ ساهہ کڻڻ آهي. لڳ ڀڳ سمورين يورپي ٻولين ۾ ان جو مطلب اهو ئي آهي. ارسطو جي ويچهو 'روح' (Soul) هڪ اهڙي شئي آهي جيڪا نامياتي جسم (Organism) ۾ هر جڳھ ان جي، حيات جي اصول (Life principle) جي حيثيت سان موجود آهي..... ۽ ان ڪري ان کي جسم کان ڪائي الڳ شئي تصور نہ ٿو ڪري سگهجي، ائين هو ٻوٽي جي روح (Soul) ۽ حيوان جي روح جو ذڪر ڪرڻ جي لائق ٿي ويو. 17هين صدي تائين فلسفي روح (Soul) ۽ جسم جي وچ ۾ ڪا بہ انقلابي

(radical) ورڇ نہ ڏئي سگهيا. ان جو ڪارڻ اهو هيو تہ سيني مادي شين جي -- جنهن ۾ جسم بہ شامل هوءِ انسان جي هجي يا حيوان جي -- چرپر جي اِها وضاحت ڪئي ويندي هئي تہ ميڪانڪي عمل ڪارين جي پيداوار آهي. پر انسان جو روح ان جسماني مشينري جو حصو تصور نہ پيو ڪري سگهجي، تي بہ ڪيئن ها؟ پوءِ روح (Soul) ڇا آهي؟ ان جي تشريح جي ضرورت هئي ۽ اها وضاحت ان لاءِ بہ ضروري هئي ڇو تہ سوال اهو پيدا ٿيو هو تہ ڪائي 'روحاني' شئي ڪنهن مشيني عمل کي ڪيئن چوري سگهي ٿي."

"واقعي اها تہ ڏاڍي عجيب سوچ آهي."

"عجيب ڇا آهي؟"

"مان پنهنجي ٻانهن کڻڻ جي ڪوشش ڪيان ٿي- ۽ پوءِ خير، ٻانهن پاڻ مرادو کڄي ويندي آهي يا مان ڊوڙي ڪا بس پڪڙڻ لاءِ فيصلو ڪندي آهيان تہ ايندڙ پل ۾ منهنجون ٽنگون چرپر ۾ اچي ونديون آهن- - ان ڪري جسم ۽ شعور جي وچ ۾ ڪو پراسرار تعلق ضرور هوندو."

"بلڪل اهو ئي اُهو مسئلو آهي جنهن ڊيڪارٽ جي سوچن کي مٿي چاڙهيو. افلاطونَ وانگر هن کي بہ پڪ هئي تہ 'روح' (Spirit) يا 'مادي' (Matter) جي وچ ۾ چٽي ورڇ موجود آهي. پر دماغ ڪهڙي نموني جسم کي..... يا روح (Soul) جسم کي ...... متاثر ڪندو آهي، افلاطون ان جو ڪوبہ جواب ڪونہ ڏئي سگهيو هو."

"مون کي بہ ڪو جواب نہ ٿو سجهي. ان ڪري مان ڊيڪارٽ جو ان باري ۾ نظريو ٻڌڻ لاءِ بي چين آهيان."

"پنهنجي مقالي 'طريقي بابت ڳالهہ ٻولهہ' ۾ ڊيڪارٽ ان طريقي جو سوال اپاريو هيو تہ جيڪو فلسفي کي ڪو فلسفياڻو مسئلو سلجهائڻ لاءِ لازمي استعمال ڪرڻ گهرجي، سائنس اڳ ۾ ئي اِهو نئون طريقو استعمال ڪري چڪي هئي...."

"توهان اها ڳالهہ اڳ ۾ بہ چئي چڪا آهيو."

"ڊيڪارٽ جي دعويٰ هئي تہ اسان ڪنهن بہ شئي کي ان وقت تائين نہ ٿا مڃي سگهون جيستائين ان جو واضح ادراڪ نہ ٿا ڪريون. ان مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪڏهن اِهو ضروري ٿي وڃي ٿو تہ مرڪب (Compound) مسئلي کي ڪنهن حد تائين وڏ ۾ وڏ مفرد (Single) عنصرن (يا جزن) ۾ ورهايو وڃي. پوءِ انهن جزن ۾ جيڪو سولو خيال آهي، ان کي اسان شروعات جو نقطو بڻائي سگهون ٿا. تون چئي سگهين ٿي تہ جنهن نموني گليلو هر شيءِ کي ماپڻ ۽ تورڻ ۽ ان شيءِ کي جيڪا نہ ماپي سگهجي ۽ نہ توري سگهجي، ڊيڪارٽ جو عقيدو هو تہ فلسفو آسان کان مشڪل ۽ ڏکيي طرف

وڃڻ گهرجي. رڳو تڏهن ئي ڪنهن نئين دانائي (Insight) جو نهڻ ممڪن هوندو. ۽ آخر ۾ ان ڳالهه جي ضرورت پيش ايندي ته لاڳيتو ڳڻپ (enumeration) ۽ نظم ۽ ضبط سان اهو يقيني بڻايو وڃي ته ڪا شئي رهجي نه ناهي ويئي. تڏهن ئي ڪنهن فلسفياڻي نتيجي تائين پهچي سگهجي ٿو."

"اهو ته رياضيءَ جي پرچي وانگر آهي."

"ديڪارٽ رياضي دان هيو. هو 'Analytical geometry' جو ابو سمجهيو ويندو آهي. نه رڳو اهو پر هن الجبرا جي علم ۾ به ڪيئي ڳڻڻ جهڙا واڌارا ڪيا هئا. هو فلسفيڪاري (Philosophizing) ۾ به رياضياتي طريقو آزمائڻ پيو چاهي. هو فلسفياڻيون سچايون ثابت ڪرڻ لاءِ ايئن ڳڻيندي ويو جيئن ڪو ٻيو ماڻهو ڪوئي رياضيءَ جو 'Theorem' ثابت ڪندو آهي. ٻين لفظن ۾ هو اهي ئي اوزار استعمال ڪرڻ پيو چاهي جن کي اسان تڏهن ڪارج ۾ آڻيندا آهيون جڏهن اسان انگن (Figures) تي ڪم ڪندا آهيون. معنيٰ هو عقل (Reason) کي ڪم ۾ آڻڻ پيو چاهي. ڇو ته اسان کي عقل سان ئي يقين اچي سگهي ٿو. رهيا اسان جا حواس، ته يقين سان ڪجهه نه ٿو چئي سگهجي ته اسان انهن تي ڀاڙي سگهون ٿا يا نه. اهو اڳ ۾ ذڪر ڪري چڪو آهيان ته ديڪارٽ جي افلاطون سان لڳندي هئي. افلاطون به ته اهو چيو هو ته اسان جي حواسن جي شاهدي جي ڀيٽ ۾ رياضي ۽ انگي نسبتون اسان کي وڌيڪ اعتماد ڏينديون آهن."

"ڇا ان طريقي سان فلسفياڻا مسئلا سلجهائي سگهجن ٿا."

"(ان سلسلي ۾) اسان لاءِ اهوئي سٺو ٿيندو ته اسان ديڪارٽ جي دليلن ۽ ثبوتن ڏانهن رجوع ڪيون. اُن جو مقصد زندگيءَ جي فطرت بابت ڪنهن پڪي ڳالهه تائين پهچڻ آهي، ۽ هو پنهنجي ڳالهه جي شروعات ان دعويٰ سان ڪندو آهي ته منڍ ۾ هر ماڻهوءَ کي هر شئي کي شڪ جي نگاهه سان ڏسڻ گهرجي. تون سمجهي وئي هوندينءَ ته هو واريءَ تي (عمارت) اڏڻ نه پيو چاهي."

"هاڻ ڇو ته جيڪڏهن بنياد ئي ويهجي وڃي ته سموري عمارت ڦهڪو ڪندي."

"ها ڏيءَ، تون ان معامري کي سهڻي نموني پيش ڪيو آهي. ديڪارٽ هرڳالهه شڪ جي نگاهه سان ڏسڻ کي ڪو چڱو تصور ڪون ڪندو هو، پوءِ به هن جو خيال هو ته اصولي اعتبار سان هر شئي تي شڪ ڪرڻ ممڪن آهي.... ديڪارٽ جي ويچهو اها ڳالهه تمام گهڻو اهم هئي ته هن جيڪو ڪجهه پاڻ کان اڳ وارن ڪان سکيو آهي يا ٻين کان جيڪو ڪجهه حاصل ڪيو آهي، هو ان کان جان ڇڏائي ۽ پوءِ پنهنجي فلسفياڻي اڏاوت جي ڪم ۾ لڳي وڃي...

هو بلڪل نيون شيون استعمال ڪرڻ پيو چاهي جيئن هن کي پڪ ٿي سگهي ته هن جي نئين فڪري عمارت بيهي سگهندي. (۽ افلاطون جو مقابلو ڪري سگهندي) پر ديڪارت جا شڪ ان کان وڌيڪ گهرا هئا. هن جو چوڻ هو: 'جيڪو ڪجهه اسان جا حواس پڌائن ٿا، اسان انهن تي اعتبار به نه ٿا ڪري سگهون. ممڪن آهي اُهي اسان کي دوکو ڏئي رهيا هجن.''

''اهو ڪيئن؟''

''جڏهن اسان خواب ڏسندا آهيون اسان کي محسوس ٿيندو آهي ته اسان کي حقيقت جو تجربو ٿي رهيو آهي. اسان جي سجاڳيءَ جي احساسن کي خواب جي احساسن کان ڪهڙي شئي الڳ ڪندي آهي؟

''ان سلسلي ۾ ديڪارت لکي ٿو: 'جڏهن مان ان ڳالهه تي گهڻو ڌيان ڏيندو آهيان مون کي هڪ به شئي اهڙي نظر ناهي ايندي جيڪا قطعيت سان گڏ سجاڳيءَ واري حالت کي خواب کان الڳ ڪندي هجي.' هو وڌيڪ لکي ٿو: 'توهان اهو ڪيئن پڪ سان چئي سگهو ٿا ته توهان جي سموري زندگي خواب ناهي؟' ''

''جيتوڻيڪ جَيپ (Jepp) جاگيردار جي بستري تي سمهي چڪو هو، ان جو خيال هو ته هن رڳو خواب ڏٺو آهي.''

''۽ جڏهن هو جاگيردار جي بستري تي ستل هو، هن جو خيال هو ته هن غريب هاريءَ جي حيثيت سان جيڪا زندگي گذاري هئي، اُها خواب جي ڳالهه هئي. ان طريقي سان ديڪارت نيٺ هر شئي کي شڪ جي نظر سان ڏسڻ لڳندو آهي. هن کان اڳ ڪيترا ئي ڏاها ان هنڌ پهچي وڌيڪ اڳتي وڃڻ ۾ ناڪام ٿي چڪا هئا.''

''ان ڪري هو وڌي نه سگهيو.''

''پر ديڪارت ان بنيادي نقطي (يا بنيادي هنڌ) کان اڳتي وڌڻ جي ڪوشش ڪئي. جو ته هر شئي تي شڪ ڪندو هو ۽ اها اڪيلي شئي هئي جنهن بابت هن کي پڪ هئي. پوءِ هن کي اوچتو ڪجهه سجهيو ۽ هن هيئن دليل ڏنا: 'هڪ شئي پڪ سان صحيح هجڻ گهرجي. ۽ اها شئي اها آهي ته مان شڪ ڪندو آهيان. جڏهن مان شڪ ڪندو آهيان، مون کي سوچڻو پوندو آهي ۽ جيئن ته مان سوچيندو آهيان، اها ڳالهه يقيني هجڻ گهرجي ته مان سوچڻ واري هستي آهيان.' يا جيئن هن پاڻ بيان ڪيو هو: 'Cogito ergo sum'.''

''ان جو مطلب؟''

''مان سوچان ٿو، ان ڪري مان موجود آهيان.''

''مون کي اهو جاڻي ڪا به حيرت نه ٿي ته هو اها ڳالهه سمجهي ويو.''

''تنهنجي ڳالهه معقول آهي. پر ان وجداني اعتبار تي ڌيان ڏي جنهن سان

گڏ هو پنهنجو ادراڪ هڪ سوچڻ واري هستيءَ جي حيثيت سان ڪندو آهي. شايد توکي ياد اچي ته افلاطون چيو هو ته جيڪو ڪجهه اسان پنهنجي عقل جي مدد سان سمجهندا آهيون اهو ان کان وڌيڪ حقيقي آهي جنهن جو ادراڪ اسان پنهنجن حواسن جي مدد سان ڪندا آهيون. ۽ هو اڳتي ئي اڳتي وڌندو ويو. هن جي فلسفياڻي جاکوڙ ختم نه ٿي هئي."

"ان کان پوءِ ڇا ٿيو؟"

"هاڻي ڊيڪارٽ پنهنجو پاڻ کان پڇيو: 'ڇا وڌيڪ ٻي ڪا اهڙي شئي آهي جنهن جو مان ان وجداني يقين سان ادراڪ ڪري سگهان ٿو؟' هو ان نتيجي تي پهتو ته هن جي ذهن ۾ ڪامل ذات جو چٽو تصور موجود آهي. اِهو خيال هيو جيڪو سدائين هن جي دماغ ۾ رهيو هو ۽ جيئن ته ڊيڪارٽ کي ٻه اها خبر هئي ته ان قسم جو خيال امڪاني طور خود هن جي ذهن جي پيداوار نه ٿو ٿي سگهي. هن جي دعويٰ هئي ته ڪامل ذات (هستي) جو تصور ڪنهن اهڙي شخص جي تخليق ٿي نه ٿو سگهي جيڪو پاڻ غير ڪامل يا اڻپورو هجي. ان ڪري ڪامل ذات جو تصور پڪ سان ان ڪامل ذات يا ٻين لفظن ۾ خدا جي تخليق هوندو. 'خدا موجود آهي'. ڊيڪارٽ لاءِ آشڪار هو، جيئن اها ڳالهه ته ڪا سوچڻ واري هستي پڪ سان موجود هوندي."

"هتي هن اِهو نتيجو ڪڍڻ ۾ تڪڙ ڪئي آهي. منډ ۾ هو ڏاڍو محتاط هيو."

"تون صحيح چئين ٿي. گهڻن ماڻهن ان کي ڪمزور نڪتو قرار ڏنو آهي. تو لفظ 'نتيجو' استعمال ڪيو آهي. اصل ۾ اِهو ثبوت جو مسئلو نه هو. ڊيڪارٽ جو مطلب رڳو اِهو هو ته اسان سڀ ڪنهن ڪامل ذات جي تصور جا مالڪ آهيون ۽ ان تصور ۾ اها ڳالهه پيدائشي موجود آهي ته ان ڪامل ذات جو ڪو نه ڪو وجود هجڻ گهرجي. ڇو ته جيڪڏهن ڪا ڪامل ذات موجود ناهي، ته اُها ڪامل ٿي ئي نه ٿي سگهي. ۽ جيڪڏهن ڪا ڪامل ذات موجود نه هجي، پوءِ ڪنهن ڪامل ذات جو تصور اسان جي ذهن ۾ اچي ئي نه ٿو سگهي. جيئن ته اسان غير ڪامل آهيون، ان ڪري ڪامليت جو تصور اسان جي ذهن جي پيداوار ٿي نه ٿو سگهي. ڊيڪارٽ جي خيال موجب خدا جو تصور پيدائشي (Innate) هوندو آهي..... اِهو (تصور) پيدائش وقت ئي اسان تي ثبت (ظاهر) ڪيو ويندو آهي."

"پر اِهو ٻه ته چئي سگهجي ٿو، جيئن ته منهنجي ذهن ۾ 'مانگهر هٿ' (Crocophant): مانگهر مڇ ۽ هاٿيءَ جي ميلاپ سان پيدا ٿيندڙ جانور جو تصور موجود آهي، ان جو مطلب اِهو ته نه ٿو ٿي سگهي ته 'مانگهر هٿ' موجود آهي."

”ديڪارٽ ان جو جواب هي ڏيندو آهي تہ ’مانگهر هٽ‘ جي تصور ۾ اها ڳالھ پيدائشي طور موجود ناهي تہ اهڙي جانور جو ڪو وجود آهي. ان جي ڀيٽ ۾ ڪامل ذات جي تصور ۾ اها ڳالھ پيدائشي (يا اصل ڪان) موجود آهي تہ اهڙي ذات جو ڪو نہ ڪو وجود آهي. ديڪارٽ جي سيجهو اها ڳالھ ايتري ئي يقيني جيتري اها ڳالھ دائري جي تصور ۾ پيدائشي طور تي موجود هوندي آهي تہ دائري جا سڀ نقطا مرڪز کان هڪ جيترو پري هوندا آهن. تون اهڙو دائرو يا گول ناهي ئي نہ ٿي سگهين جيڪو ان قانون جي پابندي کان ٻاهر هجي. انڪري تون ڪنهن اهڙي ڪامل هستيءَ جو تصور بہ نہ ٿي ڪري سگهين جنهن جي وصف ۾ وجود نہ هجي.“

”اهو تہ سوچڻ جو عجيب طريقو آهي.“

” ....... سقراط ۽ افلاطون وانگر ديڪارٽ کي بہ يقين هو تہ عقل ۽ وجود جي وچ ۾ ڪو نہ ڪو تعلق آهي. ماڻهوءَ جي عقل تي ڪائي شئي جيتري پاڻ ظاهر ٿيندي، اوتري ئي اِها ڳالھ يقيني ٿي ويندي آهي تہ اِها شئي موجود آهي.“

”هاڻي تائين هو ان حقيقت تي پهتو آهي تہ هو سوچڻ وارو ماڻهو آهي ۽ اهو تہ ڪائي ڪامل ذات موجود آهي.“

”هام ۽ هو ان کي پنهنجي شروعات جو نقطو بڻائي اڳتي هلندو آهي. هو سمجهندو آهي تہ جيستائين انهن خيالن جو تعلق جيڪي ٻاهرين حقيقت ــ. مثال چنڊ ۽ سج ــ بابت اسان جي ذهن ۾ آهن، انهن جو تعداد ڪيڏو بہ گهٽو چو نہ هجي، ممڪن آهي اُهي وهم (fantasies) هجن. پر ٻاهرين حقيقت جو ڪجھ اهڙيون خصوصيتون بہ هونديون آهن جن جو ادراڪ اسان پنهنجي عقل جي مدد سان ڪري سگهون ٿا. اهي رياضياتي خاصيتون آهن يا ٻين لفظن ۾ اهي اهڙي قسم جون شيون آهن جن کي ماپي توري سگهجي ٿو. ان قسم جون مقداري خاصيتون منهنجي عقل ۾ ايڏيون ئي چٽيون ۽ ان لاءِ ايڏيون ئي چاٽل جيئن اِها حقيقت تہ مان سوچڻ واري هستي آهيان. ان جي ابتڙ رنگ، خوشبو ۽ ذائقي جهڙيون ’ڪيفيتي‘ (qualitatative) خاصيتن جو تعلق اسان جي حواسن واري ادراڪ (Sence perception) سان آهي ۽ ائين اُهي ٻاهرين حقيقتن کي بيان نہ ڪري سگهنديون آهن.“

”ان ڪري فطرت رڳو خواب ناهي.“

”نہ. ۽ ان نڪتي جي سلسلي ۾ هو هڪ ڀيرو ٻيهر ڪامل ذات بابت اسان جي تصور کي پنهنجي مقصد لاءِ استعمال ڪندو آهي. جڏهن اسان جو عقل ڪنهن شئي کي واضح نموني سڃاڻي وٺي ٿو ــ جيئن ٻاهرين حقيقتن جي رياضياتي خصوصيتن جي سلسلي ۾ ٿيندو آهي ــ تہ اها پڪ سان ائين ئي

هوندي (جيئن اسان جي عقل ان کي سڃاتو آهي.) ڇو ته ڪو ڪامل خدا اسان کي دوکو نه ڏيندو. ڊيڪارٽ جي دعويٰ آهي ته خدا ان ڳالھ جي 'ضمانت' ڏيندو آهي ته جيڪو ڪجھ اسان عقل وسيلي ادراڪ ڪندا آهيون. اُهو حقيقت وانگر هوندو آهي."

"ڏاڍو سٺو. هاڻي خبر پئجي وئي ته هو سوچڻ واري هستي آهي، خدا موجود آهي ۽ هڪ ٻاهرين حقيقت جو وجود آهي."

"پر ٻاهرين حقيقت سوچ جي حقيقت کان بنيادي طور مختلف هوندي آهي. ڊيڪارٽ دعويٰ ڪري ٿو ته حقيقت جون ٻه مختلف 'هيئيون' (Forms)_ _ يا ٻه 'مايا' (substances) _ _ هوندا آهن. هڪ مادو سوچ (thought) يا دماغ آهي ۽ ٻيو 'جسامت يا وسعت مڪاني (extension) يا مادو (matter) آهي. ذهن نخ شعور (concious) آهي، اهو خلا (Space) ۾ ڪابہ جاءِ نہ ٿو والاري ۽ ان ڪري اهو ذرڙن ۾ نہ ٿو ورهائجي سگھجي. مادو خالص جسامت آهي، اهو خلا ۾ جڳھ والاري ٿو. ان کي ننڍي کان ننڍي ذرڙن ۾ ورهائي سگھجي ٿو_ _ پر اِهو شعور کان آجو هوندو آهي. ڊيڪارٽ جي دعويٰ هئي تہ ٻنهي ماين 'Substances' جي تخليق خدا ڪئي آهي ڇو تہ خود خدا ڪنهن ٻي شئي جي سهاري ناهي پر پنهنجي طور موجود آهي. جيتوڻيڪ سوچ ۽ جماعت ٻئي خدا جا ڏنل آهن، پر انهن ٻنهي ماين (Substances) جو پاڻ ۾ ميلاپ ناهي ٿيندو. سوچ مادي کان بلڪل آزاد آهي ۽ ٻي پاسي مادي (Matter) جون عمل ڪاريون سوچ کان بلڪل آزاد هونديون آهن."

"هن خدا جي تخليق کي ٻن حصن ۾ ورهايو."

"بلڪل صحيح. اسان چوندا آهيون ته ڊيڪارٽ 'ٻٽو پسند' (Dualist) هو. جنهن جو مطلب اِهو آهي ته هو سوچ جي حقيقت ۽ واڌاري حقيقت (extended reality) جي وچ ۾ فرق جي واضح ليڪ ڪڍي ٿو. مثال طور دماغ رڳو انسان وٽ آهي. رهيا جانور تہ انهن جو تعلق سڄو سنئون توسيعي حقيقت سان آهي. اُهي مشيني انداز سان جيئندا، گھمندا ۽ ڦرندا آهن. ڊيڪارٽ جانور کي هڪ ڏکي ۽ پاڻ مرادو هلندڙ مشين (automation)تصور ڪندو هو. جيستائين توسيعي (واڌاري) حقيقت جو تعلق آهي، ماديت پرستن وانگر هو بہ ميڪانڪي نظريئي جو حامي آهي."

"مون کي پڪ نہ ٿي ٿئي تہ هرميز مشين آهي. ڊيڪارٽ کي جانورن سان انس نہ هوندو. ۽ اسان بابت ڇا خيال آهي؟ ڇا اسان بہ آٽوميٽڪ مشينون آهيون؟"

"اسان آهيون بہ ناهيون بہ. ڊيڪارٽ ان نتيجي تي پهتو هو تہ انسان ٻٽي

(dual) مخلوق آهي، جو تہ هو سوچيندو بہ آهي ۽ خلا ۾ جڳهہ بہ والاريندو آهي..ايئن انسان وٽ دماغ ۽ توسيعي جسم بئي شيون آهن. سينٽ آگسٽائن ۽ ٿامس ايڪوائني نيس ان کان اڳ ملندڙ ڳالهہ ڪري چڪا هئا تہ انسان جو حيوانن وانگر جسم ۽ فرشتن وانگر روح هوندو آهي. ديڪارٽ موجب انساني جسم مڪمل مشين آهي، پر انسان جو هڪ عدد دماغ بہ آهي جيڪو جسم کان بلڪل آزادڪم ڪري سگهي ٿو. جسماني عمل ڪارين کي اها آزادي حاصل ناهي، انهن کي پنهنجي قانون جي پوئواري ڪرڻي پوندي آهي. پر اسان جيڪو ڪجهہ پنهنجي عقل سان سوچيندا آهيون ان جو جسم سان ڪوبہ تعلق ناهي هوندو- - جيڪو ڪجهہ ٿيندو آهي، دماغ ۾ هوندو آهي، جيڪو توسيعي حقيقت کان پوري ريت آزاد آهي. مان ان ڳالهہ جو واڌارو ڪيان ٿو تہ ديڪارٽ ان ڳالهہ کي رد ڪون ڪيو هو تہ حيوان سوچي سگهندا آهن. پر جيڪڏهن انهن ۾ اها صلاحيت موجود آهي تہ پوءِ سوچ ۽ جسامت وچ ۾ اها ٻٽي پٽي (dualism)انهن تي بہ لاڳو ٿيندي."

"اسان ان تي اڳ ۾ بہ ڳالهائي چڪا آهيون. جيڪڏهن ڪنهن بس پنيان ڊوڙڻ جو فيصلو ڪيان ٿي، سموري 'آٽوميٽڪ مشين' يا 'مشيني عورت' عمل لاءِ مصروف ٿي ويندي ۽ جيڪڏهن مان بس کي نہ پهتس، مان روئڻ شروع ڪري ڏينديس."

"ديڪارٽ بہ ان ڳالهہ کان انڪار نہ ٿي ڪري سگهيو تہ جسم ۽ دماغ گڏيل عمل (interaction) ۾ رڌل رهندا آهن. هن جو عقيدو هو تہ جيستائين جسم ۾ دماغ موجود آهي، اُهو هڪ خاص مغزي عضوي وسيلي، جنهن کي هو صنوبري غدود (pineal gland) چوندو هو، مغز سان گڏيل رهندو جتي 'روح' (Spirit) ۽ 'مادي' (matter) جي وچ ۾ تعاون جاري رهندو آهي. ان ڪري دماغ لاڳيتو انهن احساسن ۽ جذبات کان اثر قبول ڪندو رهندو آهي جن جو تعلق جسماني گهرجن سان هوندو آهي. پر دماغ .... جسم کان آزاد ٿي بہ رڌل رهي سگهندو آهي. مقصد عقل جي مدد ڪرڻ هوندو آهي جيئن هو اڳواٽي ڪري سگهي. منهنجي پيٽ ۾ پل ڪيڏو بہ شديد سور هجي ٽڪنڊي جي زاوين جي مجموعي ۾ ڪوبہ فرق نہ ايندو، اُهو دستور موجب هڪ سؤ اسي ڊگري ئي رهندو. ان ڪري انسان ۾ جسماني گهرجن کان مٿي اٿڻ ۽ سمجهداري وارا رويا اختيار ڪرڻ جي صلاحيت هوندي آهي. ان معنيٰ ۾ دماغ جسم کان مٿاهون آهي. اسان جو ڄنگهون پوڙهيون ۽ ڪمزور ٿي سگهن ٿيون، چيلهہ چٻي ٿي سگهي ٿي ۽ اسان جا ڏند ڪري سگهن ٿا- - (پر جيستائين اسان ۾ عقل جي ذري آهي، ٻہ ۽ ٻہ چار ئي رهندا) عقل چٻو ناهي ٿيندو ۽ نہ ئي ڪمزور ٿيندو آهي. پوڙهو رڳو جسم هوندو آهي.

ڊيڪارٽ جي ويچھو دماغ بنيادي طور تي سوچ جو نالو آهي. خواهش ۽ نفرت جھڙا ڪريل جذبا ۽ احساس ويچھي ۾ اسان جي جسماني وظيفن ــ ۽ ايئن توسيعي حقيقت ــ سان ڳنڍيل هوندا آهن.“

”مون ڪان اها حقيقت نہ ٿي وسري تہ ڊيڪارٽ انساني جسم جي پيٽ مشين يا آٽوميٽن سان ڪئي آهي.“

”اها پيٽ ان حقيقت تي ٻڌل هئي تہ هن جي دؤر جا ماڻهو مشين ۽ واچن جي طريقن جي جادو ۾ ورتل هئا. انهن کي محسوس ٿيندو هو تہ اهي شيون پنهنجي مرضيءَ سان ڪم ڪرڻ جي صلاحيت رکنديون هجن. لفظ ’آٽوميٽن‘ جو صحيح مطلب اهو ئي آهي ــ معنيٰ هڪ اهڙي شئي جيڪا پنهنجي مرضيءَ سان چرپر ڪري سگهندي آهي. ظاهر آهي اهو چوڻ يا سوچڻ تہ ڪاشيءِ پنهنجي مرضيءَ سان چرپر ڪري سگهي ٿي، غلط خيال کان سواءِ ڪجھ بہ ناهي. مثال گھڙيال آهي، اُهو پلِ ڪيڏو بہ وڏو ڇو نہ هجي، ان کي بهرحال ناهيندا انساني هٿ ئي آهن ۽ اُهي ئي ان کي چابي ڏيندا آهن. ڊيڪارٽ ارادي سان ان حقيقت تي زور ڏنو آهي تہ هَڏُم عضوا ۽ رڳن جي وڏي ڳاٽيٽي جي پيٽ ۾، جن تي ڪو انساني يا حيواني جسم ٻڌل هوندو آهي، اهڙي قسم جي ايجادن کي اصل ۾ پرزن جي گھٽ تعداد کي سڌي ۽ سادي اَنداز سان ڳنڍي ناهيو ويندو آهي. (جيڪڏهن اِها ڳالھ آهي پوءِ) خدا ميڪانڪي قانونن جي بنياد تي حيواني يا انساني جسم ڇو نہ ٺو ناهي سگھي؟“

”اڄ ڪلھ ’مصنوعي ذهانت‘ (artificial intelligence) بابت ڏاڍيون ڳالهيون ٿي رهيون آهن.“

”هام اها اسان جي زماني جي آٽوميٽن (Automaton) مشين آهي. اسان اهڙيون مشينون ناهي ورتيون آهن. جن کان دوکو کائي اسان اِهو سمجھڻ لڳندا آهيون تہ اهي ذهين آهن. جيڪڏهن ڊيڪارٽ اهڙي قسم جي مشين ڏسي ها، هن جا حواس خطا ٿي وڃن ها. هن کي شڪ ٿئي ها تہ آيا انساني عقل ايڏو آزاد ۽ خود مختيار آهي جيترو هن فرض ڪيو هو. ۽ اهڙا فلسفي بہ موجود آهن جن جو اهو ايمان آهي تہ جهڙي نموني انسان جي جسماني ڪمن کي ڪابہ آزادي ناهي، اهڙي ريت هن جي روحاني زندگي بہ خود مختيار ناهي. فطري طور انساني روح ڪنهن بہ ڊيٽا پروگرام جي پيٽ ۾ لامحدود طور تي گنجريل آهي. پر ڪجھ ماڻهن جو خيال آهي تہ اسان اصولي طور تي ايئن ئي نا آزاد (Unfree) آهيون جيترا هي ڊيٽا پروگرام ــ ٻڌ سوفي، مان توکي ڪجھ ڏيکاريان ٿو.“

البرٽو ڪمري جي ٻي ڪنڊ ۾ رکيل پڙهڻ واري ميز ڏانهن اشارو

ڪيو، جنهن تي هڪ ننڍڙو ڪمپيوٽر پيل هو. هو اوڏانهن اٿي ويو ۽ سوفي سندس پٺيان آئي.

البرٽو ڪمپيوٽر آن ڪيو، ٿوري ئي دير کان پوءِ اسڪرين تي: C ظاهر ٿيو. هن لفظ (ليليٰ) "Laila" لکيو ۽ چيو ته هي ڏکين موضوعن تي ڳالهه ٻولهه ڪرڻ جو پروگرام آهي.

ٿوري دير ڪانپوءِ اسڪرين تي جملا آيا:

”هاءِ، منهنجو نالو ليليٰ آهي، تون آرام سان ته ويٺي آهين؟“

سوفي ڪجهه اکر ٽائيپ ڪيا:

”Yes هائو، هي جملا ان ايئن ئي ٽائيپ ڪيا چو ته هوءَ اڃا بيٺي هئي. البرٽو ان جي لاءِ ڪرسي ڪٽي آيو.“

”تنهنجو نالو ڇا آهي؟“ ڪمپيوٽر تي جملو آيو.

”سوفي امنڊسين“ سوفي لکيو.

”نمبر 3 ڪلورڪلوز- سوفي، توسان ملي خوشي ٿي. ڇا تون پنهنجي پندرهين سالگره جو انتظار ڪري رهي آهين؟“

سوفيءَ جو ڇرڪ نڪري ويو. البرٽو سندس ڪلهي تي هٿ رکندي چيو: ”مون رڳو تنهنجو نالو، ڏس ۽ جنم ڏينهن هن ۾ داخل ڪيو آهي. اهو بلڪل ايئن آهي جيئن اسان ڪنهن نئين دوست کي سڃاڻ ڪرائيندا آهيون. ان بابت پهريون ڪجهه ڄاڻڻ ضرور هوندو آهي.“

”خراب ناهي.“ سوفي چيو.

”پياري سوفي، مون کي اميد آهي تون ٺيڪ آهين. توکي مڪمل جملن ۾ ڳالهه ٻولهه ڪرڻ گهرجي.“

”مهرباني، مان بلڪل ٺيڪ آهيان. ڇا مان توکان ڪجهه پڇي سگهان ٿي؟“

”مون کي خوشي آهي ته تون ٺيڪ آهين. ٺيڪ آهي، تون جيڪو پڇڻ چاهين پڇ.“

”تنهنجي عمر گهڻي آهي؟“ سوفي لکيو.

”مون کي اٽين آگسٽ 1988ع تي آمريڪي رياست جارجيا جي گاديءَ واري هنڌ اٽلانٽا ۾، جتي 1996ع ۾ اولمپڪ رانديون ٿيون هيون، ۾ ناهيو ويو هو. پر ناروي جي ٻوليءَ ۾ منهنجو ترجمو 28 مارچ 1990ع تي نارويجئين پولي ٽيڪنڪ ۾ ٿيو هو.“

"Gosh!"

”مون توکي چيو نه مون سان مڪمل جملن ۾ ڳالهاءِ“

”مون رڳو 'Gosh' چيو هو!“

”مون کي اهڙي قسم جي سيلنگ پولي ناهي ايندي منهنجي لفظن جو ذخيرو هڪ لک آهي. Gosh انهن ۾ شامل ناهي. مون کي Gosh جي معنيٰ وارو ٻيو لفظ جيڪو ملي سگهيو آهي، اُهو gospel آهي.“

”ان جو مطلب يسوع جي ڪهاڻي آهي.“

”سوفي، تون عيسائي آهين؟“

”مون کي خبر ناهي.“

”اصولي طور خبر نه هجڻ نئين علم ڏانهن وک وڌائڻ آهي.“

”سقراط به شايد ايئن ئي چوندو هو. سچ ته ديڪارت به.“

”سقراط يوناني فلسفي هيو. هو 470 ق م کان 399 ق م تائين جيئرو رهيو. تون جيڪڏهن ان بابت وڌيڪ ڄاڻڻ چاهين ٿي ته بٽڻ نمبر F 7 کي دٻاءِ. ديڪارت فرانسيسي فلسفي هيو. هو 1596ع کان 1650ع تائين جيئرو رهيو. ان بابت وڌيڪ ڄاڻ لاءِ به تون بٽڻ نمبر F 7 دٻائي سگهين ٿي.“

”مهرباني، مان ٻيو ڪجھ پڇي سگهان ٿي؟“

”ٺيڪ آهي پڇ. ڇا پڇڻ ٿي چاهين؟“

البرٽو هلڪو ٽهڪ ڏنو. سوفي لکيو:

”هلڊي مولرڪنيگ ڪير آهي؟“

”هلڊي مولرڪنيگ لليسنڊ ۾ رهندي آهي. ان جي به ساڳي عمر آهي جيڪا سوفي امنڊسين جي آهي.“

”توکي ڪيئن خبر پئي؟“

”ڪيئن جي مون کي خبر ناهي. مون کي ان بابت ڄاڻ هارڊ ڊسڪ (Hard disk) تان ملي آهي.“

سوفيءَ کي پنهنجي ڪلهي تي ڪنهنجو هٿ محسوس ٿيو.

”اسان کي جيڪا هلڊي بابت ٿوري گهڻي ڄاڻ آهي، اُها مون ڊيٽا پروگرام ۾ شامل ڪئي آهي.“ البرٽو چيو.

”ان کانسواءِ توکي هلڊي بابت ڪهڙي ڄاڻ آهي؟“ سوفي لکيو.

”هلڊي جو پيءُ لبنان ۾ يواين جو مبصر آهي. هو عهدي جي حساب سان ميجر آهي. هو وقفي وقفي سان پنهنجي ڌيءَ ڏانهن پوسٽ ڪارڊ اماڻيندو رهندو آهي.“

”مان چاهيان ٿي تون ان (هلڊي جي پيءُ) کي ڳول!“

”مون کان اهو ڪم نه ٿو ٿي سگهي. هو منهنجي ڪنهن به فائل تي ناهي ۽ مان ڪنهن به ٻي ڪمپيوٽر سان منسلڪ ناهيان.“

”مون چيو نه ان کي ڳول !!!!!“

”سوفي، تون ڪاوڙ ٿي ڪرين؟ ايڏيون ندا جون نشانيون تمام گهڻي

ڪاوڙ جي علامت آهن.“

”مان هلدي جي پيءَ سان ڳالهائڻ چاهيان ٿي!“

”توکي پنهنجا جذبات قابو ۾ ڪرڻ ۾ ڏکيائي ٿئي ٿي. جيڪڏهن تون پنهنجي نندپڻ بابت ڳالهائڻ چاهين ٿي ته پوءِ بٽڻ F 9 دٻاءِ.“

البرٽو ٻيهر سوفيءَ جي ڪلهي تي هٿ رکيو.

”هو صحيح چئي ٿي. اِهو ڪرسٽل بال (شيشي جو بال) ناهي. ليليٰ رڳو ڊيٽا پروگرام آهي.“

”بس ڪر!“ سوفي لکيو.

”سوفي، جيئن تنهنجي مرضي. پنهنجي ملاقات رڳو 13 منٽ 52 سيڪنڊ ٿي. اسان جيڪو ڪجهه چيو آهي اها هڪ هڪ ڳالهه مون ڪان نه وسرندي. مان هاڻي هي پروگرام ختم ڪيان ٿي.“

اکر: C هڪ ڀيرو ٻيهر اسڪرين تي آيو.

سوفي بٽڻ دٻائي ڪنيگ لکيو.

جهٽ ۾ ڪمپيوٽر اسڪرين تي پيغام لکجي آيو.

”مان هتي آهيان.“

هن ڀيري چرڪ البرٽو جو نڪتو.

”تون ڪير آهين؟“ سوفي لکيو.

”ميجر البرٽ ڪنيگ توهان جي خدمت ۾ حاضر آهي. مان سڌو لبنان کان هتي آيو آهيان. مون لاءِ ڪهڙو حڪم آهي؟“

”معامرو بگڙي ويو!“ البرٽو ڇپن ۾ ڀٽڪيو، ”ڪوئي جو پٽ هارڊ ڊسڪ ۾ به گهڙي آيو آهي.“

البرٽو سوفيءَ کي هڪ طرف هٽڻ جو اشارو ڪيو ۽ پاڻ ڪي بورڊ (Keyboard) آڏو ويهي رهيو.

”تون منهنجي پرسنل ڪمپيوٽر (PC) ۾ ڪيئن گهڙي آيو آهين؟“ هن لکيو.

”منهنجا پيارا ساٿي، اها بلڪل معمولي ڳالهه آهي. منهنجي جتي دل چاهي مان اتي پهچي ويندو آهيان.“

”تون ڊيٽا وائرس آهين. مون کي توسان نفرت ٿيندي آهي!“

”صبر! صبر! ايڏو جوش نه ڪر في الحال مان هتي سالگره وائرس بڻجي آيو آهيان. مان ڪو پيغام ڏئي سگهان ٿو؟“

”ڪا ضرورت ناهي. اسان وٽ اڳ ۾ ئي تنهنجن پيغامن جو ڍير ٿي ويو آهي.“

”پر مان اِهو نياپو پهچائڻ ۾ دير نه ڪندس: پياري هلدي، اِهو سڀ

ڪجهه تنهنجي اعزاز ۾ آهي. مان هڪ ڀيرو ٻيهر توکي تنهنجي 15هين جنم ڏينهن جو واڌايون ڏيان ٿو..... منهنجي خواهش آهي ته تون جتي به هجين توکي منهنجا پيغام ملندا رهن. بابا طرفان سلام جيڪو توسان پاڪر پائڻ لاءِ مري ٿو.“

ان ڪان اڳ جو البرٽو ڪجهه لکي. اسڪرين تي: C لکجي آيو.

البرٽو "dir Knag" (”ڪنيگ کي گهراءِ“) لکيو. ان سان هيءَ ٿيو جو هيٺين معلومات لکجي آئي.

| | | | |
|---|---|---|---|
| Knag lib | 147,643 | 15-06-90 | 12:47 |
| Knag lib | 326,439 | 23-06-90 | 22:34 |

البرٽو "erase knag" (”ڪنيگ کي ڊاهه“) لکيو ۽ بعد ۾ ڪمپيوٽر بند ڪري ڇڏيو.

”...... مون هن کي ڊاهي ڇڏيو آهي.“ هن چيو، ”پر اِهو چوڻ ڏکيو آهي ته هو اينڊڙ ڀيري ڪٿي اچي ڪرندو.“

هو اسڪرين کي گهوريندو رهيو. پوءِ هن چيو:

”خراب ڳالهه هن جو نالو آهي، ’البرٽ ڪنيگ‘....“

پهريون ڀيرو سوفي کي ٻنهي نالن جي مشابهت... البرٽ ڪنيگ ۽ البرٽو ڪنيگ... جو شدت سان احساس ٿيو. پر البرٽو ڪاوڙ ۾ ايڏو ڳاڙهو ٿيو وينو هو جو هوءَ هڪ لفظ به ڪڇي نه سگهي. ٻئي اٿيا ۽ وري ڪافيءَ جي ميز جي پر ۾ وينا.

# اسپينوزا

## ... خدا پنهنجي پاڻ جو تماشو ڪندڙ ناهي ...

ٻئي گهڻو وقت چپ ويٺا رهيا، البرٽو جو ڏيان هٽائڻ خاطر سوفي ڳالهايو:

”ديڪارت انوکو ماڻهو هوندو. هن کي ڪا شهرت ملي؟“

البرٽو جواب ڏيڻ کان اڳ ٻه سيڪنڊ ڊگها ساهه کنيا. ”هن جي ڪم جي وڏي اهميت هئي. شايد سڀ کان وڌيڪ هڪ ٻئي عظيم فلسفي لاءِ. ان فلسفي جو نالو باروخ اسپينوزا (Baruch Spinoza) هيو. هو 1632ع کان 1677ع تائين جيئرو رهيو.“

”ان لاءِ ڪجهه ٻڌايو نا؟“

”اسپينوزا جو تعلق هالينڊ جي شهر ايمسٽرڊيم جي يهودي طبقي سان هيو. هن کي خراب عادتن سبب مردود ڪوٺيو ويو ۽ ڪيس مذهب مان ڪڍيو ويو. پنهنجن خيالن جي ڪري هن جي جيتري توهين ڪئي وئي ۽ جيترو ڪيس ذهني عذاب ڏنو ويو، هاڻوڪي دؤر ۾ شايد ئي ڪو اهڙو فلسفي هجي جنهن سان اهڙو سلوڪ ڪيو ويو هجي. هن سان اهو سڀ ڪجهه ان ڪري ٿيو ته هو روايتي ۽ مضبوط مذهب تي تنقيد ڪندو هيو. هو اعلان ڪندي چوندو هو ته يهودي ۽ عيسائي مذهب رڳو بنا لوچڻ جي ڪٽر عقيدن ۽ ٻاهرين رسمن (جي ادائگي) جي سهاري پنهنجي زندگيءَ جا ڏينهن گذاري رهيا آهن. هو پهريون ماڻهو هيو جنهن ان شئي جو، جنهن کي اسان انجيل جي تاريخيائي- تنقيدي (historico_ critical) تشريح ۽ تفسير چوندا آهيون، استعمال ڪيو.“

”ڪجهه ڪليل وضاحت ڪيو.“

”هو ان ڳالهه کان منڪر هيو ته بائبل جو هڪ هڪ لفظ خدا طرفان الهام ڪيل آهي. هو چوندو هو: ’جڏهن اسان انجيل جو مطالعو ڪندا آهيون اسان کي لاڳيتو اها ڳالهه ڌيان ۾ رکڻ گهرجي ته اهو ڪهڙي دؤر ۾ لکيو ويو.‘ جهڙي قسم جي تنقيدي مطالعي جي هن تجويز ڏني هئي، ان سان مڪ لکت ۾

ڪيترين ئي هڪ جهڙايون نہ هجڻ جو انڪشاف ٿيو آهي. پر نئين عهدنامي ۾ شامل پوتر صحيفن جي سطح جي هيٺان هر هنڌ يسوع نظر اچي ٿو جن کي خدا جو ترجمان ٿيئي سگهجي ٿو. ان ڪري يسوع جي تعليم يهودي مذهب جي 'Orthodoxy' کان آجپي جي اميد ڏني هئي. يسوع 'عقل جي مذهب' ('A religion of reason') جي تبليغ ڪندا هئا جنهن ۾ محبت کي فوقيت حاصل آهي. اسپينوزا ان جي تشريح هيئن ڪندو هو تہ ان جي خدا جي محبت ۽ انسان ذات جي محبت ٻئي گڏيل آهن. پوءِ بہ هن جو خيال هو تہ عيسائيت بہ بنا لوچ ڪٽر عقيدن ۽ ٻاهرين رسمن ۾ ڦاسي چڪي آهي.

"منهنجو خيال آهي تہ عيسائي ۽ يهودي مذهبي رهنمائن جي لاءِ اهڙي قسم جي خيالن کي برداشت ڪرڻ سولو نہ رهيو هوندو."

"جڏهن حالتون خراب ٿي ويون تہ اهڙي صورتحال ۾ اسپينوزا کي گهر وارن ڪڍي ڇڏيو ۽ ايستائين جو خراب عادتن جي الزام ۾ هن کان اباڻو ورثو پڻ کسڻ جي ڪوشش شروع ڪئي وئي... اسپينوزا وانگر مذهبي رواداري ۽ آزاد ڳالهہ جي حق ۾ قلم کڻندڙ گهٽ هئا. چوطرف کان مخالفت هن کي اڪيلائي جي زندگي گذارڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو. هاڻي هن جي حياتي رڳو فلسفي لاءِ ارپيل هئي. هو پنهنجي گذاري لاءِ عينڪن جا شيشا چمڪائي ٿورڙو گهڻو ڪمائيندو هيو. انهن مان ڪجهہ شيشا منهنجي ملڪيت ۾ آيا آهن."

"واهہ متاثر ڪندڙ!"

"اها حقيقت آهي تہ هو شيشا صاف ڪري روزي ڪمائيندو هو ۽ اها حقيقت علامتي اهميت اختيار ڪري وئي. فلسفي کي اها ڪوشش ڪرڻ گهرجي تہ هو زندگيءَ جي نئين تناظر ۾ ڏسڻ لاءِ ماڻهن سان سهڪار ڪري. اسپينوزا جي فلسفي جو هڪ اهم جز واقعي شين جو ابديت جي تناظر ۾ رکي ڏسڻ آهي."

"ابديت جو تناظر؟"

"هاءِ سوفي، ڇا تون سمجهين ٿي تہ تون پنهنجي زندگيءَ جو تصور ڪنهن ڪائناتي رخ ۾ ڪري سگهين ٿي؟ تو کي ڪوشش ڪرڻي پوندي ۽ توکي پنهنجو ۽ پنهنجي زندگيءَ جو هتي ۽ هاڻي تصور ڪرڻو پوندو....."

"..... اهو ڪم ايڏو سولو ناهي."

"پنهنجو پاڻ کي ياد ڏيار تہ تون سموري فطرت جي زندگيءَ جو هڪ تمام ننڍڙو حصو گذاري رهي آهين. تون انتهائي وڏي ڪُل (whole) جو حصو آهين."

"مان توهان جو مطلب سمجهي وئي آهيان..."

"(سمجهڻ کوڙ ناهي) ڇا تون ائين محسوس ڪري سگهين ٿي؟ ڇا تون هڪ ئي وقت، هڪ ئي جهلڪ ۾ سموري فطرت..... پوري ڪائنات..... جو ادراڪ ڪري سگهين ٿي؟"

"مان يقين سان ڪجھ نہ ٿو چئي سگهان. شايد مون کي ڪجھ شيشا گهرجن."

"منهنجو مطلب رڳو خلائي لامحدوديت ئي ناهي، مان ان ۾ وقت جي ابديت (enternity) بہ شامل ڪري رهيو آهيان. ڪو ٽيھ هزار سال اڳ جرمنيءَ جي رائن واديءَ ۾ هڪ ڇوڪرو رهندو هيو. هو فطرت جو هڪڙو ننڍڙو جزو هو، سمنڊ جي ننڍڙي لهر هو. تون بہ سوفي، فطرت جي زندگيءَ جو تمام ننڍڙو حصو گذاري رهي آهين. تو ۾ ۽ ان ڇوڪري ۾ ڪو فرق ناهي."

"سواءِ ان جي تہ مان جيئري آهيان."

"ها، مان اها ئي ڳالھ چاهيان پيو تہ تون ان جو تصور ڪرڻ جي ڪوشش ڪر. ٽيھ هزار سالن ۾ تون ڇا بڻجي ويندينءِ؟"

"ڇا اها خراب عادت هئي (جنهن جو الزام اسپينوزا تي لڳايو ويو.)؟"

"... اسپينوزا رڳو اهو ڪون چيو تہ هر شئي فطرت آهي. هو فطرت جي خدا سان سڃاڻپ ڪندو هيو. هو چوندو هيو تہ خدا ئي سڀ ڪجھ آهي ۽ سڀ ڪجھ خدا آهي."

"ان جو مطلب تہ هو همہ اوست (pantheism) جو قائل هيو."

"اهو ٺيڪ آهي. اسپينوزا موجب خدا دنيا ان لاءِ تخليق ڪون ڪئي هئي تہ هو ان کان ٻاهر موجود رهي. نہ، (خدا ئي) دنيا آهي. ڪڏهن ڪڏهن اسپينوزا ان ڳالھ کي ٿورو مختلف بيان ڪندو آهي. هو دعويٰ ڪري ٿو تہ دنيا خدا ۾ آهي. ان معامري ۾ هو اريوپگس جبل (پهاڙي) تي ايٿينز وارن جي سامهون سينٽ پال جي تقرير جو حوالو ڏئي ٿو: 'ان ۾ ئي پاڻ رهون ٿا ۽ چرپر ڪيون ٿا ۽ پنهنجو وجود رکون ٿا.' پر اچ تہ پاڻ اسپينوزا جي دليلن ۽ ثبوتن تي نظر وجهون. هن جو اهم ڪتاب 'Ethics Geometrically Demon-strated' آهي."

"اخلاقيات ..... انگي انداز سان عملي تشريح؟"

"شايد اسان کي اهو عنوان عجيب لڳي. سٺي زندگي گهارڻ لاءِ جنهن اخلاقي رويئي جي گهرج هوندي آهي، ان جي مطالعي کي فلسفي جي اصطلاح ۾ 'اخلاقيات' (Ethics) چئبو آهي. مثال جڏهن سقراط يا ارسطو جي اخلاقيات جو ذڪر ڪيون ٿا، تڏهن بہ اسان جو اهوئي مطلب هوندو آهي. اهو رڳو اسان جي زماني ۾ ٿيو آهي جو اخلاقيات جو رتبو ايترو ڪيريو ويو آهي جو هاڻي ان جو مفهوم اهو ڪڍيو پيو وڃي تہ توهان جيڪو چاهيو ڪريو، جهڙي نموني

رهڻ چاهيو، رهو، بس ايترو خيال رکو تہ توهان جي ڪنهن فعل سان ٻي ڪنهن جي حقن کي نقصان نہ اچي.“

”چو تہ پنهنجي باري ۾ سوچڻ کي انا پرستيءَ ڪونہ ٿيو آهي؟“

”ها، ڪجھ اهڙي ئي ڳالهہ آهي. جڏهن اسپينوزا لفظ ’اخلاقيات‘ ڪتب آڻي ٿو تہ ان مان ان جو مطلب زنده رهڻ جو فن ۽ اخلاقي رويا ٻئي هوندا آهن.“

”پوءِ بہ اها چا..... اخلاقيات جي انگي انداز سان تشريح آهي؟“

”انگيَ انداز يا طريقو انهن اصطلاحن ڏانهن اشارو آهي جيڪي هن پنهنجي خيالن کي منظم نموني پيش ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيا. توکي شايد ياد هجي ديڪارٽ پنهنجي فلسفياڻي فڪر لاءِ رياضياتي طريقو ڪتب آڻڻ پيو چاهي ان مان ان جو مطلب فلسفياڻي فڪر جي اهڙي صورت هئي جيڪا سختي سان پنهنجي منطقي نتيجن مان جڙندي آهي. ۽ اسپينوزا بہ انهيءَ روايت تي هليو. هو پنهنجي اخلاقيات وسيلي ڏيکارڻ پيو چاهي تہ انساني زندگي فطرت جي آفاقي قانونن جي تابع آهي. ان ڪري اسان کي پنهنجو پاڻ کي احساسن ۽ (ڪريل) جذبات کان آزاد ڪرڻ گهرجي. هن جو يقين هيو تہ رڳو ان ئي صورت ۾ اسان اطمينان (قلب) حاصل ڪري سگهون ٿا ۽ سرها رهي سگهون ٿا.“

”اسان رڳو فطرت جي قانونن جي تابع ناهيون.“

”خير، اسپينوزا سولائي سان پڪڙ ۾ اچڻ وارو فلسفي ناهي- - توکي ياد هوندو ديڪارٽ جو ايمان هيو تہ حقيقت مڪمل طور تي ٻن مختلف ماين (Substances) - - يعني سوچ ۽ (مڪاني) وسعت (پکيڙ) - - تي ٻڌل آهي.“

”مان اهو ڪيئن وساري سگهان ٿي؟“

”لفظَ ’مايي‘ (Substance) جي هيئن تشريح ڪري سگهجي ٿي تہ هي اها (شئي) آهي جنهن تي ڪا شئي مشتمل هوندي آهي يا هي اُها (شئي) آهي جيڪا اصل ۾ هوندي آهي يا جنهن کي مختصر يا گهٽ ڏکي شڪل ڏئي ڪنهن شئي ۾ تبديل ڪري سگهبو آهي. ديڪارٽ انهن ماين (Substances) مان ٻن سان رڌل رهيو. هن جي خيال موجب هر شئي يا سوچ هئي يا (مڪاني) وسعت.

”اسپينوزا ان 'Split' کي مڃڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. هن جو يقين هيو تہ مايو (Substance) رڳو هڪ آهي، هر شئي جيڪا موجود آهي ان کي مختصر يا گهٽ ڏکي شڪل ڏئي واحد حقيقت ۾ تبديل ڪري سگهجي ٿو. جنهن کي هو مايو چئي ٿو. ڪڏهن ڪڏهن هو ان کي خدا يا فطرت چئي

ٿو. ان ڪري ڊيڪارٽ جي ابتڙ هن جو حقيقت بابت 'ٻٽو نظريو' (Dualistic) ناهي. اسان چئون ٿا ته هو احديت پسند (Monist) هو معني هو فطرت ۽ سمورين شين جي ڪيفيت کي ننڍي ۾ سولي صورت ۾ ٻڌائي هڪ واحد مابي ۾ تبديل ڪري ڇڏي ٿو.

"ان ڪان وڌيڪ انهن کي هڪ ٻئي سان ٻيو ڪو اختلاف ٿي ئي نه ٿو سگهي."

"پر ڊيڪارٽ ۽ اسپينوزا ۾ اختلاف ايڏو پراڻو ناهي جيئن گهڻن ماڻهن ان جي دعويٰ ڪئي آهي. ڊيڪارٽ به اهو ڏيان ڇڪرايو ته رڳو خدا پنهنجو پاڻ يا آزاد حيثيت سان موجود آهي. رڳو تڏهن جڏهن اسپينوزا خدا جي فطرت سان .... يا خدا جي تخليق سان ..... مطابقت ڪندو هو، ٻنهي يعني ڊيڪارٽ جي نظرن ۾ يهودين ۾ عيسائين جي عقيدن کان ڏور هليو ويندو آهي."

"معنيٰ ته فطرت ئي خدا ٿي ۽ قصو ختم."

"پر جڏهن اسپينوزا لفظ 'فطرت' ڪتب آڻي ٿو، ان جو مطلب رڳو توسيعي (وڌايل) فطرت ناهي هوندو. مابي (Substance)، خدا يا فطرت مان هن جو مطلب هر اُها شئي آهي جيڪا موجود آهي. (۽ ان ۾ سڀ روحاني شيون به موجود آهن.)"

"توهان جو مطلب آهي سوچ ۽ (مڪاني) وسعت (پکيڙ) ٻئي؟"

"تو منهنجي ڳالهه کسي ورتي! اسپينوزا موجب اسان خدا جون رڳو ٻه صفتون يا جلوا سڃاڻيون ٿا. اسپينوزا خدا جي انهن صفتن کي attributes (صفات الهي) چوندو آهي. ۽ اهي ٻئي صفتون ڊيڪارٽ جي 'سوچ' ۽ 'مڪاني وسعت' وانگر سڃاڻپ واريون آهن. خدا .... يا فطرت ..... پنهنجو جلوو، سوچ هجي يا مڪاني وسعت، ٻنهيءَ ۾ ڏيکاريندو آهي. اهو به ممڪن آهي ته خدا جون صفتون 'سوچ' يا 'مڪاني وسعت' تائين محدود نه هجن، اينتريون هجن جو انهن جي ڳڻپ ممڪن ئي نه هجي. پر انسان کي رڳو انهن ٻن جي ڄاڻ آهي."

"اهو ته صحيح، پر ٻڌائڻ جو انداز ڪيڏو ڏکيو آهي!"

"ها، (ٿوري محنت ڪانپوءِ)..... اهو صلو ملندو آهي جو ماڻهو اهڙو فڪر ڪڍڻ ۾ سوپارو ٿيندو آهي جيڪو ٽڪ وانگر شفاف آهي."

"توهان منهنجي صبر جو امتحان نه وٺو. جلدي ٻڌايو."

"فطرت ۾ هر شئي يا ته سوچ آهي يا (مڪاني) وسعت. پنهنجي روزاني زندگي ۾ اسان جي جن مختلف ڏيکن سان..... مثال ڪو قدرتي گل، يا وليم ورڊزورٿ جي ڪنهن نظم..... سان واسطو پوندو آهي، اهي سوچ جا يا وري

(مڪاني) وسعت جي صفت (atribute) جا بنياد (modes) آهن. 'اسلوب' اُهو خاص انداز آهي جيڪو مايو (Substance)، خدا يا فطرت اختيار ڪندي آهي. گل (مڪاني) وسعت جي صفت جو اسلوب آهي ۽ ان گل بابت ڪو به نظم سوچ جي صفت جو اسلوب آهي. پر ٻئي بنيادي طور تي مادي (Substance)، خدا يا فطرت جو اظهار آهن."

"توهان مون کي بيوقوف ٿا بڻايو!"

"پر ڳالھ ايڏي گنجريل ناهي جيتري هو بڻائي رهيو آهي. هن پنهنجن خيالن کي جنهن بنا لوچ نظم ۽ ضبط سان پيش ڪيو آهي، ان جي تہ ۾ زبردست آگاهي آهي، جيڪا ايڏي سولي آهي جو ان جو اظهار روزاني ڪتب ايندڙ زبان ۾ ممڪن ئي ناهي."

"منهنجو خيال آهي تہ مان روزاني استعمال ۾ ايندڙ زبان کي اوليت ڏينديس. شرط اهو آهي تہ ان سان توهان کي فرق نہ پئي تہ."

"ٺيڪ آهي، پوءِ بهتر اِهو ٿيندو تہ مان شروعات توکان ڪيان. جڏهن تنهنجي پيٽ ۾ سور ٿيندو، اهو سور ڪنهن کي هوندو آهي؟"

"جيئن توهان چيو، مون کي، ٻيو ڪنهن کي؟"

"صحيح، پر بعد ۾ جڏهن توکي ياد اچي ٿو تہ توکي ڪڏهن سور پيو هو، اها سوچ ڪنهن جي هوندي آهي؟"

"اها بہ منهنجي."

"تہ اُهو ماڻهو جنهن کي هڪ پل پيٽ ۾ سور ٿئي ٿو ۽ ٻي پل ان تي سوچ جي ڪيفيت ٿئي ٿي، هڪ ئي ٿيو؟ ۽ اهو هڪ ماڻهو تون آهين. اسپينوزا جي دعويٰ هئي تہ سڀ مادي (matter) شيون ۽ اُهي سڀ شيون جيڪي اسان جي چؤگرد ٿينديون رهنديون آهن، خدا جي ذات يا فطرت جو اظهار آهن. ان سان اهو ثابت ٿيو تہ اسان جون سڀ سوچون جيڪي اسان سوچيندا آهيون: اهي خدا جون ۽ فطرت جون بہ سوچون آهن. ڇو تہ هر شعي هڪ (One) آهي. خدا صرف هڪ آهي، فطرت هڪ آهي ۽ مايو (Substance) هڪ آهي."

"پر ترسو، جڏهن مان ڪجھ سوچيندي آهيان، تہ جيڪو سوچڻ جو ڪم ڪري رهيو هوندو آهي، اُهو مان هوندي آهيان. جڏهن مان چرپر ڪندي آهيان، تہ جيڪو چرپر ڪري رهيو هوندو آهي، اُهو مان هوندي آهيان. توهان ان ۾ خدا کي ڇو گھلي رهيا آهيو؟"

"مون کي (انهن ڪمن ۾) تنهنجي شرڪت وڻي آهي. پر تون ڪير آهين؟ اهو صحيح تہ تون سوفي امندسين آهين پر تون حد کان ٻاهر ڪنهن عظيم شئي جو اظهار بہ آهين. جيڪڏهن تون چاهين تہ چئي سگهين ٿي تہ

سوچي تون رهي آهين يا چرپر تون ڪري رهي آهين. پر ڇا تون ان سان گڏ اهو به نه ٿي چئي سگهين ته تنهنجون سوچون فطرت سوچي رهي آهي يا هي فطرت آهي جيڪا تو وسيلي چرپر ڪري رهي آهي؟ اصل ۾ مسئلو رڳو ايترو آهي ته ڏسڻ لاءِ تون ڪهڙو انگ ٿي چوندين؟“

”توهان جو مطلب آهي ته مان پاڻ ڪو به فيصلو نه ٿي ڪري سگهان؟“

”ان جو جواب ها ۽ نه ٻنهيءَ ۾ ٿي سگهي ٿو. ٿي سگهي ٿو ته تون جهڙي ريت چاهين توکي آڱر گهمائڻ جو حق حاصل هجي. پر تنهنجي آڱر فطرت موجب ئي گهمي سگهي ٿي. اها ٽپ ڏئي تنهنجي هٿ کان الڳ ٿي نه ٿي سگهي ۽ نه ئي ڪمري ۾ نچي سگهي ٿي. ته پياري سوفي، تنهنجو به زندگيءَ جي ڍانچي ۾ اهڙو مقام آهي. تون سوفي امندسين آهين، پر تون خدا جي جسم جي آڱر به آهين.“

”معنيٰ ته جيڪو ڪجھ مان ڪيان ٿي، ان جو فيصلو خدا ڪندو آهي.“

”فطرت يا فطرت جا قانون. اسپينوزا جو عقيدو هو ته هر شئي، جيڪا ٿيندي آهي، ان جو داخلي سبب خدا ..... يا فطرت جا قانون..... آهن. هو (خدا) ٻاهريون سبب ناهي چو ته خدا فطرت جي قانونن ۽ رڳو انهن وسيلي پنهنجو اظهار ڪندو آهي.“

”مان پڪ سان نه ٿي چئي سگهان ته مون کي اهو فرق نظر ٿو اچي.“

”خدا ڪو پتلين جو تماشو ڪرائيندڙ ناهي جو سڀ ڏوريون ان جي هٿ ۾ هجن ۽ جيڪو ڪجھ ٿيندو آهي، ان جي مرضيءَ سان ٿيندو آهي. پتليون نچائڻ جو سچو ماهر پتلين کي ٻاهران ڪنٽرول ڪندو آهي، هو پتلين جي چرپر جو، ’ٻاهريون سبب‘ آهي. پر خدا ان طريقي سان دنيا کي ڪنٽرول ناهي ڪندو. خدا دنيا کي فطري قانون سان ڪنٽرول ڪندو آهي. ان ڪري خدا..... يا فطرت...... هر ان شئي جو، جيڪا ٿيندي آهي، ’اندريون سبب‘ آهي. ان جو مطلب اهو آهي ته مادي دنيا ۾ هر شئي تقدير (جبر) وسيلي ٿيندي آهي. مادي يا فطري دنيا بابت اسپينوزا جبريت (determinism) جي نظريئي جو قائل هيو.“

”منهنجو خيال آهي توهان اها ڳالھ اڳ ۾ به ڪئي هئي.“

”تون شايد رواقين بابت سوچين پئي. انهن جي به دعويٰ هئي ته هر شئي تقدير سان ٿيندي آهي. اهوئي سبب آهي جو انهن جي ويجهو هر شئي سان ’رواقي طريقي‘ (Stoicism) يعني صبر سان يا ڪنڌ جهڪائي نبرڻ ضروري هيو. انسان کي پنهنجي جذبات جي وهڪري ۾ نه وهڻ گهرجي. اِهو چئي سگهجي ٿو ته اسپينوزا جي اخلاقيات به اِها ئي هئي.“

”توهان جو مطلب ڇا آهي، منهنجو خيال آهي ته مان اُهو سمجهي وئي آهيان، پر پوءِ به مون کي اِهو تصور پسند ناهي ته مان پنهنجي فيصلا پاڻ ناهيان ڪندي.“

”ٺيڪ آ. هڪ ڀيرو ڀيهر ٽيهه هزار سال پراڻي پٿر جي دؤر ۾ ان ڇوڪر ڏانهن هلئون ٿا جيڪو ان دنيا ۾ پنهنجي حياتيءَ جا ڏينهن گهاري رهيو هو جڏهن هو بالغ ٿيو هوندو، هو جنگلي جانورن تي برڇيون اڇليندو هوندو. هن ڪنهن ڇوڪريءَ سان محبت ڪئي هوندي جيڪا هن جي ٻارن جي ماءُ ٿي هوندي ۽ پڪ سان هو قبيلائي ديوتائن جي پوڄا ڪندو هوندو. تون واقعي سمجهندي آهين ته انهن سمورن ڪمن جا فيصلا هو پاڻ ڪندو هوندو؟“

”مون کي پتو ناهي.“

”يا آفريڪا جي ڪنهن شينهن کي ڏيان ۾ آڻ. تنهنجو خيال آهي ته هو شڪاري درندو ٿيڻ جو پڪو په پاڻ ڪندو آهي؟ ان ڪري هو منڊڪائيندڙ آهُو تي حملو ڪري ڏيندو آهي؟ ڇا هو شڪاري درندو ٿيڻ بجاءِ گاهه کائيندڙ ٿيڻ جو پڪو په ڪري سگهيو ٿي؟“

”نه، شينهن پنهنجي فطرت جي تابعداري ڪندو آهي.“

”تنهنجو مطلب فطرت جا قانون آهن. سوفي، تون به اهوئي ڪندي آهين. ڇو ته تون به فطرت جو جزو آهين. ٺيڪ آ تون احتجاج ڪري سگهين ٿي ۽ ان احتجاج ۾ توکي ڊيڪارٽ جي حمايت هوندي ته شينهن حيوان آهي، آزاد انسان ناهي جو ان وٽ آزاد ذهني صلاحيتون هجن. ڀلا ڪنهن نئين ڄاول ٻارڙيءَ کي ذهن ۾ آڻ جيڪا رڙيون ڪندي آهي. جيڪڏهن ان کي کير نه ملي، هوءَ پنهنجو آڱوٺو چوپڻ لڳندي آهي. ڇا ان ٻارڙيءَ جي ڪا آزاد منشا آهي؟“

”منهنجو قياس آهي ته نه.“

”ته پوءِ اِها آزاد ٻارڙي پنهنجي آزاد منشا ڪڏهن حاصل ڪندي آهي؟ ٻن سالن جي ڄمار ۾ اُها هيڏانهن هوڏانهن ڊوڙندي آهي ۽ ان کي جيڪا شئي نظر اچي، ان ڏانهن اشارو ڪرڻ لڳندي آهي. ٽن سالن جي ڄمار ۾ ماءُ کان طرح طرح جا سوال ڪري ڪيس ڪڪ ڪندي آهي. ۽ جڏهن چئن سالن جي ٿيندي آهي، هن کي اوچتو اونده کان ڀوَ ٿيڻ لڳندو آهي. سوفي، آزادي ڪٿي آهي؟“

”مون کي پتو ناهي.“

”جڏهن اُها پندرهن ورهين جي ٿي آهي. هن کي آئيني آڏو ويهي ميڪ اپ ڪرڻ جو تجربو ڪرڻ جو شوق ٿيندو آهي. ڇا اهو ئي اُهو لمحو آهي

جڏهن هوءَ پنهنجا ذاتي فيصلا ڪندي آهي ۽ جيڪو ڪجهه پسند اچي اُهو ڪندي آهي؟"

"مان سمجهي وئي آهيان تہ توهان ڇا ٿا چوڻ چاهيو؟"

"هوءَ پڪ سان سوفي امندبسين آهي. پر هوءَ فطرت جي قانونن سان بہ زندگي گذاريندي آهي. نڪتو اِهو آهي تہ هن کي ان جو احساس ناهي ٿيندو ڇو تہ هر ڪم، جيڪو هوءَ ڪندي آهي. ان جي پٺيان اڻ ڳڻيا سبب ڪم ڪري رهيا هوندا آهن."

"منهنجو خيال آهي مان ڪجهه وڌيڪ ٻڌڻ نہ ٿي چاهيان."

"بس، تون رڳو هڪ آخري سوال جو جواب ڏي. هڪ ئي عمر جا ٻہ وڻ ڪنهن وڏي باغ ۾ بيٺا آهن. هڪ وڻ اتي پوکيو ويو آهي جتي اس پئي ٿي، مٽي سٺي آهي ۽ پاڻي بہ جهجهو آهي. ٻي وڻ وٽ مٽي خراب ۽ اونده آهي. ڪهڙو وڻ وڌيڪ سگهارو ۽ ڏِگهو ٿيندو. ۽ ٻنهيءَ ۾ گهڻو ميوو ڪنهن تي ٿيندو؟

"ظاهر آهي جنهن کي وڌڻ ويجهڻ لاءِ سٺو ماحول ملندو."

"اسپينوزا موجب اِهو وڻ آزاد آهي. ان کي فطري صلاحيتون ڪتب آڻڻ جي مڪمل آزادي آهي. جيڪڏهن اِهو صوف جو وڻ آهي تہ ان ۾ ناشپاتيون ڏيڻ جي صلاحيت نہ هوندي. اِهو ئي اصول اسان انسانن تي بہ لاڳو ٿيندو آهي..... اسان تڏهن ئي آزاد انسانن جي حيثيت ۾ زندگي گذاري سگهون ٿا جڏهن اسان کي پيدائشي صلاحيتن کي صاف ڪرڻ جي آزادي مليل هجي. پر اسان جيڪو ڪجهه آهيون، ان جي نہ اهڻ ۾ اسان جي اندرين امڪاني صلاحيتن ۽ ٻاهرين موقعن کي اِهڙي طرح عمل دخل حاصل آهي جهڙي ريت رائن وادي ۾ پٿر جي زماني جي ڇوڪر، آفريڪا جي شينهن يا باغ ۾ صوف جي وڻ جي معامري ۾ هيو."

"نيڪ آ، مون هار ميجي، تقريبن."

"اسپينوزا ان ڳالهہ تي زور ڏئي ٿو تہ رڳو هڪ ئي هستي مڪمل ۽ قطعي آهي جيڪا 'پنهنجو سبب پاڻ' آهي. جنهن کي هر ڪم ۾ مڪمل آزادي آهي. رڳو خدا يا فطرت اِهڙي قسم جي آزاد ۽ 'غير اتفاقي عمل ڪاري' جو اظهار آهي. انسان آزاديءَ لاءِ اندروني يا ٻاهرين رڪاوٽن خلاف هٿ پير هڻندو رهندو. پر هو آزاد منشا ڪڏهن بہ ماڻي نہ سگهندو. جيڪو ڪجهه اسان جي جسم جي...... جيڪو (مڪاني) وسعت جي صفت جو اسلوب آهي .... اندر هوندو آهي، ان مان هر شئي تي اسان جو اختيار ناهي هوندو. ٻيو تہ اسان تہ اهو بہ نہ ٿا ڪري سگهون تہ اسان کي سوچڻو ڇا آهي، ان جي چونڊ ڪيون. ان ڪري انسان ڪنهن 'آزاد روح' جو مالڪ ناهي هوندو، ان جو اِهو روح

(Soul) گهٽ يا وڌ ميڪانڪي جسم ۾ قيد آهي.“
”اها ڳالهه سمجهڻ ڪجهه ڏکي آهي.“
”اسپينوزا چوندو هو ته هي اسان جا ڪريل جذبات ..... جيئن (وڏو ٿيڻ يا ڪجهه ڪرڻ جي) شديد خواهش ۽ نفساني شهوت (Lust).... آهن جيڪي اسان جي سچي خوشي حاصل ڪرڻ ۾ رڪاوٽ بڻجي ويندا آهن. پر جيڪڏهن اسان اهو سمجهي چڏيون ته هر اُها شئي جيڪا ٿيندي آهي، ان ۾ تقدير يا جبر جو هٿ هوندو آهي، اسان کي مجموعي طور تي فطرت جي وحداني سمجهه تي سگهي ٿي. اسان کي هر طرح چٽي انداز سان احساس ٿي سگهي ٿو ته هر شئي واڌاري آهي، اهو به ته هر شئي هڪ (One) آهي. مقصد ۾ هر ان شئي کي، جيڪا موجود آهي، همه گير ادراڪ ۾ شامل ڪرڻو آهي. تڏهن ئي اسان کي سچي خوشي ۽ اطمينان (قلب) ملي سگهندو. هيءَ ئي اُها ڳالهه آهي جنهن کي اسپينوزا هر شئي کي 'Subspecie aeternitatis' ۾ ڏسڻ چوندو هو.“
”ان جو مطلب؟“
”هر شئي کي ابديت جي تناظر ۾ ڏسڻ. ڇا پاڻ پنهنجي ڳالهه جي شروعات ان نڪتي کان ڪون ڪئي هئي؟“
”پاڻ کي ختم به ان تي ڪرڻي پوندي. هاڻي مون کي هلڻ گهرجي.“
البرٽو اٿي ڪتابن جي شيلفن مٿان ميوي جو ٿالهه کڻي ميز تي رکيو.
”وڃڻ کان اڳ هڪ اڌ ميوو ته کائي وڃ.“
سوفي ڪيلو کڻي ان کي ڇلڻ لڳي.
”هتي ڪجهه لکيل آهي.“ هن اوچتو چيو.
”ڪٿي؟“
”هتي...... ڪيلي جي کل اندران ايئن ٿو لڳي ڄڻ اهو مس جي برش سان لکيل آهي.“
سوفي ميز مٿان جهڪي وئي. البرٽو ڏاڍيان پڙهڻ لڳو:
”هلدي، مان وري اچي ويو آهيان. مان هر هنڌ موجود هوندو آهيان. سالگره مبارڪ.“
”هي ماٺهو روز عيار کان عيار ٿيندو پيو وڃي.“
”پر هي ناممڪن آهي..... توهان جو ڇا خيال آهي؟ توهان ٻڌائي سگهو ٿا ته لبنان ۾ ڪيلا پوکبا آهن؟“
البرٽو نهڪر ۾ ڪنڌ لوڏيو.
”مان هي نه کائيندي س.“
”پوءِ ڇڏينس. جيڪو ماڻهو کل لاهڻ بنا ڪيلي جي اندر پنهنجي ڌيءَ

ڏانهن سالگرهه جو نياپو لکي ٿو. اهو يقينن ذهني طور تي ماؤف شخص هوندو. پر اهو به مجٽو پوندو ته اهو ماڻهو پڪ سان چالاڪ يا ذهين (نيون ڳالهيون / ايجادون ڪندڙ) به ڏاڍو هوندو.“

”هام بـئي.“

”ته ڇا اسان هتي اهو به طئي ڪري ڇڏيون ته هلڊي جو پيءُ تمام گهڻو ذهين ۽ چالاڪ آهي؟ ٻين لفظن ۾ هو بيوقوف بلڪل ناهي.“

”اهو ئي ته مان توهان کي ٻڌايان ٿي. ۽ اهو به ممڪن آهي ته هي ئي اُهو ماڻهو هجي جنهن تڏهن، جڏهن مان هڪ پيري هتي آئي هيس، توهان جي زبان مان مون کي هلڊي چررايو هو. ممڪن آهي هي ئي اُهو ماڻهو آهي جيڪو اسان جي واتن ۾ لفظ وجهي رهيو آهي.“

”ڪا به شئي امڪان مان خارج نه ٿي ڪري سگهجي. پر اسان کي هر شئي کي شڪ جي نگاهه سان ڏسڻ گهرجي.“

”ڪير ڄاڻي ته شايد اسان جي سموري زندگي رڳو خواب هجي.“

”پر اسان کي نتيجا ڪڍڻ ۾ تڪڙ نه ڪرڻ گهرجي. شايد ان معامري جي ڪائي اجان سولي وضاحت هجي.“

”سولي هجي يا ڏکي. مون کي بهرحال جلديءَ ۾ گهر پهچڻو آهي. امان منهنجو انتظار ڪندي هوندي.“

البرٽو هن سان دروازي تائين گڏ آيو. جڏهن هوءَ موڪلائي رهي هئي، هن چيو:

”هلڊي، پنهنجي وري ملاقات ٿيندي.“

پوءِ هن پٺيان ڌماڪي سان دروازو بند ٿي ويو.

# لاڪ

**... ايتروئي ڪورو ۽ خالي جيترو استاد جي اچڻ کان اڳ ڪارو بورڊ هوندو آهي ...**

سوفي سادي اٺين وڳي گهر پهتي. هوءَ (ماءُ سان) ڪيل معاهدي کان ڏيڍ ڪلاڪ دير سان پهتي.

”مون کي دير ٿي وئي. منهنجو خيال آهي اسان هڪ وڏي راز تان پردو کڻڻ جي ويجهو پهتا آهيون.“

”ڪنهن ڪم جو نه.“

”هي صحيح آهي!“

”توهان هن کي پارٽيءَ ۾ اچڻ جي دعوت ڏني؟“

”نه، ڳالهه وسري وئي.“

”خير- هاڻ هن کي ضرور اچڻ گهرجي. مان ان سان ملڻ چاهيان ٿي. اها ملاقات سياڻي تائين ٿيڻ گهرجي. ڪا نوجوان ڇوڪري جهوني ماڻهوءَ سان ملندي رهي، اها فطري ڳالهه ناهي.“

”البرٽو کان گهبرائڻ جي ڪا ڳالهه ناهي. هلدي جي پيءَ جي سلسلي ۾ ڳالهه ان کان به وڌيڪ بگڙي سگهي ٿي.“

”اها هلدي ڪير آهي؟“

”ان ماڻهوءَ جي ڌيءَ جيڪو لبنان ۾ رهندو آهي هو واقعي خراب ماڻهو آهي. ايئن ٿو لڳي ڄڻ سموري دنيا جي ڏور هن جي هٿن ۾ آهي.“

”تو جيڪڏهن جلد ۾ منهنجي ملاقات البرٽو سان نه ڪرائي، مان توکي ان سان ملڻ نه ڏينديس.....“

سوفيءَ جي ذهن ۾ اوچتو ڪو خيال آيو ۽ هوءَ ڊوڙندي پنهنجي ڪمري ۾ وئي...... هوءَ ٿوريءَ دير ۾ واپس آئي. ”هوءَ ڪيئن ٿو نظر اچي، توهان هڪ منٽ ۾ ڏسندؤ. پوءِ مون کي اميد آهي توهان ڪو به اعتراض نه واريندؤ.“

هن ماءَ کي وڊيو ڪيسٽ ڏيکاري ۽ وي سي آر ڏانهن وئي.... ٿوري ئي دير ۾ ٽي وي اسڪرين تي ايڪروپولس جي تصوير ظاهر ٿي. جڏهن البرٽو اڳتي آيو ۽ هوءَ سڌو سنئون سوفيءَ سان مخاطب ٿيو. سندس ماءُ جون ڏنديون آڱريون اچي ويون.

هاڻي سوفيءَ جي نگاهن آڏو ڪا اهڙي شئي آئي جيڪا هوءَ وساري چڪي هئي. ايڪرو پولس ۾ سياحن جو هجوم هيو. هڪ گروهه ۾ ڪنهن ماڻهوءَ جي هٿ ۾ هڪ پلي ڪارڊ هيو. ان تي (هلڊي) HILDE لکيل هو... البرٽو جو ايڪروپولس ۾ گهمڻ جاري هيو...

سندس ماءُ ننڍين ننڍين جملن ۾ تبصرو ڪندي رهي. "يقين ڪان ٻاهر_ _ اهو البرٽو آهي_ _ هو سهيڙ جو ذڪر ڪري ٿو. سوفي هو توسان ئي ڳالهائي ٿو.... مون کي خبر نه هئي ته ڪو پال به ايٿينز ويو هو."

وڊيو فلم هلي رهي هئي..... ڪمري ۾ خاموشي هئي.

"توهان جو هن بابت ڇا خيال آهي؟"

"ڪيڏو عجيب ماڻهو آهي!.... هن جي شڪل بلڪل ان ميجر سان ملندڙ آهي، جيڪو ڪڏهن ان ٻيلي واري جاءِ ۾ رهندو هو."

"ممڪن آهي هجي."

"پرهن کي پندرهن سالن ڪان مٿي ٿي چڪا آهن. ڪنهن به ٻيهر سندس شڪل ناهي ڏٺي. . جڏهن مون هن کي ستر واري ڍاڪي ۾ ڪٽي ڏٺو هو، هو ان البرٽو کان، جنهن کي مون هاڻي هاڻي ڏٺو آهي، هڪ ڏينهن به ننڍو نظر نه آيو هو. ان جو نالو به ڪو پرڏيهي هيو...."

"ڪنوڪس؟"

"ٿي سگهي ٿو. سوفي. ان جو اهوئي نالو هجي."

"يا ڪنيگ هيو؟"

"مون کي ياد نه ٿو پئي..... تون ڪهڙي ڪنوڪس يا ڪنيگ جي ڳالهه ڪري رهي آهين؟"

"هڪ ته البرٽو آهي ۽ ٻيو هلڊي جو پيءُ."

"اهو سڀ ڪجهه ڏسي ۽ ٻڌي منهنجو ته مٿو ڦري ويو آهي."

"گهر ۾ ڪجهه کائڻ لاءِ آهي؟"

"ڪوفتا گرم ڪري کاءُ."

ٻن هفتن تائين سوفيءَ کي البرٽو جو ڪو نياپو نه مليو. ڪيس هلڊي جو ٻيو سالگرهه مبارڪ وارو ڪارڊ مليو هو. هن کي پنهنجي سالگرهه بابت ڪٿان به ڪارڊ ڪون آيو هو. جينوٽيڪ سندس جنم ڏينهن بلڪل مٿان هيو.

هڪ ڏهاڙي هوءَ پراڻي شهر ڏانهن نڪري وئي. هن البرٽو جو دروازو

ڪڙڪايو، پر نہ ڪو ماڻهو نہ ڪو پکي. ان جي دروازي تي هڪ چٺي لڙڪيل هئي. لکيل هو تہ:

هلڊي سالگرہ مبارڪ! هاڻي حالتون بدلجي رهيون آهن ۽ پاڻ اهم موڙ تي پهچڻ وارا آهيون. اهو اهم موڙ ڇا آهي؟ سچائي جو لحو! مان جڏهن بہ ان بابت سوچيندو آهيان، منهنجي هرويرو کل نڪري ويندي آهي. فطري طور تي ان جو ٿورو ٿورو واسطو بارڪلي سان آهي. صبر ڪان ڪم وٺ.

سوفي، ويندي ويندي اها چٺي البرٽو جي ڊاڪ واري دٻي ۾ وڌي.

جڏهن هوءَ چوڏهين جون تي گهر پهتي، هرميز باغ ۾ ننڍگون ڏئي رهيو هو. هوءَ ڏانهس وئي ۽ ڪيس پاڪر ۾ ڀريو. ڄڻ هو ئي سمورين ڳجهارتن کي حل ڪري سگهي ٿو.

هن هڪ ڀيرو وري ماءُ جي نالي چٺي ڇڏي ۽ هن ڀيري هن البرٽو جي ايڊريس بہ لکي ڇڏي.

سوفي واٽ ويندي..... ايندڙ ڏينهن تي پنهنجي جنم ڏينهن بابت ايترو ڪونہ سوچي رهي هئي...... جنهن جي پارٽي هن کي وچ گرميءَ کان هڪ ڏينهن اڳ ڪرڻي هئي. هن جي سوچن جو مرڪز هلڊي جي سالگرہ هئي. جيڪا پڻ سياڻي هئي. سوفي کي پڪ هئي تہ ڪا وڏي ڳالهہ ٿيندي. ٻيو نہ تہ لبنان کان ايندڙ سالگرہ جا ڪارڊ تہ بند ٿي ويندا.

ڪتي .... هن کي رستي ۾ ايندڙ پارڪ ۾ ..... هڪ بينچ تي ويهاريو. سوفي ڪتي جي خواهش جو احترام ڪيو ۽ هوءَ سندس مٿي تي هٿ گهمائڻ لڳي. هن هرميز جي اکين ۾ نهاريو. اوچتو ڪتي جي جسم ۾ ڏڪڻي اچي وئي. ”هي شايد ڀونڪندو.“ سوفي سوچيو.

ڪتي واٽ ڪوليو. پر هو نہ گرڪيو ۽ نہ ڀونڪيو، پر هن (ڪتي) چيو: ”هلڊيءِ سالگرہ مبارڪ!“

سوفيءَ جي واٽ مان هڪ لفظ بہ نہ نڪتو. سندس زبان گونگي ٿي وئي. ڇا ڪتي هن سان ڳالهايو هو؟ ناممڪن! ڪتو ڪيئن ڳالهائي سگهي ٿو؟ اهو ضرور هن جي تخيل جي ڪاروائي هوندي. ڇو تہ هوءَ هلڊي بابت سوچي رهي هئي. پر هاڻي هن کي پنهنجي قلب (دل) جي گهراين سان پڪ ٿي چڪي هئي تہ هرميز ڳالهايو هو ۽ ائين گونجندڙ آواز ڪڍيو هئائين ڄڻ هن پنهنجي ڪاڪڙي مان ڳالهايو هجي.

ايندڙ گهڙين ۾ هر شئي جيئن جو تيئن هئي. ڄڻ ڪجهہ ٿيو بہ نہ هو. هرميز ٻہ ڀيرا ڀونڪيو ڄڻ هو ان ڳالهہ تي پردو وجهي رهيو هو تہ هن ٿوري

دير اڳ انسان وانگر ڳالهايو هو.... هاڻي هو سوفي جي آڏو البرٽو جي گهر ڏانهن هلي رهيو هو. گهر وٽ پهچي سوفي آسمان ڏانهن نهاريو جتي ڪڪر گڏ ٿي رهيا هئا.

دروازو کلڻ شرط سوفي چيو:

”ڪنهن سلام وغيره جي ضرورت ناهي. ميجر هرميز کي ڳالهائڻ سيکاري ڇڏيو آهي.“

”ته ڳالهه اتي پهتي آهي!“

”هائو تصور ته ڪيو!“

”هن ڇا چيو!“

”مان توهان کي ٽي ڀيرا قياس ڪرڻ جو موقعو ڏيان ٿي.“

”منهنجو خيال آهي. هن مبارڪ جهڙي ڪا ڳالهه ڪئي هوندي.“

”بلڪل!“

”هن سوفي کي اندر اچڻ ڏنو. هن ڀيري هن کي ڪنهن ٻي دؤر جا ڪپڙا پاتل هئا، جيڪي پوين کان گهٽ مختلف ڪونه هئا. پر هن ڀيري سينگار واريون پينٽون، ڦندڻ وغيره نه هئا.

”معامرو رڳو اهو نه هو.“ سوفي چيو.

”توهان کي ٽپال واري دٻي مان ڪا چٺي ملي؟“

”هائو اُها ته مون ان وقت ئي اچلي ڇڏي هئي.“

”هو جڏهن به بارڪلي بابت سوچيندو آهي، هن کان ڪل نڪري ويندي آهي، مون کي ڪا پرواهه ناهي. پر پڇڻ اهو ٿي چاهيان ته ان خاص فلسفيءَ ۾ ڪهڙي ڪل ڏياريندڙ ڳالهه آهي؟..... توهان کي اڄ ان بابت ئي ته ڳالهائڻو آهي؟“

”ها ڪرڻي ته اڄ آهي.“

البرٽو صوفي تي ويٺو ۽ هن چيو:

”پوئين ڀيري مون توکي ديڪارٽ ۽ اسپينوزا بابت ٻڌايو هو ۽ اسان ٻئي ان ڳالهه تي متفق هئا سين ته ٻنهيءَ ۾ هڪ ڳالهه هڪ جهڙي هئي ته اُهي ٻئي ’عقليت پسند‘ هئا.“

”۽ عقليت پسند اُهو هوندو آهي جيڪو عقل کي تمام گهڻي اهميت ڏيندو آهي.“

”هائو عقليت پسند جو ايمان هوندو آهي ته علم جو پهريون ۽ اهم سرچشمو عقل آهي ۽ ان جو اهو به ايمان ٿي سگهي ٿو. انسان جي دماغ ۾ ڪجهه پيدائشي خيال هوندا آهن، اهي تڏهن به هوندا آهن جڏهن ماڻهوءَ کي زندگيءَ جو ايجان تجربو ئي ناهي هوندو ۽ اهي خيال جيترا وڌيڪ چٽا هوندا اوتروئي يقيني ٿي

ويندو آهي ته اهي حقيقت برابر آهن. توکي ياد هوندو ته 'ڪامل ذات' بابت ديڪارٽ جو تصور ڪيڏو واضح ۽ چٽو هيو. جنهن جي بنياد تي هو ان نتيجي تي پهتو ته خدا موجود آهي.... اهڙي قسم جي عقلي سوچ سترهين صديءَ جي فلسفي جي مک خصوصيت هئي. ان جون پاڙون وچ واري دؤر ۾ به موجود هيون. ۽ توکي ياد هوندو ته افالطون ۽ سقرلط ۾ به موجود هيون. پر ارڙهين صديءَ.... جي فلسفين جي عام راءِ اها هئي ته اسان جي دماغ ۾ قطعي اهڙي ڪا به ڳالھ ناهي هوندي جنهن جو اسان کي حواس ذريعي تجربو ناهي ٿـي چڪو هوندو. اِهڙي قسم جي نظريئي کي تجربيت (empiricism) چيو ويندو آهي."

"ته توهان اچ تجربيت پسندن بابت ڳالھ ٻولھ ڪندؤ؟"

"ها مان ڪوشش ڪندس ته تجربيت پسندن تي ڳالهايان. اهم ترين تجربيت پسند ـ فلسفي لاڪ (Locke)، بارڪلي (Barkeley) ۽ هيوم (Hume) هئا ۽ اتفاق سان ٽـئي برطانوي هئا. سترهين صديءَ جا عقليت پسند ديڪارٽ فرانسيسي هو، اسپينوزا ڊچ هو ۽ لائب نـٽس جرمني جو هيو . ان ڪري عام طور تي اسان برطانوي تجربيت ۽ براعظمي عقليت پسندي جي وچ ۾ لڪير ڪڍي ڇڏيندا آهيون."

"توهان تجربيت جي معنيٰ ورجائي سگهو ٿا؟"

"تجربيت پسند دنيا بابت پنهنجو سمورو علم ان شئي مان حاصل ڪندا آهن جيئن انهن کي سندن حواس ٻڌائيندا آهن. تجربيتي فڪر جي انداز جي ڪلاسيڪي ترتيب ارسطو کان آئي هئي. هن چيو هو: 'دماغ ۾ ڪجھ به ناهي هوندو سواءِ ان جي جيڪو اڳ ۾ ئي اسان جي حواس ۾ (موجود) هوندو آهي.' اهو نظريو ڊڪيل انداز ۾ افلاطون تي به تنقيد آهي جنهن چيو هو ته انسان مثالن (ideas) جي دنيا مان پيدائشي 'مثال' کڻي پيدا ٿـيندا آهن. لاڪ ارسطو جا لفظ ورجائيندو آهي ۽ جڏهن لاڪ انهن کي استعمال ڪندو آهي ته ان جو نشانو ديڪارٽ هوندو آهي."

"دماغ ۾ ڪجھ ناهي هوندو...... سواءِ ان جي جيڪو ڪجھ اڳ ۾ ئي اسان جي حواس ۾ موجود هوندو آهي؟"

"جيستائين اسان ان دنيا کي، جنهن ۾ اسان کي آندو ويندو آهي، ڏسي نه ونـون، (اسان جي ذهن ۾) ڪي به پيدائشي خيال/ مثال (Ideas) يا تصور پيدا ناهن ٿـيندا. جيڪڏهن (اسان جي ذهن ۾) ڪو به تصور يا مثال آهي به ۽ جنهن جو تجربو ڪيل حقيقتن سان ڪو به تعلق قائم نه ٿـو ڪري سگهجي، ته پوءِ اهو ڪوڙو تصور هوندو. مثال طور جڏهن اسان 'خدا'، 'ابديت' يا 'مابي' جهڙا لفظ ڪتب آڻيندا آهيون، ته اسان عقل جو غلط استعمال ڪندا

آهيون جو تہ ڪنهن ماٺهوءَ ڪي بہ خدا، ابديت يا فَلسفي جنهن ڪي مابي (Substance) جو نالو ڏيندا آهن، تجربو ٿيل ناهي هوندو. اَن ڪري اهڙي قسم جا ڪيئي عالماڻا مقالا لکجي سگهجن ٿا ۽ لکيا ويا، جن ۾ حقيقتَ ۾ اِهڙو تصور پيش ناهي ڪيو ويندو جنهن کي صحيح معنيٰ ۾ نئون تصور چئي سگهجي. اهڙي قسم جي ذهانت ۽ ڪاريگريءَ سان گهڙيل فلسفياڻو نظام ظاهر ۾ تہ سهڻو تي سگهي ٿو، پر اصل ۾ اهو هوندي ايئن ئي 'fantasy' آهي. 17هين ۽ 18هين صدي جي فلسفين کي اَهڙي نوعيت جي مقالن جو چڱو خاصو تعداد ورثي ۾ مليو هيو. هاڻي انهن جو خوردبين سان جائزو ٿيڻو هو. انهن کي سمورن کوکلن تصورن کان صاف ڪرڻو هو. ان سلسلي ۾ جيڪو ڪجھ ٿيو، اسان ان جي پيٽ سون چنبڙ سان ڪري سگهون ٿا. ماڻهو ندين ۽ نالين مان جيڪو ڪجھ ڪڍندا آهن، اُهو گهڻي ڀاڱي گپ، گارو ۽ واري هوندي آهي. پر جڏهن ان کي ڇاڻيءَ سان ڇاڻيو ويندو آهي تہ ان ۾ ڪٿي ڪٿي سون جو ذرو چمڪندو نظر ايندو آهي."

"۽ سون جو اهو ذرو صحيح تجربي برابر آهي."

"يا گهٽ ۾ گهٽ انهن خيالن جو جن جو تجربي سان تعلق قائم ڪري سگهجي ٿو. برطانوي تجربيت پسندن لاءِ سمورن انساني تصورن جو ڳوڙهو تنقيدي جائزو وٺڻ ڏاڍو اهم معامرو بڻجي ويو هو، ڇو تہ اهي ڏسڻ پيا چاهين تہ حقيقي تجربي ۾ انهن لاءِ ڪو بنياد موجود آهي يا نہ. پر اسان انهن فلسفين جو هڪ هڪ ڪري مطالعو ڪنداسين."

"ٺيڪ آهي."

انهن ۾ پهريون انگريز فلسفي جان لاڪ (1632ع۔ 1704ع) هيو. هن جو مشهور ڪتاب 'انساني سمجھ بابت مقالو' (Essay concerning Human understanding) آهي. جيڪو 1690ع ۾ ڇپيو هو. هن ان ۾ ٻن سوالن کي اپارڻ جي ڪوشش ڪئي. پهريون سوال هيو: اسان پنهنجا خيال ڪٿان حاصل ڪندا آهيون؟ ٻيو سوال هو: جيڪي ڪجھ اسان جا حواس ٻڌائن ٿا، ڇا اسان انهن تي اعتبار ڪري سگهون ٿا؟"

"اهو ٿيو نہ ڪو پراجيڪٽ!"

"لاڪ جي دعويٰ آهي تہ اسان جا خيال ۽ فڪر ان (شئي) مان ايندا آهن جنهن کي اسان پنهنجي حواسن جي مدد سان سمجهندا آهيون. اسان پاران ڪنهن شئي جو ادراڪ ڪرڻ کان اڳ ۾ دماغ 'tabul rasa' _ _ يا خالي سليٽ _ _ هوندو آهي."

"توهان ان لاطيني ٻوليءَ جي جان نہ ٿا ڇڏيو."

"ان ڪري اسان پاران ڪنهن شئي جو ادراڪ ڪرڻ کان اڳ اسان جو

دماغ اهڙي طرح خالي ۽ ڪورو هوندو آهي، جيئن استاد جي پهچڻ کان اڳ ڪلاس جو بليڪ بورڊ خالي هوندو آهي. لاڪ بنا فرنيچر ۽ بنا سينگاريل ڪمري وانگر پڻ دماغ جي پيٽا ڪئي هئي. پوءِ اسان کي شين جو ادراڪ ٿيڻ لڳندو آهي. اسان پنهنجي چؤڦير دنيا کي ڏسندا آهيون، سنگهندا آهيون، چکندا آهيون، (هٿ لڳائي) ڇهندا آهيون ۽ ٻڌندا آهيون. ڪير ٻياڪ ٻار انهن کي وڌيڪ شدت سان ڪندا آهن. ان طريقي سان اهي، جن کي لاڪ سادا حواسي خيال چوندو آهي، اڀرندا آهن. پر دماغ ٻاهرين دنيا مان رڳو مفعولي انداز (Passively) سان اطلاع وصول ناهي ڪندو. دماغ ۾ ڪجھ ڦڙتي (يا فعاليت) هوندي آهي. سوچڻ، دليل ڏيڻ، يقين ڪرڻ ۽ شڪ ڪرڻ سان هڪ حسي خيالن (single sense ideas) جي چند ڇاڻ ٿيندي آهي ۽ ائين اها شئي وجود ۾ ايندي آهي جنهن کي هو فڪر (يا اثر) (reflection) چوندو آهي. ائين هن 'حواس (يا جوش)' (sensation) ۽ 'فڪر' جي وچ ۾ فرق ڪيو. دماغ رڳو 'Passive reciever' (چپ چپات ۾ وصول ڪندڙ) ناهي، اهو سمورن جوش ڀرين جذبن يا احساسن جي، جيڪي ميڙن جا ميڙ ٿي ايندا آهن، منظم انداز سان چند ڇاڻ ۽ درجا بندي ڪندو آهي ۽ اهو ئي اهو هنڌ آهي جتي ماڻهوءَ کي هوشيار رهڻ جي ضرورت پوندي آهي."

"هوشيار؟"

لاڪ زور ڏئي چوندو هيو ته جن شين جو اسان ادراڪ ڪري سگهندا آهيون، سادا احساس يا حواس آهن. جڏهن مان ڪو صوف کائيندو آهيان، مان هڪ ئي حواس سان سڄي صوف جو ادراڪ ناهيان ڪري سگهندو. اصل حقيقت هي آهي ته مون کي حواسن جو پورو سلسلو وصول ٿيندو آهي. ـ مثال هي ڪا اهڙي شئي آهي، جنهن جو رنگ سائو آهي، ان مان تازگيءَ جي مهڪ ايندي آهي، هي رس ڀريل آهي ۽ هن جو ذائقو قدري ترش آهي. رڳو تڏهن ئي جڏهن مان ڪو صوف کوڙ ڀيرا کائي چڪو هوندو آهيان، مان سوچڻ لڳندو آهيان: هاڻي مان 'صوف' کائي رهيو آهيان. لاڪ جي لفظن ۾ اسان هيئن چونداسين: مون 'صوف' جي مرڪب (complex) جي شڪل اختيار ڪرڻ وارو تصور ڪري ڇڏيو آهي. جڏهن اسان ڪيرٻياڪ ٻار هئاسين، پهريون ڀيرو صوف چکڻ کان پوءِ اسان جي ذهن ۾ اهڙي قسم جي مرڪب جو تصور نه آيو هو. پر اسان ڪا سائي شئي ڏٺي هئي، ڪا تازي رس ڀريل، مزيدار شئي چکي هئي..... اها ڪجھ ترش به هئي. ٿورو ٿورو ڪري اسان ان سان ملندڙ اڻ ڳڻيا حواس (يا احساس) گڏ ڪري ونندا آهيون ۽ 'صوف'، 'ناشپتي' ۽ نارنگي جهڙا تصور ٺاهيندا آهيون. پر حتمي تجزيي ۾ دنيا بابت اسان جي سموري علم جو مواد (material) ماڳي حواسن (يا احساسن) وسيلي

اسان تائين پهچندو آهي. ان ڪري علم جنهن جو پتو سڌي سادي حواس (يا احساس) تائين نہ ٿو پهچي، ڪوڙو علم آهي، نتيجي ۾ ان کي لازمي طور رد ڪرڻ گهرجي."

"بهرحال اسان ايترو يقين سان چئي سگهون ٿا تہ اسان جيڪو ڪجھ ڏسندا، ٻڌندا، سنگهندا ۽ چکندا آهيون، اهو ئي ان جي ادراڪ جو طريقو آهي."

"ان جو جواب ها بہ آهي نہ بہ. ان سان اسان ٻي سوال تائين پهچي وڃون ٿا، جيڪو لاڪ پڇيو هو. هن پهريون ان سوال جو جواب ڏنو هو تہ اسان پنهنجا خيال ڪٿان حاصل ڪندا آهيون. ان کان پوءِ هن پڇيو: ڇا واقعي دنيا اهڙي آهي جيئن اسان ان جو ادراڪ ڪندا آهيون؟ ......

لاڪ جنهن کي 'بنيادي' ۽ 'ثانوي' صفتون چئي ٿو، هو انهن جي وچ ۾ فرق ڪري ٿو. ۽ ان معامري ۾ هو پنهنجي اڳين فلسفين جي - - جن ۾ ديڪارٽ بہ شامل آهي- -احسان جو اعتراف ڪندو آهي.

بنيادي صفتن مان هن جو مطلب جسامت، وزن، چرپر، انگ، انهيءَ قياس تي هيو. جڏهن اهڙين صفتن جو سوال اٿندو آهي اسان پڪ سان چئي سگهندا آهيون تہ حواس انهن کي معروضي انداز سان پيش ڪري ڇڏيندا آهن. اسان شين ۾ ٻين صفتن جو ادراڪ ڪندا آهيون. اسان چوندا آهيون تہ فلاڻي شئي ترش يا مٺي، سائي يا ڳاڙهي، ٿڌي يا گرم آهي. لاڪ انهن کي ثانوي صفتون چئي ٿو. اهڙي قسم جا حواس (يا احساس) - - رنگ، بوءِ، ذائقو، آواز- - اُنهن اصل صفتن کي پيش ناهن ڪندا جيڪي شين ۾ پاڻ پيدائشي طور موجود هونديون آهن. اهي اسان جي حواسن تي ٻاهرين حقيقتن جو رڳو تاثر (effect) پيدا ڪندا آهن."

"ٻين لفظن ۾ اهو هر شخص جي پنهنجي ذوق جو معامرو آهي."

"بلڪل صحيح. هر ماڻهو جسامت ۽ وزن جهڙين بنيادي صفتن تي متفق ٿي سگهندو آهي ڇو تہ اهي پاڻ شين ۾ موجود هونديون آهن. پر جيستائين رنگ ۽ بوءِ جي ثانوي صفتن جو تعلق آهي، اهي هر انسان ۽ جانور لاءِ مختلف ٿي سگهن ٿيون...."

"جڏهن جوآنا نارنگي کائيندي آهي تہ ان جي ڇهري جي اُها ڪيفيت ٿي ويندي آهي جيڪا ٻين جي ليمو کائڻ مهل ٿيندي آهي. هوءَ هڪ وقت ۾ هڪ کان وڌيڪ ڦار ناهي کائي سگهندي. هوءَ چوندي آهي تہ ان جو ذائقو ترش ۽ تکو آهي. ۽ مان عام طور تي ان نارنگيءَ کي مٺي ۽ مزيدار سمجهندي آهيان."

"۽ توهان ٻنهيءَ مان ڪو بہ غلط يا صحيح ناهي. تون رڳو اهو ٻڌائي

رهي آهين تہ نارنگي تنهنجي حواس تي ڪيئن اثر انداز ٿيندي آهي. ۽ اها ئي ڳالھ رنگت تي لاڳو ٿيندي آهي. ممڪن آهي توکي ڳاڙهي رنگ جو ڪو خاص درجو (shade) نہ وڻندو هجي ۽ جوآنا ان رنگ جو مزو وٺي ٿي، تہ تنهنجي پلائي ان ۾ آهي تہ تون پنهنجي راءِ پاڻ وٽ رک. (۽ توڪ ڪرڻ کان پاسو ڪر.) توکي رنگ جو تجربو مختلف انداز سان ٿيندو آهي. رنگ نہ خوبصورت هوندو آهي نہ خراب."

"پر هر ماڻهو ان ڳالھ تي تہ سهمت ٿي سگهي ٿو تہ نارنگي گول ٿيندي آهي."

"ها، جيڪڏهن گول نارنگي آهي تہ ان کي ڪوب چوڪنڊالي ڪون چوندو. تون ان کي 'مني' يا 'ترش' تصور ڪري سگهين ٿي، پر جيڪڏهن ان جو وزن ٻہ سؤ گرام آهي تہ تون اهو تصور نہ ٿي ڪري سگهين تہ اها اٺ ڪلو گرام آهي. تون پڪ سان اهو چئي سگهين ٿي: مون کي يقين آهي تہ هن جو وزن ڪوڙ ڪلو گرام آهي، پر ان صورت ۾ بہ اها تنهنجي غلطي هوندي چو تہ اهو اندازو حقيقت کان ٻاهر هوندو. جيڪڏهن ڪوڙ ماڻهن کي انداز لڳائڻو پوي تہ فلاڻي شئي جو وزن ڪيترو آهي انهن مان گهٽ ۾ گهٽ هڪ اندازو اهڙو ضرور هوندو جيڪو ڪنهن حد تائين صحيح يا ويجهو هوندو. ان شئي جو استعمال انگن (عدد) تي هوندو آهي. دٻي ۾ مٽرن جا 986 داڻا آهن يا پوءِ نہ. اِهو ئي حال حرڪت جو آهي. ڪار بيٺل آهي يا هلندڙ."

"مان سمجهي ويس."

"ان ڪري جڏهن، توسيعي حقيقت جو سوال آيو، لاڪ ديڪارٽ سان سهمت ٿيو تہ ان ۾ ڪجھ اهڙيون صفتون هونديون آهن جن کي انسان پنهنجي عقل سان سمجهي سگهندو آهي."

"ان باري ۾ متفق ٿيڻ ۾ ڪا مشڪل پيش نہ اچڻ گهرجي."

"لاڪ مڃيندو هو تہ ڪجھ ٻين شعبن ۾ بہ اهو علم، جنهن کي هو 'وجداني' علم جو نالو ڏيندو هو، موجود ٿي سگهي ٿو. مثال طور هن جو خيال هيو تہ ڪجھ اخلاقي اصول هر ماڻهوءَ لاءِ هوندا آهن. ٻين لفظن ۾ هن جو فطري حق جي تصور تي اعتقاد هيو ۽ اهو هن جي فڪر جو عقليت پسنداڻو پاسو هوان سان گڏ عقليت پسنداڻو پاسو هي هيو جو لاڪ جو ايمان هو تہ انساني عقل جي اها وصف فطري آهي تہ اهو ڄاڻي سگهي ٿو تہ خدا موجود آهي."

"ممڪن آهي هو صحيح چوندو هجي."

"ڇا بابت؟"

"تہ خدا موجود آهي."

"ها، اِهو ممڪن آهي. پر هن ان معامري کي رڳو ايمان تي ڪون ڇڏيو

هو. هن جو عقيدو هيو ته خدا جو تصور انساني عقل سان پيدا ٿيو آهي. هن جي اها سوچ عقليت پسنداڻي هئي. مان اهو به چوندس ته هو انساني آزادي ۽ رواداري جي حق ۾ آواز اٿاريندو هيو. جيستائين جنس جي برابري جو تعلق آهي هو ان ۾ به گهري دلچسپي وٺندو هو. هن جي دعويٰ هئي ته عورتن کي جيڪا مردن جي محڪومي ڪرڻي پوندي آهي، اُها مردن جي ٺاهيل (man-made) آهي. ان ڪري ان کي تبديل ڪري سگهجي ٿو."

"ان تي مان اختلاف نه ٿي ڪري سگهان."

"لاڪ هاٺوڪن زمانن جي انهن پهرين فلسفين مان آهي جن جنسي ڪردارن ۾ دلچسپي ورتي. هن جونَ اسٽوارٽمل کي وڏو متاثر ڪيو جنهن پنهنجي واري ۾ عورتن ۽ مردن ۾ برابري جي جدوجهد ۾ مک ڪردار ادا ڪيو. لاڪ لبرل خيال رکندڙ هيو. سندس اهي خيال 18هين صديءَ ۾ فرانس جي روشن خيالي دور ۾ وڌيڪ پکڙيا. هو پهريون ماڻهو هيو جنهن اختيارن جي ورڇ جي وڪالت ڪئي..."

"ان جو مطلب ته ملڪ جا اختيار مختلف ادارن ۾ ورهايا وڃن؟"

"توکي ياد آهي ته اهي ڪهڙا ڪهڙا ادارا آهن؟"

"هڪ قانون سازيءَ جو اختيار يا چونڊيل نمائندن جو ايوان آهي، ٻيو عدالتي اختيار آهي يا انصاف واريون عدالتون آهن. ۽ ٽيون انتظامي اختيار يا حڪومت آهي."

"اختيارن جي ان ورڇ جو تصور سڀ کان پهرين فرانس جي روشن خيالي واري دؤر جي فلسفي مونٽس ڏنو هو. لاڪ ان ڳالهه تي زور ڏنو ته ڏاڍ ۽ جبر کان بچڻ لاءِ ضروري آهي ته قانون سازي ڪرڻ ۽ انتظامي معامرا هلائڻ جا اختيار الڳ الڳ ادارن وٽ هجڻ گهرجن. هو لوئي چوڏهين جي دؤر جو ماڻهو هيو، جنهن سڀ اختيار پاڻ وٽ رکيا هئا. هو چوندو هيو ته 'مان ئي ملڪ آهيان.' جڏهن ته لاڪ جو چوڻ هو ته اجڪله اسان لوئي چوڏهين جي حڪومت کي غير قانوني ۽ من ماني جو نالو ڏينداسين. هن جو اهو نظريو هو ته قانوني رياست رڳو تڏهن ئي قائم ٿي سگهي ٿي جڏهن عوامي نمائندا قانون ٺاهين ۽ بادشاهه يا حڪومت انهن تي عمل ڪرائي."

# هيوم

**... پوءِ ان کي شعلن جي حوالي ڪري ڇڏيون ...**

”تنهي برطانوي تجربيت پسندن ۾ انهن ڪان پوءِ بارڪلي جو وارو آهي. جيئن تہ هو ڪيترن ئي حوالن سان پنهنجو مٽ پاڻ هيو پر اسان پهريائين ڊيوڊ هيوم تي ڳالهائينداسين جيڪو 1711ع کان 1776ع تائين جيئرو رهيو.... هن جرمنيءَ جي عظيم فلسفي عمانويل ڪانٽ کي پنهنجي فلسفي جي راهہ سمجهائي هئي...

هيوم جي تربيت ۽ تعليم سڪاٽ لينڊ جي شهر ايڊنبرا ۾ ٿي. هن جا گهر وارا کيس قانون جي تعليم ڏيارڻ پيا چاهين پر هن جي طبيعت فلسفي ۽ علم کان ٻاهر نہ نڪتي. هو والٽيئر ۽ روسو جهڙن عظيم ذاهن وانگر روشن خيالي واري دؤر ۾ رهندو هو. هو يورپ جي ملڪن ۾ پڻ گهميو. هن جو اصل ڪم 'انساني فطرت تي مقالو' ('A Treatise of Human Nature') آهي، جيڪو تڏهن ڇپيو جڏهن هن جي ڄمار اٺاويهہ سال هئي پر هن جي دعويٰ هئي تہ هن کي ان ڪتاب جو خيال پندرهن سالن جي عمر ۾ ئي سجهيو هو.“

”ان جو مطلب آهي تہ مون وٽ ضايع ڪرڻ لاءِ وقت ڪونهي.“

”اُهو تہ تون اڳ ۾ ئي شروع ڪري چڪي آهين.“

”پر جيڪڏهن مون کي پنهنجو فلسفو سهيڙڻو پيو، تہ مان هاڻي تائين جيڪو ڪجهہ ٻڌي چڪي آهيان، اهو ان کان گهڻو مختلف هوندو.“

”ڇا ڪا اهڙي ڳالهہ آهي جنهن جو خاص طور تي ذڪر نہ ٿيو هجي؟“

”پهرين ڳالهہ اها آهي تہ توهان جن بہ فلسفين جي فڪر کي پيش ڪيو آهي اُهي سڀ مرد آهن. ۽ ائين پيو لڳي سڀ مرد پنهنجي دنيا ۾ رهندا هئا. مون کي پنهنجي حقيقي زندگيءَ ۾ وڌيڪ دلچسپي آهي جنهن ۾ گل آهن، جانور آهن، ٻار آهن..... هيڏانهن توهان جهڙا فلسفي آهن، جيڪي سدائين

’انسان‘ ۽ ’انسانن‘ جون ڳالهيون ڪندا رهندا آهن. ۽ هاڻي ’انساني فطرت‘ تي هڪ ٻيو مقالو ڪٽي وينا آهيو. لڳي ٿو ته اهو ’انسان‘ وچولي عمر جو مرد آهي. منهنجو مطلب آهي ته زندگيءَ جي شروعات حمل ۽ پيدائش سان ٿيندي آهي پر اجان تائين ڇيڪون ڪندڙ ٻارن بابت هڪ لفظ به ناهي ٻڌو. ۽ محبت ۽ دوستيءَ جو به خاص ذڪر ناهي آيو.“

”هام، تون صحيح چئين ٿي. پر هيوم هڪ اهڙو فلسفي هيو جيڪو مختلف انداز سان سوچيندو هو. منهنجو اهو به خيال آهي ته ڪنهن به ٻي فلسفي جي ڀيٽ ۾ هو روزاني زندگيءَ کي پنهنجي منڍ جو نقطو بڻائيندو هيو. منهنجو اهو به خيال آهي ته ٻارن کي.... زندگيءَ جو جنهن نموني تجربو ٿيندو آهي، هن ۾ ان کي سمجهڻ جي وڏي صلاحيت هئي...

تجربيت پسند جي حيثيت سان هيوم گنجريل تصورن کي ٺيڪ ڪرڻ جو ذمو کنيو. وچ واري دؤر جي علمن ۽ 17هين صدي جي عقليت پسند فلسفي جي پراڻين لکڻين ۽ زباني فڪرن جي رک جا ڍير لڳي چڪا هئا. هيوم تجويز ڏني ته اسان کي دنيا بابت ٻيهر فطري ۽ پڪن تجربن ڏانهن رجوع ڪرڻ گهرجي. ڪو فلسفي، اسان کان روزانو جا تجربا نظرانداز نه ڪرائي سگهندو ۽ روزاني زندگي تي غور ۽ فڪر ڪرڻ وارن اصولن کان هٽائي نه سگهندو، اهي هن جا پنهنجا لفظ هئا.“

”ڳاله چڱي آهي. ڪو مثال؟“

”هيوم جي زماني ۾ فرشتن يعني پرن وارن انسانن تي عام يقين ڪيو ويندو هو. سوفي، تو ڪڏهن اِهڙي مخلوق ڏٺي آهي؟“

”نه.“

”تو انساني شڪل ته ڏٺي آهي؟“

”اهو به ڪو سوال آهي.“

”تو پر يا کنڀ به ڏٺا هوندا؟“

”هام پر انساني جسم تي نه.“

”ان ڪري هيوم موجب ’فرشتو‘ مرڪب (complex) تصور آهي. اِهو ٻن مختلف تجربن تي ٻڌل آهي. جن جو اصل ۾ هڪ ٻئي سان ته ڪو تعلق ناهي پر بهرحال انسان جي تخيل سان لاڳاپيل آهن. ٻين لفظن ۾ اهو ڪوڙو خيال آهي جنهن کي هڪدم رد ڪرڻ گهرجي. اِهڙي طريقي سانَ اسان کي پنهنجن خيالن، تصورن ۽ ڪتابن جي ذخيرن جي به صفائي ڪرڻ گهرجي. ڇو ته هيوم چئي ٿو: جيڪڏهن اسان پنهنجي هٿ ۾ ڪو ڪتاب کڻون ٿا.... اسان کي پنهنجو پاڻ کان پڇڻ گهرجي، ’ڇا ان ۾ مقدار يا **تعداد** بابت ڪو 'abstract' سبب (يا ثبوت) آهي‘. نه، ته پوءِ ان کي شعلن حوالي ڪيو. ڇو ته

ان ۾ ڪوڙن دليلن ۽ سراب ڪان سواءِ ڪجهه به ناهي.“
”اهو ته انتهائي سخت فڪر آهي.“
”پر دنيا پوءِ به موجود رهندي آهي..... هيوم ڄاڻڻ پيو چاهي ته ٻار ڪي زندگيءَ بابت ڪهڙو تجربو ٿيندو آهي. تو چيو نه هو ته گهڻا فلسفي، جن بابت تو ڳالهيون ٻڌيون آهن، پنهنجي ئي دنيا ۾ گم رهندا هئا ۽ اهو پڻ ته توکي حقيقي زندگيءَ ۾ دلچسپي آهي.“
”هائو ائين ئي.“
”هيوم به اهڙي ڳالهه ڪري ٿي سگهيو..... هيوم پنهنجي ڳالهه جي شروعات اهو ثابت ڪرڻ ڪان پوءِ ڪري ٿو ته ادراڪ (perception) ٻن مختلف قسمن جا هوندا آهن. هڪ کي هو ’تاثر‘ (impressions) ۽ ٻي کي ’خيالن يا تصورن‘ (ideas) جو نالو ڏئي ٿو. جڏهن هو لفظ تاثر استعمال ڪري ٿو ته ان جو مطلب ٻاهرين حقيقت جو فوري احساس (sensation) آهي. ’خيالن يا تصورن‘ جو مطلب هن جي ويجهو انهن تاثرن جي ٻيهر ياد يا وري مليل (recollection) آهي.“
”ڪو مثال ڏئي سگهو ٿا؟“
”جيڪڏهن تنهنجي جسم جو ڪو حصو گرم چلهي تي سڙي وڃي ته توکي ان جو تڪڙو ’تاثر‘ ملندو آهي. بعد ۾ توکي ياد ايندو آهي ته تون پنهنجي جسم جو ڪو عضوو ساڙيو هو. جيستائين ماڻهو ان تاثر (جي ڪيفيت) کي ياد ڪري سگهي ٿو، هيوم ان کي ’خيال‘ چوندو آهي. فرق رڳو اهو هوندو آهي ته (پهريون) تاثر ان تاثر جي سوچيل ياد جي ڀيٽ ۾ ڪوڙ وڌيڪ تازو ۽ زندگيءَ سان ڀرپور هوندو آهي. تون اهو به چئي سگهين ٿي، حواس (يا احساس) اصل شئي آهي. جڏهن ته خيال يا سوچ (reflection) ان جي هلڪي نقل آهي. دماغ ۾ جيڪو خيال گڏ ٿيندو آهي، اهو تاثر ئي آهي جيڪو ان جو سڌو سنئون سبب هوندو آهي.“
”مون کي ايستائين ته توهان جي ڳالهه سمجهه ۾ اچي وئي.“
”هيوزم زور ڏئي وڌيڪ چئي ٿو ته تاثر ۽ تصور ٻئي سادا به ٿي سگهن ٿا ۽ مرڪب به. توکي ياد هوندو ته اسان لاڪ جي سلسلي ۾ صوف جي ڳالهه ڪئي هئي. صوف جو سڌو سنئون تجربو ذڪئي تاثر جو مثال آهي.“
”ڳالهه ڪٽڻ جي معافي، پر ڇا اها واقعي ايڏي اهم آهي؟“
”اهم؟ تون اهو سوال ڪيئن پڇي سگهين ٿي؟ ممڪن آهي فلسفي ڪيترن ئي فرضي مسئلن (pseudo problems)تي مٿي ماري ڪندا رهيا هجن، پوءِ به توکي ڳالهه تان هٽ نه ڪئڻ گهرجي ته دليل ڪيئن ٺهندا آهن. شايد هيوم، ڊيڪارٽ سان سهمت آهي ته خيال ڪاري جي عمل (thought process)

جو نهڻ بلڪل بنياد کان شروع ڪرڻ انتهائي ضروري آهي."

"ڏاڍو سٺو۔ ڏاڍو سٺو."

"هيوم جو نڪتو هي آهي ته اسان ڪڏهن ڪڏهن اهڙا مرڪب خيال جوڙي وٺندا آهيون جن جهڙي دنيا ۾ ڪا به شئي ناهي هوندي. اسان فرشتن جو اڳ ۾ ئي ذڪر ڪري چڪا آهيون. ان کان اڳ پاڻ مانگر هٿن (Crocophants) جو حوالو ڏنو هو. هڪ ٻيو مثال 'پرن واري' گهوڙي پيگاسس جو آهي. انهن مثالن مان اسان کي مڃڻو پوندو ته دماغ مختلف شين مان ٽڪڙا ٽڪڙا ملائي بلڪل ئي نئين شئي تخليق ڪري ڪارنامو ڪيو آهي. هر ٽڪڙي/ شئي (عنصر) جو پهريائين ادراڪ ڪيو ويو ۽ پوءِ 'اصلي' تاثر جي شڪل ۾ دماغ جي ٿيٽر ۾ داخل ڪيو ويو. اصل ۾ دماغ ڪا به شئي ايجاد يا تخليق ناهي ڪندو، اهو ته رڳو مختلف شين کي گڏ ڪندو آهي ۽ پاڻ ۾ ڳنڍيندو رهندو آهي ۽ ائين 'ڪوڙا' خيال ٺاهيندو آهي."

"مان سمجهي ويس اهو اهم نڪتو آهي."

"پوءِ۔ هيوم اهو ڏسڻ لاءِ هر خيال جي تحقيق ڪرڻ ۽ پاڙ تائين پهچڻ پيو چاهي ته ڪٿي اهو ٻن يا ٻن کان وڌيڪ شين جي ملڻ سان ته ائين ناهي ٺهي ويو ته ان وانگر ڪو (خيال) حقيقي دنيا ۾ ڪٿي به موجود ئي نه هجي. هو پڇندو هيو: 'ان خيال جو سرچشمو ڪهڙو تاثر آهي؟'، پهريائين ته هن کي انهن مفرد (single) خيالن جي جستجو هوندي هئي جيڪي ڪنهن ڳنجريل۔ مرڪب خيال جي ٺهڻ ۾ استعمال ٿيا هئا. ان سان کيس اُهو تنقيدي طريقو مليو ها جنهن سان اسان جي خيالن جو تجزيو ڪري ها ۽ هي اهو طريقو آهي جنهن کي استعمال ڪري هو اسان جي خيالن ۽ تصورن جي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ ۽ انهن کي سٺي يا خراب کان صاف ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿئي ها."

"توهان هڪ يا ٻه مثال ڏئي سگهي ٿو؟"

"هيوم جي زماني ۾ اهڙا اڻ ڳڻيا ماڻهو موجود هئا، جن جي ذهن ۾ 'جنت' يا نئين 'يروشلم' بابت بلڪل ڇٽا ۽ بنا الجهيل تصور هئا...

اسان کي جلديءَ ۾ احساس ٿي ويندو آهي ته جنت بابت اسان جو تصور مختلف عنصرن جي ملڻ سان ٿيو آهي. جنت جو نقشو هيئن ڪڍيو ويندو آهي ته ان ۾ 'مرواريد جا دروازا'، 'سون جا رستا'، 'سوين حورون' هونديون. ۽ اڃان تائين اسان هر شئي کي ان جي مفرد عنصرن ۾ ناهي ورهايو. جنت جون ذڪر ڪيل شيون سڀ جون سڀ مرڪب تصور آهن. رڳو تڏهن جڏهن اسان سمجهندا آهيون ته جنت بابت اسان جو تصور 'مرواريد'، 'دروازن'، 'رستن'، 'سون'، 'اڇا ڪپڙا پاتل شڪليون' ۽ 'پر' جهڙا مفرد تصورن تي ٻڌل آهي،

اسان پنهنجو پاڻ کان پڇي سگهون ٿا: ڇا ڪڏهن واقعي اسان جو انهن ’سادن تاثرن‘ سان واسطو پيو آهي؟“

”پوندو تہ آهي. پر اسان انهن سمورن ’سادن تاثرن‘ جا ٽڪرا ڪٽي ۽ انهن کي دماغ جي ڪاپي تي چنبڙائي اڪيلي خيال جي شڪل ڏيندا آهيون.“

”ها، اسان ائين ئي ڪندا آهيون. ڇو تہ جڏهن اسان ماٺهو ذهن ۾ ڪنهن شئي جو نقشو جوڙيندا آهيون، اسان جو ڏيان هڪدم ڦينچي ۽ لئي ڏانهن هليو ويندو آهي. پر هيوم زور ڏئي چئي ٿو تہ اسان خيالن- تصورن ۾ جن عنصرن کي گڏ ڪندا آهيون اهي ڪنهن نہ ڪنهن وقت پڪ سان اسان جي دماغ ۾ ’سادن تاثرن‘ جي شڪل ۾ داخل ٿيا هوندا. اهو ماڻهو جنهن ڪڏهن سون ناهي ڏٺو، پنهنجي ذهن ۾ سون جي رستن جو نقشو نہ ٺاهي سگهندو.“

”هن جو ديڪارت جي خدا واري تصور بابت ڪهڙو خيال هو.“

”هيوم وٽ ان جو بہ جواب هو. اسان هي چئون ٿا تہ اسان جي ويچهو خدا جو تصور اهو آهي تہ هو تمام گهڻو ذهين، ’حڪمت وارو ۽ سٺي هستي‘ آهي. ائين اسان جي ذهن ۾ ڪنهن ذهين شئي، حڪمت واري ۽ سٺي شئي جو ’مرڪب خيال‘ سموئجي ويندو آهي. جيڪڏهن اسان ذهانت، حڪمت ۽ سنائي کان اڻ ڄاڻل هجون ها تہ اسان جي ذهن ۾ اهڙي قسم جو تصور ڪڏهن بہ نہ اچي ها. اسان جي ذهن ۾ اهو تصور بہ ٿي سگهي تہ هو ’سخت پر انصاف پسند پيءُ‘ آهي. معنيٰ اهو چئي سگهجي ٿو تہ اسان جو اهو تصور ’سختي‘، ’انصاف پسندي‘ ۽ ’پيءُ‘ تي ٻڌل آهي. هيوم کان پوءِ مذهب جي ڪيترن ئي نقادن اها دعويٰ ڪئي تہ خدا بابت اهڙي قسم جي تصورن جو رشتو انهن تجربن سان ڳنڍي سگهجي ٿو جيڪي شروعاتي عمر ۾ جيڪي اسان کي پنهنجي پيءُ بابت ٿيا هئا. ڇيو وڃي ٿو تہ پيءَ جي تصور سان ئي ’آسماني پيءُ‘ جو تصور ذهن ۾ آيو.“

”ممڪن آهي صحيح هجي، پر مون ڪڏهن بہ اها ڳالهہ ناهي ميڃي تہ خدا جو مرد هجڻ لازمي آهي. ڪڏهن ڪڏهن منهنجي ماءُ حساب برابر ڪرڻ خاطر God (خدا) کي "Godiva" چئي ڇڏيندي آهي.“

”بهرحال هيوم اهڙن خيالن جو مخالف هيو جن جو مثال حواسي ادراڪن ۾ نہ ليبي.

پر اسان پنهنجي روزاني زندگيءَ ۾ بہ مرڪب خيال ڪتب آڻيندا رهندا آهيون ۽ اهو بلڪل ئي ناهيون سوچيندا تہ اهي غلط آهن يا صحيح. مثال ’مان‘ ــ يا انا (ego) ــ کي ئي وٺو، ديڪارت جي فلسفي جو بنياد ئي اهو ’مان‘ هيو. هي ئي اهو چٽو ادراڪ هيو جنهن تي هن سموري فلسفي کي

اڏيو هو.“

”مون کي اميد آهي ته هيوم ان ڳالھ کان انڪار جي ڪوشش نه ڪئي هوندي ته مان مان آهيان. جيڪڏهن هن ڪئي هئي، ته اِها بنا سوچڻ سمجھڻ جي ڳالھ ڪري رهيو هوندو.

”سوفي، جيڪڏهن مان توکي هن نصاب وسيلي ڪا ڳالھ سمجھائڻ گھران ٿو ته اها هي آهي ته تون نتيجا ڪڍڻ ۾ تڪڙ نه ڪر.“

”مان معافي چاهيان ٿي. توهان ڳالھ جاري رکو.“

”نه. تون هيوم جو طريقو چو نه ٿي ڪتب آڻين ۽ جنهن کي تون پنهنجي انا ٿي سمجهين، ان جو تجزيو چو نه ٿي ڪرين؟“

”مون کي اِهو پڇڻو ته انا ’مرڪب‘ آهي يا ”مُفرد“ تصور آهي؟“

”تون ڇا ٿَي سمجهين؟“

”مان پاڻ کي مرڪب محسوس ڪندي آهيان. ۽ هڪ ڳالھ اها آهي ته مان جلدئي ڪاوڙ ۾ اچي ويندي آهيان پوءِ مون کي مختلف شين بابت فيصلي تائين پهچڻ ۾ ڏکيائي ٿيندي آهي. ۽ وڌيڪ اِهو ته مان جن ماڻهن کي پسند به آهيان، اُهي وڻندا ناهن به.“

”بين لفظن ۾ ’انا جو تصور‘ ’مرڪب خيال‘ آهي.“

”انڪري منهنجو خيال آهي هاڻي مون کي اِهو حساب ڪتاب ڪرڻو آهي ته آيا منهنجي ذهن ۾ پنهنجي انا جهڙو ڪو ’مرڪب تاثر‘ آهي. منهنجي قياس موجب آهي. اصل ۾ اهو سدائين منهنجي ذهن ۾ رهندو آهي.“

”ان سان توکي ڪا پريشاني ٿيندي آهي؟“

”منهنجو مزاج بدلجندو رهندو آهي. اڄ مان اُها ناهيان جهڙي مان چئن ورهين جي ڄمار ۾ هيس. منهنجو مزاج ۽ پنهنجو پاڻ کي ڏسڻ جو ڍنگ تبديل ٿيندو رهندو آهي. مون کي اوچتو محسوس ٿي سگهي ٿو ته ڄڻ مان بلڪل ئي ’نئين شخصيت‘ آهيان.“

”ان جو مطلب ته جيڪڏهن توکي اِهو محسوس ٿئي ته تنهنجي انا تبديل ٿيندڙ ناهي ته تنهنجو ادراڪ ڪوڙو هوندو. اصل ۾ انا جو ادراڪ سادن تاثرن جو ڊگهو زنجير آهي جنهن جو توکي هڪ ئي وقت تجربو ناهي ٿيل هوندو. هيوم جي لفظن ۾ هي مختلف ادراڪن جي ڳنڍڙي يا ذخيري کان سواءِ ٻيو ڪجھ ناهي جيڪي تصور کان ٻاهر تيزيءَ سان هڪ ٻئي پٺيان ايندا رهندا آهن. ’دائمي طورتي تبديلي ۽ چرپر ڪندا رهندا آهن.‘ ذهن ’هڪ قسم جي ناٽڪ منڊلي آهي جتي ڪيترائي ادراڪ هڪ ٻئي پٺيان پاڻ کي ظاهر ڪندا آهن،‘ ايندا آهن، گذرندا آهن، ٻيهر گذرندا آهن، ترڪي ڏور ٿي ويندا آهن ۽ ڪيفيتن ۽ حالتن جي صورت حال جي غير محدود قسمن ۾ ملي

جلي ويندا آهن. هيوم ڏيان ڇڪرايو هو تہ انهن ادراڪن ۽ احساسن جوءِ جيڪي ايندا ويندا رهندا آهن، هيٺان يا پٺيان اسان جي ڪا لڪل 'سڃاڻپ' موجود ناهي هوندي. اهي مووي اسڪرين جي شبيهن وانگر هوندا آهن جيڪي ايتري تيزيءَ سان بدلجنديون رهنديون آهن جو اسان کي اندازو ئي ناهي ٿيندو تہ اُهي انفرادي (single) تصويرن تي ٻڌل هونديون آهن. اصل ۾ تصويرون ڳنڍيل ناهن هونديون، اُهي گذرنديون ايڏي تيزيءَ سان آهن تہ خبر ئي ناهي پوندي تہ فلم انفرادي تصويرن جو مجموعو آهي."

"مان هار مڃان ٿي."

"ان جو مطلب آهي تہ تون تبديل نہ ٿيندڙ انا جي تصور کان هٿ ڪڍين ٿي."

"ها."

"هڪ منٽ اڳ تنهنجي راءِ متضاد هئي. مان اتي وڌيڪ ٻڌائيندو هلان تہ هيوم انساني ذهن جو تجزيو ڪيو آهي ۽ هن تبديل نہ ٿيندڙ ان جي تصور کي جهڙي ريت رد ڪيو آهي، اهو اڍائي هزار سال اڳ دنيا جي ٻئين ڪنڊ ۾ پيش ٿي چڪو هو."

"ڪنهن؟"

"ٻڌ پيش ڪيو هو. اها ڳالهہ عجيب، پر اسرار ۽ مافوق الفطرت معلوم ٿيندي آهي تہ ٻنهي پنهنجن خيالن کي هڪ ئي طريقي سان مرتب ڪيو. گوتم ٻڌ زندگي کي ذهني ۽ جسماني عمل ڪارين جو پڪو ترتيب وار سلسلو تصور ڪندو هيو جيڪو ماڻهن کي مسلسل تبديلين ۽ هلچل جي حالت ۾ رکندو آهي. ڪير ٻيائڪ ٻار اُهو ناهي هوندو جيڪو اُهو بالغ ٿيڻ مهل ٿيندو آهي. مان اڄ اُهو ناهيان جيڪو ڪالهہ هيس. ٻڌ جو قول آهي: ڪابہ شئي تہ اهڙي ناهي جنهن بابت مان اها دعويٰ ڪري سگهان تہ 'اها مان آهيان'. ان ڪري نہ ڪو 'مان' آهي ۽ نہ ڪا تبديل ٿيندڙ انا."

"اهو تہ هيوم جو مخصوص انداز آهي."

"تبديل نہ ٿيندڙ انا بابت وڌيڪ اهو تہ ڪيترن ئي عقليت پسندن بنا جاڪوڙ ۽ ثبوت جي اِها ڳالهہ مڃي ورتي هَئي تہ انسان غيرفاني روح جو مالڪ آهي."

"ڇا اهو بہ ڪوڙو ادراڪ آهي."

" گوتم ٻڌ ۽ هيوم موجب ها..... ٻڌ وفات کان اڳ پنهنجن ٻالڪن کي چيو هو: پراڻ پٽو هر شئي جي مزاج/ فطرت ۾ شامل آهي. محنت سان پنهنجي مڪتيءَ جو سامان ڳوليو. هيوم بہ اها ڳالهہ چئي پيو سگهي. پوءِ هيوم ئي ڇو، ڊيموڪريٽوس بہ تہ ان ۾ اچي ٿو. بهرحال اسان ايترو ڄاڻيون ٿا

ته هيوم روح جي لافنا پذيري يا خدا جي وجود کي ثابت ڪرڻ جي هر ڪوشش رد ڪري ڇڏي هئي. ان جو مطلب اِهو ناهي ته هن کي انهن ٻنهيءَ جي موجودگيءَ کان انڪار هو پر هو سمجهندو هيو ته مذهبي عقيدي کي عقل سان ثابت ڪرڻ عقليت پسندن جي ٻٽي آهي. هيوم عيسائي نه هو ۽ نه ئي هو پڪو دهريو هو هن کي اسان لاادري (Agnostic) چئي سگهون ٿا..... Agnostic اُهو ماڻهو هوندو آهي جيڪو چوندو آهي ته نه خدا يا ڪنهن ديوتا جو وجود ثابت ڪري سگهجي ٿو ۽ نه ئي اهو ثابت ڪري سگهجي ٿو ته انهن جو وجود ئي ناهي. جڏهن هيوم مرڻ ڪنڌيءَ تي هيو، هڪ دوست کائنس سوال ڪيو: 'توهان حياتيءَ کان پوءِ موت تي يقين رکندا آهيو؟' چيو وڃي ٿو. هن ورائيو:

"اهو به ممڪن آهي ته ڪوئلي جي روڙي کي باهه تي رکيو وڃي ۽ ان کي باهه نَه لڳي."

"سمجهي ويس."

"اهو جواب هن جي غير مشروط بي تعصبي ۽ کليل ذهن جو آئينو آهي. هو رڳو اها ڳالهه مڃيندو هيو جنهن جو ادراڪ هن کي پنهنجي حواسن سان ٿيندو هو. باقي سمورن امڪانن بابت هو پنهنجو ذهن کليل رکندو هو. هن نه عيسائيت تي ۽ معجزن تي ايمان کي رد ڪيو هو. پر انهن ٻنهي معاملن جو تعلق عقيدي سان آهي، علم يا عقل سان نه. تون چئي سگهين ٿي ته هيوم جي فلسفي سان گڏ علم ۽ ايمان جي وچ ۾ آخري رشتو ٽٽي پيو."

"توهان چئو ٿا ته هن انڪار نه ڪيو هو ته معجزا ٿي سگهن ٿا؟"

"ان جو مطلب اِهو ناهي ته هو انهن کي مڃيندو هو پر معامرو ان جي ابتڙ هيو. هو ان حقيقت تي وڌيڪ ڌيان ڏيندو ته ڪجهه ائين محسوس ٿئي ٿو ڇڻ ماڻهن کي ان شئي جي، جنهن کي اڄ ڪلهه اسان 'مافوق الفطرت' واقعا قرار ڏينداسين، زبردست ضرورت هوندي آهي. ڳالهه اها آهي جن معجزن بابت تون پڙهندي يا ٻڌندي آهين، يا ته اُهي ڪنهن ڏورانهين علائقي ۾ ظاهر ٿيندا آهن يا وري انهن کي ٿئي مدتون گذريل هونديون آهن. اصل ۾ هيوم معجزن کي ان ڪري همدردي لائق ڪونه سمجهيو هو ڇو ته هن کي ڪڏهن به انهن جو تجربو نه ٿيو هو. پر هن کي اهو به ته تجربو ڪون ٿيو هو ته اِهي (معجزا) ٿي ئي نه ٿا سگهن."

"توهان کي ان جي وضاحت ڪرڻي پوندي."

"هيوم موجب معجزو فطرت جي قانونن جي خلاف شئي آهي. پر اها دعويٰ ڪرڻ معنيٰ واري ڳالهه ناهي ته اسان کي فطرت جي قانونن جو تجربو ٿيو آهي. اسان تجربي سان اِهو چئي سگهون ٿا ته جيڪڏهن اسان ڪنهن پٿر کي

هٿ مان ڇڏيون، ته اهو ڌرتيءَ تي ڪرندو ۽ جيڪڏهن اهو نه ٿو ڪري-- خير، پوءِ سمجھ ته اسان کي هن جي نه ڪرڻ جو تجربو ٿي ويو.“

”مان چوان ٿي جيڪڏهن اهو نه ٿو ڪري، ته پوءِ اهو معجزو- -يا ڪا مافوق الفطرت -- شئي هوندو.“

”ته تنهنجو اعتقاد آهي ته فطرتون ٻه آهن..... هڪ 'فطرتي' ۽ ٻي 'مافوق الفطرتي'. هتي تون ٻيهر عقليتي چار ۾ ڦاسي وئي آهين.“

”ممڪن آهي توهان صحيح چوندا هجو پر منهنجو هاڻي به اهو خيال آهي ته مان جڏهن به پٿر هٿ مان ڇڏينديس اِهو ڌرتي تي ئي ڪرندو.“

”ڇو ؟“

”هاڻي توهان زيادتي ڪري رهيا آهيو.“

”ايئن ناهي. سوفي، فلسفي جڏهن به ڪو سوال پڇندو آهي اُهو ڪا غلطي يا زيادتي ناهي ڪندو. شايد اتي پاڻ هيوم جي فڪر جي بنياد يا اصلي نڪتي ڏانهن قدم وڌايو آهي. اهو ٻڌاءِ ته تون ڪيئن پڪ سان چئي سگهين ٿي پٿر هميشه ڌرتي تي ڪرندو؟“

”مان ان کي ڪيئي ڀيرا ڪرندي ڏٺو آهي ان ڪري مون کي پڪ آهي.“

”هيوم چوندو ته توکي پٿر جي ڪيئي ڀيرا ڌرتيءَ تي ڪرڻ جو تجربو ٿيو آهي پر توکي اِهو تجربو ڪڏهن ناهي ٿيو ته اهو سدائين ئي ڌرتيءَ تي ڪرندو رهندو. عام طورتي اهو چيو ويندو آهي ته پٿر جي ڌرتيءَ تي ڪرڻ جو سبب ڪشش ثقل وارو قانون آهي. پر اسان کي ان قانون جو ڪڏهن تجربو ٿيو ناهي. اسان کي رڳو اهو تجربو ٿيو آهي ته شيون (هيٺ) ڪرنديون آهن.“

”ڇا اها ساڳي ڳالھ ناهي؟“

”مڪمل نه. تون چئين ٿي ته تنهنجو ايمان آهي ته پٿر ڌرتيءَ تي ڪرندو ڇو ته تون ان کي ڪيئي ڀيرا ڪرندي ڏٺو آهي. هيوم جو اهو ئي نڪتو آهي. تون هڪ شئي کان پوءِ ڪنهن ٻي شئي جي عمل ۾ اچڻ جي ايڏي عادي ٿي چڪي آهين ته تون اها توقع ڳنڍڻ لڳي آهين ته تون جيئن ئي پٿر هٿ مان ڇڏيندينءِ، گهڙي گهڙي اُهوئي عمل ورجايو ويندو. هيءَ ئي اُهو طريقو آهي جنهن سان ان شئي جو، جنهن کي اسان 'فطرت جا پڪا قانون' چوندا آهيون، تصور پيدا ٿيندو آهي.“

”ڇا ان جو اِهو ئي مطلب هو ته اِهو به ممڪن آهي ته پٿر ڌرتيءَ تي نه ڪري؟“

”شايد تو وانگر هن کي به پڪ هئي ته جڏهن هو اهڙي نوعيت جو تجربو ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو، پٿر ڌرتيءَ تي ئي ڪرندو. پر هن ڌيان ان ڳالھ

ڏانهن ڇڪايو هو ته ائين ڇو ٿيندو آهي. ان جو هن کي ڪو تجربو نه ٿيو.“
”ڳالهه جي شروعات ڪير پياڪ ٻار ۾ گلن سان ٿي هئي، هي اسان ڪٿي پهتا آهيون؟“
”نه، اسان پنهنجي موضوع کان ڏار ناهيون ٿيا. تون جيڪڏهن چاهين ته هيوم جي دعوائن جي تصديق لاءِ ٻارن جو سهارو وٺي سگهين ٿي، توکي مڪمل اجازت آهي. پر اِهو ته ٻڌاءِ جيڪڏهن ڪو ٽِڙ هڪ ٻه ڪلاڪ ڏرتيءَ مٿان اڏامندو رهي، حيرت ڪنهن کي گهٽي ٿيندي..... توکي يا هڪ سال جي ٻار کي؟“
”مون کي.“
”ڇو؟“
”ڇو ته ٻار جي پيٽ ۾ مون کي وڌيڪ خبر هوندي ته اِهو واقعو فطرت جي ڪيڏو ابتڙ آهي.“
”ٻار ان کي فطرت جي خلاف ڇو نه سمجهندو؟“
”ڇو ته ان سکيو ئي ناهي هوندو ته فطرت ڪهڙو رويو اختيار ڪندي آهي.“
”يا شايد تون اِهو چئي سگهين ٿي اجان فطرت ان جي عادت ناهي ٿي.“
”مان سمجهي وئي آهيان ته توهان نڪتا ڪٿان ڪڍي رهيا آهيو. هيوم چاهي پيو ته ماڻهو پنهنجي آگاهي کي ساڙي ڇڏين.“
”ان ڪري هاڻي تون اها مشق ڪرڻ جي ڪوشش ڪر: اسان اهو فرض ڪيون ٿا تون ۽ ڪو ٻار جادو ڏسڻ هليا ويجو ٿا، جتي شين کي اڏامندي يا ترندي ڏيکاريو ويندو آهي. ان تماشي مان گهڻو مزو ڪنهن کي ايندو ـ توکي يا ٻار کي.“
”شايد مون کي.“
”ائين ڇو ٿيندو؟“
”ڇو ته مون کي ڄاڻ هوندي ته اِهو ڪيئن ناممڪن آهي.“
”معنيٰ..... ڳالهه اها ٿي جيستائين ٻار سکي نه ٿو ته فطرت جا قانون ڇا آهن، هو انهن جي خلاف ورزيءَ مان مزو نه ٿو ماڻي.“
”منهنجو اندازو آهي ته هي صحيح آهي.“
”پاڻ هاڻي هيوم جي اهم نڪتي تي ڳالهايون پيا. هو تنهنجي ڳالهه ۾ اهو واڌارو ڪري ڇڏي ته اسان کي جن توقعاتن جي عادت پئجي ويندي آهي، ٻار اجان تائين انهن جو غلام ناهي ٿيو هوندو. ائين هو اسان ٻنهيءَ جي پيٽ ۾ ڪليل ذهن جو مالڪ آهي. مان ته اهو ٻه سوچي رهيو آهيان ته ٻار وڏو فلسفي نه ناهي؟ جڏهن هو پيدا ٿيندو آهي ته هن جي ذهن ۾ گهڙيل تصور

ناهن هوندا. پياري سوفي، اها ئي فلسفي جي مک وصف آهي. دنيا جيئن تيئن آهي، پار ان جو ان حيثيت سان ادراڪ ڪندو آهي، هن ڪي جيڪو تجربو ٿيندو آهي هو ان ۾ ڪوبہ واڌارو ناهي ڪندو“

”مان جڏهن بہ ان احساس ۾ پوندي آهيان تہ مان ساڙ ٿي ڪيان، منهنجي طبيعت ۾ بيزاري پيدا ٿيندي آهي“

”هيوم جڏهن عادت جي سگهہ جو ذڪر ڪري ٿو تہ هو پنهنجو ڌيان ’سببن ۽ اثرن جي قانون‘ تي ڏئي ٿو. اهو قانون طئي ڪندو آهي تہ جيڪو ڪجھ ٿيندو آهي، ان جو ڪونہ ڪو ڪارڻ يا اثر هوندو. هن پنهنجي مثال لاءِ بليئرڊ (راند) جا بہ بال (گوٽون) استعمال ڪيا. جڏهن تون بليئرڊ جي ڪاري بال کي اڇي بال ڏانهن، جيڪو ساڪن آهي، ريڙهيندين، تڏهن اڇو بال ڇا ڪندو؟“

”جيڪڏهن ڪارو بال ان سان ٽڪرائيندو تہ اڇو بال بہ چرپر ۾ ايندو.“

”پر اهو متحرڪ ڇو ٿيندو؟“

”ڇو تہ ان سان ڪارو بال ٽڪرايو هو.“

”ان ڪري اسان عام طور اهو چوندا آهيون تہ ڪاري بال جي ٽڪر اڇي بال جي چرپر جو سبب آهي. پرهاڻي ياد رک تہ اسان رڳو انهن شين جو ذڪر ڪري سگهون ٿا جن جو اسان کي واقعي تجربو ٿيندو آهي.“

”مون کي حقيقت ۾ ان جو ڪيئي ڀيرا تجربو ٿي چڪو آهي. جوآنا جي گهر ۾ هيٺين ڪمري ۾ بليئرڊ جي ميز آهي.“

”هيوم چوندو تہ اڪيلي شئي جنهن جو توکي تجربو ٿيو آهي، اُها هي آهي تہ اڇو بال ميز تي رڙهڻ لڳندو آهي. اهو ميز تي ڇو رڙهڻ لڳو، ان جي اصل سبب جو ڪو تجربو نہ ٿيو. توکي ايترو تجربو ٿيو تہ هڪ واقعي کان پوءِ ٻيو واقعو ٿيندو آهي. پر توکي اِهو تجربو نہ ٿيو تہ ٻيو واقعو ڪهڙي سبب جي ڪري ٿيو.“

”اهو مرڪزي نڪتو آهي. هيوم زور ڏيندي چيو هو تہ اها توقع تہ هڪ شئي کان پوءِ ٻي شئي ٿيندي، خود شين جي اندر ناهي هوندي پر اها اسان جي دماغ ۾ هوندي آهي. جيئن تہ اسان ڏسي چڪا آهيون تہ توقع عادت سان ڳنڍيل هوندي آهي. اسان هڪ ڀيرو ٻيهر ٻار جو معامرو کڻون ٿا. جڏهن بليئرڊ جو هڪ بال ٻي بال سان ٽڪرايو هو. جيڪڏهن ٻئي بال ساڪن هجن ها، ٻار هڪو ٻڪو ٿي نہ ڏسي ها. جڏهن اسين ’فطرت جي قانونن يا سبب ۽ اثر جي قانون‘ جو ذڪر ڪيون ٿا، اسان اصل ۾ اهو چئي رهيا هوندا آهيون تہ اسان جي توقع ڇا آهي، نہ ڪي اِهو تہ ’معقول‘ ڇا آهي. فطرت جا قانون نہ

معقول هوندا آهن ۽ نہ ئي غيرمعقول (غيرمناسب) هوندا آهن، اهي رڳو قانون هوندا آهن. ان ڪري اها توقع تہ بليئرڊ جي ڪاري بال جي اڇي بال سان ٽڪرائڻ سان اڇو بال متحرڪ ٿيندو، پيدائشي ناهي. اسان اهي توقعاتون ڪٿي پيدا ناهيون ٿيندا تہ دنيا ڪهڙي قسم جي هوندي يا هي تہ ان ۾ مختلف شيون ڪهڙو رويو اختيار ڪنديون. دنيا اهڙي ئي هوندي آهي جهڙي آهي، ۽ اها ئي اُها ڳالهہ آهي جيڪا اسان سکندا آهيون."

"مون کي محسوس ٿي پيو تہ اسان ٻيهر پنڙيءَ تان لهي رهيا آهيون."

"جيڪڏهن اسان جون توقعاتون اسان جي تڪڙ سان نتيجن تائين پهچڻ جو ڪارڻ ٿي رهيون آهن، پوءِ نہ. هيوم ختم نہ ٿيندڙ 'فطرت جي قانونن' جي موجودگي کان انڪار نہ ٿي ڪيو پر هن جو خيال هو جيئن تہ اسان ان پوزيشن ۾ ناهيون تہ اسان پاڻ 'فطرت جي قانونن' جو تجربو حاصل ڪري سگهون، اسان سولائي سان غلط نتيجا ڪڍي سگهون ٿا."

"ڪهڙي قسم جا؟"

"جيئن تہ مون ڪارن گهوڙن جو لشڪر ڏٺو آهي، ان جو مطلب اِهو نہ ٿو نڪري تہ سمورا گهوڙا ڪارا هوندا آهن."

"نہ، بلڪل نہ."

"۽ جيڪڏهن مون پنهنجي سموري ڄمار ۾ ڪارن ڪانون کان سواءِ ٻيو ڪوبہ ڪانو ناهي ڏٺو ان مان اهو نتيجو نڪري ٿو تہ اڇن ڪانون جي مخلوق آهي ئي نہ. پر ماڻهو فلسفي هجي يا سائنسدان، ٻنهي صورتن ۾ ان لاءِ لازمي آهي تہ اُهو اڇي ڪانوَ کي ڳولڻ جو امڪان رد نہ ڪري. تون اِهو چئي سگهين تہ 'اڇي ڪانو' جي ڳولا سائنس جو اهم فرض آهي."

"ها، مان سمجهي وئي آهيان."

"جيستائين سبب ۽ اثر جي مسئلي جو تعلق آهي، اهڙا اڻ ڳڻيا ماڻهو موجود ٿي سگهن ٿا جيڪي سمجهندا هجن تہ (ڪڪرن جي) گجڻ جو سبب (کنوڻ جي) چمڪ آهي. ڇو تہ گاج چمڪ کان پوءِ ايندي آهي. بليئرڊ جي بال جو جيڪو مثال ڏنو ويو هو اصل ۾ اهو مثال ان کان خاص مختلف ناهي. پر سوال اهو آهي: ڇا گاج جو سبب (کنوڻ جي) چمڪ آهي؟"

"حَقيقت ۾ نہ. اصل ڳالهہ اِها آهي تہ گاج ۽ کنوڻ هڪ ئي وقت ٿيندا آهن."

"گاج ۽ کنوڻ ٻئي بجليءَ جي خارج ٿيڻ جي ڪري ٿيندا آهن. ان ڪري اصل ۾ انهن ٻنهيءَ جي ٿيڻ جو سبب ٽيون عنصر هوندو آهي."

"ٺيڪ."

"اسان جي پنهنجي صدي (ويهين) جي هڪ برطانوي تجربيت پسند

برٽرينڊرسل هڪ ڪل جوڳو مثال ڏنو آهي. هڪ چوزي کي روزانو اهو تجربو ٿيندو آهي ته ان کي روزانو تڏهن خوراڪ ملندي آهي جڏهن هاريءَ جي زال ان جي ويجهو ايندي آهي. جڏهن هو ان معامري تي غور ڪندو آهي، هو ان نتيجي تي پهچندو آهي ته هاريءَ جي زال جو ويجهو اچڻ ۽ ان جي پيالي ۾ خوراڪ رکڻ واري ڪم ۾ ڪونه ڪو سببي تعلق آهي.“

”پر جنهن ڏينهن چوزي کي خوراڪ نه ٿي ملي، پوءِ؟“

”نه اها ڳالهه ناهي. اصل ڳالهه هي آهي جو هارياڻي اچي ته ٿي پر هو چوزي کي خوراڪ نه ٿي کارائي، هوءَ رڳو ان جي منڍي مروڙي ڇڏي ٿي..... ان حقيقت جو نه هڪ شئي ٻي شئي کان پوءِ ٿيندي آهي، اهو مطلب نه ٿو نڪري ته ٻنهيءَ جي وچ ۾ ڪو سببي تعلق آهي. فلسفي جو هڪ وڏو مسئلو اهو آهي ته ڪيئن ماڻهن کي تڪڙ ۾ نتيجا ڪڍڻ کان روڪيو وڃي. تڪڙ ۾ نتيجا ڪڍڻ سان وهمن جون مختلف صورتون پيدا ٿينديون آهن.“

”ڪيئن؟“

”تون ڪنهن ڪاري ٻليءَ کي رستو پارڪندي ڏسين ٿي. بعد ۾ ان ڏينهن ئي تون ٿابو کائين ٿي ۽ پنهنجي ٻانهن ڀڃرائي ويهين ٿي. پر ان جو مطلب اهو ناهي ته انهن ٻنهي (واقعن) جو سببي تعلق آهي. سائنس ۾ خاص طور اها ڳالهه اهم آهي ته تڪڙ ۾ نتيجا نه ڪڍيا وڃن. مثال اڻ ڳڻيا ماڻهو ڪا خاص دوا استعمال ڪري ٺيڪ ٿي وڃن ٿا. اها پنهنجي جاءِ تي حقيقت ڪٿي هجي پر ان جو مطلب اهو ناهي ته اُهي ان دوا جي ڪري ٺيڪ ٿيا هجن. اهوئي سبب آهي جو گهڻن مريضن تي تجربو ڪرڻ ضروري هوندو آهي. ڪجھ ماڻهن کي دوا ڏني ويندي آهي ۽ ڪجھ ماڻهن کي اٽو ۽ پاڻي ڏنو ويندا آهي پر اهي به اهو سمجهندا آهن ته انهن کي به دوا ڏني پئي وڃي، جيڪڏهن اهي مريض به چاڪ ٿي وڃن ٿا ته ان ۾ دوا جو ڪو به دخل نه هوندو پر ڪو ٽيون عنصرن هوندو..... مثال اهو عقيدو ته دوا اثر ڏيکاريو آهي ۽ هو چاڪ يا ٺيڪ ٿي ويا آهن.“

”منهنجو خيال آهي ته مون کي سمجھ ۾ اچڻ لڳو آهي ته تجربيت ڇا آهي.“

”هيوم اخلاقيات جي شعبي ۾ پڻ عقليت پسندانئي فڪر خلاف بغاوت ڪئي هئي. عقليت پسندن جي سدائين اها راءِ هئي ته غلط ۽ صحيح جي وچ ۾ فرق ڪرڻ جي صلاحيت انسان ۾ پيدائشي موجود آهي. سقراط کان لاڪ تائين ڪيترائي فلسفي آهن جن وٽان اسان کي ان جو رڳو ناليءَ ۾ فطري صحت سان واسطو پيو آهي. پر هيوم جي خيال ۾ اسان جيڪو ڪجھ چوندا ۽ ڪندا

آهيون، ان جو فيصلو عقل ناهي ڪندو.“

”تڏهن ڪير ڪندو آهي؟“

”ان ۾ اسان جي جذبات (sentiments) جو دخل هوندو آهي. جيڪڏهن تون ڪنهن گهرجائو جي مدد جو فيصلو ڪرين ٿي، ان جو سبب تنهنجا احساس هوندا آهن، تنهنجو عقل نه.“

”جيڪڏهن مون کي مجبور نه ڪري سگهجي، ته پوءِ؟“

”اهو به احساسن جو معامرو هوندو. ڪنهن جي مدد ڪرڻ يا نه ڪرڻ معقوليت جي دائري ۾ ايندو آهي نه ڪي غير معقوليت جي. پر ان مان منهن موڙڻ جو اظهار ضرور ٿيندو آهي.“

”پر ڪٿي نه ڪٿي ته حد هجڻ گهرجي. هر ماڻهو ڄاڻي ٿو ته ڪنهن کي قتل ڪرڻ غلط آهي.“

”هيوم موجب هر ماڻهو ۾ ڀلائي جو جذبو هوندو آهي. ان ڪري اسان سيني ۾ ترس جي صلاحيت هوندي آهي. پر ان جو عقل سان ڪو به تعلق ناهي.“

”خبر ناهي مان ان سان سهمت آهيان يا نه.“

”سوفي، ڪنهن ٻي شخص کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ سدائين غير عقلمندائو ڪم ناهي هوندو. جيڪڏهن تون پنهنجو ڪو مقصد ڪرڻ چاهين ٿي ته اهو سنو خيال ثابت ٿي سگهي ٿو؟“

”هڪ منٽ ترسو، مان احتجاج ڪيان ٿي.“

”ٺيڪ آ، اهو ته سمجهاءِ آخر ڪنهن ظالم کي ڇو نه ماريو وڃي؟“

”اهو ماڻهو به جيئرو رهڻ ٿو چاهي. ان ڪري توهان کي ان کي مارڻ نه گهرجي.“

”ڇا اهو ڪو منطقي سبب آهي؟“

”خبرناهي.“

”تو ڪيو هي ته تون اڳ ۾ بيانيا جملو (descriptive sentence)ـ ـ ”اهو ماڻهو به زنده رهڻ چاهي ٿو“ ـ ـ ڪتب آندو. پوءِ ان مان اهو نتيجو ڪڍيئهـ ـ ”ان ڪري توهان کي ان کي مارڻ نه گهرجي... ۽ ان کي ان ۾ جنهن کي اسان معيار بند جملو (normative sentence) چوندا آهيون، بدلائي ڇڏيو. عقل جي حوالي سان اها ڳالهه بي معنيٰ ۽ بيڪار آهي. تون اهو به چئي سگهين ٿي، ’جيئن ته اڻ ڳڻيا ماڻهو ٽيڪس چوريءَ لاءِ هيرا ڦيري ڪندا آهن، ان ڪري مون کي به ائين ڪرڻ گهرجي.‘ هيوم چوندو هيو ته ماڻهو ’آهي‘ (is) جي جملن مان ڪڏهن به نتيجو نه ٿو ڪڍي سگهي ۽ انهن کي ’کپي‘ (ought) جي جملن ۾ بدلائي نه ٿو سگهي. پوءِ به اِها حرڪت عام ڪئي ويندي آهي

۽ ان معامري ۾ اخباري مضمون، سياسي پارٽين جا پروگرام ۽ تقريرون ته ان جو چٽو مثال آهن. ڪجھ مثال ٻڌڻ پسند ڪندينءِ؟“

”ضرور.“

”جيڪي ماڻهو هوائي جهاز وسيلي سفر ڪرڻ ٿا چاهين انهن جي تعداد ۾ روزانو واڌارو ٿئي پيو. ان ڪري وڏيڪ هوائي اڏا تعمير ڪيا وڃن.“

”تنهنجي خيال ۾ اهو نتيجو صحيح آهي؟“

”نه بلڪل بيڪار آهي. (نوان هوائي اڏا تعمير ڪرڻ کان اڳ ۾) اسان کي ماحول بابت سوچڻو پوندو. منهنجي خيال ۾ اسان کي هوائي اڏن بجاءِ ڦهريائين ريل جون پٽڙيون وڇائڻ گهرجن.“

”يا هو چوندا آهن: تيل جا نوان کوھ تعمير ڪرڻ سان آباديءَ جي زندگيءَ جو معيار ڏھ سيڪڙو بهتر ٿي ويندو. ان ڪري اسان کي جلديءَ ۾ نوان کوھ کوٽڻ ۽ تعمير ڪرڻ گهرجن.“

”بلڪل نه، اسان کي هڪ ڀيرو ٻيهر ماحول بابت سوچڻو پوندو. ۽ ناروي ۾ هوئڻ به زندگيءَ جو معيار بهتر آهي.“

”ڪڏهن ڪڏهن اهو چيو ويندو آهي: سينٽ ان قانون کي منظور ڪري چڪي آهي، ان ڪري ملڪ جي سمورن شهرين کي ان جي پابندي ڪرڻ گهرجي. پر گهڻو ڪري ٿيندو اهو آهي جو اهڙي قسم جي روايتن تي عمل ڪرڻ ماڻهن جي پڪن عقيدن جي خلاف هوندو آهي.“

”هام مان اها ڳالهه سمجهان ٿي.“

”اسان اها ڳالهه ثابت ڪري چڪي آهي ته اسان کي ڪهڙي قسم جو رويو اختيار ڪرڻ گهرجي. ان لاءِ عقل کي معيار نه ٿو بڻائي سگهجي. ذميوارئو عملي طريقو اختيار ڪرڻ پنهنجي عقل کي مضبوط ڪرڻ جو معامرو ناهي پر ٻين جي ڀلائي لاءِ پنهنجي جذبات ۾ گهرائي پيدا ڪرڻ آهي. ’دنيا وچي ڪڏ ۾ پئي پر مون کي ڪا رهڙ نه اچي.‘ هيوم جي خيال موجب اهو رويو عقل جي خلاف ناهي.“

”اها ته وڏي دعويٰ آهي.“

”....... توکي خبر آهي ته نازين لکين يهودين کي قتل ڪيو هو. ڇا تون اهو چوندينءَ ته نازين جي عقل ۾ خرابي هئي. يا اهو ته انهن جي جذباتي زندگي ۾ ڳڙٻڙ هئي؟“

”ظاهر آهي انهن جي جذبات ۾ خرابي هئي.“

”انهن ۾ تمام گهڻا بي سمجھ هئا ۽ هو چڱي ريت ڄاڻن پيا ته هو ڇا ڪري رهيا آهن. جيڪڏهن پٿردليءَ وارن فيصلن جي پٺيان سوچيل سمجهيل رٿا جو هجڻ ڪا وڏي ڳالهه ناهي. جنگ کان پوءِ اڻ ڳڻين نازين تي ڪيس

هلايا ويا، انهن کي ڏوهي قرار ڏنو ويو ۽ انهن کي سزائون ڏنيون ويون پر انهن مان ڪنهن تي بہ الزام نہ ڏنو ويو تہ انهن جو عمل ’غيرمعقول‘ (نامناسب) يا ’عقل جي خلاف (unreasonable) هيو. هو ان ڪري سزوار ڪيا ويا ڇو تہ اُهي خوفناڪ خونن جا ڏوهاري هيا. ۽ ائين تہ ٿيندو رهندو آهي تہ جن ماڻهن جو دماغ صحيح نہ هجي اهي قتل جي الزام مان آجا ٿي ويندا آهن. (انهن بابت) اسان چوندا آهيون تہ ’اُهي پنهنجي افعالن ڏانهن جوابدار ناهن.‘ ڪنهن بہ اهڙي ماڻهوءَ کي آجو قرار ناهي ڏنو ويو جنهن ڏوهہ غير جذباتي ڪيفيت ۾ ڪيو هجي.“

”مون کي اميد آهي ائين نہ ٿيندو هوندو.“

”اسان کي رڳو پوائنٽ ۽ ڪل جوڳن مثالن سان چنبڙيل نہ رهڻ گهرجي. جيڪڏهن ڪنهن ٻوڏ اچي وڃي ۽ لکين ماڻهو بي گهر ٿي وڃن تہ اهي اسان جا جذبا هوندا آهن جيڪي اهو فيصلو ڪندا آهن تہ انهن جي مدد ڪرڻ گهرجي يا نہ. جيڪڏهن اسان جي دلين ۾ همدردي ۽ ٻاجهہ جهڙي ڪا شئي ناهي ۽ اسان سمورو معامرو ’عقل‘ جي حوالي ڪيون تہ شايد اسان ان نتيجي تي پهچون تہ انهن لکين ماڻهن جو مري وڃڻ ئي بهتر آهي ڇو تہ وڏي آبادي اڳ ۾ ئي دنيا لاءِ ڏڇو بڻيل آهي.“

”توهان جڏهن اهڙي قسم جون ڳالهيون سوچيندا آهيو تہ منهنجو رت ٽچڪڻ لڳندو آهي.“

”۽ جيڪڏهن ٿورو سوچيندينءِ تہ توکي خبر پوندي تہ تنهنجو رت ٽچڪندو آهي، تنهنجو عقل نہ.“

”ڏاڍو سٺو، مان سمجهي ويس.“

# بارڪلي

**... باهه وَسائينڊز سج جي چوڌاري ڦرڻ جي رفتار سان گھمڻ واري سياري وانگر ...**

البرٽو اُٿيو ۽ ان دريءَ ڏانهن ويو جيڪا شهر واري پاسي کلندي هئي. سوفي به سندس پٺيان آئي. جڏهن اهي دريءَ مان پراڻي نهيل گهرن جو جائزو وٺي رهيا هئا ته ڇت مٿان هڪ ننڍڙو طيارو نظر آيو. ان جي پٺيان جهنڊو ٻڌل هو...... جڏهن اُهو ويجهو آيو ته ان تي لکيل هو: هلڊي سالگره جون واڌايون!

”پاڻ مرادو آيل مهمان.“ البرٽو تبصرو ڪيو.

ڏکڻ واري پاسي کان ڪارا ڪڪر شهر مٿان گڏ ٿي رهيا هئا. ننڍو طيارو اونداهي فضا ۾ گم ٿي ويو.

”مون کي اندازو آهي ته طوفان اچي پيو.“ البرٽو چيو.

”ان ڪري مان بس ۾ گهر ٿي وڃان.“

”مون کي اِها ئي اميد رکڻ گهرجي ته ان (طوفان) ۾ ميجر جو هٿ ناهي.“

”هو هرهڪ شئي تي قادر ناهي. يا آهي؟“

البرٽو ڪو به جواب نه ڏنو ۽ واپس اچي صوفي تي ويٺو.

”اسان کي بارڪلي بابت ڳالهائڻو آهي.“ هن ٿوري دير کان پوءِ سوفي کي چيو.

سوفي به پنهنجي جاءِ تي ويٺي ۽ ڪيس اوچتو احساس ٿيو ته هوءَ پنهنجا ننهن چٻاڙي رهي آهي.

”جارج بارڪلي 'Barkeley' (١٦٨٥ع- ١٧٥٣ع) آئرلينڊ جو بشپ هيو“. البرٽو ڳالهه شروع ڪري ڪجهه لمحا چپ ٿي ويو.

”بارڪلي آئرش بشپ هو.....“ سوفي ورجايو.

”پر هو فلسفي به هيو.....“

”جي؟“

”هن کي محسوس ٿي رهيو هيو ته رائج ٿيل فلسفو ۽ سائنس عيسائي زندگيءَ جي ڍنگ خلاف خطرو بڻجي چڪا آهن. هو سمجهڻ لڳو هو ته عيسائين جو سموري فطرت جي خلقيندڙ ۽ محافظ جي حيثيت سان خدا جي ذات تي جيڪو ايمان آهي، ان ۾ ڏار وجهڻ لاءِماديت پرستي به هر حياتيءَ جي شعبي ۾ گهڙي رهي هئي، ۽ انهن ٻنهيءَ کان پوئتي ناهي.“

”هن جو واقعي اِهو خيال هو؟“

”ان جي باوجود بارڪلي تجربيت پسندن ۾ سڀني کان وڌيڪ پنهنجي ڳالهه تي ٻيهي رهڻ وارو ماڻهو هيو.“

”ڇا هن جو به اِهو ئي عقيدو هيو ته اسان دنيا بابت ان کان وڌيڪ ڪجهه به ناهيو ڄاڻيندا جيڪو اسان جا حواس اسان کي ٻڌائن ٿا؟“

”ان کان به وڌيڪ. بارڪلي جي دعويٰ هئي ته دنياوي شيون واقعي اُهي آهن جن جو اسان (حواسن سان) ادراڪ ڪندا آهيون. پر اُهي ’شيون‘ ناهن.“

”ان جي وضاحت ڪيو.“

”توکي ياد هوندو لاڪ ان ڳالهه ڏانهن ڌيان ڇڪايو هو ته اسان شين جي ’ثانوي خصوصيتن‘ جي باري ۾ بيان بازي نه ٿا ڪري سگهون. اسان اهو نه ٿا چئي سگهون ته صوف سائو ۽ ترش آهي. اسان رڳو اهو چئي سگهون ٿا ته اسان کي ادراڪ اهو ٿئي ٿو ته صوف سائو ۽ ترش آهي. پر لاڪ اهو به چيو هو ته ڳوڙهي، ڪشش ثقل ۽ وزن جهڙن ’بنيادي خصوصيتن‘ جو واقعي اسان جي چؤڦير واري دنيا سان تعلق آهي. اصل ۾ ٻاهرين دنيا موادي مايو'material (sybstance آهي.

”ها، اهو مون کي ياد آهي ۽ منهنجو خيال آهي لاڪ جيڪا شين جي ورڇ ڪئي هئي، اها اهم هئي.“

”ها، سوفي، پر شرط اهو آهي ته معامرو اتي ختم ٿئي ها.“

”توهان ڳالهه جاري رکو.“

”ڊيڪارٽ ۽ اسپينوزا وانگر لاڪ جو به ايمان هو ته مادي دنيا حقيقت آهي.“

”جي؟“

”هي ئي اُها ڳالهه آهي جنهن تي بارڪلي کي اعتراض هيو. ۽ هن اهو ڪم تجربيت پسندن جي منطق جي مدد سان ڪيو. هن جو چوڻ هو ته اڪيليون شيون جيڪي موجود آهن، رڳو اهي آهن جن جو ادراڪ اسان حواسن سان ڪندا آهيون. پر اسان کي ’مواد‘ يا ’مادي‘ (matter) جو ادراڪ نه ٿو ٿئي. اسان شين (things) جو ادراڪ ڏسڻ ۾ ايندڙ شين (tangible ob-jects) تي ناهيون ڪندا. اِهو مفروضو ٻڌي ڇڏڻ ته هر ان شئي جو جنهن جو

اسان ادراڪ ڪندا آهيون، پنهنجو بنيادي 'مايو' (substance) هوندو آهي، تڪڙ ۾ نتيجا حاصل ڪرڻ جي برابر آهي. اسان کي اهڙي قسم جو ڪوبہ تجربو ناهي هوندو جنهن تي ان دعويٰ جو بنياد رکي سگهجي."

"چريائپ واري ڳالھ آهي! ڏسو." سوفي زور سان ميز تي مڪ هنئي ۽ چيو: "ڇا اسان کي اهو ثابت نہ ٿو ٿئي تہ ميز واقعي ميز آهي ۽ هي ميز مادي ۽ مواد ٻنهيءَ تي ٻڌل آهي."

"توکي اهو ڪيئن محسوس ٿيو؟"

"مون کي ڪنهن سخت شئي جو احساس ٿيو."

"توکي پنهنجي رڳن ۽ ماس ۾ ڪنهن سخت شئي جو احساس ٿيو. پر تو ميز ۾ اصل مادي کي (matter) محسوس نہ ڪيو. اهڙي ريت تون خواب بہ ڏسي سگهين ٿي تہ تون ڪنهن سخت يا نهري شئي تي مڪ هڻي رهي آهين پر خواب ۾ تہ ڪا سخت شئي ناهي هوندي، يا ڇنہ تہ هوندي آهي."

"نہ، خواب ۾ ناهي هوندي."

"ڪنهن ماڻهوءَ کي گرمي ۽ سردي ذريعي بہ پيار جي ٿپڪين يا مڪ جي ڏڪ جهڙي ڏڪ سان بہ شيون محسوس ڪرائي سگهجن ٿيون."

"جيڪڏهن ميز سخت ناهي، تہ پوءِ مون کي ان جو احساس ڪيئن ٿيو؟"

"بارڪلي ڪنهن هڪ 'روح' (spirit)۾ يقين رکندو هيو. هن جو خيال هيو تہ اسان جي خيال جو ڪو نہ ڪو ڪارڻ (cause) هوندو آهي: اهو ڪارڻ اسان جي شعور کان مٿاهون آهي پر ان ڪارڻ (سبب) جي نوعيت مادي (matter) ناهي هوندي، اها روحاني (spiritual)هوندي آهي."

سوفي هڪ ڀيرو ٻيهر پنهنجا ننهن چباڙڻ لڳي.

البرٽو جي ڳالھ جاري هئي: "بارڪليءَ موجب منهنجو روح (Soul) منهنجي خيالن جو سبب ٿي سگهي ٿو- بلڪل ايئن جيئن مان خواب ڏسندو آهيان.... پر رڳو ٻي منشا يا اسپرٽ ان خيالن جو سبب بڻجي سگهي ٿو جيڪي corporeal (مادي يا طبعي) دنيا ٺاهيندا آهن. هر شئي ان روح (spirit) جي ڪري آهي جيڪو 'هر شئي ۾ هر شئي' جو سبب آهي، 'جنهن تي سڀ شيون ٻڌل هونديون آهن.' هن چيو هو."

"هو ڪهڙي روح (spirit) جي ڳالھ ڪري رهيو هو؟"

"بارڪلي خدا بابت سوچي رهيو هيو. هو چوندو هو: "اسان وڌيڪ اها دعويٰ ڪري سگهون ٿا تہ انسان جي موجودگي (existence) جي ڀيٽ ۾ اسان خدا جي موجودگيءَ جو وڌيڪ ادراڪ ڪري سگهون ٿا."

"معنيٰ اهو يقيني ناهي تہ اسان موجود آهيون."

”ها ۽ نہ. هر اها شئي جيڪا اسان ڏسندا ۽ محسوس ڪندا آهيون، بارڪليءَ جي لفظن موجب ’خدا جي سگھ جو اثر (effect) آهي.‘ جيو تہ خدا بنا حجاب جي اسان جي شعور ۾ موجود هوندو آهي ۽ اسان جي انهن خيالن ۽ ادراڪن کي گھٽائي ۾ وجود ۾ آڻڻ جو سبب بڻبو رهبو آهي جن جو اسان کي مسلسل تجربو ٿيندو رهندو آهي، ’اسان جي چؤگرد واري سموري دنيا ۾ هوندو آهي. هر اُها شئي جيڪا موجود (exist) آهي، ان جو اڪيلو سبب هو ئي آهي. اسان رڳو خدا جي ذهن ۾ موجود هوندا آهيون.“

”جيڪڏهن مان گھٽ ۾ گھٽ هلڪا لفظ استعمال ڪيان تہ مان اهو چونديس منهنجو متو ڦري ويو آهي.“

”ان ڪري ’ٿيڻ يا نہ ٿيڻ‘ ('to be or not to be') مڪمل سوال ناهي. سوال اهو بہ آهي تہ اسان ڪير آهيون. ڇا اسين واقعي گوشت جا ٺهيل انسان آهيون؟ ڇا اسان جي دنيا حقيقي شين تي ٻڌل آهي- - يا اسان دماغ جي گھيري ۾ آهيون؟“

سوفي ننهن چباڙيندي رهي.

البرٽو چيو: ”مادي حقيقت اڪيلي شئي نہ هئي جنهن تي بارڪلي اعتراض اٿاريندو رهيو. هو ان ڳالھ تي بہ زور ڏئي رهيو هو آيا ’زمان‘ ۽ ’مڪان‘ جو ڪو اڪيلو يا آزاد وجود آهي؟ زمان ۽ مڪان جو اسان جو ادراڪ بہ رڳو ذهن جو گھڙيل ٿي سگھي ٿو. ضروري ناهي تہ اسان جا هڪ يا ٻہ هفتا هجن....“

”توهان چيو هو تہ بارڪلي جي ويجھو هي روح (spirit) جيڪو هر شئي ۾ موجود آهي، عيسائي خدا آهي.“

”منهنجو خيال آهي مون چيو هو اسان لاءِ...“

”اسان لاءِ؟“

”اسان لاءِ -منهنجي لاءِ ۽ تنهنجي لاءِ- - هي ’منشا‘ يا ’روح‘ (spirit)، جيڪو هر شئي ۾ هر شئي جو سبب آهي، هلدي جو پيءَ ٿي سگھي ٿو.“

سوفيءَ جو اڪيون بي يقينيءَ وچان ڦوٽارجي ويون. پوءِ هن تي ڪا حقيقت بہ کلڻ لڳي.

”ڇا توهان واقعي ائين سمجھندا آهيو؟“

”مون کي ٻيو ڪو امڪان نظر نہ ٿو اچي. اسان سان جيڪو ڪجھ ٿي چڪو آهي. ان جي شايد اهائي قبول جوڳي وضاحت آهي. هي سڀ پوسٽ ڪارڊ ۽ ٻيون علامتون، جيڪي هتي هُتي هر هنڌ ملنديون رهنديون آهن..... هرميز جو انسانن وانگر ڳالهائڻ... منهنجي زبان جو غوطو کائڻ....“

”مان.....“

”ٿورو سوچ هلڊي، مان توکي سوفي چوندو رهيو آهيان! جڏهن ته ان سموري وقت دوران مون کي چڱي طرح ڄاڻ هئي ته تنهنجو نالو سوفي ناهي.“

”هي توهان ڇا پيا ڳالهايو. توهان پريشانيءَ جو شڪار ٿي رهيا آهيو.“

”ها، ڌيءَ، منهنجو دماغ چڪر مٿان چڪر کائي رهيو آهي. بلڪل ائين جيئن ڪوئي پريشانيءَ واري رفتار سان ڦرڻ وارو سيارو ڪنهن ٻاهه ٻرندڙ سج جي چوگرد چڪر هڻي رهيو هجي.“

”۽ اهو سج هلڊي جو پيءُ آهي؟“

”ها، چئي سگهين ٿي.“

”معنيٰ توهان اهو پيا چئو ته هو اسان لاءِ هڪ قسم جو خدا آهي؟“

”جيڪڏهن مان ايمانداري کان ڪم وٺان ته مون کي ها ۾ ئي جواب ڏيڻو پوندو. هن کي پنهنجو پاڻ تي شرم اچڻ گهرجي!“

”هلڊي بابت ڇا خيال آهي؟“

”سوفي، هوءَ ته فرشتو آهي، فرشتو.“

”فرشتو!“

”هلڊي ئي ته هڪ هستي آهي جنهن ڏانهن هي ’روح‘ (spirit) رجوع ڪندو رهندو آهي.“

”توهان اهو چوڻ ٿا چاهيو ته البرٽ ڪنيگ اسان جي باري ۾ هلڊي کي ٻڌائيندو رهندو آهي؟“

”يا اسان بابت لکندو رهندو آهي. اسان رڳو ايترو سڪي سگهيا آهيون ته اسان پاڻ ان مادي (matter) جو ادراڪ نه ٿا ڪري سگهون جنهن سان اسان جي حقيقت جي تعمير ٿي آهي. اسان اهو نه ٿا ڄاڻي سگهون ته اسان جي ٻاهرين حقيقت جي تعمير آوازن جي لهرن سان ٿي آهي يا ڪاغذ ۽ لکڻي سان. بارڪلي موجب اسان رڳو ايترو ڄاڻي سگهون ٿا ته اسان روح (spirit) آهيون.“

”۽ هلڊي فرشتو آهي...“

”ها، بس اتي ئي ڳالهه ختم ٿيڻ گهرجي. سالگرهه مبارڪ هلڊي!“

اوچتو ڪمري ۾ نير رنگي روشني ڦهلجي وئي. ٿوري دير کان پوءِ گاج جو آواز ٿي ۽ سمورو گهر گونجي ويو.

”مون کي وڃڻ گهرجي.“ سوفي چئي اٿي ۽ دروازي وٽ وڃي پهتي... سوفي گهر کان ٻاهر نڪري گهٽيءَ ۾ پهتي جيڪا سنسان هئي ۽ هاڻي پاڻي وسڻ شروع ٿي ويو هو. ان برسات ۾ ڪي ڪارون هليون پئي پر بس جو ڏور تائين نشان نه هو. هن مين اسڪوائر پار ڪري شهر ڏانهن ڊوڙڻ شروع ڪيو. ڊوڙڻ دوران سندس ذهن ۾ اهو ئي خيال ڊوڙي رهيو هو: ’سياڻي

منهنجو جنم ڏينهن آهي!' پنهنجي پندرهين جنم ڏينهن کان ڳچو ھڪ ڏينهن اڳ اهو احساس ڪرڻ تہ زندگي ڳچو خواب آهي، ذهن ۾ وڏيڪ تلخي نہ ٿي پرجي؟ اهو تہ بلڪل ايئن ٿيو تہ توهان خواب ۾ ڏھ لک انعام کٽيو پر جڏهن پيسا وٺڻ لاءِ ويؤ تہ اک کلي وئي.

هن جي جتيءَ ۾ پاڻي پرجي ويو هو ۽ ان مان آواز ٿي نڪتو. هن انهيءَ حالت ۾ راند وارو ميدان ڪراس ڪيو. ٿوري دير کان پوءِ هن ڏٺو تہ ڪا عورت ڏانهس ڊوڙندي ٿي اچي. اِها سندس ماءُ هئي. کنوڻ چمڪي رهي هئي ۽ آسمان ۾ ڏار پئجي رهيا هئا.

جڏهن ٻئي هڪ ٻئي جي ويجهو پهتيون ماٽس ڪيس پاڪر ۾ پري ورتو.

"منهنجي ننڍڙي، هي اسان سان ڇا ٿي رهيو آهي؟"

"خبر ناهي." سوفي سڏڪي رهي هئي. "ائين پيو لڳي ڄڻ ڪو پوائنتو خواب آهي."

# بجار ڪلي

**... پراڻو جادوئي آئينو جيڪو پڙڏاڏي ڪنهن جپسي عورت کان خريد ڪيو هو ...**

لليسيندر کان ٻاهر پوڙهي ڪيپٽن جي ايٽڪ (Attic) ڪمري ۾ هلدي مولرڪينگ جي اک ڪلي هن گهڙيال تي نظر وڌي. اجان ڇهه ٿيا هئا پر روشني ظاهر ٿي چڪي هئي ۽ سج جا ڪرڻا ڪمري کي روشن ڪري رهيا هئا.

هوءَ پلنگ تان اٿي دري ڏانهن وڌڻ لڳي ته ڪمري ۾ ميز وٽ رکجي وئي ۽ هن ڪليندر جو پنو ڦاڙيو، ان تي خميس ۱۴ جون ۱۹۹۰ لکيل هيو. هن اهو پنو مروڙي رديءَ جي ٽوڪريءَ ۾ اڇليو.

هاڻي ڪليندر تي ۱۵ جون ۱۹۹۰ع جمعو لفظ چمڪي رهيا هئا. هن ڪتني ڪيئي ڏينهن اڳ جنوريءَ ۾ ان صفحي تي "پندرهين سالگرهه" لکيو هو. هن کي محسوس ٿي رهيو هيو ته پندرهين تاريخ تي پندرهن ورهين جي ٿيڻ خاص ڳالهه آهي. اهو واقعو وري ڪڏهن به نه ٿيندو.

پندرهن! ڇا اهو هن جي بالغ ٿيڻ جو پهريون ڏينهن ناهي؟ پيهر بستري تي سمهڻ جو سوال ئي پيدا نه ٿي ٿيو. وڌيڪ اهو ته گرمين جي موڪلن کان اڳ اهو اسڪول جو آخري ڏينهن هيو. شاگردن ۽ شاگردياڻين کي اسڪول ۾ حاضر ته هجڻو هيو پر ڪين ڪم ڪو به نه هو، رڳو هڪ وڳي گرجا گهر ۾ گڏ ٿيڻو هو. ۽ ان کان وڌيڪ اها ڳالهه هئي ته هڪ هفتي ۾ بابا لبنان کان واپس گهر اچي ويندو. هن واعدو ڪيو هيو ته وچ سرديءَ کان هڪ ڏينهن اڳ ۾ هو گهر اچي ويندو.

هلدي دريءَ وٽ وڃي بيٺي ۽ ٻاهر ڏسڻ لڳي انجڻ سان هلڻ واري ٻيڙي سير ۽ تفريح لاءِ ٻاهر نه ڪڍي وئي هئي پر ونجهن واري پراڻي ٻيڙي ڪناري وٽ ٻڌل هئي. هن کي ياد رکڻو پوندو ته گذريل رات طوفاني برسات سبب ان ۾ پاڻي ڀرجي ويو هوندو ۽ هاڻي هن کي اهو ڪڍڻو پوندو.

هن کي ياد آيو ته جڏهن هوءَ اجان ڇهن ورهين جي هئي، هڪ ڏهاڙي اڪيلي ئي ان ونجهن واري ٻيڙيءَ ۾ ويٺي هئي ۽ ونڊ ۾ ان سا ڪيڏي رهي هئي ته هوءَ هيٺ پاڻيءَ ۾ ڪري پئي ۽ ڏاڍي مشڪل سان واپس ڪناري پهتي هئي. هوءَ سموري آلي ٿي وئي هئي ۽ ٻوڙن مان ڏڪيائي سان نڪتي هئي. جڏهن باغ ۾ گهر ڏانهن ڏسي رهي هئي، سندس ماءُ ڊوڙندي وٽس پهتي هئي. ٻيڙي ۽ ٻنهي ونجهن کي پاڻيءَ ۾ ئي ترندي ڇڏيو ويو هيو ۽ هاڻي به ڪيس خواب ۾ ائين نظر ايندو هو. اهو اهڙو تجربو هيو جنهن جي ياد ئي ڪيس ڏڪائي ڇڏيندي هئي.

باغ ۾ نه گهڻا ساوا وڻ ۽ ٻوٽا هئا ۽ نه ئي انهن جي ڪا چڱي سار سنڀار ٿيندي هئي، هلڊي جو اهو باغ تمام وڏو هيو. هڪ صوف جو وڻ ۽ ڪجهه ميون وارين وليون شديد طوفانن کان بچيل هيون. پراڻي وقتن جو گلائيڊر (ٻيڙي) پٿريلي ڏرتي ۽ ڪجهه ٻوڙن ويجهو بيٺل هيو. صبح جي تيز روشنيءَ ۾ اِهو اڪيلو پياسندو هيو. هن جي ٻي ڪسيءَ ۾ شايد ان ڪري واڌارو ٿي ويو هيو ڇو ته ان جا گدا ڪڍيا ويا هئا. ڪالهه رات جيڪا برسات ٿي هئي، اُهي پڪ سان ان ۾ آلا ٿي وڃن ها، شايد اُهي امڙ ڪٽي آئي هوندي.

ان وڏي باغ جي ڇيڻي پاسن bjorketree صنوبر جا وڻ ..... هئا. انهن وڻن جي ئي ڪري شايد اٽڪل سؤ سال اڳ پراڻي ان گهر جو نانءُ مٽايو ويو هو ۽ ان کي ٻيهر بجار ڪلي (Bjerkely) چيو پيو وڃي.

هلڊي جي پڙ ڏاڏي پوئين صديءَ جي آخر ۾ اهو گهر ٺهرايو هيو. هو آخري وڏن بادبانن وارن جهازن مان ڪنهن جو ڪيپٽن هو. ڪوڙ ماڻهو هاڻي به ان کي ڪيپٽن جو گهر چوندا هئا.

گذريل شام ڏاري جيڪا اوچتو برسات پئي هئي، ان جا نشان ان صبح به باغ ۾ موجود هئا. ڪنوڻ ۽ گاج ۾ هلڊي ڪيئي ڀيرا جاڳي هئي. پر اڄ آسمان صاف هيو.

اهڙي قسم جي گرمائي طوفان کان پوءِ هر شئي تازي هئي. گذريل ڪيترن ئي هفتن کان موسم خشڪ ۽ گرم هو ۽ وڻن جي پنن جا ڪنارا به پيلا ٿي ويا هئا. پر هاڻي ائين پيو لڳي جڻ ڪائنات کي وهنجاريو ويو آهي. هن جي ڪيفيت ڪجهه اهڙي هئي جڻ طوفان سندس ننڍپڻ کي لوڙهي ويو هجي.

”واقعي جڏهن بهار جا گل ٽڙندا آهن، سور جي لهر به ايندي آهي....“ ”اهڙي قسم جي ڳالهه ڪنهن سوئڊن جي شاعر نه ڪئي هئي؟ يا اُهو فن ليند جو هيو؟“

هلڊي پتل جي وزني آئيني آڏو ويٺي هئي جيڪو سندس ڏاڏيءَ جي سينگار واري ٽيبل آڏو ديوار تي لٽڪيل هيو.

هوءَ خوبصورت آهي؟ بهرحال بدصورت ناهي. ممڪن آهي هوءَ انهن ٻنهيءَ جي وچ مان ڪجھ هجي...

هن جا وار ڊگها هئا ۽ رنگت هلڪي هئس. هلڊي جي خواهش هئي ته ڪاش هن جا وار ڪجھ وڌيڪ گهرا يا ڪجھ وڌيڪ هلڪا هجن ها. اهو وچ وارو رنگ ڪيڏو ڪوئي وانگر آهي! انهن جو چڱو پاسو اهو هيو ته اهي نرم، ملائم ۽ گهنجڙي هئا. سندس ڪيئي ساهيڙيون پنهنجا وار هن جي وارن وانگر گهنجڙي ڪرائڻ جي ڪوشش ڪنديون هيون. پر هلڊي جا قدرتي هئا. هن جي خيال ۾ هن جي ذات جو هڪ ٻيو سٺو پاسو هن جون گهريون سايون اکيون هيون. "ڇا اِهي واقعي سايون آهن؟" هن جا (مائٽ) ڪائنس پڇندا هئا.

هلڊي سوچي رهي هئي ته هوءَ آئيني ۾ جنهن شڪل جو جائزو وٺي رهي هئي، اُها ڪنهن ڇوڪري يا نوجوان عورت جي آهي؟ هوءَ ان نتيجي تي پهتي ته هوءَ ٻنهي مان هڪ به ناهي. هن جو جسم ڪنهن عورت جو ٿي سگهي ٿو، پر هن جو چهرو ڪيس ڪچي صوف جي ياد ڏياري رهيو هو.

ان آڳاٽي آرسيءَ ۾ ڪا اهڙي ڳالهه هئي جيڪا هلڊي کي سدائين پنهنجي پيءُ بابت سوچڻ تي مجبور ڪندي هئي. اهو ڪنهن زماني ۾ 'اسٽوڊيو' ۾ لڙڪيل هو. اهو اسٽوڊيو ٻيڙي گهر مٿان هيو ۽ هن جي پيءُ لاءِ هڪ ئي وقت لئبريري، لکڻ وارو ڪمرو ۽ اڪيلائيءَ جي ڪنڊ وارو ڪم ڏيندو هو. البرٽ، جيڪو هلڊي سڏيندي هئي، جڏهن به گهر موجود هوندو هيو، سدائين ڪا ڏماڪي واري شئي لکڻ جي خواهش ظاهر ڪندو رهندو هيو. هڪ ڀيرو هن ناول لکڻ به شروع ڪيو پر اڌ ۾ ئي ڇڏي ڏنائين. هن جا ڪجھ شعر... اسڪيچ ڪڏهن ڪڏهن ڪنهن قومي رسالي ۾ ڇپيا هئا. هلڊي کي جڏهن به ان جو نالو... ALBERT KNAG (البرٽ ڪنيگ).... ڇپيل نظر ايندو هو، هوءَ فخر ڪرڻ لڳندي هئي. بهرحال لليسينڊ ۾ اِها ڳالهه ڪجھ معنيٰ رکندي هئي. هلڊي جي پڙ ڏاڏي جو نالو به البرٽ هيو.

آئينو- ڪيئي سال اڳ سندس پيءُ چرچي ۾ چيو هو:" ڪو به ماڻهو هڪ ئي وقت پنهنجي عڪس تي پنهنجون ٻئي اکيون نه ٿو هٽي سگهي. پر هو ان آئيني ۾ هٽي سگهي ٿو." اِهو آئينو نياري حالت وارو هيو ڇو ته اِهو جادو ئي آئينو هيو، جيڪو هلڊي جي ڏاڏي شاديءَ کان پوءِ ڪنهن جپسي عورت کان خريد ڪيو هو.

هلڊي ڪوششون ڪندي رهي پر هڪ ئي وقت پنهنجو پاڻ کي اکيون هٽڻ ايڏو ئي ڏکيو هو جيئن پنهنجي پاڇي کان ڀڄڻ. اِها خانداني يادگار شئي سنڀارڻ لاءِ ڪيس ورثي ۾ ملي. ان عرصي دوران هوءَ ان فن کي حاصل

ڪرڻ لاءِ ڪوششون ڪندي رهي پر ڪيس ڪا ڪاميابي نہ ٿي هئي.

جيڪڏهن اڄ هوءَ پريشان ڪندڙ سوچن ۾ ٻڏل هئي تہ ان ۾ اچرج واري ڪا ڳالهہ نہ هئي. ۽ اها وڏي ڳالهہ بہ نہ هئي تہ هوءَ پنهنجي باري ۾ سوچي رهي هئي. پندرهن سال ڄمار....

اتفاق سان سندس نظر پنهنجي پلنگ جي ڀرسان پيل ميز تي پئي. ان تي نيري ڪاغذ سان خوبصورتيءَ سان ويڙهيل پارسل پيل هو ۽ ان جي چوگرد ريشمي ربن ٻڌل هو. اها پڪ سان سالگرهہ جي سوکڙي هوندي!

ڇا اها واقعي سوکڙي آهي؟ بابا پاران موڪليل عظيم ۽ ٺلهو تحفو جنهن بابت هو وڏي رازداريءَ ڪندو رهيو آهي؟ لبنان کان جيڪي پوسٽ ڪارڊ موڪليندو هو انهن ۾ اهڙا ڪيئي لڪل اشارا هيا. پر هن پنهنجي مٿان سخت سينسر شپ لاڳو ڪري ڇڏي هئي.

"هي تحفو هڪ اهڙي شئي آهي، جيڪا ڏينهون ڏينهن سائيز ۾ وڏي آهي." هن (بابا) چيو هو. پوءِ هڪ ڇوڪريءَ بابت لکيائون جنهن سان هن (هلڊي) جي جلد ملاقات ٿيڻي آهي.... ۽ اهو پڻ تہ هو انهن پوسٽ ڪارڊن جو نقل ان ڏانهن موڪليندا رهيا آهن. هلڊي ڪجهہ پنهنجي ماءُ کان راز ڪولرائڻ جي ڪوشش ڪئي پر اُها بہ اوتريءَ ئي اڻ ڄاڻ هئي جيتري هوءَ پاڻ هئي.

عجيب اشارو اهو هيو تہ سوکڙي ۾ شايد "ٻين ماڻهن کي بہ شريڪ ڪري سگهجي ٿو." هو ائين تہ يواين ۾ ڪم ڪون ڪري رهيا هئا. جيڪڏهن هن جي پيءُ جي دماغ ۾ ڪو سوداءُ سمايل آهي..... هونئن اهي سودائي گهڻا هئا..... تہ اهو سوداءُ هي هوندو تہ اقوام متحدا کي هڪ قسم جي عالمي حڪومت بنجڻ گهرجي. "تہ سگهي ٿو هڪ ڏهاڙي گڏيل قومن جو ادارو (UN) سمورن انسانن کي متحد ڪرڻ ۾ سوڀارو ٿئي." هن پنهنجي هڪ ڪارڊ ۾ لکيو هو.

ڇا هن کي ماءُ جي اچڻ کان اڳ پارسل کولڻ گهرجي؟ جيڪا ناروي جي جهنڊين ۽ پيسٽرين سان "سالگرہ مبارڪ" چوندي ايندي. پڪ سان آهي. هي (پارسل) هن لاءِ ئي تہ هتي رکيو ويو هوندو؟

هن پارسل کنيو. اهو (واقعي) وزني هو! هن کي هڪ پرچي ملي. جنهن تي لکيل هو: "بابا پاران هلڊي لاءِ سندس پندرهين جنم ڏينهن تي."

هوءَ بستري تي ويٺي ۽ هن احتياط سان ڳاڙهي ربن کولي نيرو ڪاغذ لاٿو.

اهو وزني باڪس فائل (Ring binder) هو.

ڇا هيءَ ئي هن جو تحفو آهي؟ جنهن جي وٺ وٺان هئي ۽ روزانو ان

جي سائيز وڏندي ٿي وئي ۽ جنهن ۾ ٻين ماڻهن کي شريڪ ڪري پيو سگهجي.

پهرين نظر ۾ اندازو ڪري پيو سگهجي ته ان ۾ ٽائيپ ٿيل ڪاغذ آهن. هلڊي سجاڻي وئي ته انهن ڪاغذن تي سندس بابا جي ٽائيپ رائٽر سان ٽائيپ ڪيو ويو آهي جنهن کي هو لبنان کڻي ويو هو.

ڇا هن مون لاءِ سڄو ڪتاب لکيو آهي؟

پهرين صفحي تي وڏن اکرن ۾ لکيل هو:

## سوفي جي دنيا

صفحي جي هيٺان ٻه منظوم سٽون هيون:

انسان لاءِ سچي ضمير جي اُهائي اهميت آهي جيڪا (آبادي لائق) زمين لاءِ اُس جي.

اين- ايف- ايس گرون ٽوگ

هلڊي پنو اٿلايو. پهرين باب جو عنوان 'باغ عدن' هو. هوءَ پلنگ تي چڙهي ويٺي. هن باڪس فائيل گوڏن تي رکيو ۽ پڙهڻ لڳي:

> سوفي امنڊسين اسڪول کان گهر اچي رهي هئي. هن پنهنجي سفر جو پهريون حصو جوآننا سان گڏ طئي ڪيو هو. اُهي روبوٽن (مشيني ماڻهن) بابت ڳالهائينديون ٿي آيون. جوآننا جو خيال هو ته انسان جو دماغ ڪنهن ڪمپيوٽر وانگر آهي. سوفي کي پڪ نه هئي ته هوءَ ان ڳالهه سان سهمت آهي. انسان ڪنهن فولادي اوزار کان وڌ ڪا شئي هوندو؟

هلڊي پڙهندي رهي. هن کان سڀ ڪجهه وسري ويو. ايستائين جو جنم ڏينهن به. پڙهندي پڙهندي ڪيس ذهن ۾ خيال به ايندو رهيو: ڇا بابا ڪو ڪتاب لکيو آهي؟ ڇا هن واقعي ڏماڪي دارا ناول لکيو آهي ۽ لبنان ۾ مڪمل ڪيو آهي؟ هو اڪثر شڪايت ڪندا رهندا هئا ته دنيا جي هن حصي ۾ ايئن لڳندو آهي جڻ وقت بيهجي ويو آهي ۽ ماڻهوءَ جي ڪرڻ لاءِ ڪوڪم نه هجي.

سوفيءَ جو پيءُ به گهر کان پري هيو. شايد هيءَ ئي اُها ڇوڪري آهي جنهن سان هن جو تعارف ٿيڻو آهي.....

> رڳو شدت سان اهو محسوس ڪرڻ کان پوءِ ته هن کي هڪ ڏينهن مرڻو آهي، هوءَ ان حقيقت جي ستائش ڪري سگهندي ته زندگي

> ڪيڏي وڏي نعمت آهي..... دنيا ڪٿان آئي آهي؟.... ڪنهن نہ ڪنهن هنڌ ڪا نہ ڪا شئي عدم مان وجود ۾ آئي هوندي. پر ڇا اهو ممڪن آهي؟ ڇا اها ڳالھ ايتري ئي ناممڪن ناهي جيترو اهو تَصور تہ دنيا سدائين ڪانَ هلندي پئي اچي؟

هلڊي پڙهندي رهي. هن ڪي سوفي امندسين بابت اهو پڙهي ڏاڍي حيرت ٿي تہ هن کي لبنان ڪان پوسٽ ڪارڊ مليو آهي: ”هلڊي مولرڪينگ معرفت سوفي امند سين: نمبر ٣ ڪلو ورڪلوز.....“

> پياري هلڊيءِ، پندرهين سالگرھ مبارڪ. جيئن تہ مون کي پڪ آهي تون منهنجي ڳالھ سمجهي ويندينءِ، مان توکي هڪ اهڙو تحفو ڏيڻ چاهيان ٿو جيڪو ذهن جي واڌ ويجھ ۾ تنهنجي مدد ڪندو. مان معافي ٿو وٺان تہ هي ڪارڊ سوفيءَ جي هٿان موڪلي رهيو آهيان. سولي ۾ سولو طريقو اهو ئي هيو. بابا طرفان پيار.

مسخرو ڪٿان جو! هلڊي ڄاڻيندي هئي تہ سندس پيءُ سدائين حرفتي رهيو آهي. پر اڄ هن ڪيس سچ ۾ حيران ڪري ڇڏيو هو! ڪارڊ تحفي سان گڏ موڪلڻ بجاءِ ڪتاب ۾ لکي موڪليو اٿس! ويچاري سوفي! هوءَ تہ صفا ڳڻتيءَ ۾ پئجي وئي هوندي!

> ڪو پيءُ سالگرھ جو ڪارڊ سوفي جي ايڊريس تي ڇو موڪليندو جڏهن تہ صاف ظاهر آهي اهو موڪلڻو ٻي هنڌ هيو؟ اهو ڪهڙي قسم جو پيءُ هوندو جيڪو ڄاڻي واڻي سالگره جو ڪارڊ غلط ايڊريس تي اماڻي ان ڪان پنهنجي ڌيءَ کي محروم ڪري؟ اهو سولي ۾ سولو طريقو ڪيئن ٿي سگهي ٿو؟ ۽ وڏي ڳالھ تہ ان لاءِ اهو ڪيئن فرض ڪيو ويو آهي تہ هوءَ ان هلڊي نالي واري ڇوڪريءَ کي ڳولهي لهندي؟

نہ، هوءَ ڪيئن ڳولهي سگهي ٿي؟ (هلڊي سوچيو)

هلڊي وڏيڪ ٻہ صفحا اٿلايا ۽ ٻيو باب ’ٽاپ هيٽ‘ پڙهڻ لڳي. هوءَ جلديءَ ۾ ان ڊگهي خط تائين پهتي، جيڪو ڪنهن پراسرار ماڻهو سوفي کي لکيو هيو.

> ”اسان هتي ڇو آهيون؟“ ان سوال ۾ تڪليون گڏ ڪرڻ واري دلچسپي وانگر ڪا شئي ناهي. جيڪي ماڻهو اهڙي قسم جا سوال پڇندا آهن اُهي هڪ اِهڙي بحث ۾ پوندا آهنَ جيڪو تڏهن ڪان

هلندڙ آهي جڏهن کان انسان هن سياري تي رهڻ شروع ڪيو هو.

”سوفي ٿڪجي پئي.“ اهوئي حال هلڊي جو ٿيو. بابا هن جي پندرهين سالگره لاءِ رڳو ڪتاب نہ لکيو هو، پر عجيب ۽ غريب ۽ شاندار ڪتاب لکيو هو.

> مختصر تت هي آهي: ٽاپ هيٽ يا ٽوپي مان اڇو سيهڙ ڪڍيو وڃي ٿو. پر اهو سيهڙ انتهائي وڏو آهي ۽ ائين ان ڪرتب جي عام منظر تي ظاهر ٿيڻ ۾ اربين سالن جو عرصو لڳندو آهي. سڀ فاني انسان سيهڙ جي سنهن وارن جي بلڪل آخري سِرن وٽ پيدا ٿيندا آهن جتي اُهي اهڙي هنڌ هوندا آهن جو ڪرتبَ جي ناممڪنيت تي حيرت جو اظهار ڪري سگهن. پر جيئن جيئن انهن جي عمر وڌڻ لڳندي آهي، اُهي کل اندر، وڌيڪ اندر، گهڙڻ جو سبب پيدا ڪندا آهن ۽ اتي ئي پيا رهندا آهن.....

سوفي ئي اڪيلي ڇوڪري نہ هئي جنهن کي اهو محسوس ٿيو هو تہ هن کي سيهڙ جي کل ۾ هيٺ آرام واري جڳھ ملڻ واري آهي. اڄ هلڊي جي پندرهين سالگره هئي ۽ کيس اهو خيال تنگ ڪري رهيو هو تہ هاڻي وقت اچي ويو آهي ۽ هن کي فيصلو ڪرڻو پوندو تہ هوءَ ڪيڏانهن رڙهڻ چاهيندي.

هن گهڙيال ڏانهن نظر وڌي سادا ست ٿي چڪا هئا. شڪر آهي ايان امان اڌ ڪلاڪ کان پوءِ ناشتو کڻي ايندي... ڇو تہ هوء سوفي ۽ فلسفيائي سوالن ۾ ٻڏل آهي. هاڻي هن ”ڊيموڪريٽوس“ باب پڙهيو.....

> ڊيموڪريٽوس ان معامري ۾ پاڻ کان اڳ واري (فلسفين) سان متفق هيو تہ فطرت ۾ جيڪي تبديليون ٿين ٿيون، انهن جو ان ڳالھ سان واسطو ناهي هوندو تہ واقعي ڪا شئي ”تبديل“ ٿي ويندي آهي. ان ڪري هن مفروضو ٺاهيو تہ هر شئي انتهائي ننڍين ڳوٺن مان، جيڪي ڏسي نہ ٿيون سگهجن پر جيڪي سڀ جون سڀ فنا نہ ٿيندڙ ۽ تبديل نہ ٿيندڙ آهن، ٺهي آهي. ڊيموڪريٽوس انهن نظر نہ ايندڙ ايڪن کي ”ايٽم“ چوندو هو.

هلڊي کي اهو ڄاڻي ڪاوڙ آئي تہ سوفي کي ڳاڙهو ريشمي اسڪارف (رومال) پنهنجي پلنگ هيٺان مليو. تہ اهو ”اتي“ هو! پر اسڪارف رڳو ڪنهن ڪهاڻيءَ ۾ ڪيئن گم ٿي سگهي ٿو؟ ان کي ڪٿ سان ڪنهن جاءِ تي ”هجڻ“ گهرجي...

سقراط بابت باب جي شروعات ان سان ٿئي ٿي تہ سوفي اخبار ۾ ”لبنان

۾ ناروي جي يواين بٽالين جي باري ۾ " ڪجھ پڙهي رهي آهي. مڪمل طور بابا وارو انداز! انهن (بابا) ڪي سدائين ان ڳالھ جي ڳڻتي رهندي آهي تہ ناروي جا ماڻهو گڏيل قومن جي اداري جي خاص فوجن ۾ ڪنهن بہ قسم جي دلچسپي ناهن وٺندا جيڪي امن امان بحال ڪرائڻ لاءِ مختلف هنڌن تي مشن تي هونديون آهن. جيڪڏهن ڪو بہ ان تي راضي نہ ٿو ٿئي تہ هو ان ذميواريءَ جو بار سوفيءَ جي ڪلهن تي رکي سگهن ٿا. ان طريقي سان هو ان معامري کي پنهنجي ڪتاب ۾ آڻي سگهندا ۽ ايئن اطلاعات جي ادارن جو ڏيان ڇڪرائي سگهندا.

هن سوفي ڏانهن فلسفي جي استاد پاران موڪليل خط کي پڙهيو:

> جيڪڏهن توکي ڪٿي ريشمي اسڪارف ملي وڃي، ان کي سنڀاري رکجانءِ، مهرباني ٿيندي. ڪڏهن ڪڏهن ذاتي شيون ٻين جي شين ۾ ملي وينديون آهن. اڪثر ڪري اسڪول جهڙي هنڌن تي اِهو ٿيندو رهندو آهي، ۽ هيءُ تہ فلسفي جو اسڪول آهي.

هلدي ڏاڪڻ تي قدمن جو آواز ٻڌو. ماءُ جي دروازي کڙڪائڻ کان اڳ هلدي اُهو حصو پڙهڻ شروع ڪري ڏنو هو جنهن ۾ چيو ويو هو تہ سوفي پنهنجي ڳجهي جاءِ مان ايٿينز بابت وڊيو ڪيسٽ ڪيئن ڳولهي لڌي هئي.

"سالگره جون واڌايون....." سندس ماءُ ڏاڪڻ تي ئي ڳائڻ شروع ڪيو هو.

"اچو ....." هلدي اِهو سٽون پڙهڻ دوران چيو جن ۾ فلسفي جو استاد ايڪروپولس مان سڌو سنئون سوفيءَ سان ڳالهائي رهيو هو. اُهو ذري گهٽ هلدي جي پيءُ وانگر شبيھ رکندڙ هيو.

"هلدي جنم ڏينهن جي مبارڪ!"

"اون هون!"

"هلدي؟"

"بس هتي رکي ڇڏيو"

"تون ناشتو نہ ....."

"توهان ڏسو پيون مان پڙهان ٿي."

"ٿورو سوچ تون پندرهن ورهين جي ٿي وئي آهين!"

"امان توهان ڪڏهن ايٿينز ويون آهيو؟"

"نہ. تون ڇو ٿي پڇين؟"

"ڪيڏي حيرت جي ڳالھ آهي تہ اُهي پراڻيون عبادت گاهون اڃان تائين

آهن. اصل ۾ اهي اڍائي هزار سال پراڻيون آهن....“
”تو پيءُ وارو تحفو کولي ڇڏيو آهي؟“
”ڪهڙو تحفو؟“
”هلڊي اڪيون مٿي ڪر.....“

هلڊي فائل باڪس پنهنجي جهوليءَ ڏانهن ڪسڪڻ ڏنو.

سندس ماءُ ڊِيش جهليو بيٺي هئي. ڊيش تي روشن ميڻ بتيون، مکڻ وارو رول، شرمپ (Shrimp)، سلاد ۽ سوڊا جي بوتل هئي. هڪ ننڍڙو پارسل به هو. سندس ماءُ جي ڪڇ ۾ ناروي جو جهنڊو به هيو. هن جي پنهي هٿن ۾ ڊيش هيو.

”امان تمام گهڻي مهرباني. توهان واقعي منڙي ماءُ آهيو. پر مان واقعي رذل آهيان.“

”توکي ته اڄ هڪ وڳي کان اڳ اسڪول وڃڻو ئي ناهي، پوءِ هي مصروفيت ڪهڙي؟“

هلڊي کي هاڻي احساس ٿيو ته هوءَ ڪٿي آهي ۽ سندس ماءُ هٿ ۾ ڊيش کنيو بيٺي آهي. هن ڊيش ميز تي رکيو.

”امان، مون کي افسوس آهي، مان هن ۾ ٻڏل هيس.“

”هلڊي، آخر هن لکيو ڇا آهي؟ تو وانگر مون کي به سمجھ ۾ نه ٿو اچي. گذريل ڪيترن ئي مهينن کان هن کان ڪا چڱي ڳالهه ٻڌڻ ناممڪن ٿي رهيو آهي.“

خبر ناهي ڇا ڳالهه هئي. هلڊي منجهي پئي. ”هي رڳو ڪهاڻي آهي.“

”ڪهاڻي!“

”ها، ڪهاڻي، ۽ فلسفي جي تاريخ يا ان سان ملندڙ ڪا شئي.“

”تون منهنجو پيڪٽ نه کوليندينءِ؟“

هلڊي جهٽ ۾ پيڪٽ کوليو. ان ۾ سونو ڪنگڻ هو.

”واهه، امان! ڪيڏو سهڻو آهي! مهرباني مهرباني!“

هلڊي پلنگ تان لهي ماءُ کي ڀاڪر پاتو.

اهي ڪجھ دير هڪ ٻئي سان ڳالهيون ڪنديون رهيون.

پوءِ هلڊي چيو: ”امان مون کي ڪتاب پڙهڻو آهي....“

”خير، مون کي ڪم ڪرڻو آهي، ڪجھ ڪائڻ نه وسارجانءِ. تنهنجي ڊريس هينگر ۾ لٽڪي رهي آهي.“

نيٺ هن جي ماءُ ڏاڪڻ تان هيٺ لهي وئي ۽ اِهو ئي حال سوفي جي فلسفي جي استاد جو ٿيو. هو ايڪروپولس (Acropolis) کان هيٺ لٿو ۽ ايٿينز جي پراڻي چوڪ وٽ نظر اچڻ کان اڳ ڪجھ دير لاءِ اريوپگس

(Areopagos) پهاڙ تي بيٺو.

جڏهن اوچتو کنڊرن ۾ آڳاٽيون عمارتون ايريون، هلڊي کي ڏکڻي ونئي وئي. سنڌس پيءُ جي هڪ تجويز اها به آهي ته اقوام متحده جا ملڪ ايٿينز جي چوڪ جو هوبهو نقل تيار ڪرڻ لاءِ هڪ ٻئي سان سهڪار ڪن. اها فلسفياڻي بحث ۾ هٿيارن جي گهٽائڻ وارين ڳالهين لاءِ سٺي جاءِ ٿي سگهي ٿي. هو سمجهن ٿا ته اهڙي قسم جي عظيم رٿا عالمي اتحاد لاءِ رستو سڌو ڪري سگهي ٿي. ”آخر اسان تيل ۾ گئس جا کوهه کوٽڻ جون مشينون ۾ چنڊ تي موڪلڻ وارا راڪيٽ ٺاهڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا آهيون.“

پوءِ هن افلاطون بابت پڙهيو: ”روح پيار جي پرن تي اڏامي پنهنجي گهر مثالن جي دنيا ۾ وڃڻ لاءِ تڙپڻ لڳندو آهي. اهو جسم جي زنجيرن مان آجپي جي خواهش ڪرڻ لڳندو آهي.....“

سوفي باڙ مان رڙهي ٻاهر نڪتي ۽ ڪتي جو پيڇو ڪرڻ لڳي هئي، پر ڪتو ڪيس دوکو ڏئي ويو هو. افلاطون بابت پڙهڻ کان پوءِ هوءَ جهنگ ۾ هلي وئي هئي ۽ اتفاق سان ننڍي ڍنڍ ڪناري ڳاڙهي جاءِ ۾ هلي وئي هئي، جنهن ۾ بجارڪليءَ جي پينٽنگ لڙڪي رهي هئي. جهڙي نموني تفصيل بيان ڪيل آهي، ان مان مراد هلڊي جو بجارڪلي آهي. پر اتي ته بارڪلي نالي ماڻهوءَ جي به تصوير لڙڪيل هئي. ”ڪيڏي عجيب ڳالهه آهي!“

هلڊي فائل رکيو ۽ پنهنجي هڪ شيلف ڏانهن وئي. اتي ٽن جلدن وارو انسائيڪلو پيڊيا پيل هو، جيڪو کيس چوڏهين سالگرهه تي مليو هو. هوءَ ان ۾ بارڪلي ڳولهڻ لڳي. ها هيءَ!

> بارڪلي، جارج (١٦٨٥ـ ١٧٥٣) انگريز فلسفي آئرلينڊ جي ڪائونٽي ڪورڪ (Cork) جي ڳوٺ ڪلائوني (Cloyne) جو بشپ. انساني ذهن کان پري دنيا جو منڪر ـ چوندو هو اسان جي حواسي ادراڪ جو ماخذ خدا آهي. هن جي مشهور ڪتاب جو نالو (A Treatise concerning the principles of Human Knowldge) آهي، جيڪو ١٧١٠ع ۾ شايع ٿيو هو.

هام اها ڪيڏي عجيب ڳالهه آهي. فائل ٻيهر پڙهڻ کان اڳ هن ڪجهه سيڪنڊ سوچيو.

هڪ لحاظ کان اهو سنڌس بابا هيو جنهن اهي ٻئي تصويرون ديوارتي لڙڪايون هونديون. ڇا نالن جي مشابهت کان سواءِ ٻيو به ڪو تعلق ٿي سگهي ٿو؟

بارڪلي فلسفي هيو. هو انساني ذهن کان پري مادي دنيا جو منڪر هيو.

مجٽو پوندو تہ اها انوکي ڳالھ آهي. پر اهڙي قسم جي دعوائن کي رد ڪرڻ تہ سولي ڳالھ ناهي. جيستائين سوفيءَ جو تعلق آهي ان سان اها ڳالھ پوري ريت نهڪندي آهي. بهرحال اهو سنڌس بابا ئي تہ آهي جيڪو ان جي 'حواس ادراڪن' جو ذميوار آهي.

بهرحال هن جيڪڏهن مطالعو جاري رکيو تہ وڏيڪ گهٽو ڪجھ ڄاڻ ونندي. جڏهن هلڊي اتي پهتي جتي سوفي ان ڇوڪريءَ جو عڪس ڳولي لهندي آهي جيڪا ٻئي اکيون هٽندي آهي، هن فائل تان اکيون کيون مرڪي ڏنائين. "ٻي ڇوڪري سوفي کي اهڙي انداز سان اک هڻئي ڄڻ هو کيس ڄتائڻ چاهيندي هجي: 'سوفي مان توکي ڏسي سگهان ٿي، مان هتي آهيان، هن پاسي.'"

سوفيءَ کي (ميجر جي) جاءِ ۾ سائو پرس بہ هٿ ايندو آهي.... ان پيسا ۽ هر شئي موجود آهي! اهو اتي ڪيئن پهتو؟

واهيات! هڪ ٻن سيڪنڊن لاءِ هلڊي کي پڪ ٿي وئي ٿي تہ پد سان سنڌس پرس سوفيءَ جي هٿ آيو هوندو. پوءِ هن اهو تصور ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ اهو سوفيءَ کي ڪيئن هٿ لڳو هوندو؟ هن کي اهو سمور معامرو بي انت ۽ سمجھ ۾ نہ ايندڙ لڳو هوندو.

پهريون ڀيرو هلڊي کي سوفي سان ملڻ جي شديد خواهش ٿي. هن کي محسوس ٿيڻ لڳو تہ هن جي دل چئي ٿي تہ هوءَ کيس سموري معامري جي حقيقت ٻڌائي.

پر هاڻي سوفيءَ کي پڪڙجڻ کان اڳ جاءِ مان نڪرڻو آهي هوڏانھ ٻيڙي ڍنڍ جي سطح تي لڏي رهي آهي. (هن جو بابا بہ واھ جو آهي! هو ھ کي وسريل واقعو ياد ڏيارڻ جي خواهش کي روڪي نہ ٿو سگهي. هونهن!)

هلڊي "ننڍن ننڍن جزن جو خيال رکڻ واري" ارسطو بابت، جنھ افلاطون جي نظرين تي تنقيد ڪئي، خط پڙهندي پڙهندي ڏندن سان رول ڊ ٽڪڙو ڪٽيو ۽ پنهنجي وات ۾ سوڙا جو ايڏو وڏو ڍڪ ڀريو جو سنڌس وات ڀرجي ويو.

¹ ارسطو چوندو هو تہ جنهن شئي جو تجربو پهريائين حواس کي نہ ٿو ٿئي اُها شعور ۾ موجود ٿي نہ ٿي سگهي. ان جي ابتڙ افلاطون جي دعويٰ هئي تہ فطرت جي دنيا ۾ ڪا اهڙي شئي موجود ٿي نہ ٿي سگهي جيڪا پهريائين مثالن جي دنيا ۾ موجود نہ هجي. ارسطو جو خيال هو تہ ائين ڪرڻ سان افلاطون "شين جو انگ ٻيڻو ڪري رهيو آهي."

هلڊي کي خبر نہ هئي "mineral يا vegetable ۽ "animal" جي راند ارسطو ايجاد ڪئي هئي......

جڏهن ارسطوءَ جي عورتن بابت خيال بابت پڙهيوءِ هن کي ڪاوڙ بہ آئي ۽ مايوس بہ ٿي. ٿورو تصور ڪيو ايڏو روشن دماغ ۽ فلسفي بہ ڇسو!

ارسطو سوفيءَ کي پنهنجي ڪمري جي صفائي ۽ شين کي سليقي سان رکڻ بابت اڪسايو هو ۽ هن کي اتي بي فالتو سامان سان گڏ اڇو جوراب بہ مليو هو جيڪو هڪ مهينو اڳ هلڊي جي الماڙيءَ مان گمرٿي ويو هو! سوفيءَ کي البرٽو کان جيڪي بہ پنا مليا هئا، هن اُهي باڪس فائيل ۾ رکيا هئا. "اهي ٽوٽل پنجاهہ صفحا آهن." جيستائين هلڊي جو پنهنجو تعلق هو، هوءَ صفحي نمبر ۱۲۴ تي پهتل هئي. پر اهو بہ تہ هو جو سوفيءَ کي البرٽو جا جيڪي خط مليا هئا، انهن سپنيءَ جي ڪهاڻي بہ لکيل هئي.

اڳين باب جو عنوان "يونانيت" هو. سڀ کان پهرين سوفيءَ کي پوسٽ ڪارڊ مليو ٿو جنهن تي اقوام متحده جي ڪنهن جيپ جي تصوير هئي. ان تي يواين بٽالين جون پندرهين جو ٺپو لڳل هو. هلڊي جو پيءُ هن جي نانءُ جيڪي بہ "ڪارڊ" موڪليندو رهندو هو، اهو انهن مان هڪ هيو ۽ هن هاڻي ان کي پنهنجي ڪهاڻيءَ ۾ رکي ڇڏيو هو.

پياري هلڊي، منهنجو خيال آهي تہ تون پنهنجي پندرهين سالگرهہ پندرهين جون تي ملهائڻ جون تياريون ڪري رهي هوندينءَ. يا ايندڙ ڏينهن تائين ملتوي ڪرڻ جو ارادو تہ ناهي؟ بهرحال پوءِ بہ تنهنجي تحفي تي ڪو فرق نہ پوندو، هڪ لحاظ کان اهو تنهنجو سڄي ڄمار ساٿ ڏيندو. مان هڪ ڀيرو ڀيهر توکي سالگرهہ جون واڌايون ڏيان ٿو. شايد تون هاڻي سمجهي وئي هوندينءِ تہ مان ڪارڊ سوفيءَ جي ايڊريس تي ڇو اماڻيندو آهيان. مون کي پڪ آهي تہ هوءَ اهي تو تائين ضرور پهچائيندي.

وڌيڪ اهو تہ:

تنهنجي ماءُ ٻڌايو آهي تہ تنهنجو پرس ڪٿي گم ٿي ويو آهي. مان توسان واعدو ٿو ڪيان تہ ڏنڊ طور توکي ڏيڍ سئو ڪرائون موڪلي ڇڏيندس. رهيو اسڪول جو سڃاڻپ ڪارڊ، توکي اهو هونئن گرمين جي موڪلن کان اڳ ۾ نئون ملي ويندو.

بابا طرفان پيار.

سودو خراب ناهي!...

ان ڪري معامرو ڪجھ هيئن پيو سُجھي تہ ١٥ جون سوفي جي بہ سالگرھ آهي. پر سوفيءَ جو ڪئلينڊر اجان وچ مئي تائين پھتو آهي. اهو پڪ سان ان وقت جي ڳالھ هوندي جڏهن هن جي بابا اهو باب لکيو هوندو، ۽ هن هلڊي جي ”سالگرھ جي پوسٽ ڪارڊ“ تي اڳواٽ ايندڙ تاريخ ڏئي ڇڏي هوندي. پر ويچاري سوفيءَ ڪي جوآننا جو ساٿ حاصل ڪرڻ لاءِ سپرمارڪيٽ تائين ڊوڙڻو پيو.

اها هلڊي ڪير هئي؟ هن جي پيءُ اهو ڪيئن فرض ڪري ڇڏيو تہ سوفي ان کي ڳولهي لهندي؟ بهرحال هن جي پيءَ پنهنجي ڌيءَ ڏانهن سڌو سنئون ڪارڊ موڪلڻ بجاءِ اُهي سوفيءَ جي ايڊريس تي موڪلي ڪو ڏاهپ وارو ڪم ناهي ڪيو.

جڏهن هلڊي پلوٽينوس (plotinus) بابت پڙهيو، هن بہ سوفيءَ وانگر پنهنجو پاڻ ڪي ستين آسمان تي پاتيو.

منهنجو عقيدو آهي تہ هر اُها شيءِ جيڪا موجود آهي، ان ۾ ڪجھ نہ ڪجھ الوهي (divine) راز آهي... اسان کي ان اٿاھ راز جو احساس ان پوپٽ کي ڏسي بہ ٿيندو آهي جيڪو ڪنهن لام تي پرڙا هڻي رهيو آهي_ يا ان سنهري مڇيءَ جو مشاهدو ڪري ٿيندو آهي جيڪا پنهنجي ٿانو ۾ ترندي آهي. پر اسان خدا جي ويجھو ۾ ويجھو پنهنجي روح ۾ هوندا آهيون. رڳو اسان اتي ئي زندگيءَ جي وڏي ۾ وڏي راز سان هڪ ٿيندا آهيون. سچي ڳالھ اها آهي تہ رڳو گهٽ ئي موقعن تي اسان کي اِهو تجربو ٿي سگهي ٿو تہ اسان پاڻ ئي اِهو الوهي راز آهيون.

هلڊي هاڻي تائين جيڪو ڪجھ پڙهيو هو، ان ۾ اها سڀني کان وڏيڪ مٿو ڦيريندڙ ڳالھ هئي. ۽ اِها سولي ۾ سولي بہ هئي. هر شئي هڪ آهي ۽ اِهو ”هڪ“ ڪو الوهي راز آهي. جنهن ۾ هرڪو شامل آهي.

اصل ۾ اها ڪا اهڙي شئي ناهي جنهن تي تون کي ايمان آڻڻ جي ضرورت هجي. هي ’آهي‘ ئي اهڙي طرح، هلڊي سوچيو. هر ماڻهو لفظ ”الوهي“ مان جيڪي معنيٰ ڪڍي اُها ڪڍي سگهي ٿو.

هن تڪڙ ۾ نئون باب پڙهڻ شروع ڪيو. ١٧ مئي جي قومي ڏينهن واري موڪل کان هڪ ڏينهن اڳ سوفي ۽ جوآننا خيمي ۾ رات گذارڻ لاءِ ٻيلي ۾ هليون وينديون آهن. اتان اُهي ميجر جي جاءِ ڏانهن وينديون آهن....

هلڊي اجان ڪي گهڻا صفحا ڪونہ پڙهيا هئا تہ ڪيس ڪاوڙ ورائي وئي. هن ڪمبل، وهاڻو ۽ سمورو بسترو چڙوچڙ ڪري ڇڏيا ۽ فائل هٿ ۾ ڪٽي ڪمري ۾ چڪر هڻڻ لڳي.

هن جي پيءُ انهن ڇوڪرين کي جهنگ جي نندي جاءِ ۾ انهن سمورن ڪارڊن جا نقل، جيڪي هن (بابا) مئي جي پهرين ٻن هفتن دوران هلڊي ڏانهن موڪليا هئا، فراهم ڪيا هئا. ان تي هلڊي کي ڪاوڙ لڳي. هن جي خيال ۾ سندس پيءُ اهو صحيح نہ ڪيو هو! اهي نقل صفا اصل وانگر هئا! هلڊي اُهي ئي لفظ بار بار پڙهيا ۽ هن هڪ هڪ لفظ سجاڻي ورتو.

> پياري هلڊي، تنهنجي سالگرهہ بابت انهن سمورن رازن سان منهنجو سينو ايڏو پرجي چڪو آهي جو هاڻي ڪا وڌيڪ گنجائش ناهي. ڏينهن جو ڪيئي ڀيرا ٽيليفون ڪري راز کولڻ بابت دل چوندي آهي پر پنهنجو پاڻ کي ڏاڍي مشڪل سان روڪيندو آهيان. هي اهڙي شئي آهي جنهنجي سائيز ڏينهون ڏينهن وڌي رهي آهي. ۽ جيئن تہ توکي خبر آهي جيڪا شئي سائيز کان وڌندي وڃي، ان کي پنهنجو پاڻ تائين محدود ڪرڻ ڏکئي کان ڏکيو ٿيندو آهي...

سوفيءَ کي البرٽو کان نئون سبق ملندو آهي. اهو يهودين، يونانين ۽ ٻن عظيم ثقافتن بابت آهي. هلڊي کي تاريخ جو اهو جامع جائزو وڻيو. هن اسڪول ۾ ڪڏهن بہ اهڙي قسم جي ڪابہ شئي ڪون پڙهي هئي. اتي اُهي رڳو تفصيل ۽ وڌيڪ تفصيل ڏيندا رهندا آهن. هاڻي هن يهوديت ۽ عيسائيت کي بلڪل نئين روشنيءَ ۾ ڏٺو.

هن کي گوئٽي جو تت وڻيو: "جيڪو ماڻهو ٽن هزار سالن مان فاعدو نہ ٿو وٺي سگهي، اُهو پنهنجو گذارو ڏاڍو ڏکيو ڪري سگهي ٿو."

نئين باب جي شروعات ان ڪارڊ سان ٿي جيڪو سوفيءَ کي رڌڻي واري دريءَ مان مليو هو. وري اُها ئي ڳالهہ اهو بہ هلڊي جي سالگرهہ بابت هيو.

> پياري هلڊي مون کي خبر ناهي تہ جڏهن تون هيءَ ڪارڊ پڙهي رهي هوندينءِ تنهنجي سالگرهہ جو ڏينهن هلندڙ هوندو بہ يا نہ. مون کي تہ اها اميد آهي هلي رهيو هوندو يا ان کي گذري گهڻا ڏينهن ڪون ٿيا هوندا. هڪ بہ هفتا جيترا اسان کي ڊگها لڳندا آهن ضروري ناهي تہ سوفيءَ کي بہ ايئن محسوس ٿيندو هجي. مان گرمين جي وچ کان هڪ ڏينهن اڳ ۾ گهر پهچي ويندس. جيئن هلڊي، پاڻ گڏجي گلائيڊر ۾ سمنڊ جو نظارو ڪري سگهون. اسان

ڪي ڪوڙ ڳالهيون ڪرٽيون آهن....

پوءِ البرتو فون ڪري ٿو ۽ هوءَ ٻهريون ڀيرو البرتو جو آواز ٻڌي ٿي.

”توهان جي ڳالهين مان ائين ٿو لڳي ڄڻ جنگ هلي رهي آهي.“
”مان ان ڪي ارادن جي جنگ چوندس. اسان ڪي هلڊي جو ڌيان پاڻ ڏانهن ڇڪرائڻو پوندو ۽ ان جي پيءُ جي گهر لليسنڊ پهچڻ ڪان اڳ هن ڪي پاڻ سان ملائڻو پوندو.“

۽ پوءِ سوفي جي البرتو سان ..... ٻارهين صديءَ جي پٿر واري گرجا گهر ۾ ملاقات ٿيندي آهي.

جيڪڏهن هوءَ سالگره واري ڏينهن اسڪول نہ وڃي، شايد ڪو خاص فرق نہ پوي ها، پر ان جو نتيجو اهو ٿيندو تہ سندس ڪلاس فيلوز کي ڪيس مبارڪ ڏيڻ جو موقعو نہ ملي سگهندو. خير ڪا ڳالھ ناهي.....

هن کي جلديءَ ۾ احساس ٿيو تہ ڄڻ هن آڏو ڊگهو وعظ ڪيو پيو وڃي. البرتو کي medieval (وچ وارو دؤر) جي راهب جو ڪردار ادا ڪرڻ ۾ ڪا بہ ڏکيائي نہ پئي ٿئي.

جڏهن هن اهو پڙهيو تہ هلڊي گارڊ کي سوفيا ڪيئن خواب ۾ نظر ايندي رهندي هئي، هن هڪ ڀيرو ٻيهر انسائيڪلوپيڊيا کوليو. هن ڀيري ڪيس ٻنهيءَ بابت هڪ لفظ بہ پڙهڻ لاءِ ڪون مليو. ڇا اهو انهيءَ مخصوص سوچ جو مثال ناهي تہ جڏهن بہ عورتن جو يا انهن جي مسئلي جو ذڪر ايندو آهي تہ انسائيڪلوپيڊيا چنبڙ جي ڪڏ وانگر چپ هوندو آهي؟ ڇا ان سموري ڪتاب کي ”مردن جي تحفظ جي تنظيم“ سينسر ڪيو هو؟

بنگن (Bingen) جي هلڊي گارڊ واعظ ليکڪا، ويدڻ نباتيات ۽ حياتيات جي ماهر هئي. هوءَ ”شايد ان حقيقت جو مثال هئي تہ وچ واري دؤر دوران عورتن جي فڪر جو انداز ۽ رويو عملي ۽ وڌيڪ سائنسي بہ هوندو هيو.“

پر انسائيڪلوپيڊيا ۾ ان بابت هڪ لفظ بہ ناهي. ڪيڏي شرم جهڙي ڳالھ آهي!

هلڊي ڪڏهن بہ نہ ٻڌو هو تہ خدا جو ”عورتاڻو پاسو“ يا ”فطرت“ بہ آهي. ان مفهوم ۾ هن کي (خدا کي) ظاهر ۾ ”سوفيا“ چيو ويندو آهي. پر ظاهر آهي ان مفهوم کي ان قابل نہ سمجهيو ويو تہ ان تي پريس جي مس کپائي وڃي.

انسائيڪلوپيڊيا ۾ هن کي ان جي ويجهو ۾ ويجهو مواد قسطنطنيا (هاڻي استنبول) جي چرچ سانتا سوفيا بابت مليو. جنهن کي هيگيا (Hagia) سوفيا (معنيٰ پاڪ دانش) چيو ويندو آهي. پر ان جو عورتپڻي وارو ذڪر گم هو. اها

سينسر شپ ناهي ته ٻيو ڇا هي؟

ٻي صورت ۾ اها ڳالهه صحيح آهي ته سوفي پنهنجو پاڻ کي هلدي آڏو ظاهر ڪري ڇڏيو هو. هوءَ شروع کان ئي ذهن ۾ هڪ ڇوڪريءَ جي تصوير ٺاهيو ويٺي هئي جنهن جا وار سڌا هئا......

جڏهن سوفي صبح جو گهڻو وقت سينٽ ميري چرچ ۾ گذارڻ کان پوءِ گهر پهچندي آهي، هوءَ جهنگ واري جاءِ مان هٿ آيل پتل جي آئيني آڏو ڇي بيهندي آهي.

> هوءَ پنهنجي ڪوماڻل ڇهري جي تکن نقشن جو غور سان جائزو وٺڻ لڳي جنهن تي هن جي ڪنهن به طرح قابو ۾ نه ايندڙ وارن جو گهيرو ٿيل هو. لک ڪوشش باوجود هوءَ انهن جو نئون اسٽائيل نه ناهي سگهي، اُهي جيئن جو تيئن رهيا جيئن فطرت ناهيا هئا. پر هن جي ڇهري تي ڪنهن ٻي ڇوڪري جو ڀوت گهمي رهيو هو.
>
> اوچتو ان ٻي ڇوڪري جنوني انداز ۾ هڪ ئي وقت پنهنجون ٻئي اکيون هڻڻ شروع ڪيون ڄڻ اُها اشارن ئي اشارن ۾ هن کي ڄڻائڻ چاهيندي هجي ته هوءَ واقعي ٻي پاسي موجود آهي. ڀوت رڳو ڪجھ سيڪنڊ نظر ايندو رهيو. پوءِ اُهو اک ڇنڀ ۾ گم ٿي ويو.

هلدي ڪيئي ڀيرا ان آرسي آڏو بيٺي هئي ڄڻ هوءَ شيشي پنيان ڪنهن کي ڳوليندي هجي؟ پر هن جي پيءُ کي اِها خبر ڪيئن پئي؟ ڇا اها به ڪا ڪارن وارن واري عورت نه هئي جنهن جي هن کي جستجو هئي؟ پڙڏاڏي اهو ڪنهن جپسي (لاڏائو) عورت کان خريد ڪيو هو، نه؟ هلدي کي محسوس ٿيو ته جنهن هٿ ۾ فائل هو اُهو ڌڪي رهيو آهي. هن کي احساس ٿيڻ لڳو ته سوفي واقعي ”ٻي پاسي“ ڪٿي موجود آهي.

هاڻي سوفي بجارڪلي ۾ هلدي بابت خواب ڏسي رهي آهي. هلدي هن کي نه ڏسي سگهي ٿي ۽ نه ٻڌي سگهي ٿي، پر پوءِ..... سوفي کي هلدي جو سونو صليب، جنهن تي يسوع جي تصوير آهي، ڪناري تي ملي ويندو آهي. صليب_ _ جنهن تي هلدي جي نالي جي ٿنهي حصن جا پهريان اکر ۽ ٻيون نشانيون اڪريل آهن_ _ سوفي کي، جڏهن هوءَ جاڳندي آهي، پنهنجي بستري تي نظر ايندو آهي!

هلدي وري سوچ ۾ ٻڏي وئي. پڪ سان اهو ڪڏهن به ٿي نه ٿو سگهي ته هن جو صليب به وڃائجي ويو هجي؟ هوءَ پنهنجي سينگار واري ميز ڏانهن

وئي ۽ هن زيورن جو دٻو کڏيو. ان ۾ اهو صليب، جيڪو ڪيس ڏاڏي ان وقت تحفي ۾ ڏنو هو جڏهن مٿس عيسائي نالو رکيو پيو ويو، اتي نہ هو!

تہ ڇا واقعي اهو وڃائي چڪي آهي. ڏاڍو سنو. پر سوال اهو آهي تہ جڏهن هن کي پاڻ ان جي وڃائڻ جو پتو نہ هو تہ سندس بابا کي ڪيئن خبر پئي؟

هڪ ٻي ڳالهہ: سوفي بظاهر خواب ڏٺو هو تہ هلڊي جو پيءُ گهر اچي ويو آهي. پر ان واقعي کي ٽيڙ ۾ اڃان هڪ هفتو آهي. ڇا هن جو خواب اڳڪٿي آهي؟ ڇا هن جي پيءُ جو مطلب اهو آهي تہ جڏهن هو گهر پهچندو، سوفي هتي ڪنهن نہ ڪنهن نموني موجود هوندي؟ هن لکيو هو تہ هن جي نئين ساهيڙيءَ سان سڃاڻپ ٿيندي......

هڪدم هلڊي تي هر شيءِ روشن ڏينهن وانگر چٽي ٿي وئي تہ سوفي رڳو ڪاغذ ۽ مس ۾ بند ناهي، هوءَ حقيقت ۾ بہ موجود آهي.

# روشن خيالي

### ... سِيون ناهڻ کان توپون ايجاد ڪرڻ تائين جا طريقا ...

هلڊي اڄان، نئين جاڳرتا (Renanssance) بابت باب شروع مس ڪيو ته ٻاهران سنڌس ماءُ جي قدمن جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. هن گهڙيال ڏانهن ڏٺو ٽيهري‌ءَ جا چار ٿي رهيا هئا.

سنڌس ماءُ دروازو کولي اندر آئي.

”تون گرجا گهر ڇو ناهي وئين‌ءَ؟“

”هائو، وئي هيس.“

”پر.... پر توکي پاتل ڇا هيو؟“

”اهو ئي جيڪو پهريل آهي.“

”نائٽ گائون؟“

”اهو ڪو وچين دؤر جو پٿر جو جڙيل گرجا آهي.“

”هَلڊي!“

هلڊي فائل هنج ۾ رکيو ۽ ماءُ ڏانهن نهارڻ لڳي.

”امان، مون کي وقت جو احساس ئي نه هو. مان معافي ٿي وٺان. اصل ۾ ڳالهه اها آهي ته مان هڪ اهڙي شئي پڙهي رهي آهيان جيڪا جوش سان ڀريل آهي.“

سنڌس ماءُ مرڪي ڏنو.

”هي جادوئي ڪتاب آهي.“ هلڊي وڌيڪ چيو.

”ڏاڍو سٺو. هلڊي، توکي هڪ ڀيرو ٻيهر جنم ڏينهن جون واڌايون هجن!“

”جي! خبر ناهي مون کي اهو جملو وڌيڪ ٻڌڻ وٽي ٿو الاءِ نه!“

سنڌس ماءُ هلي وئي (ڊنرجي تياري‌ءَ لاءِ) ۽ هلڊي پڙهڻ لڳي.

سوفي شهر ۾ هرميز جي پٺيان پٺيان وڃي رهي آهي. البرٽو جي گهر اڳيان هن کي لبنان کان آيل ڪارڊ مليو ٿو. جنهن تي پڻ ١٥هين جون جو ٺپو

لڳل آهي.

تاريخن جو اهو طريقو هلديءَ کي هاڻي سمجهه ۾ اچڻ لڳو. جن ڪارڊن تي پندرهين جون کان اڳ واريون تاريخون هيون، اهي ڪارڊ هلديءَ کي پنهنجي پيءُ پاران ملي چڪا هئا. پر اُهي جن تي اڄ جي تاريخ (١٥ جون) هئي، اُهي ڪيس پهريون ڀيرو هن باڪس فائل وسيلي ملي رهيا هئا.

> پياري هلدي، هاڻي سوفي فلسفي جي گهر اچي رهي آهي. ڪجهه ڏينهن ۾ هوءَ پندرهن سالن جي ٿي ويندي. پر تون ڪاله پندرهن سالن جي ٿي وئي هئينءَ. يا هلدي، مون کان غلطي ته ناهي ٿي، تون اڄ ته پندرهن سالن جي ناهين ٿي؟ جيڪڏهن تون اڄ پندرهن سالن جي ٿي آهين، ته پوءِ ڪجهه دير ٿي وئي هوندي. پر اسان جون واچون سدائين هڪ جهڙو وقت ناهن ٻڌائينديون...

هلدي پڙهي ڇڏيو ته البرٽو ڪيئن سوفيءَ کي نئين جاڳرتا، نئين سائنس، سترهين صدي جي عقليت پسندن ۽ برطانوي تجربيت پسندن بابت ٻڌايو.

هن هر نئين ڪارڊ ۾ سالگره جي واڌاين تي، جيڪي هن جي پيءَ جتي ڪٿي هٽي ڇڏيا هئا، ٽپ ٽي ڏنو. ڇا ته ماڻهو آهي! اهڙا طريقا اختيار ڪندو آهي جو هڪ ڪارڊ ڪاپيءَ مان ڪرندو آهي، ٻي جو نياپو ڪيلي جي کل اندران ملندو آهي ۽ ٽيون ڪمپيوٽر پروگرام ۾ گهڙي وڃي ٿو. هن کي ڪا به ڪوشش نه ٿي ڪرڻي پئي. هو البرٽو جي زبان کي غوطو ڏياري سوفي جي جاءِ تي هلدي چورائي سگهي ٿو ۽ وڏي ڳالهه ته هو ڪتي کان به ڳالهرائي ٿو ۽ هرميز کان 'هلدي سالگره مبارڪ!' چورائي ٿو.

هلدي البرٽو سان سهمت هئي ته سندس پيءُ اُڳتي نڪري ويو آهي ۽ پنهنجي پيٽ خدا سان ڪرڻ لڳو آهي. پر صحيح فيصلو نه پئي ڪري سگهي ته هوءَ سهمت ڪنهن سان آهي، پنهنجي پيءَ سان يا البرٽو سان؟ پر مسئلو اهو هيو ته اهي ملامتي- - يا خود ملامتي- - لفظ البرٽو جي زبان تي ڪنهن آندا هئا، هن جي پيءُ نه ته پوءِ ٻي ڪنهن؟ هوءَ ان نتيجي تي پهتي ته خدا سان ڀيٽ ڪرڻ ايڏي به چرپائپ واري حرڪت نه هئي. سوفي جي دنيا ۾ هن (هلدي) جي پيءُ جي حيثيت بلڪل ڪنهن مرضيءَ واري خدا جي آهي.

جڏهن البرٽو بارڪلي تائين پهتو، هلدي به ايڏي گم ٿي چڪي هئي جيڏي سوفي. هاڻي ڇا ٿيندو؟ (هوءَ سوچي رهي هئي) ڪوڙ ڀيرا اهڙي قسم جا اشارا ڪنائيا ڏجي چڪا هئا ته جڏهن هو ان فلسفي جوء- - جيڪو انساني شعور کان ٻاهر ڪنهن مادي دنيا جي وجود کان انڪار ڪندو هو- - ذڪر

ڪندو ته ڪو خاص واقعو ضرور ظاهر ٿيندو.

باب شروع ھيڻ ٿئي ٿو ته البرٽو ۽ سوفي دريءَ جي ويجهو بيٺا آهن ۽ ان ننڍڙي جهاز کي ڏسي رهيا آهن جنهن جي پٺيان جهنڊي تي ”سالگره مبارڪ“ لکيل آهي. انهيءَ لمحي شهر تي ڪڪر ڇائنجڻ لڳن ٿا.

”ان ڪري ”هئڻ يا نه هئڻ“ ('To be or not tobe') مڪمل سوال ناهي. سوال اهو به آهي ته اسان ڪير آهيون. ڇا اسان واقعي گوشت جا نهيل انسان آهيون؟ ڇا اسان جي دنيا حقيقي شين تي ٻڌل آهي؟ - -يا اسان دماغ جي گهيري ۾ آهيون؟

ان ڪري جيڪڏهن سوفي پنهنجا ننهن چٻاڙي ٿي ته ان ۾ حيرت جي ڪا ڳالھ ناهي. ننهن چٻاڙڻ ڪڏهن به هلدي جي خراب عادتن ۾ شامل ناهي رهيو پر ان وقت هوءَ پنهنجو پاڻ سان گهٽو خوش نظر ڪون اچي رهي هئي پر نيٺ سڀ ڪجھ ظاهر ٿي ويو:

”اسان لاءِ - منهنجي لاءِ ۽ تنهنجي لاءِ -هي 'منشا' يا 'روح' (Spirit) جيڪو 'هر شئي ۾ هر شئي جو سبب آهي' هلدي جو پيءُ ٿي سگهي ٿو.“

”معنيٰ توهان اهو ٿا چئو هو اسان لاءِ هڪ قسم جو خدا آهي؟“

”جيڪڏهن مان ايمانداريءَ کان ڪم وٺان ته مون کي ها ۾ ئي جواب ڏيڻو پوندو. هن کي پنهنجو پاڻ تي شرم اچڻ گهرجي!“

”هلدي بابت ڪهڙو خيال آهي؟“

”سوفي، هوءَ ته فرشتو آهي، فرشتو.“

”فرشتو؟“

”هلدي ئي ته هڪ هستي آهي جنهن ڏانهن هي روح (Spirit) رجوع ڪندو آهي.“

ان سان گڏ سوفي البرٽو کان پاند ڇڏائي ٻاهر طوفان ۾ ڀڄي ويندي آهي. اهو ساڳيو طوفان ته ناهي جيڪو سوفيءَ جي شهر ۾ پيجڻ کان ڪجھ ڪلاڪ پوءِ ڪالھ رات بجارڪليءَ تي گجندو ۽ وسندو رهيو؟

ڊوڙڻ مهل هن جي ذهن ۾ اهوئي خيال ڦري رهيو هو: سڀاڻي منهنجي سالگره آهي! پندرهين سالگره کان هڪ ڏينهن اڳ اهو احساس ڪرڻ سان ته زندگي رڳو خواب آهي، ذهن ۾ وڏيڪ تلخي ناهي پيدا ٿي؟ هي ته بلڪل اها ئي ڳالھ ٿي ته توهان خواب ۾ ڏهن لکن جو انعام کٽيو، پر جڏهن رقم حاصل ڪرڻ جو وقت آيو ته توهان کي جاڳ ٿي وئي..... هن ان حالت ۾ رات جو

ميدان ڪراس ڪيو. ڪجھ منٽن کان پوءِ هن ڏٺو تہ ڪا عورت هن ڏانهن ڊوڙندي ٿي اچي. اها سندس ماءُ هئي..... جڏهن ٻئي هڪ ٻئي جي ويجهو پهتيون تہ ماڻس ڪيس ٻاڪر ۾ ڀري ورتو.

”ننڍڙي، هي اسان سان ڇا ٿي رهيو آهي؟“

”خبر ناهي.“ سوفي سڏڪي رهي هئي. ”ائين پيو لڳي ڄڻ ڪو ڀوائتو خواب آهي.“

هلڊي کي لڳو تہ سندس لڙڪ نڪرڻ وارا آهن. ”هئڻ يا نہ هئڻ..... اهو ئي تہ مسئلو آهي.“ هن باڪس فائل پلنگ جي پيڪ ۾ اڇليو ۽ اٿي بيٺي هوءَ چڪر هڻڻ لڳي. نيٺ هوءَ پتل جي آئيني آڏو وڃي بيٺي. ايتري ۾ سندس ماءُ رات جي ماني جو ٻڌائڻ آئي. جڏهن هلڊي دروازي تي هن جو کڙڪو ٻڌو، هن کي ڪا خبر نہ هئي تہ هوءَ ڪهڙي محل جو اتي بيٺي آهي.

هن کي پورو پورو ويساهہ ۽ يقين هو تہ هن پنهنجي عڪس کي ٻئي اکيون هڻندي ڏٺو آهي.

رات جي ڪاڏي وقت هوءَ پوري ريت اهو تاثر ڏيڻ جي ڪوشش ڪندي رهي تہ سندس سالگرھ جي ڏينهن تي جيڪا خدمت ٿي رهي آهي هوءَ ان جي ٿورائتي آهي. پر جيستائين هن جي خيالن جو تعلق آهي، اُهي ان دوران سوفي ۽ البرٽو بابت ئي هئا.

هاڻي جڏهن اُهي ڄاڻي چڪا آهن تہ هر شئي جو فيصلو هلڊي جو پيءُ ڪندو آهي، اُهي هاڻي ڪهڙين حالتن کي منهن ڏيندا؟ پر اهو چوڻ تہ اُهي ”ڄاڻي چڪا آهن“، شايد مبالغو آهي. اهو سوچڻ اجايو آهي تہ اُهي ڪجھ ڄاڻيندا آهن. جيڪڏهن اُهي ڪجھ ڄاڻيندا بہ آهن تہ ڇا ان جو سبب اهو تہ ناهي تہ هن کي ان جي اجازت سندس پيءُ ڏيندو آهي؟

ماڻهو کي جنهن نموني وٺي، ان جو جائزو وٺي سگهي ٿو پر مسئلو پوءِ بہ ساڳيو جو ساڳيو رهندو آهي. جيئن ئي البرٽو ۽ سوفي ”ڄاڻي ويا“ تہ حالتن جو رستو ڪهڙو آهي، پوءِ سمجهو تہ هڪ لحاظ کان انهن جو رستو بند ٿي ويو آهي.

جڏهن اوچتو هن کي خيال آيو تہ امڪاني طور تي هن جي پنهنجي دنيا تي پڻ اهو مسئلو لاڳو ٿئي ٿو تہ گرھ سندس نڙيءَ ۾ ڦاسي پيو. ماڻهن فطرت جي قانونن کي سمجهڻ لاءِ لاڳيتي محنت ڪئي هئي. جڏهن سائنس ۽ فلسفي جي جگسا پزل (Jigsaw puzzle) جي آخري ڳوٽ پنهنجي جاءِ تي اچي ويندي، تہ ڇا تاريخ ابد تائين پنهنجو سفر جاري رکي سگهندي؟ هڪ طرف تہ خيال ۽ سائنس ترقي ڪري رهيا آهن ۽ ٻي پاسي ٻيلا ڇٽ ڪيا پيا وڃن ۽ گرين هائوس افيڪٽ (Green house effect) پنهنجو رنگ ڏيکاري رهيو آهي.

ڇا انهن ٻنهي ڳالهين ۾ ڪو تعلق ناهي؟ انسان تي ڄاڻ حاصل ڪرڻ وارو جيڪو جن چڙهيل آهي، ان کي ان جي (خدا جي) ٻاجهه کان محرومي جا ڪارڻ قرار ڏيڻ شايد ايتري ته ڇرپائپ واري ڳالهه ناهي؟

سوال ايڏو وڏو ۽ ڏيچاريندڙ هو جو هلڊي ان کي وسارڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳي. جڏهن هوءَ پنهنجي پيءُ جو سالگره وارو ڪتاب وڌيڪ پڙهندي ته هوءَ شايد وڌيڪ سٺي نموني سمجهي ويندي.

.... سندس ماءُ هڪ ڀيرو ٻيهر سالگره مبارڪ.... ڳائڻ لڳي. ”هاڻي تون جيڪو چاهيندينءَ اُهو ئي ڪنداسين“ سندس ماءُ چيو.

”توهان سمجهندؤ ته منهنجو مٿو ڦري ويو آهي. مان بابا طرفان تحفي طور آيل ڪتاب پڙهنديس.“

”ڀلي پڙهه. اڄ ٽي ويءَ تي جاسوسي ڊرامو آهي، پاڻ اهو به ڏسنداسين ۽ گڏجي پيزا (Pizza) به کائينداسين. ڇا خيال آهي.“

”ٺيڪ آ.“

هلڊي کي اوچتو سوفيءَ جو پنهنجي ماءُ سان ڳالهائڻ ياد اچي ويو. هلڊي کي ڳڻتي ورائي وئي ته ڪٿي سندس پيءُ هن (هلڊي) جي ماءُ کي ٻي ماءُ جي ڪردار ۾ ته ناهي وجهي ڇڏيو؟ هن کي اميد اها هئي ته ائين نه ٿيو هوندو. هن اهو سوچي ڇڏيو ته هوءَ سيهڙ جي ٽاپ هيٺ مان نڪرڻ وارو ذڪر ماءُ سان اڄ ته بلڪل ئي نه ڪندي.

”ائين ئي مون کي خيال اچي ويو.“ هن اٽڪندي چيو.

”ڇا؟“

”مون کي يسوع جي تصوير وارو سونو صليب ڪٿي به نٿو لڀي.“

هن جي ماءُ هن ڏانهن اهڙي انداز سان ڏٺو جو خبر ئي نه ٿي پئي ته هوءَ ڇا چوندي.

”ڪوڙ هفتا ٿيا آهن اهو مون کي ڊنڊ جي ڪناري مليو هو. تو اهو اتي ئي ڪيرايو هوندو. شرارتي ڪني ڇوڪري!“

”توهان بابا سان ان جو ذڪر ڪيو هو؟“

”.... شايد ڪيو هجي.“

”ته پوءِ اُهو ڪٿي آهي؟“

”هن جي ماءُ اٿي ۽ پنهنجي زيورن جو دٻو کڻڻ وئي. هلڊي کي بيڊروم مان هلڪي حيرت واري رڙ ٻڌڻ ۾ آئي. هوءَ واپس آئي.“

”صليب ته نه ٿو لڀي.“

”منهنجو به اهو ئي خيال هو.“

..... هوءَ مٿي آئي ۽ بستري تي ويهي رهي، هن گوڏن تي باڪس فائل

رکيو ۽ نئون باب پڙهڻ لڳي:

ان صبح جو سوفيءَ جي اک ان وقت کلي جڏهن سندس ماءُ ڊيش ۾ سالگرهه جا تحفا کڻي پهتي. هن جهنڊو سوڊا جي خالي بوتل ۾ اٽڪائي ڇڏيو هو.

”سوفي، جنم ڏينهن جون واڌايون!“

سوفي ننڊ ڀڄائڻ خاطر اکيون مهٽيون. هوءَ ياد ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳي ته گذريل رات ڇا ٿيو هو، پر اهو سڀ ڪجهه ائين هيو ڄڻ جگسا پزل جون سيئي ڳوٽيون (يا ٽڪرا) پاڻ ۾ ملي ويون هجن. هڪ ڳوٺ البرٽو هيو، ٻي هلڊي ۽ ميجر ٽين بارڪلي ۽ چوٿين بجارڪلي هو. پر انهن سينيءَ ۾ ڪاري ڳوٺ طوفان هيو. هوءَ صدمي ۾ هئي. سندس ماءُ هن جو ٽوال سان جسم سڪايو هو ۽ کيس گرم کير ۾ ماکي ملائي سمهاري ڇڏيو هو ۽ هن کي ننڊ ونئي وئي هئي.

”منهنجو خيال آهي ته مان اجان تائين جيئري آهيان.“ هن ڪمزور آواز ۾ چيو.

”ها، تون جيئري آهين ۽ اڄ تون پندرهن ورهين جي ٿي وئي آهين.“

”توهان کي پڪ آهي؟“

”پڪ آهي. ڀلا ماءُ کي خبر نه هوندي ته ان جي سڪيلڏي ڌيءَ ڪڏهن پيدا ٿي هئي؟ ١٥ جون ١٩٧٥ع ..... وقت ڏيڍ ٿيو هو. سوفي، اها منهنجي حياتيءَ جو خوشيءَ واري گهڙي هئي.“

”توهان کي پڪ آهي ته اهو خواب ناهي؟“

”تنهنجو خواب چڱوئي هوندو ته تون جڏهن جاڳينءَ، تنهنجي آڏو رول سوڊا ۽ سالگرهه جون سوکڙيون پيل هيون.“

هن تحفن وارو ڊيش ڪرسيءَ تي رکيو ۽ جهٽ لاءِ ڪمري کان ٻاهر هلي وئي. جڏهن هوءَ واپس آئي ته سندس هٿ ۾ هڪ ٻيو ڊيش هيو. ان تي به سوڊا ۽ رول رکيل هئا.

اهو ان ڳالهه جو اشارو هو ته سالگرهه جي صبح جي روايتي رسم شروع ٿي وئي آهي. هاڻي تحفا کلندا هن جي ماءُ انهن پهرين سورن جو ذڪر ڪندي جيڪي ١٥ سال اڳ کيس ٿيا هئا. سندس ماءُ ٽينس جي ريڪٽ وارو تحفو ڏنو هو. سوفي ڪڏهن به ٽينس نه کيڏي هئي پر ڪلوورڪلوز ۾ ٿوري پنڌ تي ڪجهه بنا ڇت وارا ٽينس ڪورٽ هئا. هن جي پيءُ مني ٽي وي (Mini- T.V) ۽

ايف ايم ريڊيو موڪليو هو. ٽي ويءَ جي اسڪرين عام فوٽو ڪان وڏي نہ هئي. سندس پوڙهين ڦڦين وغيره بہ سوڪڙيون اماڻيون هيون.

ٿوري دير ڪان پوءِ سندس ماءُ چيو، ”مان اڄ ڪم تي نہ ٿي وڃان. ڇا خيال آهي؟“

”نہ. توهان ڇو نہ وڃو؟“

”ڪالھ تون اڪڙيل اڪڙيل هئينءَ. منهنجو خيال آهي تہ جيڪڏهن اها ڪيفيت ختم نہ ٿي تہ اسان کي نفسيات جي ڊاڪٽر ڪانَ وقت وٺڻو پوندو.“

”اهڙي ڪا ضرورت نہ پوندي.“

”ان ۾ طوفان جو هٿ آهي يا.... البرٽو جو؟“

”توهان جو پنهنجي لاءِ ڪهڙو خيال آهي. توهان چيو هو: نِنڍڙي، هي پاڻ سان ڇا ٿي رهيو آهي؟“

”مان تہ رڳو تو لاءِ سوچي رهي هيس. جيڪا هڪ پر اسرار ماڻهوءَ سان ملڻ لاءِ شهر وئي هئي.... شايد اِهو منهنجو ئي قصور هو.“

”جيڪڏهن مان واندڪائي ۾ فلسفي جو نصاب پڙهڻ ويندي آهيان، تہ ان ۾ ’قصور‘ ڪنهنجو بہ ناهي. توهان ڪم تي هليون وڃو. اسڪول ڏهين وڳي کان اڳ ۾ شروع نہ ٿيندو. اڄ اسان کي ڪو ڪم پڻ بہ ناهي. بس رزلٽ ٻڌايو ويندو. اتي رڳو ويهڻو آهي.“

”توکي خبر آهي تہ توکي ڪهڙو گريڊ ملندو؟“

”ٻيو نہ تہ پوئين سيمسٽر (Semester) کان سٺو ملندو.“

سندس ماءُ کي وئي اڃان گهڻو وقت نہ ٿيو هو تہ ٽيليفون جي گهنٽي وڳي.

”سوفي امنڊ سين“

”مان البرٽو آهيان.“

”وھ واھ!“

”ميجر رات جو ڪا ڪسر ناهي ڇڏي.“

”ڇا مطلب“

”سوفي، طوفان.“

”مون کي خبر ناهي ڇا سمجهان.“

”اها تہ سچي فلسفي جي خوبي آهي. سوفي مون کي فخر آهي تہ تو ٿوري وقت ۾ ايڏو سکيو آهي.“

”مان ان ڍپ ۾ ورتل آهيان ته ڪجھ به حقيقت ناهي.“

”ان کي وجودي ڀو(existential angst) يا دهشت (dread) چئبو آهي. اصل ۾ اها نئين آگاهي تائين پهچڻ لاءِ رستي جو هڪ مرحلو يا منزل آهي.“

”منهنجو خيال آهي ته مون کي نصاب جي مطالعي کان ڪجھ ڏينهن موڪل ڪرڻ گهرجي.“

”ڇا هن وقت باغ ۾ ايڏا ڏيڏر گڏ ٿي ويا آهن؟“

سوفيءَ کان ٽهڪ نڪري ويو. البرٽو چيو، ”منهنجو خيال آهي ته ثابت قدميءَ سان بيٺو رهڻ ئي چڱو آهي.“

”بهرحال سالگره مبارڪ. اسان کي وچ گرمين کان هڪ ڏينهن اڳ نصاب پورو ڪرڻو آهي. اِهو اسان جو آخري موقعو آهي.“

”اسان جي ڪهڙي ڳالھ جو آخري موقعو؟“

”آرام سان ته ويٺي آهين. ان ڳالھ تي ڪجھ وقت ڳالهائڻو آهي. سمجھيئه؟“

”ويٺي آهيان.“

”ديڪارٽ ياد اٿئي؟“

”مان سوچان ٿو، ان ڪري مان موجود آهيان؟“

”.... اسان کي ته ايتري به خبر ناهي ته اسان سوچيندا آهيون. ٿي سگهي ٿو نيٺ ثابت اهو ئي ٿئي ته سوچيل ڳالهيون اسان آهيون ۽ اها سوچڻ کان بلڪل مختلف شئي آهي. اسان وٽ يقين ڪرڻ لاءِ اهو سبب آهي ته اسان کي هلڊي جي پيءَ پنهنجي ڌيءَ جي، جيڪا لليسنڊ ۾ رهندي آهي، جنم ڏينهن تي تفريح پهچائڻ لاءِ گهڙي ورتو هجي. سمجھيئه؟“

”جي ...“

”پر ان جي اندر به خود ان جو تضاد موجود آهي. جيڪڏهن اسان فرضي آهيون، پوءِ اسان کي ڪنهن به شئي تي ’يقين‘ ڪرڻ جو ڪو به حق ناهي. ان صورت ۾ ٽيليفون تي هي سڀ ڳالهيون فقط تخيل جي پيداوار (imaginary) ٿي سگهن ٿيون.“

”۽ اسان ۾ آزاد منشا جي ذري به موجود ناهي. ڇو ته هر ڳالھ جيڪا اسان ڪندا يا چوندا آهيون، ان جي رٿا ته ميجر جوڙيندو آهي. ان ڪري جيڪڏهن اسان ٽيليفون بند ڪري ڇڏيون ته به ڪو فرق نه پوندو.“

”..... ڇا تون اها دعويٰ ڪري سگهين ٿي ته ماڻهو هر ان شئي جي، جيڪا اُهي خواب ۾ ڏسندا آهن، رٿابندي ڪندا آهن. ممڪن آهي هلدي جي پيءُ کي هر ان ڳالهه جي خبر هجي جيڪا اسان ڪندا آهيون. جهڙي ريت تون پنهنجي پاڇي کان نه ٿي ڀڄي سگهين، اهڙي ريت ممڪن آهي اسان ان جي علم ڪلي (Omniscience) کان بچي نه سگهون. ـ ۽ هي ئي اهو هنڌ آهي جتان مون پنهنجي رٿا ناهڻ شروع ڪئي آهي. ـ اهو پڪ سان نه ٿو چئي سگهجي ته اڳتي جيڪو ڪجهه ٿيڻو آهي، ميجر ان بابت اڳ ۾ ئي فيصلو ڪري چڪو آهي. اهو به ممڪن آهي ته هو آخري منٽ کان اڳ ۾ ـ يعني جيستائين ان تي تخليق وارو وجد نه ٿو چڙهي..... ڪو فيصلو نه ڪري. اهي ئي اُهي گهڙيون آهن جڏهن اسان امڪاني طور تي ڪو قدم کڻنداسين جيڪو اسان کي صحيح رستي ڏانهن وٺي ويندو ته اسان کي ڇا ڪرڻو ۽ ڇوڻو آهي. ميجر جي توپ خاني جي مقابلي ۾ اهڙي قسم جي شروعات فطري طور تي انتهائي ڪمزور (impulses) جي برابر هوندي. ان ڪري شڪ اهو ئي آهي ته اسان انسان وانگر ڳالهائيندڙ ڪتاءِ کيلن جي کلن جي اندر نياپن ۽ اڳواڻ انتظام ٿيل طوفاني برساتن جهڙي بيجاءِ دخل ڏيڻ وارين (intrusive) ٻاهرين قوتن جي مقابلي ۾ پنهنجو پاڻ ۽ بي وس ۽ بنا سهاري هجون. پر اسان پنهنجي نٿر يا ضد ڪي، پل اها ڪيڏي به ڪمزور ڇو نه هجي، امڪان کان ٻاهر نه ٿا سمجهي سگهون.“

”اهو ڪيئن ممڪن آهي؟“

”قدرتي طور ميجر اسان جي ننڍڙي دنيا بابت سڀ ڪجهه ڄاڻيندو آهي، پر ان جو مطلب اهو ناهي ته هو سڀ ڪجهه آهي. بهرحال اسان کي پنهنجي طريقي سان ائين زندگي گذارڻ گهرجي، ڄڻ ميجر جو ڪو وجود ئي ناهي.“

”توهان ان معامري ۾ ڇا ڪرڻ ٿا چاهيو، منهنجو خيال آهي مان سمجهي وئي آهيان.“

”ترڪيب اها هوندي ته اسان پنهنجي مرضيءَ سان ڪجهه ڪرڻ لاءِ بندوست ڪيون.... پر جيڪو ڪجهه به ڪيون، ميجر پل ڪيڏا به هٿ پير هڻي، ان جي هن کي پٽڪ به نه پئي.“

”جيڪڏهن اسان جو ڪو وجود ئي ناهي، ته پوءِ اسان ڪم ڪيئن ڪري سگهنداسين؟“

”ڪير چئي ٿو اسان جو ڪو وجود ئي ناهي؟ مسئلو اهو ناهي ته اسان موجود آهيون يا ناهيون، پر اهو آهي ته اسان ڇا آهيون. جيڪڏهن اهو ثابت ٿي به وڃي ته اسان ميجر جي ٺٺي شخصيت جا impulses آهيون، ان جو اهو مطلب بلڪل ناهي ته اسان کي جيڪا ٿوري زندگي ملي آهي، اُها به اسان کان کسي وڃي.“

”يا اسان جي آزاد منشا؟“

”مان ان تي ڪم ڪري رهيو آهيان، سوفي.“

”پر هلدي جي پيءُ کي پڪ سان پتو هوندو ته توهان ان تي ڪم ڪري رهيا آهيو.“

”هام پر ان کي اها خبر ناهي ته اصل رٿا ڪهڙي آهي. مان ارشميدشي نقطي جي ڳولا ۾ آهيان.“

”ارشميدشي نقطو؟“

”ارشميدش يونان جو سائنسدان هو. هن چيو هو: ’مون کي ڪو مستحڪم نقطو ڏيو جنهن تي مان بيهي سگهان ۽ مان سموري دنيا گهمائي ڇڏيندس. اهڙي قسم جو نقطو اسان کي ڳولڻو پوندو. جيئن اسان پاڻ کي ميجر جي اندروني ڪائنات مان ٻاهر ڪڍي سگهون.“

”اهو ته وڏو ڪارنامو هوندو.“

”پر جيستائين اسان فلسفي جو نصاب ختم نه ٿا ڪيون، اسان کسڪڻ جي نه ڪنداسين. جيستائين اهو جاري آهي اسان تي ميجر جي پڪڙ ڪجهه وڌيڪ ئي رهندي. چٽو ٿولڳو ته هن پڪو پهه ڪري ڇڏيو آهي ته مان صدين ۾ تنهنجو سونهون بڻجي توکي پنهنجي زماني تائين پهچائي ڇڏيندس. پر هن جي وچ اوپر جي ڪنهن هنڌ تان هوائي جهاز ۾ چڙهڻ کان اڳ ۾ اسان وٽ رڳو ٿورا ڏينهن آهن. جيڪڏهن اسان هن جي بجارڪلي پهچڻ کان اڳ ۾ پنهنجو پاڻ کي چور وانگر چهٽيل تخيل کان پاڻ ۾ آجو نه ڪرائي سگهياسين، ته پوءِ سمجه ته اسان جو ٻيڙو ٻڏو.“

”توهان مون کي ڊيڄاريو ٿا؟“

”سڀ کان پهرين مان تون کي فرانسيسي روشن خيالي (Enlightenment) بابت اهم حقيقتون ٻڌائيندس ان کان پوءِ پان ڪانٽ جي وڏن نڪتن تي ڳالهائينداسين. جيئن پاڻ روحانيت (جي تحريڪ) تائين پهچي سگهون. هيگل به اسان لاءِ اهم هوندو.... ۽ ان سان گڏ ڪيرڪيگارڊ جي تکي ٽڪراءَ کي به سامهون رکڻو

پوندو. اسان مختصر ڳالھ ٻولھ ڊارون، مارڪس ۽ فرائيڊ بابت ٻ ڪنداسين ۽ ٿي سگھيو تہ آخر ۾ سارتر ۽ وجوديت تي ب بحث ڪنداسين. پوءِ اسان پنھنجي رٿا تي عمل ڪري سگھنداسين.“

”ھڪ ھفتي ۾ ايڊو ڪجھہ منھنجو تہ ٻڌي ھٿ پير سُجڻ لڳا آھن.“

”ان ڪري پاڻ شروع ٿا ڪري ڇڏيون. ڇا تون ھينئر جو ھينئر اچي سگھين ٿي؟“

”مون کي اسڪول وڃڻو آھي، اتي پارٽي ب آھي ۽ نتيجو ب ٻڌايو ويندو.“

”ڇڏ ان کي، جيڪڏھن پاڻ رڳو فرضي آھيون، پوءِ اھو سمجھڻ تہ ٻسڪٽن ۽ سوڍا جو ڪو ذائقو ھوندو آھي، رڳو خيالي ڳالھ ھوندي.“

”پر منھنجا گريڊ.....“

”سوفي يا تہ تون اربن ڪھڪشائن يا ڪتين مان ڪنھن ھڪ ڪھڪشان جي ڪنھن ننڍڙي سياري ۾ رھين ٿي...... ۽ يا تہ پوءِ تون ميجر جي دماغ جي برقي مقناطيس (بجلي واري چقمڪ) (Eletromagnetic) جي لھرن جو نتيجو آھين. ان تي ب تون گريڊن جي ڳالھ ڪري رھي آھين. توکي پنھنجو پاڻ تي شرم اچڻ گھرجي!“

”مون کي افسوس آھي.“

”پر سُڻو اھو آھي تہ ملاقات کان اڳ تون اسڪول وڃ. جيڪڏھن تون اسڪول ۾ پڙھائي واري آخري ڏينھن تي غير حاضر رھينءَ تہ ان جو ھلڊي تي خراب اثر پوندو. ھوءَ پنھنجي سالگرھ واري ڏينھن ب اسڪول ويندي آھي. توکي خبر آھي ھوءَ تہ فرشتو آھي.“

”اسڪول کان پوءِ سڌي توھان ڏانھن اچان؟“

”نہ، ميجر جي جاءِ ۾ ملي سگھجي ٿو.“

”ميجر جي جاءِ؟“

..... ڪٽڪ!

ھلڊي باڪس فائل ھنج ۾ رکي ڇڏيو.... ھوءَ ڪجھ دير سوچيندي رھي تہ البرٽو ڪھڙي قسم جي رٿا جوڙي پيو. ڇا آخري صفحو ڏسي ڇڏجي؟ نہ اھو دوکو آھي. بھتر اھو آھي تہ آخر تائين سڀ ڪجھ پڙھجي.

ھوءَ قائل ٿي چڪي ھئي تہ البرٽو ھڪ اھم نڪتي ۾ صحيح ھو. ھڪ

ڳالھ اها آھي تہ البرٽو ۽ سوفيءَ تي ڇا ٿيئڻو آھي، ھن جي پيءُ کي ان بابت کو اندازو آھي. پر جڏھن ھو لکي رھيا ھئا، شايد ڪين ھر ان شئي بابت ڄاڻ نہ ھئي جيڪا ٿيئڻي آھي، ٿي سگھي ٿو ھن (بابا) کا شئي تکڙ ۾ گھلي ڇڏي ھجي، کا اھڙي شئي جنھن جو ڪين ايستائين اندازو نہ ٿي سگھندو جيستائين قلم بند ڪئي گھڻو وقت نہ گذري وڃي. اھڙي قسم جي صورتحال ۾ سوفي ۽ البرٽو کي ڪيتري حد تائين خيال ۽ عمل جي آزادي ملي سگھي ٿي.

ھلڊي کي..... اھو يقين ھو تہ البرٽو ۽ سوفي فرضي مخلوق ناھن، اُھي حقيقت ۾ موجود آھن. ”جيڪي سمنڊ ظاھر ۾ مانار ۾ نظر ايندا آھن پر انھن جي اندر ۾ وڏا طوفان لڪل ھوندا آھن.“ ھن سوچيو.

ھن جي ذھن ۾ اھو خيال ڪيئن آيو؟

ہڪ سان اھو کو اھڙو خيال نہ ھو جيڪو پاڻيءَ جي مٿاڇري تي ٿورو بہ ھلچل پيدا ڪري سگھيو ھجي.

اسڪول ۾ سوفي کي تمام گھڻي اھميت ملي ڇو تہ اھو سندس جنم ڏينھن ھيو...

جيئن ئي استاد ان دعا سان تہ ھن جو موڪلون سٺيون گذرن، ڪلاس کي موڪل ڏني، سوفي جھٽ ۾ گھر ڏانھن ڊوڙڻ شروع ڪيو. جوآننا ڪيس ھوريان ٿيڻ لاءِ چيو پر ھن سندس آواز ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري ڇڏيو ۽ پوئتي ڪنڌ ڪري رڳو ايترو چيو: ”مون کي ضروري ڪم آھي؟“

جڏھن ھوءَ گھر پھتي تہ ڪيس ٽپال واري دٻي مان لبنان کان آيل ٻہ ڪارڊ مليا. ٻئي سالگرھ جا ڪارڊ ھئا. ھڪڙو سوفيءَ جي معرفت ھلڊي مولرڪينگ جي ھو ۽ ٻيو سوفي لاءِ ھيو. ٻنھيءَ تي ”۱۵ جون..... يواين بٽالين“ جو ٺپو لڳل ھيو.

سوفي پھريائين پنھنجو ڪارڊ پڙھيو:

پياري سوفي امنڊسين، اڄ توکي بہ ڪارڊ ملي رھيو آھي. سوفي جنم ڏينھن مبارڪ. ۽ ھا، تو ھلڊي لاءِ جيڪو ڪجھ ڪيو آھي ان لاءِ مان تنھنجو ٿورائتو آھيان. نيڪ دعائن سان. ميجر البرٽ ڪنيگ.

سوفيءَ کي سمجھ ۾ نہ ٿي آيو تہ ميجر پاران آيل سندس نانءُ واري ڪارڊ تي ھوءَ ڪھڙو رد عمل ظاھر ڪري.

ھلڊي جي ڪارڊ ۾ لکيل ھو:

پياري ھلڊي، مون کي اندازو ناھي تہ للسيند ۾ ھن وقت

ڪهڙي تاريخ ۾ ڪهڙو وقت ٿيو آهي. پر جيئن ته مان لکي چڪو آهيان، ان سان ڪو فرق نه ٿو پئي. جيڪڏهن مان توکي چڱي ريت سمجهندو آهيان ته منهنجو خيال آهي ته مان جيڪا توکي آخري يا آخري کان اڳ ۾ مبارڪ موڪليان پيو، اها دير سان ملي ته تون ان تي ڪاوڙ ڪون ڪندينءَ. پر توکي انتظار ۾ جاڳڻ جي ضرورت ناهي! البرٽو توکي جلد فرانسيسي روشن خياليءَ بابت ٻڌائيندو. هو ستن نڪتن تي ڌيان ڏيندو. جيڪي هي آهن:

١ـ اقتدار جي مخالفت
٢ـ عقليت پسندي
٣ـ روشن خيالي جي تحريڪ
٤ـ ثقافتي رجائيت (optimism)
٥ـ فطرت ڏانهن ٻيهر لاڙو
٦ـ فطري مذهب
٧ـ انساني حق

ظاهر ۾ ميجر اجان تائين انهن تي سخت نگراني ڪري رهيو هو.

سوفي دروازو کوليو، هن پنهنجو رزلٽ ڪارڊ، جنهن تي هر سبجيڪٽ آڏو اي (A) لکيل هو، رڌڻي جي ميز تي رکيو. هوءَ ٻاهر نڪتي ۽ ٻاڙ مان رڙهي ٻيلي ڏانهن ڊوڙڻ لڳي.

هوءَ هڪ ڀيرو ٻيهر ننڍي ڍنڍ ۾ ٻيڙي هلائي رهي هئي.

جڏهن هوءَ جاءِ ويجهو پهتي، البرٽو چائنڪ تي ويٺو هو. هن کيس ٻه ويجهو ويهڻ لاءِ چيو... موسم چڱي هئي...

"اسان ڪي شروع ٿيڻ گهرجي" البرٽو چيو.

"مون کي ڪوبه اعتراض ناهي."

"هيوم (Hume) کان پوءِ عظيم فلسفي عمانوئل ڪانٽ (Immanuel Kant) هو. پر ارڙهين صديءَ جي وچ ۾ به فرانس ۾ ڪي عظيم ڏاها پيدا ٿيا. اسان چئي سگهون ٿا ته يورپ ۾ ارڙهين صديءَ جي پهرين اڌ ۾ برطانيا، وچ ۾ فرانس ۽ آخر ۾ جرمنيءَ فلسفياڻا مرڪز هئا جن ڏانهن ماڻهو ڇڪيا ڇڪيا ايندا هئا."

"ٻين لفظن ۾ چئي سگهجي ٿو ته فلسفي جو مرڪز اولهه کان اوڀر وڃي رهيو هو."

"بلڪل صحيح. فرانس جي جن روشن خيال فلسفين جا

جيڪي خيال ساڳيا هئا، مان انهن جا مک نڪتا ٻڌايان ٿو. اهم نالا والٽيئر، روسو ۽ مونٽيسڪيو هيا. انهن کان سواءِ ٻيا ماڻهو به هئا. مان پنهنجو ڌيان ستن نڪتن تي ئي رکندس.“

”مون کي چوندي ته ڏک ٿئي ٿو، پر مون کي انهن جي خبر آهي.“

”سوفي ائين چئي هن کي هلڊي جي پيءُ وارو ڪارڊ ڏنو. البرٽو جو شوڪارو نڪري ويو.... پهريان اهم لفظ ”اقتدار جي هيئت (بناوٽ) جي مخالفت“ آهن. فرانس جا روشن خيال ڏاها برطانيا ايندا رهندا هئا جيڪو انهن جي ملڪ کان گهڻو لبرل هيو. فرانسيسي برطانيا ۾ طبعي علمن، خاص ڪري نيوٽن ۽ ان جي آفاقي فزڪس، ۾ دلچسپي ۽ تجسس جو اظهار ڪندا هئا. اُهي برطانوي فلسفي خاص ڪري لاڪ ۽ ان جي سياسي فلسفي کي ڌيان سان پڙهندا ۽ ٻڌندا هئا. جڏهن اُهي واپس فرانس ويندا هئا ته اقتدار جي پراڻي هيئت تي ڊيڪيل لفظن ۾ تنقيد ڪندا هئا. هو سمجهندا هئا ته پراڻي زماني جا ماڻهو جن شين کي سچ سمجهندا هئا ۽ جيڪي ارڙهين صديءَ جي ماڻهن کي ورثي ۾ مليون هيون، انهن لاءِ شڪ وارو رويو اختيار ڪرڻ سٺو آهي. مقصد ته هر ماڻهوءَ کي سمجهائڻو هيو ته هو هر سوال جو جواب پاڻ ڳولي. ان لاءِ ڊيڪارٽ جي روايت اهم هئي.“

”چو ته هو اُهو ماڻهو هو جنهن هر شئي جي اڏاوت بنياد کان ڪئي هئي.“

”ها جنهن اقتدار جي بناوٽ (هيئت) جي مخالفت ڪئي پئي وئي، ان ۾ ڪليسا، بادشاهه ۽ امير سڀ شامل هئا. ارڙهين صديءَ ۾ انگلستان جي مقابلي ۾ فرانس جي انهن ادارن کي وڏا اختيار هئا.“

”پوءِ فرانس ۾ انقلاب آيو.“

”ها- ۱۷۸۹ع ۾. پر انقلابي خيالن جي شروعات اڳ ۾ ٿيڻ لڳي هئي. اسان جو اڳيون اهم لفظ 'عقليت پسندي' آهي.“

”منهنجو خيال هو ته عقليت پسندي هيوم سان گڏ ختم ٿي وئي هئي.“

”هيوم ۱۷۷۶ع ۾ فوت ٿيو ۽ اهو واقعو مونٽيسڪيو جي وفات کان ۲۰ سال اڳ ۽ والٽيئر ۽ روسو جي وفات کان، جيڪو بئي ۱۷۷۸ع ۾ وفات ڪري ويا، ٻه سال پهريائين ٿيو. پر اهي ٽئي فلسفي برطانيا وڃي چڪا هئا ۽ لاڪ جي فلسفي بابت ڄاڻ هئن.

توکي ياد هوندو تہ لاڪ پنهنجي تجربيت تي پڪي ريت قائم نہ رهندو هو. مثال طور هن جو عقيدو هو تہ خدا ۽ ڪجھ اخلاقي قدرن تي اعتبار انساني عقل ۾ پيدائشي طور موجود هوندو آهي."

"توهان اهو بہ چيو هو تہ فرينچ برطانوي، فرانسين جي ڀيٽ ۾ عقليت کي اهميت ڏيندا رهيا آهن."

"ها. ۽ اهو فرق بلڪل وچ واري دؤر تائين واپس پهچندو آهي. جڏهن برطانوي ڪامن سينس جي ڳالھ ڪندا آهن تہ فرانسيسي ان کي گهڻو ڪري 'evident' چوندا آهن. انگريزي ترڪيب جو مطلب آهي: 'جيڪو هر ماڻهو ڄاڻيندو آهي.' ان جي ابتڙ فرانسيسي لفظ جي معنيٰ 'ظاهر' آهي...... يعني ماڻهوءَ جي عقل تي ظاهر آهي."

"سمجهي ويس."

"...... روشن خيالي جي دؤر جي ڪيترن ئي فلسفين کي انساني عقل تي پڪو ويساهہ هيو. اها اهڙي چٽي خوبي هئي جو فرينچ روشن خيالي کي اڪثر 'Age of reason' چيو ويندو آهي. نون طبعي علمن انڪشاف ڪيو هو تہ فطرت عقل جي تابع آهي. هاڻي روشن خيال فلسفين اهو فرض سمجهي ڇڏيو تہ هو اخلاقي اصولن (Morals)، مذهب ۽ اخلاقيات (Ethics) جا نوان بنياد ٻڌائن جيڪي – عقل موجب هجن. ان سان روشن خياليءَ جي تحريڪ جي شروعات ٿي."

"ٺيڪ آهي."

"هاڻي وقت اچي ويو هو تہ (تعليم وسيلي) ماڻهن جي ذهنن کي بہ روشن ڪجي. ان سوچ کي بهتر معاشري جو بنياد ٻڌو هو. ماڻهن جو خيال هو تہ غربت، ڏاڍ ۽ ظلم جو ڪارڻ جهالت ۽ وهم پرستي آهي. ان ڪري ٻارن ۽ بالغن جي تعليم تي وڏو ڌيان ڏنو ويو. اهو رڳو اتفاق ناهي تہ پڙهائڻ يا پڙهائڻ واري فن (Pedagogy) جو بنياد روشن خياليءَ جي دؤر ۾ رکيو ويو."

"معنيٰ اسڪولن جي شروعات وچين دؤر کان ۽ پڙهائڻ جي شروعات روشن خيالي دؤر کان ٿي."

"هائو توهان اهو چئي سگهين ٿي. روشن خياليءَ جي تحريڪ جي عظيم يادگار ان تحريڪ جي وصف مطابق هڪ وڏو انسائيڪلوپيڊيا هو، جيڪو ١٧٥١ ۽ ١٧٧٢ع جي وچ ۾ شايع ٿيو. ان زماني جي سمورن عظيم ۽ نالي وارن فلسفين ۽ عالمن ان جي ترتيب

۽ جوڙجڪ ۾ ڀرو ورتو هو. ان بابت وڏي فخر سان دعويٰ ڪئي ويندي هئي تہ ’سيون ناهڻ کان وٺي توپ ناهڻ تائين سڀ معلومات ان ۾ ملي ويندي‘.“

”اڳيون نڪتو ’ثقافتي رجائيت‘ (optimism) آهي.“ سوفي چيو.

”ڇا تون اها مهرباني ڪري سگهين ٿي تہ جيستائين مان ڳالهايان ٿو اهو ڪارڊ ڪٿي هڪ پاسي رکي ڇڏ؟“

”معافي ٿي وڃان.“

”روشن خيال فلسفين جو خيال هو تہ هڪ ڀيرو عقل ۽ علم عام ٿي ويا تہ انسانيت عظيم ترقيءَ ڏانهن وڌڻ شروع ٿي ويندي. اهو تہ ڀڏائي نہ پيو سگهجي تہ ڪيترو وقت لڳندو پر خيال اهو ئي هو تہ جلد يا دير غير عقلي رويا ۽ جهالت ’روشن خيال‘ انسانيت سامهون سينو سڌو ڪري بيهي رهندا. (هاڻوڪي ويهين صدي جي) رڳو ٻہ ڏهاڪا اڳ بہ ان خيال جو اولهہ يورپ تي اثر رهيو. پر اڄ اسان پڪ سان نہ ٿا چئي سگهون تہ سڀ ’ترقيون‘ (developments)چڱائي رکندڙ هونديون آهن.“

”پر فرانس جي روشن خيالي دؤر جي فلسفين اڳ ۾ ئي ’تهذيب‘ تي اهڙي قسم جي تنقيد شروع ڪري ڇڏي هئي.“

”شايد اسان کي انهن جي ڳالهين تي ڌيان ڏيڻ گهرجي ها.“

”ڪجهہ ماڻهن جو نئون نعرو ’واپس فطرت ڏانهن‘ هو. پر روشن خيال فلسفين جي ويجهو ’فطرت‘ ۽ ’عقل‘ ذري گهٽ ساڳي معنيٰ وارا لفظ هئا ڇو تہ هو سمجهندا هئا تہ عقل مذهب يا ’تهذيب‘ جو نہ پر فطرت جو ڏنل تحفو آهي. چيو اِهو پئي ويو تہ نام نهاد تمدن کان آجيون قومون يورپين جي مقابلي ۾ گهڻي ڀاڳي نيڪ ناڪ، خوش ۽ مطمئن زندگي گذاريندڙيون آهن ۽ دعويٰ موجب ان جو سبب اهو هو تہ انهن کي اڃان ’مهذب‘ ناهي بڻايو ويو. اهو روسو هيو جنهن نعرو هنيو تہ ’اسان کي فطرت ڏانهن واپس وڃڻ گهرجي‘ ڇو تہ فطرت سٺي آهي ۽ ’فطرت موجب‘ انسان سٺو آهي: انهيءَ کي تباهيءَ جي ڄَر ۾ رڳو تهذيب لاهيندي آهي. روسو جو اهو بہ اعتقاد هو تہ جيتري وقت تائين ممڪن هجي ٻار کي ان جي ’فطري‘ حالت ۾ رهڻ ڏنو وڃي. اهو چوڻ غلط نہ ٿيندو تہ ننڍپڻ کي اصل ۾ قدر جي قابل هئڻ جي تصور جي شروعات روشن خيالي دؤر ۾ ٿي. ان کان اڳ ننڍ پڻ

ڪي رڳو بالغ زندگيءَ جي تياري ڇيو ويندو هو. پر اسان سڀ انسان آهيون.... ۽ ان وقت به جڏهن اسين ننڍپڻ ۾ هوندا آهيون، هن ئي ڌرتيءَ تي پنهنجي زندگي گهاريندا آهيون."

"منهنجو به اهوئي خيال آهي!"

"هن جو خيال هو ته مذهب کي فطري بڻائڻو پوندو."

"ان سان ان جو صحيح مطلب ڇا هيو."

" ان مان انهن جو مطلب اهو هيو ته مذهب کي به 'فطري' عقل سان هم آهنگ ڪرڻ جي ضرورت آهي. ان زماني ۾ به اهڙا ماڻهو ڪوڙ هئا جيڪي 'فطرتي مذهب' لاءِ پتوڙيندا هئا ۽ اهو تنهنجي فهرست جو ڇهون نڪتو (يا اسم) آهي. ۽ اهي ماڻهو به تعداد ۾ گهٽ نه هئا جيڪيماديت پسند هئا. انهن جو ڪنهن به خدا تي ايمان نه هو ۽ اُهي دهريت جا دعويدار هئا. پر روشن خياليءَ جي دؤر ۾ اڪثر فلسفين جو خيال هو ته خدا کان سواءِ ڪنهن دنيا جو تصور عقل کان ٻاهر ڳالهه آهي. دنيا ۾ عقل جي حاڪميت ايڏي آهي جو اهڙي تصور جي ڪا گنجائش ناهي. مثال نيوٽن کي وٺجي. انَ جو به اهو ئي خيال هو. روح جي فنا نه ٿيڻ تي پڻ ايمان رکڻ کي عقل سمجهيو ويندو هو. انسان جو روح غير فاني آهي يا ناهي، ان مسئلي لاءِ ڊيڪارٽ ڇيو هو، هاڻي به ان کي ايمان جي پيٽ ۾ عقل جو مسئلو وڏيڪ سمجهيو ويندو هو...

روشن خياليءَ جي دؤر جي فلسفين جو خيال هو ته مذهب کي جنهن شئي جي ضرورت آهي، اها هي آهي ته ان مان انهن سمورن غير عقلي بنيادي اصولن ۽ عقيدن کي ڪڍڻ گهرجي جن جي ڪليسا تي حاوي ٿيڻ کان پوءِ يسوع جي سادي تعليم ۾ ملاوٽ ٿي وئي آهي."

"مان سمجهي ويس."

"ان ڪري ان جو اهو نتيجو نڪتو ته ماڻهن جو هڪ وڏو انگ ان شئي ۾ اعتقاد ڪرڻ لڳو جنهن کي عقلي خدا شناسي (يا عقل وسيلي خدا شناسي) (Deism) چئي سگهبو آهي."

"اهو ڇا آهي؟"

"(Deism) مان اسان جو مطلب اهو عقيدو آهي جنهن موجب خدا ته ڪيئي ورهيه اڳ دنيا ته تخليق ڪري ڇڏي هئي پر هن تڏهن کان پنهنجو پاڻ کي ظاهر نه ڪيو. ان ڪري خدا جو رتبو ۽ مقام گهٽائي ان کي رڳو 'وڏي هستي' (Superme being) ۾

تبديل ڪيو ويو آهي جيڪو پنهنجو پاڻ کي ڪڏهن ڪنهن 'مافوق الفطرت' (super natural) طريقي سان نه پر رڳو فطرت ۽ فطرت جي قانونن جي ذريعي انسان تي ظاهر ڪندو آهي. اسان کي اهڙي قسم جي 'فلسفياڻي خدا' جو تصور ارسطو جي لکڻين مان ملي ٿو. هن جي ويجهو خدا 'هيئتي سبب' (formal cause) يا 'پهرين چر پر ڪندڙ' (first mover) آهي."

"هاڻي رڳو 'انساني حقن' وارو نڪتو رهجي ويو آهي."

"اهو تمام گهڻو اهم آهي. تون چئي سگهين ٿي ته برطانوي فلسفي جي پيٺ ۾ فرانسيسي روشن خيالي وڏيڪ عمل پسند هئي."

"توهان جو مطلب آهي اهي پنهنجي فلسفي تي عمل ڪندا هئا."

"ها، گهڻي حد تائين- اُهي فعال طريقي سان ان شئي لاءِ جنهن کي اُهي شهري جا 'فطري حق' چوندا هئا ۽ انهن لاءِ ڀرپور جدوجهد ڪندا هئا. ان جدوجهد وسيلي پهريون هنن ..... اخبارن جي سنسر شپ خلاف ڀرپور ۽ اخبارن جي آزاديءَ جي حق ۾ مهم هلائي. نه رڳو اهو پر مذهب، اخلاقيات ۽ سياست جي معاملن ۾ به فرد جي فڪر جي آزادي- غلاميءَ جي خاتمي ۽ ڏوهارين سان بهتر انساني سلوڪ جي حق ۾ به آواز اٿاريو ۽ عملي جدوجهد به ڪئي....

'فرد جي عزت' ('inviolability of the individual') جو اصول تڏهن عروج تي پهتو جڏهن ١٧٨٩ع ۾ فرانس جي اسمبلي 'شهري ۽ انساني حقن جو اعلان نامون' منظور ڪيو. انساني حقن جو اهو اعلان نامون اسان جي پنهنجي ناروي جي آئين جو ١٨١۴ع ۾ بنياد بڻيو."

"پر اڄ به اڻ ڳڻين ماڻهن کي پنهنجن حقن لاءِ پتوڙڻو پئي ٿو."

"ها، بدقسمتيءَ سان. پر روشن خيالي دؤر ۾ فلسفي ڪجهه اهڙا حق طئي ڪرڻ پيا چاهين جن جو انسان ان ڪري مستحق آهي ڇو ته اهو هن دنيا ۾ جائو آهي. جڏهن اهي فطري قانونن جو ذڪر ڪندا هئا، انهن جو مقصد اهو ئي هوندو هو."

"اسان هاڻي به ڪنهن اهڙي 'فطري حق' جو ذڪر ڪندا رهندا آهيون جيڪو ملڪي قانونن سان ٽڪراءُ ۾ هوندو آهي ۽

اسان جو مسلسل رکو اهڙن فردن سان ٿي نه پر سمورين قومن سان واسطو پوندو رهندو آهي جيڪي جڏهن ’نراجيت‘ يا ڏاڍ ۽ جبر خلاف جدوجهد ڪنديون آهن ته انهي ’فطري حق‘ جون رڙيون ڪنديون آهن.

”۽ عورتن جا حق؟“

”فرينچ انقلاب ١٧٨٩ع ۾ سمورن ’شهرين‘ جا ڪجھ حق طئي ڪيا هئا. پر ’شهري‘ مان عام طور تي مطلب مرد ئي هوندو آهي. پر اهو فرانس جو ئي انقلاب هيو جنهن اسان کي عورتن جي حقن جو ڪجھ اشارو ڏنو.“

”هاڻي وقت اچي ويو هو ته ان سلسلي ۾ ڪجھ ڪجي!“

”حيرت جي ڳالھ هي آهي ته اسان جي اندازن کان گهڻو اڳ ١٧٨٧ع ۾ روشن خيالي دؤر جي فلسفي ڪونڊروچي عورتن جي حقن جو ڪتابچڙو ڇپرايو هو. هن جي راءِ هئي ته عورتن جا به اُهي ’فطري حق‘ آهن جن جي دعويٰ مرد ڪندا آهن. ١٧٨٩ع واري انقلاب دوران عورتن به پراڻي جاگيرداڻي نظام خلاف عملي جاکوڙ ڪئي هئي. مثال طور اهي عورتون ئي هيون جيڪي مظاهرن ۾ اڳيان اڳيان هيون جن بادشاھ کي پنهنجي ورسائي واري محل مان ڀڄڻ تي مجبور ڪيو هو. مردن جي برابر سياسي حقن کي حاصل ڪرڻ سان گڏ گڏ هنن شاديءَ جي قانون ۽ سماجي حالتن جي تبديليءَ جو پڻ مطالبو ڪيو هو.“

”انهن کي برابريءَ جا حق مليا هئا؟“

”نه، جدوجهد جي وٺ ونان ۾ عورتن جي حقن جي مسئلي کي ناجائز انداز ۾ استعمال ڪيو ويو. ان ڪري جيئن ئي (انقلاب کان پوءِ) حالتون نئين حڪومت جي قابو ۾ آيون، عورتن جي حقن جو مسئلو پوئتي ڪيو ويو ۽ مردانگيءَ وارو پراڻو معاشرو ٻيهر بحال ٿي ويو.“

”مردن جي ذهنيت!“

”فرينچ انقلاب دوران جن عورتن جي حقن لاءِ پتوڙيو انهن ۾ هڪ نالو اولمپي ڊي زوزي (Olympe de Gouges) هو. انقلاب کان ٻه سال پوءِ ۽ ١٧٩١ع ۾ ان عورت عورتن جي حقن لاءِ هڪ اعلان نامو ڇپرايو. شهري جي حقن جي سلسلي ۾ فرانس جي قومي اسمبلي جيڪو اعلان نامون منظور ڪيو هو، ان ۾ عورتن جي حقن بابت هڪ به شق شامل نه هئي. اولمپي عورتن لاءِ به انهن حقن جي

گھر ڪئي جيڪي مردن کي ملي چڪا هئا.“
”پوءِ ڇا ٿيو؟“
”۱۷۹۳ع ۾ ان جي سسي ڌڙ کان ڌار ڪئي وئي ۽ عورتن لاءِ سڀني سياسي سرگرمين تي پابندي وڌي وئي.“
”ڪيڏي نه ڀڏي مرڻ جهڙي ڳالهه آهي!“
”رڳو فرانس ۾ نه پر سموري يورپ ۾ اڻويهين صديءَ تائين عورتن جي حقن لاءِ صحيح معنيٰ ۾ تحريڪ شروع نه ٿي سگهي. پوءِ به هوريان هوريان اها تحريڪ ڪر کڻڻ لڳي. مثال ناروي ۾ وڃي ۱۹۱۳ع ۾ عورتن کي ووٽ جو حق مليو ۽ دنيا جي ٻين هنڌن تي انهن کي اڃا جدوجهد ڪرڻي پئجي رهي هئي.“
”اهي منهنجي حمايت تي ڀاڙي سگهن ٿيون.“
البرٽو چپ ٿي ويو. هڪ ٻن منٽن کان پوءِ هن چيو:
”مون روشن خياليءَ بابت جيڪو ڪجھ ٻڌائڻ پئي چاهيو اُهو گهٽ وڌ اهو ئي آهي.“
”گهٽ ۽ وڌ مان توهان جو ڇا مطلب آهي؟“
”مونکي لڳي ٿو وڌيڪ چوڻ لاءِ ڪجھ به ناهي رهيو.“
ڊنڊ جي پاڻيءَ ۾ هلچل ٿي، ڪا شئي ٻاهر نڪتي.
”نانگ!“ سوفي رڙ ڪئي.
نانگ جهٽ ۾ وري پاڻيءَ ۾ گم ٿي ويو ۽ پاڻيءَ ۾ مانار اچي وئي. البرٽو منهن ٻي پاسي ڦيري چيو، ”هاڻ اندر هلجي.“ ٻئي اندر آيا.
سوفي بجارڪليءَ جي تصوير ڏانهن اشارو ڪندي چيو:
”منهنجو خيال آهي ته هلڊي هن تصوير ۾ ڪٿي رهندي آهي.“
هاڻي ٻنهي تصويرن (بارڪلي ۽ بجارڪليءَ) جي وچ ۾ پرچولٽڪيل هو جنهن تي لکيل هو: آزادي، برابري ۽ ڀائيچارو.
هن البرٽو ڏانهن ڦري چيو: ”هي توهان لڙڪايو هو؟“
البرٽو نهڪر ڪئي. سندس چهري مان ويچارگي بکي رهي هئي.
ايتري ۾ سوفيءَ جي نظر مينٽل پيس تي رکيل لفافي تي پئي. ”هلڊي ۽ سوفي لاءِ“ ان تي لکيل هو. سوفي سمجهي وئي ته ڪٿان آيو هوندو. پر هاڻي واقعن نئون رخ اختيار ڪيو هيو ته هو هن (سوفي) تي ڀاڙڻ لڳو هو.

سوفي خط کولي ڏاڍيان پڙهڻ لڳي:

ٻـئي پياريون ڏيئرو، جن اصولن ۽ آدرشن تي گڏيل قومن جي اداري (United Nations) جو بنياد وڌو ويو، ان ۾ فرانسيسي روشن خيالي کي جيڪا اهميت حاصل آهي، سوفيءَ جي استاد کي اها اجاگر ڪرڻ گهرجي ها. ٻـ سئو سال اڳ 'آزادي، برابري ۽ ڀائيچاري' جي نعري فرانسيسي قوم کي گڏجڻ ۾ مدد ڪئي هئي. هاڻي انهن لفظن کي دنيا کي گڏائڻ گهرجي. انسانن کي هڪ ڪٽنب ڪرڻ جي جيڪا اڄ ضرورت آهي، اڳ ۾ ڪڏهن به نہ هئي......"

هلڊي جي ماءُ پري کان ئي رڙيون ڪري ٻـڌائڻ لڳي تہ جاسوسي ڊرامو شروع ٿـيڻ ۾ رڳو ڏهہ منٽ آهن. هلڊي هاڻي تائين جيڪو ڪجهہ پڙهيو هو ان کيس سائو ڪري ڇڏيو هو. هوءَ صبح ڇهين وڳي کان جاڳي رهي هئي.

هن سالگرهہ جي شام پنهنجي ماءُ سان گڏ گذارڻ جو فيصلو ڪيو پر ڦهريائين هن انسائيڪلو پيڊيا ۾ اولمپي جو نالو ڳوليو، جنهن پنهنجي سياسي حق لاءِ سسي ڪٽرائي، انسائيڪلو پيڊيا ۾ ان لاءِ هڪ بہ لفظ ناهي ڪيڏي شرم جهڙي ڳالهہ آهي!

هوءَ ڪا اهڙي عورت بہ نہ هئي، جيڪا رڳو سندس پيءُ جي ذهن جي پيداوار هئي؟

هوءَ ڏاڪڻون لهي هيٺ هلي وئي.

"امان رڳو هڪ منٽ. مون کي هڪ شئي ڏسڻي آهي." هن حيرت ۾ ورتل پنهنجي ماءُ کي چيو.

هن وڏي انسائيڪلو پيڊيا جو اُهو جلد ٻـاهر ڪڍيو جنهن ۾ FORV کان GP تائين اکرن سان عنوان هئا.

"زوزي ...... ملي وئي!"

زوزي، ماري اولمپي (١٧٤٨ع کان ١٧٩٣ع) فرانسيسي ليکڪا. هن سماجي مسئلن بابت ڪيئي ڪتابچڙا لکيا ائين هوءَ فرانسيسي انقلاب بابت جاڪوڙيندڙن ۾ شامل ٿي وئي. هن جي ڳـڻپ انهن ڳڻ ڳـڻين ۾ ٿـيندي آهي جن فرانس جي انقلاب دوران عورتن جي حقن لاءِ پتوڙيو. هن ١٧٩٢ع ۾ 'عورتن جي حقن جو اعلان نامون' ڇپرايو ١٧٩٣ع ۾ لوئي شانز ڏهين جو دفاع ڪرڻ جي جرئت ڏيکارڻ ۽ غوبس پيئر جي مخالفت جي ڏوهہ ۾ هن جي سسي ڌڙ کان ڌار ڪئي وئي.

("Les Origines du feminisme contemporain" 1900)

# ڪانٽ

**...منهنجي مٿان تارن سان ڀريل آسمان ۽ منهنجي اندر اخلاقي قانون...**

اهو اڌ رات جو وقت هيو جڏهن البرٽ ڪنيگ هلدي کي سالگره جون واڌايون ڏيڻ لاءِ فون ڪيو. هلدي جي ماءُ فون جو رسيور کنيو.
”هلدي تولاءِ فون آهي.“
”هيلو!“
”تنهنجو بابا ٿو ڳالهايان.“
”توهان هوش ۾ ته آهيو، رات جا ٻارنهن ٿين ٿا!“
”مان رڳو واڌايون ڏيڻ ٿو چاهيان......“
”اهو ڪم ته توهان سچو ڏينهن ڪيو آهي.“
”..... پر مان ڏينهن ختم ٿيڻ کان اڳ ۾ فون نه ٿي ڪرڻ چاهيو.“
”ڇو؟“
”منهنجو تحفو ناهي مليو؟“
”مليو- وڏي مهرباني.“
”مان تنهنجي هاڻي ۽ هن وقت راءِ ٻڌڻ ٿو چاهيان.“
”زبردست آهي. توهان جيڪو ڪجهه لکيو آهي، اهو ايڏو سٺو آهي جو مون کي سچو ڏينهن ڪائنٽ جو به خاص موقعو نه مليو.“
”مان ڄاڻڻ ٿو چاهيان ته تون ڪيستائين پهتي آهين.“
”..... اولمپي دي زوزي تائين.“
”ته مان غلطي تي نه هيس.“
”ڪهڙي غلطي؟“
”منهنجو خيال آهي اجان توکي سالگره جو هڪ ٻيو نياپو به ملندو پر اهو گيت جي شڪل ۾ هوندو.“

مان سمهڻ کان اڳ اجان ڪجھ پڙهنديس.“
”تہ اجان پڙهين پئي؟“
”مون هڪ ڏينهن ۾ جيترو سکيو آهي، اينترو اڳ ۾ ڪڏهن بہ ڪونہ سکيو هو. مون کي يقين نہ ٿو اچي تہ سوفي جي اسڪول کان گهر پهچڻ ۽ پهريون لفافو وصول ڪرڻ ۾ اجان چوويھ ڪلاڪ بہ ناهن گذريا.“
”ڪيڏي عجيب ڳالھ جو پڙهڻ ۾ ايڏو گهڻ وقت لڳي ٿو.“
”مون کي سوفيءَ..... تي ترس ٿو اچي.“
”ڇو؟“
”ويچاريءَ جو ذهن ڦاسي پيو آهي.“
”پر هوءَ تہ رڳو.....“
”توهان چوڻ پيا چاهيو تہ هوءَ رڳو تخيل جي پيداوار آهي.“
”ها ڪجھ اهڙي ئي ڳالھ آهي.“
”منهنجو ذاتي خيال آهي تہ البرٽو ۽ سوفي موجود آهن.“
”گهر ايندس تہ پاڻ ان تي وڌيڪ ڳالھ ٻولھ ڪنداسين.“
”ٺيڪ آ- موڪلاڻي.“
جڏهن سوفي بستري تي آئي.
هن جي دل ۾ اهو خيال ٿي آيو تہ هوءَ ان تصوير ۾ موجود آهي جيڪا ٻيلي واري جاءِ جي ديوار تي لڙڪيل آهي. هوءَ سوچي رهي هئي تہ ڇا ڪو ماڻهو پنهنجي تصوير مان ڇٽي طرفن جو جائزو وٺي سگهي ٿو.
هن سمهڻ کان اڳ وري پڙهڻ شروع ڪيو.

سوفي هلڊي جي پيءُ جو لکيل خط ٻيهر مينٽل پيس تي رکي ڇڏيو.
”هو يواين بابت جيڪو ڪجھ چوي ٿو اهو غير اهم ناهي.“
البرٽو چيو، ”پر مان جنهن نموني پنهنجي ڳالھ ڪيان ٿو، مون کي ان ۾ هن جي تنگ اڙائڻ نہ ٿي وڻي.“
”منهنجو خيال آهي توهان کي وڌيڪ پريشان نہ ٿيڻ گهرجي.“
”منهنجو ارادو آهي تہ مان اڳتي سامونڊي نانگن ۽ اهڙي قسم جي ٻين ڏيکن کي بلڪل نظرانداز ڪري ڇڏيندس. اچ پاڻ دريءَ جي ويجهو ويهي ڪائنات بابت ڳالھ ڪيون.“
سوفيءَ کي ٻن ڪرسين جي وچ ۾ ٽيبل تي رکيل هڪ عينڪ نظر آئي، جنهن جا شيشا ڳاڙها هئا.
هن سوچيو شايد اِها عينڪ اس واري آهي.

”بہ ٽيا آهن.“ هن چيو. ”مون کي پنجين وڳي کان اڳ ۾ گهر پهچڻو آهي. امان شايد منهنجي سالگره ملهائڻ لاءِ رٿا جوڙي ڇڏي آهي.“

”ايئن چئُ تہ اسان وٽ اجان ٽي ڪلاڪ آهن.“

”پوءِ شروع ٿيو.“

”عمانيوئل ڪانٽ ١٧٢٤ع ۾ اوڀر پرشيا (Prussia) جي ڳوٺ ڪونيگز برگ (Konigs berg) ۾ پيدا ٿيو. هو هڪ دڪڻ جو پٽ هيو. هن اسي سالن جي چمار ٽائين اتي ئي گذاريو. هن جو گهراڻو مذهبي هيو ۽ هن جي پنهنجي مذهبي عقيدن هن جي فلسفي لاءِ معنيٰ ڀريل پس منظر پيش ڪيو. بارڪليءَ وانگر هو بہ محسوس ڪندو هو تہ عيسائي عقيدي جا بنياد محفوظ رکڻ انتهائي ضروري آهن.... جن فلسفين جو پاڻ هاڻي تائين ذڪر ڪيو آهي، ڪانٽ پهريون ماڻهو هيو جنهن يونيورسٽيءَ ۾ فلسفو پڙهايو. هو فلسفي جو پروفيسر هيو.“

”پروفيسر؟“

”فلسفي ٻہ قسمن جا هوندا آهن. هڪ فلسفيائڻ سوالن جا پنهنجا جواب ڳوليندا آهن پر ٻيا فلسفي جي تاريخ جا ماهر هوندا آهن پر ضروري ناهي تہ اُهي پنهنجو بہ فلسفو ڏين.“

”ڪانٽ ڪهڙي قسم جو فلسفي هيو؟“

”هن ۾ ٻئي خاصيتون هيون. جيڪڏهن هو سنو پروفيسر ۽ ٻين فلسفين جي خيالن جو ماهر هجي ها تہ هو فلسفي جي تاريخ ۾ ڪابہ جاءِ نہ والاري سگهي ها. پر اهو ضرور آهي تہ هو پاڻ کان پهرين فلسفين جي اصولن جو بہ سٺو ڄاڻو هيو: هو ديڪارٽ ۽ اسپينوزا جي عقليت پسندي ۽ لوڪ، بارڪلي ۽ هيوم جي تجربيت پسنديءَ کان چڱي ريت کان واقف هيو.“

”مون آڏو بارڪليءَ جو نانءُ نہ ڪڍُو، ان لاءِ ڏاڍو بڇڙو اٿم.“

”ياد رک تہ عقليت پسندن جو عقيدو هو تہ سموري ڄاڻ جو بنياد دماغ هوندو آهي. ۽ تجربيت پسندن جو عقيدو هو تہ دنيا جو سڀ علم/ (ڄاڻ) حواسن وسيلي ٿيندو آهي. وڌيڪ اهو تہ هيوم ڏيان ڇڪايو هو تہ اسان پنهنجن حواسن جي ادراڪن سان جن نتيجن تائين پهچي سگهون ٿا، انهن جي هڪ چٽي حد هوندي آهي.“

”ڪائنٽ ڪنهنجو همر خيال هو؟“

”هن جو خيال هو تہ ٻئي نظريا ڪنهن حد تائين صحيح آهن. پر هو اِهو بہ سمجهندو هو تہ ٻئي نظريا ڪنهن حد تائين غلط بہ آهن. جنهن سوال جو سيني کي فڪر هو، اهو هي هيو تہ اسان دنيا بابت ڇا ٿا ڄاڻي سگهون. ڊيڪارٽ ۽ ان ڪان پوءِ وارا فلسفي ان سوال ۾ قائل رهيا.“

”انهن سامهون ٻہ وڏا امڪان هئا: يا هي دنيا اهڙي آهي جنهن جو اسان (حواسن وسيلي) ادراڪ ڪندا آهيون، يا وري اِها اهڙي جهڙي اسان جي عقل کي نظر ايندي آهي.“

”۽ ڪائنٽ جو ڪهڙو خيال هو؟“

”ڪائنٽ جو خيال هو تہ ’حواسي ادراڪ‘ ۽ ’عقل‘ ٻئي دنيا جي باري ۾ اسان جا تصور جوڙڻ ۾ ڪردار ادا ڪندا آهن. پر هو سمجهندو هو تہ عقليت پسند پنهنجي ان دعويٰ ۾ تہ عقل ڪنهن تائين مددگار ٿي سگهي ٿو، تمام گهڻو پري نڪري ويا ۽ هو اهو بہ سمجهندو هيو تہ تجربيت پسند حواسي تجربي تي گهرج کان وڌيڪ زور ڏيندا هئا...

منڍ ۾ ڪائنٽ، هيومر ۽ تجربيت پسندن سان سهمت ٿئي ٿو تہ دنيا بابت اسان جو سمورو علم تحسسات (يا چرپر يا ڇهاءُ) (Sensations) وسيلي ٿيندو آهي پر..... اتي ڪائنٽ پنهنجو هٿ عقليت پسندن ڏانهن وڌائي ٿو...... اسان جي عقل ۾ بہ اهمر ۽ فيصلو ڪندڙ عنصر هوندا آهن جيڪي طئي ڪندا آهن تہ اسان پنهنجي چوڌاري جي دنيا جو ادراڪ ڪيئن ڪنداسين. ٻين لفظن ۾ هن جو مطلب اِهو آهي تہ انساني دماغ ۾ ڪجهہ ڪيفيتون اهڙيون هونديون آهن جيڪي اسان جي دنيا جي باري ۾ تصور ۾ سهڪاري ٿينديون آهن... ان لاءِ اسان هڪ ننڍڙو تجربو ڪيون ٿا هو سامهون ٽيبل تي جيڪا عينڪ پيل آهي، اُها کڻي اچ ۽ ان کي ٿورو پاءِ.“

سوفي عينڪ پاتي. هن کي چوڌاري سڀ شيون ڳاڙهسريون نظر اچڻ لڳيون. ڦڪا رنگ گلابي ۽ گهرا رنگ تڪا ڳاڙها ٿي ويا.

”توکي ڇا ٿو نظر اچي؟“

”مون کي هر شئي پهريون وانگر نظر اچي ٿي. فرق اِهو پيو آهي تہ هر شئي ڳاڙهسري ٿي وئي آهي.“

”ان جو سبب اِهو آهي تہ جنهن طريقي سان تون حقيقت جو

ادراڪ ڪندي آهين، عينڪ ان کي محدود ڪري ڇڏيو آهي. هر شئي جيڪا تون ڏسي رهي آهين تنهنجي اردگرد جي دنيا جو جزو آهي، پر تون ان کي جنهن انداز سان ڏسي رهي آهين، ان جو فيصلو عينڪ ڪري رهي آهي جيڪا تو پاتي آهي. ان ڪري تون اهو چئي نه ٿي سگهين ته دنيا ڳاڙهسري آهي جڏهن ته توکي ان جو ادراڪ اهڙو ئي ٿي رهيو آهي."

"نه، بلڪ فطري ڳالهه آهي."

"هاڻي جيڪڏهن تون جهنگ ۾ پنهنجي گهر ڏانهن، جيڪو ڪيپٽن جي موڙ وٽ آهي، هلڻ شروع ڪرين، توکي هر شئي ساڳي نظر ايندي جهڙي عام طور تي نظر ايندي آهي، پر جيڪو ڪجهه تون ڏسندينءَ، ان جو رنگ ڳاڙهسرو هوندو."

"هام ايستائين جيستائين مان عينڪ نه ٿي لاهيان."

"ته سوفي، ڪانٽ جڏهن اهو چيو هو ته دماغي عمل ڪجهه خاص ڪيفيتن ۽ حالتن جي تابع هوندو آهي، ته ان جو مطلب بلڪل اهوئي هو."

"ڪهڙي قسم جون حالتون؟"

"جيڪو ڪجهه اسان ڏسندا آهيون ان جو سڀ کان پهرين ۽ چٽي انداز سان زمان ۽ مڪان جي ڏيکن طور تي ادراڪ ڪيو ويندو. ڪانٽ 'زمان' (Time) ۽ 'مڪان' (Space) کي اسان جي 'وجدان جون ٻه صورتون' (Forms of intuition) قرار ڏيندو هو. ۽ هو زور ڏئي چوندو هو ته اسان جي دماغ ۾ اهي ٻئي 'صورتون' تجربي کان پهريون ايندون آهن. ٻين لفظن ۾ هن جو مطلب اهو هوندو ته شين بابت اسان کي تجربي ٿيڻ کان اڳ ۾ ڄاڻ پئجي سگهجي ٿي ته اسان انهن جي زمان ۽ مڪان جي ڏيکن طور ادراڪ ڪنداسين، ڇو ته اسان عقل جي عينڪ لاهڻ ۾ ڪامياب نه ٿا ٿيون."

"ان ڪري هن جو خيال هو ته زمان ۽ مڪان جي تناظر ۾ شين جو ادراڪ ڪرڻ فطري عمل آهي؟"

"هڪ لحاظ کان، ها. جيڪو ڪجهه اسان ڏسندا آهيون اها ان ڳالهه سان بدل ٿي سگهي ٿي ته اسان جي پالنا هندستان ۾ ٿي هئي يا گرين لينڊ ۾، پر اسان جتي به هجون اسان کي دنيا جو تجربو زمان ۽ مڪان جي سلسليوار عملن سان ٿيندو آهي. هيءَ ئي اُها ڳالهه آهي جيڪا اسان اڳواٽ محسوس ڪري سگهون ٿا."

”پر زمان ۽ مڪان اهي شيون ناهن جيڪي اسان کان مٿي موجود آهن؟“

”نه. ڪانٽ جو خيال هو ته زمان ۽ مڪان جو واسطو انساني حالت (يامزاج) سان آهي. زمان ۽ مڪان طبعي دنيا جون صفتون ناهن پر اهي ادراڪ جون پهريون ۽ اهم ترين صورتون آهن.“

”اهو ته شين کي ڏسڻ جو بلڪل نئون انداز آهي.“

”ڇو ته انساني دماغ رڳو مر 'Passive wax' ناهي جيڪو رڳو ٻاهران احساس، حواس يا جوش قبول ڪندو آهي. اسان جنهن نموني دنيا کي سمجهندا آهيون، ذهن ان تي پنهنجي ڇاپ هڻي ڇڏيندو آهي. جڏهن تون شيشي جي گهگهيءَ ۾ پاڻي اوتيندي آهين، تڏهن جيڪو ڪجھ ٿيندو تون ان جي پيٽ ان سان ڪري سگهين ٿي. پاڻي پنهنجي شڪل گهگهي وانگر ڪري وٺندو آهي. اهڙي طريقي سان اسان جا ادراڪ اسان جي 'وجدان جي صورتن' موجب ٿي ويندا آهن- ڪانٽ جي دعويٰ هئي ته رڳو دماغ ئي شين سان مطابقت اختيار ناهي ڪندو، پر شيون به دماغ سان مطابقت اختيار ڪنديون آهن. ڪانٽ ان انساني ڄاڻ جي مسئلي کي ڪوپرنيڪي (Copernican) انقلاب چوندو هو. ان مان هن جو مطلب هي هو ته اها ڳالھ نئين ۽ پراڻي فڪر سان انقلابي طور تي ايڏي ئي مختلف آهي جيتري ڪوپرينڪس جي اها دعويٰ هئي ته ڌرتي سج جي چوگرد ڦرندي آهي سج زمين جي چوگرد ناهي ڦرندو.“

”هاڻي مون کي سمجھ ۾ ٿو اچي ته هو عقليت پسندن ۽ تجربيت پسندن کي هڪ حد تائين ڪيئن صحيح سمجهندو هو. عقليت پسند تجربي (Experience) جي اهميت وساري چڪا هئا ۽ تجربيت پسندن ان سلسلي ۾ اکيون ٻوٽي ڇڏيون هيون ته جنهن انداز سان اسان دنيا جو مشاهدو ڪندا آهيون ان تي اسان جو دماغ ڪهڙي نموني اثر انداز ٿيندو آهي.....“

”توکي ياد هوندو ته هيوم ڪيئن دعويٰ ڪئي هئي ته اهو رڳو اسان جي عادت جو ڪمال آهي جو اسان کي فطرت جي سمورين عمل ڪارين جي پٺيان اتفاقي (causal) جو تعلق نظر اچڻ لڳندو آهي. هيوم چوندو هو ته اسان کي اهو ادراڪ نه ٿو ٿي سگهي ته بليئرڊ جي راند ۾ اڇي بال جي ڇرپر جو ڪارڻ ڪارو بال هوندو آهي. ان ڪري اسان اهو ثابت نه ٿا ڪري سگهون ته

بليئرڊ جو ڪارو بال اڇي بال کي سدائين متحرڪ ڪندو رهندو.“

”هائو مون کي ياد آهي.“

”پر ان شئي کي، جنهن بابت هيوم چوندو ته اسان کي ثابت نه ٿا ڪري سگهون، انساني عقل جي وصف ۾ تبديل ڪري ڇڏي ٿو. سبب ۽ اثر جو قانون law of causality ريگو ان ڪري ابدي ۽ مطلق آهي ڇو ته هر اها شئي جيڪا ظاهر ٿيندي آهي، انساني عقل ان کي سبب ۽ اثر جو معامرو سمجهندو آهي.“

”هتي وري منهنجي دل ۾ خيال آيو هو ته سبب ۽ اثر جي قانون جو تعلق خود طبعي دنيا سان آهي، انسان جي دماغ سان نه.“

”ڪانٽ جو فلسفو بڌائي ٿو ته اهو اسان ۾ پيدائشي موجود هوندو آهي. هو ان ڳالهه ۾ هيوم سان سهمتي هو ته اسان پڪ سان نه ٿا ڄاڻي سگهون ته دنيا 'بذات خود' ڪهڙي آهي. اسان ريگو ايترو ڄاڻي سگهون ٿا ته دنيا 'منهنجي لاءِ'— يا هر شخص لاءِ — ڪهڙي آهي. ڪانٽ فلسفي جي سڀ کان وڏي خدمت اها ڪئي ته هن پاڻ شين ۾ —(das Ding as sich)۽ شيون جهڙي نموني اسان کي نظر اينديون آهن، جي وچ ۾ وريچ واري ليڪ ڪڍي ڇڏي آهي.“

”منهنجي جرمني ايڏي سٺي ناهي.“

”ڪانٽ 'پنهنجو پاڻ شئي' ۽ 'منهنجي لاءِ شئي' ۾ فرق ٻڌايو هو. شيون 'پنهنجو پاڻ' (يا بذات خود) ڇا آهن، اسان کي انهن جي ڪڏهن به پڪي ڄاڻ نه ٿي سگهي ٿي. اسان ريگو ايترو ڄاڻي سگهون ٿا ته شيون اسان کي ڪيئن 'نظر' اچن ٿيون. ان جي ابتڙ ڪنهن خاص شئي جو تجربو هئڻ کان اڳ اسان ڪجهه نه ڪجهه ضرور چئي سگهون ٿا ته انساني دماغ ان شئي جو ادراڪ ڪيئن ڪندو.“

”واقعي؟“

”صبح جو گهران نڪرڻ مهل توکي اها خبر نه ٿي پئجي سگهي ته ڏينهن جو توکي ڇا نظر ايندو يا جنهن تجربي مان تون گذرندينءَ، ان بابت اهو ئي تصور ڪيو ويندو ته جيڪو ڪجهه ٿي رهيو آهي، زمان ۽ مڪان جي حدن ۾ ٿي رهيو آهي. وڌيڪ اهو ته توکي اهو به اعتماد هوندو ته جيڪو ڪجهه ٿيندو ان تي سبب ۽ اثر جو قانون لاڳو ٿيندو ۽ ان جو ڪارڻ اهو آهي ته تون

ان (قانون) کي شعور جو حصو بڻائي گھمي رهي آهين.“

”توهان جو مطلب آهي تہ اسان جي بناوٽ مختلف انداز ۾ ٿي پئي سگھي؟“

”ها. اسان کي مختلف حواسي عضوا مليل ٿي سگھيا ۽ زمان ۽ مڪان بابت بہ اسان جو تصور مختلف ٿي سگھيو ٿي. اسان ائين بہ تخليق ٿي سگھون پيا تہ جيڪو ڪجھ اسان جي چوڌاري ٿي رهيو آهي، اسان کي ان جو سبب ڄاڻڻ جي گھرج نہ ٿئي ها.“

”توهان جو مطلب ڇا آهي؟“

”فرض ڪري ڊرائنگ روم ۾ ڪا ٻلي ستل آهي. ڪمري ۾ ڪو بال رڙهندو ٿو اچي، ٻلي ڇا ڪندي؟“

”مون ان جو ڪيئي ڀيرا تجربو ڪيو آهي، ٻلي بال پٺيان ڊوڙندي.“

”ٺيڪ. هاڻي فرض ڪر تہ تون بہ انهي ڪمري ۾ ويٺي آهين. جيڪڏهن توکي بہ رڙهندڙ بال نظر اچي تہ ڇا تون بہ ان پٺيان ڊوڙندينءَ؟“

”پهريان تہ مان ڦري اهو ڏسندس تہ بال ڪٿان آيو.“

”ها. ڇو تہ تون انسان آهين. تون واقعي جو سبب ڳوليندينءَ ڇو تہ سبب ۽ اثر جو قانون تنهنجي (ذهني) بناوت جو جزو آهي.“

”اهو تہ ڪانٽ چئي ٿو.“

”هيوم جو چوڻ هو تہ اسان نہ ئي فطرت جي قانون جو ادراڪ ڪري سگھون ٿا ۽ نہ ئي انهن کي ثابت ڪري سگھون ٿا. ان تصور ڪانٽ جي ذهن ۾ هلچل پيدا ڪري ڇڏي. پر هن جو ايمان هو تہ اسان اهو ڏيکاري تہ اصل ۾ انساني واقفيت (cognition)(شين کي سڃاڻڻ، معلوم ڪرڻ ۽ سمجھڻ جو ذهني عمل) جي قانونن جي ڳالھ ڪري رهيا آهيون، هو ثابت ڪري سگھي ٿو تہ اهي (فطرت جا قانون) بلڪل صحيح آهن.“

”ڇا ٻار بہ ڦري ڏسندو تہ بال ڪٿان آيو؟“

”ممڪن آهي نہ ڏسي. پر ڪانٽ ايڏانهن ڌيان ڇڪرايو هو تہ ٻارجو عقل تيستائين وڌي ويجھي نہ ٿو سگھي جيستائين ان وٽ فرض ڪرڻ لاءِ حواسي مواد نہ هجي. خالي دماغ بابت ڳالھ ڪرڻ چريائي آهي.“

”ها، اهڙو دماغ تہ عجيب هوندو.“

”هاڻي تائين جيڪو ڪجھ چيو ويو آهي ان جو تت هيئن

بيان ڪري سگهجي ٿو: ڪانٽ موجب دنيا بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ لاءِ ٻہ عنصر انسان جي مدد ڪندا آهن. هڪ ٻاهريون حالتون هونديون آهن جن بابت اسان تيستائين ڪجھ بہ ناهيون ڄاڻي سگهندا جيستائين حواسن وسيلي انهن جو ادراڪ نہ ٿا ڪيون. اسان ان کي ڄاڻ جو مواد (material) چئي سگهون ٿا. ٻيو عنصر انسان جون اندروني حالتون هونديون آهن..... مثال واقعن جو اهو ادراڪ تہ جيڪو ڪجھ ٿي رهيو آهي اهو زمان ۽ مڪان (جي پابندين) ۾ ٿي رهيو آهي ۽ اهو تہ ان جي ظاهر ٿيڻ جو عمل سبب ۽ اثر جي پڪي قانون موجب ٿيندو آهي. اسان ان کي ڄاڻ/ علم جي بناوت (Form) چئي سگهون ٿا."

اوچتو سوفيءَ کي ڊنڊ پريان ننڍڙي ٻارڙي نظر آئي.

"هو تہ ڏسو!" سوفي چيو. "ڪير آهي؟"

"مان پڪ سان چئي سگهان ٿو مون کي خبر ناهي."

"ڇوڪري رڳو ڪجھ سيڪنڊ نظر آئي ۽ پوءِ اکين آڏو گم ٿي وئي. سوفي ڏسي ورتو تہ کيس ڪهڙي قسم جي ڳاڙهي ٽوپي پاتل هئي.

"ڇا بہ ٿي پئي، اسان پنهنجو ڌيان ورهائڻ نہ ڏينداسين."

"ٺيڪ آهي. ڳالهائيندا رهو."

"ڪانٽ جو عقيدو هو تہ اسان رڳو هڪ خاص حد تائين ڄاڻي سگهون ٿا. تون شايد چئي سگهين ٿي تہ انهن حدن جو تعين 'عينڪ' ڪندي آهي."

"ڪيئن؟"

"توکي ياد هوندو تہ ڪانٽ کان اڳ وارن فلسفين آڏو وڏا وڏا سوال هئا..... مثال ڇا انسان ۾ فنا نہ ٿيندڙ روح آهي؟ ڇا ڪو خدا آهي؟ ڇا فطرت انتهائي ننڍڙن ذرڙن (Particles) تي ٻڌل آهي؟ ۽ ڇا ڪائنات محدود يا غير محدود آهي؟"

"ها."

"ڪانٽ جو عقيدو هو تہ انهن سوالن جو ڪو حتمي يا يقيني جواب حاصل نہ ٿو ڪري سگهجي. ان لاءِ نہ تہ هن اهڙي قسم جي دليل کي رد ڪري ڇڏيو هو. ڳالھ ان جي ابتڙ هئي جيڪڏهن هو انهن سوالن کي بيڪار سمجهي ڇڏي ڏئي ها، هن کي مشڪل سان فلسفي چئي سگهجي ها."

"هن ڇا ڪيو؟"

”صبر ڪر. اهڙن عظيم فلسفياڻن سوالن بابت ڪانٽ جو خيال هو تہ عقل انهن حدن کان اڳتي ڪم وارو هوندو آهي جنهن کي اسان انسان سمجهائي سگهندا آهيون. پر ان سان گڏ اسان جي فطرت ڪجھ اهڙي آهي جو اسان ۾ اهڙي نوعيت جا سوال اپارڻ جي بنيادي خواهش موجود هوندي آهي. جڏهن اسان اهڙي قسم جا سوال مثال ڪائنات محدود آهي يا غير محدود؟..... پڇندا آهيون اسان هڪ اهڙي ڪليت (totality) بابت پڇي رهيا هوندا آهيون جنهن جو اسان رڳو ذرڙو آهيون. ان ڪري اسان ان ڪليت جي مڪمل ڄاڻ ڪڏهن بہ حاصل نہ ٿا ڪري سگهون.“

”ڇو نہ؟“

”جڏهن تو ڳاڙهي عينڪ پاتي هئي، اسان ثابت ڪيو هو تہ ڪانٽ موجب دنيا جي ڄاڻ/ علم حاصل ڪرڻ لاءِ بہ عنصر اسان جي مدد ڪندا آهن.“

”حسي ادراڪ (sensory perception)۽ عقل (Reason).“

”ها. اسان تائين ڄاڻ جو مواد حواسن (ڇهن) وسيلي پهچندو آهي. پر اهو مواد عقل جي صفتن سان لاڳاپيل هجي. مثال عقل جي هڪ صفت اِها آهي تہ اهو واقعي جو سبب ڳوليندو آهي.“

”جيئن بال فرش تي ڇو رڙهيو؟“

”تون چاهين تہ اهو بہ چئي سگهين ٿي. پر جڏهن اسان حيرانيءَ سان سوچيندا آهيون تہ دنيا ڪٿان آئي آهي- - ۽ پوءِ ممڪن جوابن تي بحث شروع ڪندا آهيون- - اسان هڪ لحاظ کان ’وقتي طور تي عقل جو استعمال ڇڏي ڏيندا آهيون‘. اسان ائين ڇو ڪندا آهيون، ان جو سبب اِهو آهي تہ اسان جي عقل وٽ ڇنڊ ڇاڻ ڪرڻ لاءِ ڪوبہ حواسي مواد ناهي هوندو، ڪوبہ اهڙو تجربو ناهي هوندو جنهن مان اسان گذريا هجئون ۽ جنهن کي هو ڪتب آڻي سگهي ڇو تہ اسان ڪي عظيم حقيقت جي ڪليت جو، جنهن جو اسان رڳو ذرڙو آهيون. ڪڏهن ڪو تجربو ناهي ٿي سگهندو.“

”اسان- - هڪ لحاظ سان- - ان بال جو ننڍڙو جزو آهيون جيڪو ڪمري ۾ رڙهندو ايندو آهي. ان ڪري اسان کي خبر نہ ٿي پئجي سگهي تہ اهو ڪٿان آيو آهي.“

”پر انساني عقل جي اِها وصف ختم نہ ٿيندي ۽ اِهو هر وقت

پڇندو رهندو تہ بال ڪٿان آيو آهي. اهو ئي ڪارڻ آهي جو اسان سدائين (سوال) پڇندائي رهندا آهيون، -پنهنجي سموري سگھہ استعمال ڪندا آهيون. پر اسان ڪي ڪڏهن بہ اهڙي نوس شئي ناهي ملندي جنهن تي وات هڻي سگھون، اسان ڪي ڪڏهن بہ تسليءَ وارو جواب ناهي ملندو ڇو تہ عقل ڪان اهو ڪم نہ ٿو وڃي سگھجي."

"مان ان جو مطلب سمجھي وئي آهيان."

"حقيقت جي نوعيت جھڙن وزني سوالن جي معامري ۾ ڪانٽ اهو ثابت ڪري ڏيکاريو تہ انهن بابت سدائين ٻہ متضاد نظريا پيش ٿيندا رهندا جيڪي شايد ٻئي هڪ جيترا صحيح لڳندا، پر اسان ڪهڙي نظريئي ڪي ميجون ٿا اهو ان تي آهي تہ اسان جو پنهنجو عقل ڇا ٿو چئي."

"ڪو مثال ڏيو."

"اهو چوڻ تہ دنيا جي ڪنهي نہ ڪنهي شروعات ٿي هوندي ايترو ئي معنيٰ ڀريو ۽ بي معنيٰ هوندو جيترو اهو چوڻ تہ اهڙي قسم جي ڪڏهن بہ ڪا شروعات ناهي ٿي. عقل انهن ٻنهي (ڳالهين) بابت ڪوبہ فيصلو نہ ٿو ڪري سگھي. اسان زباني تہ دعويٰ ڪري سگھون ٿا دنيا هميشہ ڪان موجود رهي آهي، پر ڇا ڪا شئي هميشہ ڪان موجود ٿي سگھي ٿي جنهن جي ڪڏهن ڪا شروعات ئي نہ ٿي هجي؟ ان ڪري هاڻي اسان متضاد نظريا اپنائڻ تي مجبور ٿي ويندا آهيون."

"اسان چوندا آهيون تہ دنيا جي ڪڏهن نہ ڪڏهن شروعات ٿي هوندي..... ۽ جيستائين اسان اهو نہ چئون تہ اها هڪ حالت مان ٻي حالت ۾ تبديليءَ جو نالو آهي، اسان ڪي مڃڻو پوندو تہ اها يڪ سان عدم (Nothing) مان وجود ۾ آئي هوندي. پر سوفي، ڇا ڪا شئي عدم مان وجود ۾ اچي سگھي ٿي؟"

"نہ، ٻئي امڪان هڪ جيترا آهن. پر پوءِ بہ نظر تہ اهو ٿو اچي تہ انهن مان هڪ صحيح ۽ ٻيو غلط هوندو."

"توکي ياد آهي تہ ديموڪريتوس ۽ماديت پرست چوندا هئا تہ فطرت لازمي طور ننڍڙن ذرڙن (جزن) تي ٻڌل هئڻ گھرجي جن مان هر شئي ٺهندي آهي. ديڪارٽ جھڙن ٻين فلسفين جو خيال هو تہ توسيعي حقيقت کي هميشہ ننڍي کان ننڍي عنصرن ۾ ورهائڻ لازمي طور ممڪن هئڻ گھرجي. انهن ۾ صحيح ڪير هو."

”پنهنجي يا پنهنجي مان ڪو به نه.“

”وڏيڪ، گهڻا فلسفي آزاديءَ (فڪر ۽ عمل) کي انسان جي اهم ترين قدرن ۾ ڳڻيندا هئا. ان سان گڏو گڏ اسان جو واسطو اهڙن فلسفين، مثال رواقين ۽ اسپينوزا، سان به پيو آهي جيڪي چوندا هئا ته جيڪو ڪجهه ٿيندو آهي ان ۾ فطرت جي قانون جو دخل هوندو آهي. جن معاملن جو انساني عقل صحيح فيصلو نه ٿو ڪري سگهي، ڪانٽ موجب اهو ان جو پيو مثال آهي.“

”پنهنجي نظريا هڪ جيترا معقول يا وري غير معقول آهن.“

”۽ آخري ڳالهه اها آهي ته جيڪڏهن اسان عقل جي مدد سان خدا کي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪنداسين ته اسان کي ان ۾ ناڪامي ٿيندي. اتي عقليت پسندن ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي ته ڪونه ڪو خدا پڪ سان موجود هوندو ڇو ته اسان جي ذهن ۾ 'وڏي هستي' جو تصور موجود آهي. ارسطو ۽ ايڪوائي نيس (Aquinas) جهڙن فلسفين فيصلو ٻڌائي ڇڏيو هو ته ڪٿي نه ڪٿي ڪونه ڪو خدا پڪ سان هجڻ گهرجي ڇو ته لازمي طورتي هر شئي جو پهريون سبب هئڻ گهرجي.“

”ڪانٽ جو ڪهڙو خيال هو؟“

”هن خدا جي وجود جا اهي پنهنجي ثبوت رد ڪري ڇڏيا. جيڪڏهن تون اها دعويٰ ڪرڻ چاهين ته خدا موجود آهي ته پوءِ نه عقل ۽ نه تجربو اُن دعويٰ جو يقيني بنياد بڻجي سگهندو. جيستائين عقل جو تعلق آهي، ان جي ويجهو اِها ڳالهه شڪي به آهي ۽ بَناشڪ جي به ته خدا موجود آهي.“

”پر توهان ڳالهه جي شروعات ان سان ڪئي هئي ته ڪانٽ عيسائي عقيدي جي بنياد کي محفوظ ڪرڻ پيو چاهي.“

”ها، هن هڪ مذهبي پاسي جو در کولي ڇڏيو هو. جتي عقل ۽ تجربو پنهنجي ناڪام ٿي وڃن، اتي خدا پيدا ٿي ويندو آهي ۽ ان خدا کي ايمان پورو ڪندو آهي.“

”ته اهڙي ريت هن عيسائيت کي بچايو؟“

”ها..... پر ڌيان جوڳي ڳالهه آهي ته ڪانٽ پروٽسٽنٽ هيو. اصلاح جي تحريڪ مذهب جي زماني کان پروٽسٽنٽ مسلڪ جي هڪ خصوصيت طور هلندي پئي اچي ڇو ته ان ۾ ايمان تي گهڻو زور ڏنو ويندو آهي. ان جي ڀيٽ ۾ رومن ڪيٿولڪ مسلڪ ۾ شروع کان ئي عقل کي وڏيڪ اهميت ڏني ويندي آهي،

ان کي ايمان جو مضبوط ٿنڀ تصور ڪيو ويندو آهي.

-”ڪانٽ پختن دليلن سان انهن وڏن مسئلن بابت رکيو اهو ثابت ڪون ڪيو ته انهن کي فرد جي ايمان تي ڇڏيو وڃي، هو ان ڳالهه کي ضروري سمجهي ٿو. هن جو عقيدو هو ته تقويٰ لاءِ مفروضو بڻڻ ضروري ٿي ويندو آهي ته انسان ۾ غيرفاني روح هوندو آهي، خدا موجود آهي ۽ اهو ته انسان کي پنهنجي مرضيءَ جو اختيار حاصل آهي.“

”معنيٰ هن جي سوچ به ڊيڪارٽ وانگر هئي. پهريائين هو هر ان ڳالهه تي چٽتي تنقيد ڪندو آهي جيڪا اسان سمجهي سگهندا آهيون ۽ پوءِ پٺين دروازي کان خدا کي اندر اسمگل (Smuggle) ڪندو آهي.“

”پر هو ڊيڪارٽ جي ڀيٽ ۾ ان ڳالهه تي خاص زور ڏئي ٿو ته هو ان هنڌ عقل سان نه پر ايمان وسيلي پهتو آهي. هو غير فاني روح، خدا جي موجودگي ۽ انسان جي اختيار کي عملي مفروضا (Practical postulates) قرار ڏيندو هو.“

”ان جو مطلب؟“

” ’مفروضا بڻڻ‘ جو مطلب اهو آهي ته ڪا اهڙي شئي فرض ڪئي وڃي جنهن کي ثابت نه ٿو ڪري سگهجي. عملي مفروضي مان ڪانٽ جو مطلب ڪا اهڙي شئي هئي جنهن کي 'Praxis' يا عملي (Practice) يعني انسان جي اخلاقيات لاءِ فرض ڪرڻو پوندو آهي. هو چوندو هو: ’اهو فرض ڪرڻ ته خدا موجود آهي، اخلاقي ضرورت آهي‘.“

اوچتو دروازو کڙڪيو. سوفي اٿي..... دروازو کوليو. سامهون ڳرمين وارو لباس پاتل ۽ ڪپڙي جي ڦندڙن واري ڳاڙهي ٽوپي پاتل هڪ ڇوڪري بيٺي هئي. اها ساڳي ڇوڪري هئي جيڪا سوفيءَ کي ڏند جي پرين نظر آئي هئي. هن جي هڪ ٻانهن ۾ ڪاٺي جي ٽوڪري لڙڪيل هئي.

”هاءِ“ سوفي چيو. ”تون ڪير آهين؟“

”ڏسين نه پئي مان لٽل ريڊ رائيڊنگ هڊ (Little red riding hood) آهيان؟“ سوفي البرٽو ڏانهن ڏٺو ۽ البرٽو مٿو لوڏيو.

”توهان ٻڌو هي ڇا پئي چئي؟“

”مان پنهنجي ناني ماءُ جو گهر پئي ڳوليان.“ ٻارڙي چيو. ”اها پوڙهي ۽ بيمار آهي مان ان لاءِ ماني کنيو پئي وڃان.“

”اهو گهر هتي ناهي_ تون هل.“ البرٽو چيو.

”پر مون کان توقع ڪئي وئي آهي ته مان توهان کي هڪ خط پهچائيندس.“ ڇوڪري چيو.

هن هڪ ننڍو لفافو ڪڍيو ۽ سوفيءَ جي هٿ ۾ ڏنو. ۽ پوءِ ڪڏندي هلي وئي.

”بگهڙ کان بچجانءِ!“ سوفي پٺيان چيو.

”ٿورو سوچيو، ڇئي پئي ’مان لٽل ريڊ رائيڊنگ هڊ آهيان‘.“ سوفي چيو.

”هن کي خبردار ڪرڻ جو ڪو فائدو نه هو. هوءَ يا ته ناني جي گهر پهچي ويندي يا هن کي بگهڙ کائي ويندو. هوءَ ڪڏهن به نه سکندي. اهو قصو بار بار ابد تائين ورجايو ويندو.“

”مون تَ ڪڏهن به ڪونه ٻڌو هو ته ڪنهن پنهنجي نانيءَ جي گهر پهچڻ کان اڳ ڪنهن ٻئي جو درڪڙڪايو هجي.“

”اها ڪا ايڏي اهم ڳالهه ناهي.“

سوفي لفافو ڏٺو. مٿان لکيل هو ’هلڊي لاءِ‘. هن لفافو ڦاڙيو ۽ وڏي آواز ۾ پڙهڻ لڳي:

پياري هلڊي، جيڪڏهن انساني دماغ ايڏو ڳتيل نه هجي ها ته اسان ان کي سولائي سان سمجهي وڃون ها، اسان پوءِ به ايڏا احمق هجون ها جو ان کي سمجهي نه سگهون ها. بابا جو پيار.

البرٽو چيو: ”صحيح. ڪائنات بہ ڪجهه اهڙي ئي ڳالهه ڪئي هئي. اسان اها توقع نه ٿا ڪري سگهون ته اسان جيڪي آهيون، اهو سمجهي وينداسين. اهو ته ٿي سگهو ٿو ڪنهن گل يا ساهه واري کي سمجهي سگهون. پر اسان پنهنجي ذات کي ڪڏهن بہ نہ ٿا سمجهي سگهون. رهي ڪائنات، ان کي سمجهڻ جي ته اسان ايجان وڌيڪ گهٽ توقع ڪري سگهون ٿا.“

سوفي کي هلڊي نالي آيل چٺيءَ جي مخفي مفهوم جي ڪامل جملي کي باربار پڙهڻو پيو تڏهن وجي البرٽو پنهنجي ڳالهه جاري رکي سگهيو، ”اسان ساموندي نانگن يا اهڙي قسم جي شين کي پنهنجن معامري ۾ مداخلت ڪرڻ جي اجازت نہ ڏينداسون. اڄ جي ڳالهه ختم ڪرڻ کان اڳ ۾ مان توکي ڪائنات جي اخلاقيات بابت ٻڌايان ٿو.“

”جلدي ڪيو. گهر پهچڻو آهي.“

”عقل ۽ حواس اسان کي جيڪو ڪجهه ٻڌائي سگهن ٿا، ان

بابت هيوم جنهن شڪ جو اظهار ڪيو هو، ان ڪانٽ کي زندگيءَ جي اهم مسئلن بابت ٻيهر سوچڻ تي مجبور ڪيو. ان ۾ اخلاقيات جو به دائرو شامل هو.“

”ڇا هيوم اِهو نه چيو هو ته اسان ڪڏهن به ثابت نه ٿا ڪري سگهون ته غلط ڇا آهي صحيح ڇا آهي؟ اسان اهڙي قسم جي جملن مان جيڪي ’آهي‘ يا ’ڪپي‘ تي ختم ٿيندا آهن، نتيجا نه ٿا ڪڍي سگهون.“

”صحيح ۽ غلط وچ ۾ جيڪا شئي فرق ڪندي آهي، هيوم جي ويچهو نه اهو اسان جو عقل آهي ۽ نه اسان جو تجربو، ان جو فيصلو رڳو اسان جا جذبات ڪندا آهن. ڪانٽ جي ويچهو اِهو ڪمزور بنياد آهي.“

”مان تصور ڪري سگهان ٿي.“

”ڪانٽ کي هميشه محسوس ٿيو هو ته غلط ۽ صحيح جي سڃاڻپ عقل جو معامرو آهي، جذبات (دل) جو نه. ان معامري ۾ هو عقليت پسندن سان متفق هو جيڪي چوندا هئا ته غلط ۽ صحيح وچ ۾ فرق ڪرڻ جي صلاحيت انسان ۾ پيدائشي موجود آهي. هر ماڻهوءَ کي خبر هوندي آهي ته غلط ڇا آهي ۽ صحيح ڇا آهي، ان لاءِ نه ته اسان ان بابت ڪجھ سکيل هوندا آهيون پر ان لاءِ جو اِهو اسان جي پنهنجي دماغ جي پيداوار هوندو آهي. ڪانٽ موجب هر ماڻهو ’عملي عقل‘ جو مالڪ هوندو آهي يعني اسان ۾ اها ذهانت هوندي آهي جيڪا اسان کي هر معامري ۾ ان ڳالھ جو اندازو لڳائڻ ۾ مدد ڏيندي آهي ته صحيح ڇا آهي ۽ غلط ڇا آهي...

صحيح ۽ غلط ۾ فرق ڪرڻ ايتروئي پيدائشي آهي جيترو عقل جون ٻيون صفتون. جيئن اسان ذهين انسان آهيون (مثال اسان هر شئي جو ائين ادراڪ ڪندا آهيون جڻ ان ۾ سبب ۽ اثر جو ڪو رشتو آهي.)، اهڙي ريت اسان سڀني کي آفاقي قانون تي هڪ جيتري پهچ آهي.“

”اهو اخلاقي قانون ايتروئي صحيح آهي جيترا طبعي قانون. اهو اسان جي اخلاقيات لاءِ ايترو ئي بنيادي آهي جيترو اِهي بيان ته هر شئي جو ڪونه ڪو سبب هوندو آهي يا اِهو ته ست جوڙ پنج ٻارنهن ٿيندا آهن. اسان جي ذهانت لاءِ بنيادي هوندا آهن.“

”۽ هي اخلاقي قانون ڇاهي؟“

”هر تجربي کان اڳ ۾ اِهو سامهون ايندو آهي، هي ’هيئتي‘

(Formal) آهي. يعني اهو اخلاقي چونڊ (marol choice) جي ڪنهن خاص صورتحال سان ڳنڍيل ناهي هوندو ڇو ته اهو سمورن زمانن ۽ معاشرن جي ماڻهن تي لاڳو ٿيندو آهي. ان ڪري هو اهو ناهي چوندو جيڪڏهن تون پنهنجو پاڻ کي ان يا ان صورت حال ۾ پائين ته تون اهو ڪندين يا هو ڪندينءِ. اهو چوندو آهي ته سڀني عورتن جي حالتن ۾ توکي ڇا ڪرڻو آهي."

"پر جيڪڏهن ڪوبه اخلاقي قانون اسان کي اهو نه ٿو ٻڌائي ته اسان کي ڪنهن خاص صورتحال ۾ ڇا ڪرڻو آهي، پوءِ ان کي دل تي نقش ڪرڻ مان ڪو فائدو؟"

"ڪانٽ اخلاقي قانون کي حڪم مطلق يا حڪم بي شرط (categoriacalimperative) چوندو آهي. ان مان سندس مطلب اهو آهي ته اخلاقي قانون 'categorical' (قطعي يا غير مشروط) آهي. يا اهو ته هي سموري حالتن جي صورتن تي لاڳو ٿيندو آهي. وڌيڪ اهو پڻ ته هي (imperative) (حڪم يا فرمان) آهي..."

"سمجهيم."

"ڪانٽ ان حڪم مطلق کي مختلف طريقن سان ٻڌائي ٿو. پهرين ڳالهه هي ڪري ٿو: رڳو ان مقصد يا چوٽي(Maxim) جي مطابق عمل ڪريو جنهن وسيلي توهان هڪ ئي وقت اها خواهش ڪري سگهو ته هي عالمگير قانون جو درجو اختيار ڪري وڃي."

"ان ڪري جڏهن مان ڪو ڪم ڪيان ٿي مون کي اهو اهڙي طريقي سان ڪرڻ گهرجي جو جيڪڏهن ٻين کي به ان صورتحال سان منهن ڏيڻو پئي ته اهي اهو ئي ڪندا."

"ها. تون تڏهن ئي پنهنجي اندر جي اخلاقي اصول مطابق عمل ڪري سگهندينءِ. ڪانٽ ان 'حڪم مطلق' کي هيئن به ٻڌائي ٿو: هميشه اهڙي انداز سان عمل ڪريو جو تون انسان ذات کي، پوءِ اها تنهنجي پنهنجي ذات هجي يا ٻي ڪنهن جي، ڪي رڳو ذريعو (Means) نه بڻائيندين پر ان سان گڏ هميشه ان کي انتها .... end .... به سمجهندين."

"ان ڪري اسان کي پنهنجي فاعدي لاءِ ٻي جو استحصال نه ڪرڻ گهرجي."

"نه، ڇو ته هر ماڻهو پنهنجي ذات ۾ انتها (end) آهي. اهو رڳو ٻين تي نه پر تو تي به لاڳو ٿيندو آهي. توکي پنهنجو استحصال به ڪجهه حاصل ڪرڻ جي ذريعي جي طور تي نه ڪرڻ

گهرجي.“

”ان سان مون کي اِهو سنهري اصول ياد آيو آهي: ٻين سان ٻہ اُهو ئي سلوڪ ڪيو......“

”ها. اهو ٻہ عمل جي طريقي جو ’هيئتي‘ اصول آهي جنهن ۾ بنيادي طور تي سڀ اخلاقي چوندون اچي وڃن ٿيون. تون چئي سگهين ٿي تہ سنهري اصول اها ڳالهہ ڪري ٿو جيڪا ڪانٽ جو اخلاقيات جو آفاقي قانون چئي ٿو.“

”پر يقينن اها رڳو دعويٰ ئي نہ آهي. هيوم جڏهن چوندو هو تہ اسان عقل وسيلي اهو ثابت ڪري نہ ٿا سگهون تہ صحيح ڇا آهي غلط ڇا آهي، تہ هو شايد صحيح چوندو هو.“

”ڪانٽ موجب اخلاقيات جو قانون ايتروئي مطلق (absolute) ۽ آفاقي آهي جيترو سبب ۽ اثر جو قانون. هن موجب اهو پڻ تہ سبب ۽ اثر جي قانون کي ٻہ عقل وسيلي ثابت نہ ٿو ڪري سگهجي باقي اهو آهي مطلق ۽ تبديل نہ ٿيڻ جهڙو. ڪو ٻہ ان کان انڪار نہ ٿو ڪري سگهي.“

”مون کي احساس پيو ٿئي تہ اصل ۾ پاڻ ضمير بابت ڳالهائي رهيا آهيون. ڇو تہ هر ماڻهوءَ جو ضمير هوندو آهي، ڪي نہ؟“

”ها. جڏهن ڪانٽ اخلاقيات جي قانون جو ذڪر ڪندو آهي، هو انسان جي ضمير جي ئي ڳالهہ ڪندو رهيو هوندو آهي. جيڪو ڪجهہ اسان جو ضمير اسان کي ٻڌائيندو آهي اسان ان کي ثابت نہ ٿا ڪري سگهون، باقي اسان کي ان جي خبر ضرور هوندي آهي.“

”ڪڏهن ڪڏهن مان ٻين سان ان ڪري اخلاق سان ملندي آهيان ڇو تہ مون کي خبر هوندي آهي ان مان مون کي فائدو ٿيندو. اهو مقبول ٿيڻ جو سٺو طريقو آهي.“

”پر جيڪڏهن تون ٻين جي ڏک سک ۾ ان نيت سان شريڪ ٿيندي آهين تہ ان سان تون مقبول ٿيندينءَ، تہ پوءِ تنهنجو عمل اخلاقي قانون جي احترام ۾ ناهي هوندو. ٿي سگهي ٿو تون اخلاقي قانون مطابق ڪم ڪندي هجين— ۽ تنهنجو اهو ڪم گهٽي حد تائين جائز ٿي سگهي ٿو— پر جيڪڏهن تنهنجي ڪم کي اخلاقي ڪم جي شڪل اختيار ڪرڻي آهي، تہ پوءِ توکي لازمي طور پنهنجي ذات کي فتح ڪرڻو پوندو. تنهنجو

ڪو ڪم تڏهن ئي اخلاقي چئي سگهجي ٿو جڏهن توهان ڪو ڪم رڳو فرض سمجهي ڪنديءَ. ان ڪري ڪانٽ جي اخلاقيات کي ڪڏهن ڪڏهن فرض جي اخلاقيات (Duty ethics) چيو ويندو آهي."

"مان ڪڏهن ڪڏهن ريڊ ڪراس يا چرچ بازار لاءِ پيسا گڏ ڪرڻ پنهنجو فرض سمجهندي آهيان."

"۽ اهم ڳالهه اها آهي ته تون اهو ڪم ان لاءِ ڪندي آهين ڇو ته توکي خبر آهي اهو صحيح ڪم آهي. جيڪي پيسا تون گڏ ڪندي آهين اُهي ڀلَ رستي ۾ ڪري به پون يا ضرورت مندن جي پيٽ ڀرڻ لاءِ گهٽ به هجن، پر تون بهرحال اخلاقي قانون جي پابندي ڪئي آهي. تون اهو ڪم نيڪ نيتيءَ سان ڪندي آهين ۽ ڪانٽ موجب ڪم جا نتيجا نه، پر ڪرڻ واري جي نيڪ نيتي اهو طئي ڪندي آهي ته ڪم اخلاقي اعتبار کان صحيح هو يا غلط ان ڪري ڪانٽ جي اخلاقيات کي نيڪ نيتيءَ جي اخلاقيات به چيو ويندو آهي."

"هن لاءِ صحيح صحيح ڄاڻڻ ايترو اهم ڇو هيو ته ڪڏهن ٿو ماڻهو اخلاقي قانون جي احترام ۾ ڪو ڪم ڪري؟ يقيني اهم ڳالهه اها آهي ته جيڪو ڪجهه اسان ڪندا آهيون ڇا ان سان واقعي ٻين جو ڀلو ٿيندو آهي يا نه؟"

"واقعي اصل ڳالهه اهائي آهي ۽ ڪانٽ يقين ان سان اختلاف نه ڪندو پر اسان پنهنجي مرضيءَ سان ان وقت ئي ڪندا آهيون جڏهن اسان پنهنجي باطن ۾ ڄاڻيندا هجون ته اسان جيڪو ڪجهه ڪري رهيا آهيون اخلاقي قانون جي احترام ۾ ڪري رهيا آهيون."

"ڇا اسان رڳو انهيءَ وقت پنهنجي مرضيءَ سان ڪم ڪندا آهيون جڏهن اسان ڪنهن قانون جي پابندي ڪندا آهيون؟ ڇا اها ڳالهه عجيب ناهي؟"

"ڪانٽ مطابق نه. توکي ياد هوندو ته هن کي 'فرض ڪرڻو' يا 'مفروضو بڌڻو' پيو هو ته انسان وٽ پنهنجي مرضي موجب ڪم ڪرڻ جو اختيار هوندو آهي. اِهو اهم نڪتو آهي ڇو ته ڪانٽ اهو به چيو هو ته هر شئي سبب ۽ اثر جي قانون جي پابندي ڪندي آهي. ته پوءِ اسان وٽ پنهنجي مرضيءَ سان ڪم ڪرڻ جو ڪهڙو اختيار بچيو؟"

”مون کي ڪهڙي خبر!“

”جيستائين ان نڪتي جو تعلق آهي ڪانٽ انسان کي اهڙي غوني پن حصن ۾ ورهائي ڇڏي ٿوجهڙي غوني ديڪارٽ ڪيو هو جنهن جي دعويٰ هئي ته انسان ’ٻٽي‘ (Dual) مخلوق آهي ڇو ته ان وٽ جسم ۽ دماغ ٻئي موجود آهن. ڪانٽ چئي ٿو مادي مخلوق جي حيثيت سان اسان پوري ريت سبب ۽ اثر جي حتمي قانون جي رحم ۽ ڪرم تي هوندا آهيون. اسان جيڪو ڪجھ ادراڪ ڪندا آهيون، ان جو فيصلو اسان ناهيون ڪندا... اسان جي ادراڪ ۾ جبر شامل هوندو آهي ۽ اسان پسند ڪيون يا نه ڪيون، اهو اسان تي اثر انداز ٿيندو آهي. پر اسان رڳو مادي مخلوق ناهيون... اسان عقلي مخلوق به آهيون.

”مادي مخلوق جي حيثيت سان اسان جو تعلق دنيا سان آهي. ان ڪري اسان سبب ۽ اثر جي قانون جي تابع آهيون. ان لحاظ سان اسان وٽ پنهنجي مرضيءَ سان ڪجھ ڪرڻ جو ڪو به اختيار ناهي هوندو. پر عقلي مخلوق جي حيثيت سان اسان ان شئي جا جز آهيون جنهن کي ڪانٽ Das Ding an sich چوندو آهي-- يعني ان دنيا جوجز جيڪو اسان جي حواسي تاثراتن کان آزاد پنهنجي طورتي موجود آهي. رڳو تڏهن جڏهن اسان پنهنجي ’عملي عقل‘ جي--جيڪو اسان کي اخلاقي چوندن ڪرڻ جي قابل بڻائيندو آهي-- پوئلڳي ڪندا آهيون، اسان پنهنجي مرضي ڪرڻ جو اختيار استعمال ڪندا آهيون ڇو ته اسان جنهن اخلاقي قانون جي پيروي ڪندا آهيون، ته ان قانون کي ناهڻ وارا اسان پاڻ ئي هوندا آهيون جنهن جي اسان پوئلڳي ڪري رهيا هوندا آهيون...“

”جانورن بابت ڪهڙو خيال آهي؟ منهنجو خيال آهي ته اُهي رڳو پنهنجن لاڙن ۽ گهرجن جي پيروي ڪندا هوندا. انهن کي اخلاقي قانون جي فرمانبرداري ڪرڻ جي ڪا به آزادي مليل نه هوندي يا آهي؟“

”نه. جانورن ۽ انسانن ۾ اهو ئي فرق آهي.“

”هاڻي مان سمجهي ويس.“

”۽ آخر ۾ اسان شايد اهو چئي سگهون ٿا ته فلسفو عقليت پسندي ۽ تجربيت پسندي وچ ۾ ڇڪتاڻ دوران جنهن اونداهي گهٽيءَ ۾ ڦاسي پيو هو، ڪانٽ ان کي ٻاهر جو رستو ڏيکارڻ ۾ ڪامياب ٿيو. ۱۸۰۴ع ۾ سندس وفات سان گڏ فلسفي جي تاريخ

جو هڪ باب پڄاڻيءَ تي پهتو. سندس وفات وقت ان ثقافتي تحريڪ، جنهن کي اسان رومانيت چوندا آهيون، اوج ڏانهن وڌي رهي هئي. هن جي جن مقولن جو اڪثر حوالو ڏنو ويندو آهي، انهن مان هڪ ڪرنيگزبرگ ۾ سندس قبر واري ڪتبي تي اڪريل آهي: مان جن ٻن شين تي جيترو گهڻو سوچيندو ۽ فڪر ڪندو آهيان، منهنجي دماغ ۾ اوترو ئي پيو ۽ حيرت ڀرجي ويندي آهي ۽ اهي شيون آهن: 'منهنجي مٿان تارن سان ڀريل آسمان ۽ منهنجي اندر اخلاقي قانون''

البرٽو ڪرسيءَ تي ٽيڪ ڏيندي چيو: ''ڪانٽ جي فلسفي جون اهي ئي اهم ڳالهيون هيون ..... پر هڪ ڳالهه رهي ٿي رڳو هڪ منٽ گهرجي.''

''جيستائين استاد جي ڳالهه ختم ناهي ٿيندي، مان ڪڏهن به ڪلاس روم مان ناهيان نڪرندي.''

''ڇا مون چيو هو ته جيڪڏهن اسان رڳو حواس جا ٻندا ٿي رهون، اسان کي عمل جي آزادي نه ملي نه ملندي؟''

''ها، توهان اهڙي ڪا ڳالهه ڪئي هئي.''

''پر جيڪڏهن اسان آفاقي عقل جي پيروي ڪيون، اسان آزاد ۽ خودمختيار هونداسين. ڇا مون اهو به چيو هو.''

''ها. پر توهان ورجايو ڇو ٿا؟''

البرٽو سوفيءَ جي اکين ۾ گهوريندي چيو: ''سوفي، هر ان شئي تي، جيڪا تون ڏسندي آهين، ايمان نه آڻيندي ڪر.''

''توهان جو مطلب ڇا آهي؟''

''تصوير جو ٻيو رخ به ڏسندي ڪر.''

''هاڻي ته مون کي اڃان به سمجهه ۾ نه ٿو اچي ته توهان جو مطلب ڇا آهي.''

''عام طورتي ماڻهو چوندا آهن. 'مان اهو تڏهن ميڃان جڏهن اکين سان ڏسندس،' پر تون جيڪو ڪجهه ڏسندي آهين، ان تي به اعتبار نه ڪندي ڪر.''

''توهان اڳ ۾ به اهڙي ڳالهه ڪئي هئي.''

''ها، پارمينيڊيس جي سلسلي ۾.''

''پر مون کي اڃان تائين سمجهه ۾ ناهي آيو ته توهان جو مطلب ڇا آهي.''

''اسان جڏهن ڇائنٽ تي ويٺا هئاسين ته اهو نام نهاد ساموندي

نانگ نڪتو ۽ پاٿيءَ تي ڦتڪڻ لڳو.“

”اها عجيب ڳالهه نہ هئي!“

”بلڪل نہ. پوءِ لٽل رائيڊنگ هڊ دروازو کڙڪايو. ’پنهنجي ناني ماءُ جو گهر ٿي ڳوليان.‘ چرياڻپ واري حرڪت هئي! اهي رڳو ميجر جا طريقا آهن. بلڪل ان ڪيلي جي ڪل اندر نياپي ۽ واهيات طوفان وانگر.“

”توهان جي خيال ۾.....“

”پر مون چيو هو تہ مون وٽ هڪ رٿا آهي. جيستائين اسان پنهنجي عقل کان ڪم وٺندا رهنداسين، اسان هن جي فريب ۾ ڪونہ ايندا سين. چو تہ هڪ لحاظ کان اسان آزاد آهيون. هو اسان کي ان ڳالهه جي اجازت نہ ڏيندو تہ هر قسم جي ڳالهين جو ’ادراڪ‘ ڪيون. مون کي هن جي ڪنهن بہ فعل تي حيرت نہ ٿيندي. پلين هو آڪاش کي گهگهہ اونده ۾ لڪائي ڇڏي يا هاٿين کي پر ڏئي اڏاري ڇڏي، مان رڳو مرڪندس. اها حقيقت آهي تہ پنج جوڙ ست سدائين ٻارنهن ٿيندا آهن. مزاحيا ڪارٽونن جي شڪل ۾ سلسليوار ڪهاڻين وانگر هو جهڙي قسم جون ابتيون سبتيون حرڪتون ڪرڻ چاهي، ڪندو رهي، ان سان ڪو بہ فرق نہ پوندو، پنج جوڙست هميشہ ٻارنهن ئي رهندا. فلسفو جن پوتن ۽ پرين جي ڪهاڻين جي بلڪل ابتڙ هوندو آهي.“

سوفي حيرت وچان ڏسندي ئي رهي.

”هاڻي تون وڃي سگهين ٿي“ البرٽو نيٺ چيو. ”مان توکي ٻيهر گهرائيندس ۽ پاڻ رومانيت بابت ڳالهائينداسين. توکي هيگل ۽ ڪيرڪيگارڊ بابت بہ ڪجهہ نہ ڪجهہ ڄاڻڻ جي ضرورت آهي. پر ميجر جي ڪجي وڪ (Kjevik) ايئرپورٽ تي پهچڻ ۾ رڳو هڪ هفتو رهي ٿو پر اسان کي ان کان اڳ ۾ ئي هن جي چور وانگر ڇهٽيل 'Fantasies' کان جان ڇڏائڻي پوندي. سوفي، هاڻي مان وڌيڪ ڪجهہ بہ نہ چوندس. رڳو اهو تہ مان پاڻ ٻنهيءَ لاءِ زبردست رٿا لاءِ ڪم ڪري رهيو آهيان.“

”ڇگو مان هلان ٿي.“

”ترس..... پاڻ کي تہ اهم ڳالهہ وسري وئي.“

”ڪهڙي؟“

”سوفي، سالگرهہ جو گيت. هلدي اڄ پندرهن ورهين جي ٿي وئي آهي.“

”مان بہ.“

”هان تون بہ. اچ تہ گڏجي ڳايون.“
هو ٻئي گڏجي ڳائڻ لڳا:

"Happy birthday to you."

سادي چئين وڳي دوڙندي ڍنڍ جي ڪناري پهتي ۽ ٻيڙيءَ ۾ چڙهي ٻي ڪناري پهتي.... هوءَ تکي تکي ٻيلي ۾ هلڻ لڳي.

جڏهن هوءَ رستي تي پهتي اوچتو وڻن ۾ ڪنهن شئي چرپر ڪئي، هوءَ بيهه رهي ۽ سوچڻ لڳي: ”ڪٿي هي لٽل رائيڊنگ هڊ تہ ناهي جيڪا نانيءَ جو گهر ڳولڻ لاءِ رلي رهي آهي، پر هن کي وڻن ۾ جيڪا شڪل نظر آئي، اُها لٽل رائيڊنگ هڊ کان ٿوري ننڍي هئي.

هوءَ هن جي ويجهو وئي. سندس شڪل عام گڏيءَ کان گهٽي وڏي نہ هئي. سندس ڀورو رنگ هو ۽ ڪيس ڳاڙهو سوئيٽر پاتل هو.

جڏهن سوفيءَ کي اندازو ٿيو هي تہ ٽيڊي بيئر (teddyy bear) آهي، هوءَ جتي هئي اتي جو اتي بيهجي وئي.

اها ڳالهہ حيران ڪندڙ هئي تہ ڪو ماڻهو ٻيلو گهمندي پنهنجو ٽيڊي بيئر وساري ويو هو. پر وڌيڪ حيران ڪندڙ ڳالهہ اها هئي تہ اهو ٽيڊي بيئر بي جان نہ پر جاندار مخلوق هيو. ائين پئي لڳو جڻ هو گهري سوچ ۾ ٻڏل آهي.

”هاءِ!“ سوفي چيو.

”منهنجو نالو وني دي پوهہ (Winnie- the- pooh) آهي.“ ٽيڊي بيئر چيو. ”جيتوڻيڪ اڄ موسم وڻندڙ آهي، پر ان جو فائدو؟ مان ٻيلي ۾ پنهنجو رستو وڃائي ويٺو آهيان. مون توکي پهريون ڪڏهن بہ ناهي ڏٺو.“

”شايد مان اُها ڇوڪري آهيان جيڪا هتي اڳ ۾ ڪڏهن بہ ناهي آئي.“ سوفي چيو، ”پر جيستائين تنهنجو تعلق آهي تون هاڻي بہ شايد سئو ايڪڙ جي جهنگ ۾ پنهنجي گهر ۾ آهين.“

”نہ. (رياضيءَ جو) هي سوال ڏکيو آهي. ۽ اهو نہ وسار تہ رڳو ننڍڙو رڇ (بيئر) آهيان ۽ مان خاص چالاڪ بہ ناهيان.“

”مون تو بابت ٻڌو آهي.“

”۽ منهنجو خيال آهي تون ايلس (Alice) آهين. ڪرسٽوفر رابن هڪ ڀيرو تو بابت اسان کي ٻڌايو هو. منهنجي خيال آهي

پنهنجي ملاقات ائين ٿي هئي. تون هڪ بوتل مان ايترو پيتو جو تون ننڍي، وڏي ننڍي ۽ اچان وڌيڪ ننڍي ٿيندي وئينءَ. پر پوءِ تون هڪ ٻي بوتل مان پيئڻ لڳينءِ ۽ ٻيهر وڏي ٿيڻ لڳينءِ. تون پنهنجي وات ۾ ڇا وجهندي آهين، ان سلسلي ۾ توکي احتياط ڪرڻ گهرجي. مان هڪ ڀيرو ايترو کائي ويس جو سيهڙ جي ٻر ۾ ڦاسي پيس."

"مان ايلس ناهيان."

"ان سان ڪو به فرق نه ٿو پئي ته اسان ڪير آهيون. اهم شئي اها آهي ته اسان (موجود) آهيون. اها ڳالھ چٻرو چوندو آهي ۽ هو ڏاڍو سياڻو آهي. هن هڪ عام ڏهاڙي، جڏهن اس چمڪي رهي هئي، چيو هو ست جوڙ چار ڀارنهن ٿيندا آهن. مان ۽ آئييور (Eyeore) ٻئي پنهنجو پاڻ کي احمق محسوس ڪري رهيا هئاسين، ڇو ته حساب جا سوال حل ڪرڻ ڏکيو ڪم آهي. ان جي ڀيٽ ۾ موسم جو اندازو هڻڻ وڌيڪ سولو آهي."

"منهنجو نالو سوفي آهي."

"سوفي، تو سان ملي خوشي ٿي. جيئن مون چيو هو ته منهنجو خيال آهي تون هتي نئين نئين آئي هوندينءِ. پر هاڻي هن ننڍڙي رڇ کي وڃڻو آهي ڇو ته مون کي (Piglet) سوئر جي ٻچي کي ڳولڻو آهي. سيهڙ ۽ ان جي دوستن لاءِ تمام وڏي گارڊن پارٽي ٿي رهي آهي ۽ اسان اتي وڃي رهيا آهيون."

هن پنهنجو پير مٿي ڪيو. هاڻي سوفي ڏٺو ته هن جي ٻي پير ۾ هڪ ڪاغذ جو ٽڪڙو آهي.

"اهو ڇا آهي؟" هن پڇيو.

وني دي پوھ ڪاغذ ڪڍيو ۽ چيو: "هن ئي ته منهنجو رستو ڀلايو آهي."

"پر اهو ته رڳو ڪاغذ جو ٽڪڙو آهي."

"نه. هي رڳو ڪاغذ جو ٽڪڙو ناهي. هي ڏسڻ واري آئيني جي ذريعي هلڊي جي نالي خط آهي."

"او..... مان اهو کڻي سگهان ٿي؟"

"ڇا آئيني واري ڇوڪري تون ئي آهين؟"

"نه پر ....."

"خط هميشه ذاتي طور پهچايو ويندو آهي. اِها ڳالھ اڃان ڪالھ ئي ڪرسٽوفر رابن مون کي سيکاري هئي."

”پر هلڊي بابت مون کي خبر آهي.“

”ڪو فرق نه ٿو پئي. پل تون ڪنهن ماڻهوءَ کي چڱي ريت سڃاڻيندي هجين، تو کي ان جا خط پوءِ به نه پڙهڻ گهرجن.“

”منهنجو مطلب آهي مان اهو هلڊي تائين پهچائي ڇڏينديس.“

”نيڪ آهي وٺ، سوفي. هن خط کان ڇوتڪارو حاصل ڪيان پوءِ شايد مون کي سوئر جو ٻچو ملي وڃي. هلڊي کي آئيني ذريعي ڳولڻ لاءِ توکي اڳ ۾ وڏو آئينو ڳولڻو پوندو. پر هتي اهو معامرو سهنجو ناهي.“

ان سان گڏ ريچ ته ٿيل خط سوفي حوالي ڪيو ۽ ننيڙن پيرن سان ٻيلي ۾ هلڻ لڳو. جڏهن اهو نظرن کان گم ٿيو ته سوفي خط کولي پڙهڻ لڳي:

پياري هلڊي، ڪيڏي خراب ڳالهه جو البرٽو سوفي کي اهو نه ٻڌايو ته ڪانٽ هڪ قسم جي 'League of Nations' جي حمايت ڪندو هو. هن پنهنجي مقالي 'دائمي امن' ۾ لکيو هو ته سمورن ملڪن کي هڪ قومن جي جماعت ۾ گڏجڻ گهرجي جيڪا قومن ۾ امن قائم رکي. هن جو اهو مقالو ١٧٩٥ع ۾ ڇپيو هو ۽ ان جي ڇپجڻ کان ١٢٥ سال پوءِ پهرين مهاڀاري لڙائي کان پوءِ 'League of Nations' جو بنياد وڌو ويو، جنهن جي جاءِ 'United Nations' ٻي مهاڀاري لڙائي کان پوءِ والاري. تون چئي سگهين ٿي ته UN جو تصور ڪانٽ جي ذهن جي پيداوار هو. ڪانٽ جو نڪتو اهو هو ته انسان جو 'عملي عقل' ان ڳالهه جي گهر ڪري ٿو ته قومون پنهنجي فطرت جي جنگي حالت کان ٻاهر نڪرن جيڪا جنگين جو ڪارڻ بڻبي آهي ۽ پاڻ ۾ امن قائم ڪرڻ جو معاهدو ڪن. جيتوڻيڪ قومن جي جماعت لاءِ جيڪو رستو وڃي ٿو، اهو ڏکيو ۽ ٿڪائيندڙ آهي، پوءِ به اسان تي فرض ٿئي ٿو ته اسان ”عالمگير ۽ لاڳيتي امن“ لاءِ ڪوشش ڪيون. اهڙي قسم جي جماعت جو قيام ڪانٽ جي ويجهو ڏور هو. تون تقريبن چئي سگهين ٿي ته اها فلسفي جي آخري منزل آهي. في الحال مان لبنان ۾ آهيان. بابا طرفان پيار.

سوفي جڏهن چٺي پڙهي کيسي ۾ وڌي ۽ گهر ڏانهن رواني ٿي. جهنگ ۾ اهڙي قسم جي ملاقات کان البرٽو سوفيءَ کي خبردار ڪيو هو. پر هوءَ اهو به نه پئي ڪري سگهي ته هوءَ ننيڙي ريچ کي آئيني ذريعي هلڊي جي ڪڏهن نه ختم ٿيندڙ ڳولا ۾ ائين جهنگ ۾ ڀٽڪڻ ڏئي ها. يا هوءَ ان کي ڀٽڪڻ ڏئي پئي سگهي؟

# رومانيت

**... راز وارو چارو اندرين پاسي وٺي ويندو آهي ...**

هلدي وزني فائيل کي فرش ڏانهن ڪرڻ ڏنو... هن گهڙيال ۾ نهاريو صبح جا ٽي ٿي رهيا هئا. هوءَ ڪمبل ويڙهي سمهي پئي ۽ ننڊ اچڻ کان اڳ سوچيائين ته هن جي پيءُ لٽل ريڊرائڊنگ هڊ ۽ وني دي پوه جو ذڪر ڇو شروع ڪيو هو...

هوءَ صبح جو يارهين وڳي جاڳي. سندس بدن ۾ تاڻ محسوس ٿي رهي هئي، ڄڻ هن سڄي رات خواب جي ڪيفيت ۾ گذاري هجي. هن ڇا ڏٺو اهو ڪيس ياد نه ٿي آيو. هوءَ محسوس پئي ڪري ڄڻ مختلف حقيقت ڏٺي هئائين.

هوءَ هيٺ هلي وئي ۽ پنهنجو ناشتو تيار ڪرڻ لڳي. سندس ماءُ نيرو جمپ سوٽ پائي چڪي هئي ۽ هوءَ بوٽ هائوس وڃڻ ۽ موٽر بوٽ جي صفائي ڪرڻ لاءِ تيار ويٺي هئي...

”مون سان هٿ ونڊائڻ هلنديءَ؟“

”مون کي ڪجهه پڙهڻو آهي....“

هلدي ناشتو ڪرڻ بعد ڪمري ۾ هلي وئي. بسترو سڌو ڪري باڪس فائل کڻي گوڏن تي رکي پڙهڻ ويٺي.

سوفي باڙ مان رڙهي ٻاهر نڪتي ۽ پنهنجي وڏي باغ ۾ اچي ويٺي جنهن بابت هڪ پيرو کيس دل ۾ خيال آيو هو ته هيءَ هن جو پنهنجو باغ عدن آهي....

گذريل رات جي طوفان سبب پن ۽ ٽاريون وکريل هيون. کيس ائين لڳو ڄڻ ان خوفائتي برساتي طوفان، وکريل پنن ۽ ٽاڪن، لٽل ريڊرائڊنگ هڊ ۽ وني دي پوه سان ملاقات وچ ۾ ڪو تعلق هجي.

هوءَ اندر هلي وئي. سندس ماءُ به هينئر هينئر پهتي هئي، ۽

رفريجريٽر ۾ سوڊا جون ڪجھ بوتلون رکي رهي هئي. ميز تي چاڪليٽ ڪيڪ پيل هو جيڪو ڏسڻ ۾ مزيدار لڳي رهيو هو.

”مهمان ٿا اچن ڇا؟“ سوفي پڇيو. هن کي اِهو ياد نہ هو تہ اڄ سندس جنم ڏينهن آهي.

”پاڻ وڏي تقريب تہ ايندڙ ڇنڇر تي ڪنداسين پر مون سوچيو تہ اڄ بہ ننڍڙي تقريب ڪجي.“

”ڪيئن؟“

”مون جوآنا ۽ سندس والدين کي گهرايو آهي.“

”مون کي ڪو اعتراض ناهي.“

مهمان ساڍي ستين ڪان ٿورو اڳ ۾ پهتا. ماحول رسمي هيو.... سوفيءَ جي ماءُ جون جوآنا جي پيءُ ماءُ سان اِهڙيون ملاقاتون گهٽ ٿينديون هيون.

ٿوري دير بعد سوفي ۽ جوآنا گارڊن پارٽي جا دعوتناما لکڻ لاءِ مٿي سوفي جي ڪمري ۾ هليون ويون. جيئن تہ البرٽو ڪنوڪس کي بہ پارٽيءَ جي دعوت ڏيڻي هئي، سوفي کي خيال آيو تہ ڇو نہ سڀني کي 'فلسفياڻي پارٽي' جي دعوت ڏني وڃي. جوآنا ڪو اعتراض نہ ڪيو. هونئن بہ انهن ڏينهن ۾ ٿيم (Theme) پارٽين جو 'رواج' هلندڙ هو.

آخرڪار اُهي دعوتناما مرتب ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويون. ان ڪم ۾ کين بہ ڪلاڪ لڳا ۽ هن جي کِل هئي جيڪا بيهڻ جو نالو ئي نہ پئي وٺي.

ڊيئر ...

اسان توهان کي هتي نمبر ٣ ڪلوورڪلوز ۾ بتاريخ ٢٣ جون ڏينهن ڇنڇر (وچ گرميءَ کان هڪ ڏينهن پهريون) شام جو ستين وڳي خوشيءَ سان گارڊن پارٽيءَ ۾ اچڻ جي دعوت ڏيئي رهيون آهيون. اسان کي اميد آهي تہ ان ڏينهن اسان زندگيءَ جو راز سمجهڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندياسون. مهرباني ڪري پنهنجا اوني سوئيٽر پائي ۽ڀرپور خيالن سان اچجو جيڪي فلسفي جي ڳجهن کي حل ڪرڻ ۾ موزون ثابت ٿين. جيئن تہ پيلي ۾ باھ لڳڻ جو انديشو آهي، ان ڪري اسان وڏي مچ جو بندوبست نہ ٿيون ڪري سگهون، پر شريڪ ٿيندڙن کي پنهنجن خيالن جي شعلن کي ڀڙڪائڻ جي بنا روڪ ٽوڪ جي اجازت هوندي. شامل ٿيندڙن ۾ گهٽ ۾ گهٽ هڪ فلسفي ضرور هوندو. اِهو ئي سبب آهي جو

اها پارٽي ذاتي معامرو هوندي. اخباري نمائندن جي داخلا تي پابندي آهي.

جوآنا انگي برگسٽين (محفل جي منتظم)

۽ سوفي امندبسين (ميزبان)

ٻئي هيٺ آيون، جتي سندن والدين ڪچهري ڪري رهيا هئا. سوفي پنهنجي دعوت نامي وارو مواد، جيڪو سهڻي نموني لکيل هو، پنهنجي ماءُ کي ڏنو.

”توهان هن جون ارڙهن ڪاپيون ڪرائي ڏيو.“ اهو پهريون موقعو نه هيو جو هن ماءُ کي سندس آفيس مان فوٽو اسٽيٽ ڪاپيون ڪرائڻ لاءِ چيو هجي.

سوفي جي ماءُ دعوتنامي جو مسودو پڙهي جوآننا جي پيءُ کي ڏنو.

”هاڻي توهان کي سمجهه ۾ آيو، مون نه ٿي چيو ته هن ڇوڪريءَ جو دماغ پنڌرهيءَ تان لهندو ٿو وڃي.“

”پر هيءَ ته واهه جو آهي.“ جوآنا جي پيءُ زال ڏانهن وڌائيندي چيو. ”مون کي پارٽيءَ ۾ شريڪ ٿيڻ ۾ ڪا به هٻڪ نه ٿيندي!“ ...

..... ان رات بستري تي سمهڻ کان اڳ ۾ سوفي دريءَ وٽ بيهي ٻاهر ڏسندي رهي. هن کي ياد آيو ته هن ڪيئن اونده ۾ البرٽو جي جهلڪ ڏٺي هئي. ان واقعي کي گذري مهينو ٿي چڪو هو....

سوفيءَ کي اڳاري واري صبح تائين البرٽو جو ڪو به نياپو نه مليو. انهي ڏينهن جڏهن سندس ماءُ هلي وئي ته هن جو فون اچي ويو.

”هيلو“

”سوفي امندبسين.“

”۽ البرٽو ڪنوڪس.“

”منهنجو به اهوئي خيال هو.“

”مون کي افسوس آهي فون ۾ دير ٿي وئي، پر مان پنهنجي رٿا تي ڏاڍي محنت ٿو ڪيان. مون کي رڳو تڏهن ئي اڪيلائي ملي سگهي ٿي ۽ بنا مداخلت جي ڪم ڪري سگهان ٿو جڏهن ميجر جو ڌيان مڪمل طور توتي هوندو آهي.“

”اها ته اچرج واري ڳالهه ٿي لڳي!“

”تون سمجهي وٺي هوندينءِ تہ مان موقعي مان فائدو وٺندو آهيان ۽ پنهنجو پاڻ کي لڪائي ڇڏيندو آهيان. جيڪڏهن نگرانيءَ جو ڪم اڪيلي فرد وٽ هجي، دنيا جو بهترين ۾ بهترين نظام بہ ناڪام ٿي ويندو آهي..... مون کي تنهنجو ڪارڊ ملي ويو آهي.“

”توهان جو اشارو دعوتنامي ڏانهن آهي؟“

”تو ۾ خطرو کڻڻ جو حوصلو آهي؟“

”ڇو ناهي؟“

”اهڙي قسم جي پارٽيءَ ۾ ڪجهہ بہ ٿي سگهي ٿو.“

”توهان اچو ٿا؟“

”ها، پر هڪ ڳالهہ آهي، توکي ياد هوندو اها ساڳي تاريخ آهي جڏهن هلڊي جو پيءُ لبنان کان واپس ايندو.“

”نہ. مون کي سچي ياد نہ هو.“

”ان کي رڳو اتفاق تہ نہ ٿو چئي سگهجي تہ جنهن ڏينهن هن کي بجارڪلي گهر پهچڻو آهي، انهيءَ ڏينهن هو توکي فلسفياڻي گارڊن پارٽيءَ جي اجازت ڏئي ٿو ڇڏي.“

”مون ڇيو نہ مون سوچيو ئي نہ هو.“

”خير .... اڄ تون ميجر واري جاءِ ۾ اچي سگهين ٿي.“

”ها.....“

سوفي جڏهن پهتي تہ البرٽو چائنٽ تي ويٺو هو.

سوفي کي ’ويهہ‘ چئي هن ڳالهہ شروع ڪئي.

”نئين جاڳرتا، بيروق ۽ روشن خيالي دؤرن کان پوءِ اڄ پاڻ رومانيت (Romantism) جي دؤر بابت ڳالهہ ڪنداسين. ان کي يورپ جو آخري عظيم ثقافتي دؤر قرار ڏئي سگهجي ٿو. ڏيءَ، هاڻي پاڻ ڊگهي داستان جي آخر تائين پهچي رهيا آهيون-- رومانيت جي شروعات ارڙهين صدي عيسوي جي آخر ۾ ٿي ۽ ان جو چرچو اڻويهين صديءَ جي اڌ تائين رهيو. پر ١٨٥٠ع کان پوءِ ماڻهو اهڙن مڪمل دؤرن جو ذڪر ڪري نہ ٿو سگهي جن ۾ شاعري، فلسفو، آرٽ، سائنس ۽ موسيقي سڀ ڪجهہ شامل آهي.“

”ڇا رومانيت اهڙي قسم جو زمانو هيو جنهن ۾ اِهو سڀ ڪجهہ شامل هو؟“

”ڇيو وڃي ٿو تہ رومانيت زندگيءَ بابت فڪر ۽ اظهار جو آخري گڏيل انداز هو. ان تحريڪ جي شروعات جرمنيءَ کان ٿي.

روشن خياليءَ دؤر ۾، عقل تي جيڪو زور ڏنو ويندو هو، هي (تحريڪ) ان جي خلاف اڀري هئي. ائين پيو لڳي جڏهن ڪانٽ لاڏاڻو ڪري ويو ان سان گڏ ئي هن جي cool Intellectualism جو به خاتمو ٿي ويو، ته جرمنيءَ جي نوجوانن سک جو ساهه کنيو.“

”انهن ان جي جاءِ تي ڇا آندو؟“

”ان زماني ۾ ڪجهه لفظ ۽ نعرا عام هئا، اهي ’احساس‘ (Feeling))، ’تخيل‘ (Imagination)، ’تجربو‘ (Experience) ۽ ’آرزو‘ (Yearning) هئا. روشن خياليءَ جي زماني دوران ڪجهه ڏاهن ـ جنهن ۾ روسو ڪنهن کان به پٺتي نه هو ـ احساس جي اهميت ڏانهن ڌيان ڇڪايو هو پر ان زماني ۾ ان کي عقل خلاف تعصب تي ٽيڪاٽيڪي قرار ڏنو ويو. جيڪا شئي اڳ ۾ پاڻي هيٺيان هئي، اُها هاڻي پاڻيءَ جي مٿاڇري تي اچي وئي ۽ جرمن ثقافت جي ڌارا بڻجي وئي.“

”ان جو مطلب آهي ڪانٽ جي مشهوري گهڻو وقت نه هلي؟“

”خير، هئي به ۽ نه به هئي. ڪيترائي رومانيت پسند پنهنجو پاڻ کي ڪانٽ جو جانشين سمجهندا هئا ڇو ته ڪانٽ ثابت ڪري ڏيکاريو هو ته اسان رڳو هڪ حد تائين ’پنهنجي ذات واري دنيا‘ (das Dang an sich) کي سمجهي سگهندا آهيون، ان کان اڳتي نه ٿا وڃي سگهون. ٻي طرف هن ڄاڻ لاءِ انا جي مدد واري اهميت جو زور ڏنو هو. ۽ ائين فرد کي پنهنجي انداز سان دنيا جي تشريح ۽ ساپيا جي آزادي ملي وئي. رومان پسندن ان کي بي قيد ’انا پرستي‘ طور تمام گهڻو استعمال ڪيو، ائين ڪٽي ڇنجي ته ان جو استحصال ڪيو ۽ ان جو نتيجو جينئس فنڪارن کي آسمان تي چڙهائڻ جي صورت ۾ ظاهر ٿيو.“

”ڇا اهڙن جينئسن جو تعداد گهڻو هو؟“

”ها. انهن م هڪ بيٿوون هيو جنهن جي موسيقي هن جي پنهنجن جذبن، احساسن ۽ خواهشن جو اظهار ڪندي هئي. هڪ لحاظ کان بيٿوون Beethoven آزاد فنڪار هيو.... جيڪا آزادي هن کي مليل هئي اهڙي آزادي بيروق دؤر جي باخ (Bach) ۽ هينڊل جهڙن فنڪارن کي ڪون ملي هئي جيڪي پنهنجي دؤر جي موسيقيءَ جي اصولن جي سختيءَ سان پابندي ڪندا هئا ۽ پنهنجن تخليقن ۾ اڪثر خدا ۽ يسوع جي حمد بيان ڪندا هئا.“

”مون کي رڳو مون لائيٽ سوناٽا ۽ ففٿ سمفني جي خبر آهي.“

”پر توکي اها به خبر آهي ته مون لائٽ سوناٽا ۾ ڪيڏي رومانيت آهي ۽ جڏهن تون ففٿ سمفني ٻڌندي آهين ته توکي احساس ٿيڻ لڳندو آهي ته بيٿوون ڪيڏي ڊرامائي انداز سان پنهنجي دل جي ڳالهه جو اظهار ڪري رهيو آهي.“

”توهان چيو هو ته نئين جاڳرتا جي دؤر جا انسان دوست به انفراديت پسند هئا.“

”ها. نئين جاڳرتا ۽ رومانيت جي دؤر ۾ گهڻيون هڪ جهڙايون آهن. ٻنهي ۾ هڪ مخصوص مشابهت اها هئي ته ٻنهيءَ جي ويجهو انساني سڃاڻ لاءِ آرٽ جي وڏي اهميتَ آهي. ڪانٽ به ان سلسلي ۾ وڏو ڪم ڪيو هو. پنهنجي سونهن (جماليات) ۾ هن تحقيق ڪئي هئي ته جڏهن اسان ڪنهن حسن کان— مثال ڪنهن به فن پاري کان — متاثر ٿيندا آهيون ته ڇا ٿيندو آهي. هو ان نتيجي تي پهتو هو ته جڏهن اسان ڪنهن بي ارادي سان نہ پر رڳو پاڻ جمالياتي تجربي لاءِ پنهنجو پاڻ ڪنهن فن پاري سامهون سينو سڌو ڪندا آهيون، اسان ’پنهنجي ذات جي دنيا‘ (das Ding an sich) جي تجربي جي گهڻو ويجهو پهچي ويندا آهيون.“

”معنيٰ ته فنڪار ڪا اهڙي شئي ڏيندو آهي جنهن جو اظهار فلسفين جي وس ۾ ناهي هوندو.“

”اهو رومان پسندن جو خيال هو. ڪانٽ موجب فنڪار پنهنجو مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجي سڃاڻ واري سگهه (faculty of cognition) بنا رنڊڪ جي ڪتب آڻيندو آهي. جرمن شاعر شلر (Schiller) ڪانٽ جي فڪر کي اڳتي وڌايو. هن لکيو ته فنڪار جي فعاليت راند ڪيڏڻ وانگر آهي، ۽ انسان رڳو ان وقت آزاد هوندو آهي جڏهن هو پنهنجي ڪا راند ڪيڏندو آهي ڇو ته هو تڏهن پنهنجا قاعدا پاڻ ٺاهيندو آهي. رومان پسندن جو عقيدو هو ته رڳو آرٽ ئي اسان کي ’ناقابل اظهار‘ جي ويجهو آڻي سگهي ٿو. ڪي ته ان حد تائين اڳتي نڪري ويا جو اُهي فنڪار کي خدا سان ڀيٽڻ لڳا.“

”ڇو ته فنڪار ان طريقي سان پنهنجي حقيقت تخليق ڪندو آهي جيئن خدا دنيا تخليق ڪئي هئي.“

”چيو اهو ويندو هو ته فنڪار وٽ ’ڪائنات تخليق ڪرڻ جو تخيئل‘ هوندو آهي. جڏهن ان تي فنڪارانه وجداني ڪيفيت چڙهندي آهي، ان کي ادراڪ ٿيڻ لڳندو آهي ته حقيقت ۽ خواب وچ ۾ حد بندي گم ٿي رهي آهي.

انهن نوجوانن ۾ هڪ نووالس هو. هن چيو هو: ’دنيا خواب ٿي ويندي آهي ۽ خواب حقيقت جو روپ وٺندو آهي.‘ هن "Heinrich von Obterdingen" نالي ناول لکيو هو، جنهن ۾ وچ واري دؤر جو ماحول ڏيکاريو ويو هو، اجان هن ناول پورو نه ڪيو هو ته ١٨٠١ع ۾ وفات ڪري ويو باوجود ان جي اهو ناول اهم ڳڻجي ٿو. ان ناول جو نوجوان هيرو ’هائين رخ‘ نيري گل جي ڳولا ۾ هوندو آهي جيڪو هن ڪڏهن خواب ۾ ڏٺو هو ۽ تڏهن اُهو سندس خواهشن جو مرڪز بڻجي ٿو. برطانيا جي رومانوي شاعر ڪولرج به اهڙي قسم جي تصور جو نقشو چٽيو آهي. هن هيئن بيان ڪيو آهي:

”جيڪڏهن تون ستو آهين، پوءِ ڇا؟ جيڪڏهن تو ننڊ ۾ خواب ڏٺو، پوءِ ڇا؟ ۽ جيڪڏهن تون جنت ۾ پهتين ۽ تو اتي انوکو ۽ سهڻو گل پٽيو، پو ڇا؟ ۽ جڏهن تنهنجي اک کلي ۽ گل تنهنجي هٿ ۾ هو، پوءِ ڇا؟، الا، پوءِ ڇا؟“

”واه ڪيڏو خوبصورت آهي!“

”ڪنهن گهڻو ڏور ۽ حاصل نه ٿيندڙ شئي جي خواهش رومان پسندن جي صفت هئي. رومان پسند وچ واري دؤر جهڙن دؤرن کي به هڪ خاص نگاهه سان ڏسندا هئا ۽ ان ۾ وڏي اتساهه سان دلچسپي وٺندا هئا.... يا اُهي رات، شفق، پراڻن کنڊرن ۽ مافوق الفطرت (Super natural) شين ۾ چڪ محسوس ڪندا هئا. اهي انهن شين ۾ ٻڏل رهندا هئا جن کي اسان زندگيءَ جا اونداهان ڏنڊلا، ڏڪارا، پراسرار ۽ سري پهلوئن جا نالا ڏئي سگهون ٿا.“

”اهي رومان پسند ڪير هئا؟“

”رومانيت گهڻو ڪري شهرن ۾ هئا. اصل ۾ گذريل صدي جي پهرين اڌ دوران يورپ جي ڪيترن ئي حصن جي وڏن شهرن ۾، جن کي صنعتي، واپاري ۽ ثقافتي مرڪز چئي سگهجي ٿو، ثقافت جو وڏو ڦهلاءُ ٿي رهيو هو ۽ ان معامري ۾ جرمني به پٺين ڪان پوئتي نه هو. جن ماڻهن ۾ رومانين جون مخصوص وصفون هيون، اهي نوجوان هئا ۽ انهن مان گهڻا يونيورسٽين جا شاگرد هئا

جڏهن تہ اُهي پنهنجي پڙهائي ۾ ايڏا سنجيدا نہ هئا. هنن جو زندگيءَ جي جاچڻ ۽ پرکڻ جو انداز وچولي طبقي کان مختلف هو. مثال طور اُهي پوليس يا پنهنجي رهائش گاهن جي عورت مالڪيائڻ کي فلستني (Philistines) (آرٽ دشمن) يا رڳو دشمن سمجهندا هئا."

"مان ڪنهن بہ رومان پسند کي پنهنجي گهر جو ڪو ڪمرو ڪرائي تي ڏيڻ جو حوصلو نہ ڪيان ها."

"رومان پسندن جو پهريون نسل ١٨٠٠ع جي لڳ ڀڳ جا نوجوان هئا ۽ رومانيت جي تحريڪ کي يورپي شاگردن جي پهرين بغاوت چئي سگهون ٿا. رومان پسند ڏيڍ سئو سال کان پوءِ وارن ايندڙ هپين (Hippies) کان ڪو گهڻو مختلف نہ هئا."

"توهان جو مطلب 'گل واري سگهہ' (Flower power)، وڏن وارن، گٽار وڄائيندڙن ۽ جتي جاءِ ملي اتي سمهڻ وارن مان آهي."

"ها. ڪڏهن اِهو چيو ويندو هو تہ 'جينئس جو آدرش هٿ تي هٿ رکي ويهي رهڻ، ۽ رومان پسند جي سڃاڻپ ڪاهلي آهي' رومان پسند پنهنجو فرض سمجهندا هئا تہ اُهي زندگيءَ جو تجربو ڪن ــــ يا خواب ڏسڻ شروع ڪن تہ هنن جو هن (زندگي) سان ڪو واسطو ناهي. جيستائين زندگيءَ جي روزاني وهنوار جو تعلق آهي، اها فلستين جي متي جو سور آهي. (رومان پسندن جو ان سان ڪهڙو واسطو؟)"

"بائرن بہ تہ روماني شاعر هيو؟"

"ها، بائرن ۽ شيلي ٻئي نامر نهاد شيطاني (Statnic School) خيال ۽ فڪر جا شاعر هئا. وڌيڪ اهو تہ بائرن حقيقي دنيا ۽ آرٽ ٻنهيءَ کي روماني دؤر جو بت (Idol) بائرني هيرو (Byronic hero) ــــ مهيا ڪري ڏنو. بائرني هيرو جو صفتون هي آهن تہ اهو پنهنجي ئي ماحول ۾ اجنبي هوندو آهي، ان جي ذهني ڪيفيت هر وقت تبديل ٿيندي رهندي آهي ۽ ان جو روح سدائين بغاوت لاءِ پڙڪندو رهندو آهي. جيستائين بائرن جو پنهنجو تعلق آهي، هو هڪ طرف ضدي ۽ اَرڏو هو ۽ ٻي پاسي جوشيلو عاشق ۽ هرڪندڙ هيو. جيئن تہ هو مردانو حسن رکندڙ هو ان ڪري سدائين فيشن وارين عورتن جي گهيري ۾ رهندو هو. هن پنهنجي شاعريءَ ۾ جن روماني مهمن ۽ داستانن جا نقشا ڪڍيا آهن، عام ڪچهرين

۾ ماٺهو انهن کي بائرن جي زندگيءَ سان ڳنديندا هئا. جيتوڻيڪ هن جا عاشقيءَ وارا لاڳاپا ڪيترين ئي عورتن سان هئا پر نووالس جي ڳل وانگر سچي محبت هن لاءِ سدائين سراب ۾ حاصل نہ ٿيندڙ رهي، نووالس (Novalis) جو رشتو چوڏهن ورهين جي ڇوڪريءَ سان ٿيو هو جيڪا پنهنجي پندرهين سالگره کان چار ڏينهن پوءِ وفات ڪري وئي هئي پر نووالس ان کي ڪڏهن بہ وساري نہ سگهيو ۽ پنهنجي جمار جا رهيل ڏينهن ان جي سار ۾ گذاري ڇڏيا ۽ ائين هو مرڻ گهڙيءَ تائين وفا جي علامت رهيو.“

”ڇا چيو توهان؟ هوءَ پنهنجي پندرهين سالگره کان چار ڏينهن پوءِ وفات ڪري وئي هئي ؟“

”ها ....“

”مان اڄ پندرهن ورهين ۽ ڇئن ڏينهن جي ٿي وئي آهيان.“

”اهو صحيح آهي.“

”اَن جو نالو ڇا هيو؟“

”ان جو نالو سوفي هيو.“

”ڇا ؟“

”ها ان جو نالو.....“

”توهان مون کي ڊيڄاريو ٿا. ڇا اهو رڳو اتفاق آهي ؟“

”سوفي مان ڪجھ بہ نہ ٿو چئي سگهان. پر ان جو نالو سوفي ئي هيو.“

”خير، توهان اڳتي ڳالهايو.“

”جڏهن نووالس وفات ڪئي، ان وقت سندس جمار اٺٽيهہ ورهيہ هئي. هن جو ڳاڻيٽو 'جوانيءَ ۾ مرندڙن' ۾ ٿيندو آهي. ڪيترائي رومان پسند جوڀن ۾ فوت ٿيا. عام طور ان جو ڪارڻ وڏو بخار هوندو هو. ڪيترن آپگهات بہ ڪيو... جيڪي ماڻهو پوڙهائپ رسيا هئا، اهي تقريبن ٽيهن سالن جا ٿي ويندا هئا، ۽ عام طور تي رومانيت کان توبهہ ڪري ڇڏيندا هئا. انهن مان ڪيترائي وچولي طبقي جا ۽ قدامت پسند بڻجي ويا.“

”معنيٰ اُهي دشمن جي ڪيمپ ۾ هليا ويا“

”شايد- پر اسان روماني محبت جو ذڪر ڪري رهيا هئاسين. ناڪام محبت جو موضوع گهڻو اڳ ۱۷۷۴ع ۾ گوئٽي پنهنجي ناول 'نوجوان ورتر جا ڏک' (The Sorrows of young weather) ۾ پيش ڪري چڪو هو. ناول جي آخر ۾ جڏهن ورتر کي خبر پوندي

آهي، ته جنهن عورت سان هو پيار ڪري ٿو، اُها ڪيس ملي نه ٿي سگهي، هو پنهنجو پاڻ کي گولي هڻي ڇڏي ٿو."

"ڇا معامري کي ان حد تائين وٺي وڃڻ ضروري هو؟"

"ناول جي ڇپجڻ ڪان پوءِ خودڪشيءَ جو لاڙو وڌي ويو ۽ ڪجهه وقت تائين ناروي ۽ ڊنمارڪ ۾ ڪتاب تي پابنديءَ لڳل رهي. ان ڪري رومان پسند ٿيڻ خطري کان خالي نه هو. (ان) ۾ تکا ۽ جوشيلا جذبا شامل هوندا هئا."

"جڏهن توهان لفظ 'رومان پسند' ڪتب آڻيو ٿا ته مون کي اُهي وڏي سائيز جون تصويرون ياد اچي وڃن ٿيون جن ۾ اونداها ٻيلا ۽ جنوني مثاءِ اڪڙيل ۽ تکي فطرت جي...... ڪوهيڙ ۾ منظر پيش ڪيا ويندا هئا."

"ها. رومانيت جي هڪ وصف اها هئي ته ان ۾ فطرت ۽ فطرت جي اسرار جي شديد خواهش هوندي آهي، جيئن مان چئي چڪو آهيان ته اها اهڙي قسم جي خواهش نه هئي جيڪا ٻهراڙيءَ جي علائقن ۾ پيدا ٿيندي آهي. توکي ياد هوندو ته 'واپس فطرت ڏانهن' جي نعري جي شروعات روسو ڪئي هئي. رومان پسندن ان نعري کي مشهور ڪري ڇڏيو، اصل ۾ رومانيت روشن خياليءَ جي دؤر جي مشيني دنيا خلاف رد عمل هيو. دعويٰ اها ڪئي ويندي هئي ته رومانيت جي معنيٰ 'آڳاٽي ڪائناتي شعور' کي زنده ڪرڻ آهي--- ان جو مطلب ڪائنات کي هڪ ڪُل جي حيثيت سان ڏسڻ آهي. رومان پسند پنهنجون پاڙون نه رڳو اسپينوزا تائين پر ان کان پري پلوٽينوس ۽ نئين جاڳرتا جي دؤر جي جيڪب بوهمي ۽ گيور دانو برونو جهڙن فلسفين تائين به ڳولي رهيا هئا. انهن سمورن ڏاهن ۾ جيڪا ڳالهه ساڳي هئي، اها هي هئي ته انهن کي فطرت الوهي 'انا' جو تجربو ٿيندو هو."

"ته اُهي همه اوست (Pantheism) جا قائل هئا...."

"ديڪارٽ ۽ هيوم انا ۽ 'توسيعي' حقيقت وچ ۾ چٽي حد بندي قائم ڪئي هئي. ڪانٽ به پنهنجا پويان 'سڃاڻ' (cognitive)'مان' ۽ 'پنهنجي ذات جي فطرت' جي وچ ۾ فرق ڇڏيو هو. هاڻي اِهو چيو وڃڻ لڳو ته فطرت سواءِ هڪ وڏي 'مان' جي ٻيو ڪجهه به ناهي. رومان پسند 'روح عالم' ('World spirit') يا ('World soul') جهڙيون ترڪيبون به استعمال ڪندا هئا."

"سمجهيم"

”ان دؤر جو مک فلسفي جرمنيءَ جو فريڊرڪ شيلنگ هيو. هو ١٧٧٥ع ۾ پيدا ٿيو ۽ ١٨٥٤ع ۾ وفات ڪري ويو. هو ذهن ۽ مادي کي گڏائڻ پيو چاهي. هن جو عقيدو هو ته سموري فطرت ـ انساني روح (Soul) ۽ طبعي حقيقت ٻئي ــ واحد ذات مطلق (one absolute) يا ’روح عالم‘ ('World spirit') جو اظهار آهي.“

”ها. اسپينوزا وانگر.“

”شيلنگ چوندو هو ته فطرت نظر ايندڙ روح (Spirit) آهي، روح (Spirit) نظر نه ايندڙ فطرت آهي ڇو ته ماڻهوءَ کي فطرت ۾ هر جاءِ تي 'structuring spirit' (جڙيل روح) جو ادراڪ ٿيندو آهي. هو اهو به چوندو هو ته مادو(matter) ستل ذهانت آهي.“

”ڳالهه جي ٿوري وضاحت ڪيو.“

”شيلنگ کي فطرت ۾ ’روح عالم‘ ('World spirit') نظر ايندو هو. اهو ئي ’روح عالم‘ کيس انساني دماغ ۾ به نظر ايندو هو. اصل ۾ فطري ۽ روحاني هڪ ئي شئي جا اظهار آهن.“

”ها. ڇو نه!“

”ائين روح عالم فطرت ۾ به ۽ پنهنجي دماغ ۾ به يعني ٻنهيءَ ۾ ڳولي سگهجي ٿو. ان ڪري نووالس کي اهو چوڻ ۾ ڪابه ڏکيائي نه ٿي: ”راز جو رستو اندرين پاسي وڃي ويندو آهي.“ هو اهو چئي رهيو هو ته انسان سموري ڪائنات کي پنهنجي اندر ۾ کڻي گهمي رهيو آهي ۽ هو پاڻ پنهنجي اندر داخل ٿي راز عالم جي بلڪل ويجهو پهچي ويندو آهي.“

”اهو ته ڏاڍو سهڻو خيال آهي.“

”گهڻن ئي رومان پسندن جي ويجهو فلسفو، فطرت جو مطالعو ۽ شاعري گڏجي 'Synthesis' (تاليف) ٺهجي ويندا هئا. توهان پنهنجي ڇڇهري (attic) ۾ ويهي وجداني شاعري ڪري رهيا هجو يا ٻوٽن جي زندگي يا جبل جي ترڪيبي جزن جو مطالعو ڪري رهيا هجو، ٻئي هڪ ئي سڪي جا ٻه پاسا تصور ڪيا ويندا هئا. ڇو ته ’فطرت‘ ڪا بي جان مشين ناهي، پر هڪ جيئرو جاڳندو روح عالم سمجهيو ويندو هو.“

”موجودات جو ماهر (Naturalist) هينرڪ اسٽيفنز (Henrik Steffenes) پيدا ته ناروي ۾ ٿيو پر هو آباد جرمنيءَ ۾ وڃي ٿيو. ان ڪري شاعر ورگي ليند (Wergeland) هن لاءِ چيو هو ته هو ناروي جو جلاوطن لارل (Laurel) جو ڏس آهي، خير، اسٽيفنز

١٨٠١ع ۾ جرمن رومانيت بابت ڪوپنهيگن ۾ ليڪچر ڏيڻ ويو. هن رومانيت جو خاصيتون بيان ڪندي چيو: 'ڪجهي مواد مان پنهنجو رستو ڳولڻ جي ابدي جدوجهد ڪان ڪَڪَ ٿي اسان ٻيو چارو ورتو ۽ غير محدود (Infinite) جي پاڪرين اچڻ جي خواهش ڪرڻ لڳاسين. اسان پاڻ پنهنجي اندر هليا وياسين ۽ اسان هڪ نئين دنيا تخليق ڪئي' ......"

"توهان ايترو زباني ڪيئن ٿا ياد ڪيو."

"ڏيءَ، معمولي ڳالهه آهي اها."

"ڳالهه جاري رکو."

"شيلنگ کي ذرتي ۽ پهاڙ کان وٺي انساني دماغ تائين سلسليوار تبديلين وسيلي وڏڻ ويجهڻ جي سگهه بہ نظر آئي. ان ڪري فطرت جي بي جان شين کان وٺي ذڪين نامياتي شين تائين جيڪي بلڪل هوريان هوريان لاڳيتيون تبديليون ظاهر ٿينديون رهنديون آهن، هن انهن ڏانهن ڏيان ڇڪرايو. عام طور تي روماني خيال جي مک خصوصيت اها هئي تہ فطرت کي وڏڻ جي قوت (Organism) يا جان دار شئي تصور ڪيو ويندو هو. اها ٻين لفظن ۾ رومان پسندن جي ويجهو فطرت جي هڪ اهڙي وحدت (Unity) هئي جيڪا پنهنجي پيدائشي امڪانن جي لاڳيتي واڌ ويجهه ڪندي رهندي آهي. ائين سمجهه تہ فطرت ڪنهن گل وانگيان آهي جيڪو پنهنجن پنکڙين ۽ پتن کي الڳ ڪري يا ظاهر ڪري رهيو هجي يا وري ڪوئي شاعر آهي جيڪو پنهنجن شعرن کي عام منظر تي آڻي رهيو آهي."

"ان سان توهان کي ارسطو ياد نہ ٿو اچي؟"

"واقعي ياد اچي ٿو. روماني فطري فلسفي ۾ لڪل انداز سان ارسطوي ۽ افلاطونوي ٻئي جزا شامل آهن. ميڪانڪي ماديت پسند قدرتي عمل ڪارين کي مشيني ڪم تصور ڪندا رهيا. ان جي ابتڙ ارسطو انهن کي جاندار (Organic) شئي جا ڪم سمجهندو هيو....."

"هام منهنجو بہ اهوئي خيال هو....."

"تاريخ جي شعبي ۾ بہ اسان کي انهن جي خيالن سان ملندڙ خيال ملندا آهن. هڪ شخص جيڪو رومان پسندن لاءِ وڏي اهميت وارو ٿي ويو هو، اهو جرمني فلسفي، نقاد ۽ شاعر جوهان گوٽ فرائٽ وان هرڊر (John Gothfried won Herder) هو. جيڪو

١٧٤٤ع کان ١٨٠٣ع تائين جيئرو رهيو. هرڊر جو ايمان هو ته تاريخ جو مک خصوصيتون تسلسل (Continuity)، ارتقا (Evolution) ۽ ڊزائن (design) آهن. اسان چوندا آهيون ته هن جو تاريخ بابت خيال 'حرڪي' (Dynamic) هيو ڇو ته هو ان کي عمل ڪاري (Process) طور ڏسندو هو. روشن خيالي دؤر جا فلسفي تاريخ بابت اڪثر 'بينل' يا 'غير حرڪي' (Static) نظريو اختيار ڪندا آهن. هنن جي ويچهو عقل ڪل يا آفاقي عقل (Universal reason) رڳو هڪ آهي جيڪو گهٽ يا وڌ سمورن زمانن ۾ موجود رهيو آهي. هرڊر ثابت ڪري ڏيکاريو ته هر تاريخي دؤر جو پنهنجو ذاتي قدر ۽ هر قوم جي پنهنجي الڳ وصف يا ڪردار هوندو آهي يا روح ('Soul') هوندو آهي. سوال اهو آهي: ڇا اسان ٻين ثقافتن ۾ هڪ جهڙائي ڳولهي سگهون ٿا؟"

"ڪو به ماڻهو جنهن صورتحال ۾ رهي ٿو، ان ۾ هو ڇا محسوس ڪندو آهي، اهو اسان تڏهن ئي ڄاڻي سگهون ٿا جڏهن اسان پنهنجو پاڻ کي ان جي صورتحال ۾ رکي ڏسون. جيڪڏهن اسان ٻين قومن جي ثقافتن کي سمجهڻ چاهيون ٿا، تڏهن به اسان کي اهو رويو اختيار ڪرڻو پوندو."

"جيڪو ڪجهه تون چئي رهي آهين، اڄڪلهه هر ماڻهو ان کي بنا هٻڪ جي صحيح مڃيندو آهي. پر رومانيت جي دؤر ۾ اهو بلڪل نئون تصور هيو. رومانيت قومي سڃاڻپ جي جذبي کي مضبوط بڻائڻ ۾ مددگار ثابت ٿي. ان ڪري ان خاص زماني -- ١٨١٤ع -- ۾ قومي آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ ناروي ۾ جيڪا تحريڪ هلي، اهو ڪو رڳو اتفاقي واقعو نه هو."

"مون کي سمجهه ۾ اچي ويو."

".... رومانيت جي ٻن صورتن جي وچ ۾ فرق ڪرڻ معمول بڻجي ويو آهي. هڪ طرف ته اُها رومانيت آهي جنهن کي اسان 'آفاقي رومانيت' چوندا آهيون. ان جو مطلب اُهي رومان پسند آهن جن جو پائڻ، سمهڻ فطرت، روح عالم ۽ فنڪاراڻي جيئنس هو. رمانيت جي اِها شڪل سڀ کان پهرين ١٨٠٠ع جي لڳ ڀڳ جرمنيءَ شهر جينا (Jena) ۾ خاص طور وڌي. ....... ٻي نام نهاد 'قومي رومانيت' آهي. اها ٿوري وقت کان پوءِ مشهور ٿي. جرمنيءَ جو شهر هائڊل برگ خاص طور تي ان جو مرڪز هيو. قومي رومان پسندن کي گهڻي ڀاڱي دلچسپي "عوام" ('People') جي تاريخ،

’عوام‘ جي زبان ۽ ’عوام‘ جي ثقافت ۾ هئي.....“

”مون کي رڳو ايترو ٻڌايو تہ توهان ڪٿي رهندا آهيو ۽ مان توهان کي ٻڌائي ڇڏيندس تہ توهان ڪير آهيو.“

”جنهن شئي رومانيت جي انهن ٻنهي پاسن کي ڳنڍيو، اُهو بنيادي طور تي لفظ 'Organism' هو. رومان پسند نبات (Plant) ۽ قوم (Nation) ٻنهيءَ کي جاندار 'Organism' سمجهندا هئا. (انهن جي ويچهو) شعري تخليق بہ جاندار 'Organism' (عضون جو ناهہ) هئي. ان ڪري قومي رومانيت ۽ آفاقي رومانيت جي وچ ۾ ڪا چٽي حد بندي موجود ناهي. انهن کي ’روح عالم‘ ('World spir-it') جيترو عوام ۽ عوامي ثقافت ۾ نظر ايندو هو اوترو ئي ڪين آرٽ ۽ فطرت ۾ نظر ايندو هو.“

”سمجهہ ۾ آيو.“

”هردر..... ’عوام جا آواز‘ (Voices of the people) جي نالي سان مختلف علائقن جا لوڪ گيت گڏ ڪيا هئا. هو ’لوڪ ڪهاڻين‘ کي بہ ’عوام جي مادري ٻولي‘ چوندو هو. ان کان پوءِ جرمنيءَ جي گرم برادرز (Grimm Brothers) ۽ ڪجهہ ٻين هائيڊل برگ ۾ لوڪ گيتن ۽ ’پرين‘ جي ڪهاڻين کي گڏ ڪرڻ جو ڪم شروع ڪيو. تون 'Grimm's Fairy tales' کان تہ واقف ئي هوندين ۽.“

”بلڪل، ڇا تہ ڪهاڻيون آهن— ’سنو وائٽ ۽ ست ٻونا‘، ’سنل شهزادي‘، ’ڏيڏر شهزادو‘، ’ٻونا‘، ’رمپلس اسٽلٽس اسڪن‘ ('Rumplestitskimn')، ’هينسل ۽ گريٽل‘ ('Hansel and Gratel').....“

”ها. انهن کان سواءِ ٻيون بہ ڪوڙ. هتي ناروي ۾ اسيب جورنسين ۽ موئي (Moe) هئا. انهن ملڪ جو چپو چپو گهميو ۽ ’عام ماڻهن جو پنهنجون ڪهاڻيون‘ ('Folks own ales') گڏ ڪيون. جيڪو ڪجهہ ٿي رهيو هو اهو بلڪل ائين هو تہ توکي اوچتو خبر پئي ٿي تہ فلاڻي وڻ جو رسيل ميوو لذيذ بہ آهي ۽ صحت وارو بہ ۽ تون تڪڙ ۾ ان کي ٽوڙڻ شروع ڪندي آهين، ڇو تہ ميوو اڳ ۾ ئي وڻ مان ڪرڻ شروع ٿي چڪو آهي ۽ جيڪڏهن تو تڪڙ نہ ڪئي، تہ ان جي خراب ٿيڻ جو امڪان آهي. ائين لوڪ ڪهاڻيون ۽ لوڪ گيت گڏ ڪيا ويا ۽ ناروي ٻوليءَ جو سائنسي مطالعو شروع ٿي ويو. بت پرستيءَ جي آڳاٽي

دؤر جون ديومالائي ڪهاڻيون (نظم ۽ نثر ٻنهيءَ ۾) ٻيهر ڳوليون ويون ۽ يورپ جي سمورن علائقن ۾ موسيقار لوڪ موسيقي ۽ فني موسيقي (آرٽ ميوزڪ) جي وچ ۾ نار پرڻ جي ڪوشش ۾ پنهنجي تخليقن ۾ لوڪ نغمن جون ڌنون سموئڻ لڳا."

"اها فني موسيقي ڇا هوندي آهي؟"

"فني موسيقي اها موسيقي هوندي آهي جيڪا ڪو خاص ماڻهو، مثال بيٿوون ترتيب ڏيندو آهي. لوڪ موسيقي ڪنهن خاص ماڻهوءَ جي تخليق ناهي هوندي، اها عوام مان ايندي آهي. اهو ئي ڪارڻ آهي اسان کي صحيح معلوم ناهي هوندو ته مختلف لوڪ ڌنون ڪڏهن وجود ۾ آيون هيون. ائين ئي اسان لوڪ ڪهاڻين ۽ فني ڪهاڻين ۾ فرق ڪندا آهيون."

"ان ڪري فني ڪهاڻيون....."

"اهي ڪهاڻيون ڪنهن ليکڪ، مثال هانس ڪرسچين اينڊرسن، جون لکيل هونديون آهن. پرين جي ڪهاڻين جي صنف کي رومان پسندن وڏي جوش سان مٿي ڪنيو. ان صنف جو هڪ جرمن استاد اي ٽي ڊبليو هوفمين هو...... جهڙي ريت بيروق دؤر جي ماڻهن لاءِ قطعي فن جي شڪل ٿيٽر هو، اهڙي ريت رومان پسندن جي ويجهو قطعي ادبي آئيڊيل پرين جون ڪهاڻيون هيون. ان سان شاعر کي پنهنجن تخليقي جوهرن کي ڳولڻ جو مڪمل موقعو ملي ويندو هو."

"ائين هو خيالي ڪائنات ۾ خدا جو ڪردار ادا ڪري سگهيو پئي."

"بلڪل صحيح. ۽ جيڪو ڪجهه مان چئي چڪو آهيان، ان جو تت بيان ڪرڻ جو هي سٺو موقعو آهي."

"ٺيڪ آ. شروع ڪيو."

"رومانيت جي دؤر جا فلسفي 'روح عالم' کي هڪ طرح جي انا تصور ڪندا هئا جنهن گهٽ يا وڌ خواب جهڙي ڪيفيت ۾ دنيا جي هر شئي تخليق ڪئي هئي. فلسفي فچي (Fitche) چيو هو ته فطرت جي ابتدا ڪنهن اوچي، غير شعوري تخيل سان ٿيندي آهي. شيلنگ وڏي واڪي چيو هو ته دنيا 'خدا ۾' ('In God') آهي. هن جو عقيدو هو ته خدا کي ان مان ڪجهه جي ڄاڻ آهي پر فطرت جا ڪجهه پاسا اهڙا به آهن جيڪي خدا جي اندر اڻ ڄاتل (Un known) جي نمائندگي ڪندا آهن، ڇو ته خدا جو هڪ پاسو

اونداهو بہ آهي."

"اهو تصور وٽندڙ بہ آهي تہ پوائنٽو بہ. ان سان مون کي بارکلي ياد اچي ويو آهي."

"فنڪار ۽ ان جي تخليقي فن پاري جي وچ ۾ تعلق کي بہ بلڪل انهي انداز سان ڏٺو ويندو هو. پري ڪهاڻي ليکڪ جي هٿ ۾ واڳون ڏئي ڇڏيون هيون جيئن هو پنهنجي 'ڪائنات تخليق ڪرڻ واري تخيل' کي چڱي ريت استعمال ڪري سگهي. ۽ جيستائين تخليقي عمل جو تعلق آهي، ان کي بہ هميشہ چڱي طرح شعوري ڪوشش قرار نہ ڏنو ويندو هو. ليکڪ کي ڪجھ اهڙو تجربو ٿيندو هو جڻ هو ڪهاڻي پاڻ نہ ٿو لکي پر ڪا پيدائشي يا اندروني قوت ان کان اهو ڪم ڪرائي رهي آهي. جڏهن هو لکڻ ويهندو هو، مٿس اهڙي بي خودي ڇائنجي سگهي پئي، جڻ هن تي ڪنهن جادو ڪري ڇڏيو هجي."

"واقعي؟"

"ها. پر هو اوچتو ان يڪسانيت کي ختم ڪري ڇڏيندو هو. هو ڪهاڻي ۾ مداخلت ڪندو هو ۽ چرچن وارا جملا ڏئي سڌو مخاطب ٿي ويندو هو جيئن پڙهندڙ کي وقتي ئي سهي، ياد ڏياري سگهي تہ هو جيڪو ڪجھ پڙهي رهيو آهي، رڳو ڪهاڻي آهي."

"سمجهيم."

"ان سان گڏ ليکڪ پڙهندڙ کي اهو بہ ياد ڏياري ڇڏيندو هو تہ افسانوي ڪائنات ۾ جيڪو ڪجھ ٿي رهيو آهي، ان جي تار هو لوڏي رهيو آهي. disillusion جي اها هيئت Romantic irony چئبي آهي. مثال هينرڪ ابسن پنهنجي ڊرامي 'Peer Gynt' جي هڪ ڪردار کان اهو چورائيندو آهي: 'ماڻهو پنجين ايڪٽ جي وچ ۾ تہ مري نہ ٿو سگهي'."

"واقعي عجيب جملو آهي. هو اصل ۾ جيڪو ڪجھ چئي رهيو آهي، اهو آهي تہ هو رڳو افسانوي ڪردار آهي."

"ان بيان ۾ ايڏو ضد (Paradox) موجود آهي جو ان جي وڌيڪ وضاحت ڪرڻ لاءِ هڪ بيو ايڪٽ شامل ڪري سگهجي ٿو."

"ان مان توهان جو مطلب ڇا هو؟"

"ڪجھ بہ نہ، سوفي. اسان اهو ضرور چيو هو تہ نووالس جي مڱينديءَ جو نالو بلڪل تو وانگر سوفي هو ۽ اهو تہ جڏهن هوءَ

پندرهن ورهين ۾ چئن ڏينهن جي ٿي ته هوءَ وفات ڪري وئي هئي......“

”توهان کي خبر ناهي توهان مون کي ڊيڄاري رهيا آهيو؟“

البرٽو بت بڻجي خلا ۾ نهارڻ لڳو. جهٽ رکي چيائين: ”پر توکي ڳڻتي نه ڪرڻ گهرجي ته ڪو توسان به نووالس جي مڱينديءَ واري ڪار ٿيندي.“

”ڇو نه؟“

”ڇو ته اڃان ڪوڙ باب رهن ٿا.“

”توهان ڇا پيا چئو؟“

”چوان پيو جيڪو ماڻهو به البرٽو ۽ سوفي جي ڪهاڻي پڙهندو، ان کي وجداني طور خبر پئجي ويندي ته اڃان ڪهاڻيءَ جا ڪوڙ صفحا رهيل آهن. اسان اڃان رومانيت تائين پهتا آهيون.....“

بيلي مان هڪ ڇوڪرو دڪندو آيو. سندس مٿي تي پڳ هئي ۽ هٿ ۾ تيل وارو ڏيئو هيس.

”هي ڪير آهي؟“ هن پڇيو.

”ڇوڪري پاڻ ئي جواب ڏنو. ”منهنجو نالو الادين آهي ۽ ڏور لبنان کان آيو آهيان.“

”تنهنجي ڏيئي ۾ ڇا آهي؟“ البرٽو پڇيو.

”ڇوڪر ڏيئي کي هڪ پاسي کان رڳڙيو ته ان مان دونهون اٿيو جنهن ماڻهوءَ جي شڪل اختيار ڪئي. البرٽو وانگر ان جي به ڪاري ڏاڙهي هئي ۽ مٿي تي اوني ٽوپي هئس. چراغ مٿان اڏامندي هن چيو: ”هلدي، توکي منهنجو آواز ٻڌڻ ۾ اچي ٿو؟ منهنجو خيال آهي سالگره جي وڌيڪ ڪارڊ جو وقت گذري چڪو آهي. مان رڳو ايترو ٻڌائڻ چاهيان پيو ته مون کي هتي لبنان ۾ بجارڪلي ۽ هڪ ڏاڪٽو حصو پرين جي ديس وانگر لڳي رهيو آهي. منهنجي ٿورن ڏينهن ۾ توسان ملاقات ٿيندي.“

اهو چوندي اهو ماڻهو ٻيهر دونهون ٿي ويو ۽ ڏيئي ان کي پاڻ ڏانهن ڇڪي ورتو. ڇوڪر ڏيئو ڪڇ ۾ وڌو ۽ ڊوڙ پائي اکين آڏو گم ٿي ويو.

”جيڪو ڪجهه ٿيو مون کي يقين نه ٿو اچي.“

”منهنجي پياري، معمولي ڳالهه آهي.“

”چراغ جو روح بلڪل هلدي جي پيءُ وانگر ڳالهائي رهيو

هو.“

”اهو هيو ئي هلڊي جو پيءُ..... جسماني طور نہ پر روحاني طور تي.“

”پر......“

”اسان ٻنهي ۽ اسان جي چوگرد واري هر شئي ميجر جي دماغ جي گهرائين ۾ آهي. ٢٨ اپريل ڇنڇر رات گهڻي گذري چڪي آهي ۽ ٻواين جا سڀ فوجي جوان ميجر جي پر پاسي ننڊ ستل آهن ۽ جينوٽيڪ هو اڃان تائين جاڳي رهيو آهي، ڪيس ننڊ اچڻ واري آهي، پر هن کي جيڪو ڪتاب هلڊي کي سندس پندرهين جنم ڏينهن تي تحفي طور ڏيڻو آهي، اسان کي اهو لازمي طور پورو ڪرڻو آهي. اهو ئي سبب آهي جو هن کي ڪم ڪرڻو ٿو پئي ۽ ويچاري کي آرام لاءِ بہ وقت نہ ٿو ملي.“

”مون هارايو.“

”ڊرامي جو نئون ايڪٽ!“

سوفي ۽ البرٽو ڊنڊ جي پرين پار ڏسي رهيا هئا. ائين پيو لڳي ڄڻ البرٽو تي بي خوديءَ جي ڪيفيت ڇانيل آهي سوفي همٿ ڪندي سندس ڪلهي کان وٺي لوڏيو.

”توهان کو سپنو پيا ڏسو؟“

”ها. هن هتي سڌو سنئون معاملي ۾ اجائي مداخلت جو سلسلو شروع ڪري ڇڏيو آهي. ڪجهہ پويون سٽون تہ هن لفظ بہ لفظ چورايون آهن. هن کي پنهنجي رويئي تي شرم اچڻ گهرجي. پر هاڻي هن پاڻ ئي پنهنجو پاندو ٿوڙيو آهي ۽ ڪليل ٻاهر اچي ويو آهي. هاڻي اسان کي خبر پئجي وئي آهي تہ اسان پنهنجي زندگي هڪ ڪتاب ۾ گذاري رهيا آهيون جيڪو (ڪتاب) هلڊي جو پيءُ هلڊي جي جنم ڏينهن تي ڪيس سوکڙي طور اماڻيندو. تو ٻڌو مون ڇا چيو آهي؟ خير، هي ’مان‘ ناهيان، جيڪو هي سڀ ڪجهہ چئي رهيو هو.“

”جيڪو ڪجهہ توهان چئو پيا. جيڪڏهن اِهو سچ آهي، تہ پوءِ مان ڪتاب مان نڪري ڀڄي ويندس ۽ جيڪو من ۾ آيو ڪنديس.“

”مان بلڪل اهائي رٿا جوڙي رهيو آهيان. پر ان واقعي جي ٿيڻ کان اڳ ۾ اسان کي هلڊي سان ڪنهن بہ ريت ڳالهہ ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي. هڪ ڀيرو پاڻ هتان نڪرڻ مان

ڪامياب ٿي وياسين، ان (هلدي) سان رابطو ڪرڻ وڌيڪ ڏکيو ٿي ويندو. ان جو مطلب اِهو آهي ته اسان کي هاڻي موقعي مان فائدو وٺڻو پوندو.“

”اسان کي ڇا ڪرڻو آهي؟“

”جيتوڻيڪ ميجر جون آگريون ٽائپ رائٽر جي 'Keys' تي هلي رهيون آهن، منهنجو خيال آهي هو ايترو ٽڪي پيو آهي جو ڪهڙي وقت به هن کي ننڊ اچي سگهي ٿي.....“

”مون کي اهو بڌي دپ ٿي پيو.“

”هيءَ ئي ته اهو لمحو آهي جڏهن هو ڪا اهڙي شئي لکي ڇڏي جنهن تي ڪيس بعد ۾ پڇتائڻو پئي. هن وٽ ڪا اهڙي دوا به ته ناهي جنهن سان هو پنهنجو لکيل ڊاهي سگهي ۽ ان جي جاءِ تي ٻيهر ڪا صحيح ڳالهه لکي سگهي. اهو منهنجي رٿا جو اهم جزو آهي. خدا ڪري ڪو ماڻهو ميجر کي 'Correction Fluid' )درست ڪرڻ واري دوا ) نه ڏئي ڇڏي!“

”مان هاڻي ۽ هن وقت ان ويچاري ڇوڪريءَ کي گذارش ڪيان پيو ته هوءَ پنهنجي پيءُ خلاف بغاوت ڪري ڇڏي. هو جهڙي ريت پنهنجن خواهشن جي پورائي لاءِ پاڇن سان کيڏي رهيو آهي اها ڇوڪري ان مان حظ حاصل ڪري رهي آهي، ان تي هن کي شرم اچڻ گهرجي. ڪاش هو اسان وٽ هتي هجي ها، اسان پنهنجي دل جي باهه ڪڍي وٺون ها ۽ پاڻ سان ٿيل نا انصافين جو ڪيس مزو چکايون ها!“

”پر هو هتي ته ناهي.“

”جيتوڻيڪ (جسماني طور) هو مزي سان لبنان ۾ لڪو ويٺو آهي ۽ ڄاڻي پيو ته سندس ڪو به وار ونگو نه ٿو ڪري سگهي، پر روحاني طور هو هتي ئي موجود آهي. اسان جي چوڌاري جيڪو ڪجهه به آهي اِها ميجر جي انا آهي.“

”پر جيڪو ڪجهه اسان هتي ڏسي سگهون ٿا، ميجر ان کان اڃان وڌيڪ گهڻو آهي.“

”اسان ميجر جي روح (Soul) ۾ رڳو پاڇا آهيون. ۽ سوفي، پاڇن لاءِ پنهنجي ئي مالڪ تي حملو ڪرڻ سولو ناهي. ان لاءِ عياري ۽ ڏکي وقت واري رٿا جي ضرورت آهي. پر اسان وٽ هلدي تي اثر انداز ٿيڻ جو موقعو آهي. رڳو فرشتو خدا جي

خلاف بغاوت ڪري سگهي ٿو.“

”اسان هلڊي کي درخواست ڪري سگهون ٿا ته جيئن سندس پيءُ اچي، هوءَ ڪيس سڏيون پڏائي. هوءَ ڪيس چئي سگهي ٿي ته ’توهان وڏا داداگير آهيو.‘ هوءَ سندس پيڙي تباهه ڪري سگهي ٿي..... يا گهٽ ۾ گهٽ سندس بتي ته پيجي سگهي ٿي.“

البرٽو هاڪار ۾ ڪنڌ لوڏيندي چيو: ”هوءَ ڪانئس پڇي به سگهي ٿي ۽ ڪڏهن به واپس نه اچڻ جو پڪو پهه به ڪري سگهي ٿي. ڇا اهو ميجر لاءِ جيڪو اسان جي قيمت تي پنهنجي ’ڪائنات تخليق ڪرڻ واري تخيل‘ کي استعمال ڪري رهيو آهي، مناسب سبق نه هوندو؟“

”ان ڪان پوءِ ڇا ٿيندو مان تخيل جي اڪ سان ڏسي سگهان ٿي. هو هلڊي جي گولا ۾ سڄي دنيا لتاڙيندو. پر هلڊي ائين گم ٿي ويندي ڄڻ هن جو وجود ئي نه هو. هوءَ گم ان ڪري ٿيندي جو هن کي هڪ اهڙي پيءُ سان گڏ رهڻ قبول ناهي جيڪو البرٽو ۽ سوفيءَ جي قيمت تي چريائپ واريون حرڪتون ڪندو رهي ٿو.“

”ها اصل ڳالهه آهي ته هو چريائپ واريون حرڪتون ڪري پيو...... سوفي، هن جي حق ۾ بهتر اهو آهي ته هو هوشيار رهي. هلڊي لاءِ به بهتر آهي ته هوءَ به هوشيار رهي!“

”توهان جو مطلب ڇا آهي؟“

”تون پنهنجي راءِ تي سختيءَ سان قائم آهين.“

”جيستائين بوتل مان پيو ڪو جن نه ٿو نڪري قائم آهيان.“

”ٿورو تصور ڪر جيڪي ڪجهه اسان سان ٿي رهيو آهي، ان جي رٿا ڪنهن ٻي جي دماغ ۾ جڙي رهي آهي. اُهو دماغ اسان آهيون. ان جو مطلب آهي اسان جو ڪو روح (Soul) ناهي، اسان ڪنهن ٻي جو روح آهيون. هاڻي تائين ته پاڻ ڇاتل سڃاتل فلسفياڻي دنيا ۾ آهيون. بارڪلي ۽ شيلنگ پنهيءَ جا ڪن اپا ٿي ويندا. هاڻي اهو ممڪن آهي ته اهو روح هلڊي مولرڪنيگ جي پيءُ جو هجي جيڪو هلڊي جي سالگرهه لاءِ ڪتاب لکي رهيو آهي. جڏهن هوءَ ١٥ جون تي جاڳندي، ڪتاب سندس بيڊ جي پرسان ٽيبل تي رکيل هوندو. هاڻي..... ڪو بيو ماڻهو به.... اسان بابت پڙهي سگهندو. گهٽ ڏينهن ڪان پڏايو پيو وڃي ته ان

تخفي ۾ پڻ کي به شريڪ ڪري سگهجي ٿو.“

”مون کي ياد آهي.“

”جيڪڏهن هلدي جي پيءُ لبنان ۾ هڪ پيرو به تصور ڪيو ته مان توکي ٻڌايان پيو ته هو لبنان ۾ آهي ته پوءِ جيڪو ڪجھ مان توکي ٻڌايان ٿو اُهو هلدي پڙهندي...... هوءَ تصور ڪندي ته مان توکي ٻڌائي رهيو آهيان ته هو (هلدي جو پيءُ) لبنان ۾ آهي.“

سوفيءَ جو مٿو ڦرڻ لڳو. هن ياد ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ته هن بارڪلي ۽ رومان پسندن بابت ڇا ٻڌو هو. البرٽو اجا ڳالهائي رهيو هو: ”پر ان جي ڪري هن کي ايڏو به خود اعتماد نه هجڻ گهرجي. دنيا پل ٺهڪ ڏيندي رهي پر هن کي ته بلڪل نه کلڻ گهرجي ڇو ته اِهو سولائيءَ سان سندن ڳچيءَ ۾ پئجي سگهي ٿو.“

”توهان ڪنهنجي ڳالهه ڪيو پيا؟“

”هلدي ۽ ان جي پيءَ جي. ڇا اسان انهن بابت نه پيا ڳالهايون؟“

”پر انهن کي ايڏو خود اعتماد ڇو نه هجڻ گهرجي؟“

”ڇو ته ممڪن آهي اُهي به رڳو دماغ هجن. ٻيو ڪجھ به نه هجن.“

”اهي ڪيئن ٿا ٿي سگهن؟“

”جيڪڏهن بارڪلي ۽ رومان پسندن لاءِ اهڙو هجڻ ممڪن هو، ته پوءِ هن لاءِ به ممڪن هوندو. ٿي سگهي ٿو ته ميجر به ڪنهن ڪتاب ۾، جيڪو هن لاءِ هلدي بابت هجي، رڳو پاڇا هجن ۽ اهو ڪتاب اسان بابت به هوندو ڇو ته اسان هن جي زندگين جو حصو آهيون.“

”اها ته اجان به خراب ڳالهه هوندي. ان سان ته پاڻ پاڇن جا پاڇا ٿي ويندا سين.“

”پر اهو به ممڪن آهي ته ڪٿي ڪو ٻيو ليکڪ يواين جي ڪنهن ميجر البرٽ ڪنيگ بابت ڪتاب لکي رهيو هجي جيڪو پنهنجي ڌيءَ هلدي لاءِ اسان بابت ڪتاب لکي رهيو آهي. اهو ڪنهن خاص البرٽو ڪنوڪس لاءِ آهي جيڪو اوچتو سوفي امندسين نمبر ٣ ڪلورو ڪلوز جي ڏس ۾ غير معمولي نوعيت جا فلسفياڻا ليڪچر موڪلڻ شروع ڪري ٿو.“

”توهان جيڪو ڪجھ چئو پيا توهان کي ان تي يقين آهي؟“
مان تہ ربگو اهو چوان پيو تہ اهو ممڪن آهي. اسان لاءِ هو ليکڪ ڪو ’لڪل‘ خدا هوندو. جيتوڻيڪ اسان جيڪو ڪجھ آهيون ۽ جيڪو ڪجھ اسان چوندا ۽ ڪندا آهيون، اهو ان جو ڏنل آهي، جيئن تہ اسان هن (Him) آهيون اسان ڪڏهن بہ هن بابت ڪجھ نہ ڄاڻي سگهنداسين. اسان اندرين ۾ اندرين دٻي ۾ آهيون.“

هاڻي البرٽو ۽ سوفي هڪ ٻئي کي چئي بنا ڪجھ وقت تائين ويٺا رهيا. نيٺ سوفي چپ ٽوڙيندي چيو: ”جيڪڏهن واقعي اهڙو ڪو ليکڪ آهي، جيڪو هلڊي جي پيءُ بابت، جيڪو لبنان ۾ ترسيل آهي، بلڪل اهڙي نموني ئي ڪا ڪهاڻي لکي رهيو آهي جهڙي ريت هلڊي جو پيءُ اسان بابت لکي رهيو آهي.....“
”ها ها ..... ڳالهاءِ“
”...... ممڪن آهي اهو ليکڪ بہ ايڏو اعتماد وارو نہ هجي.“
”چوڻ ڇا ٿي چاهين؟“
”هو مون کي ۽ هلڊي کي پنهنجي دماغ جي ڪنهن گهراين ۾ لڪايو ڪٿي ويٺو آهي. ڇا اهو بہ ساڳي ريت ممڪن ناهي تہ اُهو بہ ڪنهن وڏي دماغ جو حصو هجي؟“
البرٽو ’ها‘ ۾ ڪنڌ لوڏيو.
”ها، سوفي، ائين ٿي سگهي ٿو. جيڪڏهن معامري جي نوعيت ساڳي آهي، ان جو مطلب هي آهي تہ هن ان امڪان کي پيش ڪرڻ لاءِ اسان کي هن فلسفياڻي ڳالهہ ٻولھ جي موڪل ڏني ڇڏي آهي. هو ان ڳالهہ تي زور ڏيڻ ٿو چاهي تہ هو بہ لاچار ۽ بي وس ٻاچو آهي ۽ اهو پڻ تہ هي ڪتاب جنهن ۾ سوفي ۽ هلڊي جو ذڪر آهي، اصل ۾ فلسفي جو نصابي ڪتاب آهي.“
”نصابي ڪتاب؟“
”اسان جي سموري ڳالهہ ٻولھ، اسان جا سڀ مڪالما.....“
”جي؟“
”..... اصل ۾ ڏگهو "monologue" آهي.“
”مون کي ائين پيو لڳي ڄڻ هر شئي ملي دماغ ۽ روح (Spirit) ۾ بدلجندي پئي وڃي. مون کي خوشي آهي تہ اڃان ڪجھ فلسفي رهيل آهن. اُهو فلسفو، جنهن ايتري فخر ۽ خوشيءَ

سان ٿاليس، ايمپيدوڪليس ۽ ديموڪريتوس سان شروعات ڪئي هئي، ان ڪي هتي ائين اڪيلو نه ٿو ڇڏي سگهجي. توهان پڪ سان مون سان سهمت هوندؤ؟“

”بلڪل. ان جو اهڙو حال بلڪل نه هجڻ گهرجي. اجان مان توکي هيگل بابت ٻڌائيندس. جڏهن رومان پسندن هر شئي روح (Spirit) ۾ ملائي ڇڏي هئي. هو پهريون فلسفي هيو جنهن فلسفي کي درياءَ ۾ لڙهڻ کان بچائي ورتو.“

”مان شوق سان ٻڌڻ چاهيندس.“

”ان ڪري پاڻ اندر ٿا هلئون جيئن روح ۽ ياچيا اسان جي ڪم ۾ وڏيڪ رنڊڪ نه وجهن.“

”مون کي هونئن به هتي سيءُ پيو لڳي.“

”اڳيون باب!“

# هيگل

**... معقول اهو آهي جيڪو عمل جي قابل آهي ...**

هلدي فائل کي فرش تي ڪرڻ ڏنو. هوءَ بستري تي سمهي ڇت ۾ گهورڻ لڳي. سندس خيالن ۾ جوش هو.

هاڻي سندس پيءُ واقعي هن جو مٿو ڦيري ڇڏيو هو.....

سوفي سان سڌو سنئون ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. هن ڪيس پنهنجي پيءُ خلاف بغاوت ڪرڻ لاءِ چيو هو ۽ هوءَ ان حد تائين ڪجھ ڪامياب ضرور ٿي هئي تہ هن هلدي جي ذهن ۾ خيال وجهي ڇڏيو آهي.

هڪ رٿا...

سوفي ۽ البرٽو هن جو (هلدي جي پيءُ جو) وار بہ ڏنگو نہ ٿا ڪري سگهن. پر هلدي ڪري سگهي ٿي ۽ هلدي وسيلي سوفي ان جي پيءُ تائين پهچي سگهي ٿي.

هوءَ سوفي ۽ البرٽو سان سهمت هئي تہ اهي پنهنجن پاڇن جي راند ۾ ڪجھ وڌيڪ ئي اڳتي نڪري ويا آهن. جيڪڏهن اهو ميجر بہ وڃي تہ سوفي ۽ البرٽو هن جي پنهنجي تخيل جي پيدا وار آهن، پوءِ هن کي پنهنجي سگھ جي اظهار لاءِ حدن جي اندر رهڻ گهرجي ها.

سوفي ۽ البرٽو ويچارا! ميجر جي تخيل جي مقابلي ۾ اُهي اهڙي ريت بي وس هئا جهڙي ريت فلم پراجيڪٽر جي مقابلي ۾ مووي اسڪرين هوندي آهي.

جڏهن اهي گهر پهچندا، هلدي کين سبق سيکاريندي! هن کي پنهنجي ذهن ۾ ڪنهن زبردست رٿا جو خاڪو اڳواٽ ئي نظر اچڻ لڳو هو.

هوءَ پلنگ تان لٿي ۽ درياءَ مان ڏنڊ جو منظر ڏسڻ لاءِ درياءَ وٽ آئي. بہ ٿيا هئا. هن درياءَ جو تاڪ کوليو ۽ ٻيڙي گهر ڏانهن منهن ڪري سڏڻ لڳي:

”امان! امان!“

سندس ماءُ ٻاهر نڪري آئي.

”مان ڪجھ سينڊوچ ڪٽي هڪ ڪلاڪ ۾ توهان وٽ اچي ويندس. ٺيڪ آ؟“

”ٺيڪ آ!“

(سندس ماءُ ڊنڊ وٽ ڪم ڪري رهي هئي)

”مون کي رڳو هيگل بابت پڙهڻو آهي.“

البرٽو ۽ سوفي ڊنڊ واري پاسي ڪلنڊڙ دريءَ وٽ ٻن ڪرسين تي ويهي رهيا.

”جارج ولهم فريڊرڪ هيگل GeorgeWilhelm Friedrich Hegel) رومانيت جو جائز اولاد هو.“ البرٽو شروع ٿي ويو. ”اسان اهو چئي سگهون ٿا تہ جرمنيءَ ۾ جيڪو لاڳيتو جرمن مزاج ۽ جذبو وڌي رهيو هو، هيگل جي بہ ذهني واڌ ويجھ ٿي. هو ١٧٧٠ع ۾ نيڪر (Necker) دريا جي ڪناري جرمنيءَ جي سٽوٽارٽ ۾ پيدا ٿيو هو ۽ ارڙهن سالن جي ڄمار ۾ هن نيڪر درياء پرسان هڪ ٻي شهر ٽوبنگن (Tubingen) ۾ الهيات (Theology) پڙهڻ شروع ڪري ڏني هئي. جڏهن رومانيت جي تحريڪ عروج ڏانهن وڌي رهي هئي، انهن ئي ڏينهن ۾ هن جينا ۾ شيلنگ سان گڏ ڪم شروع ڪيو اهو ١٧٩٩ع جو سال هو. هو ڪجھ وقت جينا ۾ اسسٽنٽ پروفيسر جي حيثيت سان ڪم ڪندو رهيو. ان کان پوءِ هو هائڊل برگ ۾ پروفيسر ٿيو جيڪو انهن ڏينهن ۾ جرمنيءَ جي قومي رومانيت جو مرڪز هيو. ١٨١٨ع ۾ هو ان زماني ۾ پروفيسر جي عهدي تي مقرر ٿيو جڏهن اهو شهر يورپ جي روحاني مرڪز واري حيثيت وٺڻ لڳو هو. ١٨٣١ع ۾ دستن جي بيماري سبب هو فوت ٿي ويو. پر ان سانحي ٿيڻ کان اڳ ئي جرمنيءَ جي ذري گهٽ هڙني يونيورسٽين ۾ ’هيگليت‘ جا اڻ ڳڻيا پوئلڳ ۽ معتقد پيدا ٿي چڪا هئا.“

”معنيٰ هو نالو ڪمائي چڪو هو.“

”ها. ساڳيو حال هن جي فلسفي جو بہ هو جنهن جو بہ وڏو چرچو هو. رومانيت جي دؤر ۾ جيڪي خيال ظاهر ٿيا هئا، هيگل انهن کي گڏ ڪيو ۽ انهن کي وڌيڪ چٽو ڪيو. باوجود ان جي هو اڪثر رومان پسندن، جن ۾ شيلنگ بہ شامل هو، جو سخت نقاد هو.“

”هن جي تنقيد جو موضوع ڪهڙو هو؟“

”شيلنگ ۽ ٻيا رومان پسند ٻه چوندا هئا ته زندگيءَ جي پراڻي ۾ پراڻي معنيٰ ان شئي ۾ لڪل آهي جنهن کي هو ’روح عالم‘ (World spirit) جو نالو ڏيندا هئا. هيگل ٻه ’روح عالم‘ جو اصطلاح استعمال ڪري ٿو پر هو ان کي نئين معنيٰ ڏئي ٿو. جڏهن هيگل ’روح عالم‘ يا ’عقل عالم‘ (world reason) جو ذڪر ڪري ٿو، ان جو مطلب انساني ڳالهينجو تت هوندو آهي، ڇو ته روح (Spirit) رڳو انسان ۾ هوندو آهي.“

انهن معنائن ۾ هن کي سموري تاريخ ۾ روح عالم جي ارتقا جو ذڪر ڪرڻ جو موقعو ملي ويندو آهي. پر اسان کي اهو ٻه نه وسارڻ گهرجي ته ان سان هن جو اشارو انساني حياتي، انساني فڪر ۽ انساني ثقافت ڏانهن آهي.“

”توهان جيڪا وضاحت ڪئي آهي. اها گهڻو ڊيڄاريندڙ ناهي...“

”هاڻي توکي ياد هوندو ته ڪانٽ هڪ شئي جو، جنهن کي هو 'das Ding an sich' چوندو هو، ذڪر ڪندو رهندو هو. جيتوڻيڪ هو اهو مڃڻ کان انڪار ڪندو هو ته انسان کي فطرت جي اندرين راز جي ڪا ڄاڻ سڃاڻ آهي، پر هو ايترو مڃيندو هو ته ڪٿي نه ڪٿي هڪ قسم جو ڪو حاصل نه ٿيندڙ ’سچ‘ (Truth) موجود آهي. هيگل چوندو هو ته سچ موضوعي (Subjective) ٿيندو آهي. ائين هن اهڙي ڪنهن ’سچ‘ جي وجود کي رد ڪري ڇڏيو جيڪو انساني عقل کان پري يا مٿاهون هجي. هو چوندو هو ته سموري ڄاڻ انساني ڄاڻ آهي.... هيگل جو فلسفو گهڻ پاسائون ۽ قسم قسم جو هيو ان ڪري پنهنجي هاڻوڪن مقصدن لاءِ پاڻ ان جا ڪجهه چوند نڪتا ئي بحث هيٺ آڻيندا سين. اها حقيقت آهي ته حتمي طور اهو نه ٿو چئي سگهجي ته هيگل جو ڪو پنهنجو فلسفو ٻه هيو. جنهن شئي کي عام طور هيگل جو فلسفو چيو وڃي ٿو اصل ۾ اُهو تاريخ جي ارتقا (Progress) کي سمجهڻ جو طريقو آهي. زندگيءَ جي اندروني نوعيت بابت هيگل جو فلسفو اسان کي ڪجهه ٻه نه ٿو ٻڌائي پر هو فائدي واري انداز سان سوچڻ ۾ مدد ضرور ڏئي سگهي ٿو.“

”اها گهٽ اهم ڳالهه ناهي.“

”هيگل کان اڳ ۾ سمورن فلسفيانه نظرين ۾ هڪ شئي ساڳي هئي يعني انسان دنيا بابت جيڪو ڪجهه ڄاڻي سگهي ٿو،

ڪوشش اها ڪئي ويندي هئي تہ ان بابت ابدي معيار قائم ڪيا وڃن. ديڪارٽ هجي يا اسپينوزا، هيوم هجي يا ڪانٽ، سڀني تي اها ڳالهہ لاڳو ٿئي ٿي. انهن سڀني انساني سڃاڻ جو بنياد ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. پر انهن سڀني دنيا جي انساني علم جي لازمان يا ابدي (Timeless) عنصر بابت فتوائون ڏنيون هيون.“

”ڇا فلسفيءَ جو اهو ئي ڪم ناهي؟“

”هيگل سمجهندو هو تہ اهو ممڪن ناهي. هن جو عقيدو هو تہ انساني سڃاڻ جو بنياد نسل بہ نسل تبديل ٿيندو رهندو آهي. ان ڪري نہ ڪي ابدي ’سچ‘ ٿي سگهن ٿا ۽ نہ لازمان عقل. اڪيلو ثابت نقطو جنهن کي فلسفو برقرارا رکي سگهي ٿو، خود تاريخ آهي.“

”ان جي ٿوري تشريح ڪجو. تاريخ مستقل تبديل ٿيندي رهندي آهي، پوءِ اها ثابت نقطو ڪيئن بڻجي وئي؟“

”دريا بہ سدائين تبديليءَ جي عمل ۾ هوندو آهي. ان جو مطلب اهو ناهي تہ تون ان بابت ڳالهائي نہ ٿي سگهين. پر تون اهو نہ ٿي چئي سگهين واديءَ جي ڪنهن هنڌ وٽ دريا ’صحيح ترين‘ دريا آهي.“

”نہ دريا ڪيڏو بہ ڏکهو هجي اُهو هر هنڌ دريا ئي رهندو.“

”اهڙي ريت هيگل جي ويجهو تاريخ وهندڙ دريا وانگر آهي. ڪنهن بہ مقرر هنڌ وٽ پاڻيءَ جي نندي ۾ نندي چر پر جو تعين لهرن جي انهن لاهن چاڙهن سان ٿيندو آهي جيڪي دريا جي ان حصي ۾ ٿيندا رهندا آهن جيڪي ان طرف کان هوندا آهن جتان دريا اچي رهيو هوندو آهي. پر پاڻيءَ جي انهي چرپر جو تعين انهن پهاڙن ۽ دريا جي موڙن وٽان بہ ٿيندو آهي جيڪي ان خاص هنڌ وٽ يا ان جي پر پاسي ۾ هوندا آهن جتان تون دريا جو مشاهدو ڪري رهي هوندي آهين.“

”مان سمجهي ويس.“

”۽ فڪر ــ يا عقل ــ جي تاريخ ان دريا وانگر هوندي آهي. پوئين روايت جي موج سان گڏوگڏ جيڪي خيال لڙهندا لڙهندا ايندا آهن ۽ انهن سان گڏوگڏ دؤر ۾ جيڪي مادي حالتون موجود هونديون آهن، بئي گڏجي اِهو طئي ڪرڻ ۾ مدد ڏيندا آهن تہ تنهنجي سوچ ڪهڙي هوندي. ان ڪري تون اها دعويٰ ڪڏهن بہ نہ ٿي ڪري سگهين تہ ڪو خاص خيال سدائين لاءِ صحيح آهي.

پوءِ به جنهن هنڌ تون بيٺي آهين، اتي اِهي خيال صحيح معلوم ٿي سگهن ٿا.“

”هڪ طرف اسان اهو چوندا آهيون ته هر شئي هڪ جيتري غلط يا صحيح ٿي سگهي ٿي، پر جيڪو توهان چئو پيا اِهو ته ان سان پيٽ نٿو ڪائي.“

”بلڪل نه. پر ڪجھ شيون ڪنهن خاص تاريخي حساب ڪتاب سان صحيح يا غلط ٿي سگهن ٿيون. جيڪڏهن هاڻو ڪي دؤر ۾ تون غلاميءَ جي حمايت ڪرين، توڪي وڏ ۾ وڏ اها ان بنياد تي رعايت ملي سگهي ٿي ته تون چري آهين. پر جيڪَڏهن تون اڍائي هزار سال اڳ ۾ اها ڳالھ ڪرين ها تڏهن توکي ڪو به ماڻهو چري نه چئي ها، جيتوڻيڪ ان وقت به غلاميءَ جي خاتمي لاءِ ترقي پسند آواز اُٿاريا ويا هئا....“

”مان سمجهي ويس.“

”هيگل ان پاسي ڌيان ڇڪايو هو ته هيستائين فلسفيائي سوچ جو واسطو آهي، اتي به عقل حرڪي (Dynamic) آهي. اصل ۾ اها عمل ڪاري آهي. ۽ 'سچ' بلڪل اِهائي عمل ڪاري (Process) آهي ۽ اِهو طئي ڪرڻ لاءِ ته صحيح ترين يا معقول ترين شئي ڇا آهي، خود تاريخي عمل ڪاري کان وڌيڪ ڪو ٻيو معيار موجود ناهي.“

”مثال.“

”تون اِهو نه ٿي ڪري سگهين ته تون پراڻي دؤر، وچ واري دؤر، جاڳرتا يا روشن خيالي دؤرن مان ڪجھ خيال چونڊ ڪرين ۽ هر هنڌ چئين ته هي غلط آهن يا هي غلط آهن. ۽ اهڙي ريت تون اِهو به نه ٿي چئي سگهين ته افلاطون غلط هو ۽ ارسطو صحيح هو. ۽ تون اِهو به نه ٿي چئي سگهين ته هيوم غلط هو ۽ ڪانٽ ۽ شيلنگ صحيح هئا. سوچڻ جو اهو انداز تاريخ جي خلاف ليکبو.“

”ها، اهو طريقو ٺيڪ به ناهي.“

”تونَ ڪنهن به فلسفي يا فڪر کي ان جي تاريخي حساب ڪتاب يا ميل جول کان الڳ نه ٿي ڪري سگهين. هڪ نڪتو ٻيو به پڌايان ٿو، جيئن ته وقت به وقت ڪنهن نه ڪنهن نئين شئي جو واڌارو ٿيندو ٿو رهي، 'عقل' درجي به درجي اڳتي وڌندو رهندو آهي، ٻين لفظن ۾ ان جو مطلب اِهو آهي ته علم مسلسل ترقي ڪندو ۽ ڦهلجندو رهندو آهي.“

”چا ان جو مطلب اهو ٿيو تہ ڪانٽ جو فلسفو افلاطون جي فلسفي کان ڪي قدر بهتر آهي؟“

”ها. افلاطون کان وٺي ڪانٽ تائين روح عالم اڳتي وڌيو آهي..... ۽ ان ترقي ڪئي آهي. ۽ اها سٺي ڳالھ آهي! جيڪڏهن اسان دريا جي مثالن تي ٻيهر سوچون تہ اسان چئي سگهنداسين تہ ان ۾ وڌيڪ پاڻي اچي ويو آهي. ان ڪي وهندي هڪ هزار سالن کان وڌيڪ وقت وهامي چڪو آهي. ڳالھ رڳو ايتري آهي تہ ڪانٽ کي اهو نہ سمجهڻ گهرجي تہ جيڪي ’سچ‘ هن ڳالهايا آهن اُهي بنا چر پر جي دريا جي ڀرسان بيٺل پهاڙن وانگر رهندا. ٿي سگهي ٿو تہ ايندڙ نسل تائين پهچندي پهچندي ڪانٽ جي خيالن جي ڇنڊڇاڻ شروع ٿي وڃي ۽ هن جو ’عقل‘ سندس ئي جانشين جي تنقيد جو نشانو ٿيڻ لڳي ۽ حقيقت ۾ ائين ئي ٿيو.“

”توهان جنهن دريا جو ذڪر ڪيو..... اهو ڪيڏانهن هليو ويندو آهي؟“

”هيگل جي دعويٰ هئي تہ ’روح عالم‘ جي اهڙي ريت واڌ ٿي رهي آهي جو ان جي پنهنجي علم ۾ ڏينهون ڏينهن واڌارو ٿي رهيو آهي. اها ئي ڳالھ دريائن تي لاڳو ٿئي ٿي..... اهي جيئن جيئن سمنڊ ڏانهن وڌندا ٿا وڃن، اهي ويڪرا ۽ اجان وڌيڪ ويڪرا ٿيندا ٿا وڃن. هيگل موجب تاريخ روح عالم جي ڪهاڻي آهي جيڪا لاڳيتي پنهنجي ذات جي شعور ڏانهن وڌي رهي آهي. جيتوڻيڪ دنيا سدائين موجود رهي آهي، انساني ڪلچر، ۽ انساني شعور روح عالم کي پنهنجي اصلي (intrinsic) ملھ جو شعور ڏئي ڇڏيو آهي.“

”هن اها ڳالھ ايڏي ڀروسي سان ڪيئن ڪئي؟“

”هن جي دعويٰ هئي تہ اها تاريخي حقيقت آهي. اها ڪا اڳڪٿي ڪون هئي. هر اُهو ماڻهو، جيڪو تاريخ جو مطالعو ڪندو آهي، ڏسي سگهي ٿو تہ انسان ’پنهنجي واڌ‘ ۽ ’پاڻ سڃاڻ‘ ڏانهن وک کنئي آهي. هيگل موجب تاريخ جو مطالعو ظاهر ڪري ٿو تہ انسان اڳ کان وڌيڪ عقليت پسندي (Rationality) ۽ آزاديءَ لاءِ وڌي رهيو آهي. پنهنجي سموري غير سنجيدگي ۽ اڪثريل هئڻ باوجود تاريخي واڌ ٿي رهي آهي. اسان چوندا آهيون تہ تاريخ مقصد واري هوندي آهي.“

”ان ڪري اِها وڌندي رهندي آهي. خير ايتري ڳالھ تہ چٽي پئي آهي.“

”ها. تاريخ سوچڻ ۽ ويچارڻ جو ڊگھو زنجير آهي. هيگل ڪجھ قاعدن ذانهن ڌيان ڇڪرايو هو جيڪي سوچ ۽ ويچار جي ان ڊگھي زنجير تي لاڳو ٿين ٿا. جيڪو ماڻھو تاريخ جو مطالعو ڪندڙ آهي، ان کي نظر اچي ويندو تہ جيڪا بہ نئين سوچ ڪئي ويندي آهي، ان جو بنياد اڳ ۾ پيش ڪيل فڪر هوندا آهن. پر جيئن ئي ڪو عام فڪر ظاهر ٿئي ٿو، ان جي تہ ترديد ۾ ٻيو فڪر اچي ويندو آهي ۽ ائين فڪرن (سوچن) جي انهن ٻن متضاد طريقن وچ ۾ ڇڪتاڻ شروع ٿي ويندي آهي. ان ڇڪتاڻ جو حل اِهو ڳوليو ويندو آهي جو ڪو ٽيون فڪر پيش ڪيو ويندو آهي جنهن ۾ پهرين ٻن فڪرن جا سٺا نڪتا ان ۾ شامل ڪيا ويندا آهن. هيگل ان کي ’جدلياتي عمل‘ (Dialectic process) چوندو آهي.

”ڪو مثال؟“

”توکي ياد آهي سقراط کان اڳ فلسفي ابتدائي (Primeval) تبديليءَ جي ڳالھ ڪندا هئا؟“

”گھڻ وڌ.“

”وري ايلائين (Eleatics) دعويٰ ڪئي تہ تبديلي ناممڪن آهي. ان جو نتيجو اِهو نڪتو جو پنهنجن حواسن سان تبديلين جو مشاهدو ڪرڻ باوجود اهي ڪنهن بہ قسم جي تبديلي جو انڪار ڪرڻ تي مجبور ٿي پيا. ايلائين هڪ شئي جي دعويٰ ڪئي هئي ۽ هيگل اهڙي قسم جي مؤقف کي 'Thesis' چوندو هو. پر جڏهن ان قسم جي انتها پسندانہ دعويٰ ڪئي ويندي آهي تہ جواب ۾ نئين دعويٰ ايندي آهي. هيگل ان جوابي دعويٰ کي 'negation' چوندو هو. ايلائين جي فلسفي جي جواب ۾ هيراڪليٽوس ان جو رد ڏنو جنهن جو چوڻ هو تہ هر شئي وهندي آهي. ٻنهي مختلف فڪرن ۾ ڇڪتاڻ ٿئي ٿي. اِها ڇڪتاڻ تڏهن ختم ٿئي ٿي جڏهن ايمپيڊوڪليس چوندو آهي تہ ٻئي دعوائون ڪِي قدر صحيح آهن ۽ ڪي قدر غلط آهن.“

”ها مون کي ياد اچي ويو.....“

”هڪ لحاظ کان ايلائين جي دعويٰ صحيح هئي ڇو تہ حقيقت ۾ ڪاشئي تبديل ناهي ٿيندي، پر انهن جي اِها ڳالھ غلط

هئي تہ اسان پنهنجن حواسن تي ڀاڙي نہ ٿا سگهون. هيراڪليتوس اتي صحيح هو تہ اسان پنهنجن حواسن تي اعتبار ڪري سگهون ٿا پر 'هر شئي وهندي آهي' اتي هو غلط هيو."

چوَ تہ مايا (Substances) تعداد ۾ گهٽا هوندا آهن. مايو پاڻ ناهي وهندو، پر وهنديون اهي شيون آهن جيڪي مختلف ماين (Substances) جي ميل سان وجود ۾ اينديون آهن. هيگل علم جي انهن ٽنهي مرحلن کي 'Thesis'. 'antithesis' ۽ 'Synthesis' چوندو هو. مثال طور چئي سگهجي ٿو تہ ڊيڪارٽ جي عقليت پسندي 'Thesis' هئي-- جنهن جي ترديد هيوم 'تجربيت' 'antithesis' ۾ ڪئي، ائين ٻنهي فڪرن ۾ تضاد سبب جيڪا ڇڪتاڻ ٿي، اُها ڪانٽ جي 'Synthesis' سبب ختم ٿي. ڪانٽ ڪجھ ڳالهين ۾ عقليت پسندن سان ۽ ڪجھ ڳالهين ۾ تجربيت پسندن سان سهمت هيو. پر ڪهاڻي ڪانٽ سان گڏ ختم ناهي ٿيندي. ڪانٽ جي 'Synthesis' سوچ ۽ ويچار لاءِ نئون زنجير بڻجي ويندي آهي. چو تہ ڪنهن 'antithesis' سان 'Synthesis' جو بہ جواب اچي ويندو."

"اهي سڀ نظرياتي (Theoretical) ڳالهيون آهن."

"ها. اهي نظرياتي ڳالهيون آهن. پر هيگل ان کي ائين نہ ڏسندو هو جيئن تاريخ کي ڪنهن فريم ورڪ ۾ ڏڪيو پي ويو. هن کي يقين هو تہ تاريخ پاڻ کي جدلياتي طريقي سان ظاهر ڪندي آهي. ائين هن اها دعويٰ ڪئي تہ هن عقل جي واڌ لاءِ-- يا تاريخ وسيلي، روح عالم جي ترقي لاءِ- ڪجھ قانونن تان پردو کنيو آهي."

"وري اُها ئي نظرياتي چڪر بازي!"

"پر هيگل جي جدليات رڳو تاريخ تي نہ ٿي بيهي، اسان جڏهن ڪنهن شئي تي بحث ڪندا آهيون، اسان جي سوچ بہ جدلياتي انداز اختيار ڪندي آهي. اسان مخالف جي دليلن ۾ خاميون ڳولڻ جي ڪوشش ڪندا آهيون. هيگل ان کي 'منفي سوچ' چوندو هو. پر جڏهن اسان دليلن ۾ نقص ڳوليندا آهيون، اسان ان جا سٺا نڪتا سانڍيندا آهيون."

"ڪو مثال ڏيو."

"زندگيءَ جي مسئلي کي سلجهائڻ لاءِ جڏهن بہ جتا هڪ سوشلسٽ ۽ ٻيو قدامت پسند ويهندا آهن. اچان بحث شروع ئي ناهي ٿيندو جو انهن جي فڪرن جي هڪ ٻئي سان تضاد ۾ هجڻ

سبب چڪتاڻ شروع ٿي ويندي آهي. ان جو مطلب اِهو ناهي تہ هڪ غلط آهي ۽ ٻيو صحيح آهي، ممڪن آهي ڪِي قدر ٻئي غلط يا ٻئي صحيح هجن. پر جيئن جيئن بحث اڳتي وڌي ٿو ٻنهيءَ جا بهترين دليل چٽي نموني سامهون اچي ويندا آهن..... پر جڏهن اهڙي قسم جي بحث ۾ ڦاسبو آهي تہ پوءِ اهو فيصلو ڪرڻ سولو ناهي هوندو تہ عقلي طور ڪهڙي پوزيشن بهتر آهي. صحيح ڇا آهي ۽ غلط ڇا آهي. اهو فيصلو ڪرڻ هڪ لحاظ کان تاريخ جو ڪم آهي. معقول رڳو اهو آهي جيڪو عملي ٿي سگهي."

"جيڪو بچي ويندو آهي اُهو صحيح هوندو آهي."

"ڏيڍ سؤ سال اڳ ڪوڙ ماڻهو عورتن جي حقن لاءِ جاکوڙ ڪري رهيا هئا. جيڪي ماڻهو عورتن کي هڪ جيترا حق ڏيڻ جي خلاف هئا، اُهي بہ تمام گهڻا هئا. پر اڄ جڏهن اسان ٻنهي ڌرين جي دليلن کي پڙهون ٿا تہ اسان لاءِ فيصلو ڪرڻ سولو ٿئي ٿو تہ ڪنهنجي راءِ 'معقول' هئي. (معنيٰ جيڪي ماڻهو تڏهن موجود هئا انهن لاءِ اهو طئي ڪرڻ ڏکيو هو تہ سندن مؤقف جا نتيجا ڪهڙا نڪرندا. پر اسان جيڪي واقعي گذرڻ کان پوءِ ان جو جائزو وٺي رهيا آهيون، سولائي سان فيصلو ڪري سگهون ٿا تہ ڪير صحيح، ڪير غلط هو.) ٿيو هيئن جو جيڪي ماڻهو برابريءَ لاءِ جاکوڙ ڪري رهيا هئا 'واقعن' انهن کي صحيح ثابت ڪري ڇڏيو. اها بہ حقيقت آهي تہ جيڪڏهن ماڻهو ڏاڏن ۽ پڙڏاڏن جا خيال لکت ۾ ڏسن تہ شرم وچان سندن ڪنڌ هيٺ ٿي ويندا."

"هيگل جي راءِ ڪهڙي هئي؟"

"اسان ان لاءِ تہ ڳالهايون پيا.... هن چيو هو: 'مرد ۽ عورت ۾ اهو ئي فرق هوندو آهي جيڪو حيوانات ۽ نباتات ۾ هوندو آهي. مرد حيوانات ۽ عورت نباتات جي مثل هوندا آهن. ان جو ڪارڻ اهو آهي تہ عورت جي واڌ هلڪي يا 'Placid' انداز ۾ ٿيندي آهي ۽ جيڪو اصول ان شئي جي اهميت کي اجاگر ڪندو آهي، اهو جذبي جي ٿوري اڻ چٽي قربت آهي. جڏهن حڪومت جون واڳون عورت جي هٿن ۾ اينديون آهن. ملڪ فوري طور خطري ۾ اچي ويندو آهي ڇو تہ عورتون پنهنجي ڪمن کي آفاقيت جي گهرجن جي ابتڙ پنهنجي من ماني ۽ جهيڙالو لاڙن جي هيٺان رکنديون آهن. ڪجھ ائين نظر ايندو آهي ڄڻ عورتون خيالن ۾ ساھ کڻي، علم حاصل ڪري نہ پر علم کي سڀ ڪجھ

سمجهي تعليم حاصل ڪنديون آهن. ـ ڪير ڄاڻي اهي اهو ڪم ڪيئن ڪنديون آهن؟ ان جي پيٽ ۾ مردانگي جو مقام رڳو فڪر جي سگهه تي ۽ گهڻو وڌيڪ ٽيڪنيڪي مشقت ڪٽي حاصل ڪيو ويندو آهي."

"مهرباني. اِهوئي ڪوڙ آهي. مان اِهڙا بيان گهڻا نه ٿي ٻڌڻ چاهيان."

"پر معقول يا عقل موجب ڇا آهي، ان بابت ماڻهن جا خيال سدائين بدلبا رهندا آهن، هي ان جو ڏيان ڏيڻ جهڙو مثال آهي. ان مان ثابت ٿيندو آهي ته هيگل به پنهنجي زماني جو اولاد هو ۽ ساڳيو حال اسان جو آهي. اسان جا اهي خيال جيڪي ظاهر ۾ اسان کي 'صحيح' ٿا لڳن، اُهي به زماني جي پرک تي پورا نه لهندا."

"مثال ڪهڙا خيال؟"

"مون وٽ اهڙو ڪو به مثال ناهي."

"ڪو به نه؟"

"چـو ته مان اهڙن شين جا مثال ڏيڻ شروع ڪندس جيڪي اڳ ۾ ئي تبديل ٿيڻ شروع ٿي ويون آهن. مثال مان چئي سگهان ٿو ته ڪار هلائڻ چريائپ آهي چـو ته ڪارون ماحول کي خراب ڪنديون آهن. ڪوڙ ماڻهو اها ڳالهه ڪري رهيا آهن. پر تاريخ ثابت ڪندي ته جن ڳالهين کي اسان صحيح سمجهون ٿا، ان مان گهڻيون تاريخ جي روشني ۾ ايتريون صحيح نظر نه اينديون."

"سمجهيم."

"اسان هڪ ٻي شئي جو به مشاهدو ڪري سگهون ٿا ته هيگل جي زماني ۾ جيڪي مرد عورتن جي ڪمزورين تي بنا روڪ ٽوڪ جي ڳالهائيندا هئا، انهن جي ڳالهين جي ئي ڪري عورتن جي حقن بابت تحريڪ اڳتي وڌي."

"ڪيئن؟"

"هنن 'thesis' پيش ڪيو. ڇو؟ ان ڪري جو عورتن جي بغاوت اڳ ۾ ئي شروع ٿي چڪي هئي. جنهن ڳالهه تي سڀ ماڻهو سهمت هجن، ان لاءِ راءِ ونڊڻ جي ضرورت ناهي هوندي. عورتن بابت اهي ماڻهو جنهن ڪريل ۽ خراب نموني خيالن جو اظهار ڪندا هئا 'negation' اجان وڌيڪ مضبوط ٿي ويندو هو."

"هام اها ڳالهه ته صحيح آهي."

"تون چئي سگهين ٿي ته تنهنجي حق ۾ سٺي ڳالهه اِها آهي

ته تنهنجا مخالف پڪا ۽ جوش وارا هجن. اُهي جيتري انتها پسندي ڪندا، انهن ڪي اوتري ئي طاقتور رد عمل ڪي منهن ڏيڻو پوندو... خالص منطق يا فلسفي جي خيالن سان ٻن تصورن وچ ۾ اڪثر جدلياتي ڇڪتاڻ ٿيندي رهندي."

"مثال؟"

"جيڪڏهن مان 'وجود' (Being) جي تصور بابت سوچڻ لڳان ٿو ته مون کي ان جي متضاد تصور 'عدم' (Nothing) کي اَڌو آڌ پوي ٿو. جڏهن به تون زندگيءَ بابت سوچيندينءَ، توکي احساس ٿيڻ لڳندو ته تون سدائين جيئري نه ٿي رهي سگهين. 'وجود' ۽ 'عدم' وچ ۾ جيڪا ڇڪتاڻ آهي، ان جو حل 'پيدائيڻ' (يا وجود ۾ اچڻ) (Becoming) ۾ ڳولي سگهجي ٿو ڇو ته جيڪا شئي اجان 'پيدا ٿيڻ' (Becoming) جي مرحلي مان گذري رهي هوندي آهي، اُها موجود به هوندي آهي ۽ غير موجود به هوندي آهي."

"مان سمجهي وئي آهيان."

"ان ڪري هيگل جو عقل (Reason) 'حرڪي منطق' آهي. جيئن ته حقيقت جو خصلتون متضاد ٿينديون آهن..... هڪ ٻيو مثال ٻڌايان ٿو: ڊنمارڪ جي نڪليائي فزڪس جي ماهر نائلس بور بابت چيو ويندو آهي ته هن نيوٽن بابت هڪ ڳالهه ٻڌائي هئي ته هن پنهنجي گهر جي ٻاهران دروازي تي (گهوڙي جو) نعل لڙڪائي ڇڏيو هو."

"گهوڙي جو نعل؟ ان کي ڀاڳ جي نشاني طور لٽڪايو ويندو آهي."

"پر اها سڌي سنئين وهم پرستي آهي. ۽ نيوٽن ٻيو ته سڀ ڪجهه ٿي پيو سگهي پر وهم پرست بلڪل نه هو. جڏهن هن کان ڪنهن سوال ڪيو: 'توهان واقعي اهڙين ڳالهين ۾ يقين رکندا آهيو؟'. هن وراڻيو: 'نه بلڪل نه. پر مون کي ٻڌايو ويو آهي ته هي واقعي ڀاڳ آڻيندو آهي."

"حيرت واري ڳالهه آهي!"

"ان جو جدلياتي جواب، پنهنجو ضد پاڻ هو. نائيلس بور، جيڪو ناروي جي شاعر ۽ ليکڪ وائيني (Vinie) (۱۸۱۸ع کان ۱۸۷۰ع) وانگر ٻٽي پٽي لاءِ مشهور هيو. هڪ ڀيرو چيائين: 'سچايون ٻن قسمن جون هونديون آهن هڪ طرف ته مٿاڇري واريون سچايون

هونديون آهن ۽ ٻي طرف اُهي سچايون هونديون آهن جيڪي ظاهر ۾ غلط هونديون آهن. پر پراڻيون سچايون به هونديون آهن ۽ انهن جو جيڪو متضاد هوندو آهي اُهو به هڪ جيترو صحيح هوندو آهي."

"اهي ڪهڙي قسم جون سچايون هونديون آهن؟"

"مثال طور مان اِهو چوان ته زندگي ڪجھ ڏينهن جي آهي..."

"مان سهمت آهيان."

"پر ڪجھ موقعا اهڙا به ايندا آهن. جڏهن مان آرس پيچندي چوندو آهيون: يار، زندگي ڪٽي ڪيڏي ڊيگھ ڪئي آهي."

"اها ڳالھ به صحيح آهي."

"آخر ۾ هڪ اهڙو مثال ڏيندس جنهن سان پتو پئجي ويندو ته جدلياتي چڪتاڻ جو نتيجو ڪنهن اِهڙي بي اختياريءَ واري عمل (Act) سان ظاهر ٿي سگھي ٿو جيڪو ڪنهن اوچتي تبديليءَ ڏانهن وٺي وڃي سگھي ٿو.... ڪنهن اهڙي ڇوڪريءَ جو مثال ذهن ۾ آڻ جيڪا هر ڳالھ ۾ ماءُ کي جواب ۾ چوندي آهي: 'جي... نيڪ آ... جيڪا توهان چئو... جي ها... جي امان... جي جي... هڪ ڏينهن پنهنجي ڌيءَ جي ضرورت کان وڌيڪ فرمانبرداري ماءُ کي آپي کان ڪڍي ٿي ڇڏي ۽ هوءَ رڙيون ڪري چئي ٿي: "اهو سدائين 'جي جي' جو ڪهڙو پڻ آهي. ڇڏ ان کي." ان تي ڇوڪري وراڻيندي آهي. "جي، نيڪ آ، امان."

"جيڪڏهن مان هجان ته کيس ٿپ وهائي ڪڍان ها."

"شايد، پر جيڪڏهن ڇوڪري اِهو چئي ها: 'امان، مان ته توهان جي حڪمن کي مڃيندي آهيان. پوءِ تنهنجو رويو ڪهڙو هجي ها؟"

"ان عجيب جواب تي به شايد کيس ٿپ وهائي ڪڍان ها."

"ٻين لفظن ۾ صورتحال ڏکي ٿي وئي هئي. جدلياتي ڇڪتاڻ اهڙي هنڌ پهچي وئي هئي جتي ڪجھ نه ڪجھ ته ٿيڻو هو."

"جيئن ٿپ؟"

"هاڻي هتي هيگل جي فلسفي جو آخري پاسو... توکي ياد آهي اِهو اسان ڪيئن چيو هو ته رومان پسند انفراديت پسند

آهن؟"
"راز جو رستو اندر واري پاسي ويندو آهي..."
"هيگل جي فلسفي ۾ انفراديت کي بہ پنهنجي 'negation' يا تضاد سان واسطو پيو هو. هيگل انهن شين تي، جن کي هو 'معروضي' طاقتون (Objective powers) چوندو هو، زور ڏيندو هو. انهن طاقتن ۾ هيگل خاندان، سول سوسائٽي ۽ ملڪ جي اهميت تي زور ڏيندو هو. تون چئي سگهين ٿي تہ هيگل فرد کي ڪنهن حد تائين شڪ جي نگاھ سان ڏسندو هيو. هن جو ايمان هو تہ فرد معاشري جو اڻ ٽٽ حصو آهي. ماڻهو جهڙي نموني هڪ ٻئي جي خلاف يا حق ۾ رد عمل ظاهر ڪندا آهن ان رويئي سان عقل يا 'روح عالم' سڀ کان اڳ ۾ مؤثر نموني ظاهر ٿيو."
"ٿوري وضاحت ڪيو!"
"عقل پاڻ کي سڀ کان وڌيڪ زبان وسيلي ظاهر ڪندو آهي ۽ زبان اهڙي شئي آهي جنهن ۾ اسان پيدا ٿيندا آهيون. ناروي جي ٻولي مسٽر هان سين کان سواءِ پنهنجو ڪم ٺيڪ نموني هلائي سگهي ٿي پر مسٽر هان سين ناروي زبان کان سواءِ بلڪل بيڪار آهي. ان ڪري ٻولي فرد ناهي ٺاهيندو پر ٻولي فرد کي ٺاهيندي آهي."
"منهنجو خيال آهي توهان صحيح پيا چئو."
"ان ڪري ٻار جنهن ٻوليءَ جي وچ ۾ پيدا ٿيندو آهي ان وانگر اهو تاريخي پس منظر بہ جنم وٺندو آهي ۽ اهڙي قسم جي پس منظر سان ڪنهن ماڻهوءَ جو بہ 'پاڻ اختيار وارو' تعلق ناهي هوندو. ان ڪري ماڻهوءَ کي پنهنجي ملڪ ۾ ٺڪاڻو نہ ٿو ملي اهو بنا تاريخ وارو ماڻهو سڏبو آهي. توکي ياد هوندو تہ ايٿينز جي عظيم فلسفين لاءِ بہ اهو خيال مرڪزي حيثيت رکندڙ هو. جهڙي ريت شهرين کان سواءِ ملڪ جو تصور ناممڪن آهي، اهڙي ريت ملڪ کان سواءِ شهرين جو تصور بہ ناممڪن شئي آهي. هيگل جي نظريئي موجب ملڪ انفرادي شهري کان 'وڌيڪ' هوندو آهي. اهو پڻ تہ پنهنجي شهرين جي ڪُل تعداد (Sum) کان وڌيڪ هوندو آهي. هيگل چوندو آهي ماڻهو معاشري کان هٽ نہ ٿو ڪٽي سگهي. ان ڪري ان ماڻهوءَ تي، جيڪو جنهن معاشري ۾ رهندو آهي. ان جو ذڪر بڌي رڳو کلها ڪٽندو آهي، کليو ويندو... هيگل موجب پنهنجو پاڻ کي ڳولڻ وارو فرد ناهي، پر روح عالم

آهي.“

”روح عالم پاڻ کي ڳوليندو آهي.“

”هيگل چوندو هو ته روح عالم ٽن مرحلن ۾ پنهنجو پاڻ ۾ واپس ايندو آهي. ان مان هن جو مطلب هي هيو ته هن کي پنهنجو شعور ٽن مرحلن ۾ ٿيندو آهي.“

”۽ ٽي مرحلا ڪهڙا آهن؟“

”روح عالم کي سڀ کان پهرين پنهنجو شعور فرد ۾ ٿيندو آهي. هيگل ان کي 'داخلي يا موضوعي' ('Subjective spirit') چئي ٿو. ان سان هن کي اعليٰ شعور خاندان، سول سوسائٽي ۽ ملڪ ۾ ملندو آهي. هيگل ان کي 'ٻاهريون يا معروضي روح' چئي ٿو ڇو ته هن کي پنهنجو وجود مختلف ماڻهن سان گڏيل ڪم ڪارين سان ملندو آهي. ۽ ٽيون مرحلو به آهي.... روح عالم پاڻ سڃاڻڻ يا پنهنجي ذات حاصل ڪرڻ (Self- Realization) واري اعليٰ درجي تي تڏهن پهچندو آهي جڏهن هو 'روح مطلق' ('absolute spirit') بڻجي ويندو آهي. ۽ اِهو روح مطلق آرٽ، مذهب ۽ فلسفو هوندو آهي. انهن ۾ فلسفو علم جي اعليٰ ترين شڪل آهي ڇو ته فلسفي ۾ روح عالم تاريخ تي جود پنهنجن اثرن تي سوچ ويچار ڪندو آهي. ان ڪري روح عالم جي سڀ کان پهرين پنهنجو پاڻ سان ملاقات فلسفي ۾ ٿيندي آهي. تون شايد چئي سگهين ٿي ته فلسفو روح عالم جو آئينو آهي.“

”اِهو سڀ ڪجھ ايڏو اسرار وارو آهي جو مون کي پنهنجو پاڻ تي سوچڻ لاءِ وقت گهرجي. پر توهان آخر ۾ جيڪو ڪجھ چيو آهي، اُهو مون کي وڻيو.“

”ڇا؟ اهو ته فلسفو روح عالم جو آئينو آهي؟“

”ها. توهان جي خيال ۾ ان جو تعلق پتل واري آئيني سان ٿئي ٿو؟“

”تون پڇين ٿي ته منهنجو جواب 'ها' ۾ آهي.“

”ڇا مطلب؟“

”مان فرض ڪريان ٿو ته پتل جي آئيني جي ڪا خاص معنيٰ آهي ڇو ته ان جو ذڪر ڪوڙ ڀيرا ٿيو آهي ۽ ٿي پيو.“

”توهان کي ڪجھ خبر آهي اها معنيٰ ڇا آهي؟“

”نه. مون کي خبر ناهي. مون رڳو اِهو چيو هو ته جيڪڏهن هلدي ۽ ان جي پيءُ لاءِ ان ۾ خاص معنيٰ ناهي، ان جو بار بار

ذڪر نہ اچي. اِها معنيٰ ڇا آهي ان جي خبر رڳو هلڊي کي ٿي سگهي ٿي.“

”ڇا اِهو روماني مٿي جو جيت آهي.“

”ڇو تہ جيڪو ڪجھ ٿي رهيو آهي، اهو اسان نہ ٿا ڪيون اسان ان جيت هٿان شڪار ٿيل بي وس جيت آهيون. جيڪڏهن ڪو ماڻهو، جنهن جي ذهني واڌ ويجھ ٻار ڪان وڌيڪ ناهي ٿيندي، ڪاڳر تي ڪا شئي ناهي ٿو، تہ تون ڪاڳر ڪان نہ ٿي پڇي سگهين تہ ان شئي ۾ ڇا ڏيکاريو ويو آهي.“

”توهان جي ڳالهين مون کي ڏڪائي ڇڏيو آهي.“

# ڪير ڪيگارڊ

**... يورپ ڏيوالپڻي جي رستي تي هلي پيو ...**

هلدي فائل ڊيسڪ تي رکيو. گهڙي ۾ وقت ڏنائين چار ٿيا هئا. ان کان پهرين جو سندس ماءُ اوسيئڙي ڪندي تنگ ٿي پئي، هوءَ رڌڻي ۾ وئي، ان کان اڳ هن آئيني تي به نظر وڌي!

هن چانهه ۽ سينڊوچ تيار ڪيا. دل ۾ طئي ڪيائين ته هوءَ پنهنجي پيءُ سان ڪجهه دوڪا ڪندي. هن محسوس ڪيو ته هوءَ سوفي ۽ البرٽو جي حمايتي ٿيندي پئي وڃي. هن سوچيو ته جڏهن سندس پيءُ ڪوپنهيگن پهچندو ته هوءَ پنهنجي منصوبن تي عمل ڪندي.

هن چانهه جو وڏو ڊيش کنيو ۽ ٻيڙي گهر وئي.

”هي آهي اسان جو برنچ (ناشتو+ مانجهاندو).“ هن چيو.

سندس ماءُ جي هٿ ۾ ريگمال سان ويڙهيل سر هئي. هن ڇهري تان وارن جي آواره لٽ پوئتي ڪئي. سندس وارن ۾ به واري پرجي وئي هئي.

ٻئي ڪناري تي ويٺيون.

”بابا جن ڪڏهن ٿا گهر اچن؟“ هلدي ٿوري دير رکي پڇيو.

”ڇنڇر ڏينهن. منهنجو خيال هو ته توکي خبر هوندي.“

”ڪهڙي وقت؟ توهان اِهو ڪون چيو ته هو ڪوپنهيگن مان جهاز تبديل ڪندا.“

”ها...... هو پنجين وڳي ڪوپنهيگن پهچي ويندا. ڪرسچين سنڊ جي اڄڻ وارو جهاز پوڻين اٺين وڳي روانو ٿيندو. هو ساڍين نائين وڳي جي لڳ ڀڳ ڪجيوڪ ايئرپورٽ تي پهچندا.“

”معنيٰ ته هن کي ڪوپنهيگن جي ڪاسٽروپ ايئرپورٽ تي ڪجهه ڪلاڪ ترسڻو پوندو....“

”ها. پر تون ڇو پئي پڇين؟“

”ائين ئي.“

ٻئي جهٽ چپ ٿي ويون. هلڊي ماءُ کان اهڙي انداز سان پڇيو ڄڻ هن کي اتفاق سان ڪا ڳالهه ياد اچي وئي، ”اڄڪلهه اينيءِ اولي بابت ڪا خبر چار ملي آهي؟“ هن پڇيو.

”ڪڏهن ڪڏهن فون ايندو آهي. اُهي جولاءِ ۾ موڪلون ملهائڻ لاءِ ڪنهن ڏينهن گهر ايندا.“

”ان کان اڳ ۾ نه؟“

”منهنجو خيال آهي نه.“

”معنيٰ اُهي هن هفتي ڪوپنهيگن ۾ ئي هوندا.“

”هلڊي، تون ايڏا سوال ڇو ٿي پڇين؟“

”ڪو خاص سبب ناهي. دل چيو ڳالهه ٻولهه ڪيون.“

”تو ٻه ڀيرا ڪوپنهيگن جو ذڪر ڪيو آهي.“

”واقعي؟“

”مون چيو ته پٺين اتي ترسندو.....“

”شايد ان ڪري مون کي اينيءِ اولي ياد اچي ويا.“

جڏهن سندن ڪاڏو ختم ٿيو هلڊي ڊيش ڪٽي مٿي پڙهڻ لاءِ هلي وئي... ڪمري ۾ اچي هوءَ پڙهڻ لڳي.

اوچتو سوفيءَ کي دروازو کڙڪائڻ جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. البرٽو جي اکين ۾ ڪاوڙ اچي وئي.

”اسان نه ٿا چاهيون ته اسان جي وچ ۾ ڪو مداخلت ڪري.“ هن چيو. کڙڪائڻ جو آواز وڌڻ لڳو.

”هاڻي مان توکي ڊنمارڪ جي فلسفي بابت ٻڌائيندس. جنهن کي هيگل جي فلسفي تي مُنيان لڳي هئي.“ البرٽو چيو.

دروازي کي ايڏا ڌڪ لڳڻ لڳا جو سمورو دروازو لڏي ويو.

”اهو سپ ڪجهه ميجر ڪري پيو. هن اسان کي ڊيڄارڻ لاءِ ڪو جن ٻن موڪليو هوندو.“ البرٽو چيو. ”جنهن لاءِ هن کي ڪا به ڪوشش ناهي ڪرڻي پوندي.“

”جيڪڏهن در نه کوليندا سين ته ميجر کي سمورو گهر ڊاهڻ ۾ ڪا به دير نه لڳندي.“

”تنهنجي ڳالهه ۾ وزن آهي. بهتر اِهو آهي ته دروازو کولجي.“

ٻئي اٿيا ۽ دروازي وٽ آيا در ايڏو زور سان کڙڪي رهيو هو، ڄڻ ٻاهران ڪو زبرو ماڻهو بيٺل هجي. پر جيئن ئي دروازو کليو سامهون هڪ ننڍڙي ڀارڙي بيٺي هئي. هن جا وار چمڪندڙ

هئا ۽ ڪيس نيرا ڪپڙا پاتل هئا، سندس ٻنهي هٿن ۾ هڪ هڪ بوتل هئي. هڪ بوتل نيري ۽ ٻي ڳاڙهي هئي.

”تون ڪير آهين؟“ سوفي پڇيو.

”منهنجو نالو ايلس آهي.“ ٻارڙي لڄاري ٿيندي چيو.

”منهنجو به اهوئي خيال هو.“ البرٽو چيو. ”هيءَ ونڊرلينڊ واري ايلس آهي.“

”هيءَ اسان وٽ ڪيئن پهتي؟“

ايلس ڳالهايو: ”ونڊرلينڊ اُهو ملڪ آهي جنهن جي ڪا به سرحد ناهي. ان جو مطلب اهو آهي ته ونڊرلينڊ هر هنڌ موجود آهي..... ائين ڪٿي چئجي ته گڏيل قومن جي اداري (UN) وانگر. ونڊرلينڊ کي يواين ۾ ميمبري ملڻ گهرجي. اسان کي ان جي سمورين ڪاميٽين ۾ به کڻبو وڃي ڇو ته يواين جو وجود به ته ماڻهن جي حيرت (ونڊر) جي ڪري ئي ٿيو آهي.“

”هونئن...... هي ميجر!“ البرٽو ڏند ڪرٽيندي چيو.

”تون هتي ڪيئن آئي آهين؟“ سوفي پڇيو.

”مون کي سوفي تائين هي ننڍڙيون بوتلون پهچائڻيون آهن.“

هن بوتلون سوفيءَ جي هٿ ۾ ڏنيون. ڳاڙهي بوتل تي لکيل هو: ’مون کي پي ڇڏ.‘ ۽ نيري بوتل جي ليبل تي لکيل هو. ’مون کي به پي ڇڏ‘.

ٿوري ئي دير کان پوءِ هڪ سيهڙ جاءِ اڳيان گذريو جنهن کي واسڪٽ ۽ ڪوٽ پاتل هو ۽ هو ٻن ڄنگهن تي هلي رهيو هو. جڏهن هو جاءِ جي بلڪل آڏو پهتو ته بيهي رهيو ۽ واسڪٽ جي کيسي مان واچ ڪڍي چيائين:

”او پياري، مون کي ته ڏاڍي دير ٿي وئي آهي!“

ان کان پوءِ هو ڊوڙڻ لڳو. ايلس به هن جي پٺيان ڊوڙڻ لڳي پر ان کان اڳ هوءَ هڪ جملو چئي وئي: ”هاڻي وري اُهوئي ڪم شروع ٿي ويو.“

”ڏچس ۽ راڻيءَ کي منهنجا سلام چئجان.“ سوفي پٺيان رڙ ڪري چيو.

..... سوفي ڳاڙهي بوتل جو ڍڪ کوليو ۽ ڊڄندي ڊڄندي ڍڪ پيريو. جوس جو عجيب ذائقو هيو. پر معامرو اتي ختم نه ٿيو. جڏهن هن بوتل پي ڇڏي، ماحول ۾ ڪجهه ٿيڻ لڳو.

محسوس ائين پيو ٿي جڻ ڍنڍ، ٻيلو ۽ جاءِ پاڻ ۾ سمائجي

ويا آهن ۽ اڪيلي (واحد) شئي جي صورت اختيار ڪري ويا آهن. جلديءَ ۾ ڪجھ ائين نظر اچڻ لڳو جو هوءَ جنهن شئي ڪي بہ ڏسي ٿي اُها واحد فرد ڏسجڻ ۾ اچي ٿي ۽ اهو واحد فرد پاڻ سوفي آهي. هن نظرون ڪٽي البرٽو ڏانهن ڏٺو پر هو بہ سوفي جي ئي روح (Soul) جو حصو ڏسجڻ ۾ اچي رهيو هو.

”عجيب ڳالهہ آهي!“ سوفي چيو. ”هر شئي اڳ وانگر ئي نظر اچي ٿي پر هاڻي سڀ ڪجھ ملي هڪ شئي بڻجي ويو آهي. مون کي لڳي پيو ڄڻ هر شئي هڪڙو خيال هجي.“

البرٽو هاڪار ۾ ڪنڌ لوڏيو...... پر سوفيءَ کي لڳو ڄڻ هوءَ پنهنجي ئي آڏو پنهنجو ڪنڌ لوڏي رهي آهي.

”اهو همہ اوست آهي يا وري عينيت (Idealism).“ البرٽو چيو. اهو رومان پسندن جو روح عالم آهي. انهن کي هر شئي جو ائين تجربو ٿيندو هو ڄڻ سڀ ڪجھ هڪ عظيم 'انا' هجي. هيگل جو بہ اهوئي خيال هو..... جيڪو فرد تي تنقيد ڪندو هو پر هن کي هر شئي هڪ ۽ رڳو هڪ عقل عالم (World reason) جو اظهار نظر ايندي هئي.“

”مان ٻي بوتل بہ پي ڇڏيان؟“

”ليبل تي تہ اهو ئي لکيل آهي.“

سوفي ٻيري بوتل جو ڍڪ لاهي وڏو ڍڪ ڀريو. هن جوس جو ذائقو وڏيڪ تازو ۽ ٿورو ترش هيو. هڪ ڀيرو ٻيهر هن جو چوگرد هر شئي تبديل ٿي وئي.

هر شئي ڪسڪندي ڪسڪندي ساڳي صورت ورتي. هاڻي البرٽو البرٽو هو. ٻيلي ۾ وڻ نظر اچڻ لڳا ۽ پاڻي وري ڍنڍ جي شڪل وٺي چڪو هو.

پر اها ڪيفيت ٿوري جهٽ لاءِ هئي ڇو تہ سڀ شيون هڪ ٻئي کان پري ڪسڪي رهيون هيون. هاڻي ٻيلو ٻيلو نہ هو پر هر ننڍڙو وڻ پنهنجي ذات ۾ دنيا نظر اچي رهيو هو. ننڍڙي ۾ ننڍڙي لام بہ پرين جي دنيا جي ڪهاڻي نظر اچي رهي هئي. جنهن بابت هڪ هزار هڪ افسانا لکجي پيا سگهجن.

ننڍڙي ڍنڍ وڏو سمنڊ بڻجي وئي...... سوفي کي محسوس ٿيڻ لڳو تہ هوءَ پنهنجي سموري ڄمار ان ڍنڍ ڏانهن ڏسندي رهي. پر هوءَ مرڻ گهڙيءَ تائين ان اٿاهہ ڳجھ کي ڳولي نہ سگهندي.

هن جي نظر ڪنهن وڻ جي چوٽيءَ تي پئي. ٽي ننڍڙيون

جهرڪيون ڪنهن عجيب راند ۾ رڌل هيون. ڇا اها اڪيوٽ آهي؟ ڳاڙهي بوتل پيئڻ کان پوءِ به سوفيءَ کي خبر هئي ته ان وڻ تي پڪي آهن پر ان وقت هن ڏيان سان ڪونه ڏٺو هو. ڳاڙهي بوتل سڀ تضاد (contrasts) ۽ انفرادي اختلاف ملائي ڇڏيا هئا.

سوفي چائنٺ وٽان، جتي اُهي بيٺا هئا، هيٺ ٽپو ڏنو ۽ هيٺ ويهي گاهه جو جائزو وٺڻ لڳي. هن کي پهريون ڀيرو، ان ٽوبي وانگر جيڪو اونهي سمنڊ ۾ اندر اکيون کوليندو آهي، بلڪل نئين دنيا لڌي. گاهه جي پتين ۽ ننڍڙين شاخن هيٺان جيتن جي مخلوق چرپر ڪري رهي هئي. اڻ ڳڻيا جيت هڪ ٻئي پنيان هئا.

هن عجيب منظر تڏهن ڏٺو جڏهن هوءَ اٿي بيٺي ۽ سندس نهار البرٽو تي پئي جيڪو اجان تائين چائنٺ وٽ بيٺو هو. هن کي البرٽو جي روپ ۾ ڪو حيرت انگيز ماڻهو نظر آيو ـ ائين پيو لڳي ڄڻ هو ڪنهن ٻي سياري جي مخلوق آهي يا ڪنهن پري ڪهاڻيءَ جو جادو ئي ڪردار آهي. ان سان گڏ هن کي نئين قسم جو تجربو ٿي رهيو هو، ڪيس لڳو ته هوءَ ڪو اهڙو فرد ٿي وئي آهي جنهن جهڙو ڪو مثال نه هجي. هوءَ ڪو پنڌرهن ورهين جي ڇوڪري يا رڳو انسان ناهي پر ان کان به وڌ ڪجهه ٿي وئي آهي. هوءَ سوفي امندسين آهي ۽ رڳو اُها ئي سوفي امندسين.“

”توکي ڇا ٿو نظر اچي؟“ البرٽو پڇيو.

”مون کي توهان عجيب قسم جا پکي لڳي رهيا آهيو.“

”تنهنجو خيال به اهوئي آهي؟“

”منهنجو خيال آهي مان ڪڏهن به سمجهي ڪون سگهنديس ته ڪو ٻيو ماڻهو ٿيڻ ڪيئن لڳندو آهي. سموري دنيا ۾ ڪي به ٻه ماڻهو هڪ جهڙا ناهن هوندا.“

”ٻيلي يا جهنگ جا وڻ.“

”هاڻي اُهي اڳ جهڙا نظر نه ٿا اچن. اهي حيرت انگيز ڪهاڻين جي پوري ڪائنات جهڙا آهن.“

”اُهو ئي ٿيو جنهن جو مون کي شبهو هيو. نيري بوتل انفراديت آهي. هي مثال طور سورين ڪيرڪيگارڊ (Soren Kierk-gaad) جو رومان پسندن خلاف رد عمل آهي. پر ان ۾ ڊنمارڪ جو هڪ ٻيو ماڻهو به شامل آهي ۽ اهو ماڻهو ڪيرڪيگارڊ جو همعصر هيو. هن جو نالو هانسڪرسچين اينڊرسن هو. هام اُهو ئي اينڊرسن، پري ڪهاڻين جو مشهور ليکڪ. ان وٽ به فطرت جي ننڍڙي کان

نندي جزي جي يقين نہ ايندڙ جهڙي سونهن ۽ ڪثرت کي جاچڻ
جي اُها ئي تڪي نظر هئي. اهو فلسفي جنهن سؤ ڪان بہ وڌيڪ سال
پهريون اها ئي شئي ڏٺي هئي، اُهو جرمن لائب نٽس هو. هن بہ
بلڪل اَئين ئي اسپينوزا جي عينيت پسند (Idealism) فلسفي
خلاف پنهنجو رد عمل ظاهر ڪيو هو جيئن ڪيرڪيگارڊ هيگل
خلاف ڪيو.“

”مان توهان جون ڳالهيون ٻڌڻ ٿي چاهيان پر توهان مسخرن
وانگر ڳالهائي رهيا آهيو ان ڪري منهنجي دل ڪلڻ ٿي چاهي.“

”تنهنجو رويو سمجهڻ جهڙو آهي. ڳاڙهي بوتل جو هڪ
ڊڪ ٻيو پي. اچ پاڻ هن چائنٽ تي ٽا ويهون. اچوڪو ڪم
ختم ڪرڻ کان اڳ ڪجھ ڳالهيون ڪيرڪيگارڊ بابت ٻڌائڻ ٿو
چاهيان.“

سوفي البرٽو جي ويجهو چائنٽ وٽ ويٺي ۽ هن ڳاڙهي بوتل
مان هڪ ڊڪ پيتو. هڪ ڀيرو ٻيهر شيون پاڻ ۾ سموئجڻ لڳيون.
اصل ۾ اُهي ڪجھ وڌيڪ ئي ملي ويون: هن کي هڪ ڀيرو وري
احساس ٿيڻ لڳو تہ اختلافن يا ويڇوٽين جي ڪا بہ اهميت ناهي.
پر هن جيئن ئي نيري بوتل چپن تي آندي، دنيا وري اُهڙي ئي ٿي
وئي، جهڙي ايلس جي بوتلون ڏيڻ کان اڳ ۾ هئي.

”پر صحيح ڪهڙي آهي؟“ هاڻي سوفي پڇيو. ”صحيح
تصوير ڳاڙهي بوتل پيش ڪري ٿي يا نيري؟“

”سوفي، ڳاڙهي ۽ نيري ٻئي صحيح آهن. اسان اهو نہ ٿا چئي
سگهون. رومان پسندن جو اهو خيال غلط هو تہ حقيقت رڳو هڪ
ئي هوندي آهي. پر اِهو ممڪن آهي انهن جو اِهو خيال ڪجھ
محدود هجي.“

”۽ نيري بوتل لاءِ ڪهڙو خيال آهي؟“

”منهنجو خيال آهي تہ جيڪڏهن اِها ڪيرڪيگارڊ جي هٿ
اچي وڃي ها تہ هو ان مان ڪجھ وڏا ڊڪ ڀري ها. فرد جي اهميت
بابت هن جي نظر تڪي هئي. اسان ’پنهنجي دؤر جا ٻار‘ ئي نہ، پر
اسان ان کان ڪجھ وڌيڪ آهيون. هو چوندو هيو. ’وڌيڪ اهو تہ
اسان مان هر فرد اهڙو آهي جنهن جو ڪو مثال ناهي جنهن کي
رڳو هڪ زندگي ملندي آهي‘.“

”۽ هيگل ان ڳالھ کي ڪا خاص اهميت ڪون ڏني هئي؟“

”نہ. هن کي تاريخ سان دلچسپي هئي. ۽ اِها ئي شئي هئي

جنهن ڪيرڪيگارڊ کي ڪاوڙايو. هو سمجهندو هو تہ فرد کي پنهنجي زندگيءَ ۾ جيڪا ذميواري ملي آهي، رومان پسندن جي 'Idealism' ۽ هيگل جي تاريخيت (Historicism) ٻنهي ان تي دز چاڙهي ڇڏي آهي. ان ڪري ڪيرڪيگارڊ جي ويجهو هيگل ۽ رومان پسند هڪ ئي رنگ ۾ رتل هئا."

"مون کي سمجهہ ۾ اچي رهيو آهي تہ هو ڪاوڙيل ڇو هيو."

"سورين ڪيرڪيگارڊ ١٨١٣ع ۾ پيدا ٿيو. هن جي پالنا ۽ تعليم سندس سخت طبيعت جي مالڪ پيءُ هٿان ٿي جيڪو هن سان ڪنهن بہ قسم جي رعايت نہ ڪندو هو. ان ڪري هن کي مذهبي ماليخوليا ورثي ۾ مليو هو."

"آثار ئي ڏيکاريندڙ آهن."

"ان ماليخوليا هن جا ڪيترين ئي ڳالهين ۾ ترا بہ ڪڍيا. ان جي ڪري هن پنهنجي مڱ ڇڏي ۽ اها اهڙي حرڪت هئي جيڪا بورزوائي طبقي لاءِ خراب هئي خاص ڪري ڪوپن هيگن وارن لاءِ. ان ڪري هو عمر جي پهرين حصي ۾ ئي ڌڪاريل (outcast) سماج جهڙي فرد جهڙو ٿي ويو ۽ ماڻهن جي گلا جو نشانو بڻجي ويو. هن بہ اهوئي سلوڪ ڪرڻ سکيو جيڪو اختيار ڪيو ويو هو. ۽ هو اهڙو شخص بڻجي ويو جنهن کي بعد ۾ ابسن (Ibsen) 'عوام دشمن' جو نالو ڏنو. ۽ هن جي دشمني ڏينهون ڏينهن وڌندي وئي."

"رڳو ان ڪري تہ هن جو مڱڻو ٽٽو؟"

"نہ. هن جي روين جو ڪارڻ رڳو اهو نہ هو. وهيءَ جي آخر ۾ هن سماج تي ڇتي تنقيد ڪئي. 'يورپ ڏيواليپڻي جي رستي تي هلي رهيو آهي.' هن لکيو هو. هن جو ايمان هيو تہ هو هڪ اهڙي دؤر ۾ جي رهيو آهي جيڪو جنون (Passion) ۽ پابندي (Commitment) کان خالي ٿي چڪو آهي. هو اڪثر ان ڳالهہ تي چڙندو رهندو هيو تہ ڏنمارڪ جي ڪليسا ۾ ايترو دم ناهي رهيو جو اها ڪو نئون ڪم ڪري سگهي ۽ ماڻهن جي دلين ۾ نئون جذبو اڀاري سگهي. هو بي درديءَ سان ان تي جنهن کي تون 'آچر واري عيسائيت' (Sunday christianity) چئي سگهين ٿي، سخت چوهڙ چنڊيندو رهيو."

"اڄڪلهہ اسان 'تصديقي عيسائيت' (confirmation chris-

taiuity) جو ذڪر ڪندا رهندا آهيون. اڪثر بار تصديق جي تقريبن ۾ ان ڪري ايندا آهن جو ڪين اتي تحفا ملندا آهن."

"ها. تون نڪتو سمجهي وئي آهين. ڪيرڪيگارڊ سمجهندو هو ته عيسائيت هڪ طرف ته ايڏي زير ڪرڻ جي سگهه رکي ٿي جو اُها ماڻهوءَ جي خيالن، جذبن ۽ حواسن تي پوري ريت ڇانئجي وڃي ٿي ۽ ٻي پاسي اُها ابترو عقل جي خلاف يا غير منطقي (irrational) ڳالهيون ڪندي آهي جو معامرو 'يا' ('either/ or') تي پهچي ويو آهي. 'ڪي قدر' ('Rather') يا 'ڪنهن حد تائين' ('To some extent') مذهبي هئڻ جو ڪو فائدو ناهي. ٻنهيءَ مان هڪ ڳالهه ئي صحيح ٿي سگهي ٿي: "جيڪڏهن يسوع واقعي ايسٽر ڏهاڙي پنهنجي قبر مان ٻيهر جيئرا ٿي اٿيا هئا- يا وري نه. جيڪڏهن هو واقعي ٻيهر جيئرا ٿيا هئا، ۽ جيڪڏهن هن واقعي اسان جي لاءِ ئي موت قبوليو هو ته پوءِ اها اهڙي ڳالهه آهي جيڪا اسان جي سموري زندگي ۾ لهي وڃڻ گهرجي."

"مان سمجهي ويس."

"پر ڪيرڪيگارڊ جو اندازو هو ته ڪليسا ۽ عام ماڻهو جڏهن مذهبي معامرن کي سلجهائيندا آهن ته انهن جو رويو اهڙو هوندو آهي جڻ اُهي ڪنهن شئي جو واعدو نه ٿا ڪرڻ چاهين. ڪيرڪيگارڊ جي ويجهو مذهب ۽ علم باهه ۽ پاڻيءَ وانگر آهن. هو چوندو هو ته اهو عقيدو قائم ڪري ڇڏڻ ته عيسائيت 'سچي' آهي، ڪوڙ ناهي. جيڪڏهن ڪو ماڻهو عيسائي عقيدي کي مڃي ٿو، ته پوءِ ان کي عيسائيت واري زندگي گذارڻي پوندي."

"انهن ڳالهين جو هيگل سان ڪهڙو واسطو آهي؟"

"صحيح ٿي چئين. ممڪن آهي اسان جي ڳالهين جي شروعات غلط سري کان ٿي هجي."

"ته پوءِ منهنجي تجويز آهي ته توهان صحيح رخ اختيار ڪيو ۽ پنهنجي ڳالهه نئين سري سان ڪيو."

"ڪيرڪيگارڊ الهيات جو مطالعو سترهن ورهين جي ڄمار ۾ شروع ڪيو پر جيئن جيئن وقت گذرندو ويو، تيئن تيئن هن جي فلسفيانه مسئلن ۾ دلچسپي وڌندي وئي. جڏهن ٢٧ ورهين جو ٿيو، هن کي ايم اي جي ڊگري ملي. هن جي مقالي جو عنوان هيو: 'ٺٺولي (يا رمز)جي تصور بابت.' (On the concept of Irony) پنهنجي مقالي ۾ هن رومانوي ٺٺول يا رمز ۽ رومان پسندن جي ان

رويئي کي تہ اهي پنهنجو پاڻ کي ڪنهن شئي جو پابند بڻائڻ کان سواءِ شبهي (معنيٰ هڪجهڙائي جو شڪ ٿيڻ يا شڪل هڪ جهڙي هجڻ) سان چيڙڇاڙ ڪندا رهندا هئا، ڪي اندي هنئي يا اندرينءَ (ملھ ۾ استعمال ٿيندڙ) تي چاڙهيو هو. ان جي مقابلي ۾ هن 'سقراطي ٽنولي يا رمز' کي پنهنجي دليل جو بنياد بڻايو. جيتوڻيڪ سقراط رمز يا ٽنول کي بهترين نموني استعمال ڪيو هو، هن جو مقصد (ڪنهن تي لکڻ يا دل شڪني ڪرڻ نہ هو) پر صحيح سوالن وسيلي زندگيءَ جي بنيادي سچائين کي ڳولڻ هو. رومان پسندن جي ابتڙ سقراط ڪيرڪيگار جي لفظن ۾ 'وجودي' ڏاهو هيو. ٻين لفظن ۾ هو اهڙو مفڪر هيو جيڪو پنهنجي سموري وجود (existence) کي پنهنجي فلسفياڻي سوچ ۾ شامل ڪندو هو."

"پوءِ؟"

"۱۸۴۱ع ۾ هن مگڻو ٽوڙيو ۽ هو برلن هليو ويو. جتي ڪيرڪيگارڊ شيلنگ جا ليڪچر ٻڌندو رهيو."

"هن جي هيگل سان ملاقات ٿي هئي؟"

"نہ. هيگل ڏھ سال اڳ فوت ٿي چڪو هو، پر هن جي خيالن جو پڙاڏو نہ رڳو برلن پر يورپ جي ٻين علائقن ۾ گونجي رهيو هو. هن جو 'سسٽم' هر قسم جي سوالن لاءِ سمورن مقصدن جي قسم جي وضاحت لاءِ استعمال ٿي رهيو هو. ڪيرڪيگارڊ ان طرف اشارو ڪيو تہ جنهن نوعيت جي 'معروضي سچاين' سان هيگلت نبرندي آهي، اهي فرد جي ذاتي زندگي جي سلسلي ۾ بلڪل غير واسطيدار آهن."

"تہ پوءِ واسطيدار سچايون ڪهڙي قسم جون هونديون آهن؟"

"ڪيرڪيگارڊ موجب سچ (Truth وڏي T سان) ڳولڻ جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ اهم ڳالھ هي آهي تہ اهڙي قسم جون سچايون ڳوليون وڃن جيڪي فرد جي زندگيءَ لاءِ معنيٰ واريون هجن. اهم ڳالھ 'منهنجي لاءِ سچ' ڳولڻ آهي. ائين هو فرد يا هر ايري غيري کي 'سسٽم' جي مخالفت ۾ اچلي ڇڏي ٿو. ڪيرڪيگارڊ سمجهندو هو تہ هيگل کي وسري ويو هيو تہ هو انسان آهي. هن هيگلي پروفيسرن لاءِ لکيو هو: 'بنا مزي واري انداز سان رڳو ڏکيا لفظ ۽ اصطلاع ۽ جملا استعمال ڪرڻ وارا پروفيسر زندگيءَ جو سڀ

ڳنڍيون کولڻ هليا آهن پر انهن جي ذهني انتشار جي ڪيفيت اها آهي جو صاحب پنهنجو نالو به وساري چڪا آهن ۽ ڪين ايترو به ياد ناهي ته توهان ڪا ٽي ضرب اڻ پيراگراف واري لڪٽي ناهيو، پر انسان آهيو، ان ڪان نه ڪجهه وڌ آهيو ۽ نه گهٽ.“

”ڪيرڪيگارڊ موجب انسان ڇا آهي؟“

”عام اصطلاحن ۾ ان جو جواب ڏيڻ ممڪن ناهي. انسان ڇا آهن يا انهن جي فطرت ڇا آهي، ڪير ڪيگارڊ کي ان جي عام وضاحت ۾ ڪابه دلچسپي نه هئي. هن جي ويجهو اڪيلي اهم شئي انسان جو ’پنهنجو وجود‘ آهي. ۽ توکي پنهنجي وجود جو تجربو ڪنهن ڊيسڪ آڏو ويهي ٿي نه ٿو سگهي. رڳو تڏهن ئي جڏهن اسان ڪان ڪو ڪم ٿئي ٿو... ۽ خاص طورتي ان وقت جڏهن اسان ڪا اهم چونڊ ڪندا آهيون... اسان جو پنهنجي وجود سان تعلق پيدا ٿيندو آهي. بڌ لاءِ هڪ ڪهاڻي بيان ڪئي ويندي آهي جنهن سان ڪيرڪيگارڊ جي ڳالهه جي وضاحت ٿيندي آهي.“

”بڌ بابت؟“

”ها. چيو ته بڌ جي فلسفي ۾ به انسان جي وجود کي ئي شروعات بڻايو ويو هو. هڪ پيرو ڪنهن ڀڳشو بڌ کان پڇيو: ’دنيا ڇا آهي؟ انسان ڇا آهي؟ ڇا توهان انهن سوالن جا چٽا يا صاف جواب ڏئي سگهو ٿا؟‘ بڌ ڀڳشوءَ جي سوال جو جواب ڀڳشوءَ جي ئي پيٽا هڪ اهڙي شخص سان ڪندي ڏنو جنهن جو بدن زهريلي تيرن سان پروڻ ٿيل هجي. هن چيو: ’زخمي ماڻهوءَ کي اهڙي قسم جي نظرياتي ڳالهين ۾ ڪابه دلچسپي ٿي نه ٿي سگهي ته تير ڪهڙي شئي مان ٺهيو هو، ان کي ڪهڙي زهر مان ٻوڙيو ويو هو يا اهو ڪٿان آيو هو.“

”گهڻو ڪري هن جي وڏي خواهش اها هوندي ته ڪو ماڻهو سندس بدن مان تير ڪڍي ۽ هن جي گهاوَن جو علاج ڪري.“

”ها هو اهو ئي چاهيندو. وجودي طور هن لاءِ اها ئي اهم ڳالهه هوندي. بڌ ۽ ڪيرڪيگارڊ کي ان ڳالهه جو شدت سان ادراڪ هيو ته سندن حياتي رڳو ڪجهه ڏهاڙا آهي. ۽ جيئن ته مان اڳ ۾ ئي چئي چڪو آهيان، ان صورت ۾ تون ڊيسڪ آڏو ويهي روح عالم بابت فلسفياڻيون قياس آرائيون ناهي ڪندي.“

”ها. بلڪل نه.“

”ڪيرڪيگارڊ اهو به چيو هو ته سچائي ’موضوعي‘ هوندي آهي. ان مان هن جو مطلب اِهو نه هو ته جيڪو ڪجهه اسان سوچيندا آهيون ۽ مڃيندا آهيون، ان جي ڪا به اهميت ناهي. هن جو مطلب اهو هو ته صحيح معنيٰ ۾ اهم سچايون ذاتي هونديون آهن. رڳو اِهي سچايون ’مون لاءِ سچيون‘ آهن.“

”موضوعي سچائي جو ڪو مثال“؟

”مثال، هڪ اهم سوال هي آهي: ڇا عيسائيت سچي آهي؟ اهو ڪو اهڙو سوال ناهي جنهن جو جواب 'Theoretically' يا علمي انداز سان جواب ڏنو وڃي. ان ماڻهوءَ لاءِ ’جيڪو زندگيءَ ۾ پنهنجو پاڻ کي سمجهندو آهي،‘ هي زندگي ۽ موت جو سوال بڻجي ويندو آهي. هي ڪا اهڙي شئي ناهي جو تون آرام سان ويهي رهه ۽ ان تي بحث لاءِ بحث شروع ڪري ڇڏ. هي هڪ اهڙي شئي آهي جنهن جو ذڪر خلوص ۽ جوش سان ڪيو ويندو.“

”سمجهه ۾ اچڻ واري ڳالهه آهي.“

”جيڪڏهن تون پاڻيءَ ۾ ڪري پئين ٿي، توکي ان ڳالهه ۾ ڪا به نظرياتي دلچسپي نه هوندي تون ٻڏندينءِ يا نه. توکي ان ۾ به ’دلچسپي‘ يا ’عدم دلچسپي‘ نه هوندي ته پاڻيءَ ۾ مانگرمڇ موجود آهن يا نه. تو لاءِ ته اِهو رڳو زندگي ۽ موت جو مسئلو آهي.“

”ٺيڪ. توهان جي مهربانيءَ سان سمجهي ويم.“

”هڪ طرف فلسفياڻو سوال آهي ته خدا موجود آهي يا نه. ٻي طرف اِهو سوال آهي ته فرد جو پهرين سوال سان ڪهڙو تعلق آهي. ٻي سوال ۾ جيڪا صورتحال بيان ڪئي وئي آهي، ان ۾ هر ماڻهو پوري ريت هيڪل آهي. (معنيٰ هن کي ان جو فيصلو پاڻ ڪرڻو پوندو آهي) ان ڪري اسان کي ٻنهي سوالن ۾ فرق ڪرڻ گهرجي. اهڙي قسم جي بنيادي سوال سان عقيدي يا ايمان وسيلي اچو ٿي سگهجي ٿو. ڪيرڪيگارڊ جو چوڻ آهي ته (ان معامري ۾) جن شين کي اسان عقل يا علم وسيلي ڄاڻي سگهون ٿا، اُهي غيراهم آهن.“

”ڪجهه وضاحت ڪيو.“

”اٺ جوڙ چار ٻارنهن ٿيندا آهن. اها ڳالهه اسان پڪ سان ڪري سگهون ٿا. هي ان قسم جي ’دليلي سچائي‘ جو مثال آهي

جنهن جو ذڪر ديڪارٽ کان ونئي اڄ تائين هر فلسفي ڪندو پيو اچي. پر ڇا اسان ان کي پنهنجي روزاني عبادت ۾ شامل ڪندا آهيون؟ جڏهن اسان موت واري بستري تي هونداسين، ڇا اسان ان تي مڪمل ڌيان سان سوچينداسين؟ بلڪل نه. اهڙي قسم جون سچايون 'معروضي' ۽ 'عام' بڻهي قسمن جون ٿي سگهن ٿيون جڏهن ته هر ماڻهوءَ جي زندگيءَ لاءِ اهم نوعيت واريون ناهن هونديون."

"۽ ايمان بابت ڇا خيال آهي؟"

"جڏهن تون ڪنهن ماڻهوءَ سان زيادتي ڪرين ٿي، توکي ڪڏهن به خبر نه ٿي پئجي سگهي ته هن توکي معاف ڪيو يا نه، ان ڪري وجودي طور اها ڳالهه تولاءِ اهم ٿي ويندي آهي. اهو اهڙو سوال آهي جنهنجي توکي شدت سان ڳڻتي آهي. توکي اها به خبر نه ٿي پئجي سگهي ته فلاڻو ماڻهو توسان پيار ڪري ٿو يا نه. اها هڪ اهڙي شئي آهي جنهن جو يا ته توکي يقين ڪرڻو پوندو آهي يا وري اميد ڪرڻي پوندي آهي. پر تولاءِ اهي ڳالهيون ان حقيقت کان گهڻو وڌيڪ اهميت واريون هونديون آهن ته هر ڪنڊ جي زاوين جو مجموعو سدائين هڪ سؤ اسي درجا هوندو آهي. جڏهن مرد يا عورت پهريون پيرو ڪنهن کي چمي ڏيندا آهن يا چمي وٺندا آهن ته ان چمي دوران انهن جو ڌيان سبب ۽ اثر جي قانون يا ادراڪ جي طريقن تي ناهي هوندو، پر اهي ته ان کي گاهه برابر به حيثيت ناهن ڏيندا."

"جيڪڏهن توهان ڏيندؤ ته انوکا انسان ڳڻيا ويندؤ."

"مذهبي مسئلن ۾ ايمان اهم ترين عنصر هوندو آهي. ڪيرڪيگارڊ لکيو هو: 'جيڪڏهن مون ۾ خدا کي معروضي طور تي سمجهڻ جي اهليت اچي وڃي، مان ان تي ايمان نه آڻيندس، پر جيئن ته صحيح ڳالهه اها آهي ته مون ۾ ان جي اهليت آهي ئي نه، مون وٽ ان کان سواءِ ڪو به رستو ناهي ته مان ان تي ايمان آڻيان. جيڪڏهن مان پنهنجو ايمان محفوظ رکڻ ٿو چاهيان ته منهنجي پلائي ان ۾ آهي ته مان مسلسل اهو پڪو پهه ڪري رهان ته مان معروضي غير يقيني سان چنبڙيل رهندس، جيئن جيڪڏهن مون کي ڪنهن اهڙي سمنڊ جي به مٿان بيهڻو پئي جنهن جي گهرائي هزارين فوٽ آهي، منهنجو هڪ وار به آلو نه ٿئي، منهنجو ايمان صحيح سلامت رهندو."

”وڏي ڳالهه آهي.“

”ان کان اڳ ۾ به ماڻهو خدا جي وجود کي ثابت ڪرڻ. يا گهٽ ۾ گهٽ ان تي عقليت جي حدن ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪندا رهيا هئا. جيڪڏهن تون اهڙي قسم جي ثبوت يا منطقي دليلن سان مطمئن ٿي وڃي ٿي، ته تنهنجو ايمان ۽ تو سان گڏ تنهنجو مذهبي جنون به گم ٿي ويندو. اهم ڳالهه اها ناهي ته عيسائيت سچي آهي يا نه پر اهميت ان ڳالهه جي آهي ته اها تنهنجي لاءِ سچي آهي يا نه. انهيءَ ڳالهه کي وچ واري دؤر ۾ ان مقولي ۾ پيش ڪيو ويو هو: "credoquia absurdum"

”وري اها ئي لاطيني.“

”ان جو مطلب آهي: 'مون کي ايمان آهي ڇو ته اهو غير عقلي آهي.' جيڪڏهن عيسائيت اسان جي ذات جي بين پاسن کي نه پر رڳو عقل کي ئي وڻي ها، ته اها ڪڏهن به ايمان جو مسئلو نه بڻجي ها.“

”سمجهه ۾ اچي ويو.“

”اسان کي خبر پئجي وئي ته ڪيرڪيگارڊ جو 'وجودي' مان مطلب ڇا هيو، هن جو 'موضوعي سچائي' مان ڇا مطلب هو ۽ هن جو 'ايمان' جو تصور ڇا هيو. اهي ٽئي تصور فلسفي جي روايت تي عام طور تي ۽ هيگليت تي خاص طور تنقيد ڪرڻ لاءِ ناهيا ويا. پر انهن ۾ تکي 'معاشرتي تنقيد' به شامل آهي. ڪيرڪيگارڊ چوندو هو ته جديد معاشري ۾ فرد عوام(the public) بڻجي ويو آهي. ۽ ميڙ يا عوام جي مک وصف هي آهي ته اُهي جنهن نموني ڳالهه ٻولهه ڪندا آهن، ان سان سندن لاڳاپجڻ "commitment" جو اندازو نه ٿو لڳائي سگهجي. اڄ ڪلهه پاڻ شايد لفظ 'conformity' استعمال ڪنداسين معنيٰ سڀ ماڻهو هڪ جهڙيون ڳالهيون 'سوچيندا' ۽ 'مڃيندا' آهن پر انهن جي 'سوچ' ۽ عقيدي ۾ گهرائي هوندي آهي نه وري پڪڙ ۽ نه ئي ان سان اهي جذباتي لڳاءُ محسوس ڪندا آهن.“

”مان سوچان ٿي ڪيرڪيگارڊ جوآننا جي پيءُ ماءُ بابت ڇا چئي ها؟“

”هو پنهنجن فيصلن ۾ سدائين باجهه ۽ شفقت جو مظاهرو نه ڪندو هو. هن جي قلم ۾ چٽائي هئي ۽ سڌيون ٻڌائڻ جو ماهر هيو. مثال چوندو هو: 'ميڙ سڌي رستي تي ناهي هوندو.' يا

’سچائي رڳو ٺوراٺي وٺ هوندي آهي. يا اهو ته ’زندگيءَ بابت اڪثر ماڻهن جو سوچڻ جو انداز‘ مٺاچري وارو هوندو آهي.‘‘

”باربي گڏيون (Barbiedolls) گڏ ڪرڻ هڪ ڳالهه آهي پر پاڻ باربي گڏيون ٿي وڃڻ بيڪار ۾ بيڪار ڳالهه آهي.“

”ڪيرڪيگارڊ جو عقيدو هو ته زندگيءَ جون ٽي مختلف صورتون آهن. ان لاءِ هن اصطلاح ’مرحلا‘ استعمال ڪيو هو. هن جي نظر ۾ زندگيءَ جا اهي ٽي مرحلا جمالياتي (Aesthetic)، اخلاقي (ethical) ۽ مذهبي آهن. هن اصطلاح ان ڳالهه تي زور ڏيڻ لاءِ استعمال ڪيو هو ته ماڻهو هينئين پن مرحلن مان ڪنهن هڪ ۾ زندگي گذاري سگهي ٿو ۽ پوءِ ٽپ ڏئي اعليٰ مرحلي ۾ داخل ٿي سگهي ٿو. اڻ ڳڻيا ماڻهو پنهنجي سموري ڄمار هڪ ئي مرحلي ۾ گذاري ڇڏيندا آهن.

”... جيڪو ماڻهو جمالياتي مرحلي ۾ زندگي گذاري رهيو هوندو آهي، اهو رڳو پل ۾ جيئرو هوندو آهي ۽ موج مزي جو هڪ به موقعو هٿان ناهي وڃائيندو. هن جي ويجهو سڀ اهو آهي جيڪو سهڻو، سڪون ڏيندڙ ۽ خوشگوار آهي. اهڙو ماڻهو مڪمل طور حواس جي دنيا ۾ رهندو آهي. هر اها شئي جنهن مان بيزاري ٿئي، ان جي نظر ۾ بيڪار آهي.“

”منهنجو خيال آهي اهڙي رويئي جي مون کي ڄاڻ آهي.“

”ان ڪري اهو (ماڻهو) رومان پسند، جنهن کي ٻين رومان پسندن جو نمائندو تصور ڪري سگهجي ته ان ۾ انهن جون سموريون خوبيون ۽ خرابيون موجود آهن، سونهن پرستن جو به نمائندو هوندو آهي ڇو ته هتي معامرو رڳو حواسن جي مزي جو ناهي، پر ان کان وڌيڪ جو هوندو آهي. اهو ماڻهو جيڪو حقيقت جو ادراڪ ڪرڻ لاءِ سوچ ويچار جو عادي هجي... ۽ اهائي ڳالهه سندس فن ۽ فلسفي جي باري چئي سگهجي ٿي جنهن ۾ هو رڌل هوندو آهي... اهو جمالياتي مرحلي ۾ زندگي گهاري رهيو هوندو آهي. ذڪن ڏاڪڻ بابت به جمالياتي يا ’فڪري‘ (Reflective) رويو اختيار ٿي سگهي ٿو. جڏهن اهڙي صورتحال ٿيندي آهي، پنهنجو نماءُ/ پاڻ پسندي (vanity) ظاهر ٿي پوندي آهي. ابسن جو پيئرگنٽ حسن پرستن جو مثالي نمائندو چئي سگهجي ٿو.“

”مون کي سمجهه ۾ اچي ويو.“

”تون اهڙي ڪنهن ماڻهوءَ کي سڃاڻين؟“

”مڪمل طور تہ نہ. پر منهنجو خيال آهي تہ ميجر ٿورو اهڙي ئي قسم جو ماڻهو ٿي سگهي ٿو.“

”ممڪن آهي، سوفي..... هونئن ڏنو وڃي تہ اهو هن جو خراب مثال آهي. تون گرڙي ڪري وات صاف ڪر.“

”ڇا مطلب؟“

”ڪجھ نہ. ڇڏ، قصور تنهنجو بہ ناهي. اُهو ماڻهو جيڪي جمالياتي مرحلي ۾ زندگي گذاري رهيو هوندو آهي، ان کي سولائي سان angst يا sense of dread (دهشت جو احساس) يا خالي پڻي جي جذبي جو تجربو ٿي سگهي ٿو. جيڪڏهن اهڙي ڪيفيت پيدا ٿي وڃي تہ پوءِ اميد پيدا ٿي سگهي ٿي. ڪيرڪيگارڊ موجب angst يا دهشت جو احساس مثبت شئي آهي. اهو ان حقيقت جو اظهار هوندو آهي تہ فرد ’وجودي گهرائي‘ ۾ ٽپو ڏئي چڏيندا آهن. اُهي جمالياتي لذت ۽ عقل جي فرض ڏانهن سڌ تي ايمان جي ترجيح جي چونڊ ڪري ڇڏيندا آهن. جيئن ڪيرڪيگارڊ چيو هو: ’جيتوڻيڪ جيئري خدا جي ڪليل ٻانهن ڏانهن اچڻ جو نتيجو ڀوائتو ٿي سگهي ٿو، پر آجپي جو اهوئي اڪيلو رستو آهي.‘“

”توهان جي ان مان معنيٰ عيسائيت آهي.“

”ها. ڇو تہ ڪيرڪيگارڊ جي ويجهو مذهبي مرحلو عيسائيت هئي. پر اهو غير عيسائي مفڪرن لاءِ بہ اهميت اختيار ڪري ويو آهي. ڊنمارڪ جي ان فلسفي جنهن وجوديت جو پرچار ڪيو هو، ويهين صديءَ ۾ ان جو چرچو هنڌين ماڳهين ٿيو.“

سوفي واچ ۾ ڏٺو. ست ٿيا هئا. هوءَ ٽپ ڏئي اٿي. ’امان تہ چري ٿي وئي هوندي مون کي تڪڙ ۾ گهر پهچڻ گهرجي.“

هن هٿ لوڏيندي البرٽو کان موڪلايو ۽ ٻيڙيءَ ڏانهن ڊوڙهنئي.

# مارڪس

**... يورپ مٿان ڀوت اڏامي رهيو آهي ...**

هلديٰ پلنگ تان لٿي ۽ جهٽ دريءَ وٽ بيٺي. هن جڏهن چنچر ڏينهن کان اهو سڀ ڪجهه پڙهڻ شروع ڪيو هو، سوفيءَ جي سالگره جو ڏينهن ختم نہ ٿيو هو. ان کان هڪ ڏينهن اڳ هلديٰ جو پنهنجو جنم ڏينهن هيو.

جيڪڏهن هن جي پيءُ اِهو تصور ڪيو هيو تہ هو سياڻي سوفيءَ جي جنم ڏينهن تائين پهچي ويندو، تہ هو پڪ سان حقيقت پسنديءَ جو مظاهرو ڪون ڪري رهيو هو. هن پڙهڻ ڪانسواءِ ڪو بہ ڪم نہ ڪيو هو. هنَ اها ڳالهہ صحيح ڪئي هئي تہ هاڻي سالگره جي رڳو هڪ رهيل مبارڪ ملندي. اَها مبارڪ باد تڏهن ملي جڏهن البرٽو ۽ سوفي جنم ڏينهن جي واڌاين وارو گيتَ ڳايو هو. هلديٰ کي ڳالهہ نہ وڻي هئي.

۽ هاڻي سوفي ان ڏينهن فلسفيائي گارڊن پارٽيءَ جو بندوبست ڪيو هو جنهن ڏينهن هن جو پيءُ لبنان کان واپس گهر پهچڻو هيو. هلديٰ کي پڪ هئي ان ڏهاڙي ڪجهہ نہ ڪجهہ ضرور ٿيندو. ڇا ٿيندو، ان لاءِ نہ هوءَ ۽ نہ ئي سندس پيءُ ڪجهہ اعتماد سان چئي سگهن ٿا.

پر هڪ ڳالهہ پڪي هئي تہ هن جي پيءُ جي گهر پهچڻ کان اڳ ۾ سائنس اهڙو واقعو ضرور ٿيندو جيڪو سندس حواس خطا ڪري ڇڏيندو. هوءَ البرَٽو ۽ سوفي لاءِ ايتروئي ڪري پئي سگهي.... ڇو تہ اُهي مدد جي اپيل بہ ڪري چڪا هئا....

هن جي ماءُ اڃان ٻيڙي گهر ۾ ڪم ڪري رهي هئي. هو هيٺ ڪمري ۾ آئي ٽيليفون وٽ ڊائريڪٽريءَ مان اينيءَ ۽ اولي جو ڪوپنهيگن وارو نمبر هٿ ڪري ڊائل ڪيائين.

”ايني ڳالهايان پئي.“

”هيلو. مان هلديٰ آهيان.“

”اڙي تون؟ ڪيئن آهين؟ لليسيند جا ڪهڙا حال آهن؟“

”تمام سٺا. موڪلون ٿي چڪيون آهن! بابا هفتي اندر گهر واپس اچڻ وارا آهن.“

”ڏاڍو سٺو، هلڊي.“

”مون توڏانهن فون ان سلسلي ۾ ئي ڪيو آهي....“

”سچ؟“

”منهنجو خيال آهي ته بابا جنهن جهاز ۾ ايندو اُهو اتي ڪوپنهيگن جي ڪاسترروپ ايئرپورٽ تي 23 تاريخ تي ڇنڇر ڏينهن لهندو، شام جو پنجين ڌاران. تون ته ان ڏينهن ڪوپن هيگن ئي هوندينءَ نه؟“

”گهڻو ڪري.“

”سوچان پئي تون منهنجو هڪ ڪم ڪندينءِ؟“

”بلڪل. ڪهڙو؟“

”مان تنهنجي خاص مهرباني جي گهرجائو آهيان. اِها خبر نه اٿم ته اِهو ممڪن آهي يا نه.“

”تون ٻڌاءِ ته.....“

”هلڊي هن کي پنهنجي سموري رٿا سان گڏ باڪس فائل، البرٽو ۽ سوفي بابت به سڀ ڪجھ ٻڌايو. ٻئي ڇٽيون ڪلنديون به رهيون. جڏهن هلڊي رسيور رکيو ته هن جي رٿا تي عمل شروع ٿي چڪو هو.“

هن کي ٻيون به تياريون ڪرڻيون هيون، پر وٽس اجان چڱو وقت هيو.

هن رهيل ٽيپهري ۽ شام پنهنجي ماءُ سان گڏ گذاري. سندس ماءُ موڊ بهتر ڪرڻ ۽ ٽڪ لاهڻ خاطر هن سان ڪار ۾ ويهي فلم ڏسڻ هلي وئي. جڏهن اُهي موٽروي تي ان پل وٽان گذريون جتان هڪ رستو ڪجيوڪ ايئرپورٽ وٽي رهيو هو، ان جاءِ جگ ساپزل (ڪاٺ جا ڪٽيل ٽڪڙا جنهن سان ڪا تصوير ٺاهبي آهي) جا، جنهن کي هلڊي تعمير ڪري رهي هئي، ڪجھ وڏيڪ حصا پنهنجي پنهنجي جاءِ تي برابر ٿي ويا.

گهر دير پهچڻ باوجود هوءَ بستري تي اچي سمهڻ بجاءِ باڪس فائيل کڻي پڙهڻ ويٺي.

جڏهن سوفي ڳجهي جاءِ واري باڙ مان ماٺ ٻاهر نڪتي، اٽڪل اٺ ٿي چڪا هئا. جڏهن سوفي گهر پهتي ته سندس ماءُ دروازي وٽ ٻوٽن جي صفائي ڪري رهي هئي.

”تون ڪٿان آئينءَ؟“

”باڙمان لنگهي آئي آهيان.“

”باڙ مان؟“

”توهانکي خبر ناهي، اتان ٻي پاسي وڃڻ جو دڳ آهي؟“

”پر سوفي تون هئينءَ ڪٿي؟“

”امان مون کي افسوس آهي، پر اڄ ايڏي سنهي اس نڪتي هئي ۽ مان ڊگهي چڪر تي نڪري ويس.“

سندس ماءُ ٻاهر نڪتي ۽ هن ڏانهن تکين نظرن سان ڏسڻ لڳي.

”تون وري ان فلسفيءَ ڏانهن ته ڪون وئي هئينءَ؟“

”ها، ان ڏانهن وئي هيس، مون توهان کي ٻڌايو هو نه ته انهن کي ڊگهو پنڌ وڻندو آهي.“

”هو گارڊن پارٽي ۾ ايندو يا نه؟“

”بلڪل ايندو. شدت سان انتظار ڪري پيو.“

”مون کي به ته ان جو انتظار آهي. هڪ هڪ ڪري ڏينهن ڳڻيان ٿي.“

سوفي جان ڇڏائڻ لاءِ چيو: ”مون کي خوشي آهي ته مون جوآننا ۽ سندس ماءُ پيءُ کي به سڏيو آهي. نه ته شايد شڪي ٿيڻو پئي ها.“

”خبر ناهي... پر ڇا به ٿئي، مان ان البرٽو سان ڇڱي ريت ڳالهائيندس جيئن ڪو بالغ ماڻهو ٻي بالغ ماڻهوءَ سان ڳالهائيندو آهي.“

”ڪو حرج ناهي. توهان سائنس منهنجي ڪمري ۾ ويهي ڳالهائي سگهو ٿيون. مونکي پڪ آهي هو توهان کي وڻندو.“

”۽ ها. تنهنجو خط آيو آهي.“

”منهنجو خط؟“

”ان تي يواين بٽالين جو ٺپو لڳل آهي.“

”اهو البرٽو جي پاءُ جو هوندو.“

”سوفي، هاڻ اهو قصو ختم ٿيڻ گهرجي!“

هن جو مٿو ڦري ويو. ڪيس لڳو ته ڪنهن رهبر روح کان ڪيس وجدان ملي رهيو آهي ۽ جواب ڏئي رهي آهي.

”مون البرٽو کي ٻڌايو هو ته مون کي ناياب ٽپن جا نشان گڏ ڪرڻ جو شوق آهي. ۽ پاءُ به ڪڏهن ڪڏهن ڪم اچي ويندا آهن.“

ائين پيو لڳي ڄڻ سندس ماءُ مطمئن ٿي وئي آهي.

”ڊنر فرج ۾ پيل آهي.“ سندس ماءُ ڪجھ نرم لهجي ۾ چيو.

”خط ڪٿي آهي؟“
”فرج جي مٿان.“
”سوفي تيزيءَ سان اندر وئي. لفافي تي 15 جون 1990ع جو ٺپو هو. هن خط کوليو ان ۾ ننڍڙي چٺيءَ تي لکيل هو:
ختم نہ ٿيڻ واري تخليقي محنت مان ڇا حاصل؟
جڏهن هڪڙي ئي جهٽڪي ۾، ويسر سمورو جهنجهٽ ئي ختم ڪري ڇڏيو.
واقعي سوفي وٽ ان سوال جو ڪو بہ جواب نہ هو. ماني کائڻ کان اڳ هن اُها چٺي الماريءَ ۾ گذريل ڪجھ هفتن ۾ هٿ آيل شين سان گڏ رکي ڇڏي. (هن جو خيال هو تہ هن کي جلد خبر پئجي ويندي تہ سوال ڇو پڇيو ويو هو.)
ٻي ڏينهن صبح جو جوآننا اچي وئي. ٻئي ڄڻيون ڪجھ دير بيڊمينٽن کيڏنديون رهيون ۽ پوءِ پارٽيءَ بابت مٿو هڻڻ لڳيون...
جڏهن سوفي جي ماءُ ڪم ڪري واپس گهر پهتي تڏهن بہ هو ٻئي پارٽيءَ جي انتظامن بابت بحث ڪري رهيون هيون. سوفي جي ماءُ بہ ان ۾ شامل ٿي وئي ۽ هوءَ ان ڳالھ تي زور ڏيندي رهي تہ خرچ جي ڪا بہ پرواھ نہ ڪيو.
شايد هوءَ سمجهي رهي هئي تہ اها فلسفيائي پارٽي سوفيءَ کي واپس عملي دنيا ۾ آڻڻ لاءِ تمام ضروري آهي.
شام تائين اُهي ڪاغذي ميڙ بتين کان فلسفيائي راز تائين، جنهن تي انعام بہ ڏبو هو، سڀني ڳالهين تي متفق ٿي چڪيون هيون. انعام نوجوانن لاءِ فلسفي جو ڪتاب طئي ڪيو ويو. شرط اهو هيو تہ اهڙي قسم جي ڪا شئي ملي وڃي! سوفي کي ان باري ڪا بہ پڪ نہ هئي.
وچ گرميءَ جي مند کان ٻہ ڏينهن اڳ البرٽو سوفي کي فون ڪيو.
”سوفي ٿي ڳالهايان.“
”مان البرٽو آهيان.“
”توهان جا ڪهڙا حال آهن؟“
”بلڪل ٺيڪ آهيان. منهنجو خيال آهي مون هڪ ناهوڪو طريقو ڳوليو آهي.“
”ڇا جو طريقو؟“

”توکي خبر آهي تہ ڇا جو. اسان هيڏي وقت کان جنهن ذهني اسيري ۾ آهيون، ان مان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ لاءِ.“

”ها. صحيح.“

”پر جيستائين رٽا تي عمل شروع نہ ٿيندو مان هڪ لفظ بہ نہ ٻڌائيندس.“

”مون کي تہ خبر هجڻ گهرجي.“

”تون اڻ ڄاڻن وانگر ڳالهائين پئي. اسان جون ڳالهيون لڪ لڪوٽي ۾ ٻڌيون پيون وڃن. سمجهداريءَ جي ڳالهہ اِها آهي تہ رٽا بابت هڪ لفظ بہ نہ ڪڇيو وڃي.“

”تہ معامرو ايترو وڏي ويو آهي.“

”بلڪل فطري ڳالهہ آهي، ڏيءَ. اهم ڳالهيون تڏهن ٿيڻ گهرجن جڏهن اسان ڳالهائيندا نہ هجون... اسان پنهنجي زندگي ڪنهن ڊگهي ڪهاڻي جي لفظن پنيان ڪنهن داستاني حقيقت ۾ گذاري رهيا آهيون. ميجر جي پنهنجي پراڻي ٽائيپ رائٽر جي ڪاڳر تي جيڪو ڪجهہ بہ ٽائپ ٿيندو، ان جو هڪ لفظ بہ هن جي نگاهن کان بچي نہ سگهندو.“

”ها مون کي ان جو اندازو آهي. پر اسان هن جي نگاهن کان ڪيئن بچنداسين؟“

”چپ... انهن سٽن جي وچ ۾ ڪجهہ نہ ڪجهہ ٿي رهيو آهي. هيءَ ئي اهو موقعو آهي جتي مان ٿورو عياريءَ مان ڪم وٺي رهيو آهيان. مون وٽ جيڪي بہ اهڙيون چالون آهن، انهن مان ڪم وٺندس.“

”سمجهہ ۾ اچي ويو.“

”پر اڄ ۽ سڀاڻي پاڻ کي وقت جو وڏ ۾ وڏ فائدو وٺڻ گهرجي. ڇنڇر ڏينهن ڦوڪٽو مٿي اٿندو. تون هاڻي اچي سگهين ٿي؟“

”ها.“

سوفي پکين ۽ جانورن کي خوراڪ ڏيڻ کان پوءِ ٻاڙ مان رڙهي ٻاهر نڪتي ۽ پَرين پاسي رستي تي هلڻ لڳي. اڃان هن ٿورو پنڌ مس ڪيو هو تہ هن جي نظر هڪ وڏي ڊيسڪ تي پئي جيڪا ننڍين ٻوٽن جي وچ ۾ پئي هئي. ان مٿان هڪ پيرسن همراهہ ويٺو هو ۽ نظر ائين پيو اچي ڄڻ اُهو جوڙ ۽ ونڊ جو ڪو حساب ڪتاب ڪري رهيو هو. سوفي ان جي ويجهو پهچي ڪائنس

نالو پڇيو.

”ابينيزراسڪروج.“ هن پنهنجي ڪاتي واري بُڪ جو مطالعو ڪندي چيو.

”منهنجو نالو سوفي آهي. منهنجو خيال آهي توهان واپاري آهيو؟“

هن ها ۾ ڪنڌ لوڏيو ۽ چيو: ”۽ تمام گهڻو دولت مند. هڪ ٽڪو بہ ضايع نہ ٿيڻ گهرجي، ان جي ڪري ئي مون ڪي ڪاتڻ ۾ متو ڪپائڻو ٿو پوي.“

”توهان اجايو پريشان پيا ٿيو.“

سوفي ائين چئي اڳتي وڌي وئي اجان هوءَ ٿوري اڳتي وئي تہ هڪ وڏي وڻ هيٺان چتيون لڳل ڪپڙا پاتل هڪ ڇوڪري ويٺي هئي. هوءَ بلڪل ڪمزور هئي. سندس چهرو پيلو هيو. جڏهن سوفي وٽس آئي تہ هن ٿيلهيءَ ۾ هٿ وڌو ۽ هڪ ماچيس ڪڍي.

”توهان ماچيس خريد ڪندؤ؟“ هن ماچيس سوفيءَ ڏانهن وڌائيندي چيو. سوفي پنهنجي کيسن ۾ هٿ وڌا تہ رڳو هڪ ڪرائون هٿ لڳس.

”ماچيس ڪيتري جي آهي؟“

”هڪ ڪرائون.“

سوفي ڪرائون ڇوڪريءَ کي ڏنو ۽ ماچيس وٽي اتي بيٺي رهي.

”گذريل سئو سالن ۾ تون پهرين فرد آهين جنهن مون کان ڪجھ خريد ڪيو آهي. ڪڏهن بک تہ ڪڏهن سيءَ منهنجو بڇڙو حال ڪندا آهن.“

سوفي سوچيو تہ ماچيس هتي جهنگ ۾ وڪرو نہ ٿا ٿين تہ ان ۾ تعجب جي ڳالھ ناهي. هن کي اوچتو واپاري جو خيال آيو، جيڪڏهن هو واقعي ايترو پيسي وارو آهي، پوءِ هن ماچيس وڪڻندڙ ڇوڪريءَ کي بکون ڪاٽڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟

”هيڏانهن اچ.“ سوفي چيو.

سوفي ڇوڪريءَ کي وٺي واپس دولت مند ماڻهوءَ وٽ آئي.

”توهان کي اهڙو انتظام ڪري ڏيو جيئن هيءَ ڇوڪري

سٺي زندگي گذاري سگھي.“
همراهہ ڪاٽن تان نظر ڪٽيندي چيو: ”اهڙن انتظامن ۾ پيسا خرچ ٿيندا آهن. مون توکي ٻڌايو هو تہ هڪ ٽڪو بہ ضايع ناهيان ڪندو.“
”پر اها بہ انصاف جي ڳالهہ ناهي تہ توهان وٽ ايترو پيسو آهي ۽ هيءَ ويچاري غريب آهي.“ سوفي تکي لهجي سان چيو. ”اها سراسر بي انصافي آهي!“
”تون بيڪار ڳالهيون پئي ڪرين. انصاف رڳو برابر جي ماڻهن وچ ۾ ٿيندو آهي.“
”توهان جو ڇا مطلب آهي؟“
”مون کي اڳتي وڌڻ ۽ مٿي ٿيڻ لاءِ تمام گھڻي محنت ڪرڻي پئي جنهن جو ڦل مون کي مليو آهي. ماڻهو ان کي ترقي چوندا آهن.“
”جيڪڏهن توهان منهنجي مدد نہ ڪندؤ تہ مان مري ويندس.“ غريب ڇوڪري چيو.
”تنهنجو نالو منهنجي ڪاتي ۾ ناهي... ان ڪري هتان هل... ۽ ڪنهن يتيم خاني ۾ وڃي داخل ٿي!“ هن تنگ ٿيندي قلم ڪاتي واري ٻُڪ مٿان رکندي چيو.
”جيڪڏهن توهان منهنجي مدد نہ ڪئي تہ مان جهنگ کي باهہ ڏئي ڇڏيندس!“
ان تي همراهہ ٽپ ڏئي اٿي بيٺو پر ڇوڪري اڳ ۾ ئي تيلي ٻاري چڪي هئي ۽ هن ٻرندڙ تيلي سڪل گاهہ تي اڇلي، جهٽ ۾ باهہ لڳي وئي.
همراهہ مايوسيءَ وچان ٻانهون هيٺ اڇليون. ”اي خدا! منهنجي مدد ڪر!“ هو رڙيون ڪري چوڻ لڳو. ”ڳاڙهو ڪڪڙ ڳالهائي پيو!“
ڇوڪري مرڪندي چيو:
”توکي خبر ناهي تہ مان ڪميونسٽ آهيان؟“
ٿوري جهٽ کان پوءِ ڊيسڪ، واپاري ۽ ڇوڪري سڀ ڪجهہ گم ٿي چڪو هو.
جڏهن باهہ جا الا باهہ کي ائين کائي رهيا هئا جڻ وقتن کان بکيا هجن، سوفي هڪ پيرو ٻيهر اتي اڪيلي هئي. هوءَ ٻرندڙ گاهہ کي پيرن سان چٿڻ لڳي پر ڪيس باهہ وسائڻ ۾ ٿورو وقت

لڳو.

”خدا جو شڪر آهي!“ هن سڙيل گاهه تي نظر وجهندي چيو. هن جي هٿ ۾ ماچيس هئي.

”هي باهه مون ته ناهي لڳائي؟ ڇا اهو ممڪن آهي؟“

جڏهن ميجر جي جاءِ آڏو هوءَ البرٽو سان ملي ته هن ڪيس رستي ۾ ٿيل سمورو واقعو ٻڌايو.

”اسڪروج چارلس ڊڪنز جي ڪهاڻي "A Chrismas Carol" جو بخيل سرمائيدار هيو ۽ ماچيسن واري ڇوڪري شايد توکي هانس ڪرسچين اينڊرسن جي ڪهاڻيءَ مان ياد رهجي وئي هجي.“

”پر مان اِهو سوچي به نه ٿي سگهان ته ان جي مون سان ٻيلي ۾ ملاقات ٿيندي.“

”ڇو نه؟ هي ڪو معمولي ٻيلو ناهي. هاڻي پاڻ ڪارل مارڪس بابت ڳالهه ٻولهه ڪنداسين. اهو سنو ٿيو ته 19هين صديءَ ۾ جيڪا طبقاتي ڇڪتاڻ هئي، تو ان جي هڪڙي جهلڪ پنهنجي اکين سان ڏٺي. اچ پاڻ اندر هلي ويهون. ميجر جي اتي گهٽ مداخلت آهي.“

هو هڪ ڀيرو ٻيهر ننڍڙي ميز آڏو ويٺا. مينٽل پيس تي ڳاڙهي ۽ نيري رنگ واريون ٻئي بوتلون پيل هيون. نيري بوتل پيئڻ سان سوفيءَ کي جيڪو تجربو ٿيو هو، اُهو سندس رڳ رڳ ۾ ڊوڙي رهيو هو. ميز تي يوناني عبادت گاهه جو هڪ ننڍڙو ماڊل رکيل هو.

”هي ڇا آهي؟“ سوفي پڇيو.

”وقت اچڻ تي سڀ پتو پئجي ويندو.“

البرٽو ڳالهه شروع ڪئي: ”جڏهن ڪيرڪيگارڊ 1841ع ۾ برلن ويو هو. اِهو ممڪن آهي ته شيلنگ جي ليڪچرن دوران هو ۽ ڪارل مارڪس هڪ ئي ڊيسڪ تي ويٺا هجن. ڪيرڪيگارڊ ايم اي جي امتحان لاءِ سقراط تي ٿيسز لکيو هو. ڪارل مارڪس ان وقت ڊاڪٽريٽ جي ڊگريءَ لاءِ ڊيموڪريٽوس ۽ ايپيڪيورس تي-- ٻين لفظن ۾ پراڻي دؤر جيماديت پسنديءَ جي باري ۾-- مقالو لکيو هو. ائين هنن ٻنهي پنهنجي پنهنجي فلسفي لاءِ حدون طئي ڪيون هيون.“

”اها ڳالهه توهان ان ڪري ڪيو پيا جو ڪارل مارڪس

ماديت پسند ۽ ڪيرڪيگارڊ وجودي بڻجي ويو هو؟"

"مارڪس اهو جنهن کي هاڻي 'تاريخي ماديت پسند' چيو ويندو آهي، بڻجي ويو هو. ان جو ذڪر اڳتي ڪيون ٿا. ڪيرڪيگارڊ ۽ مارڪس ٻنهي هيگل جي فلسفي کي پنهنجي شروعات جو نقطو بڻايو هو. ٻئي هيگل جي فڪري انداز کان متاثر هئا. پر ٻنهي هن جي روح عالم ۽ آئڊيلزم کي رد ڪري ڇڏيو هو..... عام طور تي اسان اڪثر اهو چوندا آهيون ته عظيم فلسفيائي روايتن جو سلسلو هيگل سان گڏ ختم ٿي ويو هو. ان کان پوءِ فلسفو نئين پاسي هلي پيو. اڳ ۾ ماٺهو نظرياتي يا فڪري ڳالهين تي وڌيڪ زور ڏيندا هئا. هاڻ ان جي جاءِ تي وجودي فلسفي يا عملي فلسفي (Philosopy of action) ورتي. جڏهن مارڪس اهو چيو ته: 'هاڻي تائين فلسفي مختلف طريقن سان دنيا جي تشريح ڪندا رهيا آهن. هاڻي وقت اچي ويو آهي ته ان انداز کي مَٽايو وڃي.' ته ان جو مطلب اهو ئي هيو. مارڪس جا اهي لفظ فلسفي جي تاريخ ۾ موڙ جي نشاني آهن."

"مارڪس جو مطلب ڇا هو، اسڪروج ۽ ماچيس واري ڇوڪري سان ملڻ کان پوءِ مون کي سمجهڻ ۾ سولائي ٿي رهي آهي."

"مارڪس جي سوچ ۾ عملي... يا سياسي... مقصد شامل هيو. هو رڳو فلسفي ئي نه هيو، پر تاريخ دان، عمرانيات جو ماهر ۽ اقتصاديات جو ماهر به هيو. اها ڳالهه پڪ سان چئي سگهجي ٿي ته عملي سياست ۾ مارڪس کي جيڪو مرتبو مليو، اُهو ڪنهن به فلسفيءَ جي حصي ۾ نه آيو. اسان کي اهو به احتياط ڪرڻ گهرجي ته اسان هر ان ڳالهه کي، جيڪا پنهنجو پاڻ کي مارڪسزم چوندي آهي، مارڪس جي پنهنجي فڪر سان ڳنڍيون. مارڪس بابت چيو ويندو آهي ته هو 1840ع واري ڏهاڪي ۾ مارڪسي ٿيو هو. ان کانپوءِ به اهڙا وقت ايندا رهيا جڏهن هو زور ڏئي ضرور چوندو هيو ته هو مارڪسي ناهي."

"ڇا يسوع عيسائي هئا؟"

"هام اهو مسئلو به بحث جوڳو آهي."

"ته پوءِ پنهنجي ڳالهه اڳتي وڌايو."

"بلڪل منديءَ ان شئي جي نهڻ ۾، جيڪا پوءِ مارڪسزم جي نالي سان مشهور ٿي، هن جو ويجهو دوست فريڊرڪ اينگلز

سندس سهڪاري رهيو. اسان جي صديءَ (ويهين) ۾ لينن، اسٽالن، مائوزي تنگ ۽ ٻين به مارڪسزم يا مارڪسزم/ لينن ازم ۾ پنهنجا پنهنجا واڌارا ڪيا آهن."

"منهنجو خيال آهي پاڻ کي مارڪس تائين رکڻ گهرجي. توهان چيو ته هو تاريخي ماديت پسند هيو."

"هو پراڻي دؤر جي ايٽم وارن (atomists) وانگر ماديت پسند فلسفي نه هو ۽ نه ئي 17هين ۽ 18هين صدين جي ميڪانڪي ماديت پسنديءَ جي حمايت ڪندڙ هيو. هن جو خيال هو ته جنهن انداز سان اسان سوچيندا آهيون، ان جو تعين ڪرڻ ۾ گهڻي حد تائين معاشري جي مادي عنصرن جو هٿ هوندو آهي. اهڙي نوعيت جا مادي عنصر تاريخي واڌ ۾ فيصلائتا ثابت ٿيا آهن."

"اها هيگل جي روح عالم واري ڳالهه کان بلڪل مختلف ڳالهه لڳي ٿي."

"هيگل چيو هو ته تاريخي واڌ کي اڳتي وڌائڻ ۾ متضاد عنصرن جي وچ ۾ ڇڪتاڻ جو هٿ هوندو آهي...... جڏهن ڇڪتاڻ ٿيندي آهي، اوچتو تبديلي ايندي آهي ۽ اها ڇڪتاڻ حل ٿي ويندي آهي. مارڪس انهيءَ خيال کي چٽو ڪيو ۽ ان ۾ اضافو ڪيو. پر مارڪس موجب هيگل ابتو بيٺل هيو..... جيڪا قوت تاريخ کي اڳتي ڌڪيندي آهي هيگل ان کي روح عالم يا عقل عالم چوندو هو. مارڪس جي دعويٰ هئي ته ان سان سمورو معامرو ابتو ٿي ويو آهي. هو ثابت ڪرڻ پيو چاهي ته تاريخ کي جيڪي تبديليون متاثر ڪن ٿيون اُهي مادي هونديون آهن. مادي تبديلي جي تخليق 'روحاني لاڳاپا' ناهن ڪندا پر معامرو ان جي ابتڙ آهي. مارڪس ان ڳالهه تي خاص زور ڏيندو هو ته معاشري ۾ تبديليءَ جون ذميوار معاشي قوتون آهن ۽ انهيءَ تبديليءَ سان اهي تاريخ کي اڳتي وڌائيندڙيون آهن."

"ڪو مثال؟"

"پراڻي دؤر جو فلسفو ۽ سائنس مقصد جي اعتبار کان بلڪل ٿيوريٽيڪل هئا. جيڪي به نيون ايجادون ٿينديون هيون، ڪنهن کي به انهن کي عملي مقصدن ۾ ڪتب آڻڻ ۾ ڪا به دلچسپي نه هئي."

"واقعي؟"

"ان جو ڪارڻ اهو انداز هيو جنهن سان معاشري جي معاشي

زندگيءَ جي جوڙجڪ ٿي هئي. مختلف شين کي پوکڻ ۽ ناهڻ جي ذميواري غلامن تي هوندي هئي. ان ڪري (آزاد) شهرين کي عملي نواڻ وسيلي پيداوار وڌائڻ ۾ ڪا به دلچسپي نه هئي. معاشري جي سوچ ويچار تي مادي لاڳاپا ڪيئن اثر انداز ٿيندا هئا. اهو ان جو هڪ مثال آهي.“

”سمجهه ۾ آيو.“

”مارڪس انهن مادي، معاشي ۽ معاشرتي لاڳاپن کي معاشري جو بنياد ڪوٺيندو هو. معاشرو ڪهڙي انداز سان سوچيندو آهي، ان جا سياسي ادارا ڪهڙي قسم جا آهن، ان جا قانون ڪهڙا آهن، وڌيڪ اهو ته ان جو مذهب، اخلاقي قائدا، آرٽ، فلسفو ۽ سائنس ڇا آهن، مارڪس انهن سڀني کي ’اعليٰ بناوٽ‘ (superstructure) قرار ڏيندو هو. هاڻي مون کي اِها يوناني عبادت گاهه ته ڪٿي ڏي.“

سوفي کيس عبادت گاهه ڪٿي ڏني.

”هي ايڪرو پولس تي اٿينا ديوي جي عبادت گاهه پارٿي نان جو ماڊل آهي. تون ان کي حقيقي زندگيءَ ۾ به ڏسي چڪي آهين.“

”توهان جو مطلب آهي، وڊيو تي؟“

”تون ڏسي سگهين ٿي ته هن عمارت جي ڇت خوبصورت ۽ ليپائيندڙ آهي. جتي ڇت جون ٻئي چاڙهيون پاڻ ۾ ملن ٿيون... ماٿوءَ جي پهرين نظر انهن تي پئي ٿي. اها ئي اُها شئي آهي جنهن کي اعليٰ بناوٽ (يا مٿاهين تعمير) چئبو آهي.“

”پر ڇت ته فضا ۾ تري نه ٿي سگهي.“

”هن کي ٿنڀن جو سهارو آهي... عمارت جا بنياد... ۽ ٿنڀ جن سموري عمارت کي سهارو ڏنو آهي، مضبوط آهن. اهڙي ريت مارڪس کي پڪ هئي جن شين کي معاشري جا خيال ۽ فڪر چئي سگهجي ٿو، انهن کي مادي لاڳاپا سهارو ڏيندا آهن. معاشري جي اعليٰ بناوٽ اصل ۾ معاشري جي بنيادن جي عڪاسي آهي.“

”ڇا توهان اِهو چئو پيا ته افلاطون جو مثالن وارو نظريو ٿانو ناهڻ يا انگور جي پيداواري عمل جي عڪاسي ڪندڙ آهي؟“

”جيئن ته مارڪس چٽن لفظن ۾ چيو آهي، معامرو ايترو سولو ناهي. هي معاشري جي بنيادن جو پنهنجي اعليٰ بناوٽ سان

گڏ گڏيل طور اثر انداز ٿيڻ جو عمل آهي. جيڪڏهن مارڪس ان گڏيل عمل ۽ انهن جي اثرن کي نظر انداز ڪري ڇڏي ها، هو ميڪانڪي ماديت پسند بڻجي وڃي ها. پر جيئن ته مارڪس سمجهي ويو هو ته بنيادن ۽ اعليٰ بناوٽ جي وچ ۾ گڏيل عمل يا جدلياتي تعلق هوندو آهي، اسان چوندا آهيون ته هو 'جدلياتي ماديت پسند' هو. ها اهو به ٻڌايانءِ ته افلاطون نه ڪنڀار هو ۽ نه انگورن جو پوکيندڙ."

"ٺيڪ. توهان عبادت گاهه بابت ڪجهه ٻڌايو ٿا؟"

"ها. ڇا تون عبادت گاهه جي بنيادن جا تفصيل ٻڌائي سگهين ٿي؟"

"ٿنڀ هڪ اهڙي بنياد تي بيٺل آهن جنهن جا ٽي ته يا قد مچڙا آهن."

"پاڻ معاشري جي بنيادن ۾ به انهن سان ٺهڪندڙ ٽي ته (سطحون) ڳوليندا سين. سڀ کان هيٺيون ۽ اهم ته اهو آهي جنهن کي اسان 'معاشري جون پيداواري حالتون' چئي سگهون ٿا. ٻين لفظن ۾ هي اهي قدرتي حالتون يا وسيلا آهن جيڪي معاشري وٽ آهن. مان جن حالتن جو ذڪر ڪيان پيو انهن جو واسطو آبهوا ۽ ڪچي مال جهڙين شين سان آهي، اهي ڪنهن به معاشري جو بنياد هونديون آهن، ۽ اهو بنياد چٽي نموني طئي ڪندو آهي ته معاشرو ڇا ڇا پيدا ڪري سگهي ٿو. وڌيڪ اهو ته ان مان اها به خبر پوندي آهي ته معاشرو ڪهڙي قسم جو هوندو ۽ عام طور تي ان جي ثقافت ڪهڙي هوندي."

"اسان صحراءِ اعظم ۾ هيرنگ مڇيون نه ٿا پالي سگهون يا اتر ناروي ۾ کجي نه ٿا پوکي سگهون."

"ها توکي ڳالهه سمجهه ۾ آئي آهي. لاڏائو ثقافت جي ماڻهن جي سوچڻ جو انداز اتر ناروي جي مهاڻن جي سوچڻ جي انداز کان مختلف هوندو. ٻيو ته معاشري جي 'پيداوار جا ذريعا' آهن. ان مان مارڪس جو مطلب سامان 'اوزار'، مشينون ۽ ڪچو مال به آهن جيڪي ان معاشري ۾ ملي سگهن ٿا.

"پراڻي زماني ۾ ماڻهو مڇيون پڪڙڻ لاءِ وڃهن واريون ٻيڙيون ڪتب آڻيندا هئا. هاڻي انهن وٽ وڏا ٽرالر (Trawler) آهن."

"تون هتي معاشري جي ٽين ته جو ذڪر ٿي ڪرين. يعني

هي ڳالهه انهن ماڻهن جي آهي جيڪي معاشري جي پيداوار جي ذريعن تي قبضو ڪيو ويٺا آهن. محنت جي ورڇ، ورڇ ڪندڙ ۽ ملڪيت کي مارڪس ’پيداواري ڳانڍاپا‘ چوندو هو.“

”مون کي سمجهه ۾ اچي ويو.“

”هاڻي تائين پاڻ جيڪو ڪجهه چيو آهي، ان مان اهو نتيجو ڪڍي سگهون ٿا ته اهو معاشري جي پيداوار جو طريقو ئي آهي جيڪو اهو طئي ڪندو آهي ته ان معاشري ۾ ڪهڙي قسم جون سياسي ۽ نظرياتي حالتون وڌي سگهنديون. اها رڳو اتفاق جي ڳالهه ناهي ته اڄ اسانجي سوچڻ جو انداز اڳين جاگيرداراڻي معاشري جي سوچن جي انداز کان ڪي قدر مختلف آهي... اسان جا اخلاقي ضابطا به ان کان چڱو مختلف آهن.“

”معنيٰ مارڪس اهڙي ڪنهن فطري حق ۾ يقين نه رکندو هو جنهن کي ابدي طور صحيح سمجهيو وڃي.“

”نه. اخلاقي طور ڇا صحيح آهي، مارڪس موجب اهو سوال معاشري جي بنياد مان ايري ٿو. مثال جڏهن پراڻي زرعي معاشرن ۾ اهو سوال سامهون ايندو هو ته ٻارن جون شاديون ڪنهن سان ٿينديون، ان جو فيصلو ٻار نه پر سندن پيءُ ماءُ ڪندا هئا. ان طريقي ۾ ڪنهن به اتفاق جو دخل نه هوندو هيو. مسئلو اهو هوندو هو ته زمين جو وارث ڪير ٿيندو. جديد شهرن ۾ معاشرتي حالتون مختلف آهن اڄڪلهه ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جي ملاقات ڊسڪو ڪلبن ۾ ٿي سگهي ٿي پل اُهي هڪ ٻئي جا مڱيندو ۽ مڱيندي ڇو نه هجن. جڏهن پيار ۾ جوش آهي ته ڪٿي نه ڪٿي رهائش به ملي ويندي.“

”مان اهو ڪڏهن به برداشت نه ڪنديس ته منهنجي شادي يا پسند جو فيصلو منهنجا پيءُ ماءُ ڪن.“

”ان جو ڪارڻ اهو آهي ته تون پنهنجي دؤر جي ڌيءَ آهين. مارڪس ان تي به زور ڏنو آهي ته صحيح ۽ غلط جا معيار گهڻو ڪري معاشري جو حڪمران طبقو مقرر ڪندو آهي، ڇو ته ’هاڻي تائين جيڪي به معاشرا وجود ۾ آيا آهن‘ انهن جي تاريخ طبقاتي ڇڪتاڻ جي تاريخ آهي. ٻين لفظن ۾ ان جو مطلب اهو آهي ته تاريخ جو گهڻو مسئلو اهو آهي ته پيداوار جي ذريعن جو مالڪ ڪنهن کي ٿيڻو آهي.“

”ڇا عام ماڻهن جا خيال ۽ سوچون تاريخ جون ذارائون تبديل

ڪرڻ ۾ مددگار ناهن ٿينديون؟"

"ان جو جواب ها ۾ به آهي ۽ نه ۾ به. مارڪس سمجهندو هو ته معاشري جي اعليٰ بناوت يا اڏاوت جون حالتون گڏيل عمل وسيلي ان جي بنياد جي حالتن تي اثر انداز ٿي سگهن ٿيون پر هو اهو مڃڻ کان انڪاري هيو ته معاشري جي اعليٰ اڏاوت جي پنهنجي تاريخ هوندي آهي. پراڻي دؤر جي غلام معاشري کان اجوڪي صنعتي معاشري تائين جنهن شئي تاريخ کي وڌايو، بنيادي طور تي ان جو تعين اهي تبديليون ڪنديون رهيون آهن جيڪي معاشري جي بنياد ۾ پڌريون ٿيون."

"اها ڳالهه ته توهان اڳ ۾ ئي ٻڌائي چڪا آهيو."

"مارڪس جو عقيدو هيو ته تاريخ جي سمورن دورن ۾ معاشري جي ٻن طبقن ۾ ڇڪتاڻ هلندي رهي آهي. پراڻي دؤر جي غلام معاشري ۾ اها ڇڪتاڻ آزاد شهرين ۽ غلامن وچ ۾ ٿيندي رهي آهي. وچ واري دؤر دوران اها ڇڪتاڻ جاگيرداراڻي معاشري ۽ غلام هارين ۽ بعد ۾ اميرن جي طبقي ۽ شهرين جي وچ ۾ ٿيندي رهي آهي. پر مارڪس جي پنهنجي زماني ۾ ڇڪتاڻ جنهن کي 'بورزوا' يا 'سرمائيداراڻو' معاشرو چوندو هو، ڇڻي نموني سرمائيدارن ۽ مزدور پورهيتن يا پرولتارين جي وچ ۾ هئي. ان ڪري اها ڇڪتاڻ پيداوار جي ذريعن تي قبضو ڪري ويٺلن ۽ ان کان محروم طبقن وچ ۾ ٿيندي رهي. ۽ جيئن ته 'مٿيون طبقو' رضاڪاراڻي طور پنهنجي اختيارن کان هٽ ناهي ڪٽندو، تبديلي رڳو انقلاب وسيلي ئي ممڪن هوندي آهي."

"ڪميونسٽ معاشري بابت ڇا خيال آهي؟"

"مارڪس سرمائيدار طبقي کي ڪميونسٽ معاشري ۾ تبديل ٿيندي ڏسڻ جو خواهشمند هيو. هن پيداوار جي سرمائيداراڻي طريقي جو اونهو تجزيو ڪيو هو. پوءِ به ان جو جائزو وٺڻ کان اڳ ۾ اسان انسان جي پورهئي بابت مارڪس جي خيال بابت ڪجهه ڳالهائينداسين. ڪميونسٽ ٿيڻ کان اڳ ۾ نوجوان مارڪس جو ڌيان ان ڳالهه تي هيو ته جڏهن ماڻهو ڪم ڪري ٿو، ته ڇا ٿيندو آهي. هيگل به ان مسئلي جو جائزو ورتو هيو. هيگل جو عقيدو هيو ته انسان ۽ فطرت جي وچ ۾ هڪ ٻئي تي اثر وجهڻ وارو يا جدلياتي تعلق موجود هوندو آهي. جڏهن انسان فطرت ۾ تبديلي آڻيندو آهي، هو پاڻ به تبديل ٿي ويندو آهي. ان کي ٿوري

مختلف انداز سان هيئن بيان ڪري سگهجي ٿو ته جڏهن انسان ڪم ڪندو آهي اهو فطرت سان گڏيل عمل ۾ شامل ٿي ويندو آهي ۽ فطرت کي تبديل ڪري ڇڏيندو آهي. پر معامرو اتي ختم نه ٿو ٿئي، خود فطرت به انسان سان گڏيل عمل ۾ شامل هوندي آهي ۽ ان جي شعور کي تبديل ڪري ڇڏيندي آهي.“

”هي ته اُها ئي ڳالهه ٿي ته توهان مون کي ٻڌايو ته توهان ڇا ڪندا آهيو ۽ مان توهان کي ٻڌائيندس ته توهان ڪهڙي قسم جا ماڻهو آهيو.“

”مارڪس جو مختصر خيال اهو هيو. اسان ڪهڙي نموني ڪم ڪندا آهيون، ان سان اسان جو شعور متاثر ٿيندو آهي پر اسان جنهن انداز سان ڪم ڪندا آهيون، اسان جو شعور به ان مان متاثر ٿيندو آهي. تون چئي سگهين ٿي ته اهو هٿ ۽ شعور جو گڏيل عمل جو معامرو آهي. ان ڪري جنهن طريقي سان تون سوچيندي آهين، ان جو ان ڪم سان جيڪو تون ڪندي آهين، ويجهو ڳانڍاپو هوندو آهي.“

”ان ڪري جڏهن ماڻهو بي ڪار ٿيندو آهي، ان تي پڪ سان ذک واري حالت ڇانئجي ويندي.“

”ها. جيڪو ماڻهو بيڪار يا واندو ٿيندو آهي، اهو هڪ لحاظ کان خالي هوندو آهي هيگل کي ان جي اڳ ۾ ئي ڄاڻ هئي. هيگل ۽ مارڪس ٻنهيءَ جي ويجهو ڪم مثبت شئي آهي ان جو انسانذات جي اصل (جوهر) سان ويجهو لاڳاپو آهي.“

”ان ڪري پورهيت لاءِ اهو مثبت هوندو.“

”ها. پر رڳو منڍ ۾. پر هيءَ ئي اُهو هنڌ آهي جتي مارڪس پيداوار جي سرمائيداراڻي پيداوار جي طريقي تي تنقيد ڪئي.“

”اها تنقيد ڪهڙي هئي؟“

”سرمائيداراڻي نظام ۾ پورهيت ڪنهن ٻي لاءِ محنت ڪندو آهي. ائين هن جي محنت اهڙي شئي آهي جيڪا ان لاءِ ٻاهرين (External) آهي... يا اهڙي شئي آهي جو هو پاڻ مالڪ ناهي هوندو. پورهيت پنهنجي ڪم لاءِ ڌاريو بڻجي ويندو آهي... پر ان سان گڏ هو پنهنجو پاڻ کان به اڻ ڄاڻ بڻجي ويندو آهي. هن جو پنهنجي حقيقت سان رابطو ختم ٿي ويندو آهي. مارڪس هتي هڪ هيگلي ترڪيب استعمال ڪئي آهي ۽ چئي ٿو

تہ پورهيت 'سجاڻ ۾ خرابي' جي ور چڙهي ويندو آهي."

"منهنجي هڪ ڦڦي ويهن سالن کان هڪ ڪارخاني ۾ ڪم ڪري رهي آهي جتي هوءَ ٽافيون ۽ چاڪليٽ دٻن ۾ بند ڪندي آهي. ان ڪري توهان جيڪو ڪجھ چئي رهيا آهيو، مان ان کي سولائي سان سمجهي سگهان ٿي. هوءَ چوندي آهي تہ ڪيس ڪم تي وڃڻ ناهي وڻندو ۽ روزانو صبح جو ڪم تي وڃڻ کان اڳ ۾ ڪاوڙ ڪندي آهي."

"سوفي، جيڪڏهن هن کي ڪم کان نفرت آهي تہ هڪ لحاظ کان هن کي پنهنجو پاڻ سان بہ نفرت هجڻ گھرجي."

"هن کي ٽافيون ۽ چاڪليٽ ناهن وڻندا. اها ڳالهہ پڪي آهي."

"سرمائيدارانہ معاشري ۾ محنت کي اهڙي ريت گڏ ڪيو ويندو آهي جو پورهيت هڪ لحاظ کان هڪ ٻئي معاشرتي طبقي جو غلام ٿي ويندو آهي. ائين پورهيت پنهنجو پورهئو... ان سان گڏ پنهنجي سموري حياتي... بورزواين ڏانهن منتقل ڪري ڇڏيندو آهي."

"ڇا معامرو ايڏو ڳنڀير آهي؟"

"اسان مارڪس بابت ڳالهائي رهيا آهيون، ان ڪري اسان کي ڳالهہ جي شروعات انهن معاشرتي حالتن کان ڪرڻي پوندي جيڪي گذريل صدي (19هين) جي وچ ڌاران هيون. ان ڪري تنهنجي سوال جو جواب وڏي واڪي ها ۾ هوندو. پورهيت جنهن عمارت ۾ ڪم ڪندو هو اتي سخت ترين سيءُ هوندو هو ۽ اهو ٻارهن ڪلاڪن تائين وڏيڪ وقت ڪم ڪندو هو. اجورو ايترو گهٽ هوندو هيو جو پورهيت جي پوڙهي ماءُ ۽ ڳور هاري عورت کي بہ ڪم ڪرڻو پوندو هو. ان سان بيان کان بہ ٻاهر معاشرتي مونجهارا پيدا ٿي ويندا هئا. ڪيترن هنڌن تي اجورو سستي شراب جي شڪل ۾ ڏنو ويندو هو ۽ عورتن کي آمدني وڌائڻ لاءِ ڌنڌو ڪرڻو پوندو هيو. انهن جا گراهڪ شهر جا معزز هوندا هئا. مختصر اهو چئي سگهجي ٿو تہ گهٽ وڌ هيءَ ئي اُها صورتحال هئي جو جنهن شئي کي يعني ڪم کي انسان ذات جي قدر لائق وصف ٿيڻ گهرجي ها، ان ۾ پورهيت کي ڍڳو بڻايو ويو."

"اهو ٻڌي منهنجو تہ رت ٽهڪي ٿو!"

"مارڪس کي بہ ڏاڍي ڪاوڙ ايندي هئي. جڏهن هڪ

طرف اهو ٿي رهيو هوندو هو، ٻي پاسي بورزوائين جا ٻار تازي پاڻيءَ ۾ ترڻ ڪري شاندار وڏن ۽ گرم ڪمرن ۾ وائلن ويهي وڄائيندا هئا... جيئن ڊگهي گهوڙي سواري تفريح جو ذريعو هئي تيئن وائلن ۽ پيانو وڄائڻ به وندر هئي."

"الا، ڪيڏي پوائنٽي نا انصافي آهي!"

"مارڪس توسان سهمت هو. هن اينگلز سان گڏجي 1848ع ۾ ڪميونسٽ مينيفيسٽو (منشور) ڇپرايو. جنهن جي پهرين سٽ هي آهي: يورپ مٿان ڀوت... ڪميونزم جو ڀوت ... اڏامي رهيو آهي".

"اهو ته ڏڪائيندڙ آهي."

"هَن بورزواين کي به ڏڪائي وڌو هو. ڇو ته هاڻي پرولتاري بغاوت ڪرڻ لاءِ راضي ٿي رهيا هئا. خبر ٿئي منشور جون آخري سٽون ڪهڙيون آهن؟"

"ٻڌايو."

"ڪميونسٽن کي پنهنجا خيال ۽ مقصد لڪائڻ ۾ چڙ ايندي آهي. اهي وڏي واڪي اعلان ڪندا آهن ته انهن جا مقصد ان صورت ۾ حاصل ٿيڻ ممڪن آهن جيڪڏهن هاڻوڪين معاشرتي حالتن کي ناس ڪيو وڃي. جيڪڏهن حڪمران رڳو ڪميونسٽ انقلاب جو ٻڌي ڏڪي ويندا آهن، پل ڏڪندا رهن. ان سان پرولتارين جو ڪجهه به نه بگڙجندو سواءِ ان جي ته هنن جا (غلاميءَ جا) زنجير ڪٽجي ويندا. هنن کي هڪ جهان تي سوڀ ماڻڻي آهي. سمورن ملڪن جا پورهيتؤ، هڪ ٿي وڃو!"

"جيڪڏهن حالتون سچ ۾ اهڙيون ئي هيون ته مان به ان منشور تي صحي ڪيان ها. پر اڄ حالتون مختلف آهن؟"

"ناروي ۾ واقعي حالتون مختلف آهن. پر دنيا ۾ هر هنڌ ناهن. اڻ ڳڻيا ماڻهو اڄ به سڪي سڪي جيئن ٿا جيتوڻيڪ اُهي سرمائيدارن لاءِ فصل اپائن ٿا ۽ شيون ناهن ۽ ڪين امير کان امير بڻائن ٿا. مارڪس ان کي استحصال چوندو هو."

"ان جي تشريح ..."

"جيڪڏهن ڪو پورهيت ڪا جنس اپائي ٿو يا شئي ناهي ٿو، ان جنس يا شئي جي نيڪ ماليت يا هوندي يا ٿيندي."

"ها."

"جيڪڏهن اسان ان ماليت مان مزدورن جي اجرت ۽ ٻين

خرچڻ کي ٻاهر ڪيون ته هڪ خاص رقم بچندي. مارڪس ان رقم کي منافعو چوندو هو. ٻين لفظن ۾ سرمائيدار هڪ اهڙي رقم پنهنجي کيسي ۾ وجهندو آهي جيڪا اصل ۾ پورهيت جي پگهر جو ثمر هوندي آهي. مارڪس ان کي استحصال چوندو هيو."

"سمجهي ويس."

"۽ هاڻي ٿيندو هيئن آهي جو سرمائيدار پنهنجي منافع جي ڪجهه رقم مان نئين سرمائيداري ڪندو آهي- مثال هو ان اميد سان نوان ڪارخانا کولڻ لاءِ مشينون خريدڪري سگهي ته جيئن هو شين جي پيداوار جي لاڳت گهٽ ڪندو آهي ۽ ائين مستقبل ۾ پنهنجي منافعي مان وڌيڪ ڪمائي سگهندو."

"ڳالهه ته منطقي ٿي لڳي."

"ها. ظاهر ۾ ته منطقي آهي پر ڊگهي وقت ۾ نه ان شعبي ۾، ۽ نه ٻين شعبن ۾ ان جو نتيجو اهو نه نڪرندو جنهن جو تصور سرمائيدار ڪندا آهن."

"ڇا مطلب؟"

"مارڪس جو عقيدو هو ته پيداوار جي سرمائيداراڻي طريقي ۾ ڪيئي پيدائشي تضاد موجود هوندا آهن. سرمائيداري هڪ اهڙو معاشي نظام آهي جيڪو پنهنجي تباهي کي پاڻ دعوت ڏيندو آهي ڇو ته ان ۾ عقلي ضبط جي کوٽ هوندي آهي."

"اها ته مظلومن لاءِ سٺي ڳالهه آهي. ها نه؟"

"ها. سرمائيداري نظام جي فطرت اهائي آهي ته اهو پنهنجي تباهي ڏانهن وڌي رهيو آهي. ان معنيٰ ۾ سرمائيداري نظام 'ترقي پسند' آهي ڇو ته اهو ڪميونزم جي رستي جو هڪ مرحلو آهي."

"توهان چئو ٿا ته سرمائيداري نظام پنهنجي تباهي کي پاڻ سڏيندو آهي. ان جو ڪو مثال ڏيو؟"

"اسان چيو هو ته سرمائيدار وٽ تمام گهڻو فالتو پيسو گڏ ٿي ويندو آهي، ۽ هو ان پيسن مان ڪجهه فيڪٽريءَ کي جديد بڻائڻ ۾ خرچ ڪندو آهي. پر هو وائلن جي سبقن ۽ زال جي شوقن تي به خرچ ڪندو آهي. هو نيون مشينون خريد ڪندو آهي، ان ڪري هن کي گهڻن ملازمن جي ضرورت ناهي پوندي هو اهو ڪم پنهنجي مقابلي واري سگهه (Competitive power) وڌائڻ لاءِ ڪندو آهي."

”سمجھ ۾ آيو.“

”پر ان طريقي سان ڪم ڪرڻ بابت هو اڪيلو ناهي سوچيندو. هن سان مقابلي وارا به هوندا آهن. اهي به ساڳيو طريقو اختيار ڪندا آهن. ان جو نتيجو اهو نڪرندو آهي ته پيداواري عمل ڪي مجموعي حيثيت ۾ وڌيڪ اثرائتو بڻايو ويندو آهي. پڪيڙجي اعتبار سان فيڪٽريون وڏيون ٿيڻ لڳنديون آهن پر انهن جا انتظام ٿورن ئي هٿن ۾ هوندا آهن. سوفيءَ خبر ٿئي پوءِ ڇا ٿيندو آهي؟“

”نه......“

”ان صورت ۾ پورهيتن جي گهٽي ضرورت ناهي پوندي ۽ ائين انهن جي ڇانٽي شروع ٿيندي آهي. جنهن جي نتيجي ۾ بيروزگارن جو تعداد وڌندو آهي ۽ پوءِ معاشري ۾ مسئلا وڌي ويندا آهن. ۽ جڏهن اهڙي قسم جا ’بحران‘ جنم وٺندا آهن ته اها ان ڳالھ جي علامت هوندي آهي ته سرمائيداراڻو نظام پنهنجي تباهي ڏانهن وڌي رهيو آهي. جڏهن به منافعو پيداوار جي ذريعن ۾ ڦاسائڻو پوندو آهي ۽ ايتري وڏي رقم ناهي بچندي جو ان ڪي شين جي مقابلي وارين قيمتن تي پيدا ڪرڻ ۾ لڳائي سگهجي...“

”جي؟“

”... ان صورت ۾ سرمائيدار ڇا ڪندو آهي؟ تون ٻڌائي سگهين ٿي؟“

”نه....“

”فرض ڪر تون ڪنهن ڪارخاني جي مالڪ آهين. توکي ڪو خاص منافعو به نه ٿو ٿئي ۽ ان جي ابتڙ ڪارخاني جي روزاني خرچن کي پوري ڪرڻ ۾ به ڏکيائي ٿئي ٿي. پيداوار جو عمل جاري رکڻ لاءِ تو وٽ ڪچو مال خريدڻ جي سگهه ناهي. منهنجو سوال اهو آهي خرچن کي گهٽائڻ لاءِ تون ڇا ڪندينءَ؟“

”ممڪن آهي معاوضو گهٽايان؟“

”ڏاڍي سياڻي ٿي وئي آهين! هام تون ان کان وڌيڪ ڏاهپ وارو ڪم ڪري ئي نه ٿي سگهين. جيڪڏهن سڀ سرمائيدار ايڏا سياڻا هجن جيتري تون آهين... هونئن عام طور تي اهي سياڻا ئي هوندا آهن... (معنيٰ اُهي معاوضو گهٽائن) پورهيت ايڏا غريب ٿي ويندا جو انهن ۾ شيون خريدڻ جي به سگهه نه بچندي. جڏهن اهڙي

صورتحال پيدا ٿيندي آهي، اسان چوندا آهيون (مائٽن جي) خريدڻ واري سگهه گهٽجي رهي آهي. ۽ ائين هڪ شيطاني چڪر شروع ٿي ويندو آهي ۽ هڪ مسئلي جي حل ڪي ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي آهي پر اهو حل نوان مسئلا پيدا ڪرڻ جو ڪارڻ بڻجي ويندو آهي ۽ ائين اصل مسئلو هڪ ڦيرو وري ڪر ڪٽي بيهندو آهي. انهن حالتن ۾ مارڪس چوندو ته سرمائيدار جي خانگي ملڪيت جي خاتمي جي گهٽتڙي وڃي وئي آهي ۽ اسان هاڻي تيزيءَ سان انقلاب ڏانهن وڌي رهيا آهيون. هونئن ڳالهه وڌي آهي، مختصر هيئن ته جڏهن اهڙي صورتحال پيدا ٿيندي آهي، پرولتاري اٿندا آهن ۽ اُهي پيداوار جي ذريعن تي قبضو ڪندا آهن."

"۽ پوءِ؟"

"ڪجهه وقت لاءِ اسان نئين طبقاتي معاشري ۾ داخل ٿي ويندا آهيون جنهن ۾ پرولتاري هٿيارن جي زور تي بورزاوين کي دٻائي ڇڏيندا آهن. مارڪس ان کي 'پرولتاري ڊڪٽيٽر شپ' چوندو آهي. پر مارڪس موجب اهو دؤر عارضي هوندو آهي، ان عارضي دؤر کان پوءِ 'پرولتاري ڊڪٽيٽرشپ' جي جاءِ 'غيرطبقاتي معاشرو' وٺندو آهي، جنهن ۾ پيداوار جي ذريعن جي ملڪيت ۾ 'سڀ'... يعني عوام پاڻ... شامل هوندا آهن. ان قسم جي معاشري جي پاليسي هي هوندي آهي: 'صلاحيت آهر ڪم ۽ ضرورت آهر معاوضو! وڌيڪ اهو ته هاڻي پورهيت پنهنجي محنت جا پاڻ مالڪ هوندا آهن ۽ سرمائيدارائي نظام جي پيدا ڪيل بيگانگي ختم ٿي ويندي آهي."

"ظاهر ۾ خوبصورت خيال آهي. پر اصل ۾ ڇا ٿيو؟ ڪو انقلاب آيو؟"

"جواب ها به آهي ۽ نه به. اڄ اقتصادي ماهر ثابت ڪري سگهن ٿا ته مارڪس ڪيترن ئي اهم مسئلن جي تجزيئي ۾ ٿاٻو کاڌو هو ۽ ان ۾ هن جو اُهو تجزيو به شامل آهي جيڪو هن سرمائيداري نظام جي بحرانن جي سلسلي ۾ ڪيو هو. ۽ هن قدرتي ماحول جي ڦرلٽ ڏانهن به گهٽ ڌيان ڏنو هو جن جي خطرناڪ نتيجن کي اڄ اسان منهن ڏئي رهيا آهيون. پوءِ به...."

"پوءِ به ڇا؟"

"مارڪسزم عظيم تبديلين جو سبب بڻيو. ان چوڻ ۾ ڪو

حرج ناهي ته سوشلزم پڻ ڪافي حد تائين سوڀاري ٿي آهي. گهڻن ملڪن ۾ سفاڪ معاشري خلاف جنگ ۾ گهڻي حد تائين سوڀاري ٿي آهي. گهڻ ۾ گهڻ يورپ ۾ اسان مارڪس جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ انصاف ڀري معاشري ۾ رهون پيا... ۽ هن معاشري جي ماڻهن جا مول به مارڪس جي زماني جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ ساڳيا آهن. هيءَ جيڪا تبديلي آئي آهي، ان ۾ مارڪس ۽ سموري سوشلسٽ تحريڪ جو وڏو هٿ آهي."

"اهو ڪيئن ٿيو؟"

"مارڪس جي لاڏاڻي کان پوءِ سوشلسٽ تحريڪ ٻن وڏن ڌڙن... سوشل ڊيموڪريسي ۽ لينن ازم... ۾ ورهائجي وئي. اولهه يورپ سوشل ڊيموڪريسيءَ جو رستو اختيار ڪيو. هن جو خيال هي هو ته رڳو امن سان ۽ هوريان هوريان ڏاڪي به ڏاڪي سوشلزم جي منزل تائين رسي سگهجي ٿو. آهي اها به انقلاب جي صورت پر اسان ان کي سست ايندڙ انقلاب چئي سگهون ٿا. لينن ازم کي، جنهن مارڪس جي هن عقيدي کي ساهه سان سانڍي رکيو ته پراڻي طبقاتي معاشري سان وڙهڻ جو اڪيلو طريقو انقلاب آهي، اوڀر يورپ، ايشيا ۽ آفريڪا ۾ وڏي موٽ ملي. ٻنهي تحريڪن ڏاڍ ۽ جبر خلاف پنهنجي پنهنجي طريقي سان جدوجهد ڪئي آهي."

"پر ان نئين قسم جي جابراڻي نظام کي لاڳو ناهي ڪيو؟ مثال روس ۽ اوڀر يورپ؟"

"ان ۾ ڪو شڪ ناهي ته ائين ٿيو، پر اسان هتي وري هڪ اهڙي صورتحال ۾ ڦاسون ٿا ته انسان جنهن به شئي کي هٿ هڻي ٿو، اُها خير ۽ شر جو مرڪب بڻجي ويندي آهي. ان جي ابتڙ مارڪس جي لاڏاڻي کان پنجاهه يا سئو سالن کان پوءِ نام نهاد سوشلسٽ ملڪن ۾ جيڪي ناڪاري عنصر وجود ۾ آيا، انهن جو هن کي ذميوار بڻائڻ عقل جي ابتڙ ڳالهه هوندي. پر ممڪن آهي هن ان باري ۾ سوچيو ئي نه هجي يا گهٽ سوچيو هجي ته ڪميونسٽ معاشري جو نظام هلائيندڙ ڪير ماڻهو هوندا. انسانن کي شايد 'واعدو ڪيل ڌرتي' (Promised land) ڪڏهن به هٿ نه ايندي. اهي پاڻ ۾ وڙهڻ لاءِ نوان نوان مسئلا اڀاريندا رهندا."

"منهنجو خيال آهي ته اهي اهو ڪم وڏي شوق سان ڪندا رهندا."

"سوفي، ان سان گڏ مارڪس جي ڳالهه ختم ڪيون ٿا."

”نہ. ٿورو ترسو. توهان ھي نہ چيو ھو تہ انصاف رڳو برابر جي ماڻھن ۾ پاتو ويندو آھي.“

”نہ. اھا ڳالھ مون نہ اسڪروج ڪئي ھئي.“

”توهان کي ڪيئن خبر پئي تہ ھن ڪئي ھئي؟“

”ڇڏ ان ڳالھ کي... منھنجو ۽ تنھنجو ليکڪ ساڳيو آھي. اصل ۾ پاڻ ٻئي ھڪ ٻئي جي گھڻو ويجھو آھيون جنھن جو اندازو اسان تي اتفاق سان نظر وجھڻ واري ماڻھوءَ کي ٿيندو آھي.“

”وري واھيات ٺٺولي!“

”سوفي اِھا ٻٽي ٺٺولي آھي.“

”ھڪ ڀيرو وري انصاف کي ٿا وٺون. توهان چيو ھو تہ مارڪس سمجھندو ھو تہ سرمائيداري نظام معاشري جي غير منصفاڻي صورت ھوندي آھي. توهان انصاف پسند معاشري کي ڪيئن بيان ڪندؤ؟“

”ھڪ اخلاقي فلسفي جونرالز ھي مثال ڏيئي ان بابت ڪجھ چوڻ جي ڪوشش ڪئي ھئي: فرض ڪر تون ڪنھن وڏي ڪائونسل جو ميمبر آھين جنھن کي مستقبل جي معاشري جا قانون ٺاھڻ جو ڪم ڏنو ويو آھي.“

”مون کي اھڙي ڪائونسل جو ميمبر ٿيڻ ۾ ڪو اعتراض ناھي.“

”پنھنجي ڪم دوران ننڍي کان ننڍين حصن جو تفصيل سان جائزو وٺڻ تي مجبور آھن ڇو تہ جيئن ئي اھي انھن سمورين ڳالھين تي متفق ٿي ويندا ـ ۽ سڀ ميمبر قانونن جي مسودي تي صحيون ڪري چڪا ھوندا ـ انھن سمورن جو دم نڪري ويندو.“

”اف الا...“

”پر جنھن معاشري لاءِ ھنن قانون جوڙيا ھئا، جيئن ئي اھو وجود ۾ ايندو، اُھي جيئرا ٿي ويندا. نڪتو ھي آھي تہ انھن کي بلڪل خبر ناھي تہ ان معاشري ۾ انھن جو 'مرتبو' ڪھڙو ھوندو.“

”مان سمجھي ويس.“

”اھو معاشرو انصاف پسند معاشرو ھوندو. اھو ھڪجھڙي حيثيت جي مالڪ ماڻھن جي وچ ۾ وجود ۾ آيو ھوندو.“

”مرد ۽ عورتون!“

”ظاهر آهي ذڪر جي کهڙي ضرورت آهي. انهن مان ڪنهن کي بہ خبر نہ هئي تہ جڏهن اهي پيهر جيئرا ٿيندا، اهي مرد هوندا يا عورتون. جيئن تہ امڪان هڪ جيترا آهن ان ڪري چئي سگهجي ٿو تہ اهو معاشرو عورتن لاءِ بہ اوترو ئي چڱو وارو هوندو جيترو مردن لاءِ.“

”ڏاڍو سٺو خيال آهي.“

”پوءِ اهو بہ ڏاءِ ڪارل مارڪس يورپ ۾ جنهن قسم جو معاشرو تخليق ڪرڻ پيو چاهي، اهو ڪجهہ اهڙو ئي هو؟“

”بلڪل نہ.“

”توکي اڃ ڪنهن اهڙي معاشري بابت ڄاڻ آهي؟“

”اڄ!... ڏاڍو ڏنگو سوال آهي.“

”تہ پوءِ ان بابت سوچيندي رهہ. پر هاڻي مارڪس جو ذڪر وڌيڪ نہ ٿيندو.“

”معافي ٿي گهران ـــ ڇا چيئہ؟“

”نئون باب!“

# ڊارون

...جينز (Genes) جو جهاز زندگي جي سفر تي هلندڙ آهي ...

هڪ وڏي ڌماڪي جي آواز سان صبح جو هلڊي ڪي جاڳ ٿي وئي. اصل ۾ فائل هيٺ ڪريو. هن ڪي مارڪس بابت البرٽو ۽ سوفيءَ جي ڳالهه ٻولهه پڙهندي ننڊ وٺي وئي هئي. ٽيبل ليمپ سموري رات ٻرندي رهي. صبح جو 8 وڄي 59 منٽ ٿيا هئا.

هن رات جو ننڊ ۾ وڏن ڪارخانن جي دونهن سان ڀريل شهرن بابت خواب ڏٺو. هڪ خواب ۾ هڪ ٻارڙي گهٽيءَ جي منڊ ۾ ماچيس وڪڻي رهي هئي... خوبصورت لباس ۽ اوورڪوٽ پاتل ماڻهو هن جي ڀر مان لنگهي رهيا هئا. پر ڪنهن به هن ڏانهن ڪو ڌيان نه ڏنو.

هلڊي بستري تان اٿي، هن کي اُهي قانون جوڙيندڙ ياد اچڻ لڳا جن ڪي هن معاشري ۾ ڀيهر جاڳڻو هو جن کي هنن پاڻ ئي تخليق ڪيو هو. هلڊي خوش هئي ته هن جي ڪا بجارڪلي ۾ ڪلي هئي.

ڇا هوءَ اِهو جاڻڻ ڪانسواءِ ته ناروي ۾ هن جي ڪا کهڙي ماحول ۾ ڪلندي، هوءَ پنهنجي ڪا ڪولڻ جو حوصلو ڪري سگهي ها؟

سوال رڳو اِهو نه هو ته هوءَ 'ڪيڏانهن' ويندي، ڇا اِهو ٿي نه ٿي سگهيو ته جڏهن هوءَ جاڳي ها، هوءَ ڪنهن مختلف دؤر ۾ هجي ها؟ مثال طور وچ واري دؤر ۾... يا ڏهه ويهه هزار سال اڳ پراڻي پٿر جي دؤر ۾؟ هلڊي تصور ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ته هوءَ کهڙي غار جي منهن آڏو ويٺل آهي ۽ شايد ڪنهن جانور جي کل کي کرچي رهي آهي.

ڪنهن اِهڙي شئي ڪان اڳ ۾ جنهن کي ثقافت جو نالو ڏئي سگهجي ها، پندرهن ورهين جي ناري ٽيڻ ڪيئن لڳي ها؟ هوءَ ڪيئن سوچي ها؟ ڇا هن کي سوچڻ اچي به ها؟

هلڊي ٽڙ تڪڙ ۾ سوئٽر پائي، فائل کڻي، بستري تي ويهي پڙهڻ لڳي.

البرٽو جي وات مان 'نئون باب!' لفظ نڪتوئي مس ته ڪنهن دروازو کڙڪايو.

ٻاهر دروازي وٽ هڪ پيرسن، جنهن جي مٿي تي وڏا اڇا وار ۽ چهري تي ڏاڙهي هئي، بيٺو هو. سندس هڪ هٿ ۾ لٺ ۽ ٻي هٿ ۾ تختي هئي جنهن تي ڪنهن ٻيڙيءَ جي تصوير ٺهيل هئي. ٻيڙيءَ ۾ هر قسم جي جانورن جو ميڙ هو.

”چاچا سائين، توهان ڪير آهيو؟“ البرٽو پڇيو.

”منهنجو نالو نوح آهي.“

”منهنجو بہ اهوئي اندازو هو.“

”پٽ مان تنهنجي پڙ ڏاڏي جو بہ پڙڏاڏو آهيان. پر شايد اڄڪلهه پنهنجي ابن ڏاڏن کي سڃاڻڻ جو رواج ناهي.“

”توهان جي هٿ ۾ ڇا آهي؟“

”هيءَ انهن سمورن جانورن جون تصويرون آهن جن کي طوفان کان بچايو ويو. اچي وٺ، ڌيءَ، هي تولاءِ آهي.“

سوفي جهازي تختي ورتي.

”مان هلان ٿو.“ چئي پيرسن... خوشيءَ ۾ نچندو ڪڏندو جهنگ ڏانهن هليو ويو.

سوفي ۽ البرٽو اندر آيا ۽ ڪرسين تي ويهي رهيا. سوفي تصوير ڏسڻ لڳي. ان کان اڳ جو سوفي ان تي لڪيل پڙهي البرٽو کائنس تختي ڦري ورتي.

”اسان پهريائين پنهنجي موضوع جي عام خاڪي تي ڌيان ڏينداسين.“

”ٺيڪ آ- ٺيڪ آ.“

”مون کان ٻڌائڻ وسري ويو تہ مارڪس پنهنجي زندگيءَ جا آخري چوٽيهہ سال لنڊن ۾ گذاريا هئا. هو 1849ع ۾ اتي آيو ۽ اتي ئي ١٨٨٣ع ۾ ڏاران وفات ڪري ويو. چارلس ڊروان لنڊن ڀرسان هڪ ڳوٺ ۾ رهندو هيو. هو 1882ع ۾ وفات ڪري ويو. ۽ کيس برطانيا جي اهم شخصيت جي حيثيت سان لنڊن جي ويسٽ منسٽر ايبي ۾ دفنايو ويو. مارڪس ۽ ڊارون هڪ ٻئي جي رستي ۾ آيا ضرور هئا پر رڳو زمان ۽ مڪان ۾. مارڪس پنهنجي عظيم ڪتاب 'سرمايو' جي انگريزي ڇاپي کي ڊارون کي اربڻ پيو چاهي پر ڊارون انڪار ڪري ڇڏيو. جڏهن ڊارون جي هڪ سال کان پوءِ مارڪس وفات ڪيو تہ هن جي دوست

فريڊرڪ اينگلز چيو: ’جيئن ڊارون نامياتي ارتقا جو نظريو ڳوليو هو، اهڙي طرح مارڪس انسان ذات جي تاريخي ارتقا جو نظريو ڳوليو.“

”صحيح.“

”هڪ ٻيو فلسفي نفسيات جو ماهر سگمنڊ فرائڊ هو. هن به پنهنجي حياتيءَ جا آخري سال لنڊن ۾ گذاريا هئا. فرائيڊ چيو هو ته ڊارون جو ارتقا وارو نظريو ۽ هن جي پنهنجي نظريئي Psychoa-nalysis تحليل نفسي جو نتيجو انسان جي سادي غرور جي شان ۾ گستاخي جي صورت ۾ ظاهر ٿيو.“

”توهان هڪ ئي وقت مارڪس، ڊارون ۽ فرائڊ جو ذڪر ڪيو ٿا. ڪنهن لاءِ ٿا ڳالهايو؟“

”19هين صديءَ جي اڌ کان اسان جي زماني تائين ’فطرت پسندي‘ جي جيڪا لهر هلندي رهي، وسيع معنيٰ ۾ اسان ان بابت ڳالهائي رهيا آهيون. ’فطرت پسندي‘ مان اسان جو مطلب حقيقت جو اُهو مفهوم آهي جيڪو فطرت ۽ حواسن جي دنيا کان سواءِ ٻي ڪنهن به حقيقت کي ناهي مڃيندو. ان ڪري فطرت پسند سائنسدان خالي مفروضن يا ڪنهن به قسم جي الوهي ڪرامتن تي نه پر رڳو ۽ رڳو فطري ڏيکن تي ڀاڙيندو آهي.“

”اها ڳالهه مارڪس، ڊارون ۽ فرائيڊ ۾ هئي؟“

”گذريل صدي (19هين) جي اڌ کان پوءِ مک لفظ فطرت، ماحول، ارتقا ۽ واڌ هلندا پيا اچن. مارڪس ڏيان ڇڪايو ته انساني آئڊيالاجيز معاشري جي بنياد جون پيدا ڪيل هونديون آهن. ڊارون (پنهنجي حساب سان) ثابت ڪيو ته انسان هوريان هوريان حياتياتي ڇهري جي تبديليءَ جي ارتقا جو حاصل آهي ۽ فرائيڊ لاشعور جو جيڪو مطالعو ڪيو هو ان مان ظاهر ٿيو ته ماڻهن جا ڪم اڪثر انهن جي ’حيواني‘ گهرجن يا جبلتن جو نتيجو هوندا آهن.“

”بهتر اهو آهي ته هڪ وقت ۾ هڪ جڻي بابت ڳالهايو.“

”سوفي، پاڻ ڊارون بابت ڳالهيون ٿا ڪيون. توکي ياد هوندو ته سقراط جي دؤر کان اڳ جا فلسفي فطرت جي عمل ڪارين جون فطري وضاحتون ڳوليندا هئا. جهڙي نموني انهن سان پنهنجي ۽ پراڻي ڏند ڪٿائي وضاحتن وچ ۾ وٿي ڪرڻي پوندي هئي، ساڳي نموني ڊارون کي پنهنجي ۽ انسان ۽ حيوان

بابت ڪليسا جي تصورن جي وچ ۾ وٿي ڪرٽي پئي.“

”ڇا هو صحيح معنيٰ ۾ فلسفي هيو؟“

”ڊارون حياتيات جو ماهر ۽ فطري سائنسدان هيو. پر هو حال جي زماني جو هڪ اهڙو سائنسدان به هيو جنهن تخليق ۾ انسان جي مرتبي بابت بائبل جي خيال کي ڪليل چئلينج ڪيو هو.“

”توهان ڊراون جي ارتقا واري نظريئي بابت ٻڌائيندؤ؟“

”پهريون ڊارون جو انسان جي حيثيت سان ذڪر ڪيون ٿا. هو 1809ع ۾ ويلز لڳ شروپ شائر ڪائونٽي جي ننڍڙي ڳوٺ شروزبيري ۾ ڄائو هو. هن جو پيءُ ڊاڪٽر رابرٽ ڊارون مشهور لوڪل ڊاڪٽر هيو ۽ هو پٽ جي تعليم لاءِ سخت هيو. چارلس اتي ئي گرامر اسڪول ۾ پڙهندو هو. هن جي انهن ڏينهن جو ذڪر ڪندي اسڪول جي هيڊ ماسٽر چيو هو: هو هر وقت ڀڄندو ۽ ڦرندو رهي ٿو. جيڪا شئي ڏسي ٿو ۽ جنهن تي به نظر پويس ٿي هو ان ۾ چنگھ اڙائيندو آهي ۽ چريائپ واريون حرڪتون ڪندو آهي. هو اهڙي ڪم جي ويجهوئي ناهي ويندو جيڪو ڪارائتو هجي. ’ڪارائتي‘ مان هيڊ ماسٽر جو مطلب يوناني ۽ لاطيني 'Verbs' جو رٽو هڻڻ هو. هيڏانهن هوڏانهن ڦرڻ ۽ ڀڄڻ جي ذڪر سان ڳڏ هو انهن ڳالهين ڏانهن به اشارو ڪري رهيو هو ته چارلس پهاڙن، وڻن ۽ ٻوٽن تي چڙهي هر قسم جا جيت جڙا گڏ ڪندو رهندو هو. بعد ۾ جڏهن چارلس الهيات جو مطالعو ڪيو، هو پڙهڻ جي ٻيٽ ۾ پکين جو مشاهدو ڪرڻ ۽ جيت جڙن کي گڏ ڪرڻ ۾ وڌيڪ دلچسپي وٺندو هو. ان ڪري الهيات ۾ هن کي سٺا گريڊ نه مليا. اجان هو ڪاليج جو شاگرد ئي هيو ته فطري سائنسدان جي حيثيت سان هن جي شهرت ٿي وئي. ان شهرت ۾ هن جي جيالاجي (Geology) ۾ دلچسپي جو وڏو هٿ هو جيڪا هن جي زماني جي سڀ کان وڏي وسعت واري سائنس هئي. هن جيئن ئي 1831ع ۾ ڪيمبرج يونيورسٽيءَ مان الهيات ۾ بي اي ڪئي، هو پهاڙن جي تهن (طبقن) ۽ انهن جي بناوٽ جو مطالعو ڪرڻ ۽ پنڊپهڻ ٿيل شيون (Fossils) ڳولڻ اتر ويلز هليو ويو. انهيءَ سال آگسٽ ۾، جڏهن هو اجان 22 ورهين جو هو، هن کي هڪ خط مليو. جنهن هن جي زندگيءَ

جي ڏارا ئي تبديل ڪري ڇڏي...“
”خط ۾ ڇا هيو؟“

”اهو خط هن جي هڪ دوست ۽ استاد جان اسٽيون هنسلو موڪليو هو. هن لکيو هو: مون کي چيو ويو آهي ته مان ڪنهن اهڙي فطرت پسند جو نالو ڏيان جيڪو ڪيپٽن فٽزوري (Fitzory) سان، جنهن کي حڪومت ڏکڻ آمريڪا جي ڪنارن جي سروي جي ذميواري ڏني آهي، ساٿي جي حيثيت سان موڪلجي. مون ان لاءِ تنهنجي چونڊ ڪئي آهي. جيستائين ان معامري جو مالي پاسو آهي، مون کي ڪابه خبر ناهي. اينتري خبر آهي اهو (ساموندي) سفر ٻه سال هلندو...“
”هن جواب ۾ ڇا ڪيو؟“

”هن کي اهڙي موقعي مان فائدو وٺڻ جي وڏي خواهش هئي پر تڏهن ان زماني جا نوجوان پنهنجي ماءُ پيءُ جي مرضيءَ کان سواءِ ڪوبه ڪم نه ڪندا هئا. ميڙن منٿن، دليلن ۽ سمجهائڻ کان پوءِ پٽس راضي ٿيو... ۽ پٽ جي سفر جا خرچ پرڻ لاءِ به حامي ڀريائين. جيستائين ڏوڪڙن واري ڳالهه آهي حڪومت ان بابت هڪ لفظ به چوڻ مناسب نه سمجهيو.“
”توبه الا!“

”جنهن جهاز ۾ هن کي سفر ڪرڻو هيو، اهو بحريه جو ايچ. ايم. ايس بيگل هو. اهو جهاز 27 ڊسمبر 1831ع تي ڏکڻ برطانيا جي بندرگاهه پليمائوٿ وٽان ڏکڻ آمريڪا ڏانهن روانو ٿيو. ۽ آڪٽوبر 1836ع تائين واپس نه وريو. ٻه سال پنج سال بڻجي ويا ۽ ڏکڻ آمريڪا جو سفر دنيا جي چؤگرد چڪر ۾ تبديل ٿي ويو. هاڻوڪن زمانن ۾ نين ايجادن ۽ ڳولائن لاءِ جيڪي به سفر ڪيا ويا آهن، انهن ۾ هن سفر جو ڳاڻيٽو اهم ترين حيثيت ۾ ٿيندو آهي. هاڻي پاڻ ان بابت ڳالهائينداسين.“

”هن پاڻي واري جهاز سان سڄي دنيا جو چڪر هنيو هو؟“

”ها. بلڪل لغوي معنيٰ ۾. ڏکڻ آمريڪا کان اهي بحرالڪاهل ۾ داخل ٿيا ۽ نيوزي ليند، آسٽريليا ۽ ڏکڻ آفريڪا تائين گهمي آيا. پر برطانيا واپس اچڻ کان اڳ ۾ اهي هڪ ڀيرو ٻيهر ڏکڻ آمريڪا پهتا. ڊارون لکيو آهي ته بيگل جهاز تي هن جو سفر سندس زندگيءَ جو اهم ترين واقعو

آهي.“

”فطرت پسند سائنسدان لاءِ ساموندي سفر کو سولو ڪم نہ هوندو.“

”شروع ۾ بيگل ڏکڻ آمريڪا جي ڪنڌهن اتر ڪان ڏکڻ تہ ڪنڌهن ڏکڻ کان اتر جا چڪر هڻندو رهيو. ان سان ڊارون کي ڪنڌ جي ساموندي ڪنارن ۽ اندروني علائقن بابت سڃاڻ ٿي. ان مهم ۾ هن جو ڏکڻ آمريڪا جي اوپر ۾ بحرالڪاهل جي جزيرن گالاپاگوس تي ڪوڙ پيرا وجڻ ٿيو ۽ اتان ڪوڙ شيون هٿ آيون جيڪي برطانيا موڪليون ويون پر انهن جزيرن تي وجڻ سائنسي حوالي سان بہ اهم ثابت ٿيو. پر هن فطرت ۽ زندگيءَ جي ارتقا بابت پنهنجي سوچ ويچار جي ڪنهن کي پٽڪ ئي پوڻ نہ ڏني. جڏهن هو ستاويهہ ورهين جي جمار ۾ ملڪ واپس آيو، سائنسدان جي حيثيت سان هو هنڌين ماڳهين مشهور ٿي چڪو هيو. هن جي ارتقا واري نظريئي کي کهڙي صورت اختيار ڪرڻي هئي، اها هن جي دل ۾ هئي. هن پنهنجو اصل ۽ وڏو ڪم واپسيءَ کان ڪوڙ سال پوءِ تائين کون ڇپرايو ڇو تہ هو محتاط ماڻهو هيو.... جيئن هڪ سائنسدان کي هجڻ گهرجي.“

”هن جو وڏو ڪم کهڙو هو؟“

"هن تمام گهڻو لکيو. پر جنهن ڪتاب برطانيا ۾ ٿرٿلو مچائي ڇڏيو اُهو (The Origin of Species) هيو جيڪو 1859ع ۾ ڇپيو جنهن جو مڪمل نالو " On the Origin of Speciesby Means of Natural Slection or the preservation of Favoured Races in the Struggle for Life" هيو. ڊگهو نالو اصل ۾ ڊارون جي نظريئي جو تت آهي.“

”هن واقعي سمنڊ کي ڪوزي ۾ بند ڪيو آهي.“

”پاڻ انهن ڳالهين جو هڪ هڪ ڪري جائزو وٺنداسين ان ڪتاب ۾ هن ٻہ نظريا يا ٿيسز پيش ڪيا هئا. پهرين ڳالهہ هن اها ڪئي هئي تہ نباتات ۽ حيوانات جون هاڻوڪيون سڀئي صورتون حياتياتي (Biological) ارتقا وسيلي انتهائي پراڻين ۽ پهرين صورتن جو تسلسل آهن. هن جي ٻي دعويٰ اها هئي تہ ارتقا قدرتي چونڊ جو نتيجو آهي. پر پاڻ اڳ ۾ ارتقا جي تصور تي ڳالهايون ڪنداسين. حياتياتي ارتقا جو تصور گهڻن

حلقن ۾ تڏهن ئي 1800ع ۾ ئي مچيو وڃڻ لڳو هو. ان تصور جو مک ڦهلائيندڙ حيوانيات جو هڪ فرانسيسي ماهر (Zoologist) ژان لامارڪ (1744ع کان 1829ع) هو. ان کان به اڳ ڊارون جو پنهنجو ڏاڏو اراسمس ڊارون (1731ع ـ 1802ع) خيال ظاهر ڪري چڪو هو ته نباتات ۽ حيوانات ڪجهه شروعاتي جنسن مان ترتيب وار ارتقائي مرحلا طئي ڪندا وجود ۾ آيا آهن. پر اها ارتقا ڪيئن ٿيء هو ان کي قبول جوڳي شڪل ۾ پيش نه ڪري سگهيو هو. ان ڪري ڪليسا جا چڱا مڙس هن کان ڊنل نه هئا.“

”پر ڊارون خطرو ثابت ٿيو؟“

”ها. واقعي. پر هرو ڀرو نه. ڪليسائي ۽ سائنسدان ٻئي نباتات ۽ حيوانات جي سمورين جنسن جي بنا تبديليءَ واري انجيلي نظريئي تي سختيءَ سان قائم هئا. (ان عقيدي موجب) حيواني زندگي جي هڪ هڪ صورت قطعي انداز سان ۽ سدائين لاءِ الڳ الڳ تخليق ڪئي وئي هئيء (ان ۾ هاڻي ڪنهن کي گهٽ وڌ ڪرڻ جي گنجائش نه هئي). وڌيڪ اهو ته هي عيسائي خيال افلاطوني خيال ۽ ارسطو جي تعليم سان جڙيل هيو.“

”ڪيئن؟“

”افلاطون جي مثالن واري نظريئي ۾ اڳواٽ ئي اهو مفروضو جوڙيو ويو هو ته سڀ حيواني صورتون تبديل ٿيندڙ ناهن ڇو ته اهي ابدي مثال يا صورتن جي نموني تي ٺاهيون ويون آهن. حيواني قسمن جو تبديل نه ٿيڻ ارسطو جي فلسفي جو به هڪ بنيادي حصو هيو. پر ڊارون جي زماني ۾ اهڙا مشاهدا سامهون اچڻ لڳا ۽ اهڙيون شيون هٿ اچڻ لڳيون جن روايتن ۽ عقيدن ۾ ٿرٿلو وجهي ڇڏيو.“

”اهي ڪهڙا مشاهدا ۽ هٿ آيل شيون هيون؟“

”پهرين ڳالهه اها آهي ته جڏهن پنڊپهڻ 'Fossils' جي کوٽائي شروع ٿيء ان جي تعداد ۾ روزانو واڌارو ٿيڻ لڳو. اڳاٽن جانورن جا هَڏ ڳُڏ هٿ آيا. جڏهن سمنڊ کان گهڻو ڏور خشڪ اندروني علائقن ۾ سامونڊي مخلوق جون نشانيون مليونء خود ڊارون به حيرت ۾ پئجي ويو. ڏکڻ آمريڪا ۾ هن جبل اينڊيز جي اوچي جاين تي به ساڳئي قسم جون شيون هٿ

ڪيون، سوفي، پلا اهو پـڌاءِ ساموندي مخلوق اندبز پهاڙ ۾ ڇا ڪري رهي هئي؟ تون وٽ ڪو جواب آهي؟"

"نہ."

"ڪجھ ماڻهن جو خيال هو تہ انهن ڪي اتي حيوانن يا انسانن اڇليو هوندو. ڪجھ چوندا هئا تہ خدا بي دينن ۽ ملحدن کي گمراھ ڪرڻ لاءِ انهن پنڊپهڻ ۽ ساموندي جانورن جي نشانين کي تخليق ڪيو هوندو."

"سائنسدانن جو ڪهڙو خيال هو؟"

"گهڻا ارضيات جا ماهر (Catastrope theory) (عظيم تباهي جو نظريو) تي پڪا بيٺل هئا. ان نظريئي موجب ڌرتيءَ تي وڏن وڏن ٻوڏن، زلزلن ۽ ٻين صورتن ۾ جيڪي تباهيون ايندڙيون رهنديون هيون. اسان ان مان هڪ جو ذڪر... نوح جو طوفان ۽ ان جي ٻيڙيءَ جو ذڪر بائبل ۾ پڙهندا آهيون. ڌرتي تي جڏهن اهڙي قسم جي تباهي ايندي هئي، خدا پاڪ نوان ۽... اڳ کان بهتر نباتات ۽ حيوانات پيدا ڪندو هو ۽ ائين زندگيءَ جي تجديد ٿيندي هئي."

"معنيٰ ان نظريئي موجب پنڊپهڻ زندگيءَ جي انهن آڳاٽين شڪلين جون نشانيون هئا جن کي انهن وڏين تباهين وسيلي ختم ڪيو ويو هو؟"

"بلڪل صحيح. مثال اهو خيال ڪيو ويندو هو تہ پنڊپهڻ انهن جانورن جانقش آهن جيڪي نوح جي ٻيڙيءَ ۾ چڙهي نہ سگهيا هئا. پر جڏهن ڊارون بيگل جهاز ۾ سفر تي روانو ٿيو، هن وٽ حياتيات جي انگريز ماهر سرچارلس لائيل (1797ع ـ 1875ع) جو ڪتاب 'ارضيات جا اصول' (priniciples of Geology) ساڻ هيو. لائيل جي دعويٰ هئي تہ پهاڙن ۽ وادين سوڌو ڌرتيءَ جي هاڻوڪي بناوٽ ۽ طبعي حالت تمام ڊگهي ۽ هوريان هوريان ارتقا جو نتيجو آهي. هن جو خيال هو تہ جيڪڏهن حساب ڪان ٻاهر ڊگهي وقت تائين ڦهليل زمانن (aeons) کي، جيڪي گذري چڪا آهن، آڏو رکيو وڃي تہ ننڍيون ننڍيون تبديليون بہ وڏي ارضياتي اٿل پٿل جو ڪارڻ ٿي سگهن پيون."

"هو ڪهڙين تبديلين بابت سوچي رهيو هو؟"

"هن جي آڏو اهي ئي قوتون هيون جيڪي اڄ بہ آهن ۽

اُهي آهن: هوا ۽ موسم، ٻگهرندڙ برف، زلزلا ۽ ڌرتيءَ جي مٿاڇري تي چوٽيون (Elevations). تو اها چوٽي ٻڌي هوندي ته پاڻيءَ جو هڪ ڦڙو پٿر ڳاري ڇڏيندو آهي... پاڻيءَ جو ڦڙو اهو ڪم ٽيپو ٽيپو ڪري ڪندو آهي. لائيل جو عقيدو هو ته ڊگهن زمانن تائين ڦهليل ان سان ملندڙ جلندڙ ۽ لاڳيتيون تبديليون فطرت جو چهرو بدلائي سگهن ٿيون. پر اهو نظريو ان ڳالھ جي وضاحت نه ٿي ڪري سگهيو ته ڊارون ڪي ساموندي مخلوق جو رهيل کهيل شيون ۽ نشانيون انديز پهاڙ جي چوٽين تي ڇو مليون. ڊارون اها ڳالھ سدائين پاڻ وٽ رکي ته جيڪڏهن گهڻو وقت ملي ته ننڍين ننڍين سلسليوار تبديلين جو نتيجو ڊرامائي تبديلين جي شڪل ۾ ملي سگهندو آهي."

"منهنجو خيال آهي ته هن ان وضاحت کي حيوانن جي ارتقا جي سلسلي ۾ استعمال ڪيو هوندو."

"ها. هن انهيءَ انداز سوچيو هو. پر جيئن ته مان اڳ ۾ ئي چئي چڪو آهيان ڊارون محتاط ماڻهو هيو. هو جواب ڏيڻ کان اڳ ۾ گهڻو وقت پنهنجو پاڻ کان سوال پڇندو هو ۽ انهن تي تمام گهڻو ڌيان ڏيندو هو. هن جو طريقو اهوئي هيو جيڪو سمورن اصلي فلسفين جو هوندو آهي: سوال پڇڻ اهم آهي پر جواب ۾ تڪڙ نه ڪرڻ گهرجي.

لائيل جي نظريئي جو هڪ فيصلائتو عنصر ڌرتيءَ جي عمر هيو. ڊارون جي زماني ۾ عام عقيدو اهوئي هيو ته خدا اٽڪل ڇھ هزار سال اڳ دنيا تخليق ڪئي هئي. آدم ۽ حوا کان پوءِ جيترا نسل گذريا هئا، انهن جو حساب لڳائڻ کان پوءِ اهو نتيجو ڪڍيو ويو."

"ڪيڏي سادگي آهي!"

"نانگ نڪري اچي ته ڏاهپ جتائڻ سولي هوندي آهي. ڊارون جي حساب سان ڌرتيءَ جي عمر ٽيھ ڪروڙ سال ٿي پئي. ڇو ته هڪ ڳالھ بلڪل چٽي هئي: جيستائين ماڻهو اهو ناهي مڃيندو ته (ڌرتيءَ جي وجود کي) تمام وڏو وقت ۽ زمانا گذري چڪا آهن، لائيل جي ڏاکي به ڏاکي ارضياتي ارتقا جي نظريئي ۽ ڊارون جي پنهنجي ارتقا جي نظريئي جي ڪابه تڪ نه هئي."

"اصل ۾ ڌرتيءَ جي ڄمار ڪيتري آهي؟"

”اڄ اسان کي خبر آهي تہ ڌرتي چار ارب سٺ ڪروڙ سال اڳ ۾ وجود ۾ آئي هئي.“

”الا!“

”حياتياتي ارتقا جي سلسلي ۾ اسان هاڻي تائين ڊارون جي هڪ دليل جو... يعني پهاڙن جي مختلف تهن ۾ ء پنڊپهڻن جي ڪلن يا پرت جي ذخيرن (Stratified deposits) جي موجودگي... جو جائزو ورتو آهي. هن هڪ ٻيو دليل ’جاندار جنسن/ قسمن‘ جي ’جاگيرافيائي ورهاست‘ بابت ڏنو. هيءَ ئي اُهو ماڳ آهي جتي ڊارون جي سائنسي سفر بلڪل نئين ۽ مڪمل معلومات (Data) ڏني. هن پنهنجي اکين سان ڏٺو هيو تہ ساڳي علائقي جي حيوان جي ساڳي جنس جا فرد ڪجهہ ننڍين ننڍين جزن ۾ هڪ ٻئي کان مختلف ٿي سگهن ٿا. (ڏکڻ آمريڪا کنڊ جي هڪ ساحلي ملڪ) ايڪواڊور (Ecuador) جي قبضي ۾ آيل گالاپاگوس جي جزيرن ۾ خاص طورتي هن کي دلچسپ مشاهدا ڏسڻ لاءِ مليا.“

”ڪهڙا مشاهدا؟“

”گالاپاگاس جزيرن يا ٻيٽن تي ٻرندڙ جبل (آتش فشان) هڪ ٻئي سان گڏ گڏ آهن. ان ڪري اتي جيڪي حيوانات ۽ نباتات نظر آيا، انهن ۾ ڪو ظاهري فرق نہ هو. پر ڊارون کي ننڍڙي فرق ۾ بہ دلچسپي هئي. سمورن جزيرن تي هن کي تمام وڏا وڏا سيها نظر آيا. هڪ ٻيٽ جا سيها ٻي ٻيٽ يا جزيري جي سيهي کان بلڪل معمولي طور مختلف هئا ۽ ڳالهہ سمورن جزيرن لاءِ هئي. تہ هاڻي سوال اهو اڀريو: ڇا خدا واقعي ٿوري فرق سان مختلف سيهن جي الڳ الڳ نسلن کي تخليق ڪيو هو؟“

”ڳالهہ ۾ شڪ آهن.“

”گالاپاگوس جزيرن تي ڊارون پکين جا جيڪي مشاهدا ڪيا، اُهي اڃان وڌيڪ اڇرج وارا هئا. انهن ٻيٽن تي هڪ قسم جي جهرڪي هئي جنهن کي ڊارون برطانوي جهرڪي جي نالي تي Finch چيو آهي. هن پکيءَ جي چنهب ننڍي آهي پر اُها ڏاڍي مضبوط آهي. ان ڪري اها سولائي سان ٻج ٽوڙي سگهندي آهي. ڊارون ڏٺو تہ سمورن جزيرن جون اهي جهرڪيون ڏسڻ ۾ تہ هڪ جهڙيون نظر ٿيون اچن پر اصل ۾

اهي هڪ ٻئي کان مختلف آهن، خاص طور انهن جي چنهبن ۾ ته وڏو فرق آهي. ڊارون پنهنجن دليلن سان ثابت ڪري ڏيکاريو ته مختلف جزيرن جي انهن جهرڪين جون چنهبون ان ڪري مختلف آهن ڇو ته هر جزيري جي جهرڪين کي ٻي جزيري جي جهرڪين کان ڪاڏو مختلف طريقي سان ڳولڻو پوندو آهي. جيڪي جهرڪيون ڌرتيءَ تي رهنديون هيون، انهن جون چهنبون سڌيون هيون ۽ اُهي وڻن جي ڦرين تي گذارو ڪنديون هيون. ننڍيون جهرڪيون جيت جڙا کائينديون هيون. جيڪي جهرڪيون وڻن تي هونديون هيون، اهي وڻن جي ڪل ۾ لامن تي پلجندڙ مخلوق مان پيٽ پرينديون هيون...... هر قسم جي جهرڪيءَ کي جهڙي نموني جي خوراڪ گهربل هوندي هئي، انهن جي چهنب انهيءَ وانگر هئي. ڇا انهن جهرڪين جو نسل هڪ ئي هو يا پڙڏاڏو ساڳيو هو؟ ڇا انهن جهرڪين وڏي عرصي دوران پنهنجو پاڻ کي مختلف ٻيٽن جي حالتن موجب ڪري ڇڏيو هو جو جهرڪين جا نوان قسم (جنسون) سلسليوار وجود ۾ اچي ويا؟"

"ته هن اهو نتيجو ڪڍيو هوندو؟"

"ها. شايد اهي ئي جزيرا يا ٻيٽ اُهي هنڌ آهن جتي ڊارون 'ڊاروني' ('Darwinist') بڻجي ويو. هن اهو به ڏٺو ته ان علائقي ۾ جيڪي حيوان (Fauna) آهن، انهن ۾ ۽ انهن جي مختلف قسمن جي وچ ۾، جنهن جو مشاهدو هن ڏکڻ آمريڪا ڪنڌ ۾ ڪيو هو، تمام گهٽيون هڪ جهڙايون آهن. ڇا خدا انهن کي واقعي ان انداز سان تخليق ڪيو هو جو اُهي هڪ ٻئي کان ٿورو ٿورو مختلف نظر اچن ۽ انهن ۾ اهو معمولي فرق سدائين لاءِ برقرار رهي؟ جيڪا هيءَ دعويٰ ڪئي ويندي هئي ته سڀ مخلوق تبديل ٿيندڙ ناهن، ڊارون کي ان جي صحت تي شڪ ٿيڻ لڳو ۽ هن جو اهو شبهو ڏينهون ڏينهن وڌندو ويو. جيڪڏهن اهو سڀ ڪجهه ارتقائي عمل جو نتيجو آهي، ته پوءِ ارتقا ڪيئن ٿي؟ ڊارون وٽ ان جو قبول ٿيندڙ دليل نه هو. پر اجان هڪ عنصر رهيل هو، جيستائين ان جي نوعيت جي خبر نه پئي هام اهو ثابت نه ڪري سگهجي ها ته ڌرتيءَ جا سڀ حيوان شايد هڪ ٻئي جا ويجها آهن."

"اهو عنصر ڪهڙو هيو؟"

”ڪير پياريندڙ جانور (mammals) ۾ ٻچڙي (Embryo) جي واڌ. جيڪڏهن ڪتن، ڇمڙن، سيهڙن ۽ انسان جي ٻچڙن جي بلڪل شروعاتي مرحلن ۾ پيٽا ڪبي ته اهي حيرت انگيز طور هڪ ٻئي سان ايتري مشابهت رکندڙ هوندا جو انهن ۾ فرق ڪرڻ ڏکيو هوندو آهي. جيستائين ٻيو مرحلو نه ٿو اچي تون انسان ۽ حيوان جي embryo ۾ فرق نه ٿي ڪري سگهين. ڇا ان سان اهو اشارو نه ٿو ملي ته اسان پاڻ ۾ هڪ ٻئي جا پري جا مائٽَ آهيون؟“

”پر اها ارتقا عملي طور ڪيئن ٿي؟ هو اجا تائين ان جي ڪا چٽي وضاحت نه ڪري سگهيو هو؟“

”هو لائيل جي ان نظريئي تي لاڳيتو سوچيندو رهيو ته تمام ننڍيون ننڍيون تبديليون وڏي زماني گذرڻ کان پوءِ گهرا اثر پيدا ڪنديون آهن. هن کي ان ڳالھ جو ڪو دليل يا سبب نه پئي مليو ته اهو قاعدو عام اصول جي حيثيت سان هر جاءِ تي لاڳو ٿي سگهي ٿو. هو فرانس جي حيوانيات جي ماهر لامارڪ (1744ع- 1829ع) جي نظريئي کان به واقف هو جنهن ثابت ڪيو هو ته مختلف جنسون اهڙين خصلتن کي وڌائينديون آهن جن جي کين ضرورت هوندي آهي. مثال زرافه (Giraffes) پنهنجون ڳچيون ڊگهيون ڪرڻ لاءِ ڪامياب ٿيا ڇو ته اهي نسل درنسل وڻن جي پتن ڏانهن وات هڻندا رهيا هئا. لامارڪ جو عقيدو هو ته هر فرد پنهنجي ڪوشش سان جيڪي خصلتون حاصل ڪندو آهي، اُهي ايندڙ نسل ڏانهن منتقل ٿي وينديون آهن. پر ڊارون ’حاصل ٿيل خصلتن‘ جي وراثت جي نظريئي کي رد ڪري ڇڏيو ڇو ته لامارڪ وٽ انهن دليلن جو ڪو به ثبوت نه هو. پوءِ به ڊارون فڪر جو هڪ ٻيو رستو اختيار ڪرڻ شروع ڪيو. تون اهو چئي سگهين ٿي ته جنسن يا قسمن جي ارتقا جي پٺيان جيڪو اصل نظام ڪم ڪري رهيو آهي، اُهو هن جي اکين آڏو هو.“

”اهو ڪهڙو هو؟“

”مان چاهيان ٿو ته ان ميڪانڪي نظام جو مسئلو تون پاڻ حل ڪر تون اهو ٻڌاءِ: جيڪڏهن تو وٽ ٽي ڳئون هجن پر موجود گاھ رڳو ٻن جي ضرورت پوري ڪري سگهي ته تون ڇا ڪندين؟“

”منهنجو خيال آهي هڪ کي کڻندس.“

”تون ڪهڙي کي کڻندينءِ؟“

”جيڪا سڀني کان گهٽ کير ڏئي ان کي...“

”واقعي؟“

”منطقي ڳالهه ته اها آهي. ڪيئن؟“

”مان توسان سهمت آهيان. هزارن سالن کان انسان ائين ئي ڪندو آيو آهي. پر تو وٽ جيڪي ٻه ڳئون بچي ويون آهن... فرض ڪر تون چاهين ٿي ته انهن مان هڪ ڏيکي ٿي وڃي ۽ ڳابو يا ڳابي کي جنم ڏئي تون ڪنهن کي چونڊيندينءِ؟“

”جيڪا گهٽو کير ڏيندڙ هوندي. چو ته اُها جيڪڏهن ڳابي کي جنم ڏئي ته اُها به گهٽو کير ڏيندڙ ٿئي.“

”معنيٰ تون ان کي اوليت ڏيندينءِ جيڪا کير گهٽو ڏئي ٿي. فرض ڪر تون شڪاري آهين تون وٽ شڪار ڳولڻ جا به ماهر ڪتا آهن، تون مجبور ٿئين ٿي ۽ توکي هڪ ڪتي تان هٿ کڻڻو پئي ٿو، تون ڪهڙي ڪتي کي پاڻ وٽ رکندينءِ؟“

”جيڪو ڪم جو وڌيڪ ماهر هوندو.“

”ٺيڪ. تون اُهو ڪتو رکندينءَ جيڪو ٻي ڪتي جي ڀيٽ ۾ پنهنجي ڪم ۾ ماهر آهي. سوفي، بلڪل ائين ئي ڏهه هزارن سالن کان ماڻهو پنهنجن گهرن ۾ جانور پاليندا آيا آهن. اڄڪلهه ته ڪڪڙيون هفتي ۾ پنج پنج آنا لاهينديون آهن، پر اهي سدائين ائين ناهن ڪنديون رهيون. ائين گهوڙن ۽ رڍن جي اپت آهي. اڄڪلهه هڪ رڍ مان جيتري اُن ٿيندي آهي، اوتري اڳ ۾ نه ٿيندي هئي ۽ نه گهوڙا ايڏا سگهارا ۽ تيز رفتار هئا. اهو سڀ ان ڪري ٿيو جو انهن جي پالنا ڪرڻ وارا انهن جي ’هٿرادو چونڊ‘ ڪندا رهندا آهن اهائي شئي نباتات جي دنيا تي لاڳو ٿئي ٿي. جيڪڏهن توکي پٽاٽن جو سٺو ٻج ملي ته تون خراب ٻج نه پوکيندينءِ. جيڪا ڪڻڪ سنگ نه ڪندي ان جي لاباري ۾ تون وقت نه وڃائيندينءِ. ڊارون چيو ته ڪٿي به اهڙيون ڳئون، ڪڻڪ جي پوک، ڪتا يا جهرڪيون نه ملنديون جيڪي مڪمل طور هڪ جهڙيون هجن. فطرت جي رنگا رنگي ڳڻپ کان ٻاهر آهي. اِهو پڻ ته هڪ ئي جنس يا

قسم جا ٻہ فرد سراسر هڪ جهڙا ناهن هوندا. جڏهن تو نيري بوتل جو جوس پيتو هو، توکي ان جو تجربو ٿيو هوندو.“

”ها.“

”ان ڪري هاڻي ڊارون کي پنهنجو پاڻ کان پڇڻو پيو: ڇا فطرت ۾ بہ ان سان مشابهت رکندڙ ميڪانڪي نظام ڪم ڪري رهيو آهي؟ جيئن انسان ’هٿرادو چونڊ‘ ڪندا آهن، ڇا اهو ممڪن آهي تہ ساڳي طريقي سان ’فطرت چونڊ‘ ڪندي هجي تہ ان کي ڪهڙن ماڻهن جي بقا منظور آهي؟ ۽ ڇا ڳڻپ کان وڌيڪ ڊگهي زماني دوران ان چونڊ وسيلي نباتات ۽ حيوانات جي نون قسمن جي تخليق ممڪن آهي؟“

”منهنجو قياس آهي تہ انهن سوالن جو جواب ها ۾ هوندو.“

”ڊارون ان مونجهاري ۾ هو تہ اها فطري چونڊ ڪيئن ٿيندي آهي. بيگل جهاز جي واپسيءَ کان ٻہ سال پوءِ 1838ع ۾ اتفاق سان هن کي هڪ ڪتابچڙو هٿ آيو. ڪتاب جو ليکڪ آبادي جي اپياس جو ماهر ٿامس مالٿيس (1766ع ـ 1834ع) هو. ڪتاب جو نالو ’آبادي جي اصولن تي مضمون‘ ('An Essay on the principles of population') هيو. مالٿس مضمون بينجمن فرينڪلن جي خيال کان متاثر ٿي لکيو هو. جنهن ٻين شين کان سواءِ 'Lighting conductor' ايجاد ڪيو هو. فرينڪلن ان نڪتي کي اپاريو هو تہ جيڪڏهن فطرت ۾ پابنديءَ وارا عنصر نہ هجن، ٻوٽن يا حيوانن جو رڳو هڪڙو قسم سموري ڌرتيءَ تي ڦهلجي ويندو. پر جيئن تہ قسم (جنسون) گهڻا آهن، ان ڪري اهي ٻئي جو توازن بہ برقرار رکندا آهن.“

”ڳالھ سمجھ ۾ اچي ٿي.“

”مالٿس ان خيال کي اڳتي وڌايو ۽ ان کي دنيا جي سموري آبادي سان لاڳو ڪيو. هن جو عقيدو هو تہ انسان ۾ پنهنجو اولاد وڌائڻ جي ايڏي صلاحيت آهي جو ٻار جيتري تعداد ۾ پيدا ٿيندا آهن، اهي ان کان وڌيڪ هوندا آهن جن جي بقا ممڪن آهي. هن کي پڪ هئي تہ جيئن تہ خوراڪ جي پيداوار ڪڏهن بہ وڌيڪ آباديءَ جي گهرج پيدا نہ ٿي ڪري سگهي، بقا جي جدوجهد ۾ اڻ ڳڻين انسانن جو مقدر موت ٿئي

ٿو. جيڪي ماڻهو بالغ ٿيندا آهن... ۽ نسل وڌائڻ ۾... ڪامياب ٿيندا آهن اهي بقا جي جدوجهد ۾ بهتر ثابت ٿيندا آهن.“

”ڳالهه ته منطقي آهي.“

”اصل ۾ اهوئي آفاقي ميڪانڪي نظام (Mechanism) هيو، جنهن جي ڊارون کي ڳولا هئي. ارتقا ڪيئن ٿيندي آهي، اها ان جي وضاحت هئي. بقا جي جدوجهد ۾ هي فطري چونڊ ئي آهي، جنهن جي ڪري اُهي جيڪي پنهنجو پاڻ کي ماحول موجب هلڻ جون بهترين صلاحيتون رکندڙ هوندا آهن، جيئرا رهڻ ۽ پنهنجو نسل وڌائڻ ۾ ڪامياب ٿيندا آهن. هي ٻيو نظريو هيو جيڪو هن پنهنجي ڪتاب"The Origin of Species" ۾ پيش ڪيو. هن لکيو: ’هاٿي بابت اهو خيال ڪيو ويندو آهي ته هو ٻچا پيدا ڪرڻ ۾ ڍلو هوندو آهي. پر جيڪڏهن هن جا ڇهه ٻچا هجن ۽ اُهي سئو سال جيئرا رهن ته ست سئو چاليهن کان ست سئو پنجاهه سالن کان پوءِ جيئرن هاٿين جو انگ اٽڪل هڪ ڪروڙ نوي لک ٿي ويندو.“

”پوءِ ته انهن هزار آنن جو، جيڪي هڪڙي ڪوڊ مڇي ڏيندي آهي، ذڪر جي ضرورت ئي ناهي.“

”ڊارون وڌيڪ چيو ته جيڪي قسم هڪ ٻئي سان سڀ کان وڌيڪ مشابهت رکندڙ آهن، انهن جي وچ ۾ بقا جي جدوجهد گهڻو ڪري سخت ترين هوندي آهي. انهن کي ئي هڪ قسم جي خوراڪ لاءِ پاڻ ۾ وڙهڻو پوندو آهي..... بقا جي جدوجهد جيتري وڌيڪ تلخ هوندي نون قسمن جو ارتقا اوتري ئي تيزيءَ سان ٿيندو، ان ڪري اُهي ئي جيئرا رهندا جيڪي پنهنجو پاڻ کي ماحول موجب بنائڻ ۾ گهڻي صلاحيت رکندڙ هوندا ۽ رهيل فنا ٿي ويندا.“

”خوراڪ جيتري گهٽ هوندي ۽ جهول جيترو وڏو هوندو، ارتقا اوتري ئي وڌيڪ تيز ٿيندي؟“

”ها. مسئلو رڳو خوراڪ جو ناهي. ٻين جانورن جو گرهه ٿيڻ کان بچڻ به اوتروئي اهم ثابت ٿي سگهي ٿو. مثال بقا لاءِ اها ڳالهه ضروري ٿي سگهي ٿي ته چمڙيءَ جو رنگ ماحول موجب هجي، تيز رفتاريءَ سان ڊوڙڻ جي صلاحيت هجي، دشمن جانورن جي سڃاڻ هجي، ۽ جيڪڏهن حالتون انتهائي خراب ٿي

ويجن، جسم مان اهڙي بوءِ ڪڍڻ ايندي هجي جو مخالف کي ڪراهت ٿي ۽ اهو ويجهو اچڻ جي همٿ نہ ڪري. اهڙو زهر بہ جيڪو شڪاري جانورن کي ماري سگهي، گهٽو لاپائتو ٿي سگهي ٿو. اهوئي ڪارڻ آهي جو ٿوهر (Cactus) جا گهڻا قسم زهريلا هوندا آهن. جيئن تہ بيابانن ۾ پيا پوتا ٿي نہ ٿا سگهن، هڪ ٻوٽو سولائي سان گاهہ کائيندڙ جانورن جي خوراڪ بڻجي سگهي ٿو."

"ٿوهر جا ڪجھ قسم ڪنڊن وارا بہ تہ هوندا آهن."

"پوءِ ظاهر آهي تہ پيدا ڪرڻ جي صلاحيت بہ بنيادي اهميت واري آهي. ٻوٽن جا گل سنهو سفوف يا ٻورو ٺاهيندا آهن، ان کي 'Pollin' چيو ويندو آهي، اهو ڪيئن ٺهندو آهي ۽ ٻين ٻوٽن جي 'Pollin' سان ملي ڪيئن گل کي ميوي لائق ڪندو ۽ ان کي ٻج بنائڻ جي لائق ڪندو آهي، ڊارون ان سموري عمل جو تفصيل سان مطالعو ڪيو هو. گل پنهنجن موهيندڙ رنگن سان گڏ خوشبو پکيڙيندا آهن. ايئن جيت جڙا ان ڏانهن ڇڪجي ايندا آهن ۽ اُهي ئي هڪ گل جو 'Pollin' ٻورو ٻي گل ڏانهن کڻي ويندا آهن ۽ انهن کي وڌائڻ ۾ مدد ڏيندا آهن. پنهنجي نسل کي وڌائڻ لاءِ پکي وڻندڙ ٻوليون پکيڙيندا آهن. جيڪڏهن ڳئون کي ڏسي ڏاند کي مستي نہ ٿي اچي ۽ اُهو مزي سان گاهہ کائيندو ٿو رهي تہ ان کي پنهنجو نسل وڌائڻ ۾ دلچسپي نہ هوندي چو تہ جن جانورن ۾ اهي خصلتون هونديون، انهن جو نسل گهٽجڻ ۾ گهڻي دير نہ لڳندي. ڏاند جي زندگيءَ جو مک مقصد اهو آهي تہ اُهو جنسي طور بالغ ٿئي ۽ پنهنجي جنس يا نسل جو سلسلو جاري رکڻ لاءِ. 'لڳ' ڪرڻ وارو ڪم ڪري. ان جي ڀيٽ ريلي ريس (Relay race) سان ڪري سگهجي ٿي. اهي جيڪي ڪنهن نہ ڪنهن سبب جي ڪري پنهنجي جين (Gene) ٻين جي حوالي ڪرڻ ۾ ناڪام ٿيندا آهن، اُهي زندگيءَ جي ڊوڙ ۾ مسلسل خارج ٿيندا رهندا آهن ۽ ائين نسل بهتر ٿيندو ٿو رهي. جيڪي مختلف قسم جيئرا رهجي ويندا آهن. انهن جي هڪ اهم وصف اها هوندي آهي تہ اهي لاڳيتو هوريان هوريان بيماريءَ جي خلاف مدافعتي قوت پيدا ڪري وٺندا آهن ۽ پنهنجي ان قوت کي محفوظ رکندا آهن."

”معنيٰ هر شئي سنئي کان سنئي ٿيندي رهندي آهي؟“

”ان لاڳيتي چونڊ جو نتيجو اهو نڪرندو آهي تہ جن ۾ ڪنهن ’خاص ماحول‘ سان هلڻ جي صلاحيت وڌيڪ هوندي آهي اُهي گهڻي وقت تائين پنهنجو نسل وڌائڻ ۽ اڳتي ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيندا آهن. پر جيڪا شئي هڪ ماحول ۾ لاڀائتي هوندي آهي، ضروري ناهي تہ اُها ٻي ماحول ۾ لاڀائتي ٿي. گالاپگاس جزيرن جي ڪجھ جهرڪين لاءِ اڏامڻ جي صلاحيت انتهائي ضروري هئي، پر جيڪڏهن خوراڪ ڌرتي کوٽي حاصل ڪرڻي آهي ۽ شڪار ڪندڙ جانورن جو انديشو بہ نہ هجي تہ پوءِ اڏامڻ جي طاقت ايڏي اهم ناهي هوندي. ڊگهن زمانن دوران حيوانن جا جيڪي ايترا قسم وجود ۾ آيا آهن، ان جو صحيح ڪارڻ اهو آهي تہ فطري ماحول ۾ انهن سڀني لاءِ گنجائش موجود آهي.“

”پر ان جي باوجود انساني نسل تہ هڪ ئي آهي.“

”ان جو سبب هي آهي جو انسان ۾ زندگيءَ جي مختلف حالتن سان هلڻ جي تمام گهڻي صلاحيت آهي. هڪ ڳالھ جنهن ڊارون کي حيران ڪري ڇڏيو، اها هئي تہ ان حقيقت هوندي تہ تيراڊيل فوائيو جي آبهوا انتهائي ڏکي ۽ ڀوائتي آهي پر اتي رهندڙ مقامي اندين رهاڪن بہ اتي جيئرو رهڻ جو گُر سکي ورتو هو. پر ان جو مطلب اهو ناهي تہ سڀ انسان هڪ جهڙا هوندا آهن. اهي ماڻهو جيڪي خط استوا جي ڀرپاسي رهندا آهن، انهن جي چمڙيءَ جو رنگ اترجي علائقن ۾ رهندڙ ماڻهن جي ڀيٽ ۾ سانورو هوندو آهي ڇو تہ سندن اها سانوري رنگت کين اس کان بچائيندي آهي. اهي گورا جيڪي مسلسل ڪيئي ڪلاڪ اگهاڙا اس ۾ ستا پيا هوندا آهن، انهن کي چمڙي جو ڪينسر ٿيڻ جو انديشو هوندو آهي.“

”جيڪڏهن ماڻهو اترين علائقن ۾ رهندڙ آهي، ڇا ان کي بہ اهڙي قسم جو ڪو فائدو ٿيندو آهي؟“

”ها. نہ تہ ڌرتيءَ تي هر ماڻهو ڪارو هجي ها. اڇي چمڙي وڌيڪ سولائي سان تکڙ ۾ سج وٽامن (Sun vitamins) ناهي ونندي آهي. ۽ انهن علائقن ۾ جتي اس گهٽ هوندي آهي، اتي اها شئي حياتي لاءِ فائدي واري ٿيندي آهي. اڄڪلھ اها ڳالھ ايتري اهم ناهي رهي ڇو تہ اسان اهو

بندوبست ڪري سگهون ٿا ته اسان جي خوراڪ ۾ سڀ وٽامن گهڻي مقدار ۾ موجود هجن. فطرت ۾ ڪا به شئي خيالي ناهي هوندي. هر شئي انهن سنهڙين تبديلين جي ٿورائتي هوندي آهي جيڪي اڻ ڳڻين نسلن ڪان پوءِ ظاهر ٿيون آهن.“

”اهڙيون ڳالهيون سوچي سچيءَ ۾ مزو ايندو آهي.“

”تو ٺيڪ چيو. هي ڳالهيون واقعي مزي واريون آهن. اسان ڊارون جي ارتقا واري نظريئي بابت جيڪو ڪجھ چيو آهي. ان جو تت هي آهي: اسان چئي سگهون ٿا ته ڌرتي تي زندگيءَ جي ارتقا پٺيان ’ڪچو مواد‘ هڪ ئي قسم يا جنس اندر مختلف فردن جي بناوٽ ۾ پاڻ جهڙن ٻين فردن جي بناوٽ کان معمولي فرق يا اختلاف هوندو هيو. ان ’ڪچي/ خام مواد‘ ۾ انهن جي گهڻي اولاد کي به شامل ڪري سگهجي ٿو جن جو ٿورو انگ جيئرو بچندو هيو. ان ڪري ارتقاء پٺيان اصل ’ميڪانڪي نظام‘ يا ’هلائيندڙ قوت‘ (Driving Force) بقا جي جدوجهد ۾ ’فطري چونڊ‘ هوندي هئي. ان چونڊ مان ان ڳالھ جي ضمانت ملي ويندي هئي ته رڳو اهو ئي بچندو جيڪو سگهارو هوندو يا موزون هوندو.“

”اهو ته منطقي ٿو لڳي. پر مون کي اهو ٻڌايو ته جڏهن هن جو"The Origin of Species" ڇپيو ته ان جو ردعمل ڪهڙو ظاهر ٿيو؟“

”اهو تکن بحثن جو سبب بڻيو. ڪليسا به شدمد سان احتجاج ڪيو. جيستائين سائنسدانن جو تعلق آهي، اُهي ٻن گروپن ۾ ورهائجي ويا. اها ڪا حيران ڪندڙ ڳالھ ناهي. بهرحال ڊارون خدا ۽ تخليق جي فعل ۾ ڇڪڻي پلي وٿي ڪري ڇڏي هئي. اهو ميٺو پوندو ته ڪجھ اهڙا ماڻهو به موجود هئا جن جي دعويٰ هئي ته ڪنهن اهڙي شئي کي تخليق ڪرڻ، جنهن جي اندر اصل ۾ پيدائشي ارتقا جي امڪاني صلاحيت هجي، ڪنهن بنا تبديل ٿيل شئي پيدا ڪرڻ جي ڀيٽ ۾ يقينن وڏو ڪارنامو آهي.“

اوچتو سوفي ڪرسيءَ تان ٽپ ڏئي اٿي بيٺي.

”هوڏسو!“ هن رڙ ڪري چيو.

هن آڱر سان دريءَ مان ٻاهر اشارو ڪيو. هيٺ ڍنڍ ڪناري هڪ مرد ۽ هڪ عورت هٿ هٿ ۾ ڏئي گهمي رهيا

هئا. ٻئي الف اگهاڙا هئا.

”اهي آدم ۽ حوا آهن.“ البرٽو چيو. ”انهن کي لاڳيتو مجبور ڪيو ويو آهي ته اهي پنهنجو مقدر لٽل ريڊرائڊنگ هڊ ۽ ايلس ان ونڊر لينڊ سان گڏيين. اهوئي ڪارڻ آهي جو اهي هتي اچي نڪتا آهن.“

سوفي انهن کي ڏسڻ لاءِ دريءَ وٽ آئي، پر اُهي جلديءَ ۾ ٻيلي ۾ گم ٿي ويا.

”(هن سان اهو ان ڪري ٿيو) ڇو ته ڊارون جو عقيدو هيو ته انسان حيوانن جا وارث يا جانشين آهي؟“

”ڊارون 1871ع ۾ پنهنجو ڪتاب 'The Descent of Man' ڇپرايو. هن ان ڪتاب ۾ انسانن ۽ حيوانن ۾ عظيم هڪ جهڙاين ڏانهن ڌيان ڇڪرايو ۽ اهو نظريو پيش ڪيو ته انسانن ۽ انسان وانگر (بنا پيچ وارن) ٻولڙن هڪڙي ئي وڏي مان ارتقائي صورت حاصل ڪئي هوندي. ساڳي وقت انسان جي هڪ ختم ٿيل شڪل جون پهريون پٿري ڪوپڙيون جبرالٽر ۽ ڪجھ سالن ڪان پوءِ جرمنيءَ جي هڪ وادي نينڊر ٿال (Neander thal) مان هٿ اچي چڪيون هيون. عجيب ڳالھ اها آهي ته 1859ع ۾ ڊارون جي اصل قسمن واري ڪتاب تي جيترو گوڙ ٿيو، ان جي مقابلي ۾ 1871ع ۾ احتجاج ڪندڙ ٿمام گهٽ هئا. پر اهو ته انسان حيوانن جو وارث آهي، ان ڳالھ جو اشارو هو پهرين ڪتاب ۾ ڪري چڪو هو. جيئن ته مان اڳ ۾ ٻڌايو ته 1882ع ۾ جڏهن هن وفات ڪئي ته کيس هن کي عزت ۽ آبرو سان دفنايو ويو جنهن جو سائنس ۾ نيون راهون ڏيندڙ سائنسدان مستحق هوندو آهي.“

”نيٺ هن کي عزت آبرو ملي وئي.“

”پر ان کان اڳ ۾ هن کي برطانيا جو خطرناڪ ترين ماڻهو قرار ڏنو ويو هو.“

”اف، خدا!“

”هن جي نظريئي بابت هڪ مٿين طبقي جي عورت لکيو هو: 'اسان کي اميد ڪرڻ گهرجي ته اهو صحيح ناهي، پر جيڪڏهن اهو صحيح آهي ته اسان کي اميد ڪرڻ گهرجي ته اهو عام طرح نه پکڙبو.' هڪ ناليواري سائنسدان به اهڙي نموني چيو: 'ان کوجنا تي ماڻهو شڪي ٿئي ٿو، ان بابت جيترو

گهڻ چئجي اوترو بهتر آهي'."

"انهن تبصرن مان تہ تقريبن اهو ثابت ٿئي ٿو تہ انسان شتر مرغ جو مائٽ آهي."

"تو سٺو نڪتو ڪڍيو آهي. پر اسان لاءِ اجڪلھ اهڙي ڳالھ ڪرڻ بلڪل سولي آهي. (پر ڊارون جي نظرين جي ڇپجڻ کان پوءِ) ماڻهو تڙتڪڙ ۾ 'پيدائش جو ڪتاب' (انجيل) بابت پنهنجو نظريو تبديل ڪرڻ تي مجبور ٿي پيا. نوجوان اديب جونرسڪن ان صورتحال کي هيئن بيان ڪيو هو: 'ڪاش هي ارضيات جا ماهر مون کي هيڪلو ڇڏي ڏين. انجيل جي هر آيت کان پوءِ مون کي هنن جي هٿوڙن جي ڌڪ جي گونجار ٻڌڻ ۾ ايندي آهي'."

"اهي هٿوڙن جا ڌڪ هن جا لفظ خدا بابت شڪ هئا؟"

"شايد هن جو مطلب اهو ئي هيو ڇو تہ (انجيل ۾ تخليق جي جيڪا ڪهاڻي بيان ٿيل آهي) نئين نظريئي سان رکو ان جي لفظي تشريح کي ئي ڌڪ نہ لڳو هيو پر ان جا اثر ان کان گهڻو وڌيڪ هئا. ڊارون جي نظريئي جو نچوڙ هي هيو (تہ انسان کي خدا ڪنهن سانچي ۾ تخليق نہ ڪيو هيو) پر اها فطرت جي اتفاقي ڦيرگهير (Random variations) هئي جيڪا نيٺ انسان کي وجود ۾ آڻڻ جو سبب بڻي. ۽ ان کان بہ وڌي ڳالھ اها هئي تہ ڊارون انسان کي بقا جي جدوجهد جهڙي غير جذباتي شئي جي پيداوار بڻائي ڇڏيو هو."

"اها اتفاقي ڦيرگهر ڪيئن ٿي، ڊارون ان بابت ڇا چيو هو؟"

"اتي تو پنهنجي آڱر ان نظريئي جي سڀ کان ڪمزور نڪتي تي رکي آهي. مورثيت (Heredity) ڇا آهي، ڊارون ان سلسلي ۾ رکو مٿاڇريون ڳالهيون ڪيون آهن. (هن جو خيال هو تہ) ميلاپ دوران ڪو چڪر هلندو آهي. ماءُ پيءُ جيڪي ٻار پيدا ڪندا آهن، سڀ تہ نہ هيو، انهن ۾ ٻہ بہ هڪ جهڙا ناهن هوندا. ڪجھ بہ هجي ڪٿي نہ ڪٿي وڏو نہ تہ ننڍو فرق ظاهر ضرور ٿيندو آهي. ان جي ابتڙ ان طريقي سان ڪا اهڙي شئي پيدا ڪرڻ بہ ممڪن ناهي جنهن کي نئين چئي سگهجي. وڌيڪ اهو تہ اهڙا ٻوٽا ۽ جانور موجود آهن جيڪي 'مڪڙي' وسيلي يا Cell division (جزي جي تقسيم) سان پنهنجو

نسل وڌائيندا آهن. بناوٽ جي اها ڦيرگهير ڪيئن ٿيندي آهي، نامر نهاد Darwinism_neo ان سلسلي ۾ وڏيڪ ڪمر ڪيو آهي."

"ڇا؟"

"سموري زندگي ۽ سموري پيدائش بنيادي طور جزي (Cell) جي ورهاست جو معامرو آهي. جڏهن ڪو جزو (Cell) ٻن حصن ۾ ورهائبو آهي تہ ٻہ هڪ جهڙا جزا (Cell) وجود ۾ اچي ويندا آهن. جن جا موروثي عنصر هڪ جهڙا هوندا آهن. ان ڪري اسان چوندا آهيون تہ جزي جي تقسيم ۾ جزو پنهنجو نقل پيدا ڪندو آهي."

"جي؟"

"پر ڪڏهن ڪڏهن ان عمل ڪاري دوران ڪي ننڍيون غلطيون ٿي وينديون آهن ان ڪري جزي جي نقل بلڪل ساڳي ناهي هوندي جهڙو اصل جزو (Cell) هوندو آهي. جديد حياتياتي اصطلاح ۾ ان کي Mutation (بناوٽ ۾ تبديليءَ واي عمل ڪاري) چيو ويندو آهي. Mutation يا تہ بلڪل اڻ لاڳاپيل هوندي آهي يا وري اُها فرد جي رويئي ۾ مک تبديليون پيدا ڪندي آهي. اهي سڌا سنوان نقصان ڏيندڙ ثابت ٿي سگهن ٿا ۽ وڏن Broods مان اهڙي قسم جي 'Mutants' خارج ڪرڻ جو سلسلو لاڳيتو هلندو رهندو آهي. اصل ۾ گهڻن بيمارين جو ڪارڻ اهي ئي Mutations ئي هوندا آهن. پر ڪڏهن ڪڏهن ائين بہ ٿيندو آهي جو Mutations مان فرد کي اهي وڌيڪ خصوصيتون ملي وينديون آهن جن جي هن کي بقا جي جدوجهد ۾ پنهنجن مخالفن سان منهن ڏيڻ لاءِ گهرج هوندي آهي."

"مثال ڊگهي ڳچي جهڙي؟"

"زرافہ جي ڊگهي ڳچيءَ بابت لامارڪ دليل ڏنو تہ زرافہ کي سدائين مٿي وچڙو پوندو آهي. پر ڊاروني فلسفي موجب جيڪڏهن اهڙي قسم جو خصلتون ورثي ۾ ملي بہ وڃن، انهن کي اڳتي نہ ٿو وڌائي سگهجي. ڊارون جو خيال هو تہ زرافہ جي ڊگهي ڳچي بناوٽ ۾ ڦيرگهير جو نتيجو آهي. نيو ڊارونزمر ان ۾ اهو واڌارو ڪيو تہ هن بناوٽ جي ان خاص ڦيرگهير (variation) جو سبب ٻڌائي ڇڏيو."

"۽ اهو سبب Mutation (بناوٽ ۾ تبديليءَ واري عمل

ڪاري)آهي؟"

"ها. موروثي عنصرن مان اتفاقي تبديلين زرافن جي ڪنهن وڏي ڪي وچولي درجي جي ٻچيءَ کان وڌيڪ ڊگهي ٻچي ڏني ڇڏي. جيڪڏهن خوراڪ گهٽ ٿي وڃي، ڊگهي ٻچي فائدي واري ٿي سگهي ٿي. ان ڪري جيڪو زرافه وڻ جي مٿاهين لامن تائين پهچي سگهندو هو. فائدي ۾ هوندو هو. اسان به تصور ڪري سگهون ٿا ته اهڙي قسم جي ڪجھ شروعاتي زرافن ڪهڙي نموني ڌرتي کوٽي خوراڪ حاصل ڪرڻ جي صلاحيت حاصل ڪئي هوندي. ٿي سگهي ٿو ته وقت جي تمام گهٽي ڊگهي عرصي ۾ ڪنهن حيواني قسم (جنس)، جيڪو هاڻي ناهي رهيو، پنهنجو پاڻ ڪي ٻن قسمن/ جنس ۾ ورهايو هجي. فطري چونڊ ڪهڙي نموني ڪم ڪندي آهي، ان جا ڪجھ تازا مثال هي آهن: برطانيه ۾ پوپٽ جو هڪ خاص قسم آهي جنهن کي 'Peppered moth' چيو ويندو آهي. اهو پوپٽ يا پتنگو چانديءَ وانگر صنوبر (Silvery birch) (اهو وڻ خاص ڪري يورپ ۾ ٿيندو آهي، جنهن جو لامون سنهيون ۽ کل لسي هوندي آهي: سنڌيڪار) جي لڙهن ۾ رهندو آهي. ارڙهين صدي ۾ انهن اڪثر پتنگن جو رنگ چانديءَ رنگو خاڪي هوندو هو. سوفي تون اندازو لڳائي سگهين ٿي، ائين ڇو هيو؟"

"ڇو ته انهن جي رنگت وڻن جي رنگن جهڙي هوندي هئي، ان ڪري اهي بکايل پکين کي سولائي سان نظر نه ايندا هئا."

"پر جيڪڏهن اتفاق سان Mutation جي ڪري ڪجھ پتنگا سانورا وجود ۾ اچي وڃن ها. تنهنجي خيال ۾ انهن سانورن پتنگن جو ڪهڙو حشر ٿئي ها؟"

"سولائي سان نظر اچڻ سبب اهي بکايل پکين جو شڪار ٿين ها."

"ٺيڪ. ڇو ته ان ماحول ۾... جتي صنوبر هئا... سانوري رنگت ابتڙ خصوصيت هجي ها. ان ڪري سدائين انهن پتنگن جو تعداد وڌيل رهي ها، جن جي رنگت چاندي رنگي خاڪي هجي ها. پر ان ماحول ۾ زلزلو اچي ويو. هر هنڌ ڪارخانا لڳي ويا ۽ انهن جي چمنين مان ڪارو دونهون نڪرڻ

لڳو: نتيجي ۾ انهن صنوبر جي وڻن جي رنگت ب ڪاري ٿيڻ لڳي. تنهنجي خيال ۾ انهن پتنگن سان ڇا ٿيو هوندو؟“

”رڳو اهي جن جي رنگت سانوري هوندي، اُهي ئي پنهنجي حياتي بچائي سگهيا هوندا.“

”ها. ٿوري ئي وقت ۾ انهن جو تعداد وڌڻ لڳو. 1848ع کان 1948ع تائين ڪجھ علائقن ۾ سانورا پتنگا هڪ سيڪڙو مان نوانوي سيڪڙو ٿي ويا. جيئن ته ماحول بدلجي چڪو هو، چٽي رنگت نقصان ڪار ٿي وئي هئي. جيئن اهي اڇا پتنگا باهر نڪرندا هئا بکايل پکين جو شڪار ٿي ويندا هئا ۽ ائين هن جو انگ گهٽجي ويو. پر معاملو اتي ختم نه ٿيو هڪ نئون واقعو اِهو ٿيو جو ڪارخانن ۾ ڪوئلي جو واهپو گهٽجي ويو ۽ دونهين جا اثر ختم ڪرڻ لاءِ سٺيون مشينون لڳي ويون ۽ ماحول اڳي جي ڀيٽ ۾ بهتر ٿي ويو.“

”ڇا صنوبر وري اڳ جهڙا ٿي ويا آهن؟“

”ها. ان جو نتيجو اهو نڪتو ته چانديءَ رنگا خاڪي پتنگا وري وڌڻ لڳا. ان کي اسان ’مطابقت پذيري‘ (adaptation) چوندا آهيون. اهو فطرت جو قانون آهي.“

”مان سمجهي ويس.“

”پر انسان فطرت ۾ ڪيئن داخل ٿيندو آهي، ان جا کوڙ مثال آهن.“

”ڪهڙا؟“

”مثال انسان زهريلي دوائن (Pesticide) سان نقصان ڪار جيتن ۽ سنڌين کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. منڍ ۾ ته ان جا نتيجا سٺا ثابت ٿيندا آهن. پر جڏهن تون فصل يا باغن تي دوائن جو ڦوهارو ڪندي آهين ۽ جيتن جڙن کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي آهين، ان سان ننڍڙي پيماني تي ئي ڪٿي، پر تباه ڪندڙ ماحول پيدا ڪندي آهين. فطرت ب چپ ناهي ويهندي ان ۾ Mutation جو عمل لاڳيتو جاري رهندو آهي، ائين هڪ نئين قسم جي سنڌي يا جيت وجود ۾ ايندا آهن جن تي انهن دوائن جو ڪو ب اثر ناهي ٿيندو. ان ڪري هائي انهن نون ’فاتحن‘ کي ڪليل نموني موقعو هوندو آهي. ۽ ان ڪري ڪجھ سنڌين ۽ جيتن کي ختم ڪرڻ ان ڪري ڏکيو ٿي ويندو آهي ڇو ته انسان انهن کي ختم ڪرڻ

جي ڪوشش ڪندو آهي. ها پر اها ڳالهه صحيح آهي انهن ۾ رڳو اهي ئي سنڌيون جيڪي سڀ کان وڌيڪ مزاحمت ڪنديون آهن، جيئريون بچنديون آهن."

"اهو ته پوائنٽو خاڪو آهي!"

"ها. اهو مسئلو سوچڻ جي دعوت ڏيندو آهي. اسان رڳو فصل جا جيت جڙا ختم ڪرڻ جي ڪوشش ناهيون ڪندا، پر اسان جي جسم ۾ جراثيمن (Bacteria) جي شڪل ۾ جيڪا مفت خور مخلوق (Parasites) هوندي آهي، اسان انهن جي خاتمي لاءِ به جتن ڪندا رهندا آهيون."

"ان لاءِ اسان پينسلين يا ٻيون اينٽي بايوٽڪ واپرائيندا آهيون."

"ها. ۽ پينسلين به انهن ننڍڙن شيطانن لاءِ تباهه ڪن ماحول پيدا ڪندي آهي. جيڪڏهن اسان ان جو استعمال مسلسل جاري رکندا آهيون ته اسان ڪجهه جراثيمن کي ان قابل ڪندا آهيون جو اُهي مزاحمت جي قوت حاصل ڪري وٺندا آهن. ائين جراثيمن جو هڪ اهڙو گروپ ميدان ۾ لهندو آهي جنهن کي ختم ڪرڻ اڳ جي ڀيٽ ۾ ڏکيو هوندو آهي. اهڙي ريت اهو انڪشاف ٿيندو آهي ته پهرين اينٽي بايوٽڪ ڪارائتي ثابت نه ٿي ٿئي، اسان کي اجان وڌيڪ طاقتور دوا جي ضرورت آهي. پوءِ اها به پنهنجو اثر وڃائي ويهندي آهي ۽ اسان کي اجان وڌيڪ اثرائتي دوا جي گهرج ٿيندي آهي ۽ اهو سلسلو لاڳيتو هلندو آهي جيستائين..."

"اهي رڙهي رڙهي اسان جي واتن مان ٻاهر نڪرندا آهن. شايد انهن جو اثرائتو علاج اهو آهي ته انهن کي گولي هنئي وڃي؟"

"تون ٿورو گهڻو وڌاءُ ڪري رهي آهين. اها ڳالهه بلڪل چٽي پئي آهي ته هاڻوڪين دوائن انسان کي ڳنڀير قسم جي ڳڻتي ڏئي ڇڏي آهي. مسئلو اهو ناهي ته اهو جراثيم (Becterium) اڳ جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ نقصان ڪار ٿي ويو آهي. ماضيءَ ۾ به اهڙا اڻ ڳڻيا ٻار هئا جيڪي مري ويندا هئا، جن کي مختلف بيماريون ٿينديون هيون. ڪڏهن ڪڏهن ته تمام گهٽ پنهنجي حياتي بچائي سگهندا هئا. پر هڪڙي مفهوم ۾ جديد طب فطري چونڊ کي عملي ميدان مان ڪڍي

چڏيو آهي. ڪڏهن ائين بہ ٿيندو آهي تہ هڪ شئي ڪنهن هڪ فرد جي خطرناڪ بيماري لاءِ لاڀائتي ثابت ٿيندي آهي پر اُها شئي ٿوري وقت کان پوءِ سموري انسان ذات جي مدافعتي قوت کي ڪمزور ڪري ڇڏيندي آهي. جيڪڏهن اسان ان شئي ڏانهن، جنهن کي 'خانداني تندرستي جي حفاظت' (Hereditary hygiene) چيو ويندو آهي... اسان کي اهو انڪشاف ٿي سگهي ٿو تہ انساني نسل ۾ گهٽجڻ وارو عمل شروع ٿي ويو آهي. خطرناڪ بيمارين خلاف مزاحمت لاءِ انسان جي ورثي ۾ جيڪا امڪاني صلاحيت ملندي آهي، اُها ڪمزور ٿيڻ لڳي آهي."

"اها تہ ڏاڍي ڳنڀير صورت حال آهي!"

"جيڪڏهن سچي فلسفي کي صورتحال واقعي 'ڳنڀير' نظر ايندي آهي تہ ان کي ايڏانهن ڏيان ڇڪائڻ گهرجي... تون چئي سگهين ٿي تہ زندگي تمام وڏي لاٽري آهي جنهن ۾ رڳو کٽڻ وارا نمبر نظر ايندا آهن..... توکي خبر پئجي چڪي آهي تہ جيڪي 'قسم' بقا جي جنگ هارائي چڪا آهن، اُهي ڌرتيءَ تان گهٽجي ويا آهن. ڌرتيءَ تي وڻ ٻوٽن ۽ جانورن جي هر قسم کي کٽڻ وارن نمبرن جي چونڊ ڪرڻ ۾ شايد ڪروڙين سال لڳندا آهن ۽ جيستائين هارائڻ وارن نمبرن جو تعلق آهي.... اهي رڳو هڪڙو ڀيرو پنهنجي جهلڪ ڏيکاريندا آهن. ان ڪري حيوانات ۽ نباتات جي جن قسمن حياتيءَ جي لاٽري ۾ هارايو، انهن جو اڄ ڪٿي بہ وجود ناهي."

"چو تہ رڳو بهترين ئي بچي سگهيا آهن."

"ها. اهو ان ڳالھ کي بيان ڪرڻ جو ڀيو ڍنگ آهي. ۽ ها... مون کي اها تصوير تہ ڏي... جيڪا عجيب همراھ ڏئي ويو هو..."

سوفي تصوير البرٽو کي ڪڍي ڏني. ان جي هڪ پاسي نوح جي ٻيڙي هئي ۽ ٻي پاسي سموري قسم جي حيوانن جي شجري جو خاڪو هيو. البرٽو سوفيءَ کي اهو خاڪو ڏيکارڻ لڳو.

"اسان جو ڊارونِي نوح اسان لاءِ اهو خاڪو ڪٺي آيو هو. هن ۾ حيوانن ۽ وڻ ٻوٽن جي مختلف قسمن (ڏار ڏار علائقن

۾) جي ورچ ڏيکاري وئي آهي. تون پاڻ ڏسي سگهين ٿي ته ڪهڙي نموني مختلف قسمن جو تعلق مختلف گروهن، طبقن ۽ ننڍين نسلن سان ٿئي ٿو.“

”ها.“

”پولڙن سوڊو انسان جو تعلق حيوانن جي نامر نهاد اعليٰ طبقي سان آهي. اعليٰ حيوان ميمل (ڪيرڊينڊڙ) هوندا آهن، ۽ سمورن ميمل جو تعلق ڪرنگهي جي هڏي وارن حيوانات (Vertebrates) سان آهي ۽ سمورا ڪرنگهي جي هڏي وارا حيوان گهڻن جزن وارا (Multi cellur) هوندا آهن.“

”اهو ته ارسطو وارو طريقو آهي.“

”ها. تون صحيح ٿي چئين. اڄڪله مختلف قسمن جي جيڪا ورهاست نظر ۾ اچي ٿي، خاڪي ۾ رڳو ان کي ئي ناهي ڏيکاريو ويو، پر ان ۾ ارتقاء جي تاريخ جو به ڪجھ ڏيک ڏيکاريو ويو آهي. مثال تون ڏسي سگهين ٿي ته هڪ هنڌ پکي رڙهندڙ جانورن کان، رڙهندڙ جانور هڪ هنڌ تي جل ٿلين (Aphilia) کان ۽ جل ٿليون مڇين کان الڳ ٿي ويون آهن.“

”ها، اهو بلڪل واضح آهي.“

”جڏهن به ڪو پيڙهيءَ جو سلسلو جن الڳ شاخن ۾ ورهائبو آهي، رڳو ان ڪري ٿيندو آهي ڇو ته Mutations (بناوٽ ۾ تبديليءَ واري عمل ڪاري )جو نتيجو نئين قسم جي صورت ۾ ظاهر ٿيندو آهي. ائين ان عمل وسيلي ڊگهي وقت دوران حيوانن جا مختلف طبقا ۽ هيٺيان نسل وجود ۾ آيا. اصل حقيقت اها آهي ته اڄ دنيا ۾ حيواني قسم ڏهن لکن کان مٿي آهن، ۽ هي ڏھ لک به انهن قسمن جو ننڍو تعداد آهن جيڪي مختلف وقتن تي دنيا ۾ موجود رهيا آهن. مثال تون ڏسي سگهين ٿي ته حيوانن جو هڪ گروهه جنهن کي Trilobita (ٽـ ڏڙو) چيو ويندو آهي، هاڻي ڌرتيءَ تان بلڪل ختم ٿي چڪو آهي.“

” ۽ سڀ کان هيٺين طبقي ۾ هڪ جزائي (Cell) حيوان ايندا آهن.“

”انهن ۾ ته ڪجھ ٻن ارب سالن ۾ به تبديل نه ٿيا هوندا. تون اِهو به ڏسي سگهين ٿي ته انهن هڪ سيل وارن نامياتن جي

هڪ شاخ نباتاتي دنيا ڏانهن هلي وئي آهي، جو ته وڏيڪ امڪان اهو آهي ته جنهن پهرين (Primal) سيل مان حيوان وجود ۾ آيا اُهوئي نباتات جو وڏو (يا جد اعليٰ) آهي."

"اهو پهريون سيل ڪٿان آيو؟ ڊارون وٽ ان جو ڪو جواب هيو؟"

"مون چيو هو نه ته ڊارون تمام گهڻو محتاط ماڻهو هيو؟ جيستائين تنهنجي سوال جو تعلق آهي هن جيڪو ڪجهه چيو هو ان کي مشروط قياس آرائي چئي سگهجي ٿي. هن لکيو هو:

"جيڪڏهن اسان پنهنجي ذهن ۾ ڪنهن اهڙي آتشين (باه) حوض جو تصور ڪيون جنهن ۾ اموِنيائي ۽ گندهڪي لوڻ، روشني، حرارت (گرمي) ۽ بجلي وغيره سڀ ڪجهه موجود هجن ۽ اهو ته ان ۾ ڪيميائي طور تي ڪو پروٽين ڪمپائونڊ شڪل اختيار ڪرڻ وارو هجي، ان ڪان اڳان گهڻو وڏيڪ ڏکين تبديلين جي عمل مان گذرڻ لاءِ تيار هجي..."

"پوءِ ڇا؟"

"هتي ڊارون جنهن فلسفياڻي دليل کي استعمال ڪري رهيو هو هن جو مقصد اها قياس آرائي ڪرڻ هو ته غير نامياتي مادي (Inorganic matter) مان پهريون جزو (Cell) ڪيئن وجود ۾ آيو هوندو ۽ هڪ ڀيرو ٻيهر هن جو تير نشاني تي لڳو. اڄ جا سائنسدان سمجهندا آهن ته زندگيءَ جي پهرين صورت اهڙي قسم جي (آتشين حوض) مان وجود ۾ آئي هوندي جنهن جو تصور ڊارون ڏنو هو."

"اڳتي ڇا؟"

"ايترو ئي ڪوڙ آهي جو ته هاڻي پاڻ ڊارون جي پچر ڇڏيون ٿا. هاڻي پاڻ وڏو ٽپ ڏينداسين ۽ گهڻيون ڳالهيون ڇڏي انهن تازين کوجنائن جو ذڪر ڪيون ٿا جيڪي زندگيءَ جي شروعات جي باري ۾ ڪيون ويون آهن."

"مون کي ته دپ ٿئي ٿو. ڇا ڪنهن ماڻهوءَ کي خبر آهي ته زندگيءَ جي شروعات ڪيئن ٿي؟"

"ممڪن آهي اهڙو ڪو به ماڻهو نه هجي. پر پزل (Puzzle) جا وڏيڪ ٽڪڙا پنهنجي پنهنجي جاءِ تي برابر ٿي ويا آهن. زندگيءَ جي شروعات ڪيئن ٿي هئي، ان جي ڪجهه نه ڪجهه ذهني تصوير ٺاهي سگهجي ٿي."

”چا مطلب؟“

”اچ تہ پھريون اِهو ثابت ڪيون تہ ڌرتيءَ تي هر قسم جي زندگي۔ ۔ اها نباتي هجي يا حيواني... بلڪل ساڳين ماين (Substances) مان نهي آهي. زندگيءَ جي سولي سمجهاڻي اها آهي تہ هي هڪ اهڙو مايو (Substance) آهي جيڪو جيڪڏهن حل ٿيل غذائي ڳار (nutrient solution) جي حالت ۾ هجي تہ ان ۾ پنهنجو پاڻ کي ٻن Indentical (سڄاڻپ وارن )جزن ۾ ورهائڻ جي صلاحيت اچي ويندي آهي. ان عمل ڪاري (Process) جو بندوبست هڪ مايو (Substance) ڪندو آهي جنهن کي اسان ڊي اين اي (DNA) چوندا آهيون. ڊي اين اي مان اسان جو مطلب اهي ڪروموزومس (Chromosomes) يا مورثي بناوتون (Hereditary structures) هونديون آهن جيڪي سمورن جاندارن جي Cells (سيلس) ۾ هونديون آهن اسان ڊي اين اي ماليڪيول جو اصطلاح بہ استعمال ڪندا آهيون. چو تہ ڊي اين اي اصل ۾ ماليڪيول مرڪب يا مئڪرو ماليڪيول (Macromalecule) ۔ ۔هوندو آهي. هاڻي سوال اِهو پيدا ٿئي ٿو تہ پهريون ماليڪيول (ماليڪيول ٻن يا ٻن کان وڌيڪ عنصرن جي جوهرن جي مرڪب جي ننڍي کان ننڍي ذري کي چئبو آهي: سنڌيڪار) ڪيئن وجود ۾ ايندو آهي؟“

”جي؟“

”ڌرتي تڏهن شڪل ورتي جڏهن چار ارب سٺ ڪروڙ سال اڳ شمسي نظام وجود ۾ آيو. ان جي شروعات هڪ ٻرندڙ ڍير (Mass) جي حيثيت سان ٿي جيڪو هوريان هوريان ٺري ويو. جديد سائنس جو خيال آهي تہ هيءَ ئي اُهو هنڌ آهي جڏهن ٽن ۽ چئن ارب سالن جي وچ ۾ زندگيءَ جي شروعات ٿي... اچ اسان جو سيارو جنهن نموني نظر ايندو آهي، شروع ۾ اهو ان کان مختلف هيو. جيئن تہ ڪا بہ زندگي نہ هئي فضا ۾ آڪسيجن پهريون ڀيرو ٻوٽن جي Photosynthesis مان وجود ۾ آئي. (Photosynthesis جو مطلب اُهو عمل آهي جنهن سان ساوا ٻوٽا سج جي روشنيءَ ۾ فضائي ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ ۽ پاڻيءَ مان ڪاربو هائيڊريٽس ۽ آڪسيجن ٺاهيندا آهن: سنڌيڪار) ۽ اها حقيقت بہ اهم آهي تہ

آڪسيجن گم هئي. اها ڳالهه قياس جي ويجهو آهي تہ حياتياتي سيل- - جيڪي پنهنجي واري ۾ ڊي اين اي ٺاهي سگهندا آهن... ڪنهن اهڙي فضا ۾ پيدا ٿي پئي سگهيا جنهن ۾ آڪسيجن موجود هجي ها.“

”ڇو؟“

”ڇو تہ آڪسيجن پنهنجو ڪيميائي رد عمل تمام گهڻو تيزي سان ڪندو آهي. ڊي اين اي جهڙن مرڪب ماليڪيولس جي نهڻ کي گهڻو اڳ ڊي اين اي ماليڪيولس تي پڌل جزن جي Oxydization ٿي ويندي.(يا جزا گڏجي ويندا.)“

”واقعي؟“

”اهو ئي سبب آهي جو اسان کي پڪ آهي تہ اڄ ڪنهن بہ قسم جي ڪا نئين زندگي- - ايستائين جو ڪو جراثيم يا وائرس بہ نہ- - وجود ۾ ناهي ايندي. ڌرتيءَ تي هر قسم جي زندگي پڪ سان هم عمر هوندي- - تون چئي سگهين ٿي تہ هاٿي- - يا انسان- - اصل ۾ هڪ جزائي (Cell) مخلوق جي هڪڙي ئي ڳنڍيل آبادي هوندا آهن ڇو تہ اسان جي جسم جي هر سيل ۾ هڪ جيترو موروثي مواد هوندو آهي. اسان ڇا آهيون، ان جي سموري ترڪيب هر ننڍڙي ۾ ننڍڙي سيل ۾ لڪل هوندي آهي.“

”اهو تہ ڏاڍو عجيب تصور آهي.“

”زندگيءَ جو هڪ راز اهو آهي تہ ان حقيقت جي باوجود تہ گهڻ جزائي (Cells) حيوانن جي سمورن جزن (Cells) ۾ سموريون مختلف موروثي خصلتون فعال ناهن هونديون، انهن جزن ۾ پنهنجن فرضن ۾ مهارت (Specialization) حاصل ڪرڻ جي صلاحيت هوندي آهي. انهن مان ڪجھ خصلتون... يا جينز (Genes)... ’فعال‘ ۽ ڪجھ ’غير فعال‘ ٿي ويندا آهن. اعصابي سيل يا چمڙي وارو سيل (جزا) جيترو پروٽين ناهيندو آهي، جگر جو سيل اوترو ناهي ناهيندو. پر سيل (جزي) جي ٽنهي قسمن ۾ هڪ جيترو ڊي اين اي ماليڪيول هوندو آهي، جنهن ۾ بحث ۾ آيل نامياتي جسم جي پوري ترڪيب هوندي آهي.“

”جيئن تہ فضا ۾ آڪسيجن سيمرغ (فرضي پکي) هئي، ڌرتيءَ جي چوگرد اوزون (Ozone) جو حفاظتي تهہ بہ ڪون

هيو. ان جو مطلب اهو هيو ته ڪائنات جا تجلا بنا رڪاوٽ جي ذرتيءَ ذاتهن اچي سگهندا هئا. اها ڳالهه به معنيٰ واري آهي ڇو ته شايد اهي تجلا (تاب ڪاري) پهريون ماليڪيول مرڪب ٺاهڻ جا ذميوار هئا. اهڙي نوعيت جا ڪائناتي تجلا (ياتاب ڪاري) اُها اصل توانائي (Energy) هئي جيڪا ذرتيءَ تي موجود مختلف ڪيميائي ماين ڪي ملائي ذڪيا مئڪروماليڪيول (Macromolecules) بنائڻ جو ڪارڻ ٿي هئي."

"ٺيڪ."

"مون جيڪو پڙهيو ان جون ڪجهه اهم ڳالهيون وري پڙ. اهڙي قسم جي مرڪب ماليڪيول، جن تي هر قسم جي زندگي بڌل هوندي آهي، نهڻ ڪان اڳ گهٽ ۾ گهٽ ٻن شرطن جو هجڻ ضروري آهي: فضا ۾ آڪسيجن نه هجي. تجلن کي ڪابه روڪ ٽوڪ نه هجي."

"مون کي سمجهه ۾ اچي ويو."

"ان 'آتشين حوض' ۾ – يا شروعاتي سوپ (Primal soup) ۾، اهو ائين جديد سائنس دان چوندا رهندا آهن،... ڪنهن زماني ۾ انتهائي منجهيل مئڪروماليڪيول جڙيو جنهن ۾ پنهنجو پاڻ کي بلڪل هڪ جيترن ٻن حصن ۾ ورهائڻ جي صلاحيت هئي ۽ ائين، سوفي، ارتقا جو ڊگهو عمل شروع ٿي ويو، ان کي سولن لفظن ۾ هيئن بيان ڪبو ته هاڻي اسان موروثي مواد، شروعاتي ڊي اين اي ۽ پهرين جاندار سيل جي ڳالهه ڪري رهيا آهيون. اهو پنهنجي ورهاست مان ورهاست (يا تقسيم در تقسيم) ڪندو رهيو.... پر بلڪل پهرين مرحلي کان ئي ان قسم جي تبديلي (transmutation) جو عمل شروع ٿي ويو. تمام گهڻن ڊگهن زمانن کان پوءِ انهن مان هڪ جزائي (Cell) نامي جو ڪنهن ذڪيئي گهڻ جزائيناميئي سان ميل/ لاڳاپو ٿي ويو ۽ ائين نباتات جي Photosynthesis شروع ٿي وئي، ۽ اهڙي طريقي سان فضا ۾ آڪسيجن شامل ٿيڻ لڳي. ان جا ٻه نتيجا نڪتا: هڪ: فضا اهڙن حيوانن جي ارتقا جو موقعو ڏنو جيڪي ڦڦڙن وسيلي ساهه کڻي سگهن پيا. ٻيو: فضا نقصان ڏيندڙ ڪائناتي تجلن خلاف حفاظتي ڇت ڏني. عجيب ڳالهه اها آهي ته اهي ئي تجلا جن شايد پهرين سيل جي ٺاهڻ ۾

حياتي ڏيندڙ 'چڻنگ' (Vital spark) جو فرض نڀايو هو زندگي جي سمورين صورتن جي لاءِ نقصان ڪار به آهن."

"پر فضا هڪ رات ۾ ته وجود ۾ ڪون آئي هوندي؟ ته پوءِ زندگيءَ جي شروعاتي صورتن پنهنجي بقا جو بندوبست ڪيئن ڪيو؟"

"زندگيءَ جي شروعات پراڻن (Primal) 'سمندن' ۾ ٿي هئي- -جڏهن اسان شروعاتي (Soup) جو نالو ونندا آهيون ته اسان جو مطلب اهي ئي 'سمنڊ' هوندا آهن. انهن 'سمنڊن' ۾ اهي جاندار شيون حفاظت سان رهي ٿي سگهيون. گهڻي وقت کان پوءِ اهي آبي نباتات فضا کي ناهڻ ۾ ڪامياب ٿيا، تڏهن وڃي آبي مخلوق رڙهندي رڙهندي خشڪيءَ تي آئي. ان کان پوءِ جيڪو ڪجھ ٿيو، اسان ان تي ڳالھ ٻولھ ڪري چڪا آهيون. ۽ اسان آهيون جو هن جهنگ واري جاءِ ۾ آرام سان وينا آهيون ۽ ان سموري عمل تي، جنهن جي مڪمل ٿيڻ ۾ ٽي يا چار ارب سال لڳا هوندا، تي ڳالهائي رهيا آهيون ۽ ان ڏگهي عمل کي پنهنجي سمجھ اسان انسانن مان ملي آهي."

"ان جي باوجود توهان اهو ناهيو سمجهندا ته اهو سڀ ڪجھ اتفاق سان ٿي ويو؟"

"مون اهڙي ڳالھ ڪڏهن به ناهي ڪئي. هن تختي واري تصوير مان ظاهر آهي ته ارتقا ڇڻي طرف ڏانهن هلندڙ هئي. اڻ ڳڻين ڏگهن زمانن کان پوءِ حيوانن هوريان هوريان اهڙا اعصابي نظام ناهي ورتا آهن جيڪي ڏينهون ڏينهن گنجريل کان گنجريل صورت اختيار ڪندا پيا وڃن... ۽ انهن جا دماغ اڳ جي پيٽ ۾ وڏا ٿي ويا آهن. ذاتي طور تي مان سمجهان ٿو ته اهو سڀ ڪجھ اتفاقي نه ٿو ٿي سگهي، تنهنجو ڇا خيال آهي؟

"انساني اک ئي ونو. مان سمجهان ٿي ته ان جي تخليق ۾ رڳو اتفاق جو دخل ٿي نه ٿو سگهي. اسان ۾ دنيا ڏسڻ جي جيڪا صلاحيت آهي، توهان جي خيال ۾ اها معنيٰ سان ڀريل ناهي؟"

"مزي جي ڳالھ اها آهي ته اک جهڙي نموني وڌي آهي يا نهي آهي، ان تي ڊارون به اچرج ۾ پئجي ويو هو. هن لاءِ اها حقيقت ميڻ ذکيو هو ته اک جهڙي نازڪ ۽ حساس شئي رڳو

فطري چوندڙ جي ڪري وجود ۾ اچي سگهي ٿي.“

سوفي ويني البرٽو کي ڏسندي رهي. هوءَ سوچي رهي هئي ته اها ڪيڏي نه عجيب ڳالهه آهي ته هوءَ هاڻي جيئري آهي، هن کي اها حياتي رڳو هڪ ڀيرو ملي سگهندي ۽ هوءَ ڀيهر هتي موٽي ڪون ايندي. اوچتو هن کان چئجي ويو:

What matters our creative endless toil,
When, at a snatch, oblivion ends the coil?

(پڇاڻي نه پهچندڙ تخليقي مشقت مان ڇا حاصل
جڏهن، هڪ ئي جهٽڪي ۾، هڪڙي ئي پل ڇڪ، سمورو
خفو ئي ختم ڪري ڇڏيو)

البرٽو ڏانهس گهوريو.

”ڏيءَ، توکي اهڙيون ڳالهيون نه ڪرڻ گهرجن. اهي شيطان جا لفظ آهن.“

”شيطان؟“

”هام شيطان ـ يا گوئٽي جي ڊرامي فائوسٽ جو ميفسٽوفليز آهي، هو چوندو آهي:

"Was soll uns denn das ew'ge Shaffen!
Geschaffenes zu nichts hinwegzuraffen!'

”انهن لفظن جي معنيٰ ڪهڙي آهي؟“

”جڏهن فائوسٽ بي سُتو ٿي ويندو آهي ته هن جيڪو ڪجهه زندگيءَ ۾ ڪيو هوء هو ان کي سوچيندو آهي ۽ سوڀاري انداز چوندو آهي:“

ته پوءِ مان ويندڙ پل کي چئي سگهان:
هاڻي تون بيٺو هج، تون ڏاڍو حسين آهين!
منهنجي ڌرتيءَ تي گذاريل زندگيءَ جي ريڪارڊ کي
هاڻي زماني جي ڪا به اڏام ڪمزور نه ٿي ڪري سگهي...
اڳتي ڇا ٿيندو جي مون کي خبر پئجي وئي، ۽ ان مون کي اهڙي سرهائي ڏئي ڇڏي آهي
جو مان خوشيءَ ۾ آهيان، منهنجي (زندگي) جو وڏو لمحو اهوئي آهي.

”اها ته شاعراڻي ڳالهه آهي.“

”هاڻي شيطان، جيئن ئي فائوسٽ فوت ٿئي ٿو، چئي ٿو:
هڪ چرياپ وارو لفظ وڃي چڪو.
تہ پوءِ هي ڇا ٿيو، هليو ويو؟
وڃي عدم سان مليو، گڏري ويو ۽ فنا سان وڃي هڪ ٿيو!
پڄاڻي نہ پهچندڙ تخليقي مشقت مان ڇا حاصل
جڏهن هڪ ئي جهپٽي ۾، پل ڇڪ سمورو خفو ئي ختم ڪري ڇڏيو؟
’اِهو وڃي چڪل لفظ آهي!۔ ۔ اِها پرولي ڪيئن پڄجي؟
اهو تہ ائين آهي ڄڻ شين جي شروعات ئي نہ ٿي هجي،
پر ان جي باوجود ڦري گهري وجود حاصل ڪرڻ لاءِ واپس آئي آهيان؟:
مان تہ ان جي جاءِ تي دائمي خالي پٽي کي اوليت ڏيندس.“

”مون کي پهريون بند ڏاڍو وڻيو هو. جيتوڻيڪ فائوسٽ مري چڪو هو، پر هو پنهنجي پٺيان جيڪي نشان ڇڏي وڃي رهيو هو، ان کي انهن ۾ ڪجھ معنيٰ نظر ضرور اچي رهي هئي.“

”۽ ڇا اهو ڊارون جي نظريئي جو نتيجو ناهي تہ اسان ڪنهن اهڙي شئي جو حصو آهيون جيڪا ڪُل ڦهليل آهي، جنهن ۾ زندگي جي بلڪل ننڍڙي شڪل کي وڏي تصوير ۾ اهم مقام مليل آهي؟ سوفي، اسان ئي حياتي وارو سيارو آهيون، اسان ئي اُهو وڏو جهاز آهيون جيڪو ڪائنات ۾ چمڪندڙ سج جي چوگرد چڪر هڻي رهيو آهي. پر اسان مان هرڪو هڪ اهڙو جهاز بہ آهي جيڪو جينز (Genes) سان ڀريل زندگيءَ جي سفر تي هلندڙ آهي. جڏهن اسان اهو سامان (جينز) زندگيءَ جي ٻي بندرگاهه تي حفاظت سان پهچائيندا آهيون۔ ۔ اسان جي زندگي بنا ڪارج ناهي گذرندي. انگريز شاعر ۽ ناول نگار ٿامس هارڊي ان خيال کي پنهنجي هڪ نظم 'Tranformations' ۾ هيئن بيان ڪيو آهي:

ٻيو وڻ جي ان هڪ حصي ۾
اُهو ماڻهو موجود آهي جنهن کي ڪنهن زماني ۾
منهنجو ڏاڏو سڃاڻيندو هو

هاٿي اُهو هن وڻ جي پاڙ ۾ آهي :
هي لامر شايد ان جي زال آهي.
رت جي حرارت سان ٻاڙهي انساني حياتي
جيڪا هاٿي هڪ سائي گونچ ۾ بدلجي وئي آهي.
ها گاهه پڪ سان ان مان ئي ٿيو هوندو
جيڪا پوئين صديءَ ۾ اڪثر اها دعا گهرندي هئي
ان کي قرار ملي.
۽ هوءَ زمانن جي حسين گوري ڇوڪري
جنهن سان مون قرب رکڻ جي گهڻي ڪوشش ڪئي
شايد هن گلاب ۾ داخل ٿي رهي آهي.
ان ڪري، اهي ذرتي اندر ناهن
پر عضون ۽ رڳن جي صورت ۾،
مٿين فضا ۾ وڌندڙ هر شئي ۾ موجود آهن،
۽ اس ۽ برسات جي ۽ ان جي توانائي کي ٻ
ـيهر محسوس ڪندا آهن
جنهن انهن کي اُهو ئي ٺاهي ڇڏيو جيڪو اُهي هئا!“
”ڏاڍو خوبصورت نظم آهي.“
”پر هاٿي پاڻ وڏيڪ ڳالهه ٻولهه نہ ڪنداسين. مان رڳو
ايترو چوان ٿـو تہ اڳيون باب!“

# فرائيڊ

## ... ڪنهن انانيتي جبلت ...

هلڊي مولرڪنيگ تڪڙ ۾ بستري تان لٿي فائيل ڊيسڪ تي اڇلي، ڊوڙندي وهنجڻ لاءِ ٽڙخاني ۾ وئي ۽ ٻه منٽ ڦوهاري هيٺان بيهڻ کان پوءِ هن ڪپڙا پاتا ۽ ڏاڪڻون لهي هيٺ پهتي.

"هلڊي ناشتو تيار آهي!" ماڻس چيو.

"مون کي ضروري ڪم آهي، مان ٻيڙيءَ تي وڃان ٿي."

"پر هلڊي....."

هن ٻڌي اڻ ٻڌي ڪئي ۽ ڊوڙندي ڊنڍ وٽ پهتي جتي ٻيڙي ٻڌل هئي. هن ٻيڙيءَ جو رسو کوليو ۽ ٽپ ڏئي ان ۾ ويٺي ۽ ونجهه سان ڪاوڙ ۾ ٻيڙي کي ڊنڍ ۾ هيڏانهن هوڏانهن هلائڻ لڳي. تان جو هن جي ڪاوڙ ماٺي ٿي وئي ۽ هن جو سڪون موٽي آيو.

"سوفي، اسان حياتي وارو سيارو آهيون. اسان ئي اُهو وڏو جهاز آهيون جيڪو ڪائنات ۾ چمڪندڙ سج جي چؤگرد ڦري رهيو آهي. پر اسان مان هرڪو هڪ اهڙو جهاز آهي جيڪو جينز (Genes) سان ڀريل زندگيءَ جي سفر تي هلندڙ آهي. جڏهن اسان اهو سامان (جينز) حفاظت سان ٻي بندرگاهه تي پهچائي ڇڏيندا آهيون — اسان جي زندگي اجائي ناهي ويندي....."

هن کي اهي سٽون زباني ياد ٿي ويون هيون. اهي سٽون لکيون ئي ان ڪري ويون هيون. سوفيءَ لاءِ نه پر هن لاءِ، بابا هڪ هڪ لفظ هلڊي لاءِ لکيو هو.

ٻيڙي جهولڻ لڳي ۽ هوريان هوريان پاڻيءَ ۾ ترندي رهي. ڊنڍ جون هلڪيون لهرون ٻيڙيءَ جي اڳين حصي سان ٽڪرائي رهيون هيون.

جهڙي نموني اها ننڍڙي ٻيڙي لليسينڊ جي ڊنڍ جي پاڻيءَ تي لڏي ۽ تري رهي آهي، ساڳي ريت هوءَ پاڻ به ته زندگيءَ جي مٿاڇري تي اخروٽ جي کل ئي ته آهي.

هن جي ذهن ۾ اها تصوير نـهي، ان ۾ سوفي ۽ البرتـو ڪٿي آهن؟ ها البرتـو ۽ سوفي ڪٿي آهن؟

هن کي اها ڳالھ سمجھ ۾ نہ ٿي آئي تہ انهن جي حيثيت سندس پيءُ جي دماغ جي 'electromagnetic impulses' کان وڌيڪ ڪجھ بہ ناهي. هن کي اها ڳالھ ميڄ ۾ ئي نہ پئي آئي تہ اُهي رڳو سندس پيءُ جي ٽائپ رائٽر جي ڪاغذ ۽ ربن جي مس آهن. اهڙي ريت اهو بہ چئي سگهجي ٿو تہ هن جي پنهنجي بہ ڪا حيثيت ناهي سواءِ ان جي تہ هو پروٽين مرڪبن جو -conglom eration (مختلف شين جو هڪ جاءِ گڏجڻ يا هجڻ)آهي جيڪو ڪنهن ڏينهن اوچتو 'آتشين حوض' ۾ زندگيءَ وٺي ويو هيو. پر هوءَ چاٺي ٿي تہ هوءَ ان کان وڌيڪ آهي. هوءَ هلڊي مولر ڪنيگ آهي.

هن کي ميڄٺو پيو تہ باڪس فائيل بهترين سوکڙي آهي ۽ هن جي پيءُ ان ۾ جيڪو ڪجھ لکيو هيو، هُن ان ۾ هِن جي پنهنجي اندر جي ڪنهن 'ابدي' شئي جي دل تي هٿ رکيو آهي. پر هو البرتـو ۽ سوفي سان جيڪو سلوڪ ڪري رهيا هئا. اُهو هن کي نہ ٿي وڻيو.

هوءَ کيس گهر پهچڻ کان اڳ ۾ هن کي سبق سيکاريندي. هن کي محسوس ٿي رهيو هو تہ انهن ٻنهيءَ ٻاران_ اهو هن تي فرض هيو...

هلڊي هڪ ڀيرو ڀيهر پنهنجو پاڻ ۾ آئي... ناشتو ڪرڻ کان پوءِ هوءَ ڳچ وقت ماءُ سان ڪچهريون ڪندي رهي. سندس موضوع عام ۽ گهريلوشين بابت هئا. هن کي انهن ڳالهين ۾ بہ مزو اچي رهيو هو.

جيستائين شام نہ ٿي هن فائيل کي هٿ بہ نہ لاتو. هاڻي صفحا بہ گهٽ بچيا هئا.

هڪ ڀيرو ڀيهر دروازو کڙڪيو.

... چائنٽ تي هڪ اگهاڙو ماڻهو بيٺل هو. هن جو انداز تہ شاهاڻو هيو پر هن جي مٿي تي رڳو تاج هيو باقي اگهاڙو هو.

"اونهن هون!" هن جي وات مان نڪتو. "توهان سڀنا ماڻهو ٿا لڳو. شهنشاه جي نون ڪپڙن بابت توهان جو ڇا خيال آهي؟"

البرتـو ۽ سوفيءَ کي چپ وٺي وئي. اگهاڙو همراه ٿورو پريشان ٿيو.

"ڇا توهان مون آڏو جهڪي سلام نہ ٿا ڪيو!" هن رڙ ڪندي چيو.

"توهان صحيح ٿا چئو." البرتـو چيو، "پر شهنشاه اگهاڙا آهن."

اگهاڙي ماڻهو شاهاڻو وقار ختم نہ ڪيو. البرتـو سوفيءَ کي

ڪن ۾ چيو:

”بادشاهه سمجهي ٿو ته هو وڏي معزز هستي آهي!“

اگهاڙي ماڻهوءَ جي چهري جا تاثر بدلجي ويا ۽ پريشان ٿي ويو.

”هتي ڪهڙو سنسرشپ آهي؟“ هن پرون چاڙهيندي چيو.

”مون کي افسوس آهي ان جو جواب ها ۾ آهي.“ البرٽو چيو. ”اسان ٻئي هتي هوشيار به آهيون ۽ اسان جا دماغ به مڪمل طور صحيح آهن. ان ڪري شهنشاهه پنهنجي بي حيائي جي حالت ۾ چائنٽ ٽبي اندر نه ٿا اچي سگهن.“

سوفي کي اگهاڙي ماڻهوءَ جو ڏيکاءُ وارو جلالي انداز ايڏو احمقاڻو لڳو جو هوءَ کل ۾ ٻڏي وئي. اوچتو تاج پاتل همراهه محسوس ڪيو ته هو اگهاڙو آهي. هن پنهنجو اڳيون عضوو هٿن سان ڍڪيو ۽ ونئي ڊوڙ هنيائين جو اڪ چنب ۾ ٻيلي ۾ گم ٿي ويو. شايد هو آدم ۽ هوا، نوح، لٽل ريڊ رائيڊنگ هڊ ۽ ونني دي پوهه جي محفل ۾ شامل ٿيڻ هليو ويو.

البرٽو ۽ سوفي چائنٽ وٽ بيهي کلندا رهيا.

البرٽو کيس چيو: ”اندر هلجي مان توکي فرائيڊ ۽ ان جي لاشعور جي نظريئي بابت ٻڌائڻ چاهيان ٿو.“

هو هڪ پيرو وري دري وٽ وينا. سوفي واچ ۾ نهاريندي چيو: ”ادائي ٿين ٿا. مون کي گارڊن پارٽيءَ جا اجان گهڻا انتظام ڪرڻا آهن.“

”مون کي به گهڻا ڪم آهن. پاڻ سگمنڊ فرائڊ بابت مختصر ڳالهه ٻولهه ڪنداسين.“

”هو فلسفي هيو؟“

”ٻيو نه ته اسان هن کي ڪلچرل فلسفي چئي سگهون ٿا. فرائيڊ 1856ع ۾ پيدا ٿيو ۽ هن يونيورسٽي آف ويانا مان طب جي تعليم حاصل ڪئي. هن اتي زندگيءَ جو وڏو حصو ان وقت ۾ گذاريو جڏهن ويانا ۾ ثقافتي زندگي عوج تي هئي. هن شروع ۾ اعصابن جي علم (Neurology) بابت پڙهيو. گذريل صدي (19هين) جي آخر ۽ هن صدي (ويهين) جي شروعاتي سالن دوران هن 'Depth psychology' يا 'Psychoanalysis' کي مٿي آندو.“

” 'Psychoanalysis' (سائڪو اينالائسز)عام معنيٰ ۾ انساني ذهن جو تفصيل بيان ڪندو آهي ۽ اعصابي ۽ ذهني عارضن جو

علاج بہ ڪندو آهي. منهنجو اِهو ارادو نہ هو تہ فرائيڊ جا ڪارناما بيان ڪيان پر اهو سمجهڻ لاءِ تہ انسان ڇا آهي، هن جي لاشعور جي نظريئي کي سمجهڻ ضروري آهي- - فرائيڊ جي دعويٰ هئي تہ انسان ۽ ان جي ماحول وچ ۾ مستقل ڇڪتاڻ جي ڪيفيت رهندي آهي، اها ڇڪتاڻ-- ان جي ضرورت ۽ ولوڙ ۽ معاشري جي مطالبن جي وچ ۾ خاص طور تي موجود هوندي آهي. ان ڳالهہ ۾ ڪوبہ وڏاءُ ناهي تہ انسان جي 'Drives' (ولوڙ) کي فرائيڊ ڳوليو. 19هين صديءَ جي آخر ۾ فطرت پسنديءَ جو جيڪو زبردست لاڙو هيو. فرائيڊ جي اها ڳولا ان لاڙي لاءِ تشريح ڪندڙ ۽ ترجمان بڻجي وئي."

"انساني 'Drives.' (ولوڙ) مان توهان جو ڇا مطلب آهي؟"

"اسان جي اڪثر ڪمن جي رهنمائي هميشہ عقل ناهي ڪندو. انسان اصل ۾ ايترو عقلمند (يا سمجهدار) جيو ناهي جيترو ان کي 18هين صديءَ جا عقليت پسند بڻائي پيش ڪندا هئا. اسان جيڪو ڪجهہ سوچيندا آهيون، جيڪو ڪجهہ اسان خواب ۾ ڏسندا آهيون ۽ جيڪو ڪجهہ اسان ڪندا آهيون ان جو تعين گهٽو ڪري اسان جون غير عقلي جبلتون، جن کي ترنگ يا من جي موج بہ چئي سگهجي ٿو، ڪنديون آهن. اهڙي قسم جون غير عقلي جبلتون بنيادي 'Drives' (ولوڙ) يا ضرورت جو بہ اظهار ٿي سگهن ٿيون. مثال ڪير ٻياڪ ٻار ۾ ماءُ جي ٿڃ چوسڻ جي جبلت بنيادي هوندي آهي. اهڙي ريت انسان جي جنسي 'Drives' بہ بنيادي ٿي سگهي ٿي."

"جي؟"

"اها ڪا نئين ڳولا نہ هئي. پوءِ بہ فرائيڊ اهو ثابت ڪيو تہ اهي بنيادي ضرورتون لڪائي سگهجن ٿيون يا 'گهٽائي' سگهجن ٿيون ۽ ائين اهي اسان جي ڪمن جي ڪجهہ اهڙي نموني رهنمائي ڪنديون رهنديون آهن جو اسان پاڻ بہ انهن کان آگاهہ ناهيون ٿي سگهندا. هن اهو بہ ثابت ڪري ڏيکاريو تہ ٻارن ۾ بہ ڪنهن نہ ڪنهن قسم جي جنسيت (Sexuality) موجود هوندي آهي. ويانا جي وچولي طبقي جا معزز 'ٻار جي جنسيت' تي ڪاوڙيا ۽ فرائيڊ تي چڙڻ لڳا. انهن جي ان رد عمل سان فرائيڊ غير مقبول ٿي ويو."

"مون کي ڪا بہ حيرت نہ ٿي."

”جڏهن جنسيت بابت هر شئي تي پابندي هجي، تہ ان سان جيڪو رويو پيدا ٿيندو آهي، ان کي اسان وڪٽوريت چوندا آهيون. فرائيڊ کي پهريون پيرو پار جي جنسيت بابت ان وقت خبر پئي جڏهن هو نفسياتي علاج ڪندڙ (Psychotherapist) طور ڪم ڪري رهيو هو. پنهنجي دعوائن جي حق ۾ هن وٽ تجربي (Empirical) بنياد هئا. هن جي مشاهدي ۾ اها شئي بہ آئي هئي تہ اعصابي (Neurotic) يا نفسياتي عارضن (Disorders) جا نشان ننڍپڻ جي ڇڪتاڻين ۾ ڳولي سگهجن ٿا. هن هوريان هوريان علاج جو هڪ اهڙو طريقو ڳوليو ۽ ان کي وڏايو جنهن کي اسان روح جي آثاريت (Archeology of the soul) چوندا آهيون.“

”ان جو مطلب؟“

”آرڪيالاجسٽ ثقافتي تاريخ جي باقيات جي کوٽائي ڪري آڳاٽي ماضي جي نشانن تائين پهچندو آهي. ٿي سگهي ٿو ان کي 18هين صديءَ جو ڪو چاقو ملي وڃي، جڏهن اُهو اڃان هيٺاهينءَ ۾ کوٽائي ڪندو آهي، ممڪن آهي ان کي ڪا چوڏهين صديءَ جي ڦٽي هٿ اچي وڃي..... ۽ ان کان بہ وڌيڪ هيٺ کوٽائي ۾ هن کي پنجين صدي قبل مسيح جو ڪو گلدان ملي سگهي ٿو.“

”چا؟“

”اهڙي طريقي سان 'Psychoanalysis' جو ماهر مريض جي مدد سان مريض جي ذهن جي گهرائي تائين پهچي سگهي ٿو. ۽ انهن تجربن کي ظاهر ڪري سگهي ٿو جيڪي مريض جي ذهني عارضي جو سبب بڻيا هيا، ڇو تہ فرائيڊ موجب ماڻهو ظاهر ۾ پلين پنهنجن تجربن کي وساري ڇڏي پر اُهي ويندا ڪاڏي بہ ناهن، ان جي ذهن ۾ اندر ڪٿي گهرائي ۾ گڏ ٿي ويندا آهن.“

”سمجهي ويس.“

”مريض کي ڪو اڻ وڻندڙ تجربو ٿيندو آهي. اُهو ڪيئي سال ان کي دٻائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي، پر اُهو ويندو ڪاڏي بہ ناهي، ان جي ذهن ۾ ڪٿي دفن ٿيل هوندو آهي، پر اُهو مريض جي جان ناهي ڇڏيندو، اندر ئي اندر ان کي کائيندو رهندو آهي. Psychoanalysisit شايد ان جي (مريض جي) تجربي کي ڳولي سگهي ٿو. ڪنهن ’جراحتي‘ تجربي (traumatic experi-ence) کي مريض جي شعور ۾ آڻي... يا ائين ڪٽي ڇنجي ان سان

هن جو مکا ميلو ڪرائي... هو ان سان مريض جي ’جان ڇڏائي‘ سگهي ٿو ۽ اهڙي ريت هن کي چاڪ ڪرڻ ۾ هن جي مدد ڪري سگهي ٿو. جيڪڏهن علاج ڪندڙ عورت آهي، پوءِ اهو چوڻ گهرجي ته هوءَ مريض جي مدد ڪري سگهي ٿي.“

”ڳالھ منطقي ياڻنجي پئي.“

”مان ڪجھ گهڻو اڳتي هليو ويو آهيان. پهريون اِهو ڏسون ته فرائيڊ انسان جي ذهن جو نقشو ڪيئن ڪڍيو آهي. ڇا تو ڪڏهن نئون ڄاول ٻار ڏٺو آهي.“

”منهنجو هڪ ڇئن سالن جو ڪزن آهي.“

”جڏهن اسان دنيا ۾ ايندا آهيون اسان پنهنجون جسماني ۽ ذهني ضرورتون ڪليل نموني ۽ بناحجاب جي پوريون ڪندا آهيون. جڏهن اسان کي کير ناهي ملندو، اسان رڙيون ڪندا آهيون، جيڪڏهن اسان جو ڪڇو آلو ٿي وڃي، تڏهن ٻه اسان رڙيون ڪندا آهيون. اسان جسماني ڇهاءُ ۽ جسماني گرمي جي خواهش جو ٻه بنا جهجهڪ ۽ کلي عام اظهار ڪندا آهيون. فرائيڊ اسان جي ان اندر جي ’لذت جي اصول‘ (Pleasure principle) کي اڊ (id) چئي ٿو. نئون ڄاول ٻار اڊ کان سواءِ شايد ئي ٻيو ڪجھ هجي. اسان ان اڊيا لذت جي اصول کي پنهنجي بالغ ٿيڻ جي زماني تائين پاڻ سان گڏ کڻي ويندا آهيون. ائين چوڻ صحيح آهي ته اسان ان کي سڄي ڄمار پاڻ سان کڻي گهمندا آهيون. اسان مسلسل پنهنجن خواهشن کي لغام ڏيڻ، انهن کي ضبط ڪرڻ ۽ انهن کي پنهنجي ماحول موجب ٻڌائڻ سکي ويندا آهيون. اسان ’لذت جي اصول‘ ۾ ’حقيقت جي اصول‘ ('Reality principles') جي حوالي سان ظابطو پيدا ڪرڻ سکي ويندا آهيون. فرائيڊ جي اصطلاح ۾ اسان پنهنجي انا کي وڌائيندا آهيون جنهن جو ڪم ئي ظابطي واري نوعيت جو هوندو آهي. پلين اسان کي ڪنهن شئي جي گهرج ٿئي يا خواهش ٿئي، اسان اهو نه ٿا ڪري سگهون ته بس (ٻارن وانگر) ڌرتيءَ تي ليٽڙيون پايون، روئون ۽ رڙيون ڪريون ۽ جيستائين اسان جي ضرورت پوري نه ٿئي، چپ ئي نه ڪيون.“

”ها. بلڪل سڌي ڳالھ آهي.“

”اسان کي ڪنهن اهڙي شئي جي شديد خواهش ٿي سگهي ٿي جيڪا ٻاهرين دنيا نه ڏئي.... اسان انهن خواهشن کي گهڻو

ڏئي سگھون ٿا. ان جو مطلب اهو آهي ته اسان انهن کي پيچائڻ يا وسارڻ جي ڪوشش ڪندا آهيون.“

”سمجھ ۾ آيو.“

”پوءِ به فرائيڊ انساني ذهن جي ٽِن عنصر جو تصور ڏنو ۽ ان تي ڪم ڪيو. ننڍپڻ کان ئي اسان آڏو پيءُ ماءُ ۽ معاشري جا اخلاقي مطالبا هوندا آهن. جڏهن اسان ڪو غلط ڪم ڪندا آهيون. اسان جا پيءُ ماءُ چوندا آهن: 'اهو نه ڪر! يا شرارتي ٻار، شيطان ٻار، خراب ڳالھ آهي!' جڏهن اسان شعور واري وهيءَ ۾ پهچندا آهيون، تڏهن به اهڙن اخلاقي مطالبن جي گونج اسان جي ڪنن ۾ پوندي رهندي آهي. ائين محسوس ٿيندو آهي جڻ دنيا جون اخلاقي توقعاتون اسان جي ذات جو حصو بڻجي ويون آهن. فرائيڊ ان کي سپرايگو (Superego) (وڏي انا) چوندو هو.“

”ڇا اهو ضمير لاءِ ڪو ٻيو لفظ آهي؟“

”ضمير سپرايگو (چوٽ انا يا وڏي انا) جو حصو هوندو آهي. پر فرائيڊ جي دعويٰ هئي ته وڏي انا اسان کي اهو ٻڌائيندي آهي ته اصل ۾ ڪڏهن اسان جون خواهشون 'بد' يا 'نامناسب' هونديون آهن ۽ ان ۾ شهوتي يا جنسي خواهشون به شامل هونديون آهن. ۽ جيئن ته مان اڳ ۾ ئي چئي چڪو آهيان ته فرائيڊ جي دعويٰ هئي ته اهي 'نامناسب' خواهشون پنهنجو اظهار اڳ ۾ ئي ننڍپڻ جي بلڪل شروعاتي مرحلي ۾ ڪري چڪيون هونديون آهن.“

”ڪيئن؟“

”اڄ ڪله اسان کي خبر آهي ته ڪير ننڍڙا ٻار پنهنجي جنسي عضوي تي ڇهاءُ کي پسند ڪندا آهن. ڪنهن به تفريحي ڪناري تي هليا وڃو، توکي اهڙي قسم جا منظر ڏسڻ ۾ ايندا. فرائيڊ جي زماني ۾ جيڪڏهن ٻن يا ٽن سالن جو ٻار اهڙي حرڪت ڪندو هو ته ان جي آڱرين تي ٿپ هنئي ويندي هئي. ۽ شايد سندس ماءُ 'اٺ جاٺ' يا 'شيطان' جهڙا لقب به ڏئي ڇڏيندي هئي يا ڪيس دڙڪو ڏيندي هئي ۽ چوندي هئي: 'اتان هٿ هٽائي ڇڏ!' “

”اهو ڳالهيون ٻڌي مون کي ته اجڙاڪ ٿو اچي!“

”اتان ئي جنسي عضون ۽ جنس بابت هر شئي جي باري ۾ ڏوهه جي احساس جي شروعات ٿيندي آهي. جيئن ته ڏوهه جو احساس سپر ايگو(انا) ۾ موجود هوندو آهي ان ڪري..... فرائيڊ

موجب... گهڻا ماڻهو جنس بابت سڄي چمار پاڻ کي ڏوهي سمجهندا رهندا آهن. ان سان گڏ ئي هن ثابت ڪيو تہ جنسي خواهشون ۽ ضرورتون بلڪل فطري شيون آهن ۽ انسانن لاءِ تمام ضروري آهن. ان ڪري، منهنجي پياري سوفي، خواهش ۽ ڏوھ (جي احساس) جي وچ ۾ سڄي چمار چڪتاڻ لاءِ رستو پيدا ٿي ويندو آهي."

"توهان جي خيال ۾ فرائيڊ جي دؤر کان پوءِ اها چڪتاڻ گهٽ ناهي ٿي؟"

"بلڪل ٿي وئي آهي. پر فرائيڊ جي ڪيترن ئي مريضن کي ان چڪتاڻ جو ايڏو شديد احساس هوندو هو جو اهي هڪ قسم جي عارضي ۾، جنهن کي فرائيڊ اعصابن جو فتور يا نيورسس (Neurosis) چوندو هيو، ونجي ويندا هئا. تمام گهڻيون عورتون علاج لاءِ فرائيڊ وٽ ايندڀون هيون. هو انهن مان هڪ جو مثال ڏئي ٿو. اها مريض عورت پنهنجي پيڻوييي سان دل ئي دل ۾ پيار ڪندي هئي پر هن اها ڳالھ زبان تي نہ آندي. جڏهن ڪنهن بيماريءَ سبب سندس ڀيڻ فوت ٿي وئي. تڏهن هن سوچيو: هاڻي هو مون سان شادي ڪرڻ لا آزاد آهي! هن جي ان سوچ جو سپرايگو (وڏي انا) سان ٽڪراءُ ٿيندو هو. ان ڪري هن کي اها سوچ ڀوائتي لڳندي هئي ۽ هن پنهنجي ان خواهش کي گهٽو ڏئي ڇڏيو. ٻين لفظن ۾ هن ان کي پنهنجي لاشعور جي گهرائين ۾ پوري ڇڏيو. فرائيڊ لکيو: 'نوجوان ڇوڪري بيمار هئي ۽ هوءَ هسيٽريا جون علامتون ظاهر ڪري رهي هئي. جڏهن مون هن جو علاج شروع ڪيو، ڏسڻ ۾ ائين پيو لڳي تہ هن ڀيڻ جي مرڻ واري بستري تي جيڪو منظر ڏٺو ۽ ان موقعي تي هن جي اندر جيڪا ڪني انا نيتي جبلت (Odious egotistical impulse) پيدا ٿي هئي، هوءَ ان بابت سڀ ڪجھ وساري چڪي هئي. پوءِ بہ Psy-choanalysis (سائيڪو اينالاسز) دوران هن کي ڪجھ ياد اچي ويو ۽ هن تي جوش جي عالم ۾ اها ڪيفيت وري چڙهي وئي جيڪا ڪيس مرض لڳڻ مهل ٿي هئي ۽ ائين ان علاج وسيلي هوءَ ٻيهر نيڪ ٿي وئي."

"توهان جو روح جي اثريات بابت ڇا مطلب هيو، اهو هاڻي مون کي چڱي ريت سمجھ ۾ اچي ويو آهي."

"ان ڪري اسان انساني نفس (Psche) جو عام خاڪو ناهي

سگهون ٿا. مريضن جي علاج جو سالن کان تجربو ٿيڻ کان پوءِ فرائيڊ اهو نتيجو ڪڍيو ته شعور انساني دماغ جو معمولي حصو ٿاهيندو آهي. شعور سامونڊي مٿاڇري مٿان برفاني جبل جي چوٽيءَ وانگر هوندو آهي. جيئن اصل برفاني جبل سمنڊ ۾ هيٺ هوندو آهي. ساڳي ريت شعور جي سطح هيٺان دماغ جو وڏو حصو_ 'تحت الشعور' يا 'لاشعور'_ _هوندو آهي.

”ان ڪري لاشعور اسان جي انهن سمورين شين تي ٻڌل هوندو آهي جن کي اسان وساري چڪا هوندا آهيون. ۽ ياد ناهيون ڪري سگهندا.“

”اسان زندگيءَ ۾ جيڪي اڻ ڳڻيا تجربا ڪندا آهيون، انهن سڀني کي شعوري طور پنهنجي دماغ ۾ نه ٿا رکي سگهون. پر فرائيڊ اهڙي قسم جي شين لاءِ، جيڪي اسان جون سوچيل هونديون آهن يا جن جو اسان کي تجربو ٿي چڪو هوندو آهي، جن کي اسان ذهن تي زور ڏئي ياد ڪري سگهندا هجون، لاءِ 'اڳواٽ شعور' (Preconcious) اصطلاح ڪتب آندو هو. هن اصطلاح 'لاشعور' انهن شين لاءِ مخصوص ڪري ڇڏيو هو جن کي اسان دٻائي ڇڏيندا آهيون، يعني اهڙيون شيون جن کي اسان وسارڻ جي ڪوشش ڪئي هجي. جو ته اُهي 'اڻ وڻندڙ'، 'بيڪار'، 'خراب' وغيره هيون. جيڪڏهن اسان جي اندر ڪا اهڙي طلب (Urge) پيدا ٿئي ٿي جنهن کي اسان جو شعور هضم ناهي ڪري سگهندو، ته اسان جي وڏي انا (Superego) ان کي هيٺاهين ڏانهن ڌڪي ڇڏيندي آهي: 'وڃ' وڃ،! وڃي گم ٿي! اهو هن کي ٻڌڻ ۾ محسوس ٿيندو آهي.“

”مون کي سمجهه ۾ اچي ويو.“

”سمورن چاڪ چڱن ماڻهن ۾ اها ئي ميڪانيت (Mechanism) ڪم ڪندي آهي. پوءِ به ڪجهه ماڻهن کي انهن بيڪار يا منع ٿيل خيالن لاءِ پنهنجي شعور جون دريون بند ڪرڻ ۾ تمام گهڻي ڇڪتاڻ کي منهن ڏيڻو پوندو آهي جو اهي ڪنهن نه ڪنهن ذهني عارضي ۾ ورنجي ويندا آهن. اهڙي طريقي سان جنهن شئي کي دٻايو ويندو آهي، اها به چپ ناهي هوندي پر شعور ۾ داخل ٿيڻ لاءِ جتن ڪندي رهندي آهي. ڪجهه ماڻهن کي اهڙي قسم جي جبلتن کي شعور جي تنقيدي نگاهن هيٺان رکڻ ۾ گهڻو زور ڏيڻو پوندو آهي. جڏهن 1909ع ۾ فرائيڊ آمريڪا ۾

ويو ۽ هڪ هنڌ Psychoanalysis (تحليل نفسي) تي ليڪچر ڏئي رهيو هوس، هن اتي هڪ مثال وسيلي سمجهايو تہ اها دٻايل ميڪانيت (Repression mechanism) ڪيئن ڪم ڪندي آهي."

"ان جا تفصيل ٻڌايو."

"هن چيو: 'فرض ڪريو تہ هن هال ۾، جتي وينل ماڻهن جي خاموشي ۽ ڌيان لاءِ مون وٽ گهڻا لفظ ناهن، اهڙو ماڻهو گهڙي اچي ٿو جيڪو گوڙ ڪرڻ کان نہ ٿو مڙي. هو ڏند ڪڍي ٽهڪ ڏئي ٿو، وڏي واڪي ڳالهائي ٿو، فرش تي بوٽ رڳڙي ٿو مطلب تہ هر اُها حرڪت ڪري ٿو جنهن سان منهنجو ڌيان هٽي وڃي. هن جي اهڙي رويئي سبب مون کي بہ ڪاوڙ اچي وڃي ٿي ۽ چوان ٿو: "بس، گهڻو ٿيو، هاڻي مان پنهنجو ليڪچر ختم ٿو ڪيان." ان تي ڪجھ ماڻهو اٿن ٿا ۽ گوڙ ڪندڙ ان ماڻهوءَ کي ٻاهر ڪڍي ٿا ڇڏين. هاڻي ان ماڻهوءَ جو 'Repression' ٿي چڪو آهي. (يعني منهنجي ذهن ۾ دٻجي چڪو آهي) ۽ مان پنهنجو ليڪچر جاري رکي سگهان ٿو. پر ان انديشي ۾ رهندي تہ جنهن گوڙ ڪندڙ ماڻهوءَ کي جهٽ اڳ ٻاهر ڪڍيو ويو آهي، اهو ٻيهر اندر داخل ٿيڻ ۽ گوڙ ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪري، تہ اهي ماڻهو، جن منهنجي نيت کي سمجهي ورتو هو ۽ انهن ان موجب عمل ڪيو هو، پنهنجيون ڪرسيون دروازي آڏو رکي ويهن ٿا ۽ هڪ طرح سان مزاحمت جي قوت بڻجي وڃن ٿا جيئن دٻاءُ يا روڪ (Repression) جاري رکي سگهجي. جڏهن توهان انهن ٻنهي هنڌن (Locations) کي پنهنجي ذهن (Psche) ڏانهن ڪري ڇڏيو، هال جو هي اندر شعور ۽ هال جي ٻاهر يا چائنٽ کي لاشعور جو نالو ڏيو تہ توهان کي اندازو ٿي ويندو تہ روڪڻ يا دٻائڻ (Repression) جو عمل ڪيئن ٿيندو."

"مان سهمت آهيان."

"پر سوفي، گوڙ ڪندڙ ماڻهو چپ نہ ٿو رهي سگهي، اُهو وري اندر اچڻ جي ڪوشش ڪندو آهي، پوءِ جيڪڏهن هو اهڙي قسم جي حرڪت نہ بہ ڪري ٿو. پوءِ بہ گهٽ ۾ گهٽ روڪيل/ دٻايل (Repressed) خيال يا خواهشون (urges) ائين ضرور ڪنديون آهن. اسان تي مسلسل روڪيل خيالن جو زور جاري رهندو آهي تہ اُهي رسو ٽوڙائي ٻاهر نڪري اچن. اهوئي ڪارڻ

آهي جو اسان کان گهڻو ڪري ڪڏهن ڪڏهن اهڙيون ڳالهيون چئجي وينديون آهن. يا اهڙو ڪو ڪم ڪري ويهندا آهيون جنهن جي ڪرڻ جو ڪو بہ ارادو ناهي هوندو. ائين اسان جو غير شعوري رد عمل اسان جن جذبن ۽ افعالن کي اڪسائيندو رهندو آهي."

"ڪو مثال آهي؟"

"فرائيڊ ان ميڪانيت جي ٽن قسمن سان منهن ڏيندو آهي — انهن مان هو هڪ کي Parapraxis — زبان يا قلم جي ڏڪڻي چوندو آهي. ٻين لفظن ۾ ان جو مفهوم اهو آهي ڪڏهن ڪڏهن اسان اتفاق سان اهڙيون ڳالهيون ڪري ويندا آهيون يا ڪو اهڙو ڪم ڪري ويندا آهيون، جنهن کي اسان روڪڻ جي ڪوشش ڪئي هئي ـ ـ هو مثال ڏيندو آهي ٻڌائينديءَ؟"

"ضرور."

"هڪ مقامي پادري بشپ کي چانهہ جي دعوت ڏني. پادريءَ جو ڪجهہ ڌيئرون بہ هيون، اُهي سلجهيل، باشعور ۽ سيبتيون هيون. اتفاق سان بشپ جو نڪ معمول کان گهڻو ڊگهو هو. پادري نہ پيو چاهي تہ تہ سندس ڌيئرون ان بابت ڪجهہ چون. ان ڪري هن ڌيئرن کي روڪي ڇڏيو تہ اهي اهڙي قسم جو هڪ لفظ بہ نہ ڪڇن. پر ڇوڪرين جي خصوصيت ئي اها هوندي آهي تہ انهن کان بي اختياريءَ ۾ ماڻهن جي روين بابت چئجي ويندو آهي ڇو تہ انهن جي ميڪانڪي دٻاءُ يا روڪ جي واڌ ناهي ٿيل هوندي. بشپ پهچي ويو، ڇوڪريون ڀرپور ڪوشش ڪنديون رهيون تہ اهي بشپ جي نڪ بابت ڪجهہ بہ نہ چون. هن تہ اها بہ ڪوشش ڪئي تہ اهي هن ڏانهن ڏسن ئي نہ ۽ هن کي وساري ويهن. پر ٿيو هيئن جو جهڙي محل بشپ پهتو تہ هن جو ڌيان ئي ان جي نڪ ڏانهن هيو. بشپ هڪڙي ڇوڪري کي چيو: "کنڊ تہ کڻي ڏي." ان تي ان ڇوڪري مغرور بشپ ڏانهن ڏسندي بي اختياريءَ ۾ چئي ڏنو: "توهان کنڊ نڪ ۾ وجهندا آهيو؟"

"الا، ڪيڏي ڀوائتي حرڪت هئي."

"ان سلسلي ۾ اسان پنهنجن افعالن کي 'منطقي' بنائڻ جي ڪوشش ڪندا آهيون. ان جو مطلب اهو آهي تہ جيڪو ڪجهہ اسان ڪري رهيا هوندا آهيون اسان ان جو اصل ڪارڻ نہ پنهنجو پاڻ کي ۽ نہ ڪنهن ٻي کي ٻڌائيندا آهيون ڇو تہ اصل ڪارڻ

قبول ٿيڻ جوڳو ناهي هوندو.“

”مثال آهي ڪو؟“

”مان هپنٽائيز جي عمل وسيلي توکان دري کولرائي سگهان ٿو. جڏهن توتي هپنٽائيز جو عمل ڪامياب ٿي ويندو آهي، مان توکي چوندو آهيان: ’جڏهن مان آڱر سان ميز وڄائيندس، تون اٿندينءَ ۽ دري کولي ڇڏيندينءَ.‘ مان آڱر سان ميز وڄايان ٿو..... تون دري کولي ڇڏيندي آهين. جڏهن بعد ۾ مان توکان پڇان ٿو ته تو دري ڇو کولي هئي. تون شايد وراڻيندينءَ: ’مون دري ان ڪري کولي هئي ڇو ته هتي حبس وڌي ويو هو.‘ پر اصل ڪارڻ اهو ناهي تون پنهنجو پاڻ سان مڃڻ کان لنوائين ٿي ته اهو ڪم منهنجي هپنٽائيز جي عمل تحت ڪيو هو. ان ڪري تون پنهنجي ڪم کي منطقي ڪرڻ لاءِ سندرو ٻڌندي آهين.“

”مون کي ڳالهه سمجهه ۾ اچي وئي.“

”اهڙين شين سان اسان جو واسطو ڏهاڙي پوندو رهندو آهي.“

”منهنجو جيڪو ڇهن سالن جو ڪزن آهي، منهنجو خيال آهي هن کي کيڏڻ لاءِ پنهنجا همر عمر ناهن ملندا. ان ڪري جڏهن ٻه مان اتي ويندي آهيان هن جون خوشيءَ وچان واڇون کلي ونديون آهن. هڪ ڏينهن مون هن کي جڏهن چيو ته مون کي تڪڙ ۾ گهر وڃڻو آهي، امڙ انتظار ۾ هوندي، خبر ٿئو هن ڇا چيو؟... هن چيو: ’هوءَ ڏاڍي چري آهي!‘“

”هام اها واقعي ڳالهه کي منطقي رنگ ڏيڻ جي ڪوشش آهي. اصل ۾ ٻار جو مطلب اهو نه هيو جيڪو هن کان چئجي ويو. هو چوڻ اهو پيو چاهي چري تنهنجي ماءُ ناهي پر جيڪڏهن تون هلي وئينءَ ته اها چريائپ واري حرڪت هوندي. پر هو ايترو لچارو هيو جو پنهنجي ضمير جي ڳالهه صحيح طريقي سان ڪري نه سگهيو. هڪ ٻيو ڪم جيڪو اسان ڪندا آهيون، ان کي خيال بندي (Project) چيو ويندو آهي.“

”اهو ڇا آهي؟“

”جڏهن اسان خيال بندي ڪندا آهيون، اسان پنهنجي اندر جن صفتن کي روڪڻ/ دٻائڻ جي ڪوشش ڪندا آهيون، انهن کي ٻين ماڻهن ڏانهن منتقل ڪري ڇڏيندا آهيون. مثال هڪ ماڻهو تمام گهڻو ڪنجوس آهي، اُهو ٻين جو ذڪر ڪندي چوندو

آهي: ’حرامي، هڪ هڪ پائي تي مرندو آهي.‘ ۽ جڏهن ڪو ماڻهو ان ڳالهه کي ناهي مڃيندو ته جنس هن جي خيالن جو مرڪز بڻيل هوندي آهي، جڏهن ٻي ماڻهوءَ ۾ ان جي علامت ڏسندو آهي، هڪدم تڪڙ ۾ ڪاوڙجڻ لڳندو آهي.“

”هون ءَ!“

”فرائيڊ جي دعويٰ هئي ته اسان جي زندگي اهڙي قسم جي غير شعوري ميڪانيت (Mechanism) سان ڀريل آهي. اسان ڪنهن خاص ماڻهوءَ جو نالو وساري ويهندا آهيون، اسان ڳالهيون ڪندي ڪندي ڪپڙو ڇباڙڻ يا مروڙڻ لڳندا آهيون يا وري بي ترتيب شين کي ڪٿي ٻي هنڌ رکڻ شروع ڪندا آهيون. اسان لفظ جي ڳولا ۽ انهن جي استعمال ۾ ٿاٻا کائيندا آهيون ۽ اسان جي قلم ۽ زبان کان اهڙيون ڏڪٽيون نڪري وينديون آهن جيڪي ظاهر ۾ معصوم نظر اچي سگهن ٿيون. فرائيڊ جو نڪتو هي هيو ته اهو ڏڪٽيون نه ايتريون اتفاقي هونديون آهن ۽ نه ايتريون معصوم جيترون اسان انهن کي تصور ڪندا آهيون. هبڪڻ (ڏڪڻ) جا اهي ڪم اصل ۾ اسان جن انتهائي اندروني ڳجهن جام جن جي اسان عام طور ڪنهن کي پٽڪ ئي نه پوڻ ڏيندا آهيون، انڪشاف ڪندا رهندا آهن.“

”اڄ کان پوءِ مان ڳالهائڻ ۾ تمام گهڻي محتاط رهنديس.“

”پـل محتاط هج. پر ڪيڏو به احتياط ڪرين پر تون پنهنجي غير شعوري جبلتن کان جان آجي نه ٿي ڪري سگهين. صحيح آرٽ اهو آهي ته اڻ وڻندڙ شين کي لاشعور ۾ پورڻ جي ڪوشش نه ڪئي وڃي. اهو بلڪل پاڻي واري ڪوئي وانگر آهي، توهان ان جو هڪ ٻر بند ڪندؤ ته اهو باغ جي ڪنهن ٻي ڪنڊ مان ڪوٺي نڪري ايندو. سٺو طريقو اهو آهي شعور ۽ لاشعور وچ ۾ دروازو کليل رکيو وڃي.“

”جيڪڏهن اهو دروازو بند رکيو وڃي ته ماڻهو بيمار ٿي پوندو. ها؟“

”ها. نيوراتي (Neurotic) مريض بلڪل اهڙي ئي قسم جو ماڻهو هوندو آهي. هو اڻ وڻندڙ شين کي پنهنجي شعور کان ٻاهر رکڻ جي لاءِ ڪجهه وڌيڪ ئي جتن ڪندو آهي. گهڻو ڪري اهڙن تجربن مان گذرندو رهندو آهي جن کان هو ڇرڪندو آهي ۽ هن جي ڀرپور ڪوشش اها هوندي آهي ته ڪو ڪنهن نموني انهن

کي دٻائي ڇڏي. جڏهن هو ڊاڪٽر وٽ ايندو آهي، هن کي ان
ڳالهه جي وڏي ڳڻتي هوندي آهي ته هو ڪنهن نه ڪنهن نموني
پنهنجي لڪل جراحتن (traumas) تائين پهچڻ ۾ ڊاڪٽر جي مدد
ڪري سگهي.“

”ڊاڪٽر اهو ڪم ڪيئن ڪندو آهي؟“

”فرائيڊ هڪ طريقو ڳوليو هو جنهن کي هو 'free' association
چوندو هو. ٻين لفظن ۾ چئي سگهجي ٿو ته هو مريض کي
آرام واري حالت ۾ سمهاري ڇڏيندو هو ۽ کيس موڪل ڏئي
ڇڏيندو هو ته هن کي جيڪو ڪجھ ذهن ۾ اچي— اهو چا به
هجي— بنا روڪ جي چوندو وڃي. مقصد اهو هوندو هيو ته
جراحتن تي جيڪي ’ڍڪڻ‘ (lid) يا ’ضبط‘ حاوي ٿي ويو هو،
ان کي ٽوڙيو وڃي ڇو ته مريض جي پريشاني ۽ ڳڻتيءَ جو باغي
اهي ئي (جراحتون) هونديون آهن جيڪي هردم فعال رهنديون
آهن، رڳو مريض کي ان جو شعور ناهي هوندو.“

”توهان جنهن شئي کي جيترو گهٽڻ وسارڻ جي ڪوشش
ڪندا آهيو، لاشعوري طور تي ان بابت اوترو ئي وڌيڪ سوچيندا
آهيو؟“

”صحيح. اهو ئي ڪارڻ آهي جو لاشعور جيڪو سگنل
اماڻيندو آهي، ان کان واقف هئڻ تمام ضروري آهي. فرائيڊ موجب
لاشعور تائين پهچڻ جو اسان وٽ بهترين رستو خواب هوندا آهن.
ان موضوع تي هن جو ڪتاب ’خوابن جي ساڀيا‘ (The interpretation of dreams)
1900ع ۾ شايع ٿيو هو. هن ان ڪتاب ۾ ثابت
ڪيو هو ته اسان جا خواب اتفاقي ناهن هوندا. اسان جو لاشعور
خوابن وسيلي اسان جي شعور تائين پهچڻ جي ڪوشش ڪندو
آهي.“

”اڳتي ٻڌايو.“

”مريضن سان سالن کان وٺي سوال جواب ڪرڻ ۽ تجربو
ڪرڻ کان پوءِ— ان سلسلي ۾ هن پنهنجن خوابن جو جيڪو
تجربو ڪيو هو، ان جو حصو گهٽ نه هيو— فرائيڊ ان نتيجي تي
پهتو ته اسان جا سڀ خواب، اسان جي انهن خواهشن جو پورائو
هوندا آهن جيڪي حاصل ٿيڻ جوڳيون ناهن هونديون. هن جو
چوڻ آهي ته ٻارن ۾ ان شئي جو خاص طور تي مشاهدو ڪري
سگهجي ٿو. اهي آئسڪريم— جا خواب ڏسندا آهن. پوءِ به

بالغن ۾ جن خواهشن جو پورائو گهربل هوندو آهي، اُهي ويس متبادل هونديون آهن. ان جو ڪارڻ اهو هوندو آهي جڏهن اسان ننڊ واري حالت ۾ هوندا آهيون، سنسر شپ تڏهن بہ پنهنجو ڪم ڏيکاريندي آهي تہ اسان پنهنجو پاڻ کي ڪنهن شئي جي اجازت ڏيڻ لاءِ مائل آهيون. اها سنسر شپ يا روڪڻ يا دٻائڻ واري ميڪانيت اسان جي جاڳڻ يا سجاڳي جي ڀيٽ ۾ اسان جي ننڊ مهل ڪمزور هوندي آهي پوءِ بہ ان ۾ اينتري سگهہ هوندي آهي جو اها اسان جي خوابن ۾ انهن خواهشن کي ڇٽڻ جو ڪارڻ بڻجي ويندي آهي جن جو اسان ڪليل اظهار ڪڏهن بہ ناهيون ڪري سگهندا."

"ان جي ڪري خوابن جي تعبير ڪرڻي پوندي آهي."

"فرائيڊ ثابت ڪيو هو تہ اسان کي اصل خواب، جيڪو صبح جو ياد ايندو آهي، ۽ خواب جي حقيقي مفهوم جي وچ ۾ فرق ڪرڻ گهرجي. اصل خواب ۾ اسان کي جيڪا تصوير (Image) يعني 'وڊيو' يا فلم جنهن بابت اسان خواب ڏسندا آهيون... نظر ايندي آهي، هن ان لاءِ 'پڌرو خواب' ('Manifest dream') جو اصطلاح ڪتب آندو. اهو 'ظاهري' خواب پنهنجي سٽاءُ جو مواد يا منظرنامو هميشہ گذريل ڏينهن کان وٺندو آهي پر خواب ۾ ڪو گهرو مفهوم بہ هوندو آهي جيڪو شعور کان لڪل هوندو آهي. فرائڊ انهن کي 'لڪل خيالن جو خواب' ('latent dream thoughts') چوندو هو. ۽ انهن لڪل خيالن جو سلسلو، اصل ۾ خواب جنهن بابت هوندو آهي، ماضي بعيد (مثال بلڪل شروعاتي ننڍپڻ) تائين پهچي سگهي ٿو."

"ان ڪري اسان کي خواب جو تجربو ڪرڻو پوندو آهي جيئن اسان ان کي سمجهي سگهون."

"ها. جيستائين ذهني مريضن جو تعلق آهي، انهن کي اهو ڪم ڊاڪٽر جي مدد سان ڪرڻ گهرجي. پر خواب جي تعبير ڊاڪٽر ناهي ڪندو. هو اهو ڪم رڳو مريض جي سهڪار سان ئي ڪري سگهي ٿو. ان صورتحال ۾ ڊاڪٽر رڳو سقراطي 'دائي' (midwife)جي ذميواري پوري ڪندو آهي. معنيٰ هو رڳو تعبير دوران هٿ ونڊائيندو آهي."

"مون کي سمجهہ ۾ اچي ويو."

"لڪل فڪرن جي خواب کي پڌري خواب ۾ تبديل ڪرڻ

واري عمل کي فرائيڊ ’خواب ڪاري‘ (Dream work) جو نالو ڏنو هو. اسان ان کي هيئن بيان ڪري سگهون ٿا ته پڌرو خواب اصل ۾ جنهن شئي بابت هوندو آهي، ’خواب ڪاري‘ ان تي ’پوش‘ چاڙهڻ يا ان کي ’ڪوڊ‘ (Code) ۾ تبديل ڪرڻ جو عمل آهي. جڏهن اسان خواب جي ساپيا ڪندا آهيون، اسان کي ابتي عمل ڪاري (Reverse process) کان ڪم وٺڻ گهرجي ۽ ان جي them (ٿيم) تائين پهچڻ لاءِ ان جي مرڪزي خيال جو پوش لاهڻ يا ان جي ڪوڊ جون ڳنڍون کولڻ گهرجن.“

”ڪو مثال؟“

”فرائڊ جو ڪتاب مثالن سان ڀريل آهي. پر پاڻ هڪ سڌو ۽ فرائيڊانا مثال پاڻ گهڙي سگهون ٿا. فرض ڪر ڪنهن نوجوان کي خواب ۾ سندس سوٽ ٻه ڦوڪڻا ڏئي ٿي....“

”جي؟ ڇا چيو توهان؟“

”تون ان خواب جي تعبير ڪر.“

”.... توهان چيو هو ته هڪ ته پڌرو خواب آهي: ڪنهن نوجوان کي سوٽ ٻه ڦوڪڻا ڏئي ٿي.“

”ها. چئو.“

”توهان چيو هو ته منظر نامو هميشه گذريل ڏينهن جو هوندو آهي. معنيٰ ته هو گذريل ڏينهن ڪنهن ميلي تي ويو هوندو... يا ٿي سگهي ٿو ته هن اخبار ۾ ڦوڪڻن جي تصوير ڏٺي هجي.“

”پر ضروري ناهي ته هن ڦوڪڻن جي تصوير ڏٺي هجي. ٿي سگهي ٿو هن لفظ ’ڦوڪڻو‘ پڙهيو يا ڏٺو هجي يا ڪا اهڙي شئي ڏٺي هجيس جو هن جي ذهن ۾ ڦوڪڻي جو تصور اڃي ويو هجي.“

”پر سوال اهو آهي ته اصل خواب جنهن ’لڪل فڪر جي خواب‘ بابت آهي، اهي ڇا آهن؟“

”تعبير ڪندڙ تون آهين.“

”ممڪن آهي هن کي رڳو ٻن ڦوڪڻن جي خواهش هجي.“

”نه، ائين ڳالهه نه ٺهندي. تنهنجو اهو چوڻ صحيح آهي ته خواب خواهش جي پورائي لاءِ آهي. پر ماڻهو جوانيءَ جي ڏينهن مان گذري رهيو آهي ۽ خواهش به ٻن ڦوڪڻن جي ڪري، ان لاءِ به انهن کي خواب ۾ ڏسي. اها ڳالهه نهي نه ٿي.“

”... مان سمجهان ٿي نوجوان سوٽ تي چتو عاشق آهي.

ٻئي ڦوڪٽا ان جا ارهه آهن.“

”ها، ڪجهه اعتبار جهڙي تشريح آهي ۽ ان ۾ اڳواٽ مفروضو موجود آهي ته اصل ۾ هن کي پنهنجي اها خواهش ڪا چڱي نه محسوس ٿيندي هئي.“

”ان جو مطلب اهو ٿيو ته اسان جا خواب وڏا چڪر ڪٽيندا رهندا آهن؟“

”ها، فرائيڊ جو عقيدو هيو ته خواب، روڪيل خواهش جي ويس مٽايل پڇاڻي ڪندو آهي. فرائيڊ جي زماني ۾، جڏهن هو ڊاڪٽريءَ جي پريڪٽس ڪري رهيو هو، ماڻهو جيڪي ڳالهيون روڪيندا/ لڪائيندا هئا، ٿي سگهي ٿو هاڻوڪي زماني جي ماڻهن جو انهن (ڳالهين) ڏانهن رويو تبديل ٿي ويو هجي ۽ هاڻي اهي انهن کي روڪڻ جي ڪوشش ناهن ڪندا، پوءِ به ويس مٽايل خواب جي ميڪانيت هاڻي به جيئن جو تيئن رهي سگهي ٿي. (چو ته ماڻهو هاڻي شايد ٻي قسم جي ڳالهين کي روڪيندا هجن.)

”ها. سمجهه ۾ آيو.“

”فرائيڊ جي Psychoanalysis (سائڪواينالائيسز) 1920ع واري ڏهاڪي ۾ تمام گهڻي اهم هئي. ۽ ڪجهه ذهني مريضن جي علاج لاءِ ته ان جا نتيجا تمام سٺا ظاهر ٿيا. هن جو لاشعور وارو نظريو ادب ۽ آرٽ لاءِ انتهائي گهڻو ڪارائتو ثابت ٿيو.“

”آرٽسٽ ماڻهن جي غير شعوري ذهني زندگيءَ ۾ دلچسپي وٺڻ لڳا ڇا؟“

”ها. هونئن به اهو رويو اڻويهين صديءَ جي آخري ڏهاڪي ۾... فرائيڊ جي سائيڪو اينالائيسز جي مشهور ٿيڻ کان اڳ ۾ ئي ـ ادب تي حاوي ٿيل پاسو هيو. ان سان اهو ثابت ٿئي ٿو ته ان خاص وقت ۾ يعني 1890ع جي ڏهاڪي ۾ فرائيڊ جي سائيڪواينالائيسز جو منظر عام تي اچڻ ڪو اتفاقي واقعو نه هيو... فرائيڊ پاڻ ڪڏهن به اهڙي ڪا به دعويٰ نه ڪئي هئي ته روڪڻ، 'دفاعي ميڪانيت' يا عقلي جواز جهڙا ڏيک هن ڳوليا آهن. (هو سمجهندو هو ته) ڳالهه رڳو ايتري آهي ته هو پهريون ماڻهو آهي جنهن انهن انساني تجربن کي ذهني علاج (Psychaitry) تي لاڳو ڪيو آهي. ان ڪانسواءِ هن کي ادبي مثالن ذريعي پنهنجن نظرين جي تشريح ڪرڻ ۾ مهارت حاصل هئي. پوءِ به، مان اڳ ۾ ئي چئي چڪو آهيان، هن جي سائيڪواينالائيسز 1920ع جي ڏهاڪي

ڪان پوءِ ادب ۽ آرٽ کي سڌو سنئون متاثر ڪرڻ شروع ڪيو.“

”ڪهڙين معنائن ۾؟“

”شاعرن ۽ مصورن، خاص ڪري سرئيلسٽن (Surealists) پنهنجي تخليقن ۾ لاشعور جي سگهه کان ڀرپور فائدو وٺڻ جي ڪوشش ڪئي.“

”سرئيلسٽ ڪيئن هئا؟“

”لفظ سرئيلزم (Surrealism) فرانس مان آيل آهي... ان جو مطلب ’متاهين حقيقت‘ (Super realism) آهي. 1924ع ۾ آندري بريتون ’سريئلزم‘ جو منشور شايع ڪرايو. هن دعويٰ ڪئي ته آرٽ کي شعور سان نه پر لاشعور سان اچڻ گهرجي. آرٽسٽ کي وڌ ۾ وڌ بنارڪاوٽ جي پنهنجي خوابي شبيهن سان وجدان حاصل ڪرڻ گهرجي ۽ متاهين حقيقت تائين پهچڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي جنهن ۾ خواب ۽ حقيقت جي وچ ۾ حدبنديون ختم ٿي وينديون آهن. فنڪار لاءِ اها ڳالهه ضروري ٿي سگهي ٿي ته هو سنسرشپ کان جان ڇڏائي ۽ هن جي ذهن ۾ جيڪي لفظ ۽ تصوير ايندي آهي، انهن کي من ماني ڪرڻ کان نه روڪجي.“

”اها ڳالهه منهنجي سمجهه ۾ اچي رهي آهي.“

”هڪ لحاظ کان فرائيڊ اهو ثابت ڪري ڇڏيو هو ته اسان سڀنيءَ جي اندر ۾ هڪ آرٽسٽ لڪل آهي. بهرحال خواب هڪ ننڍڙي فن جي شئي ئي ته آهي ۽ هر رات جو نوان نوان خواب ايندا آهن. پنهنجن مريضن جي خوابن جي ساپيا ڪرڻ لاءِ فرائيڊ کي اڪثر علامتن جي ڳوڙهي ٻوليءَ ۾ پنهنجو رستو ڳولڻو پوندو هو... هن جو اهو طريقو ذري گهٽ ان طريقي سان ملندڙ آهي جنهن سان اسان ڪنهن چتر يا ادبي شئي جو مفهوم معلوم ڪندا آهيون.“

”ڇا اسان هر رات خواب ڏسندا آهيون؟“

”تازي کوجنا مان پتو پيو آهي ته اسان جيڪا ننڊ ڪندا آهيون ان جي ويهين حصي دوران اسان خواب ڏسندا آهيون-- يعني روزانو هڪ يا ٻن ڪلاڪن دوران. جيڪڏهن اسان جي خواب جي حالت ۾ رنڊڪ اچي، اسان اعصابي ڪيفيت ۾ ونجي ويندا آهيون ۽ اسان کي ڪاوڙ وڪوڙي ويندي آهي. ان جو سڌو سنئون مطلب اهو آهي ته هر ماڻهوءَ کي، اهو مرد هجي يا عورت، پنهنجي وجودي صورتحال کي فنڪاراڻو نمونو ڏيڻ جي بنيادي

ضرورت هوندي آهي. جيءَ ته خواب به اسان بابت ئي هوندا آهن. اسان پاڻ ڊائريڪٽر ۽ ليکڪ هوندا آهيون ۽ ان کي عملي شڪل ڏيندا آهيون، سڀ ڪردار پاڻ ئي هوندا آهيون. جيڪو ماڻهو چوندو آهي ته آرٽ هن جي سمجھ کان ٻاهر آهي، اهو پنهنجو پاڻ کي ناهي سڃاڻيندو."

"سمجهيم."

"فرائيڊ انساني ذهن جي چالاڪين بابت متاثر ڪندڙ شهادت ڏني آهي. هن مريضن سان گڏجي جيڪو ڪم ڪيو، هن کي پڪ ٿي وئي ته اسان جيڪو ڪجھ ڏسندا آهيون ۽ جن شين جو تجربو ٿيندو آهي اهو اسان جي شعور جي گهراين ۾ ڪٿي هٿيڪو هوندو آهي، ۽ انهن سمورن تاثرن کي ٻيهر ظاهر ڪري سگهجي ٿو. جڏهن وقتي طور اسان جي ياداشت جواب ڏئي ويندي آهي ۽ ٿوري دير کان پوءِ اسان چوندا آهيون: 'مون کي ياد نه ٿو اچي، ذهن ۾ ڳالھ ڦري رهي آهي،' ۽ ان کان پوءِ اوچتو رڙ ڪندا آهيون: "ياد اچي ويو!" ته اسان اصل ۾ اهڙي شئي جو ذڪر ڪري رهيا هوندا آهيون جيڪا اسان جي لاشعور ۾ موجود هوندي آهي ۽ ان کي اوچتو اڌ کليل دروازي مان شعور ڏانهن کسڪي اچڻ جو موقعو ملي ويندو آهي."

"پر ان ۾ ڪڏهن ڪڏهن دير ٿي ويندي آهي."

"سڀ آرٽسٽ ڄاڻيندا آهن. پوءِ اوچتوئي اوچتو ائين ٿيندو آهي ڄڻ سمورن دروازن جا پٽ کلي ويا آهن. هر شئي لڏندي لمندي پنهنجو پاڻ هلي ايندي آهي ۽ اهي سڀ لفظ ۽ (ذهني) تصويرون اسان جي قابو ۾ اچي وينديون آهن جن جي اسان کي گهرج هوندي آهي. ۽ اهو موقعو هوندو آهي جڏهن اسان لاشعور جو 'ڍڪڻ کڻڻ' ۾ ڪامياب ٿي چڪا هوندا آهيون. سوفي، اسان ان کي 'وجدان' چوندا آهيون. ان وقت ائين لڳندو آهي ته جيڪو ڪجھ اسان لکي رهيا آهيون يا چتر ناهي رهيا آهيون اُها ڪنهن ٻاهرين سگھ وسيلي اسان ڏانهن اچي پئي."

"اهو ته حيرت انگيز احساس هوندو."

"توکي به ان جو تجربو ٿيو هوندو. تون تمام گهڻو ٿڪل ٻارن ۾ وجدان کي ايندي ڏسي سگهين ٿي. ٻار ڪڏهن ڪڏهن ايڏو ٿڪي پوندا آهن جو ائين لڳندو آهي ڄڻ اُهي جاڳي رهيا آهن. ۽ پوءِ اوچتو اهي ڪهاڻي ٻڌائڻ شروع ڪندا آهن... ڄڻ

انهن کي اهي لفظ ملي ويا آهن، جيڪي ڇڻ ته هنن سکيائي نه هئا، هوئن اهي هنن جا سکيل هوندا آهن. ڳالهه رڳو ايتري آهي ته لفظ ۽ خيال هنن جي لاشعور ۾ ’لڪل‘ پيا هوندا آهن، پر جڏهن انهن تان روڪ ختم ٿئي ٿي اُهي ظاهر ٿيڻ لڳندا آهن. فنڪار لاءِ اها ڳالهه اهم ثابت ٿي سگهي ٿي ته هو عقل ۽ سوچ ويچار کي گهٽ ۾ گهٽ پنهنجي لاشعوري اظهار تي ڇانئجڻ نه ڏئي.... فنڪار لاءِ ضروري آهي ته ان ۾ (پنهنجي تخيل) جون واڳون ڍريون ڇڏڻ جي صلاحيت هجي. سرئيلسٽن ان مان هيئن فائدو وٺڻ جي ڪوشش ڪئي جو اهي پنهنجي مٿان اهڙي ڪيفيت طاري ڪري ڇڏيندا هئا جو شيون پنهنجو پاڻ ٿيڻ لڳنديون هيون. اهي پنهنجي آڏو اڇو ڪاڳر رکي ڇڏيندا هئا ۽ اهو سوچي بنا ته ڇا ٿا لکن، لکڻ شروع ڪري ڏيندا هئا. اهي ان کي پاڻ مرادو لکيل لکٽي چوندا هئا. اها ترڪيب اصل ۾ رومانيت دؤر کان آئي هئي. جنهن ۾ معرفت عقيدو هوندو هيو ته ڪو مرحوم روح هن جي علم جي رهنمائي ڪري رهيو آهي. پر منهنجو خيال هيو ته پاڻ اهڙي قسم جون ڳالهيون سياڻي ڪنداسين.“

”مان هاڻي ٻڌڻ ٿي چاهيان.“

”هڪ لحاظ کان سرئيلسٽ آرٽسٽ معرفت (Medium) يعني ذريعو (Means) يا رابطو (Link) هوندو آهي. هو پنهنجي ئي لاشعور جو ڪونه ڪو عنصر هوندو آهي. پر تخليقيت (Creativity)مان اسان جو مطلب ڇا هوندو آهي؟“

”مان ان معامري ۾ ڪوري آهيان. ڇا ان جو تخليقي عمل سان ڪو تعلق آهي؟“

”تو گهڻو صحيح جواب ڏنو آهي. تخليقي عمل عقل ۽ تخيل جي وچ ۾ نازڪ واسطي سان وجود ۾ ايندو آهي پر گهڻي ڀاڱي ٿيندو هيئن آهي جو عقل تخيل کي گهڻو ڏئي ڇڏيندو آهي ۽ اها ڳالهه خطرناڪ آهي ڇو ته تخيل کان سواءِ صحيح معنيٰ ۾ ڪا به نئين شئي ڪڏهن به تخليق نه ڪري سگهبي. منهنجو يقين آهي ته تخيل ڊارويني نظام (Darwinian system) وانگر آهي.“

”مون کي افسوس آهي مون کي توهان جي ڳالهه سمجهه ۾ نه آئي.“

”ڊارون جو عقيدو هو ته فطرت جا Mutants هڪ ٻئي پٺيان وجود ۾ ايندا آهن، پر انهن مان رڳو ٿورا ئي ڪتب آڻي سگهجن

ٿا ۽ ان مان بہ ٿورن کي جيئرو رهڻ جو حق ملندو آهي."
"پوءِ؟"
"جڏهن اسان تي وجدان واري ڪيفيت ڇانئجي ويندي آهي ۽ اسان جي ذهن ۾ خيالن مٿان خيال اچڻ شروع ٿي ويندا آهن، تڏهن ائين ٿي ٿيندو آهي. شعور ۾ mutation_thought بہ هڪ ٻئي پٺيان هليا. ايندا آهن شرط اهو آهي تہ اسان پنهنجو پاڻ تي سنسر شپ لاڳو ڪرڻ کان پاسو ڪيون. پر انهن خيالن مان رڳو ڪجھ ئي ڪتب آڻي سگهجن ٿا. هتي عقل ڪٽي ويندو آهي. ان کي بہ پنهنجو ڪم ڪرڻو هوندو آهي. جڏهن اسان سچي ڏينهن جي 'ڪمائي' ٽيبل تي رکندا آهيون، اسان کي اهو نہ وسارڻ گهرجي تہ اسان کي ان مان تمام سٺي جي چونڊ ڪرڻ ۾ احتياط کان ڪم وٺڻو پوندو."
"پيتا ايڏي خراب ناهي."
"فرض ڪر اسان ڪنهن اهڙي شئي کي، جيڪا اسان کي وڻي وڃي ٿي، زبان تي آڻيون تہ پوءِ ڇا ٿيندو! رهيا اهي نوٽ بوڪ جيڪي اسان پنهنجي اسٽڊي ٽيبل جي خانن ۾ لڪائي رکندا آهيون، انهن کي تہ ٻاهر ڪڍڻ جو سوال ئي پيدا نہ ٿو ٿئي. جيڪڏهن دل جي چئي ۾ جيڪو اچي چئي ڇڏجي، پوءِ دنيا ان جي وزن هيٺان دٻجي ويندي ۽ ماڻهو جهڙي نموني سوچي سمجهي يا گهٽين ڳالهين ۾ چونڊ ڪري ڪجھ چوندو آهي، تہ پوءِ ان جو سوال ئي پيدا نہ ٿئي ها."
"تہ اهو عقل آهي جيڪو انهن سمورن خيالن مان چونڊ ڪندو آهي؟"
"ها. تنهنجو ڇا خيال آهي؟ ممڪن آهي تہ هر اُها شئي جيڪا نئين هوندي آهي، ان جي تخليق تخيل ڪندو هجي، پر اصل چونڊ تخيل ناهي ڪندو. تخيل 'ڪمپوزيشن' ناهي ڪندو. ڪمپوزيشن جي-- ۽ هر فن پارو ڪمپوزيشن ئي هوندو آهي-- تخليق تخيل ۽ عقل يا ذهن ۽ سوچ جي وچ ۾ حيرت انگيز لاڳاپي سان ٿيندي آهي چو تہ تخليقي عمل ۾ اتفاق جو عنصر هميشہ موجود رهندو آهي. ردن کي ڏڻ جي صورت ۾ هڪلڻ کان اڳ انهن جا رسا ڪولٽا پوندا آهن."

البرٽو چپ ٿي ويو ۽ دريءَ کان ٻاهر نهاريندو رهيو. سوفي بہ ٻاهر نهاريو، ڍنڍ جي آس پاس والٽ ڊزني جي فلمن جي شوخ

رنگن جا ڪپڙا پاتل ڪردارن جا ميڙ نظر آيا.

”هو گوفي! (Goofy)“ هن رڙ ڪئي. ”۽ هو ڊونلڊبڪ ۽ ان جا ڀائٽيا ۽ ڀائٽيون ۽ ڀاٽيجا ڀاٽيجيون آهن... البرٽو ڏسو. ۽ هو آهي مڪي مائوس...“

”ها ڏيءَ اهو سڀ ڪجھ ڏکارو ڪرڻ وارو آهي.“ البرٽو چيو.

”ڇا مطلب؟“

”اسان کي ميجر جي رڍن جي ڌڻ جا بي وس شڪار ٿيل جانور بڻايو ويو آهي. پر ان ۾ قصور منھنجو آهي. خيالن جي آزاد لفظن جون ڳالهيون مون ئي ڪيون هيون.“

”توهان پنھنجو پاڻ تي ڪوبہ الزام نہ ڏيو....“

”اسان فلسفين لاءِ تخيل جي جيڪا اهميت آهيءَ مان انهن بابت ڪجھ چوڻ پيي چاهيو. جڏهن اسان پنھنجي فڪر بابت سوچڻ ويهون ٿاءِ اسان ۾ ايتري همٿ هجڻ گھرجي تہ اسان پنھنجون نگاهون ڊريون ڇڏي ڏيون. پر هو (ميجر) ڪجھ وڌيڪ ئي جنگهون پٽاري رهيو آهي.“

”توهان ڇو ٿا پريشان ٿيو.“

”ڇونہ ٿيان؟ مان سوچ ويچار بابت ڳالھ ڪرڻ پيي چاهي ۽ ميجر اسان کي چمڪيلن ڪپڙن ۾ هن ماڻهن کي ڏيکاري رهيو آهي جن جي ذهن جي واڌ پنھنجي چمار جي حساب سان گھٽ آهي. هن کي پنھنجو پاڻ تي شرم اچڻ گھرجي!“

”ڇا توهان هاٿي نئولين جا تير پيا وسايو؟“

”اهي تہ هو وسائي رهيو آهيءَ مان نہ. مون کي رڳو هڪ ئي اطمينان آهي... ۽ اهو منھنجي رٿا جو بنيادي پٿر آهي.“

”مان هاٿي واقعي منجهي پئي آهيان.“

”اسان خوابن بابت ڳالهائي چڪا آهيون ان ۾ نئولي جي ذري موجود آهيءَ آخر اسان آهيون بہ ڇاءِ اهو ئي نہ تہ ميجر جي خوابن جون تصويرون؟“

”الا!“

”پر اڃان هڪ شئي آهي جنھن جي ٿيڻ جي هن کي توقع ناهي ۽ ائين هن ان کي پنھنجي رٿا ۾ شامل ناهي ڪيو.“

”ڪهڙي؟“

”ممڪن آهي تہ هو پنھنجي خواب بابت ايترو ڄاڻيندو هجي

جو پاڻ ئي انهي چاڻ تي لڳي ٿيندو هجي. جيڪو ڪجهه اسان چوندا يا ڪندا آهيون، هو ان جي هڪ هڪ تفصيل ڪان بلڪل ائين چاڻو آهي، جيئن خواب ڏسڻ واري کي پنهنجي خواب جي پڌري خواب واري پاسي جي خبر هوندي آهي. هي اهو آهي جيڪو پنهنجي قلم سان جهڙي نموني سندس دل چاهي، بيان ڪندو آهي. پر اسان هڪ ٻئي کي جيڪو ڪجهه چوندا آهيون، پلين ان کي ان جو هڪ هڪ لفظ ياد هجي، هو اجان به پوري ريت سجاڳ ناهي ٿيو."

"توهان ڇا ٿا چوڻ چاهيو؟"

"سوفي، هن کي لڪل فڪرن جي خواب جو ڪو پتو ناهي. هو وساري ويهندو آهي ته اهو ويس مثايل خواب آهي."

"توهان عجيب ڳالهيون پيا ڪيو."

"ميجر جو به اهو ئي خيال آهي. ان جو ڪارڻ اهو آهي ته هن کي پاڻ پنهنجي خوابن جي ٻوليءَ جي خبر ناهي. ان تي اسان کي ٿورائتو هجڻ گهرجي. تون سمجهي وٺين هوندينءِ ته اسان کي پنهنجي مرضي ڪرڻ جو ڪجهه موقعو ملي ويو آهي. ۽ ان موقعي جو پاڻ هيئن فائدو وٺنداسين ته پاڻ جلدئي هن جي ميري شعور مان ائين نڪري ويندا سين جهڙي ريت گرمين ۾ جڏهن اس هوندي آهي، پاٿيءَ وارو ڪوئو ٻر مان نڪري ٿينگون ڏيندو رهندو آهي."

"توهان جي خيال ۾ پاڻ سوپارا ٿي ويندا سين؟"

"اسان کي سوپ ماٺڻي پوندي. پر ڏينهن جي اندر توکي نئين افق ۾ پهچائي ڇڏيندس. پوءِ ميجر کي خبر ئي نه پوندي ته پاٿي وارا ڪوئا ڪٿي آهن يا ٻيهر اُهي ڪٿان نڪرندا."

"اسان پلين خواب جون تصويرون ئي هجون، مان پوءِ به پنهنجي ماءُ جي ڌيءَ آهيان. پنج ٿي چڪا آهن. مون کي ڪيپٽن جي موڙ وٽ پنهنجي گهر وچي گارڊن پارٽيءَ جي تياري ڪرڻي آهي."

"گهر ويندي رستي ۾ منهنجو هڪ ننڍڙو ڪم ڪندينءِ؟"

"ڪهڙو؟"

"پاڻ ڏانهن ڏيان ڇڪائڻ لاءِ ڪجهه وڌيڪ ڪوشش ڪر. اها ڪوشش ڪر ته گهر تائين سموري واٽ دوران ميجر جو ڌيان

رڳو توتي ئي هجي. ۽ جڏهن تون گهر پهچين، رڳو ان بابت ئي سوچڻ جي ڪوشش ڪندي رهه - - ۽ هيڏانهن هو تو بابت ئي سوچيندو رهندو.“

”ان جو فائدو؟“

”مان ڪنهن رنڊڪ کانسواءِ پنهنجي لڪل رڻا تي ڪم ڪري سگهندس. مان ميجر جي لاشعور ۾ تبي هٽڻ لاءِ وجي رهيو آهيان. جيستائين پنهنجي ٻي ملاقات نه ٿي ٿئي، مان اتي ئي رهندس.“

# اسان جو پنهنجو زمانو

**... انسان کي اها سزا ڏني وئي آهي ته هو آزاد رهي ...**

گهڙيال جون سُوُن رات جا 55 : 11 ڏيکاري رهيون هيون. بستري تي ستل هلڊي ڇت ۾ گهوري رهي هئي. هوءَ پنهنجي خيالن کي ڪليو ڇڏڻ جي جيتري به ڪوشش ڪرڻ لڳي، پر هر ڀيري هڪ ٻئي سان لاڳاپيل خيالن جي زنجير ٺهجي ٿي وئي ۽ هوءَ پنهنجو پاڻ کان پڇڻ جي ڪوشش ڪري پئي:
”ائين ڇو ٿي رهيو آهي؟“

ڇا ڪا اهڙي ڳالھ آهي جنهن کي هوءَ روڪڻ جي ڪوشش ڪري رهي آهي؟

جيڪڏهن هوءَ سنسرشپ ڪٽي هڪ پاسي رکي سگهي ها، ٿي سگهي ٿو هن تي جاڳندي خواب واري ڪيفيت ڇانئجي وڃي ها. ”اها ته ڪنهن حد تائي ڊيڄاريندڙ ڳالھ آهي.“ هن سوچيو

هوءَ جيترو شانت رهڻ ۽ پنهنجو پاڻ کي اتفاقي خيالن جي حوالي ڪرڻ جي ڪوشش ڪري پئي، اوترو ئي وڌيڪ کيس اهو احساس ٿئي پيو ته هوءَ پنهنجي گهر ۾ نه پر ٻيلي ۾ ميجر جي جاءِ ۾ ويٺي آهي.

البرٽو ڪهڙي رٿا جوڙي سگهي ٿو؟ اهو صحيح آهي ته اهو هلڊي جو پيءُ آهي جيڪو اهو تاثر ڏيڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي ته البرٽو ڪا رٿا جوڙي رهيو آهي. ڇا هن کي اڳواٽ خبر آهي ته البرٽو ڇا ڪندو. شايد هو تخيل جون واڳون ڍريون ڇڏڻ جي ڪوشش ڪري پيو ته آخر ۾ جيڪو ڪجھ ٿئي اُهو ٻين سان گڏ هن کي پاڻ به حيران ڪري ڇڏي.....

...بهرحال هلڊي پاڻ اهڙيون ڳالهيون سوچي پئي سگهي جيڪي هن جي پيءُ جي وهم ۽ گمان ۾ به نه آيون هونديون. هن جي واڳ ته هن جي پيءُ جي هٿ ۾ ناهي. پر سوال اهو آهي: ڇا هوءَ پنهنجي مرضيءَ جي مالڪ آهي؟

شعور ڇا آهي؟ ڇا اها ڪائنات جي وڏي ۾ وڏي ڳجهارت ناهي؟ يادگيري ڇا آهي؟ آخر اها ڪهڙي شئي آهي جيڪا اسان کي هر اها ڳالھ

جيڪا اسان جي ڏنل هوندي آهي يا جنهن جو اسان کي تجربو ٿيل هوندو آهي، ان جي ياد ڏياريندي آهي؟

هي ڪهڙي قسم جي ميڪانيت آهي جيڪا اسان کي هڪ رات نه پر لاڳيتو هر رات حيرت انگيز خواب تخليق ڪرائيندي رهندي آهي؟

ڇت ۾ گهوريندي، اکيون ٻوٽيندي کوليندي نيٺ هن کان اکيون کولڻ وسري ويون.

هوءَ سمهي چڪي هئي.

هوءَ سامونڊي پکيءَ جو کهرو آواز ٻڌي جاڳي پئي، هوءَ بستري تان اٿي ۽ دريءَ وٽ بيهي ڍنڍ جي پريان ڏسڻ لڳي. گرميون هجن يا سيءُ اها سندس هير ٿي چڪي هئي.

هن کي اتي بيٺي محسوس ٿيو ته سندس دماغ ۾ رنگن جو طوفان اچي ويو آهي. هن جيڪو ڪجھ خواب ۾ ڏٺو هو، هن کي اهو ياد اچي ويو هو. پر پنهنجي روشن ۽ تکن رنگن ۽ شڪلين سان گڏ اهو خواب کان وڌيڪ ڪجھ هيو....

هن خواب ۾ ڏٺو هو ته سندس پيءُ لبنان کان واپس گهر پهچي ويا آهن. سوفي جيڪو خواب ڏٺو هو ته هن کي ڍنڍ ڪناري صليب مليو آهي، هن جو سمورو خواب ان جي توسيع هيو.

سوفيءَ جي خواب وانگر هوءَ به ڍنڍ جي ڪناري وينل هئي. ۽ پوءِ هن کي ڪن ۾ ريشم جهڙو آواز پريو هو: ”منهنجو نالو سوفي آهي!“ هلڊي جتي هئي اتي ئي وينل رهي. هوءَ سُڪ ٿيل وينل هئي ۽ ٻڌڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي ته آواز ڪٿان اچي رهيو آهي. آواز ٻڌڻ ۾ ايندو رهيو. آواز ايڏو جهيڻو هيو جو ٻڌڻ ۾ نه ٿي آيو، بلڪل ايئن ڄڻ ڪو جيت جڙو سائس مخاطب هجي: ”تون پڪ سان انڌي به ٿي وئي آهين ۽ ٻوڙي به!“ انهيءَ مهل هن جو پيءُ يو اين جيورديءَ سوڌو باغ ۾ اچي چڪو هو. ”هلڊي!“ هن رڙ ڪري چيو. هلڊي ڏانهس ڊڪ هنئي هئي ۽ هن ڪيس ڀاڪر ۾ ڀريو هو. اتي خواب ختم ٿي ويو هو.

هن کي ناروي جي شاعر آرنلف اوورلينڊ (1889ع- 1968ع) جو هڪ نظم ذهن تي هري آيو:

هڪ رات مون کي عجيب قسم جي خواب جاڳائي وڌو
۽ ائين لڳو ڄڻ ڪو آواز مون سان ڳالهائي رهيو آهي.
اهو (آواز) ڪنهن ڏور وهندڙ نديءَ مان ايندڙ پئي لڳو،
مان اٿيس ۽ پڇيم: مون کان ڇا ٿي چاهين؟

جڏهن سندس ماءُ اندر آئي، هوءَ دريءَ وٽ بيٺل هئي.
”تون اتي بيٺي آهين. ڪهڙي محل اٿي آهين؟“
”يقين سان ڪجهه به نه ٿي چئي سگهان.“
”مان چئين وڳي واپس اچي وينديس.“
”ٺيڪ آ، امان.“
”هلدي توکي موڪلون آهن، مزا ماڻ!“
”توهان جو ڏينهن به سٺو گذري.“
جڏهن ماڻس دروازو ڌماڪي سان بند ڪري هلي وئي، هوءَ باڪس فائيل کڻي بستري ۾ گهڙي وئي.
”مان ميجر جي لاشعور ۾ تبي هٽڻ لاءِ وڃي رهيو آهيان، جيستان پنهنجي ٻي ملاقات نه ٿئي، مان اتي ئي رهندس.“
”هان، مون ايستائين پڙهيو هو.“
هلدي ٻيهر پڙهڻ لڳي..... هن کي محسوس ٿيو ته باقي ٿورا پنا رهيل آهن.

جڏهن سوفي موڪلائي ڍنڍ وٽ آئي، هن کي اڄان تائين ڍنڍ ڪناري ٻڏني جي ڪردارن جو صورتون نظر اچي رهيون هيون. پر جيئن هوءَ انهن جي ويجهو پهتي، ڪردار گم ٿي ويا.

جڏهن هوءَ ٻيڙي ۾ ويهي ان کي کهلڻ لڳي ته هوءَ پنهنجي منهن چيرا ڪڍڻ لڳي. هن جڏهن ٻيڙيءَ کي ٻي ڪناري ٻڌو ته ٻانهون مٿي ڪري انهن کي لوڏڻ لڳي. هوءَ ديوانگيءَ ۾ اهڙيون ڪوششون ڪري رهي هئي جيئن ميجر جو ڌيان ڌانهس ٿئي جيئن البرٽو بنارنڊڪ جي ميجر واري جاءِ ۾ ويٺو رهي.

هوءَ واٽ تي نچڻ ڪڏڻ لڳي. هن چاٻيءَ واري گڏيءَ وانگر به هلڻ جي ڪوشش ڪئي. ميجر جو ڌيان پنهنجي ذات ڏانهن ڪرائڻ خاطر هوءَ ڳائڻ به لڳي. هڪ هنڌ هوءَ پنڊپهڻ تي ويهي رهي ۽ اهو سوچڻ لڳي ته البرٽو جي رٿا ڪهڙي آهي. اوچتو کيس محسوس ٿيو ته هوءَ پنهنجي فرض کان پري ٿي پئي ان ڪري هن کي ٻيو ڪجهه نه سجهيو ته هوءَ هڪ وڻ تي چڙهڻ لڳي.

سوفي جيستائين مٿي وڃي پئي سگهي، وئي. جڏهن هوءَ وڻ جي چوٽيءَ جي ويجهو پهتي ته کيس احساس ٿيو ته هن جو هيٺ لهڻ ڏکيو ٿيندو. هن وڌيڪ ڪوشش ڪرڻ کان اڳ ۾ جهٽ ويهڻ جو فيصلو ڪيو. پر هوءَ جتي هئي اتي ويهي به نه پئي

سگهي. ميجر هن جون حرڪتون ڏسندي ڏسندي تنگ اچي ويندو ۽ شايد اِهو ڄاڻڻ جي ڪوشش ڪندو ته البرتو ڇا ڪري رهيو آهي.

هن به پيرا ڪڪڙ جيان بانگ ڏيڻ جي به ڪوشش ڪئي. هاڻي هوءَ اهڙي نموني ڳائڻ لڳي جو ڪڏهن سندس آواز جهڪو هيو ته ڪڏهن اوچو. هن پندرهن ورهين جي زندگيءَ ۾ ائين پهريون ڀيرو ڳايو هو. هن پنهنجي ڪاڪردگيءَ جو جائزو ورتو ۽ خوش ٿي.

هن هڪ ڀيرو ٻيهر هيٺ لهڻ جي ڪوشش ڪئي. هن پيري ڪيس احساس ٿيو ته هاڻي اهو ڪم سندس وس کان ٻاهر آهي. ايتري ۾ هڪ قاز اڏامندو هن جي آڏو اچي هڪ لام تي ويٺو. جيئن ته هوءَ حال ئي ۾ دزنيءَ جي ڪردارن جي فوج ڏسي چڪي هئي، ان ڪري جڏهن قاز ڳالهائڻ شروع ڪيو هن کي به حيرت نه ٿي.

”منهنجو نالو مارٽن آهي.“ قاز چيو. ”اصل ۾ مان پالتو قاز آهيان پر مان هن خاص موقعي تي جهنگلي قازن سان گڏ اڏامندو لبنان کان هتي پهتو آهيان. لڳي ٿو توکي وڻ تان لهڻ لاءِ مدد جي گهرجي.“

”تون پاڻ ايترڙو ننڍڙو آهين. منهنجي ڪهڙي مدد ڪندين؟“ سوفي چيو.

”نوجوان ڇوڪري، تون نتيجا ڪڍڻ ۾ تڪڙ ڪري رهي آهين. ننڍو مان ناهيان پر اصل ۾ ضرورت کان وڌيڪ تون وڏي آهين.“

”ساڳي ڳالهه آهي. تنهنجو ڇا خيال آهي؟“

”توکي ٻڌائڻ ٿو چاهيان ته مان بلڪل تنهنجي ئي عمر جي هڪ ڇوڪر کي پنهنجي پٺيءَ تي ويهاري سموري سوئڊن ۾ گهمائيندو رهيو آهيان. ان جو نالو نيلس هولگرسن هو.“

”مان پندرهن ورهين جي آهيان.“

”نيلس چوڏهن سالن جو هيو. عمر ۾ هڪ ٻن سالن جو فرق هجي ته وزن ۾ ڪو خاص فرق ناهي پوندو.“

”تو هن کي ڪيئن کنيو؟“

”مون هن کي هلڪي چماٽ هنئي. هو بيهوش ٿي ويو. جڏهن هن کي هوش آيو ته هن جو قد آڱوٺي کان وڌو نه هيو.“

”تون چاهين ته مون سان به ساڳي ڪار ڪري سگهين ٿو. چيو ته مون کي چينچر واري ڏينهن جي گارڊن پارٽيءَ بابت تياريون ڪرڻيون آهن.“

”اها به واهه جو ڳالهه آهي. منهنجو خيال آهي ته اهو ڪو فلسفياڻو ڪتاب هوندو. جڏهن مون نيلس هولگرسن جي پنيءَ تي ڪٽي سوئڊن جو چڪر ڏنو اسان وارمر لينڊ ويجهو هڪ ڳوٺ مارباڪا ۾ لٿاسين. اتي نيلس جي ملاقات هڪ پوڙهيءَ سان ٿي جيڪا اسڪولن جي ٻارن لاءِ سوئڊن بابت هڪ ڪتاب لکڻ جو منصوبو جوڙي رهي هئي. پوڙهيءَ جو چوڻ هيو ته سندس ڪتاب سچو ۽ سبق ڀريو هوندو. جڏهن هن نيلس جي ڪارنامن بابت ٻڌو ته هن جهٽ پٽ ۾ فيصلو ڪري ورتو ته نيلس قاز جي پٺ تي ويهي جيڪو ڪجهه ڏٺو آهي، هوءَ ان بابت ڪتاب لکندي.“

”اها ته ڏاڍي عجيب ڳالهه آهي.“

اوچتو سوفيءَ کي محسوس ٿيو ته ڪنهن سندس ڳٽي تي چماٽ هنئي آهي ٻي لمحي هو سُسي آڱوني جيتري ٿي وئي. هاڻي هن کي وڻ به ٻيلي جيڏو لڳي رهيو هو ۽ قاز گهوڙي جيڏو ٿلهيل ٿي لڳو.

”اچ“. قاز چيو.

سوفي لامر تي چڙهي اڳتي وڌي ۽ قاز تي چڙهي ويٺي... جيئن ئي هوءَ ويٺي قاز اڏامڻ شروع ڪيو. اهو وڻن جي مٿان ئي مٿان اڏامي رهيو هو. سوفي ڍنڍ ۽ ميجر جي جاءِ مٿان نهار وڌي. اندر البرٽو وينل هيو ۽ پنهنجو ڏکيو منصوبو تيار ڪري رهيو هو.

قاز مختصر پرواز ڪان پوءِ ان وڻ جي پاڙ ۾ لٿو جنهن تي سوفي چڙهي هئي. جيئن قاز جي پيرن ڌرتيءَ کي ڇهيو، سوفي ڦهڪو ڪري هيٺ ڪري پئي. هن کي ڏسي حيرت ٿي هوءَ ٻيهر ساڳي قد جي ٿي چڪي آهي.

”تنهنجي مدد جي مهرباني.“ سوفي چيو.

”اها ته معمولي ڳالهه هئي. تو اهو چاچيو هوته اهو ڪو فلسفي جو ڪتاب هو؟“

”نه، مون نه تو چيو هو.“

”ساڳي ڳالهه آهي. جهڙي ريت مون نيلس هولگرسن کي سموري سوئڊن مٿان گهمايو، جيڪڏهن منهنجي اختيار ۾ هجي ها

تہ مان توکي بہ پنهنجي پٺ تي ويهاري فلسفي جي سموري تاريخ ۾ گهمايان ها. تي سگهي ٿو تہ پاڻ ميليتوس ۽ ايٿينز، يروشلم ۽ اسڪندريا، روم ۽ فلورنس، لنڊن ۽ پيرس، جينا ۽ هائيڊل برگ، برلن ۽ ڪوپن هيگن مٿان چڪر هڻي اچون ها..."

"مهرباني، ايتروئي ڪوڙ آهي."

"پر صدين مٿان اڏام ڪرڻ ڦاز لاءِ بہ ڏکيو ڪم هجي ها. سوئڊن جي صوبن مٿان اڏامڻ اجا سولو آهي."

ائين چئي ڦاز ٿورو ڊڪ هڻڻ ڪان پوءِ اڏامي ويو.

سوفي ٿڪي پئي هئي. هوءَ ٻاڙ مان رڙهي باغ ۾ آئي. هن سوچيو تہ هن ميجر جو ڏيان هٽائڻ لاءِ جيڪي اٽڪلون ڪيون آهن، البرٽو انهن مان خوش ٿيو هوندو. ميجر کي گذريل هڪ ڪلاڪ ۾ البرٽو بابت سوچڻ جو موقعو نہ مليو هوندو...

سوفي ٻاهريون دروازو اجان مس کوليو تہ سندس ماءُ ڪم کان واپس موٽي آئي. ان سان کيس اهو فائدو ٿيو تہ هن کي ڦاز وارو قصو ٻڌائڻ کان بچاءُ ٿي ويو. ڊنر کان پوءِ هوءَ گارڊن پارٽيءَ لاءِ شيون تيار ڪرڻ لڳي. هن چار ميٽر ڊگهي ميز ۽ ان جا پاوا ايٽڪ (atic) کان ڪڍيا ۽ باغ ۾ کڻي آيون.

هن ڊگهي ميز ميوي دار وڻ هيٺان سجائڻ جو پروگرام ٺاهيو هو. پوئين ڀيري هن اها ميز سوفيءَ جي ماءُ پيءُ جي شاديءَ جي ڏهين سالگره جي موقعي تي ڪتب آندي هئي. ان وقت سوفيءَ جي عمر رڳو ڏهہ سال هئي. پر ان سلسلي ۾ جيڪا وڏي دعوت ڪئي وئي هئي، اها هن کي چڱي ريت ياد هئي جنهن ۾ سندن سڀ دوست ۽ مائٽ آيا هئا.

موسميات کاتي موسم جي جيڪا اڳ ڪٿي ڪئي هئي، اها ان کان وڌيڪ سٺي ٿي نہ پئي سگهي. سوفيءَ جي جنم ڏينهن کان هڪ ڏينهن اڳ آيل طوفاني برسات کان پوءِ پارٽيءَ جو هڪ ڦڙو بہ نہ ڪريو هو. پوءِ بہ هن فيصلو ڪيو تہ اهي ميز کي سجائڻ جو اصل ڪم ڇنڇر واري صبح کان اڳ نہ ڪنديون.

ان شام هن ٻن قسمن جي ڊبل روٽي تيار ڪئي. هن مهمانن کي ڪڪڙ، سلاد ۽ سوڊا ڪارائڻ پيارڻ جو فيصلو ڪيو هو. سوفيءَ کي ڳڻتي هئي تہ هن جا ڪجهہ هم ڪلاسي ڇوڪرا پيئڻ لاءِ بيئر ضرور آڻيندا. هن کي هنگامي کان پريشاني ٿيندي هئي.

جڏهن سوفي سمهڻ لاءِ وڃي رهي هئي ته ماٽس وري پڇيو ته البرٽو اڃي رهيو آهي يا نه.

”بلڪل ايندو. ۽ هن واعدو ڪيو آهي ته هو ڪو فلسفياڻو ڪرتب ڏيکاريندا.“

”فلسفياڻو ڪرتب؟ اهو ڪهڙي قسم جو ڪرتب آهي.“

”مون کي ڪابه خبر ناهي... توهان به ڪجهه ڪرڻ جو منصوبو ناهيو آهي؟“

”سچ پڇ ته منهنجو جواب ها ۾ آهي.“

”ڪا تقرير؟“

”في الحال ڪجهه نه ٿي ٻڌائي سگهان. اها راز جي ڳالهه آهي چڱو سوفي.“

صبح جو ماٽس سوفيءَ کي اٿاريو. هوءَ ڪم تي وڃڻ کان اڳ کيس صبح جو سلام ڪرڻ آئي هئي. گارڊن پارٽيءَ لاءِ جيڪي شيون گهربل هيون، هن انهن جي لسٽ سوفيءَ کي ڏني جيئن هوءَ بازار مان خريد ڪري اچي.

جيئن ئي سندس ماٽس وئي، فون جي گهنٽي وڳي. آواز البرٽو جو هيو. صاف ظاهر هو ته هن کي ڪنهن نموني خبر پئجي وئي ته سوفي هن وقت گهر ۾ اڪيلي هوندي.

”توهان جي لڪل رٿا جو ڇا ٿيو؟“

”چپ. هڪ لفظ به زبان تي نه آڻ. ان بابت هن کي سوچڻ جو به موقعو نه ڏي.“

”منهنجو خيال آهي ڪالهه مون هن جو ڌيان پاڻ ڏانهن ڇڪرائي رکيو.“

”تمام سٺو.“

”ڇا فلسفي جو ڪورس پورو ٿي ويو؟“

”ان لاءِ ئي توکي فون ڪيو آهي. اسان هونئن ئي پنهنجي صديءَ ۾ داخل ٿي چڪا آهيون. هاڻي تون پنهنجي لاءِ رستو پاڻ ناهڻ جي لائق ٿي ويندينءَ. بنياد اهم ۾ اهم شيون هيون. پوءِ اسان کي پنهنجي دؤر بابت ڳالهه ٻولهه ڪرڻ لاءِ ملاقات ڪرڻي پوندي.“

”پر مون کي ته شهر وڃڻو آهي...“

”اهو ته وڌيڪ سٺو. مون توکي چيو ته اسان کي پنهنجي وقت بابت ڳالهائڻو آهي.“

”واقعي؟“
”ان ڪري شهر ۾ ملاقات وڌيڪ لاڀائتي ٿيندي.“
”مان توهان جي گهر اچان؟“
”نه. هتي هر شئي اونڌي سونڌي آهي. اصل ۾ مان اهو ڏسڻ چاهيان ٿو ته ڪنهن ڳجهو مائڪرو فون ته ناهي لڳائي ڇڏيو.“
”اهو وري ڪيئن!“
”مين اسڪوائر ۾ ويجهڙ ۾ نئون ڪيفي ڪليو آهي. ان جو نالو ڪيفي پيئر آهي. توکي ان بابت خبر آهي؟“
”ها. مان اتي ڪهڙي مهل پهچان؟“
”ٻارهين وڳي.“
”ٺيڪ. چڱو خدا حافظ“

ٻارنهن وڳي ٻن منٽن تي هوءَ ڪيفي پيئر ۾ داخل ٿي. هي انهن نين فيشن ايبل جاين ۾ ڳڻبو هو جتي ڪاريون ڪرسيون ۽ ننڍيون گول ميزون هونديون آهن، جتي گراهڪن کي ڏنڊي وانگر فرانسيسي (baguette) جي سينڊوچ سان خدمت ڪئي ويندي آهي ۽ انهن لاءِ ورمٿ شراب جون بوتلون آٽوميٽڪ مشين ۾ ابتيون رکيل هونديون آهن.

ڪمرو ننڍو هو... البرٽو اجان ڪون پهتو هيو. ٻيا ڪوڙ ماڻهو ويٺل هئا.

سوفي ڪيفيز ۾ اڪيلي نه ويندي هئي. ڇا هن کي واپس وڃڻ گهرجي ۽ وري هن کي ڏسڻ لاءِ ٻيهر واپس اچڻ گهرجي؟

هن ڪائونٽر تي هڪ ليمن چانهه جو آرڊر ڏنو ۽ پاڻ هڪ خالي ٽيبل آڏو ويٺي. هن جون نظرون دروازي تي هيون. ماڻهو اچي وڃي رهيا هئا پر البرٽو ظاهر نه ٿيو.

ڪاش هن وٽ ڪا اخبار ئي هجي ها!

جيئن جيئن وقت گذرندو ويو هوءَ بي چين ٿيڻ لڳي. هوءَ تنگ ٿي هيڏانهن هوڏانهن نهارڻ لڳي. جواب ۾ ٻن ماڻهن سان هن جو نظرون مليون ويون، هڪ پل لاءِ سوفيءَ کي ائين لڳو ڄڻ هوءَ ڇوڪري ناهي پر ڪا جوان عورت آهي. هوءَ برابر پندرهن ورهين جي هئي پر هوءَ ڏسڻ ۾ سترهن... يا گهٽ ۾ گهٽ ساڍن سورنهن سالن جي لڳي رهي هئي.

هوءَ سوچي رهي هئي ته هتي جيڪي ماڻهو ويٺل آهن ڪڏهن هنن اهو خيال ڪيو آهي ته اهي جيئرا آهن. هنن کي ڏسي

ائين پيو لڳي ڄڻ هي سڀ بنا مقصد ويٺا آهن، بس اتفاق هن کي هتي گهلي آيو آهي ۽ اتفاق سان ئي گول ميزن جي چوڌرد ويهجي ويا آهن. اهي سڀ ڳالهيون ڪري رهيا هئا هٿ ۾ پاڻهن چرپر ۾ رکيو ويٺا هئا پر ڏسڻ ۾ ائين پيو اچي اهي ڪنهن به سنجيده مسئلي بابت ڳالهائي ڪون رهيا هئا بس ائين هتان هُتان جو هٽي رهيا هئا.

هن کي اوچتو ڪيرڪيگارڊ ياد اچي ويو جنهن چيو هيو ته ميڙ جي اها خاصيت آهي ته اهو اجايون ڳالهيون ڪندو آهي. ڇا هي سڀ جمالياتي سطح تي رهن ٿا؟ يا وري ڪا اهڙي شئي آهي جيڪا انهن لاءِ وجودي طور تي اهم هجي؟

سوفي ڏانهن موڪليل منڍ واري هڪ خط ۾ البرٽو فلسفين ۽ ٻارن وچ ۾ مشابهت جو ذڪر ڪيو هو. هن کي هڪ ڀيرو وري احساس ٿيو ته بالغ واري وهي تائين پهچڻ کان هوءَ ڊنل آهي. فرض ڪيو ته هڪ ڏينهن هن سان به هيئن ٿئي ٿو ته هوءَ اچي سيهڙ جي وارن ۾، جنهن کي ڪائنات جي ٽاپ هيٺ مان ڪڍيو ويو هو، رڙهندي رڙهندي ڪٽي ڏور، تمام گهٽو هيٺ، ڪنهن ڪنڊ ۾ وڃي ڪري ٿي! پوءِ؟“

هن جو نظرون دروازي ۾ کتل هيون. اوچتو البرٽو اندر آيو. جيتوڻيڪ اهي گرميءَ جا وچان ڏينهن هئا، هن جي مٿي تي ڪاري رنگ جي اوني ٽوپي پاتل هئي ۽ جسم تي ڀڻ خاڪي رنگ جو ليڪن وارو ٽويڊ جو ڪوٽ پاتل هيو. هوڏانهس آيو. سوفيءَ کي ساڻس ائين ڪليل هنڌ تي ساڻس ملڻ عجيب ٿي لڳو.

”سوا ٻارنهن ٿي چڪا آهن!“

”ان کي علمي اصطلاح ۾ پاءُ ڪلاڪ چوندا آهن. ڪجھ ڪائينڊينءِ، بسڪٽ، سينڊوچ، ڪريم رول، پيسٽري، پيٽيز؟“

هو ڪرسي تي ويهي رهيو ۽ هن جي اکين ۾ نهارڻ لڳو. سوفي ڪلها اڀا ڪيا.

”منهنجو خيال آهي سينڊوچ ٺيڪ رهندا.“

البرٽو ڪائونٽر ڏانهن ويو، واپس آيو ته هن جي هڪ هٿ ۾ ڪافي هئي ٻئي هٿ ۾ سينڊوچ هيو جنهن ۾ پنير ۽ سوئر جي ران جي گوشت جا ٽڪڙا هيا.

”توهان وٽ دير سان اچڻ جو بهانو آهي؟“

”نه. مان ڄاڻي واڻي دير سان آيو آهيان. ڇو؟ اهو مان ڪجھ

دير کان پوءِ ٻڌائيندس.“
سينڊوچ کي ٻه چڪ هڻڻ کان پوءِ هن چيو:
”هاڻي پاڻ پنهنجي صديءَ بابت ڳالهيون ڪنداسين.“
”هن صديءَ ۾ ڪا فلسفياڻي نوعيت جي شئي ٿي آهي ڇا؟“

”هڪ نه اڻ ڳڻيون... هر پاسي تحريڪون هلنديون رهيون آهن يا هلي رهيون آهن. پاڻ پنهنجي ڳالهه انهن مان هڪ اهم کان شروع ڪنداسين، ان جو نالو ’وجوديت‘ آهي. اصل ۾ اهو ڪنهن هڪ تحريڪ جو نالو ناهي پر هي انهن ڪيترين ئي فلسفياڻي لهرن لاءِ، جيڪي انسان جي وجودي صورتحال کي پنهنجي شروعات جو نقطو بڻائينديون آهن، گڏيل اصطلاح آهي. عام طور اسان انهن سڀني کي ويهين صديءَ جو وجودي فلسفو چوندا آهيون. انهن وجودي فلسفين يا وجوديت پسندن مان گهڻن پنهنجي خيالن جو بنياد رڳو ڪيرڪيگارڊ جي ئي نه پر مارڪس ۽ هيگل جي خيال تي به رکيو.“
”هون!“

”هڪ ٻيو فلسفي جنهن ويهين صديءَ کي تمام گهڻو متاثر ڪيو، اُهو جرمن فريڊرخ نٽشي (Nietzsche) هيو. هو 1844ع کان 1900ع تائين جيئرو رهيو. هن به هيگل جي فلسفي ۽ جرمن ’تاريخيت‘ خلاف پنهنجو رد عمل ظاهر ڪيو هو. هن اوله جي تاريخ ۾ بي جان (anaemic) دلچسپي ۽ عيسائين جي ’غلاماڻي ذهنيت‘ خلاف زندگيءَ کي وزن مخالف (Counter-weight)طور تي پيش ڪيو. هن چاهيو پئي ته ”سمورن قدرن جو ٻيهر جائزو وٺڻ گهرجي جيئن اهي جيڪي ڪمزور آهن، طاقتورن جي حياتي سگهه (life Force) لاءِ ڪنهن به قسم جي رڪاوٽ نه بڻجي سگهن. نٽشي موجب عيسائيت ۽ روايتي فلسفين ٻنهي حقيقتن کان منهن ڦيري ڇڏيو آهي، اُهي رڳو ’جنت‘ يا ’مثالن جي دنيا‘ ڏانهن اشارو ڪندا رهندا آهن. اهي جنهن کي هيل تائين ’حقيقي‘ دنيا سمجهندا رهيا آهن، اها اصل ۾ ’نقلي‘ دنيا (Pseudo world) آهي. ’دنيا سان وفا ڪيو.‘ هن چيو هو، ۽ جيڪي ماڻهو فطرت کان مٿاهيون توقعاتون ڏياريندا رهندا آهن، انهن جي ڳڻتي نه ڪريو.“

”پوءِ....؟“

”هڪ ماڻهو جيڪو ڪيرڪيگارڊ ۾ نٽشي کان تمام گهڻو متاثر ٿيو، اهو جرمن وجودي فلسفي مارٽن هائيڊيگر هيو، پر پاڻ گهڻو تڻو فرانسيسي فلسفي يان پال سارتر (1905ع کان 1980ع) تي ڌيان ڏيندا سين. هو وجودين ۾... گهٽ ۾ گهٽ عام ماڻهن جي ويجهو... اهم ترين... ڪم وارو، جوشيلو ۽ ڪامياب ترين ماڻهو هيو يا ائين ڪٿي چئجي ته انهن جو سردار هيو. هن جي وجوديت ٻي مهاڀاري لڙائي دوران 1940ع کان پوءِ هنڌين ماڳهين مشهور ٿي. بعد ۾ هو مارڪسي تحريڪ (فرانس ۾) جو اتحادي بڻجي ويو پر ڪڏهن به ڪنهن سياسي پارٽيءَ جو ميمبر نه ٿيو.

”ان ڪري پاڻ فرانسيسي ڪيفي ۾ مليا آهيون؟“

”مان مڃان ٿو ته مون هن ڪيفي جي چونڊ اتفاقي نه ڪئي هئي. خود سارتر به پنهنجو گهڻو تڻو وقت ڪيفيز ۾ گذاريندو هيو. جنهن عورت— سائمن دبووار— هن سان سموري جمار نڀايو، ان جي به ساڻس ملاقات هڪ ڪيفي ۾ ٿي هئي، اُها پاڻ به وجودي فلسفياڻ هئي.“

”عورت فلسفي؟“

”ها.“

”ڪيڏي خوشيءَ جي ڳالهه آهي انسان نيٺ مهذب ٿي ويو.“

”اسان جي زماني ۾ ڪيئي نوان مسئلا ڪر ڪڍي بيٺا آهن.“

”توهان وجوديت بابت ڳالهائي رهيا هئا.“

”سارتر چيو هو ته وجوديت ئي 'انسان دوستي' (Humanism) آهي. ان مان هن جو مطلب اهو هو ته وجودي پنهنجي بحث جي شروعات انسان کان ڪندا آهن. مان ان سلسلي ۾ وڌيڪ اهو چوندس ته سارتر جنهن Humanism جي ڳالهه ڪري رهيو آهي اها ان Humanism جي پيٽ ۾، جنهن جو پاڻ سان واسطو نئين جاڳرتا واري دؤر جي ذڪر مهل پيو هو، انساني صورتحال جي باري ۾ گهڻي مايوسي واري رويئي جو اظهار ڪندي آهي.“

”ائين ڇو ٿيو؟“

”ڪيرڪيگارڊ ۽ ان صديءَ جا ڪجهه ٻيا وجودي فلسفي عيسائي هيا. پر سارتر جنهن شئي تي زور ڏيندو هيو، ان کي پاڻ دهريت تي ٻڌل وجوديت چئي سگهون ٿا. هن جي فلسفي کي هڪ اهڙي انساني صورت حال جو، 'جڏهن خدا مري چڪو آهي،' بي رحماڻو تجزيو تصور ڪيو ويندو آهي. ترڪيب 'خدا

مري چڪو آهي.‘ نئشي کان آئي هئي.“

”توهان ڳالھ ڪندا هلو.“

”ڪيرڪيگارڊ جي فلسفي وانگر سارتر جي فلسفي جو مرڪز بہ لفظ ’وجود‘ آهي. پر ’وجود‘ جو مطلب اهو ناهي هوندو جيڪو ’جيئرو رهڻ‘ جو هوندو آهي. نباتات ۽ حياتيات بہ جيئرا هوندا آهن پر هنن کي ان جي نقصانن بابت سوچڻو ناهي پوندو. انسان ئي اها مخلوق آهي جنهن کي پنهنجي وجود جو شعور آهي. سارتر چوندو هو تہ مادي شئي رڳو 'in itself' (پاڻ بجاءِ) هوندي آهي جڏهن تہ انسان جو قسم 'For itself' (پاڻ لاءِ) هوندي آهي. ان ڪري انسان جو هجڻ (Being) ۽ شين جو هجڻ ساڳي ڳالھ ناهي.“

”مان ان سان اختلاف نہ ٿي ڪيان.“

”سارتر چوندو هو تہ انسان جي وجود کي ان جي سمورين ٻين حيثيتن تي، پلين اُهي کھڙيون بہ هجن، مٿيرائپ حاصل هوندي آهي. ان حقيقت کي تہ مان موجود آهيان، مان ڇا آهيان، تي مٿيرائپ حاصل آهي. ’وجود کي جوهر تي مٿيرائپ مليل هوندي آهي‘.“

”ڏاڍا گنجريل بيان آهن.“

”جوهر مان اسان جو مطلب اها شئي هوندي آهي جنهن تي... فطرت يا هستي... ڪاشئي بَدل هوندي آهي. پر سارتر موجب انسان جي اهڙي قسم جي ڪابہ پيدائشي ’فطرت‘ ناهي هوندي. ان ڪري انسان کي لازمي طور تي پنهنجو پاڻ کي پاڻ تخليق ڪرڻ گهرجي. ان کي پنهنجي فطرت يا ’جوهر‘ کي لازمي طورتي پاڻ تخليق ڪرڻ گهرجي ڇو تہ اها ڪيس اڳواٽ ناهي ڏني ويندي.“

”منهنجو خيال آهي مون کي ڳالھ سمجھ ۾ اچي وئي آهي.“

”فلسفي جي سموري تاريخ دوران فلسفي ان جتن ۾ رهيا آهن تہ انسان ڇا آهي... يا انساني فطرت ڇا آهي. پر سارتر جو عقيدو هيو تہ انسان جي ڪابہ اهڙي ابدي ’فطرت‘ ناهي جنهن جو هو ضرورت وقت سهارو وٺي سگھي. ان ڪري عام طور زندگيءَ جو مفهوم ڳولڻ بيڪار آهي. اسان جو مقدر اهوئي آهي تہ اسان کنهن اڳواٽ رٿا کان سواءِ موقعي جو حل موقعي تي ئي ڳوليون. اسان جو حال انهن اداڪارن وانگر آهي جن کي کھلي اسٽيج تي تہ آندو وڃي پر کين نہ مڪالما ياد ڪرايا وڃن ۽ نہ ئي کين اسڪرپٽ ڏنو وڃي ۽ نہ ئي کين پرامپٽر (Prompter) جي خدمتن

جو فائدو ونڻ ڏنو وڃي جيڪو انهن جا مڪالما انهن جي ئي ڪنن تائين پهچائيندو رهي. دنيا جي اسٽيج تي اسان کي ٻہ مڪالما ياد ڪرايا ويندا آهن ۽ نہ ئي اسڪرپٽ ڏنو ويندو آهي. ٻيو تہ نہ ڪو پرامپٽر ٻہ ناهي هوندو جيڪو اسان کي ٻڌائيندو رهي تہ اسان کي (زندگيءَ جي اسٽيج) تي ڇا ڪرڻو آهي. اسان کي حياتي ڪيئن گذارڻي آهي. ان جو فيصلو اسان کي پاڻ ڪرڻو هوندو آهي"

"في الحال اهو صحيح آهي. ماڻهوءَ کي جيئرو ڪيئن رهڻو آهي ڪاش ان سلسلي ۾ انجيل--يا ڪنهن فلسفي جي ڪتاب-- کان راهنمائي ملي سگهي ها. پوءِ سولائي ٿئي ها."

"تو نڪتو سمجهيو آهي. سارتر چوندو آهي تہ جڏهن ماڻهن کي احساس ٿي ويندو آهي تہ اهي جيئرا آهن ۽ هڪ ڏينهن انهن کي مرڻو آهي... ۽ چنبڙيو رهڻ ڪا معنيٰ نہ ٿو رکي... پوءِ انهن ۾ دهشت (Angst) جو تجربو ٿيڻ لڳي ٿو. توکي ياد هوندو تہ ڪيرڪيگارڊ وجودي صورتحال ۾ انسان جو جيڪو نقشو ڪڍيو هو، ان جي ٻہ مک خاصيت يا دهشت جو احساس ئي هئي."

"ها."

"سارتر چئي ٿو تہ هڪ اهڙي دنيا ۾، جنهن جو ڪو مفهوم نہ هجي، انسان پنهنجو پاڻ کي ڌاريو محسوس ڪندو آهي جڏهن هو انسان جي 'اوپرائپ واري ڪيفيت' بيان ڪندو آهي، تہ هو هيگل ۽ مارڪس جي خيالن جو لفظ ٻہ لفظ تڪرار ڪري رهيو هوندو آهي. (هن جي خيال موجب) جڏهن انسان پنهنجو پاڻ کي ڌاريائپ جي احساس ۾ وڪوڙيل محسوس ڪندو آهي، هو مايوسي، بيزاري، نفرت جي احساس ۽ ڇريائپ جي پاڪر ۾ اچي ويندو آهي."

"مايوسيءَ جو شڪار ٿيڻ يا محسوس ڪرڻ تہ هر شئي اجايو بيزاري پيدا ڪري رهي آهي، بلڪل نارمل جذبو آهي."

"ها- واقعي- سارتر اصل ۾ ويهين صديءَ ۾ رهندڙ ماڻهوءَ جو ذڪر ڪري رهيو هو. توکي ياد هوندو تہ نئين جاڳرتا واري دؤر جي انسان دوستن وڏي طمطراق ۽ سوياري انداز سان انسان جي آجپي ۽ خودمختياريءَ ڏانهن ڌيان ڇڪرايو هو. سارتر جو تجربو ان کان مختلف هيو. هو سمجهندو هيو تہ انسان جو آجپو يا آزادي هن لاءِ لعنت آهي. 'انسان کي آزاد رهڻ جي سزا ملي آهي'. هو

چوندو هيو. 'اها سزا ان ڪري ملي آهي جو هن پنهنجو پاڻ کي تخليق ناهي ڪيو... ۽ ان جي باوجود هو آزاد آهي. جيئن ته هن کي هڪ ڀيرو ڪٿي دنيا ۾ اڇليو ويو آهي، ان ڪري هو جيڪو ڪم ڪندو آهي، ان جي ذميواري مٿس ئي هوندي آهي.'"

"پر اسان ته اهڙي ڪابه درخواست ڪون ڏني هئي ته اسان کي آزاد فردن طور پيدا ڪيو وڃي."

"گهڻ يا وڌ سارتر جو اهوئي نڪتو هيو. پوءِ به اسان آزاد فرد آهيون ۽ اسان جي اها ئي آزادي اسان کي اها سزا ڏيندي آهي ته اسان کي چوا ڪرڻو آهي، ان جي چونڊ اسان پاڻ ڪيون ۽ اهو سلسلو سموري ڄمار هلندو رهندو آهي. اهڙا ڪي ابدي قدر يا معيار ناهن جن جي اسان پابندي ڪري سگهون ۽ اها ڪوٽ اسان جي چونڊ کي اجان وڌيڪ اهم بڻائي ڇڏيندي آهي ڇو ته اسان جيڪو ڪجھ ڪندا آهيون ان جي سموري ذميواري اسان تي هوندي آهي. سارتر ان ڳالھ تي زور ڏيندو هو ته انسان کي پنهنجي ڪمن جي ذميواري قبول ڪرڻ کان ڪڏهن به ڪيباڻ نه گهرجي اسان رڳو ان لاءِ پنهنجي چونڊ پاڻ ڪرڻ جي ذميواري کان بچي نه ٿا سگهون جو اسان وٽ اهو گهڙيل دليل هوندو آهي ته اسان کي ضرور پنهنجي ڪم تي پهچڻو آهي، (بي صورت ۾ اسان کي هيڪاندي موڪل ملي ويندي) يا اسان کي حياتي ڪيئن گذارڻي آهي، ان سلسلي ۾ اسان کي لازمي طور وچولي طبقي جي توقعاتن تي پورو لهڻو پوندو آهي. ان ڪري جيڪي ماڻهو اهڙي طريقي جو رويو اختيار ڪري ميڙ ۾ گم ٿي ويندا آهن، انهن جو ڪوبه ذاتي تشخص ناهي رهندو ۽ اهي غير شخصي ڏڻ جو حصو ٿي ويندا آهن ۽ ائين اهي پنهنجو پاڻ کان ڀڄي خود فريبيءَ جو شڪار ٿي ويندا آهن. ان جي ابتڙ اسان جي آزادي اسان کي مجبور ڪندي آهي ته اسان پنهنجو پاڻ کي ڪجھ نه ڪجھ ناهيون، 'مستند' يا 'صحيح' انداز سان حياتي گذاريون."

"ها. مون کي سمجھ ۾ اچي پيو."

"جيستائين اسان جي اخلاقي چونڊن جو تعلق آهي، اتي به اها لاڳو ٿيندي آهي. اسان ڪڏهن به 'انساني فطرت' يا 'انساني ڪمزوري' يا اهڙي قسم جي ٻي ڪنهن شئي تي الزام نه ٿا هڻي سگهون. ڪڏهن ڪڏهن ائين ٿيندو آهي جو بالغ فرد سوئرن وارو رويو اختيار ڪندا آهن ۽ ان جو ڏوھ 'بابا آدم' (Old Adam)

جي ڪلهن تي ڏئي ڇڏيندا آهن. پر بابا آدم نالي ڪابہ شئي ناهي، هو رڳو خيالي شبيه آهي جنهن تي اسان عملن جي ذميواريءَ کان بچڻ لاءِ بار ڏئي ڇڏيندا آهيون.“

”انسان ڪهڙين شين جو ذميوار ٿي سگهي ٿو، ان جي ڪا حد هجڻ گهرجي.“

”جيتوڻيڪ سارتر جي دعويٰ هئي تہ زندگيءَ جو ڪو پيدائشي مفهوم ناهي، پر هن جي ان ڳالھ جو اهو مطلب نہ هو تہ ڪابہ شئي اهم ناهي. اسان جن ماڻهن کي ’سڀ جو منڪر‘ (Nihilist) چوندا آهيون، انهن جي ڳڻپ انهن ۾ ناهي ٿيندي.“

”سڀ جو منڪر؟ اهو ڇا ٿيندو آهي؟“

”سڀ جو منڪر اهو ماڻهو هوندو آهي جيڪو سمجهندو آهي تہ ڪابہ شئي معنيٰ واري ناهي ۽ هر شئي جائز آهي. سارتر جو عقيدو هو تہ زندگيءَ جو لازمي طور مفهوم هجڻ گهرجي. ان کان سواءِ گذارو ناهي. پر اسان کي پنهنجين زندگين ۾ اهو مفهوم پاڻ تخليق ڪرڻ گهرجي. موجود هجڻ پنهنجي زندگي پاڻ تخليق ڪرڻ آهي.“

”ان جي وضاحت ڪندؤ؟“

”سارتر ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي تہ شعور ايستائين پاڻ ڪجھ بہ ناهي هوندو جيستائين اهو ڪنهن شئي جو ادراڪ ناهي ڪندو. ڇو تہ شعور کي هميشہ ڪنهن نہ ڪنهن جو شعور هوندو آهي ۽ اهو ’ڪنهن نہ ڪنهن شئي‘ جيتري اسان پاڻ ڏيندا آهيون اوتري ئي اسان جو ماحول ڏيندو آهي. اسان اهو فيصلو ڪرڻ لاءِ ٿورو گهڻو وسيلو ٻڌبا آهيون تہ اسان انهن شين مان، جيڪي اسان لاءِ اهم ۽ معنيٰ واريون هونديون آهن، چونڊ ڪري ڪهڙو ادراڪ ڪندا آهيون.“

”ڪو مثال؟“

”ٻہ ماڻهو هڪ ئي ڪمري ۾ موجود ٿي سگهن ٿا پر ٻنهيءَ کي الڳ الڳ شين جو تجربو ٿي سگهي ٿو. ان جو ڪارڻ اهو آهي تہ اسان پنهنجي ماحول جو ادراڪ ڪندا آهيون، اسان پنهنجو مفهوم، يا پنهنجا مفاد/ دلچسپيون پاڻ ڏيندا آهيون. ڪا ڳورهاري عورت سمجهي سگهي ٿي تہ هو جيڏانهن ڏسي ٿي، ان کي ڳورهاريون عورتون نظر اينديون آهن. ان جو ڪارڻ اهو ناهي تہ اڳ ۾ ڳورهاريون عورتون اڻ لڀ هيون پر ان جو سبب اِهو آهي

تہ هاڻي جيئن تہ هو پاڻ پيٽ سان آهي، هوءَ دنيا کي مختلف نظرن سان ڏسڻ لڳي آهي. ڪنهن سزا ڪاٽڻ پڄگل قيديءَ کي هر پاسي پوليس ئي پوليس نظر اچي سگهي ٿي."

"سمجهي ويس."

"اسان ڪمري ۾ جنهن انداز سان شين جو ادراڪ ڪندا آهيون، ان کي خود اسان جون زندگيون متاثر ڪنديون آهن. جيڪڏهن ڪا شئي مون لاءِ دلچسپ ناهي تہ مان ان ڏانهن ڏسندو بہ ناهيان. شايد هاڻي مان توکي سمجهائي سگهان ٿو تہ مون کي دير ڇو ٿي هئي."

"معنيٰ توهان جاڻي واڻي دير سان آيا هئا؟"

"پهريائين تون اهو ٻڌاءِ تہ تون جيئن ئي ڪمري ۾ آئينءِ تہ ڇا ڏٺئہ؟"

"پهرين شئي مون اها ڏٺي تہ توهان هتي نہ هئا."

"ڇا اها ڳالهہ عجيب ناهي تہ تون پهرين شئي ڏٺي، اُها موجود نہ هئي؟"

"ممڪن آهي پر مون کي تاثر تہ اِهو ئي ڏنو ويو هو تہ منهنجي توهان سان ملاقات ٿيندي."

"سارتر ڪيفي ۾ اهڙي قسم جي اچڻ کي اهو ثابت ڪرڻ لاءِ ڪتب آڻيندو آهي تہ جيڪا شئي اسان لاءِ ناهي هوندي، اسان ان کي ڪيئن 'ختم' ڪري ڇڏيندا آهيون."

"توهان اهو ثابت ڪرڻ لاءِ دير سان پهتا آهيو؟"

"ها. توکي سارتر جو مرڪزي نڪتو سمجهائڻ لاءِ مون ائين ڪيو. تون چئي سگهين ٿي تہ توکان امتحان پيو ورتم."

"نڪري وڃو هتان!"

"جيڪڏهن توکي ڪنهن سان پيار ٿي وڃي ۽ توکي اهو اوسيئڙو هجي تہ توکي تنهنجو محبوب فون ڪندو پر فون آهي جو اچي ئي نہ ٿو تہ تون سموري شام ان کي چوندي 'بڌي' سگهين ٿي تہ هو توکي فون نہ ڪري سگهندو. تون ان سان پروگرام رٿين ٿي تہ پاڻ فلاڻي ريلوي اسٽيشن تي ملنداسين. پليٽ فارم تي ايڏي رش آهي جو هو ان ۾ پري ڪان پري ٿيندو ٿو وڃي ۽ توکي ڪٿي بہ نظر نہ ٿو اچي سگهي. اهي سڀئي تولاءِ رڪاوٽ پيدا ڪري رهيا آهن، تنهنجي نظر ۾ انهن جي ڪابہ اهميت ناهي. تون انهن کي اڻ وڻندڙ ماڻهو بہ چئي سگهين ٿي ڇو تہ اهي

تنهنجي ذڪيائي جو ڪارڻ ٿي رهيا آهن. اهي ضرورت کان وڌيڪ جڳهه تي ڦهليل آهن. پر ايترن ماڻهن جي هوندي به تنهنجي ذهن ۾ جيڪو عڪس چٽيل هوندو آهي، اهو هي آهي ته هو اتي ناهي.“

”ڪيڏي افسوس واري صورتحال آهي!“

”سائمن ڊبووار وجوديت کي عورتن جي آزادي واري نظريئي (feminism) تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. سارتر ان کان اڳ ئي چئي چڪو هو ته انسان جي ڪا به اهڙي بنيادي فطرت ناهي جنهن جو هو ضرورت وقت سهارو وٺي سگهي. اسان پنهنجي تخليق پاڻ ڪندا آهيون.“

”واقعي؟“

”اسان جنهن نموني جنسن (Sexes) جو ادراڪ ڪندا آهيون، اها شئي ان تي به لاڳو ٿئي ٿي. سائمن ڊ بووار ڪنهن بنيادي ’عورتاڻي فطرت‘ يا ’مرداڻي فطرت‘ جو انڪار ڪندي هئي. مثال عام طور اها دعويٰ ڪئي ويندي آهي ته زندگي ۾ ڪجهه ڪري ڏيکارڻ مرد جي فطرت هوندي آهي. ان ڪري هو (پنهنجي زندگيءَ جو) ڏس يا مفهوم گهر کان ٻاهر ڳوليندو. ان جي ابتڙ عورت لاءِ چيو ويندو آهي ته اها ’داخليت پسند‘ آهي. جنهن جو مطلب آهي ته هوءَ جتي آهي اتي رهڻ چاهيندي آهي. ان ڪري هو پنهنجي ڪٽنب کي پاليندي..... ۽ سڌين ۽ سادين شين تي ڌيان ڏيندي.“

”ڇا هوءَ واقعي انهن ڳالهين کي صحيح سمجهندي هئي؟“

”تو منهنجي ڳالهه ڌيان سان نه ٻڌي. اصل ۾ سائمن ڊبووار اهڙي قسم جي ’مرداڻي يا عورتاڻي فطرت‘ جي وجود کي ڪونه مڃيندي هئي. ان جي ابتڙ هن جو عقيدو هيو ته مردن توڙي عورتن کي اهڙي قسمن جي ساڃهه ۽ آدرشن کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ گهرجي، جيڪي سندن دلين ۾ ويٺل آهن.“

”ٺيڪ.“

”هن جي اصل ڪتاب جو نالو ’ٻي جنس‘ آهي جيڪو 1949ع ۾ ڇپيو.“

”ان مان سندس مطلب ڪهڙو هيو؟“

”هوءَ عورتن جي ڳالهه ڪري رهي هئي. اسان جي ثقافت ۾ عورتن سان ٻي جنس وارو سلوڪ ڪيو ويندو آهي. مردن جو

رويو ڪجھ اهڙو هوندو آهي جو اُهي پاڻ کي عورتن کان گهٽ مٿاهون سمجهندا آهن. ان ڪري جڏهن مرد اهڙي قسم جو رويو اختيار ڪندا آهن اهي عورتن کي پنهنجي ذميوارين کان محروم ڪري ڇڏيندا آهن.“

”ڇا هوءَ چوڻ پئي چاهي ته اسان عورتون ايڏيون ئي آزاد ۽ خودمختيار آهيون جيترو اسان ٿيڻ چاهينديون آهيون؟“

”ها. تون ان جو مفهوم ايئن چئي سگهين ٿي. چاليھ واري ڏهاڪي کان وٺي هاڻي تائين وجوديت ادب، خاص ڪري ڊرامي تي گهرا ڇٽ ڇٽيا آهن. سارتر به ڊراما ۽ ناول لکيا. ٻين اهم ليکڪن ۾ ڪاميو، سيموئل بيڪٽ، يوجين آئينسڪو ۽ ويٽولڊ گومبرووچ شامل آهن. انهن ۽ اهڙي ٻين ليکڪن جي مخصوص لکڻ جي انداز کي اسان ائبسرڊزم (absurdism) چوندا آهيون. توکي خبر آهي ان جي معنيٰ ڇا آهي؟ ( اهو اصطلاح ’ٿيئٽر آف ابسرڊ (Absurd) لاءِ ڪتب ايندو آهي.)“

ڇا اهو لفظ ڪنهن بي معنيٰ يا غير عقلي شئي تي استعمال نه ناهي ٿيندو؟“

”صحيح. ٿيئٽر آف دي ابسرڊ حقيقت پسند ٿيئٽر سان تضاد ۾ هو. ان جو مقصد اهو ڏيکارڻ هوندو هو ته زندگي خالي آهي جيئن وينلن کي عدم اتفاق تي راضي ڪري سگهجي. اصل منشا بي معنويت کي وڌائڻ نه هئي پر ان جي ابتڙ هئي. روزاني ڪم ڪارين ۽ حالتن ۾ جن بي وقوفين جو اظهار ڪيو ويندو آهي، ڊرامانگار انهن کي وائکو ڪري ڏيکاريندو آهي. ايئن هو انهن کي مجبور ڪندو آهي ته اهي پنهنجي لاءِ بلڪل صحيح ۽ ضروري زندگيءَ جي جاکوڙ ڪن.“

”اها ته دلچسپ ڳالھ آهي.“

” ’ٿيئٽر آف ابسرڊ‘ ۾ گهڻي ڀاڱي حالتن جون اهڙيون صورتون پيش ڪيون وينديون جيڪي بلڪل معمولي ۽ آڌو واريون هونديون آهن. ان کي Hyper realism (وڌاءُ واري حقيقت پسندي) چيو ويندو آهي. ماڻهن جون اهي شيون پيش ڪيون وينديون آهن جيڪي هونديون آهن. پر جيڪڏهن هڪ عام گهر جي هڪ عام وهنجڻ واري جاءِ ۾ جيڪو ڪجھ ٿيندو آهي، جيڪڏهن ان کي جيئن جو تيئن اسٽيج تي پيش ڪيو وڃي، وينلن جي کل روڪڻ ڏکيو آهي. پر اُهي اهڙو ڏيک ڏسي کلندا

ڇو آهن؟ ان جو جواب هيئن ٿي سگهي ٿو تہ جڏهن اهي اسٽيج تي پنهنجن ئي حالتن کي ائين ڏسندا آهن، اهي ڪلندا ضرور آهن پر انهن جي اها ڪِلِ دفاعي ميڪانيت جو ڪم ڪندي آهي.“

”توهان صحيح ٿا چئو.“

” ٿيئٽر آف ابسرڊ ۾ سرئيلزم جون بہ ڪي خاصيتون ٿي سگهن ٿيون. ان جا ڪردار گهڻو ڪري پنهنجو پاڻ کي اهڙين حالتن ۾ ڏسي سگهن ٿا جيڪي تمام گهڻو غير حقيقي يا خواب وانگر هونديون آهن. پر جڏهن اهي پنهنجي صورتحال کي جيئن جو تيئن قبول ڪري ڇڏيندا آهن ۽ ان تي ڪنهن بہ قسم جي اچرج جو اظهار ناهن ڪندا، تہ ڏسندڙن کي ڏچڪو لڳندو آهي ۽ اُهي ڪردارن جي اچرج (حيرت) جي نہ ٿيڻ واري صورتحال تي حيرت جو اظهار ڪرڻ لڳندا آهن. چارلي چپلن پنهنجي خاموش فلمن ۾ ان طريقي سان ڪم ڪندو هو. انهن خاموش فلمن ۾ چارلي چپلن اڪثر اهو تاثر ڏيندو هو (جنهن ۾ ڪو ڪامياب رهندو هو) تہ هن جي چؤگرد جيڪي بہ معقوليت جي ابتڙ واقعا ٿي رهيا آهن، هن کي انهن تي ڪابہ حيرت نہ ٿي ٿئي پر هو انهن کي مڃي رهيو آهي. ان سان ڏسندڙ مجبور ٿي ويندا هئا تہ اهي ڪنهن وڏي سچي ۽ صحيح شئي لاءِ اهي پنهنجي اندر ۾ پاڻ جهاتي پائي ڏسن.“

”ماڻهو کي اهو ڏسي واقعي اچرج ٿيندو آهي تہ انسان ڇا ڇا نہ احتجاج ڪانسواءِ سهندا رهندا آهن.“

”ڪڏهن ڪڏهن ڪجھ ائين محسوس ڪرڻ واقعي صحيح ٿي سگهي ٿو: ’مون کي هر صورت ۾ ان شئي کان پڇڻو پوندو... پر مون کي اها خبر نہ هجي تہ مون کي پڇي وڃڻو ڪٿي آهي.‘ “

”جيڪڏهن توهان جي گهر کي باھ لڳي وڃي، توهان وٽ رهڻ جي بہ جاءِ نہ هجي، توهان کي بهرحال ٻاهر نڪرڻو پوندو.“

”صحيح. هڪ ڪوپ چانھ جو ٻيو هلندو؟ يا ڪوڪ؟“

”مهرباني. پر مان هاڻي بہ اهو سمجهان ٿي تہ توهان دير سان اچي غلط ڪيو آهي.“

”اهڙي ڳالھ جو منهنجي صحت تي ڪوبہ اثر ڪون پوندو. مان انهن ڳالهين سان نباھ ڪري سگهان ٿو.“

البرٽو ٻي بوتل ڪڍڻ لاءِ اٿيو ۽... واپس اچي هن بوتل زور

سان ٽيبل تي رکي ته اتي وينل ماڻهن ڏي هن ڏانهن ڏٺو.
”ان سان گڏ اسان جو سفر پڇاڙيءَ تي پهتو.“ هن چيو.
”توهان جو مطلب آهي ته فلسفي جي تاريخ سارتر ۽ وجوديت تي ختم ٿي ويندي آهي؟“
”نه. اهو چوڻ وڏاءُ آهي. وجودي فلسفو سموري دنيا جي ماڻهن لاءِ انقلابي معنيٰ سان ڀريل رهيو آهي. جيئن ته پاڻ کي خبر آهي ته ان جون پاڙون ڪيرڪيگارڊ کان ٿينديون گهڻو ڏور پوئتي سقراط تائين پهچن ٿيون. ويهين صديءَ دوران فلسفي جون ٻيون لهرون به، جن تي اسان بحث ڪري چڪا آهيون، ظاهر ٿيون آهن ۽ اهي به ڏاڍيون مشهور ٿيون آهن.
”مثال؟“
”خير، انهن مان هڪ لهر جو نالو 'نيوٿامسيت'- (Neo Thomism) آهي. ٻين لفظن ۾ هي انهن خيالن جو نالو آهي جيڪي ٿامس ايڪوائينيس جي خيالن سان وچي ملن ٿا. اهڙي ئي هڪ ٻي لهر کي 'تجزياتي فلسفو' يا 'منطقي تجربيت' (logical empricism)چيو ويندو آهي. جنهن جو پاڙون پوئتي هيوم ۽ ٻين برطانوي تجربيت پسندن سان گڏ ارسطو جي منطق تائين پهچن ٿيون. ان سان گڏ ويهين صدي 'مارڪسزم' مان به متاثر ٿي آهي ۽ ائين اڻ ڳڻيا لاڙا پيدا ٿيا آهن...“
”ها“
”اسان کي آخري لهر يعني 'ماديت' (Materialism) جو به ٿورو ذڪر ڪرڻ گهرجي. ان جون به تاريخي پاڙون آهن. هاڻوڪي سائنس جي گهڻي حصي جي کوج سقراط کان اڳ وارن فلسفين جي ڪوشش ۾ ڳولي سگهجي ٿي. مثال، 'بنيادي يا شروعاتي ذرڙي' (Elemental particle) جي ڳولا، جنهن تي سمورو مادو (matter) ٻڌل آهي، اجان تائين هلندڙ آهي. 'مادو' ڇا آهي، اجان تائين ڪوبه ان جي تسلي ڏيندڙ وضاحت ناهي ڪري سگهيو. نڪليائي فزڪس ۽ بائيو ڪيمسٽري جهڙا نوان علم ان مسئلي سان ايڏو ڀريل آهن جو اڻ ڳڻين ماڻهن لاءِ هي انهن جي زندگيءَ جي فلسفي جو اهم حصو ٿي ويو آهي.“
”نوان ۽ پراڻا سڀ پاڻ ۾ ملي ويا آهن.....“
”ها. ڇو ته اهي سوال، جن سان پاڻ پنهنجي نصاب جي شروعات ڪئي هئي، اجان تائين حل طلب آهن. سارتر جڏهن چيو

هو ته وجودي سوالن جو هميشه جي لاءِ ڪوبه قطعي جواب نه ٿو ڏئي سگهجي، ته هن جو اهو تبصرو تمام گهڻو پر مغز ۽ معنيٰ وارو هيو. پنهنجي تعريف (Defination) جي حوالي سان فلسفياڻو سوال هڪ اهڙي شئي هوندو آهي جنهن کي هرنسل ۽ هر فرد کي گهڙي گهڙي پڇڻو پوندو آهي."

"ڏاڍو مايوسي وارو خيال آهي."

"مان پڪ سان نه ٿو چئي سگهان ته تو سان سهمت آهيان. پڪي ڳالهه اها آهي ته اسان جڏهن اهڙي قسم جا سوال اپاريندا آهيون، تڏهن ئي اسان کي پتو پوندو آهي ته اسان جيئرا آهيون. ۽ سدائين ائين ٿيندو آيو آهي جڏهن به ماڻهو آخرين سوالن جا جواب ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي، انهن ڪيترن ئي ٻين مسئلن جا چِٽا ۽ حتمي حل ڪڍي ورتا. سائنس، کوجنا ۽ ٽيڪنالاجي سڀ ئي اسان جي فلسفياڻي سوچ ويچار جي ضمني پيداوار آهن. ڇا اهي زندگي بابت اسان جي حيرت نه هئي جنهن اسان کي چنڊ تي پهچايو؟"

"ها. صحيح ٿا چئو."

"جڏهن نيل آرم اسٽرانگ چنڊ تي پير رکيو هيو ته هن چيو هو: 'چوڻ ۾ ته اهو انسان جو ننڍڙو پير آهي پر (اصل ۾) هي انسانيت لاءِ راڪاس ديو جي چال آهي.' لفظن سان گڏ هن انهن سمورن تاثرن ۽ احساسن جو، جيڪي پهرين انسان جي حيثيت سان چنڊ تي پير رکڻ وقت هن جي دل ۽ دماغ ۾ ايندا رهيا هئا آهن، نچوڙ بيان ڪيو آهي. نه رڳو اهو پر هن پنهنجي ان سوڀ ۾ انهن سمورن ماڻهن کي به شامل ڪري ڇڏيو، جيڪي هن کان اڳ ۾ گذري چڪا هئا. ظاهر آهي اهو رڳو هن جو ذاتي ڪمال نه هو.

اسان جي پنهنجي زماني ۾ اسان آڏو بلڪل نوان مسئلا آهن. انهن ۾ سڀ کان خطرناڪ ۽ سنجيدا ـــ ماحول (environment) سان واسطو رکندڙ آهن. ان ڪري ويهين صديءَ جو مرڪزي فلسفياڻو نڪتو 'ايڪو فلاسبي' (Ecophilosopy) يا 'ايڪو سوفي' (ecosophy) (ماحول سڃاڻڻ جو فلسفو) آهي. ان نئين فلسفي جو نالو ان جي هڪ بانيڪار اسان جي هم وطن فلسفي آرنينائيس (ArneNaess) تجويز ڪيو هو. اولهه جي دنيا جا گهڻا 'ماحول شناس' فلسفي خبردار ڪري چڪا آهن ته مجموعي طور تي اولهه جي تهذيب غلط پٽڙيءَ تي چڙهي چڪي آهي ۽ تيزيءَ

سان انهن حدن سان گڏ، جيڪي اسان جو سيارو سهي سگهي ٿو، مٿي تي هلندي ٽڪراءُ ۾ آهي ۽ ماحول تباهه ٿيندو پيو وڃي، پر اهي چون ٿا ته معامرو اتي نه بيهندو پر ان جا اثر تمام گهڻا گهرا ۽ پري پري تائين ٿيندا. ان ڪري اهي دعويٰ ڪندا آهن ته اولهه جي فڪر ۾ پڪ سان ڪانه ڪا بنيادي خرابي آهي.“

”منهنجو خيال آهي اهي صحيح ٿا چون.“

”مثال ارتقا جي نظريئي هي جيڪو مفروضو بڌو آهي ته ’چوٽيءَ تي انسان رهيل آهي‘ -- جڻ اسان جي فطرت جا مالڪ هجؤن-- ان تي ’ماحول شناسي جي فلسفي‘ پاڻ ئي ارتقا جي تصور تي تنقيد ڪئي آهي. (ان فلسفي جي پرچار ڪندڙن موجب) اهڙي قسم جي فڪر جو اندازو سموري حياتي سياري لاءِ پوائنٽو ٿي سگهي ٿو.“

”مان جڏهن ان بابت سوچيندي آهيان، منهنجو رت ٽچڪڻ لڳندو آهي.“

”ان مفروضي تي تنقيد ڪندي تمام گهڻا ماحول شناس فلسفي چون ٿا ته ان سلسلي ۾ هندستان جهڙين پين ثقافتن جي فڪر ۽ خيالن مان فائدو ونـي سگهجي ٿو. هنن نام نهاد ’غير مهذب قومن‘ ('Primitive peoples') يا آمريڪا جي اصل رهواسين جهڙي ’ديسي‘ يا ’مقامي‘ قومن جي خيالن ۽ رسمن جو به مطالعو ڪيو آهي جئين اسان جيڪو ڪجهه وڃائي چڪا آهيون، ان کي ٻيهر ڳولي سگهجي.

هلندڙ صديءَ (ويهين صديءَ جي آخري ڏهاڪي ۾) دوران سائنسي حلقن ۾ اهو چيو پيو وڃي ته اسان جي سائنسي فڪر جي سموري اسلوب کي، ’پيرادائم شفٽ‘ سان منهن ڏيڻو ٿو پئي. ان جو مطلب اهو آهي ته سائنسدانن کي پنهنجي سوچ جي انداز ۾ بنيادي تبديلي ڪرڻي پوندي. ڪيترن ئي شعبن ۾ اڳ ئي ان جا نتيجا سنا ثابت ٿي چڪا آهن. اسان نام نهاد ’متبادل تحريڪن‘ جا ڪيئي مثال ڏسي چڪا آهيون جيڪي ’ڪليت جي نظريئي‘ (Holism) ۽ نئين زندگي گهارڻ جي طريقي جي حمايت ڪندا رهندا آهن.

پوءِ به جنهن تحريڪ ۾ تمام گهڻا ماڻهو شامل هجن، ته پوءِ اسان کي سٺي ۽ خراب وچ ۾ لازمي طور فرق ڪرڻ گهرجي. ڪجهه ماڻهو دعويٰ ڪن ٿا ته اسان نئين دؤر ۾ داخل ٿي رهيا

آهيون پر ضروري ناهي ته هر نئين شئي سنئي هجي ۽ سڀ پراڻيون شيون ايڏيون خراب هجن جو انهن کي کٽي هڪ پاسي رکيو وڃي يا ٻاهر اڇليو وڃي. مون فلسفي جو جيڪو توکي نصاب پڙهايو آهي، ان جو هڪڙو ڪارڻ اهو به هيو. هاڻي جيئن ته تون تاريخي پس منظر بابت ڄاڻي چڪي آهين، تون پنهنجي منزل پاڻ طئي ڪري سگهين ٿي."

"مهرباني."

"منهنجو خيال آهي ته توکي خبر پئجي ويندي ته نئين دؤر جي سوچ جي پردي ۾ جيڪو ڪجھ پيش ڪيو پيو وڃي، ان جو گهڻو حصو لچائپ آهي. هاڻوڪن ڏهاڪن (ويهين صديءَ جا پويان ڏهاڪا) دوران نوان نوان 'مذهب' 'ڳجهاعدم' (occultism) ۽ هر قسم جا نوان وهم انسانن کي متاثر ڪندا رهندا آهن. اهي سڀ شيون صنعت جو درجو وٺي چڪيون آهن. جيئن جيئن ماڻهو عيسائيت کان پري ٿيندا پيا وڃن، تيئن تيئن فلسفياڻي مارڪيٽ ۾ متبادل پيشڪش جي وٺ وٺان ٿيندي پئي وڃي."

"ڪهڙي قسم جون پيشڪشون؟"

"انهن جي فهرست ايڏي ڊگهي آهي جو مون کي ڳڻائڻ جو به حوصلو ناهي. هونئن به پنهنجي دؤر لاءِ ڪجھ بيان ڪرڻ ايڏو سولو ناهي هوندو. ڇو نه پاڻ شهر جو به چڪر هڻي وٺون؟ مان توکي ڪجھ ڏيکارڻ چاهيان ٿو."

"مون وٽ گهڻو وقت ناهي. توهان کي خبر آهي ته سڀاڻي مون وٽ گارڊن پارٽي آهي."

"مان ڪيئن وساري سگهان ٿو؟ ان ڏينهن ته هڪ شاندار واقعو ٿيندو. بس پاڻ کي رڳو پهرين ٿورو هلڊي جي فلسفي جي نصاب کي ڪنهن وٽندڙ ۽ دلچسپ شئي وٽ ختم ڪرڻو پوندو. تون سمجهي وئي آهين ته ميجر ان کان اڳتي ڪجھ به ناهي سوچيو. ان ڪري هن جو جيڪو پاڻ تي ڌاڪو آهي، هو ان جي ڪجھ حصي کي وڃائيندو."

هو ٻاهر نڪتا. رستي تي ماڻهو تيزيءَ سان پنجي رهيا هئا. سوفي سوچي رهي هئي ته البرٽو کيس ڇا ٿو ڏيکارڻ چاهي.

هو هلندي هلندي هڪ ڪميونيڪيشن ٽيڪنالاجي جي دڪان جي پڪ ۾ پهتا، جتي ويون، وي سي آر، ڊش، موبائيل فون، ڪمپيوٽر ۽ فيڪس مشينون وڪري لاءِ پيل هيون.

البرٽو ان دريءَ ڏانهن اشارو ڪيو جنهن ۾ نمائش جون شيون رکيل هيون.

”سوفيء هتي تون ويهين صديءَ کي ڏسي سگهين ٿي. ائين چوڻ گهرجي ته جاڳرتا جي دؤر ۾ دنيا ۾ ڌماڪا ٿيڻ لڳا. نون نون علائقن کي ڳولڻ لاءِ عظيم ساموندي سفرن جي شروعات ٿي ۽ اولهه جي قومن سموري دنيا ۾ گهمڻ شروع ڪيو. اڄ معامرو ابتڙ آهي. ان کي اسان ابتو ڌماڪو چئي سگهون ٿا.“

”ڪهڙي معنيٰ ۾؟“

”ان معنيٰ ۾ ته دنيا هڪ عظيم ڪميونيڪيشن نيٽ ورڪ ۾ گڏ ٿي رهي آهي. ڪو ٿورو وقت ناهي گذريو جو فلسفين کي پنهنجي پير پاسي جي دنيا جي تحقيق ڪرڻ ۽ ٻين فلسفين سان ملڻ جلڻ لاءِ گهوڙن يا ٻگهين ۾ سفر ڪرڻو پوندو هو. ۽ اڄ اسان پنهنجي ڪمري جي ڪنڊ ۾ ويهي ڪمپيوٽر اسڪرين وسيلي سموري انساني تجربي تائين پهچي سگهون ٿا.

سوال اهو آهي: ڇا تاريخ پڄاڻيءَ تي پهچي رهي آهي؟... يا ان جي ابتڙ اسان بلڪل ئي نئين دؤر جي چائنٽ وٽ بيٺل آهيون؟ هاڻي اسان ڪنهن خاص ملڪ - يا خاص شهر - جا رهاڪو ناهيون رهيا. ان جي ابتڙ اسان سياري تي ڦهليل (Planetary) تهذيب ۾ ساهه کڻي رهيا آهيون.“

”اها ڳالهه ته صحيح آهي.“

”گذريل ٽيهن چاليهن سالن ۾ جيڪي ٽيڪنيڪي ترقيون - خاص ڪري ابلاغيات جي شعبن ۾ - ۾ ٿيون آهن اهي سموريون انساني تاريخ جي ترقين جي مقابلي ۾ گهڻيون ڊرامائي آهنِ ۽ اڃان ته شايد اسان رڳو شروعات جو مشاهدو ڪيو آهي...“

”ڇا توهان مون کي اهوئي ڏيکارڻ لاءِ وٺي آيا آهيو؟“

”نه، توکي جيڪو ڏيکارڻو آهي. اهو هيڏانهن گرجا جي ڀر پاسي آهي.“

جڏهن هو اوڏانهن وڃڻ لاءِ روانا ٿيا ته سوفيءَ جي نظر ٽي ويءَ جي اسڪرين تي اقوام متحده جي ڪجهه فوجين جي ڇهرن تي پئي.

”هيڏانهن ڏسو!“

ڪيمرا ڪنهن فوجيءَ جو ڪلوزاپ ڏيکاري رهيو هو. ان

مانهوءَ جي ڪاري ڏاڙهي هئي. سندس شڪل ۽ ڏاڙهي البرٽـو سان ملندڙ جلندڙ هئي. اوچتو هن هڪ گتي جو ڪارڊ مٿي ڪنيو. ان تي لکيل هيو: ”هلدي، جلدي واپسي ٿيندي!“ هن ڪارڊ لوڏيو ۽ گم ٿـي ويو.

”نـِڳ!“ البرٽـو ڪان بي اختيار چئجي ويو.

”هي ميجر هيو؟“

”مان ان سوال جو جواب نہ ڏيندس.“

ٻئي گرجا آڏو پارڪ ٽـپي رستي تي آيا. ائين پيو لڳي جڻ البرٽـو ڪاوڙ ۾ ڀري رهيو هجي. هو لبرس آڏو، جيڪو اتي ڪتابن جو وڏو دڪان هيو، بيٺـا.

”اچ، اندر ٿـا هلون.“ البرٽـو چيو.

دڪان جي اندر هن سڀ کان وڏي ديوار ڏانهن اشارو ڪيو. ان جا ٽـي سيڪشن هئا: نئون دؤر (New Age)، متبادل زندگي گهارڻ جو نمونو (Alternative life style) ۽ سريت (Mysticism).

ڪتابن جا نالا دلچسپ ۽ ڏيان ڇڪائيندڙ هئا (Thesecret...Healing,UFO phenomenon,of spriritism Tarot...What is Astrology,You have been Here Before ۽ ٻيا ڪيئي ڪتاب هئا. شيلفن هيٺـان ٻين ڪتابن جا بہ ڍير لڳل هئا.

”سوفي، هي بہ ويهين صدي آهي. هي اسان جي دؤر جي عبادت گاهہ آهي.“

”توهان هنن مان ڪنهن کي بہ نہ ٿـا مڃو؟“

”انهن مان گهڻو مواد رکو لچائي آهي. پر هنن ڪتابن جو وڪرو اگهاڙن ڪتابن وانگر آهي. گهڻا ڪتيا بہ فحاشي ۾ ويندا آهن. نوجوان هتي ايندا آهن ۽ جيڪا شئي کين وڻندي آهي، اُها خريد ڪري هليا ويندا آهن! پر هنن ۾ ۽ اصلي فلسفي وچ ۾ اهوئي فرق هوندو آهي جيڪو فحاشي ۽ سچي محبت ۾ هوندو آهي.“

”توهان خشڪيءَ جو مظاهرو تہ نہ ٿـا ڪيو؟“

”هل تہ جهٽ پارڪ ۾ ٿـا ويهون.“

هو دڪان مان نڪري گرجا آڏو بينچ تي ويٺـا. وڻن هيٺـان ڪبوتر گهمي رهيا هئا. ڪڏهن ڪڏهن جهرڪي انهن جي وچ ۾ اچي ٽـپا پئي ڏئي.

”هن کي ESP يا پيراسائيڪولاجي چيو ويندو آهي.“

البرٽو چيو. ”يا وري ان کي ٽيلي پيٿي يا Clairvoyance (غيب داڻي) ۽ Psychokinetics (نفسي حرڪت) چيو ويندو آهي. ان کي روحيت (Spiritism) جوتش يا نجوم جو علم ۽ اڏرندڙ ڪٽولن جو علم (Ufology) جي نالي سان به سڏيو ويندو آهي.“

”سچ ٻڌايو توهان واقعي انهن کي لچائي (يا بيهوديون ڳالهيون) سمجهندا آهيو.“

”ظاهر آهي سچي فلسفي لاءِ اهو چوڻ ته مناسب نه ٿيندو ته اهو سڀ ڪجھ واهيات آهي. پر مان ايترو ته چئي سگهان ٿو ته اهي سڀ موضوع ملي هڪ اهڙي منظر جو تفصيلي نقشو پيش ڪري رهيا آهن جنهن جو حقيقت ۾ ڪو به وجود ناهي. ۽ انهن ۾ اڪثر شيون رڳو ’تخيل جي پيداوار‘ آهن جيڪي جيڪڏهن هيوم جي هٿ چڙهن ها ته هو ڪين ضرور ساڙي ڇڏي ها. هنن ۾ اڪثر ڪتابن ۾ اصل تجربو ته آهي ئي ڪون.“

”ته پوءِ انهن موضوعن تي يقين نه ڪرڻ جيترا ايترا ڪتاب ڇو موجود آهن؟“

”اهڙا ڪتاب شايع ڪرڻ وڏو ڪاروبار آهي. گهڻا ماڻهو اهي ڪتاب پڙهندا آهن.“

”توهان جي خيال ۾ ائين ڇو آهي؟“

”ظاهر آهي هن کي ڪنهن لڪل شئي جي خواهش آهي، ڪنهن اهڙي شئي جي جيڪا روزاني وهنواري زندگيءَ جي اڻ وٽندڙ هڪ جهڙائي ۾ ڪا تبديلي پيدا ڪري. پر اها اجائي ڳالهه آهي.“

”ڇا مطلب؟“

”اسان هتي شاندار مهم جي سلسلي ۾ گهمي ڦري رهيا آهيون. اسان جي اکين آڏو تخليقي شاهڪار وجود ۾ اچي رهيو آهي. ڏينهن جي چٽائي ۾، سوفي، ڇا اها شاندار ڳالهه ناهي!“

”ها آهي.“

”ته پوءِ اسان ڪنهن جوش پيريل، اعليٰ ۽ اوچي شئي جي ڳولا لاءِ نجومين جي خيمن يا وڏين درسگاهن جو طواف ڇو ڪيون؟“

”توهان جو مطلب آهي ته جيڪي به ماڻهو هن جهڙا ڪتاب لکن ٿا، اهي ٻهروپيا ۽ ٺڳ آهن؟“

”نه، مان ائين نه ٿو چوان. پر اسان به هتي ڪنهن داروني

(Darwinian) نظام جي ڳالھ ڪري رھيا آھيون.“

”ڪجھ وضاحت ڪيو.“

”ٿورو سوچ تہ ھڪ ئي ڏينھن ۾ ڪيترا مختلف واقعا ٿي سگھن ٿا. پري وڃڻ جي ڪھڙي ضرورت آھي. تون پنھنجي ئي زندگي جو ڪو ڏينھن ڪٺي سگھين ٿي. پوءِ ڏس تہ تون ڇا ڇا ڏسين ٿي ۽ ڪيترن ئي تجربن مان گذرين ٿي.“

”جي؟“

”ڪڏھن ڪڏھن ائين بہ ٿيندو آھي جو اتفاق سان ٻہ يا وڌيڪ شيون ٿينديون آھن. تون ڪنھن دڪان تي وڃين ٿي ۽ اناويھ ڪرائون ۾ ڪا شئي خريد ڪرين ٿي. ان ڏينھن تو وٽ جوآننا اچي وڃي ٿي ۽ توکي اناويھ ڪرائون موٽائي ڏئي ٿي جيڪي ھن توکان اوڌر ورتا ھئا. پوءِ توھان ٻئي فلم ڏسڻ سينما گھر ھليون وڃو ٿيون... ۽ توھان کي اناويھون نمبر سيٽ ملي وڃي ٿي. آھي ناعجيب اتفاق؟“

”ھا. ۽ اھو پراسرار قسم جو اتفاق ھوندو.“

”بھرحال ان کي چوٽو تہ اتفاق ئي پوندو. اصل نڪتو ھي آھي تہ ماڻھو گھڻو ڪري ھڪ ئي وقت پيش ٿيندڙ واقعن کي گڏ ڪندا رھندا آھن. اھي عجيب... يا تشريح نہ ٿيندڙ ... تجربا گڏ ڪندا رھندا آھن. جڏھن اھڙي قسم جا واقعا... جيڪي اربين ماڻھن جي زندگين مان حاصل ڪيا ويندا آھن... ڪتابن جي شڪل ۾ گڏ ڪيا ويندا آھن. تہ اھي اصلي ڄاڻ وانگر لڳندا آھن. ۽ وقت سان گڏ انھن جو انگ وڌندو رھندو آھي. پر ھڪ ڀيرو وري اسان ھڪ اھڙي لاٽري ڏسي رھيا آھيون جنھن ۾ رڳو ڪٽڻ وارا نمبر نظر ايندا آھن.“

”پر اھڙا غائبدان ۽ معمول موجود آھن جن کي لاڳيتو اھڙي قسم جا تجربا ٿيندا رھندا آھن.“

”اھڙا ماڻھو واقعي موجود آھن ۽ جيڪڏھن اسان ڀھروپين کي خارج ڪري ڇڏيون تہ اسان کي انھن نام نھاد پراسرار تجربن جي ھڪ ٻي وضاحت ملي ويندي.“

”ڪھڙي؟“

”توکي ياد آھي پاڻ فرائيڊ جي شعور واري نظريئي بابت ڳالھايو ھو؟“

”ھا.“

”فرائيڊ ثابت ڪيو هو تہ اسان اڪثر پنهنجي ئي شعور جو ’معمول‘ (Mediums) بڻجي ويندا آهيون. اسان کي اوچتو خبر پوندي آهي تہ اسان جيڪو ڪجھ سوچي رهيا آهيون، اهو اسان اصل ۾ اهو چاڻ سوا سوچي يا ڪري رهيا هوندا آهيونَ تہ اسان ائين ڇو ڪري رهيا آهيون. ان جو ڪارڻ اهو هوندو آهي تہ اسان جي اندر اهڙا تجربا، خيال ۽ يادن جو ڍير لڳل هوندو آهي جن جي اسان کي خبر ناهي هوندي.“

”پوءِ؟“

”ڪڏهن ڪڏهن ماڻهو ننڊ ۾ ڳالهائيندا آهن يا گهمندا آهن. اسان ان کي ’ذهني پاٽمراداپ‘ (Mental automatism) چوندا آهيون. هپناٽزم جي اثر هيٺ بہ ماڻهو اهڙيون ڳالهيون چئي ۽ ڪري سگهندا آهن جن ۾ انهن جا ارادا يا مرضي شامل ناهي هوندي. ۽ ياد ڪر تہ سرئيلسٽ نامر نهاد پاڻ مرادو لکجي وڃڻ واريون لکٽيون لکڻ جي ڪوشش ڪندا رهندا هئا. اُهي رڳو پنهنجي ئي شعور جي مفعول جي حيثيت سان ڪم ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا هئا.“

”مون کي ياد آهي.“

”هن صديءَ (ويهين) دوران وقتي وقتي اهڙا واقعا ٿيندا رهيا آهن. جن کي ’احيائي ارواح‘ ('spiritualist revivals') چيو ويندو آهي. ان جو مطلب اِهو هوندو هيو تہ معمول (معنيٰ اهو ماڻهو جنهن تي عمل ڪيو ويو هجي) ڪنهن مرحوم ماڻهوءَ سان رابطو ڪري سگهي. (چيو ويندو آهي تہ) معمول (عمل ٿيل) کي مرحوم ماڻهوءَ جي آواز ۾ ڳالھ ڪندي يا ڪا پاڻ مرادو لکٽي لکندي ڪنهن اهڙي ماڻهوءَ جو نياپو ملي ويندو آهي جيڪو پنج ڇھ سؤ سال اڳ مري چڪو هو. ان کي ان امر جي شهادت ڳڻيو ويندو آهي تہ موت کان پوءِ بہ زندگي هوندي آهي. يا اهو تہ اسان ڪيئي ڪيئي زندگيون گهاريندا آهيون.“

”ها مون کي خبر آهي.“

”مان اهو نہ ٿو چوان تہ سڀ معمول (عمل ٿيل) ڪوڙا هوندا آهن. ڪجھ تہ ان ۾ واقعي نيڪ نيتيءَ سان گڏ هوندا آهن. اهي معمول (عمل ٿيل) تہ ضرور ٿيندا آهن پر اُهي اصل ۾ پنهنجي شعور جا معمول (عمل ٿيل) هوندا آهن. اهڙن معمولن (عمل ٿيلن) جا ڪوڙ شاهد هوندا آهن جن جو انهن جي بي خوديءَ جي

ڪيفيت ۾ مطالعو ڪيو ويو ۽ خبر پئي ته اهي اهڙي ڄاڻ ۽ صلاحيتن جو انڪشاف ڪري رهيا آهن جو پين ڪي سمجھ ۾ نه ٿي آيو ته انهن اهي شيون ڪٿان حاصل ڪيون آهن. اهڙي ئي هڪ عورت جو واقعو پڌايو ويندو آهي ته هوءَ عبراني ٻوليءَ کان بلڪل اڻ ڄاڻ هئي هن نياپو ان ٻولي ۾ ڏنو. ان ڪري نتيجو اهو ڪڍيو ويو ته يا هوءَ اڳ ۾ حياتي گذاري چڪي آهي يا وري هن جو مرحوم روح سان واقعي رابطو ٿي ويو هو."

"توهان جي خيال ۾ ڇا ٿيو هو؟"

"اصل ۾ ٻنهيءَ مان ڪابه ڳالھ صحيح نه هئي. جڏهن کوجنا ڪئي وئي ته پتو پيو ته جڏهن اُها ٻارڙي هئي ته ان کي پالينڊڙ ڪا يهودي عورت هئي."

"اف!"

"ان سان تون مايوس ٿي آهين؟ اصل ۾ ان قصي ۾ ثابت رڳو اهو ٿيندو آهي ته ڪجھ ماڻهن ۾ پنهنجي لاشعور ۾ تجربا گڏ ڪرڻ جي يقين ڪرڻ کان وڌيڪ تمام گهڻي صلاحيت هوندي آهي.

روزانو جيڪي عجيب واقعا ٿيندا رهندا آهن، انهن مان گهڻن کي فرائيڊ جي لاشعور واري نظريئي وسيلي واڪو ڪري سگھجي ٿو. منهنجي هڪ دوست سان سالن کان ملاقات نه ٿي ٿئي. هڪ ڏينهن مان ساڻس رابطو ڪرڻ جو فيصلو ڪيان ٿو ۽ هن جو ڊائريڪٽريءَ ۾ فون نمبر ڳولڻ شروع ڪيان ٿو اچان مان سندس نمبر نه ٿو ڳوليان ته ان جو فون اچي وڃي ٿو."

"اهڙيون ڳالهيون ٻڌي مان حيران ٿيان ٿي."

"پر ائين ڇو ٿيو، ان جي به وضاحت ڪري سگھجي ٿي. ان کي اتفاق سمجھ يا ٻيو ڪجھ، اسان ٻنهيءَ کي ريڊيو تان اهڙي ڌن ٻڌڻ ۾ آئي آهي جيڪا ڪيئي سال اڳ اسان پنهنجي آخري ملاقات ۾ ٻڌي هئي. ائين اسان هڪ ٻئي کي ياد اچي وياسين پر نڪتو اهو آهي ته جنهن شئي اسان ٻنهيءَ کي هڪ ٻئي جي ياد ڏياري اسان کي شعوري طور ان جي خبر نه هئي."

ان ڪري اهڙي قسم جون ڳالهيون يا بلڪل لچائي آهن، يا ڪنڻ وارو نمبر پنهنجو رنگ ڏيکاري رهيو آهي، ۽ يا وري اهو لاشعور جو معامرو آهي نيڪ؟"

"خير، منهنجو خيال هي آهي ته جيڪڏهن ماڻهو اڪيون

ٻـوڙـي انهن ڪتابن تي ايمان نہ آڻي ۽ انهن جو مطالعو تمام گهڻي ڌيان ۽ شڪ سان ڪري تہ فائدي ۾ رهندو آهي. ۽ جيڪڏهن ماڻهو خير سان فلسفي بہ آهي تہ پوءِ ان کي بلڪل شڪ ڪرڻ گهرجي. برطانيا ۾ شڪ ڪندڙن جي هڪ سنگت آهي. گهڻا سال ٿـيا آهن، هنن اعلان ڪيو هو تہ جيڪو ماڻهو مافوق الفطرت شئي جو معمولي ثـبوت ڏيندو، ان کي تمام گهڻو انعام ڏنو ويندو. انعام حاصل ڪرڻ لاءِ ڪو وڏو معجزو ڏيکارڻ ضروري نہ هو، ٿـيلي پيٽي جو معمولي مثال بہ ڏئي پيو سگهجي. انعام اڃان تائين موجود آهي پر ان جو هڪ بہ دعويدار ناهي آيو.

ٻـي پاسي اهڙيون شيون بہ گهڻ ناهن جن کي انسان سمجهي نہ ٿـو سگهي. ممڪن آهي اسان فطرت جا قانون بہ نہ سمجهندا هجون. گذريل صدي (اڻويهين) دوران اهڙا اڻ ڳڻيا ماڻهو موجود هئا جيڪي مقناطيسيت ۽ بجليءَ کي هڪ قسم جو جادو تصور ڪندا هئا. مان شرط رکڻ لاءِ تيار آهيان تہ جيڪڏهن مان ڪهڙي بہ طريقي سان پنهنجي ڏاڏيءَ کي ٽـي وي ۽ ڪمپيوٽـر بابت ٻـڌايان تہ حيرت ۾ هن جون اکيون ڪليل جو ڪليل رهجي وينديون.“

”ان ڪري توهان ڪنهن بہ مافوق الفطرت شئي کي ناهيو مڃيندا.“

”پاڻ ان بابت اڳ ۾ ئي ڳالهائي چڪا آهيون. ’مافوق الفطرت‘ (Supernatural) اصطلاح بہ عجيب آهي. نہ، مان ان کي ناهيان مڃيندو. منهنجو خيال آهي تہ مان ان عقيدي جو حامي آهيان تہ فطرت رڳو هڪ آهي. پر ٻـي پاسي اها ڳالهہ بہ تہ آهي جو اها پنهنجي جاءِ تي سراسر حيرت سان ڀـريل بہ آهي.“

”پر توهان جيڪي هاڻي هاڻي مون کي ڪتاب ڏيکاريا هئا، انهن ۾ ڄهڙي قسم جون پراسرار ڳالهيون ڪيون ويون آهن، انهن بابت توهان جو ڪهڙو خيال آهي؟“

”سمورن سچن فلسفين کي پنهنجيون اکيون ڪليل رکڻ گهرجن. اسان ڀـل ڪڏهن اڇو ڪانوَ نہ ڏٺـو هجي، ان جي ڳولا ڪڏهن بہ ختم نہ ڪرڻ گهرجي. ٿـي سگهي ٿـو ڪڏهن مون جهڙو شڪي ڪنهن اهڙي ڏيک کي مڃڻ لاءِ مجبور ٿـي پئي جنهن جو اڳ ۾ مون کي ڪڏهن يقين نہ آيو هو. جيڪڏهن مون اهڙي امڪان کي ذهن ۾ نہ رکيو تہ مان هڪ ذرو بہ ٿـي سگهان ٿـو، سچو فلسفي نہ.“

البرٽو ۽ سوفي ڪجهه دير بنا ڪجهه چئي بينچ تي ويٺا رهيا. ڪبوتر گهمر ڦر ۾ رڌل هئا. جڏهن ڪا سائيڪل يا ٻي ڪا شئي اتان لنگهي پئي ته انهن ۾ چرپر اچي وڃي پئي ۽ غٽرغون غٽرغون شروع ڪيا ڪن.

"مون کي گهر وڃڻو آهي ۽ پارٽيءَ جي تياري ڪرڻي آهي." نيٺ سوفي چيو.

"پلين وڃ پر مون کي اڳ ۾ توکي اچو ڪانوَ ڏيکارڻو آهي. اهو اسان جي اندازي کي چڱو ويجهو آهي. سمجهينءِ؟"

البرٽو اٿيو ۽ پيهر سوفيءَ کي وني ڪتابن ڏانهن آيو. هن پيري هو انهن شيلفن کان اڳتي وڌي ويو جن ۾ مافوق الفطرت ڏيکن بابت ڪتاب پيل هئا. هو دڪان جي بلڪل پوئين حصي ۾ هليو ويو ۽ هڪ نازڪ شيلف آڏو بيٺو. شيلف مٿان هڪ ننڍڙو ڪارڊ لڙڪي رهيو هو. ان تي فلسفو (Philosophy) لکيل هو.

البرٽو هڪ خاص ڪتاب ڏانهن اشارو ڪيو ۽ جڏهن سوفي ان جو عنوان 'سوفي جي دنيا' ('Sophie's world') پڙهيو ته هن جو ساهه بيهجي ويو.

"چئين ته تولاءِ هڪ ڪاپي خريد ڪيان."

"خبر ناهي مون ۾ ايترو حوصلو آهي به الاءِ نه."

هوءَ ٿوري دير کان پوءِ جڏهن گهر ڏانهن وڃي رهي هئي ته هن جي هڪ هٿ ۾ ڪتاب ۽ ٻي هٿ ۾ گاردن پارٽي جي شين جي ٿيلهي هئي.

# گارڊن پارٽي

... اڇو ڪانوَ ...

هلدي پنهنجي بستري تي ائين ويٺل هئي جڻ ڪيس پنهنجي پرپاسي جو ڪو به هوش نه هجي. ڪيس لڳي رهيو هو ته سندس هٿ ۽ ٻانهون ڍڪي رهيا آهن جن ۾ فائيل هيو. اٽڪل يارنهن ٿي چڪا هئا. هن ڪي پڙهندي ٻه ڪلاڪ ٿي چڪا هئا...

۽ انهن ٻن ڪلاڪن ۾ هن ڪي ڪهڙن ڪهڙن تجربن مان گذرڻو پيو هو! انهن جي شروعات تڏهن ٿي هئي جڏهن سوفي ميجر جي جاءِ مان گهر ڏانهن ويندي رستي ۾ ميجر جو ڏيان پاڻ ڏانهن ڇڪرائي رکڻ لاءِ ڪوششون ڪري رهي هئي ۽ جڏهن هن ڪان ٻيو ڪجھ نه ٿيو ته هوءَ وڻ تي چڙهي وئي. جتي هن سان مارٽن قاز مليو جيڪو محافظ فرشتي وانگر هن کي ڇوٽڪارو ڏيارڻ لاءِ لبنان ڪان آيو هو.

جيتوڻيڪ ان ڳالھ کي وقت ٿي چڪو هو جڏهن هن جي پيءُ کيس 'نيلس جا شاندار ڪارناما' (ڪتاب) پڙهي ٻڌايو هو، پر هوءَ ان کي وساري نه سگهي هئي. هن جي پيءُ سان ڏادي لڳندي هئي. ٻنهي گڏجي هڪ ڳجهي زبان ايجاد ڪئي هئي جنهن جا ڏاڪا ان ڪتاب سان وچي مليا ٿي ۽ اهي گهڻو ڪري ڳالھ ٻولھ ۾ ان جو استعمال ڪندا رهندا هئا. ۽ هاڻي هو ٻيهر قاز کي گهلي آيا هئا.

پوءِ سوفي کي ڪيفي ۾ ويهڻ جو پهريون تجربو ٿيو. البرٽو سارتر ۽ وجوديت بابت جيڪو ڪجھ سوفي کي چيو هو، هلدي ان مان ڏادي متاثر ٿي. هو هن جا خيال گهٽي ياڳي تبديل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو هو... پر هن سان ائين پهريون پيرو ڪون ٿيو هو. باڪس فائيل ۾ اڳ به ڪيئي اهڙا موقعا آيا جن مهل به هن جي ذهني ڪيفيت ائين ئي ٿي هئي.

هڪ سال اڳ هلدي جوتش بابت ڪو ڪتاب خريد ڪيو هو. هڪ پيرو هوءَ قسمت جو حال ٻڌائيندڙ تاس جا پتا به وٺي آئي هئي. اهوئي نه پر هو بعد

۾ ’روحيت‘ ڪتاب ٻه ونـي آئي هئي. هر پيري سندس پيءُ ’وهمن‘ ۽ ان جي ’تنقيدي صلاحيت‘ جو ليڪچر پياريو هو. پر آخري ڏڪ لاءِ هو هن موقعي جي انتظار ۾ هئا. هاڻي هن جو جوابي حملو ڪارائتو ثابت ٿـي رهيو هو ڇو ته تير نشاني تي لڳو هو. ڇـٿو پيو نظر اچي ته هو پنهنجي ڌيءَ کي اهڙي قسم جي شين خلاف خبردار ڪئي بنا زندگيءَ ۾ اڳتي وڪ وڌائڻ جو موقعو ڏيڻ جو روادار ناهي. ان ڳالھ جو پڪو يقين ڪرڻ لاءِ سندس ڳالھ هن تائين پهچي رهي آهي، هو ريڊيو جي دڪان تي ٿـي ويءَ جي اسڪرين تي هٿ لوڏڻ ڪان ٻه نه مڙيو هو. هن هروپـرو اها تڪليف ڪئي، هوءَ هن جو اشارو ائين سمجهي وجي ها...

هن جي سوچن جو محور سوفي هئي. سوفي... تون ڪير آهين؟ ڪٿان آئي آهين؟ تون منهنجي زندگيءَ ۾ ڇو داخل ٿي آهين؟

۽ آخر ۾ سوفيءَ کي سندس بابت ڪتاب هٿ ۾ ڏنو ويو هو. ڇا اهو ساڳيو ڪتاب آهي جيڪو هن وقت هلڊي جي هٿ ۾ آهي؟ پر هي ڪتاب ته ناهي، رڳو باڪس فائيل آهي. پر پوءِ ٻه... جنهن ماڻهوءَ جو پنهنجو وجود رڳو ڪتاب ۾ آهي، ان کي پاڻ بابت ڪو ڪتاب ڪيئن ٿو ملي سگهي؟ جيڪڏهن سوفي اهو ڪتاب پڙهڻ شروع ڪيو ته پوءِ ڇا ٿيندو؟

هاڻي ڇا ٿيڻ وارو آهي؟ ڇا ٿي سگهي ٿو؟ باڪس فائيل ۾ رڳو ٿورا صفحا ئي ته بچيا آهن.

گهر واپس ٿيڻ مهل بس ۾ سوفيءَ جي ملاقات پنهنجي ماءُ سان ٿي وئي.

”الله، جيڪڏهن امان منهنجي هٿ ۾ ڪتاب ڏسي ورتو ته پوءِ ڇا ٿيندو؟ هوءَ ڇا چوندي؟“

سوفي جهنڊيون ۽ ڦوڪڻا ورتا هئا اهي ٿيلهيءَ ۾ هئا. هن ڪتاب انهن ۾ وجهڻ جي ڪوشش ڪئي پر ائين ٿي نه سگهيو.

”هيلو سوفي، پاڻ هڪ ئي بس ۾ آهيون! ڇڱو ٺيڪ آهي!“

”هيلو امان!“

”ڪو ڪتاب ورتو اٿئي ڇا؟“

”نه، ان کي صحيح معنيٰ ۾ خريدڻ نه ٿو چئي سگهجي.“

” ’سوفي جي دنيا‘ .... ڪيڏي عجيب ڳالھ آهي!“

سوفي سمجهي وئي ته ماءُ سان ڪوڙ ڳالهائڻ جي ٿوري ٻه وٿـي ناهي.

”هي البرٽـو ڏنو آهي.“

”مون کي پڪ آهي ان ئي ڏنو هوندو. جيئن ته مان توکي

ڪوڙ پيرا ڇپيو آهي، مان هن سان ملڻ چاهيان ٿي. مان هي ڏسي سگهان ٿي ؟"

"جيڪڏهن توهان گهر تائين انتظار ڪيو..."

"مان رڳو پهريون صفحو ڏسڻ چاهيان ٿي... ان ۾ ته ڪو هرج ناهي ؟"

سوفي ڪي ڪتاب ڏيئڻو ئي پيو.

"سوفي امندسين اسڪول کان گهر اچي رهي هئي." هن جي ماءُ ٿورو ڏاڍيان پڙهڻ لڳي. "هن پنهنجي سفر جو پهريون حصو جوآننا سان گڏجي ڪيو هو. اهي مشيني ماڻهن (Robots) بابت ڳالهيون ڪري رهيون هيون..."

"ڇا هن ۾ واقعي ائين لکيل آهي ؟"

"ها، سوفي لکيل آهي. ليکڪ ڪو البرٽ ڪنيگ نالي ماڻهو آهي. هن ميدان ۾ ڪو نئون آهي. خير، ڇڏ. پر اهو ٻڌاءِ تو واري البرٽو جو پورو نالو ڇا آهي ؟"

"البرٽو ڪنوڪس."

"گهڻو ڪري انڪشاف ٿيندو ته ان غير معمولي ماڻهو تو بابت ڪتاب لکيو آهي. ان کي قلمي نالو استعمال ڪرڻ ڇئبو آهي."

"امان، هي اهو ناهي. توهان ان جو ذڪر ڇڏيو ڇو نه ٿيون؟ توهان کي ڪنهن به شئي بابت ڪا به ڄاڻ ناهي."

"ها منهنجو به خيال آهي، مون کي ڪا به خبر ناهي. خير، سپاٽي گارڊن پارٽي آهي، پوءِ سڀ ڪجھ ٺيڪ ٿي ويندو."

"البرٽ ڪنيگ بلڪل مختلف حقيقت ۾ رهندو آهي. اهوئي سبب آهي جو هي ڪتاب اچو ڪانو آهي."

"توکي واقعي اهو سڀ چڪر ختم ڪرڻو پوندو. اهو اچو سيهڙ نه هو!"

"هاڻي توهان به ان کي ختم ڪيو!"

هن جي ڳالهه اتي پهتي ته سندن لهڻ وارو اسٽاپ اچي ويو. اتي ڪو مظاهرو ٿي رهيو هيو هي پئي به ان ۾ ويون.

"منهنجا خدا!" هيلينيئي امندسين جي وات مان نڪتو. "جڏهن مون هي جاءِ خريد ڪئي هئي، منهنجو خيال هو ته اسان گهٽ ۾ گهٽ هن پاڙي ۾ گهٽين واري سياست کان بچي وينداسين."

مظاهرو ڪندڙن جو تعداد ڏهه ٻارنهن هو. هنن جي ڪنيل بينر تي لکيل هيو:

THE MAJOR IS AT HAND
YES TO YUMMY MID SUMMER EATS
MORE POWER TO THE UN

(ميجر اچڻ وارو آهي
وچ گرميءَ وارا مزيدار کاڌا قبول آهن
گڏيل قومن جي اداري کي وڌيڪ اختيار ڏيو.)
سوفيءَ کي پنهنجي ماءُ تي ترس اچي ويو
”توهان ڇو ٿيون پريشان ٿيو؟“ هن چيو.
”سوفي، هي عجيب مظاهرو آهي نه رڳو اهو پر بيوقوفاڻو به.“
”بلڪل معمولي آهي.“
”دنيا هر پل ۾ بدلبي ٿي وڃي. سچ پڇين ته مون کي ذرڙي به حيرت ناهي.“
”بهرحال توهان کي حيرت ان ڳالهه تي ٿيڻ گهرجي ته توهان کي حيرت نه ٿي.“
”بلڪل نه. هنن جو رويو تشدد وارو ته نه هو، يا هيو؟ مون کي ته اها ڳڻتي آهي هنن پنهنجي گلابن جو ٻاريون لتاڙي نه ڇڏيون هجن. مون کي پڪ آهي ته ماڻهو ٻين جي گهرن جي باغن ۾ مظاهرو نه ڪندا هوندا. هل، جلدي اندر هلون ۽ پاڻ پنهنجي اکين سان هلي ڏسون.“
”امان، هي فلسفياڻو مظاهرو هيو. اصلي فلسفي گلاب جون ٻاريون پيرن سان ناهن لتاڙيندا.“
”سوفي، مان توکي اصل ڳالهه ٻڌايان؟ منهنجو خيال آهي ته مون کي اصلي فلسفين جو اعتبار ناهي. اڄڪلهه هر شئي مصنوعي (synthetic) جزن سان ٺهڻ لڳي آهي.“
هنن جي ٽيپهري ۽ شام تيارين ۾ گذري وئي. ايندڙ صبح جو به هنن جي تياريون هلنديون رهيون...
مهمانن جي اچڻ کان اڌ ڪلاڪ اڳ ۾ سڀ تياريون ٿي چڪيون هيون. وڻن جي لامن کي ڪاغذي بتين سان سجايو ويو هو. جڳهه جڳهه ڦوڪڻا هنيا ويا. سوفي ۽ جوآننا جي ٽيپهري انهن ئي ڦوڪڻ ۾ گذري هئي.
ميزن تي ڪڪڙ، سلاد ۽ گهر ۾ تيار ٿيل شيون ناهي

رکيون ويون هيون... وچ ۾ سالگرھ جي ڪيڪ جي جاءِ چڏي وئي هئي. اهو هرمر وانگر ڊگهو ڪيڪ هيو... ڪيڪ جي چوٽيءَ تي عيسائي لباس پاتل ڇوڪريءَ جي تصوير اڪريل هئي. سوفي جي ماءُ ڪيس پڪ ڏني هئي ته ضروري ناهي ان ڪپڙن سان تصديق عيسائيت جو تصور اپرندو هجي، اهو هڪ اهڙي پندرهن ورهين جي ڇوڪريءَ جو لباس ٿي سگهي ٿو جنهن اڃان تائين گرجا ۾ پنهنجي مذهب جي تصديق نه ڪرائي هجي. پوءِ به سوفي کي پڪ هئي ته سندس ماءُ اها تصوير ٺهرائي به تصديق جو تصور ڏيڻ لاءِ هئي ڇو ته سوفي هن کي ٻڌائي چڪي هئي ته هوءَ پڪ سان نه ٿي ٻڌائي سگهي ته هوءَ پنهنجي مذهب جي تصديق ڪرائڻ چاهي ٿي يا نه...."

"اسان خرچ ۾ گهٽتايو ناهي." هن پارٽيءَ کان اڌ ڪلاڪ اڳ اهو جملو ڪوڙ ڀيرا چيو.

مهمان اچڻ شروع ٿي ويا. ڀهريائين سوفيءَ جون ٽي هم ڪلاسي ڇوڪريون آيون جن کي اسڪرٽس پاتل هيون. انهن جي اکين تي ميڪ اپ به ٿيل هيو. ٿوري دير کان پوءِ جريمي ۽ ڊيوڊ به اندر آيا. سندن چهرن تي شرميلو پڻ ڇانيل هيو.

"سالگرھ مبارڪ!"

"تون به هاڻي بالغ ٿي چڪو آهين!"

سوفي ڏٺو ته جريمي جي اچڻ کان پوءِ جريمي ۽ جوآننا پاڻ ۾ لڪ لڪوٽي ۾ اکيون ملائڻ لڳا. فضا به ڪجھ اهڙي ئي هئي. ڇو نه هجي اها وچ گرميءَ کان هڪ ڏينهن اڳ واري شام هئي.

سڀ مهمان سوڪڙيون ڪٺي آيا هئا ۽ جيئن ته اها فلسفياڻي گارڊن پارٽي هئي، ڪيترن ئي دعوتين ڄاڻڻ جي ڪوشش ڪئي هئي ته فلسفو ڇا آهي، جيتوڻيڪ اُهي سڀ جا سڀ فلسفياڻا تحفا نه آڻي سگهيا هئا پر انهن مان ڪيترن ئي پنهنجن واڌاين وارن ڪارڊن تي ڪانه ڪا فلسفياڻي ڳالھ ضرور لکي هئي. سوفيءَ کي هڪ فلسفياڻي لغت ۽ هڪ ڊائري به ملي. ڊائريءَ جي پهرين پني تي لکيل هيو: "منهنجا فلسفياڻا خيال." جڏهن به ڪو مهمان پيو اچي ان جي مهماني اچڻ مهل صوف جي جوس سان ڪٺي پئي وئي جيڪو ان کي شراب جي خوبصورت پيالي ۾ پيش ڪيو پيو وڃي.

"پلي آئينءِ... توهان جو نالو؟ منهنجو خيال آهي توهان

سان اڳ ۾ ملاقات ناهي ٿي... سيسلي مهرباني تو به اچڻ لاءِ وقت ڪڍيو..."

جڏهن سڀ نوجوان مهمان اچي چڪا ۽ پنهنجا پنهنجا پيالا کڻي وٽن هيٺان گهمڻ ڦرڻ لڳا، باغ جي گيٽ وٽ جوآنا جي پيءُ ماءُ جي مرسڊيز گاڏي بيٺي. ماليات جو مشير سرمئي رنگ جي سوٽ ۾ عجيب طريقي سان سوٽ پاتل هيو. سندس زال کي ڳاڙهي رنگ جي پتلون ۽ ڪوٽ پاتل هيو، جنهن تي پڻ ڳاڙهي رنگ جا چمڪيلا ستارا ٽاڪيل هئا. سوفي کي سئو سيڪڙو پڪ هئي ته هن ڪنهن رانديڪن جي دڪان تان اهڙي رنگ جي ڪپڙن ۾ باربي گڏي خريد ڪئي هوندي، پوءِ ان کي ڪنهن درزيءَ وٽ کڻي وئي هوندي ۽ ان جهڙا پاڻ لاءِ ڪپڙا خريد ڪيا هوندائين. هڪ ٻيو به امڪان هيو، گڏي ماليات جي مشير خريد ڪئي هوندي، اها ڪنهن جادوگر کي ڏئي جيئري ڪري ڇڏي هئائين. پر اهو امڪان قياس کان ٻاهر هيو ان ڪري سوفي اهو رد ڪري ڇڏيو.

ٻئي زال مڙس باغ ۾ آيا، جيئن ئي نوجوانن جي مٿن نظر پئي ته اچرج ۾ پئجي ويا. مشير ماليات پنهنجي خاندان طرفان سوفيءَ کي هڪ دڳهو پيڪٽ ڏنو جيڪو ويڪر ۾ ننڍو هيو. سوفيءَ جو خدشو صحيح هيو... ها، اها باربي گڏي هئي. سوفيءَ جي بدن کي باهه ورني وئي هن کي پنهنجي ڪاوڙ روڪڻ ڏکي ٿي لڳي. پر جوآنا اهڙي ڪابه ڪوشش نه ڪئي ۽ هوءَ ڦاٽي پئي:

"توهان جو مٿو ته ناهي ڦري ويو؟ سوفي گڏين سان ناهي کيڏندي!"

جوآنا جي ماءُ اڳتي آئي ۽ چوڻ لڳي:

"تون ڇاتي ٿي هيءَ رڳو سجاوٽ لاءِ آهي."

"خير آ، ڇڏيو ان قصي کي. توهان جي تمام گهڻي مهرباني" سوفي معاملو ٺنڊو ڪرڻ لاءِ چيو. "هاڻي مان گڏيون گڏ ڪرڻ شروع ڪنديس."

مهمان هڪ هڪ ٻه ٻه ٿي ميز ڏانهن اچڻ لڳا.

"اسان کي رڳو البرٽو جو انتظار آهي." سوفيءَ جي ماءُ چيو. هن جي لهجي مان لڳي رهيو هيو ته هوءَ وڏندڙ ڳڻتيءَ کي لڪائڻ جا جتن ڪري رهي آهي. خاص مهمان بابت افواهه اڳ ۾ ٻين

مهمانن ۾ ڦهلجي چڪو هيو.

”هن اچڻ لاءِ چيو هيو ۽ ضرور ايندا.“

سوفيءَ جي ماءُ مهمانن کي ميز جي چؤگرد ويهارڻ لڳي. هن اهو خيال ڪيو ته وچ وارين ٻه ڪرسيون سندس ۽ سوفيءَ لاءِ خالي هجن. هن خوبصورت موسم جي واڪاڻ ۾ ڪجھ لفظ چيا ۽ ان حقيقت ڏانهن به اشارو ڪيو ته سوفي هاڻي بالغ ٿي وئي آهي.

اڌ ڪلاڪ جي انتظار کان پوءِ اڌ عمر وارو همراه ڪلووڪلوز تان هلندو باغ ۾ پهتو سندس هٿ ۾ پندرهن گلابن جو گلدستو هيو.

”البرٽو!“

سوفي ڪرسيءَ تان اٿي ۽ سندس آڌرڀاءُ لاءِ ڏانهس ڊوڙ هنئي. هن سندس ڳچيءَ ۾ ٻانهون وڌيون ۽ ڪانئس گلدستو ورتو. هن پنهنجي آڌرڀاءُ جو جواب هيئن ڏنو جو کيسي مان ٻه ڦٽاڪا ڪڍيا ۽ انهن کي تيلي ڏيکاري آڳر ۾ اڇليا. جڏهن هو ميز جي ويجھو پهتو، هن هڪ ڦلجھڙي روشن ڪئي ۽ اها بادام جي پاڙ ۾ رکي ڇڏي. پوءِ هو پوئتي ٿيو ۽ سوفي ۽ سندس ماءُ جي ڪرسي آڏو اچي بيٺو.

”مون کي هتي اچي ڏاڍي سرهائي ٿي آهي.“ هن چيو.

مهمانن جون زبانون گونگيون ٿي ويون. مسز انگي برگٽسين معنيٰ ڀريل اکين سان پنهنجي مڙس ڏانهن ڏٺو. سوفيءَ جي ماءُ خوش هئي ته دير سان سهي، پر همراه اچي ته ويو. ان ڪري هوءَ سندس سڀ خطائون معاف ڪرڻ لاءِ تيار ٿي وئي. جيستائين سوفيءَ جو تعلق هيو، هوءَ پنهنجي کل روڪڻ جا جتن ڪري رهي هئي.

هيلينيي امندسين آڳر سان گلاس ڪڙڪايو ۽ چوڻ لڳي:

”اچو ته پاڻ هن فلسفياڻي گارڊن پارٽيءَ ۾ البرٽو ڪنوڪس کي ٻه ڀليڪار ڪيون. هي منهنجو ڪو نئون بواءِ فرينڊ ناهي. جيتوڻيڪ منهنجي مڙس جو وڌو وقت سمنڊن ۾ گذرندو آهي، مون کي پوءِ بہ في الحال بواءِ فرينڊ ناهڻ جي گھرج ناهي پوندي. تڏهن به هي سائين آهي ڏاڍو حيرت ڀريو ۽ هي سوفيءَ جي فلسفي جو نئون استاد آهي. هي رڳو ڦٽاڪا ئي ناهن ڦاڙيندا پر هن جون صلاحيتون تمام گھڻيون آهن. مثال هي هيٽ مان سيهڙ ڪڍي سگهن ٿا. سوفي، سيهڙ يا ڪانوَ!“ ؟

”تمام گھڻي مهرباني.“ البرٽو چئي ڪرسيءَ تي ويھي رهيو.
”اچو ته هن جي صحت جو جام پيون.“ سوفي چيو.
سڀني مهمان پيالي جھڙا گلاس کنيا ۽ هڪ ٻئي سان ٽڪرايا ۽ البرٽو جي صحت جو جام پيئڻ لڳا.
هو چڱي جھڙ ويھي سلاد ۽ ڪڪڙ کائيندا رهيا اوچتو جوآننا اٿي ۽ سڌو جيريمي وٽ آئي ۽ هڪ ڀرپور چمي هن جي چپن تي ڏنائين. جيريمي به دير نه ڪئي ۽ ٻي لمحي ڪيس ميز تي سمهاري گھري چمي ڏنائين.
”اڙي نه! مون ائين ڪڏهن به نه......“ مسز انگي برگٽسين جي وات مان نڪري ويو.
”ٻارؤ ميز تي نه.“ مسز امنڊسين مختصر تبصرو ڪيو.
”ڇو نه؟“ البرٽو ڏانهس نهاريندي چيو.
”اهو ته عجيب سوال آهي.“
”سچو فلسفي جڏهن سوال پڇندو آهي ته اُهو غلط ناهي پڇندو.“
ٻين ڇوڪرن، جن کي ڪنهن به چمي نه ڏني هئي، ڪڪڙ جون هڏيون هوا ۾ اڇلڻ لڳا. انهن تي سوفيءَ جي ماءُ ٿڌو تبصرو ڪيو:
”جيڪڏهن مان توهان کي چوان ته اهو ڪم نه ڪريو، توهان کي ڪاوڙ ته نه ايندي؟...“
”اسان کي افسوس آهي.“ هڪ ڇوڪر چيو ۽ اُهي هاڻي هڏيون ڇت بجاءِ باغ ۾ اڇلڻ لڳا.
”منهنجو خيال آهي هاڻي ڪيڪ کڻڻ گھرجي.“ سوفيءَ جي ماءُ چيو. ”سوفي ۽ جوآننا توهان منهنجو هٿ ونڊائيندؤ؟“
جڏهن اهي رڌڻي ڏانهن وڃي رهيون هيون، هن وٽ ڳالهائڻ لاءِ ٿورو وقت هيو:
”هي توکي چمڻ جو ڪھڙو خيال آيو؟“ سوفي جوآننا کان پڇيو.
”منهنجو ڌيان هن جي چھري کان هٽي ئي نه پيو. هو آهي به ته ڏاڍو ڪشش وارو! ان ڪري مون کان رهيو نه ٿيو.“
”مزو آيو؟“
”ايڏو نه جيترو منهنجو خيال هو. پر.....“
”معنيٰ اهو پھريون موقعو هيو؟“

”پر آخري نہ!“

ڪافي ۽ ڪيڪ ميز تي رکيا ويا. البرٽو ڦٽاڪا ڇوڪرن ۾ ورهائڻ شروع ڪيا تہ سوفيءَ جي ماءُ پنهنجي ڪافيءَ وارو پيالو کڙڪايو.

”منهنجو ارادو ڊگهي تقرير ڪرڻ جو ناهي.“ هن ڳالهہ شروع ڪندي چيو. ”هيءَ منهنجي سڪليڊي ڌيءَ آهي. هيءَ هڪ هفتو، هڪ ڏينهن ۽ پندرهن ورهين جي ٿي آهي. توهان ڏسو پيا تہ اسان خرچ ۾ ڪنجوسي ناهي ڪئي. ڪيڪ تي بادام جا ڇوويهہ ڇلا آهن. توهان مان هر ڪنهن کي هڪ هڪ ڇلو ضرور حصي ۾ ايندو. جيڪي اڳ ۾ هٿ وڌائيندا اُهي ٻہ ٻہ کٽي سگهن ٿا. جيئن تہ ڇلا کٽڻ جي شروعات چوٽيءَ کان ٿيندي، مٿيان ڇلا ڪجهہ ننڍا هوندا پر جيئن جيئن اهي ڪٽبا ويندا، اهي وڏا ٿيندا ويندا. زندگيءَ ۾ بہ ائين ئي ٿيندو آهي. جڏهن سوفي ٻارڙي هئي، هيءَ ڇلن ۾ ٽپا ڏيندي هئي ۽ گهڻو ڪري ٿابو کائي ڪري پوندي هئي. جيئن جيئن هي وڏي ٿيندي وئي، ڇلا بہ وڏا ٿيندا ويا. هاڻي اهي پراڻي شهر تائين پهچڻ ۽ واپس اچڻ لڳا آهن. ان کان بہ وڌي ڳالهہ اها آهي جيئن تہ هن جو پيءُ گهڻو وقت سمنڊن تي گذاريندو آهي، هيءَ دنيا جي هر حصي ۾ فون ڪندي رهندي آهي. سوفي، اسان تنهنجي پندرهين جنم ڏينهن جي سالگرهہ جون توکي واڌايون ڏيون ٿا!“

”زبردست!“ مسز برگٽسين ڪيس داد ڏيندي چيو.

سوفي پڪ سان چئي پئي سگهي تہ هن جو اشارو ڪنهن ڏانهن هيو: سندس ماءُ ڏانهن، سندس تقرير ڏانهن، سالگرهہ جي ڪيڪ ڏانهن يا خود سوفي ڏانهن؟

مهمانن تاڙيون وڄايون. هڪ ڇوڪري ڦٽاڪي کي تيلي ڏني ۽ ان کي ناشپتيءَ جي وڻ ڏانهن اڇليو. جوآننا اٿي، جريميءَ جي ڪرسيءَ وٽ وڃي کيس پاڻ ڏانهن ڇڪي ورتو. هنن وچ ۾ هڪ ٻيرو ٻيهر چمين جو سلسلو شروع ٿي ويو ۽ ٻئي گهلجندا ٻوڙن ۾ وڃي ڪريا.

”اڄڪلهہ اڳرائي ڇوڪري ٿي ڪري.“ مسٽرانگي برگٽسين چيو.

هو اهي لفظ چئي اٿيو ۽ منظر کي ويجهو کان ڏسڻ لاءِ ٻوڙن وٽ ويو ٻيا مهمان بہ هن جي پوئواري ۾ اٿيا. رڳو سوفي ۽ البرٽو

پنهنجي ڪرسين تي ويٺل هئا. ٻيا ماڻهو جوآننا ۽ جريميءَ جي چوگرد بيٺا هئا.

”هن کي دنيا جي ڪابه طاقت الڳ نه ٿي ڪري سگهي.“ مسز انگي برگتسين چيو. هن جي چهري مان بکي رهيو هيو ته هن کي پنهنجي ڌيءَ جي ”ڪارنامي“ تي فخر آهي.

”نه. هرنسل پنهنجو انداز پاڻ ناهيندو آهي.“ سندس مڙس چيو.

هن چئني پاسن ڏٺو ڪيس توقع هئي ته انهن سڀن لفظن تي ڪيس داد ملندو پر جواب ۾ جڏهن ٻين ماڻهن رڳو پنهنجو ڪنڌ نوايو، هن وڌيڪ چيو: ”ان جو ڪوبه علاج نه ٿو ٿي سگهي.“

سوفي پري کان ڏٺو ته جريمي جوآننا جي اڇي رنگ جي قميص جا، جنهن تي ساوا داغ ٿي چڪا هئا، ٻٽڻ کولڻ جو ڪوشش ڪري رهيو آهي.

”اٿو، دير ٿي وئي آهي، توهان کي زڪام نه ٿي وڃي!“ مسز انگي برگتسين چيو.

ٻوڙن ۾ جيڪو ڪجھ وهي واپري رهيو هيو، سوفي ان تي خوش نه هئي. هن مايوسيءَ وچان البرٽو ڏانهن ڏٺو.

”ڳالھ وڃي اتي پهچندي ۽ اها به ايترو جلديءَ ۾، مون کي ان جي ڪابه اميد نه هئي“ هن چيو. ”اسان کي جلدي هتان نڪرڻو پوندو. مون کي بس ننڍڙي تقرير ڪرڻي آهي.“

سوفي ڏاڍيان تاڙي وڄائي. ”سڀ واپس اچو. البرٽو تقرير ڪرڻ ٿا چاهين.“

جوآننا ۽ جريميءَ کان سواءِ سڀ واپس اچي ويا.

”توهان واقعي تقرير ڪرڻ ٿا چاهيو؟“ سوفيءَ جي ماءُ پڇيو. ”ڏاڍو سٺو!“

”مهرباني.“

”مون کي خبر آهي توهان کي ڊگهو سير وڻندو آهي. صحت مند رهڻ ضروري آهي. جيڪڏهن ساٿ ڏيڻ لاءِ ڪتو به موجود هجي ته مزو ٻيڻو ٿي ويندو آهي. تنهنجي ڪتي جو نالو هرميز آهي!“

البرٽو اٿيو. ”پياري سوفي،“ هن تقرير شروع ڪندي چيو. ”جيئن ته هيءَ فلسفياڻي گارڊن پارٽي آهي. ان ڪري مان فلسفياڻي تقرير ڪندس.“

هن جي ان جملي تي ڪيس تاڙين سان داد ڏنو ويو.

”هن ڏمچر واري پارٽيءَ ۾ عقل جي ٿوري خوراڪ اجائي ناهي. خير، جيڪو ڪجھ هتي ٿي رهيو آهي، اهو پنهنجي جاءِ تي پر اسان ڪي سوفيءَ ڪي پندرهين سالگرهه جون واڌايون ڏيڻ نه وسارڻ گهرجي.“

هن اجان اهي جملا پورا مس ڪيا ته آسمان تي اسپورٽس طياري جو آواز اچڻ لڳو. اُهو هيٺ اڏامر ڪندو ايڏانهن ئي اچي رهيو هو. ان جي پٺيان هڪ وڏو بينر هيو، جنهن تي لکيل هيو: ”پندرهين سالگرهه جون واڌايون!“

ان تي اجان وڌيڪ زور سان تاڙيون وڄايون ويون.

”ڏٺو توهان؟“ مسز امندبسين سرهائي وچان چيو. ”هي همراهه رڳو ٺٺاڪا ڇڏڻ نه ٿو ڄاڻي، ۽ پيو به گهڻو ڪجھ ڪري سگهن ٿا!“

”مهرباني. اها ته تمام معمولي ڳالھ آهي. اصل ڳالھ اها آهي ته گذريل ڪجھ ڏينهن کان سوفي ۽ مان فلسفياڻي تحقيق ۾ رڌل رهيا آهيون. اسان جيڪي نتيجا ڪڍيا آهن، انهن جو اسان هتي ۽ هاڻي انڪشاف ڪيون ٿا. اسان پنهنجي وجود جي گهرائي ۾ لڪل رازن جو انڪشاف ڪري رهيا آهيون.“

ننڍڙي محفل ۾ سانت ڇانئجي وئي. ڪڏهن ڪڏهن ڪنهن پکيءَ جي پرن جو آواز ٿي آيو.

”توهان پنهنجي ڳالھ جاري رکو.“

”پنهنجي مڪمل فلسفياڻي مطالعي کان پوءِ— جنهن جي شروعات ابتدائي يوناني فلسفين کان ۽ پڄاڻي هاڻوڪي زماني تي ٿي آهي— اسان کي خبر پئي آهي ته اسان جو پنهنجو ڪو به وجود ناهي، اسان پنهنجون زندگيون هڪ ميجر جي دماغ ۾ گذاري رهيا آهيون جيڪو هن وقت لبنان ۾ اقوام متحده جي مبصر طور ڪم ڪري رهيو آهي. هن پنهنجي ڌيءَ لاءِ اسان بابت هڪ ڪتاب به لکيو آهي. هن جي ڌيءَ جو نالو هلدي مولرڪنيگ آهي. ۽ اها هتي لليسيند ۾ رهندي آهي. هوءَ ۽ سوفي ساڳي ڏينهن تي پندرهين ورهين جون ٿيون آهن. جڏهن پندرهين جون تي صبح جو سوير سان هن جي اک کلي ته هن جي بستري جي پرسان ميز تي اسان بابت هڪ ڪتاب رکيل هيو. اهو ڪتاب نه پر صحيح ڳالھ موجب باڪس فائيل هيو. هن وقت به اسان جيڪو

ڪجھ ڪري رهيا آهيون هلڊي فائل جي آخري صفحن ۾ پنهنجي آڳر هيئنءَ محسوس ڪري سگهي ٿي."

سيٽيءَ کي ڳڻتي ورائي وئي.

"ان ڪري اسان جو وجود هلڊي مولرڪنيگ لاءِ سالگره جي سوکڙي جي شڪل ۾ گهٽ يا وڌ تفريح جو وسيلو آهي. اسان سيٽي کي ميجر پنهنجي ڌيءَ جي فلسفياڻي تعليم لاءِ Frame work طور ايجاد ڪيو آهي. ان جي مثال طور اهو چئي سگهجي ٿو ته ٻاهر جيڪا مرسڊيز بيٺي آهي ان جي قيمت ٽڪن ۾ ٻه ناهي. اها رڳو ڪباڙ آهي. هن جي قيمت ان اچي مرسڊيز کان وڌيڪ ناهي جيڪا اقوام متحده جي ڪنهن عريب ميجر جي دماغ ۾، جيڪو سج جي تپش کان بچڻ لاءِ ڪنهن ڪجي جي وڻ هيٺان وينو آهي، چڪر مٿان چڪر هڻي رهي آهي. منهنجا دوستو، لبنان ۾ ڏينهن ڏاڍا تپيل هوندا آهن."

"بڪ بڪ!" ماليات جي مشير اعتراض ڪيو. "اها سڌي سنئين بڪواس آهي!"

"توهان پنهنجي راءِ جا مالڪ آهيو ۽ مون کي ان تي ڪو به اعتراض ناهي." البرٽو ڪا به ڪاوڙ ڪئي بنا آرام سان وراڻيو. "پر سچي ڳالھ اها آهي ته جيڪڏهن ڪنهن شئي تي بڪواس جو نبو هڻي سگهجي ٿو ته اها هي گارڊن پارٽي آهي. هن سموري پارٽيءَ ۾ عقل جي اڪيلي ڳالھ رڳو منهنجي تقرير آهي."

ان تي ماليات جي مشير جي انگ انگ کي باھ وٺي وئي. هو پنهنجي ڪرسيءَ تان اٿيو ۽ چوڻ لڳو:

"هڪ اسان آهيون جو پنهنجو ڪاروبار هلائڻ لاءِ ڏينهن رات محنت ڪري رهيا آهيون ۽ ان ڳالھ جو بندوبست ڪري رهيا آهيون ته خطرو به هجي، اسان کي ان جي خلاف انشورنس جو تحفظ ملي وڃي. ۽ هي محترم، جيڪو خبر ناهي ڪٿان اچي ڪريو آهيو، دعويٰ ڪري رهيو آهي ته هي سڀ ڪجھ ڄاڻي ٿو ۽ پنهنجون دليلن کان سواءِ بنا ثبوت واريون ڳالهيون پيو ڪري. هي اسان سيٽي کي تباھ ڪرڻ ٿو چاهي."

البرٽو ڪنڌ ائين لوڏڻ لڳو ڄڻ هو ماليات جي مشير جي ڳالهين کي مڃي رهيو هجي يا انهن جي تائيد ڪري رهيو هجي.

"اهڙي قسم جي فلسفياڻي سمجھ (يا دانائي) جي تحفظ لاءِ واقعي ڪٿي به انشورنس ٿي نه ٿي سگهي." هن چيو. "مهربان،

اسان قدرتي آفتن جو ذڪر نہ ٿا ڪيون اسان جي آڏو ان ڪان بہ وڏيڪ خراب شئي آهي. پر جيئن تہ شايد توهان کي ڄاڻ آهي، اهڙي قسم جي شين جي ڪٿي بہ انشورنس ناهي ٿيندي.“

”تون جيڪو ڪجھ چئين پيو، اها ڪا بہ قدرتي آفت ناهي.“

”بلڪل نہ. هي قدرتي ناهي، وجودي آفت آهي. جيڪڏهن توهان ٿوري تڪليف ڪيو ۽ ڏسو تہ هيڏانهن ٻوڙن ۾ ڇا ٿي رهيو آهي، پوءِ توهان منهنجو مطلب سمجهي ويندؤ. اهڙي قسم جي ڳالهين سان توهان جي سموري زندگي پلين هيٺ اچي ڪري پر توهان کي ان جي خلاف تحفظ لاءِ ڪٿي بہ انشورنس جي سهولت نہ ملي سگهندي ۽ توهان لهندڙ سج خلاف بہ انشورنس نہ ٿا ڪرائي سگهو.“

”اسان کي هي سڀ ڪجھ برداشت ڪرڻو آهي؟“ جوآننا جي پيءُ پنهنجي زال ڏانهن ڏسندي چيو.

هن نهڪر ۾ ڪنڌ لوڏيو. ان جي يونيورسٽيءَ ۾ سوفيءَ جي ماءُ بہ ڪنڌ لوڏي اڻ وڻت جو اظهار ڪيو.

”ڪيڏي شرم جهڙي ڳالھ آهي.“ هن چيو. ”اسان خرچ ۾ ڪا بہ ڪنجوسي نہ ڪئي هئي!“

ڪجي وهيءَ جا مهمان البرٽو ڏانهن نهاريندا رهيا. ”اسان اهڙي قسم جون وڏيڪ ڳالهيون ٻڌڻ چاهيون ٿا.“ هڪ گهنگهرياليءَ وارن واري نينگر چيو.

”مهرباني. پر چوڻ لاءِ هاڻي ڪا وڏيڪ ڳالھ ناهي بچيل. جڏهن توهان کي اهو اندازو ٿي وڃي تہ توهان جي حيثيت ان ڪان وڏيڪ ڪجھ بہ ناهي تہ توهان رڳو ڪنهن ماٺهو جي ٿڪل ۽ اڌ ننڊ ۾ ورتل شعور ۾ خوابي شبيھ آهيو، تہ پوءِ منهنجي خيال ۾ سياڻپ ان ۾ آهي تہ چپ ٿي وڃجي. پر پنهنجي تقرير ختم ڪرڻ کان اڳ ۾ توهان کي اينرو مشورو ضرور ڏيندس تہ توهان فلسفي جي نصاب جو مختصر ڪورس ضرور پڙهجو. پراڻي نسل جي قدرن جي تنقيدي جائزو وٺڻ تمام گهڻو ضروري آهي. جيڪڏهن مون سوفي کي ڪجھ سيکارڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ اها هي آهي تہ تنقيدي انداز سان ڪيئن سوچيو ويندو آهي. هيگل ان کي منفي انداز سان سوچڻ چوندو هيو.“

ماليات جو مشير اڃان تائين بيٺو هيو ۽ آڱرين سان ٽيبل کي وڄائي رهيو هو.

”هي ماڻهو انهن سمورن بنا عيب ۽ ڪامل قدرن کي چٽ ڪرڻ ٿو چاهي جن کي اسان جا تعليمي ادارا، ڪليسا جا ڪارڪن ۽ اسان پاڻ نوجوان نسل جي ذهن ۾ ويهارڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهيون. آئيندو انهن ئي نوجوانن جو آهي ۽ جيڪو ڪجهه اسان جوڙيو آهي هڪ ڏينهن اهي ئي ان جا وارث ٿيندا. جيڪڏهن هن ماڻهوءَ کي ترت ئي محفل مان ڪڍيو نه ويو، مون کي پنهنجي وڪيل کي گهرائڻو پوندو. هن کي خبر هوندي ته اهڙي قسم جي صورتحال سان ڪيئن نبري سگهجي ٿو.“

”توهان هن صورتحال سان نبري سگهو ٿا يا نه، ان جو ڪوبه فرق نه ٿو پوي ڇو ته اسان جو وجود پاڇن کان وڌيڪ ڪجهه به ناهي. هونئن به مان ۽ سوفي هن محفل مان وڃي رهيا آهيون ڇو ته اسان لاءِ فلسفي جو نصاب رڳو ٿيوريٽڪل ناهي، پر ان جو عملي پاسو به آهي. جڏهن سازگار وقت ايندو، اسان گم ٿي وينداسين. اسان وٽ ميجر جي شعور مان هوريان کسڪڻ جو اهوئي طريقو آهي ۽ اسان ان تي عمل ڪري ڏيکارينداسين.“

هيلينبي امندسن پنهنجي ڌيءَ جي ٻانهن ۾ هٿ وجهي ڇڏيو.

”تون مون کي ڇڏي نه ويندينءِ؟ سوفي، ڇئه ته تون نه ويندينءِ.“

سوفي ماءُ کي ڀاڪر ۾ وڌو ۽ ويچارگيءَ سان البرٽو ڏانهن ڏسڻ لڳي.

”امان ڏاڍي اداس آهي...“

”نه. اهو چريائپ وارو رويو آهي. جيڪو ڪجهه تون سکي چڪي آهين، اهو نه وسار. اِهي ئي اهڙيون واهيات ڳالهيون آهن جن کان پاڻ کي ڇوٽڪارو وٺڻو آهي. تنهنجي ماءُ لٽل ريڊ رائيڊنگ هڊ وانگر، جيڪا هڪ ڏينهن پنهنجي ٻانهن ۾ ٽوڪري کڻي پنهنجي ناني لاءِ منهنجي دروازي تي آئي هئي، مٺي طبيعت واري ۽ مهربان آهي. تنهنجي ماءُ ان هوائي جهاز کان وڌيڪ اداس ناهي جيڪو تيل جي کٽڻ باوجود پنهنجا مبارڪ باد جا ڪرتب ڏيکاريندو هتان گذريو هيو.“

”منهنجو خيال آهي مان توهان جو مطلب سمجهي وئي آهيان.“ سوفي چيو. هوءَ ماءُ ڏانهن ڦري چوڻ لڳي. ”امان، اهوئي ڪارڻ آهي جو مون کي اهوئي ڪرڻو پوندو جيڪو هي چون ٿا.

هونئن ٻه هڪ ڏينهن مون کي توهان کان الڳ ٿيڻو آهي.“

”تون مون کي ياد ايندين رهندينءِ.“ سندس ماءُ چيو. ”پر جيڪڏهن هن جي مٿان ڪا جنت آهي، توکي پرواز ڪرڻي ئي پوندي...“

البرٽو هن جي ڪلهي تي هٿ رکي ڇڏيو:

”اسان نه توهان کي ۽ نه ٻيو ڪنهن کي ياد ايندا سين ڇو ته اسان جو ڪوبه وجود ناهي، اسان رڳو پاڇا آهيون ۽ پاڇا ڪنهن کي ياد نه ايندا آهن.“

”مون ان کان وڌيڪ بي عزتي وارو جملو ڪڏهن ٻه ناهي ٻڌو.“ مسز انگي برگنسين ڪاوڙ وچان چيو. سندس مڙس تائيد ۾ ڪنڌ لوڏيو.

”اسان ٻيو ڪجھ نه ٻه ڪري سگھون پر هن خلاف هتڪ عزت جي دعويٰ ضرور داخل ڪري سگھون ٿا. مون کي پڪ آهي ته هي ماڻهو ڪميونسٽ آهي. هي اسان کي هر ان شئي کان، جيڪا اسان کي پياري آهي محروم ڪرڻ ٿو چاهي. هي ماڻهو لچو آهي.“

ان سان گڏ البرٽو ۽ ماليات وارو مشير ويهي رهيا.

ايتري ۾ جوآننا ۽ جريمي ٻه واپس اچي ويا.

”امان، اچ ته گھر هلون.“

”ترس، توکي ڪھڙي تڪڙ آهي!“

”مون کي ڪپڙا بدلائڻا آهن.“

البرٽو ڏک وچان سوفيءَ ڏانهن ڏٺو.

”هل ته هلون وقت ٿي ويو آهي.“

”وڃڻ کان اڳ ۾ اسان کي ڪافي ته پيئاريندي وڃ.“ سندس ماءُ فرمائش ڪئي.

”بلڪل امان، مان هاڻي ٿي آئيان.“

هن ميز تان ٿرماس ڪنيو ۽ رڌڻي ڏانهن هلي وئي. هن کي وڌيڪ ڪافي ناهڻي هئي. جڏهن هوءَ پاڻيءَ جي ابرڻ جو انتظار ڪري رهي هئي، هن پکين ۽ سنهري مڇين جي خوراڪ ڪڍي ۽ انهن آڏو رکي ڇڏي. ائين هن ٻين جانورن لاءِ ڪيو... هن کي محسوس ٿيو ته سندس اکين ۾ لڙڪ اچي ويا آهن.

جڏهن هوءَ ڪافي کڻي واپس آئي، گارڊن پارٽي ڪنهن نوجوان ڇوڪري جي فلسفياڻي تقريب گھٽ، ٻارن جي پارٽي

وڏيڪ نظر اچي رهي هئي. سڀ شيون بي ترتيب ٿيل هيون... جيئن ئي سوفي پهتي هڪ ڇوڪري ڦٽاڪو ڪيڪ ۾ وجهي ڇڏيو جيئن ئي اهو ڦاٽو ڪيڪ ذرا ذرا ٿي ويو، ڪجھ وکريو ۽ ڪجھ ماڻهن کي لڳو. سڀ کان وڌيڪ بڇڙو حال مسز انگي برگتسين جي ڳاڙهي ڪوٽ ۽ پتلون جو ٿيو... جوآننا چاڪليٽ ڪيڪ جو ٽڪڙو کنيو ۽ جيريميءَ جي چهري تي مليو ۽ پوءِ پاڻ ئي ان کي زبان سان چٽڻ لڳي.

سندس ماءُ ۽ البرٽو ٻين کان ٿورو پرتي گلائيڊر (ٻيڙي) ۾ ويٺا هئا. انهن سوفيءَ کي هٿ جو اشارو ڪري سڏيو.

”نيٺ توهان کي لڪ ۾ ڳالهائڻ جو موقعو ملي ويو.“

”تون بلڪل صحيح چوندي هئينءَ.“ سندس ماءُ خوشيءَ وچان ٻهڪندي چيو. ”البرٽو واقعي بي غرض ۽ اعليٰ ماڻهو آهي. مان توکي هن جي سگهارن ٻانهن ۾ ڏيان ٿي.“

سوفي ٻنهيءَ جي وچ ۾ ويٺي.

پر ڇوڪرا ڪنهن نہ ڪنهن نموني ڇت تي چڙهي ويا. هڪ ڇوڪري گهمندي وارن جي پن سان ڦوڪڻا ڦاڙي رهي هئي. پوءِ موٽر سائيڪل تي هڪ ري ڪانڊيو مهمان اچي پهتو. هن جي ڪيريئر تي بيئر ۽ ناروي جي قومي شربت جا ڪريٽ ٻڌل هئا. ڪجھ سهڪاري روحن کيس پليڪار چيو.

ماليات وارو مشير ڪرسيءَ تان اٿيو، هن تاڙي وڄائي ۽ چيو: ”توهان ڪا راند ڪرڻ پسند ڪندؤ؟“

هن هڪ بيئر جي بوتل ڏانهن جهٽي هنئي، بوتل وات تي آئي هڪ ئي ساهي ۾ پي خالي ڪري ٽيبر تي رکيائين. هو واپس آيو ۽ سالگرهه واري ڪيڪ جا پنج ئي ڇلا لاٿا. پوءِ هن عملي مظاهرو ڪري مهمانن کي ٻڌايو تہ ڇلي کي بوتل جي ڳچيءَ ۾ ڪيئن اڇليو ويندو آهي.

”موت جي هڏڪي!“ البرٽو کان ڇنجي ويو. هو سوفيءَ ڏانهن ڦريو ۽ چيائين: ”ان کان پهرين جو ميجر سڀ ڪجھ ختم ڪري ڇڏي ۽ هلدي باڪس فائل بند ڪري ڇڏي اسان کي هتان ڀڄڻ گهرجي.“

”امان هاڻي توهان کي اڪيلي سرصفائي ڪرڻي پوندي.“

”ڏيءَ ڪو فرق نہ ٿو پئي. هي زندگي تولاءِ سٺي نہ هئي. جيڪڏهن البرٽو توکي هن کان بهتر زندگي ڏئي سگهن، مون کان

وڏيڪ خوشي ڪنهن کي ٻه نه ٿيندي . تو مون کي ٻڌايو نه هو ته هن وٽ اچو گهوڙو آهي؟“

سوفي باغ ڏانهن نهاريو. اهو سڃاڻ ۾ ئي نه رهيو هو. چبر تي هر پاسي بوتلون، ڪڪڙ جون هڏيون، ڦوڪڻا وغيره وکريا پيا هئا.

”ڪڏهن هي منهنجو ننڍڙو باغ عدن هيو.“ هن چيو.

”۽ هاڻي توکي ان مان ڪڍيو پيو وڃي.“ البرٽو چيو.

هڪ ڇوڪرو اڇي مرسڊيز ۾ ويٺو هو. هو انجڻ سان ڪيچل ڪري رهيو هيو. اوچتو ڪار چرڪ ڏنو ۽ گارڊن گيٽ ٽوڙيندي اندر اچي وئي ۽ بجريءَ تي هلندي باغ ۾ پهچي وئي.

سوفيءَ کي پنهنجي ٻانهن ۾ ڪنهن جي مضبوط پڪڙ جو احساس ٿيو. هوءَ لڪل جاءِ ڏانهن گهلجي رهي هئي. هن کي البرٽو جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو:

”هاڻي!“

ٺيڪ ان وقت ڪار صوف جي هڪ وڻ کي اچي لڳي. انجڻ جي اڳين هڊ تي ڪچا صوف ڪرڻ لڳا.

”اڙي اڙي، هي ڇا پيو ٿئي!“ مشير رڙيون ڪرڻ لڳو.

”معامرو حد کان وڌي ويو آهي! مون کي معاوضو ڏنو وڃي!“

سندس زال حمايت ڪئي.

اهو سڀ هن لوفر لچي جو ڪم آهي! ڪٿي آهي اهو؟“

”هو ڇو منتر سان گم ٿي ويا آهن.“ هيلينبي امندسين چيو. هن جي لهجي ۾ فخر هيو.

هوءَ بلڪل سڌي بيٺل هئي. پوءِ هوءَ وڏي ميز ڏانهن وڌڻ لڳي ۽ گارڊن پارٽيءَ مان بچيل شيون سهيڙڻ لڳي.

”ايحان ڪافي بچيل آهي، ڪنهن کي گهرجي ته ٻڌائي!“

# ڪائونٽر پوائنٽ

... گيٽ جي ٻن يا ٻن ڪان وڌيڪ ڌنن جو گڏ بلند ٿيڻ ...

هلڊي پنهنجي بستري تي ويٺي. سوفي ۽ البرٽو جي ڪهاڻي ته ختم ٿي وئي. پر اصل ۾ ٿيو ڇا هيو؟

هن جي پيءُ هي آخري باب ڇو لکيو هيو؟ ڇا هن جو مقصد سوفي جي دنيا تي پنهنجو دابو ويهارڻ هيو؟

خيال ۾ غرق رهندي هن ڦوهاري هيٺان ٽڙ ڪيو ۽ ڪپڙا پاتا. هن تڙتڪڙ ۾ ناشتو ڪيو ۽ هرويرو باغ ۾ گهمڻ لڳي. نيٺ هوءَ گلائيڊر ۾ وڃي ويٺي.

هوءَ البرٽو سان سهمت هئي ته گارڊن پارٽيءَ ۾ معقول شئي رڳو هن جي تقرير هئي. هن جو پيءُ پڪ سان اهو نه سمجهندو هوندو ته هلڊي جي دنيا ايتري ئي پريشان ۽ بي نظم آهي جيتري گارڊن پارٽي هئي؟ يا اهو ته هن جي دنيا به نيٺ تحليل ٿي ويندي؟

۽ سوفي ۽ البرٽو جو مسئلو به هيو. خفيا رٿا جو ڇا ٿيو؟

ڇا ڪهاڻيءَ کي جاري رکڻ خود هلڊي مٿان آهي؟ يا اهو ته ڇا اهي واقعي ئي ٻِجهي نموني نڪري ويا آهن؟

جي ڪسڪي ويا آهن، ته پوءِ ڪٿي آهن؟

اوچتو سندس ذهن ۾ هڪ خيال آيو، جيڪڏهن البرٽو ۽ سوفي واقعي ڪهاڻيءَ مان نڪري ڀڳا آهن، ته پوءِ باڪس فائيل ۾ هن بابت هڪ به لفظ نه هوندو. بدقسمتيءَ سان ان ۾ جيڪو ڪجهه هيو اهو سندس پيءُ آڏو ڪليل هيو.

ڇا سٽن جي وچ ۾ به ڪا شئي ٿي سگهي ٿي؟ ضرور هوندي ڇو ته ان بابت اتي اشارن ۽ ڪناين کان وڌيڪ گهڻو ڪجهه هيو. هلڊي سمجهي وئي ته هن کي ڪهاڻي هڪ يا ٻه ڀيرا وڌيڪ پڙهڻي پوندي.

جڏهن اچي مرسڊيز باغ ۾ داخل ٿي هئي. البرٽو سوفيءَ کي گهلي لڪل جاءِ ڏانهن وٺي ويو هو. اتان اهي ميجر جي جاءِ ڏانهن ڊوڙڻ لڳا.

”تيز، اجان تيز!“ البرٽو رڙيون ڪري چئي رهيو هو. ”ان کان پهرين جو هو اسانکي ڳولي وٺي پاڻ کي اتي پهچڻو آهي.“

”ڇا اسان ميجر جي پهچ کان نڪري چڪا آهيون؟“

”نه، اجان پاڻ سرحد تي بيٺا آهيون.“

هو ٻيڙي وسيلي پرين پيڪ پهتا ۽ جاءِ ۾ هليا ويا. البرٽو فرشي درواز (trapdoor) کوليو ۽ سوفيءَ کي هيٺ ته خاني ۾ ڌڪو ڏنو. پوءِ سڀ ڪجهه اونده جي پاڪر ۾ اچي ويو.

ان کان پوءِ وارن ڏينهن دوران هلڊي پنهنجي رٿا تي ڪم ڪندي رهي. هن اين کي امس ڊال نالي ڪيئي خط لکيا ۽ ٻيرا فون به ڪيو. هن پنهنجي دوستن ۽ ملندڙن کان به سهڪار ورتو ۽ اسڪول ۾ اڌ کان وڌيڪ ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين کي پاڻ سان ملائي ڇڏيائين.

وچ وچ ۾ جڏهن ڪيس واندڪائي ملندي هئي، هوءَ ”سوفي جي دنيا“ به پڙهندي رهندي هئي. اها ڪا اهڙي ڪهاڻي نه هئي جيڪا رڳو هڪ ڀيرو پڙهجي ۽ سڀ ڪجهه سمجهي وڃجي. گارڊن پارٽيءَ مان روانو ٿيڻ کان پوءِ البرٽو ۽ سوفيءَ تي ڇا گذريو هوندو، ان بابت ذهن ۾ لاڳيتو نوان نوان خيال اڀرندا رهيا.

23 جون تي ڇنڇر ڏينهن هوءَ ڇرڪ ڀري اٿي ويٺي. هن کي خبر هئي ته سندس پيءُ لبنان مان روانا ٿي چڪا آهن. هاڻي مسئلو رڳو اوسيئڙي جو هيو. ڪين ان ڏينهن ڪهڙيون ڪهڙيون مصروفيتون ٿينديون، ان بابت ننڍيا ننڍيا تفصيل طئي ٿي چڪا هيا.

ان صبح بعد ۾ هوءَ پنهنجي ماءُ سان گڏ گرميءَ جي وچ کان هڪ ڏينهن اڳ پارٽيءَ جي بندوبست ۾ جنبيل رهي. هلڊي کي گهڙي گهڙي خيال اچي رهيو هيو ته سوفي ۽ ان جي ماءُ اهڙي قسم جي پارٽي ڪيئن ترتيب ڏني هئي. پر هيءُ ته اها پارٽي هئي جنهن جو انتظام هن ڪيو هيو. جيڪا هاڻي ٿي چڪي هئي ۽ پنهنجي پڄاڻيءَ تي پهچي چڪي هئي. واقعي ٿي چڪي آهي يا هاڻي ٿيڻي آهي؟ ڇا اُهي هيڏانهن هوڏانهن پيچي ڊوڙي رهيون آهن ۽ هر شئي کي سينگاري سنواري رهيون آهن؟

سوفي ۽ البرٽو ٻن وڏين ۽ ويڪرين عمارتن آڏو چبر تي ويٺا هئا. ڪني هوا کي ڪيڻ لاءِ انهن عمارتن کان ٻاهر وزني ۽

بي سرا پائيپ لڳل هئا. هڪ عمارت مان نوجوانن جو جوڙو نڪتو. ڇوڪر جي هٿ ۾ نسواري رنگ جو بريف ڪيس هيو ۽ ڇوڪريءَ جي ڪلهي تي ڳاڙهو ٿيلهو لڙڪي رهيو هو. پس منظر ۾ رستي تي ڳاڙهي ڪار ڊوڙي رهي هئي.

”ڇا ٿيو؟“ سوفي پڇيو.

”اسان ڪامياب ٿي ويا آهيون!“

”پر اسان آهيون ڪٿي؟“

”هي ناروي جي گاديءَ جو هنڌ اوسلو آهي.“

”توهان کي پڪ آهي؟“

”بلڪل. هن مان هڪ عمارت جو نالو 'Chateau Neuf' آهي. ان جو مطلب ’نئون محل‘ آهي. هتي ماڻهو موسيقيءَ جي تعليم حاصل ڪندا آهن. ٻي عمارت ’ڪونيگريشن فيڪلٽي‘ آهي. هن ۾ الهيات جو شعبو آهي. جڏهن اسان پهاڙ تي اڳتي وڃون ته سائنس جا شعبا نظر ايندا. پهاڙ جي چوٽيءَ تي ادب ۽ فلسفي جا شعبا آهن.“

”ڇا پاڻ هلدي جي ڪتاب ۽ ميجر جي پهچ کان نڪري چڪا آهيون؟“

”ها، ٻنهيءَ مان. هو پاڻ کي هتي ڪڏهن به نه ٿو ڳولي سگهي.“

”پر جڏهن پاڻ ٻيلي ۾ ڊوڙي رهيا هئاسين، پاڻ ڪيڏانهن هليا ويا هئاسين؟“

”جڏهن ميجر ماليات واري مشير جي ڪار وڻ سان ٽڪرائڻ ۾ رذل هيو. پاڻ موقعي مان فاعدو ورتو ۽ پاڻ لڪل جاءِ ۾ ڀڄناسين. جڏهن پاڻ ابتدائي مرحلي ۾ هياسين، اسان جو تعلق پراڻي دنيا سان به هيو ۽ نئين دنيا سان به. پر پاڻ جهڙي طريقي سان پنهنجو پاڻ کي لڪايو، اها هڪ اهڙي شئي هئي جيڪا شايد ميجر جي وهم ۽ گمان ۾ به نه آئي هوندي.“

”ڇو نه؟“

”جيڪڏهن کيس خبر هجي ها ته پاڻ کي نڪرڻ ئي نه ڏئي ها. پر جيڪو ڪجهه ٿيو ائين ٿيو جيئن خواب ۾ ٿيندو آهي. پوءِ به اهو امڪان رد نه ٿو ڪري سگهجي ته هو پاڻ به اهو ئي چاهيندو هجي ۽ پاڻ به مڪمل طور ان ۾ شامل هجي.“

”توهان ڇوڻ ڇا ٿا چاهيو؟“

”اصل ۾ اچي مرسدبز هن ئي هلائي هئي. شايد هن ڪوشش ڪئي هئي ته اسان سندس اکين کان پري ٿي وڃون...... هو به ٿڪي پيو هجي شايد.....“

ان دوران نوجوان جوڙو به هن جي ويجهو پهچي چڪو هيو. سوفي چاهيو پئي ته البرٽو هاڻي جيڪو ڪجھ چيو آهي، ڪنهن چڱي ماڻهوءَ کان ان جي تصديق ڪرائي.

هوءَ اٿي ۽ نوجوان جوڙي وٽ وئي.

”دخل اندازيءَ جي معافي وٺان ٿي. ڇا توهان مون کي هن روڊ جو نالو ٻڌائي سگهو ٿا؟“

هن جواب ته ڇا ڏانهس اک کڻي به نه ڏٺو.

سوفي کي ڪاوڙ ته ڏادي آئي، پر هن ٻيهر پڇيو: ”هتي سوال جو جواب ڏيڻ جو رواج ناهي ڇا؟“

ڇٽو نظر آيو ٿي ته نوجوان پنهنجي سنگتياڻي کي ڪجھ سمجهائڻ ۾ رڌل آهي:

”موسيقي جي ڪائونٽر پوائنٽ بناوٽ ٻن طرفن ۾ ڪم ڪندي آهي. افقي يا سڌي. (horizontally)، نغمي واري بناوٽ ۾ ۽ عمودي (vertically)، يا هم آهنگ انداز ۾. ٻه يا ٻن کان وڌيڪ ڌنون هميشه گڏ گڏ هونديون آهن.....“

”دخل اندازي جي معافي وٺان ٿي پر......“

”نغمي واريون ڌنون جڏهن پاڻ ۾ ملنديون جلنديون آهن ته ظاهر آهي ته هڪ ٻئي جي مقابلي ۾ انهن کي پنهنجو پنهنجو آواز اجاگر ڪرڻو پوندو آهي. پر جنهن حد تائين ممڪن هجي، اهي ان مقابلي کان لاتعلق ٿي پنهنجي پنهنجي پڄاڻي ڏانهن وڌنديون رهنديون آهن، پر انهن جي متوافق يا ملندڙ جلندڙ هئڻ ضروري آهي. اصل ۾ اهو سر جو سر سان ٽڪراءُ آهي.“

ڪيڏا بدتميز ماڻهو آهن! هي انڌا آهن نه ٻوڙا. سوفي ٽيهر ڪوشش ڪئي هوءَ رستو روڪي سندن آڏو اچي بيٺي.

هن کي هڪ پاسي ڌڪي ڇڏيائون.

”هوا هلڻ شروع ٿي وئي آهي.“ ڇوڪري چيو.

سوفي جلديءَ ۾ البرٽو ڏانهن واپس موٽي آئي.

”منهنجو آواز هن جي ڪن تائين پهتو ئي نه!“ هن مايوسي وچان چيو..... هن کي اوچتو هلدي جي سوني صليب بابت خواب ياد اچي ويو.

”اها قيمت ته اسان کي ڀرڻي ئي پوندي. جيتوڻيڪ پاڻ لڪ لڪوٽيءَ ۾ ڪتاب مان نڪري آيا آهيون، اسان اها توقع نه ٿا ڪري سگھون ته اسان کي به اهوئي مرتبو ملي ويندو جيڪو ليکڪ کي آهي. پر سچ پچ ته پاڻ بلڪل هتي ئي آهيون. هاڻي پنهنجي عمر ان ڏينهن کان، جڏهن پاڻ پارٽي ڇڏي آيا هئاسين. هڪ ڏينهن به وڌيڪ نه هوندي.“

”ان جو مطلب اهو آهي ته پنهنجي چوڌاري جيڪي ماڻهو موجود آهن، پنهنجو انهن سان ڪڏهن به رابطو نه ٿي سگھندو؟“

”سچو فلسفو ڪڏهن ’ڪڏهن نه‘ ناهي چوندو. وقت ڇا ٿيو آهي؟“

”اٺ ٿيا آهن.“

”بلڪل اُهو ئي جڏهن پاڻ ڪپتان واري موڙ وٽان مڙيا هئاسين.“

”هي اهو ڏينهن آهي جڏهن هلدي جو پيءُ لبنان کان واپس پهچڻو آهي.“

”اهو ئي سبب آهي جو اسان کي تکڙ ڪرڻي پوندي.“

”ڇو؟.... توهان چوڻ ڇا ٿا چاهيو؟“

”تون اهو جاڻڻ لاءِ بي قرار ناهين ته جڏهن ميجر پنهنجي گھر بجارڪلي پهچندو، پوءِ ڇا ٿيندو؟“

”بلڪل فطري ڳالھ آهي. پر ......“

”ته پوءِ اچ!“

هو پنڌ شهر ڏانهن روانا ٿيا. رستي ۾ هو ڪيترن ئي ماڻهن جي ڀرسان لنگھيا، پر اُهي ماڻهو ائين هلندا رهيا ڄڻ سوفي ۽ البرٽو نظر نه ايندڙ مخلوق هجن.

رستي جي سموري پٽيءَ سان گڏ گڏ ڪارون بيٺل هيون. البرٽو هڪ ننڍڙي ڳاڙهي ڪنور ٽيبل آڏو بيٺو جنهن جي ڇت هيٺ ڪريل هئي.

”هن مان گذارو ٿي ويندو.“ هن چيو. ”پر اڳ ۾ پاڻ کي اها پڪ ڪرڻي پوندي ته اها پنهنجي ئي آهي.“

”مون کي توهان جو مطلب سمجھ ۾ اصل نه آيو.“

”بهتر اهو آهي مان توکي سمجھايان. اسان اهو ته ڪري نه ٿا سگھون ته ڪا عام ڪار، جنهن جو مالڪ هن شهر ۾ گھمندو ڦرندو هجي، پڪڙيون ۽ هلي پئون. جڏهن ماڻهو ڪار کي ڊرائيور

ڪان سواءِ ڊوڙندي ڏسندا، تنهنجي خيال ۾ اهي ڇا سوچيندا ۽ چوندا؟ ۽ ٻي ڳالهه اها به آهي پاڻ شايد اسٽارٽ ئي نه ڪري سگهنداسين."

"پوءِ هي ڪنور ٽيبل ئي ڇو؟"

"منهنجو خيال آهي مان هن کي ڪنهن پراڻي فلم ۾ ڏسي چڪو آهيان."

"... مان توهان جي انهن ڳجهارتن مان تنگ ٿي ويئي آهيان."

"سوفي، هي اصلي ڪار ناهي، پر اسان وانگر ڪُوڙي ٻُوڙي آهي. جيستائين عام ماڻهن جو تعلق آهي، انهن کي هي جاءِ خالي نظر اچي رهي آهي. روانو ٿيڻ کان اڳ ۾ مان رڳو اهو ئي اطمينان ڪرڻ چاهيان ٿو."

هوڪار جي ويجهو ٻيهي انتظار ڪرڻ لڳا. ٿوري دير کان پوءِ هڪ ٻارڙو سائيڪل تي آيو، هو اوچتو مڙيو ۽ ڳاڙهي ڪار مان لنگهندو رستي تي آيو.

"ڏٺئي؟ هي اسان جي ئي آهي."

البرٽو دروازو کوليو. "اچ، اچ. هاٿي تون منهنجي مهمان آهين!" البرٽو چيو ۽ سوفي اندر وڃي ويٺي.

البرٽو گاڏي اسٽارٽ ڪئي ۽ ڏکڻ واري پاسي روانو ٿيو. شهر کان ٻاهر نڪري لائيسڪر ۽ سينڊوائيڪا جي علائقن کان ٿيندا ۽ ڊرامين بندرگاره ويجهو لليسنڊ واري روڊ تي پهتا. جڏهن اهي انهن ڳوٺاڻن علائقن مان گذري رهيا هئا، انهن کي هنڌين ماڳهين، خاص ڪري ڊرامين کان پوءِ، وچ گرميءَ جي باهه جا الا نظر آيا.

"سوفي، هي وچ گرمي آهي، آهي نه شاندار منظر؟"

"۽ ڪليل ڪار ۾ ڪيڏي وڻندڙ ۽ تازي هوا اچي رهي آهي! ڇا اهو سچ آهي ته ڪو به ماڻهو پاڻ کي نه ٿو ڏسي سگهي؟"

"رڳو اسان جهڙا ماڻهو، شايد انهن مان ڪجهه سان پنهنجي ملاقات ٿي وڃي. وقت ڇا ٿيو آهي؟"

"ساڍا اٺ."

"پاڻ ڪجهه شارٽ ڪٽ ڪيون ٿا..."

ميجر البرٽ ڪنيگ جو جهاز هاٿي هاٿي ڪوپن هيگن جي ايئرپورٽ اسٽروپ تي لٿو هيو. 23 جون آچر ڏينهن تي چار ٿيا هيا. (لبنان ۽ اوله

يورپ جي وقت ۾ فرق سبب) ڏينهن اڳ ۾ ئي ڏکو ٿي چڪو هيو. هن سفر جي آخري حصي کان اڳ واري حصي ۾ روم مان جهاز تبديل ڪيو هيو.

هو اقوام متحده جي ورديءَ ۾، جنهن ڪي پائي هو فخر محسوس ڪندو هيو، پاسپورٽ جي پڙتال لاءِ ڪائونٽر وٽ پهتو. البرٽ ڪنيگ تي رڳو پنهنجي ملڪ جو قانون نه، پر اقوام متحده جي نمائندي هئڻ سبب، بين الاقوامي قانون به لاڳو پيو ٿئي. جيڪو سموري ڌرتيءَ جي ماڻهن جو قانون ٿي چڪي آهي.

هن جي هٿ ۾ رڳو فلائيٽ بيگ هيو. هن پنهنجي ٻي سامان جي پڙتال روم جي هوائي اڏي تي اڳواٽ ئي ڪرائي ڇڏي هئي. هاڻي رڳو ڪيس پنهنجو ڳاڙهو پاسپورٽ ڏيکارڻو هيو.

”مون وٽ ڪا به ڊيوٽي جهڙي شئي ناهي.“

ميجر البرٽ کي ڪرسچين سينڊ جي جهاز جي روانگي کان اڳ ۾ ٽي ڪلاڪ هوائي اڏي تي انتظار ڪرڻو پيو. ائين ڪيس ايترو وقت هيو جو هو گهر وارن لاءِ سوکڙيون وٺي پئي سگهيو. هو پنهنجي حياتيءَ جو وڏي ۾ وڏي تحفو اڳواٽ ئي سوفي ڏانهن اماڻي چڪو هيو. سندن زال ماريٽ (Marit) اهو تحفو بـ هفتا اڳ هن جي وهاڻي پرسان ميز تي رکي چڪي هئي، جيئن هوءَ (هلدي) جاڳي ته ان جي نظر ان تي پئي. هن جنم ڏينهن تي اڌ رات جو جيڪو فون ڪيو هو، ان کان پوءِ سندس هلدي سان ڪا به ڳالهه ٻولهه نه ٿي هئي. ميجر البرٽ ناروي جون بـ اخبارون خريد ڪيون، هوائي اڏي جي قهوي گهر ۾ ويٺو ۽ ڪوپ جو آرڊر ڏنائين. اڃان هن اخبار جون سرخيون ڇڳي ريت ڪون ڏٺيون هيون جو لائوڊ اسپيڪر تي اعلان ٿيڻ لڳو: ”ميجر البرٽ ڪنيگ لاءِ ذاتي نياپو مليو آهي. ڪين عرض ڪجي ٿو ته اُهي جلديءَ ۾ ايس اي ايس جي اطلاعات واري ڪائونٽر تي رابطو ڪن.“

”اهو ڪهڙو چڪر آهي؟“ ڪيس هلڪو پگهر اچي ويو. پڪ سان ڪيس واپس لبنان پهچڻ جو حڪم ڏنو ويو هوندو؟ گهر ۾ ته ڪو مسئلو ناهي ٿيو؟

هو اٿيو ۽ تڪڙ ۾ اطلاعات واري ڊيسڪ وٽ پهتو، ”مان البرٽ ڪنيگ آهيان.“

”هي توهان جو پيغام ـ تڪڙي ڏيان وارو آهي.“

هن ترت لفافو کوليو. لفافي ۾ هڪ ٻيو لفافو هيو. ان تي لکيل هيو: ميجر البرٽ ڪنيگ معرفت ايس اي ايس انفرميشن، ڪاسٽروپ ايئرپورٽ ڪوپن هيگن.

هن ڊڄندي ننڍڙو لفافو کوليو. اندر ننڍڙو ڪاغذ هيو:

پيارا بابا سائين، مان توهان کي لبنان مان واپس گهر پهچڻ تي ڀليڪار چوان ٿي. جيئن ته توهان تصور ڪري سگهو ٿا ته مون کان توهان جي گهر پهچڻ جيترو به انتظار نه ٿيو ان لاءِ معافي ٿي گهران. مون توهان کي لائوڊ اسپيڪر وسيلي تڪليف ڏني.

وڌيڪ اهو: ماليات جي مشير پاران هڪ چوري ٿيل ۽ ٽٽل مرسڊيز ڪار جي تلافيءَ جو نوٽيس مليو آهي.

جڏهن توهان گهر پهچندؤ، مان شايد باغ ۾ هونديس. پر شايد ان کان اڳ منهنجا پيغام توهان کي ملندا رهندا.

۽ وڌيڪ اهو پڻ: جيڪڏهن مان گهڻي دير تائين باغ ۾ وينس هجان، مون کي پيو ٽيڻ لڳندو آهي، اهڙن هنڌن تي ڌرتيءَ ۾ لهي وڃڻ سولو هوندو آهي. هلڊي پاران پيار، جنهن وٽ توهان جي آڌرڀاءُ لاءِ گهڻو وقت آهي.

ميجر جو پهريون رد عمل مرڪڻ هجي ها، پر هن کي جنهن طريقي سان آڱرين تي نچايو ويو، اهو هن کي بلڪل نه وڻيو. هن کي سدائين پنهنجي زندگيءَ جي ڏور پنهنجي هٿ ۾ رکڻ وڻندي هئي. ۽ هي ننڍڙي لومڙي لليسينڊ ۾ ويهي ڪاسٽروپ ايئرپورٽ تي هن کي هدايتون ڏئي رهي هئي ۽ هن جي چرپر کي ڪنٽرول ڪري رهي هئي. هن اِهو سڀ ڪجهه ڪيئن ڪيو؟

هن لفافو پنهنجي ڪوٽ جي مٿين کيسي ۾ رکيو ۽ دڪانن واري پاسي روانو ٿيو. هو ڊنمارڪ جي لذيذ ٿهيل کاڌن جي دڪان ۾ داخل ٿي رهيو هيو ته هن جي نظر هڪ ننڍڙي لفافي تي پئي جيڪو ٽيپ سان دڪان جي دريءَ کي چنبڙيل هيو. ان تي ٿلهي مارڪر پين سان ميجر ڪنيگ لکيل هيو. البرٽ اهو لاهي کوليو:

ميجر البرٽ ڪنيگ معرفت ڊينش فوڊ، ڪاسٽروپ ايئرپورٽ، نالي ذاتي نياپو. پيارا بابا سائين، مون لاءِ ڊنمارڪي سالامي (Salami) ٻن پائونڊن واري ضرور خريد ڪري آڻجو. امان لاءِ ڪونياڪ ساسيج آڻجو. وڌيڪ اهو ته: ڊنمارڪ ۾ مڇين جا جيڪي آنا ملندا آهن، اهي به خراب ناهن هوندا سلام ٿيو. هلڊي.

البرٽ چئني پاسن نهاريو. ڇا هوءَ هتي ڪٿي ته ناهي؟ ڇا ماريٽ ڪيس ڪوپن هيگن جو ڪرايو ڏنو جيئن هوءَ مون سان هتي ملي سگهي؟ اکر ته هلڊي جا ئي آهن...

اوچتو ميجر کي محسوس ٿيو ته ڪا هستي خود هن جي چرپر جو مشاهدو

ڪري رهي آهي. ائين پي لڳو ڄڻ هو جيڪو ڪجھ بہ ڪري رهيو آهي، ان جي تار ٻيو ڪو لوڏي رهيو آهي. هن کي لڳي رهيو هيو تہ هو ٻارڙيءَ جي هٿ ۾ رانديڪو ٿي ويو آهي.

هو دڪان ۾ ويو. هن ٻن پائونڊن وارا سلامي، ڪونياڪ ساسيج ۽ مڇيءَ جي آنن واريون ٻہ برنيون خريد ڪيون. هو دڪان آڌو هلڻ لڳو. هن ارادو ڪيو تہ هو هلڊي لاءِ ڪو سهڻو تحفو خريد ڪري. شايد ڪليڪيوليٽر صحيح رهندو؟ يا ننڍڙو ريڊيو؟ ها... ريڊيو ٺيڪ آهي.

جڏهن هو ان دڪان جي ويجهو پهتو جتي بجليءَ واريون شيون وڪرو ٿينديون هيون، هن کي اتي بہ دريءَ تي چنبڙيل هڪ لفافو مليو. ان تي ايڊريس لکيل هئي: ميجر البرٽ ڪنيگ معرفت ڪاسٽروپ جو دلچسپ دڪان لفافي ۾ ڪاغذ تي لکيل هيو:

> پيارا بابا سائين، سوفي سلام ڪري ٿي ۽ ننڍي ٿي وي ۽ ايف ايم ريڊيو لاءِ ٿورو مڃي ٿي جيڪو بابا پاران سالگره جي سوکڙي طور مليو آهي. زبردست شئي آهي پر ان سان گڏ ان کي توهان لاءِ بلڪل معمولي چئي سگهجي ٿو. پوءِ بہ مان مڃان ٿي جهڙي ريت سوفيءَ جي دل کي اهڙي قسم جون معمولي شيون وڻنديون آهن. مون کي بہ وڻنديون آهن. وڌيڪ اهو: جيڪڏهن توهان اجان تائين دينش فوڊ ۽ ٽيڪس فري شاپ تي، جتي تماڪو ۽ انگوري شراب وڪرو ٿيندو آهي، ناهيو ويا، تہ ضرور وڃو. اتي توهان کي وڌيڪ هدايتون ملي وينديون. وڌيڪ اهو پڻ: مون کي پنهنجي سالگره تي ڪجھ تحفا نقد مليا هيا. ان ڪري جڏهن توهان ننڍي ٿي وي خريد ڪندؤ، توهان کي سموري قيمت اڪيلي سر نہ ڀرڻي پوندي، سادا ٿي سؤ ڪرائون مان ڏيندس. هلڊي پاران پيار ڀريو سلام جيڪا آمريڪي ڪڪڙ جي پيٽ ۾ اڳوات ئي قيمو ۽ سبزيون ڀري چڪي آهي ۽ والڊورف سلاد تيار ڪري چڪي آهي.

ننڍي ٿي وي 985 ڪرائون ۾ ملي. سندس ڏيءُ پنهنجي چال سان جيئن هن کي هيڏي هوڏي ڊوڙائي رهي هئي، ان جي مقابلي ۾ اها قيمت واقعي معمولي هئي. هوءَ هتي ڪٿي تہ ناهي؟

ان کان پوءِ جيڏانهن ويو تمام گهڻي احتياط سان ويو. هن کي محسوس ٿيو تہ هن جي ذات ۾ ڪٺ پتلي ۽ سيڪرٽ ايجنٽ ٻنهيءَ جون شخصيتون گڏجي ويون آهن ڇا هن کي بنيادي انساني حق کان محروم ٿئو ڪيو وڃي؟

هن کي محسوس ٿيو ته ٽيڪس فري شاپ ۾ وڃڻ هن جي مجبوري ٿي پئي آهي. اتي به هڪ نئون لفافو مليو. سمورو هوائي اڏو ڪمپيوٽر راند ٿي رهيو هيو. ۽ هو پاڻ کي ان جو ڪرسر (Cursor) محسوس ڪري رهيو هيو. لفافي ۾ موجود ڪاغذ تي لکيل هيو:

> ميجر ڪنيگ معرفت ٽيڪس فري شاپ، ڪاسٽروپ ايئرپورٽ. هن دڪان مان مون کي رڳو هڪ لفافو، گم دراپ (چوسڻ وري مٺي گوري) ۽ مارزي پين (Marzipen) کپن ٿيون. ياد رکو اهي شيون ناروي ۾ مهانگيون آهن. جيستائين مون کي ياد ٿو پئي امان کي ڪيماپاري (اٽلين انگوري شراب) ڏاڍو وڻندو آهي. وڌيڪ اِهو ته: توهان کي گهر اچڻ تائين پاڻ کي هوشيار رکڻو آهي ڇو ته منهنجي خيال موجب توهان اهو ڪڏهن به نه چاهيندؤ ته ڪو نياپو توهان جي نظر کان بچي وڃي. ٺيڪ؟ توهان جي پياري پياري ڌيءَ پاران پيار ڀريو سلام_ هلڊي.

البرٽ بي وسيءَ وچان ٿڌو ساهه ڀريو هو دڪان ۾ اندر ويو ۽ هن کي جن شين جي خريدڻ جي هدايت ڪئي وئي هئي، هن خريد ڪيون. هو سامان کڻي گيٽ نمبر 28 ڏانهن روانو ٿيو. جيڪڏهن ايئرپورٽ تي وڌيڪ پيغام آهن ته اُهي جتي آهن، اتي لڙڪيل رهن، جيستائين هن جو تعلق آهي هو ڪجهه نه ٿو ڪري سگهي.

پوءِ به هن جي نظر 28 نمبر گيٽ جي ٿنڀ تي چنبڙيل لفافي تي پئي: "ميجر البرٽ لاءِ، معرفت گيٽ نمبر 28، ڪاسٽروپ ايئرپورٽ، ڪوپن هيگن." ان تي به اکر هلڊي جا ئي هيا پر لڳي رهيا هيو ته گيٽ وارو نمبر ڪنهن ٻي جو لکيل آهي. صحيح فيصلو ڪرڻ ڏکيو هيو ڇو ته سڀ ڪجهه وڏن اکرن ۾ لکيل هيو ۽ هن وٽ ڪا به اهڙي لکٽي نه هئي جنهن سان هو ان کي ڀيٽي سگهي ها. هن اهو لفافو به لاٿو. ان ۾ رڳو هي نياپو هيو: "هاڻي گهڻي دير نه ٿيندي."

هو ديوار ڏانهن پنهي ڏئي ڪرسيءَ تي ويٺو. هن ٿي شاپنگ بيگ پنهنجي گوڏن تي رکي ڇڏيا هئا. ميجر ائين آڪڙيو ۽ اکيون کوليو ويٺو هيو ڄڻ هو ٻار هجي ۽ پنهنجي حياتيءَ جي پهرين اڪيلي سفر تي نڪتل هجي. هو نه پيو چاهي ته جيڪڏهن هلڊي ايئرپورٽ تي موجود آهي، هو ان کي اڳ ۾ ڏسي ۽ مٿس چڙهت ڪري وڃي.

جيئن ئي ڪو مسافر اندر پيو اچي، هن جون بي چين نظرون مٿس پئجي رهيون هيون. ڪجهه وقت هن کي ائين محسوس ٿيو ڄڻ هو ڪو ملڪ دشمن

ماڻهو هجي ۽ هن جي نگراني ٿي رهي هجي. جڏهن مسافرن کي جهاز ۾ چڙهڻ جي اجازت ملي وئي، هن سک جو ساهه کنيو. جهاز ۾ چڙهندڙ هو آخري ماڻهو هيو. جڏهن هن پنهنجو بورڊنگ ڪارڊ ڏئي ڇڏيو، هن ڏٺو ته اتي ڊيسڪ تي هڪ پيو لفافو هيو، هن اهو به کنيو.

سوفي ۽ البرٽو بريوڪ ڳوٺ کان گذرڻ بعد ڪراگيرو ڏانهن ويندڙ روڊ تي پهتا.

”توهان گاڏي ڏاڍي تيز ٿا هلايو.“ سوفي چيو.

”نو ٿي چڪا آهن. ٿوري دير کان پوءِ هن جو جهاز ڪجيوڪ ايئرپورٽ تي لهندو. جيستائين پنهنجو تعلق آهي پاڻ کي تيز رفتاريءَ جي ڏوهه ۾ روڪيو نه ويندو.“

”جيڪڏهن پنهنجي ڪار ڪنهن ٻي ڪار سان ٽڪرائجي وڃي ته پوءِ؟“

”جيڪڏهن ڪنهن عام ڪار سان ٽڪر ٿئي ٿو ته ڪو فرق نه ٿو پئي، ها جيڪڏهن اها پاڻ جهڙي ڪار هئي...“

”پوءِ؟“

”پوءِ اسان کي احتياط ڪرڻو پوندو. تو ڏٺو ڪون هو ته پاڻ بيٽ موبائيل (گشتي پوليس جي ڪار) جي پر مان لنگهيا هئاسين؟“

”نه.“

”اها ويسٽ فولڊ ڳوٺ ۾ ڪٿي بيٺي هئي.“

سامهون جيڪا سياحن واري بس وڃي رهي آهي. ان کان اڳتي نڪرڻ سولو ناهي. روڊ جي ٻنهي ڪنارن کان گهاٽا ٻيلا آهن.

”سوفي، پاڻ تي ڪو فرق نه ٿو پئي، تنهنجي دماغ ۾ اها ڳالهه چو نه ٿي اچي؟“

هن ائين چيو ۽ ڪار کي ٻيلي جي وڻن ڏانهن ڪيو، ڪار آرام سان اتان لنگهي وئي. سوفي سک جو ساهه کنيو.

”توهان ته منهنجو ساهه ڪڍيو هيو.“

”جيڪڏهن پاڻ پٿ مان به گذرون ته ڪجهه محسوس نه ٿيندو.“

”ان جو مطلب اهو ٿيو ته پنهنجي ماحول جي ڀيٽ ۾ پاڻ رڳو هوائي روح آهيون.“

”نه. تون ڪار کي گهوڙي آڏو جوٽڻ جي ڪوشش ڪري

رهي آهين، اسان جي پرڀاسي جيڪا حقيقت آهي، اصل ۾ اسان لاءِ اها هوائي مهمل آهي.“

”مون کي سمجھ ۾ نہ آيو.“

”تہ پوءِ ڏيان سان ٻڌ اها غلط فهمي عام آهي تہ روح (Spirit) ٻاڦ (Vapour) جي ڀيٽ ۾ گھٽو ’هوائي‘ ('Airy') آهي حقيقت ان جي ابتڙ آهي روح برف (Ice) کان وڌيڪ ٺوس هوندو آهي.“

”منهنجي ذهن ۾ اها ڳالهہ ڪڏهن بہ نہ آئي هئي.“

”هاڻي مان توکي هڪ ڪهاڻي ٻڌايان ٿو. هڪ ڀيري جو ذڪر آهي تہ ڪٿي هڪ ماڻهو رهندو هيو. اهو فرشتن کي ڪون مڃيندو هيو. هڪ ڀيري هو گھر کان ٻاهر ٻيلي ۾ ڪم ڪري رهيو هيو تہ هڪ فرشتو هن جي آڏو اچي بيٺو. ٻنهيءَ ۾ ڪا ڳالهہ ٻولهہ ٿي ۽ ٻئي گڏجي اڳتي هلڻ لڳا. اجان هو گھڻو پري نہ ويا هئا تہ ان همراهہ فرشتي کي چيو: ’مان مڃان ٿو تہ فرشتا موجود آهن. پر سچي ڳالهہ اها آهي تہ تون حقيقت ۾ ائين موجود ناهين جيئن اسان موجود آهيون.‘ ’ان مان تنهنجو مطلب ڪهڙو آهي؟‘ فرشتي پڇيو. ان ماڻهو وراڻيو: ’اسان جي واٽ ۾ هڪ وڏو پهاڻ آيو هو، مان ان مان لنگھي نہ ٿي سگھيس، ان ڪري مون کي وڏو چڪر ڪاٽڻو پيو. پر مون ڏٺو تہ تون ان مان ٽپي وئين. اڳتي اسان جي واٽ ۾ هڪ وڏو شهتير پيو هو. تون ان جي بہ وچان لنگھي آئين جڏهن تہ مون کي ان جي مٿان چڙهڻو پيو.‘ فرشتو سندس ڳالهہ ٻڌي حيران ٿيو ۽ چوڻ لڳو: ”اسان سان هڪڙو ٻيو واقعو بہ ٿيو هيو. تو نہ ڏٺو تہ رستي ۾ڏٻڻ بہ آئي هئي؟ ان مٿان ڪوهيڙ ڦهليل هئي ۽ اسان کي ان وچان گذرڻ ۾ ڪا بہ ڏکيائي نہ ٿي هئي. ڇو؟ ڪارڻ ڇٿو آهي، اسان ٻئي ڪوهيڙ کان وڌيڪ ٺوس آهيون؟“

”اڇا!“

”سوفي اسان جو بہ اهو ئي حال آهي. روح فولادي دروازن مان لنگھي سگھي ٿو. جيڪا شئي روح سان ٺهيل هجي، تينڪ ۽ بمبار طيارا ان جو ڪجھ بہ بگاڙي نہ ٿا سگھن.“

”ان سان ڪجھ ڳتي جهڪي ٿئي ٿي.“

”هاڻي جلدي پاڻ رائيسور علائقي مان گذرنداسين. ڪيڏي عجيب ڳالهہ آهي! اسان کي ميجر جي جاءِ مان روانو ٿئي هڪ ڪلاڪ بہ ناهي ٿيو ۽ پاڻ ايڏو ڏور اچي پهتا آهيون. خير، ڇڏ

ان قصي کي. ڪٿان هڪ ڪوپ ڪافي ملي وڃي ته ڏاڍو مزو اچي ويندو.“

جڏهن اهي سونڊبيلڊ ڪان ٿورو پرتي فياني پهتا، انهن کي روڊ پرسان ڪيفي ٽيريا جو هڪ بورڊ نظر آيو. ان جو نالو سنڊريلا هيو. البرٽو ڪار ڪيفي ٽيريا آڏو ڇپر تي بيهاري.

جڏهن اهي اندر داخل ٿيا. سوفي ڪوڪ ڪيڻ لاءِ فرج جو ڍڪڻ کولڻ چاهيو پر هوءَ ائين ڪري نه سگهي. ائين پيو لڳي ڄڻ اتي ڇنبڙيل هجي. البرٽو ڪاغذي ڪوپ ۾ ٿرماس مان ڪافي ڪيڻ چاهي، پر سمورو زور ڏيڻ باوجود هو ٿرماس جي بٽڻ کي دٻائي نه سگهيو.

هن کي ڏاڍي ڪاوڙ آئي. هن ٻين مهمانن کان گهر ڪئي، پر ڪنهن به ڪجهه نه ڪڇيو. هو زور سان رڙيون ڪرڻ لڳو. ”مون کي ڪافي کپي!“ سوفي پنهنجا ڪن ڦاٽندا محسوس ڪيا ۽ ڪن ۾ آڱريون وجهي ڇڏيون.

هن جي ڪاوڙ جهٽ ۾ ئي ختم ٿي وئي ۽ هو کلندي کلندي ٻٽو ٿي ويو. هو وڃڻ لاءِ ڦريو مس ته هڪ پوڙهي عورت ڪرسيءَ تان اٿي ۽ هنن جي آڏو اچي بيٺي.

هن کي چمڪندڙ ڳاڙهو اسڪرٽ ۽ نيري رنگ جو ڪارڊيگن پاتل هو. هن جي مٺي تي اڇو رومال ويڙهيل هيو. سندس شبيه ڪيفي ٽيريا ۾ وينلن کان ڇٽي ٿي نظر آئي.

هوءَ البرٽو سان مخاطب ٿي ۽ چوڻ لڳي:

”پٽ، تون ايڏيون رڙيون ڇو ٿو ڪرين؟“

”مان معافي ٿو وٺان.“

”توکي ڪافي کپي؟“

”ها! پر...“

”ويجهوئي اسان جو ننڍڙو نڪاٽو آهي.“

هو پوڙهي پٺيان نڪتا ۽ ڪيفي ٽيريا پٺيان ڇاري تي هلڻ لڳا.

”تون هن علائقي ۾ نئون آيو آهين؟“ هلندي پوڙهي پڇيو.

”ها. مڃان ٿو.“ البرٽو وراڻيو.

”پوءِ ٺيڪ آهي. ٻاروءَ ابد ۾ پهچڻ تي مان توهان کي ڀليڪار چوان ٿي.“

”۽ توهان؟“

”مان گرمر پائرن جي پري ڪهاڻين مان آئي آهيان. اهو ڪو بہ سئو سال پراڻو قصو آهي. ۽ توهان ڪٿان آيا آهيو؟“

”اسان بہ ئي فلسفي جي ڪتاب مان نڪتا آهيون. مان فلسفي جو استاد آهيان ۽ هي منهنجي شاگرديائي آهي سوفي.“

”ڪي ڪي ڪي! اها تہ بلڪل ئي نئين ڳالهہ آهي!“

اهي وڻن وچان ٿيندا هڪ خالي جاءِ وٽ پهتا. اتي بادامي رنگ جا ننڍا ننڍا گهر هئا جيڪي ڏسڻ ۾ آرام وارا پيا لڳن. گهرن جي وچ ۾ گرميءَ جي منڊ جو وڏو مچ ٻري رهيو هيو. جنهن جي چوگرد رنگ برنگي ڪپڙن سان شڪليون نچي رهيون هيون. سوفي انهن مان ڪيترن ئي کي سڃاڻي ورتو. اتي سنووائٽ ۽ ان جا ست ٻونا هئا. ميري پوپن هئي، شرلاڪ هومز هيو، پيٽرپين هيو، پيپي لونگ اسٽوڪنگ هيو، سنڊريلا هئي ۽ لٽل ريڊرائيڊنگ هڊ هئي. مچ جي چوگرد اهڙيون بہ اڻ ڳڻيون شڪليون هيون، جن جا ڪي بہ نالا ناهن... بدشڪل، قدام، پريون، جهنگ جا ديوتا ۽ ديويون، ڏائڻون ۽ ڀوت، جادو گرياڻيون ۽ فرشتا، ديو ۽ پري زاد سڀئي موجود هئا...

”ڪيڏو ڏمچر آهي!“ البرٽو چيو.

”ان جو سبب وچ گرميءَ جي تقريب آهي.“ پوڙهي جواب ڏنو. Valborg's Eve کان پوءِ اسان جو اهڙي قسم جو ڪو بہ ميڙ ناهي ٿيو. اها تڏهن جي ڳالهہ آهي جڏهن اسان جرمنيءَ ۾ هياسين. مان هتي مختصر دوري تي آئي آهيان. توکي ڪافي پئي کپي؟“

”هام مهرباني ٿيندي.“

سوفي ڏيان سان ڏٺو تہ کيس خبر پئي تہ سڀئي عمارتون جنجربريڊ،(ڊبل روٽيءَ جو قسم) رنگ برنگي مٺائين ۽ پسيل کنڊ جون، جيڪا ڪيڪن مٿان تہ چمائڻ لاءِ استعمال ٿيندي آهي، سان ٺهيل آهن. ڪي شڪليون انهن عمارتن جا اڳ وارا حصا چٽي ۽ کائي رهيون هيون. هڪ بيڪر هيڏانهن هوڏانهن ڊوڙي رهيو هيو، جيئن هن کي احساس پيو ٿئي تہ عمارت جو حصو گهٽو کائجي يا چٽجي چڪو آهي، هو جهٽ ۾ ان جي مرمت پيو ڪري ڇڏي. سوفي بہ چڪ سان هڪ کنڊ کاڌي. هن ان کان وڌ لذيذ ۽ مٺي شئي ڪڏهن بہ ڪون کاڌي هئي.

ٿوري دير کان پوءِ پوڙهي ڪافيءَ جو ڪوپ کڻي آئي.

”مهرباني.“

”مهمان ڪافي جي قيمت ڇا ڏيندا؟“

”قميت؟“

”عام طور تي هتي ڪهاڻي ٻڌائي قيمت چڪائي ويندي آهي ڪافيءَ جي عيوض جهونين جي ڪا ڪهاڻي بهتر رهندي.“

”اسان سڀ انسان ذات جون يقين نہ اچڻ جهڙيون ڪهاڻيون ٻڌائي سگهون ٿا.“ البرٽو چيو. ”پر بدقسمتيءَ سان اسان ڪي تڪڙ آهي. جيڪڏهن اجازت ڏيو تہ اسان ڪنهن ڏينهن واپس اچي توهان کي ڪهاڻي ٻڌايون.“

”صحيح آ. پر تڪڙ ڇا جي آهي؟“

البرٽو ڪيس ڪم جي نوعيت ٻڌائي. جنهن تي پوڙهي چيو:

”مان تہ اهو چوندس تہ توهان ٻئي اجان ٻار ۽ اڻ ڄاڻ آهيو. توهان لاءِ بهتري ان ۾ آهي تہ توهان جلديءَ ۾ ان فاني تخليقڪار کان جان ڇڏايو. اسان کي هاڻي انهن جي دنيا جي ڪابہ ضرورت ناهي. اسان جو تعلق انهن سان آهي، جيڪي فاني انسانن کي نظر ناهن ايندا.“

البرٽو ۽ سوفي تڪيون وڪون کڻندا سنڊريلا ڪيفي ٽيريا ڏانهن آيا. سندن ڪار اتي بيٺي هئي. اتي ڪا ماءُ پنهنجي ٻار کي پيشاب ڪرائي رهي هئي.

گاڏي تيزيءَ سان هلائيندي، اهي شارٽ ڪٽ ڪندا، لليسنڊ پهتا.

فلائيٽ نمبر 876، جيڪا ڪوپن هيگن کان اچي رهي هئي، مقرر وقت تي نو وڳي پنجٽيهہ منٽن تي ڪجيوڪ ايئرپورٽ پهتي. روانگيءَ کان اڳ ۾ جڏهن جهاز ڪاسٽروپ ايئرپورٽ جي رن وي تي ڊوڙي رهيو هيو، ميجر ڪنيگ لفافو کوليو... ڪاغذ تي لکيل هيو:

... پيارا بابا سائين، توهان سوچيندا هوندؤ تہ مان شايد ڪوپن هيگن پهچي وئي آهيان. اهڙي ڪابہ ڳالهہ ناهي پر توهان جي چرپر تي مون کي جيڪو اختيار ملي چڪو آهي، ان ۾ ان کان بہ وڌيڪ مهارت شامل آهي. بابا، توهان ڪٿي بہ هجو، منهنجي اکين کان اوڏا نہ ٿا ٿي سگهو. توهان کي ٻڌايان تہ اصل ڳالهہ ڇا آهي؟ مان هڪ جپسي خاندان سان ملڻ هلي وئي هئس جنهن گهڻو وقت اڳ پڙ ڏاڏيءَ کي جادوئي آئينو ڏنو هيو. مون هڪ عدد ڪرسٽل بال بہ حاصل ڪيو آهي. ان ڪري مان ٻنهي شين

سان ڏسي سگھان ٿي ته توهان هاڻي پنهنجي سيٽ تي ويٺا آهيو. جيڪڏهن ان کي گستاخي نه سمجهو ته توهان مهرباني ڪري حفاظتي پٽو ٻڌي ڇڏيو ۽ اوستائين ٻڌل رکو جيستائين جهاز جي ڇت تان ان تختيءَ کي نه ٿو هٽايو وڃي جنهن تي حفاظتي پٽو ٻڌڻ جون هدايتون لکيل آهن. ان دوران پنهنجي سيٽ جي پٺ به سڌي رکجو ۽ جڏهن جهاز فضا ۾ بلند ٿي وڃي، توهان پنهنجي سيٽ جي پٺ هيٺ ڪري سگھو ٿا ۽ آرام سان ويهي سگھو ٿا. ڇو ته اهو توهان جو حق آهي. هونئن به گھر پهچڻ کان اڳ ۾ توهان کي آرام جي گھرج آهي. لليسنڊ جي موسم وڻندڙ آهي..... دعا ٿي ڪريان ته توهان جو سفر خيريت سان گذري. توهان جي پنهنجي جادوگرياڻي ڏيءَ، آئيني جي ملڪا ۽ طنز جي اعليٰ ترين محافظ طرفان پيار ڀريو سلام.

البرٽ ڪنيگ کي سمجھ ۾ نه ٿي آيو ته هن کي ڪاوڙ اچي رهي آهي، يا کيس ٺڪ آهي يا هو رضا تي راضي ٿي ويو آهي. اوچتو هو کلڻ لڳو. هن جا ٻي سرا ٺهڪ ٻڌي مسافر اچرج وچان سندس منهن ۾ ڏسڻ لڳا. پوءِ جهاز پنهنجي منزل ڏانهن روانو ٿيو.

هن کي پنهنجي ئي دوا جي خوراڪ پياري وئي هئي. هڪ فرق ڇٽو ۽ معنيٰ وارو هيو، هن جي دوا البرٽو ۽ سوفي لاءِ هئي ۽ اهي حقيقي ناهن، خيالي مخلوق هيا، پر هن سان حقيقي زندگي ۾ ٿي رهيو هيو.

هن هلڊي جي هدايتن تي عمل ڪيو... جڏهن هو ڪجيوگ ايئرپورٽ جي انتظار گاهه ۾ ويٺو هيو.... اتي هڪ نئون ڊرامو ٿيو. اتي ڪجھ مظاهرو ڪندڙ هن جي آجيان لاءِ موجود هيا.

مظاهرو ڪندڙ جو ٽولو هلڊي جي هم عمر اٺن ڏهن نوجوان ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جو هيو. انهن جي هٿ ۾ پليڪارڊ هئا. جن تي لکيل هيو: پليڪار، بابا ... هلڊي باغ ۾ توهان جي اوسيئڙي ۾ آهي ... طنز زندباد

خراب ڳالهه اها هئي ته هو جهٽ پٽ ۾ ڪنهن ٽيڪسيءَ ۾ ٽپ نه ڏيئي سگھي. هن کي پنهنجي سامان جو انتظار ڪرڻو هيو. ايتري ۾ هلڊي جا ڪلاس فيلو هن کي گھيري ۾ آڻي ويا ۽ انهن هن کيس پليڪارڊ پڙهڻ تي مجبور ڪيو. پوءِ هڪ ڇوڪري اڳتي وڌي ۽ هن کيس گلاب جي گلن جو گلدستو ڏنو. ان تي هو پگھري ويو. هن پنهنجي شاپنگ بيگ ۾ هٿ وڌو مارزي پين جون سيخون ڪڍيون ۽ سيني ۾ هڪ هڪ ڪري ورهائي ڇڏيون. هلڊي لاءِ رڳو ٻه بچيون. جڏهن هن جو سامان پهتو، هڪ نوجوان وڌيو ۽ هن چيو ته هو آئيني جي مالڪياڻي جو پابند آهي. هن کي حڪم مليو آهي ته

ڪيس ڪار ۾ بجارڪلي پهچائي. ٻيا مظاهرو ڪندڙ ماڻهن جي ميڙ ۾ ڇڙوڇڙ ٿي ويا.

هو 18E روڊ تي هلڻ لڳا. رستي ۾ ايندڙ هر پل تي بينر لڳل هئا. جن تي لکيل هيو: ”پليڪار!“، ”آمريڪي ڪڪڙ تيار آهي!“، ”بابا سائين، مان توهان کي ڏسي سگهان ٿي!“

جڏهن البرٽ کي بجارڪليءَ جي گيٽ وٽ لاٿو ويو. هن سک جو ساهه کنيو، ڊرائيور کي مهرباني چيائين ۽ ڪيس سئو ڪرائون جو نوٽ ۽ ڪالرزبرگ ايليفنٽ بيئر جاتي تن ڏنائين.

سندس زال گهر ٻاهران اوسيئڙي ۾ بيٺل هئي. ڊگهي ڀاڪر کان پوءِ البرٽ ڪنيگ پڇيو: ”هوءَ ڪٿي آهي؟“

”البرٽ هوءَ (ڊنڊ جي) ڪناري تي ويٺي آئي.“

البرٽو ۽ سوفي لليسينڊ جي چوڪ ۾ هوٽل نورگي آڏو پنهنجي گاڏي بيهاري. سوا ڏهه ٿي چڪا هيا. هن کي ٻيٽن ۾ باهه جو وڏو مچ نظر اچي رهيو هيو.

”اسان بجارڪلي ڪيئن ڳولينداسين؟“ سوفي پڇيو.

”اسان کي ڳولڻو پوندو. توکي ميجر جي جاءِ ۾ بجارڪلي جي لڳل تصوير ياد آهي؟“

”اسان کي تڪڙ ڪرڻي پوندي. مان هن جي اچڻ کان اڳ ۾ اتي پهچڻ ٿي چاهيان.“

پوءِ گهٽين ۾ گاڏي روليندا رهيا. پوءِ پهاڙن تي ڏسڻ لڳا. وٽن ڪارائتي نشاني اها هئي ته بجارڪلي پاڻيءَ جي ويجهو هيو.

اوچتو سوفي رڙيون ڪرڻ لڳي. ”ملي ويو! ملي ويو! هو ڏسو!“

”مون کي پڪ آهي تون سچ ٿي چئين. پر رڙيون نه ڪر.“

”ڇو؟ ڪير آهي جيڪو پنهنجو آواز ٻڌندو.“

”پياري سوفي، ... مون کي افسوس سان چوڻو پئي ٿو ته فلسفي جو سمورو نصاب پڙهڻ کان پوءِ به تون نتيجا ڪڍڻ ۾ تڪڙ ڪري رهي آهين.“

”ها. پر...“

”تون پڪ سان اهو به سمجهندي هوندينءَ ته هي جاءِ آسيبن، ڀوتن ۽ پرين کان خالي هوندي؟“

”مان معافي ٿي وٺان.“

هو گيٽ تيپي اندر آيا ۽ گهر ڏانهن ويندڙ بجري واري رستي تي اڳتي وڌڻ لڳا. البرٽو ڪار چبر تي گلائيڊر ويجهو بيهاري. باغ ۾ ٿورو هيٺاهين ۾ هڪ ميز ۽ ٽي ڪرسيون پيل هيون.

”هوءَ مون کي نظر اچي ٿي!“ سوفي پٽڪي. ”هوءَ بلڪل مون واري خواب وانگر ڪناري وٽ وينل آهي.“

”تو ڏٺو ته هي باغ تو واري ڪلوورڪلوز واري باغ سان ڪيڏو هڪ جهڙائي رکندڙ آهي؟“

”ها. بلڪل ان وانگر آهي. گلائيڊر (ٻيڙي)ءِ ٻيون شيون ملندڙ آهن. مان هن وٽ وڃي سگهان ٿي؟“

”چونه، فطري ڳالهه آهي. مان هتي انتظار ڪيان ٿو.“

سوفي ڪناري ڏانهن ڊڪ پاتي. جڏهن هوءَ بلڪل ويجهو پهتي ته هن ٿاٻو کاڌو ۽ هلڊي جي مٿان وڃي ڪري، پر هوءَ اٿي ۽ آرام سان هن جي ويجهو وڃي ويٺي.

هلڊي ائين ئي ويٺي هئي. ان رسيءَ سان کيڏي رهي هئي جنهن سان ٻيڙي ٻڌل هئي. هن جي ساجي هٿ ۾ ڪاغذ جو ٽڪڙو هيو. چٽو ظاهر هيو ته هوءَ انتظار ۾ آهي چو ته گهڙي گهڙي واچ ٽي ڏٺائين.

سوفيءَ جو خيال هيو ته هوءَ ڏاڍي سهڻي آهي. هن جي هلڪي رنگت، گهنجڙي وار ۽ روشن سايون اکيون هيون. هن کي گرميءَ جي مند وارو پيلو وڳو پاتل هيو. هوءَ جوآننا کان گهڻو مختلف نه هئي. جاڻيندي به هن اجايو سانس ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪئي.

”هلڊي... مان سوفي آهيان“

هلڊي ڪا به اهڙي علامت ظاهر نه ڪئي جنهن مان خبر پئي ته هن ڪجهه ٻڌو هجي.

سوفي گوڏن تي ويهندي، هن جي ڪن ۾ رڙيون ڪيون: ”هلڊي، تون منهنجو آواز ٻڌين ٿي؟ تون انڌين ۽ ٻوڙي آهين ڇا؟“

ڇا هن اکين جو پنليون ڪجهه ڦهلايون هيون؟ ان ڳالهه جي معمولي به علامت ظاهر نه ٿي هئي ته هن کي... پل ٿورو به... ڪجهه ٻڌڻ ۾ آيو هجي؟

هن هيڏانهن هوڏانهن ڏٺو. تيزي سان ڦري ڏٺائين هوءَ سڌي سوفيءَ جي اکين ۾ ڏسي رهي هئي. پوءِ هن جي پوري نگاهه هن تي نه هئي. ائين پيو لڳي جڻ هن (هلڊي) جي نظر هن جي جسم

مان نڪري ٻي پاسي ٻاهر نڪري رهي آهي.

”سوفيء ايڏو ڏاڍيان نہ.“ البرٽو ڪار مان رڙ ڪئي. ”مان نہ ٿو چاهيان تہ باغ ۾ مرميڊ (mermaed) جو ميڙ گڏ ٿي وڃي.“

هاڻي سوفي بلڪل چپ ٿي وئي. هن کي هلڊي سان گڏ ويهڻ سٺو لڳي رهيو هيو.

هن کي ڪنهن مرد جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. ”هلڊي!“

اهو ميجر هيو... هن کي وردي پاتل هئي ۽ مٿي تي اوني ٽوپي هيس. هو باغ ۾ مٿي بيٺو هيو.

هلڊي ٽپ ڏئي اٿي بيٺي ۽ هن ڏانهن ڊوڙڻ لڳي. ٻنهيءَ جي گلائيڊر ۽ ڳاڙهي ڪنورٽيبل جي وچ ۾ ملاقات ٿي وئي. ميجر هن کي مٿي کنيو ۽ هوا ۾ اڇلائڻ لڳو.

هلڊي ڪناري تي ويهي پيءُ جو انتظار ڪري رهي هئي. جڏهن هن جو جهاز ڪاسٽروپ ايئرپورٽ تي لٿو هيو، هوءَ هر پندرهن منٽن ڪان پوءِ هن لاءِ سوچي رهي هئي ۽ اهو تصور ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي تہ هاڻي هو ڪٿي هوندا ۽ ساڻن جيڪو ڪجھ ٿي رهيو آهي. ان تي سندن رد عمل ڪهڙو هوندو. هن سڀ وقت ڪاغذ تي لکي ڇڏيا هيا ۽ اهو ڪاغذ سڄو ڏينهن سندس هٿ ۾ هيو.

فرض ڪجي جيڪڏهن ڪين ڪاوڙ اچي وڃي تہ ڇا ٿيندو؟ پر هو پڪ سان اها بہ توقع نہ ٿا ڪري سگهن تہ هو هن لاءِ هڪ پر اسرار ڪتاب لکن... ۽ پوءِ هر شئي جيئن جو تيئن هجي؟

هن هڪ ڀيرو ٻيهر واچ ۾ نهاريو. سوا ڏھ ٿيا هئا. ڪنهن بہ پل اچي پيو سگهيا.

پر هي ڇا؟ هن جو خيال هيو تہ هن ڪنهن شئي جي جهيڻي ساھ جو آواز ٻڌو آهي. اهو آواز بلڪل اهڙو ئي هيو جهڙو هن سوفيءَ بابت خواب ۾ ٻڌو هيو.

هن تيزيءَ سان چوڌاري ۾ نهاريو. هن کي پڪ هئي تہ ڪجھ نہ ڪجھ ضرور آهي. پر ڇا؟ هن کي سمجھ ۾ نہ ٿي آيو.

ممڪن آهي اهو گرمين جي رات جو ڪو ڪرشمو هجي؟

هڪ بہ سيڪنڊ هوءَ ان ڊپ ۾ وڪوڙيل رهي تہ هن جا ڪن وڄي رهيا آهن.

”هلڊي!“

هاڻي هن سامهون ڏٺو. اهو سندس پيءُ هيو جيڪو ڪيس سڏي رهيو هيو ۽ باغ ۾ مٿاهين پاسي بيٺل هيو.

هلديءَ تـپ ڏنو ۽ ڏانهس ڊوڙ هنئي. ساڻس گلائيڊر وٽ ملاقات ٿي وئي. هن کيس مٿي کنيو ۽ گهڙي گهڙي فضا ۾ گهمائڻ لڳو.

هلديءَ جي اکين مان پاڻي بند ٿيڻ جو نالو ئي نه پيو وٺي ۽ هوڏانهن سندس پيءُ به پنهنجا لڙڪ نه پيو روڪي سگهي.

”هلدي، هاڻي تون بالغ عورت ٿي وئي آهين!“

”۽ توهان اصلي ليکڪ ٿي ويا آهيو.“

هلديءَ پنهنجا ڳوڙها اگهيا.

”اسان جو حساب برابر ٿيو؟“ هن پڇيو.

”بلڪل برابر!“ سندس پيءُ وراڻيو.

اهي ميز آڏو ويهي رهيا. هلديءَ زور پريو ته هو ايئرپورٽ کان وٺي ٽيندڙ سمورين وارتائن جو تفصيل ٻڌائن. جڏهن سندس بابا پاڻ سان ٿيل سڀ ڪجهه ٻڌائي رهيو هيو. پنهيءَ جي گهڙي گهڙي کل نڪري ٿي وئي.

”توهان کي ايئرپورٽ جي ڪنهن ڪيفي ٽيريا ۾ ڪو لفافو نه مليو؟“

”بدمعاش ڇوڪري، تو مون کي ايترو موقعو ڪٿي ڏنو جو مان اتي جهٽ آرام سان ويهان ۽ ڪو هڪ اڌ بسڪٽ کاوان. هاڻي بک منهنجو بڇڙو حال ڪري ڇڏيو آهي.“

”هاءِ بابا!“

”۽ تو آمريڪي ڪڪڙ بابت جيڪو لکيو هيو، اهو رڳو ڏٺو هيو؟“

”بلڪل نه. سڀ ڪجهه تيار آهي، دسترخوان امان تيار ڪندي.“

پوءِ هن جي ڳالهه باڪس فائيل بابت ٿيڻ لڳي ۽ اُهي سوفي ۽ البرٽو جي ڪهاڻي گهڙي گهڙي ورجائڻ لڳا.

هلديءَ جي ماءُ آمريڪي ڪڪڙ، والڊورف سلاد، انگوري شراب... سان ٽيبل سجائي ڇڏي. ميجر البرٽ افلاطون بابت ڪجهه چوڻ وارو هيو، هلدي اوچتو کيس روڪيو: ”چپ!“

”ڇا هي؟“

”توهان ڪجهه نه ٻڌو؟ ڪا شئي چين چين ڪري رهي آهي؟“

”نه.“

”مون کي پڪ آهي ته مون ڪجهه ٻڌو. شايد فصلن وارو ڪوئو هجي.“

جڏهن سندس ماءُ انگوري شراب جي هڪ ٻي بوتل کڻڻ اندر هلي وئي. هن جي بابا چيو: ”فلسفي جو نصاب اڃان پورو ناهي ٿيو.“

”واقعي؟“

”اڄ رات مان توکي ڪائنات بابت ٻڌائيندس.“

ماني کائڻ کان اڳ ميجر البرٽ زال کي چيلهه مان ورتو ۽ کيس پنهنجي

هنج ۾ ويهاريو.

”شرم ڪر. مان چاليهن کي ويجهي آهيان...“

جڏهن هلڊي ٽپ ڏئي پيءُ ڏانهن ڊوڙ ھنئي، سوفي کي محسوس ٿيو تہ هن جي اکين ۾ لڙڪ تري آيا آهن. هوءَ ڪڏهن بہ هن جي ويجهو نہ اچي سگهندي...

سوفيءَ کي هلڊي جي پاڳ تي جڪ اچي رهيا هئا. ڇو تہ هن جي اصلي گوشت پوست جي انسان طور تخليق ٿي هئي.

جڏهن ميجر ۽ هلڊي ميز آڏو ويٺا، البرٽو ڪار جو هارن وڄايو.

سوفي اکيون کڻي مٿي ڏٺو. ڇا هلڊي بہ ائين ئي نہ ڪيو هيو؟

هوءَ البرٽو ڏانهن ڀڄي وئي، هن ڪار ۾ ٽپ ڏنو ۽ هن جي پر ۾ ويهي رهي.

”اسان ڪجھ دير هتي ويهنداسين ۽ ڏسنداسين تہ اڳتي ڇا ٿو ٿئي.“ البرٽو چيو.

سوفي هائوڪار ڪئي.

”تون روئين ٿي؟“

سوفي ٻيهر هائوڪار ڪئي.

”ڇا ڳالھ آهي؟“

”هوءَ ڪيڏي ڀاڳ واري آهي جو هوءَ اصلي انسان آهي. هوءَ وڏي ٿي ويندي ۽ اصلي عورت ٿي ويندي. مون کي پڪ آهي ڪيس ٻار بہ ٿيندا....“

”۽ پوٽا پوٽيون، ڏهٽا ڏهٽيون بہ، سوفي هر شئي جا ٻہ پاسا ٿيندا آهن. مون فلسفي جي نصاب جي منڍ ۾ ئي توکي اهو سيکارڻ جي ڪوشش ڪئي هئي.“

”توهان جو ڇا مطلب آهي؟“

”ميحان ٿو تہ هوءَ ڀاڳ واري آهي. پر جنهن ماٺهوءَ جيَ حصي ۾ زندگي ايندي آهي، ان جي مقدر ۾ موت بہ لکيل هوندو آهي. ڇو تہ زندگيءَ جي پڄاڻي موت آهي.“

”تہ پوءِ ڇا اهو بهتر نہ هجي ها تہ زنده نہ رهڻ بجاءِ حقيقت ۾ ڪا زندگي ملي ها؟“

”اسان هلڊي جهڙي ۽ سچ پچ تہ ميجر جهڙي بہ نہ زندگي نہ ٿا گهاري سگهون. ان جي ابتڙ اسان ڪڏهن بہ نہ

مرنداسين. توکي ياد ناهي تہ رستي ۾ پوڙهي ڇا چيو هيو؟ اسان نظر نہ ايندڙ ماڻهو آهيون. هوءَ چئي پئي تہ هن جي ڄمار بہ سئو سال آهي ۽ وچ گرميءَ واري ان محفل ۾ مون کي اهڙي مخلوق سان بہ ملڻ جو موقعو مليو جنهن جي عمر ٽن هزار سالن کان بہ وڌيڪ هئي..."

"مون کي هلڊي جي شايد... خانداني زندگيءَ تي ريس اچي رهي آهي."

"پر تنهنجو پنهنجو ڪٽنب بہ تہ آهي. تو وٽ هڪ ٻلي، هڪ سيهو ۽ بہ پکي آهن."

"پر پاڻ تہ انهن کي پوئتي ڇڏي آيا آهيون. يا نہ؟"

"بلڪل نہ. انهن سڀني کي ميجر پوئتي ڇڏيو آهي. اسان نہ. پياري، هو پنهنجي ڪتاب جو آخري لفظ بہ لکي چڪو آهي ۽ هاڻي هو اسان کي ڪڏهن بہ ڪولي نہ سگهندو."

"ڇا ان جو مطلب اهو آهي تہ اسان واپس بہ وڃي سگهون ٿا؟"

"جڏهن اسان جي دل چئي پر پاڻ سنڊريلا ڪيفي ٽيريا جي پنيان واري ٻيلي ۾ پنهنجا نوان دوست ٺاهينداسين."

ڪنيگ خاندان ماني ڪائڻ ۾ ڳنڍيجي ويو. هڪ پل لاءِ سوفيءَ کي اهو انديشو ٿيو تہ هتي بہ اُهوئي ٿيندو جيڪو ڪلوورڪلوز ۾ فلسفياڻي گارڊن پارٽيءَ ۾ ٿيو هيو ڇو تہ پنهنجي زال بابت ميجر جا ارادا نيڪ نظر ڪون ٿي آيا. پر ڪجھ نہ ٿيو. هن ڪيس رڳو هنج ۾ ئي ويهاريو.

جتي گهر وارا ماني کائي رهيا هئا، ڪار اتان ڇڱو پري بيٺل هئي. ان ڪري سندن ڳالھ ڪڏهن ڪڏهن ئي ٻڌڻ ۾ پئي اچي. البرٽو ۽ سوفي باغ جو نظارو ڪندا رهيا. گارڊن پارٽيءَ ۾ جيڪو ڪجھ ٿيو هو، ان جو هڪ هڪ تفصيل ۽ پارٽيءَ جي ڏکاري پڇاڙي وارن واقعن بابت سوچڻ لاءِ وٽن وڏو وقت هيو.

جڏهن گهر وارا ماني کائي واندا ٿيا، ذري گهٽ اڌ رات گذري چڪي هئي. ميجر ۽ هلڊي گهمندي گهمندي گلائيڊر ڏانهن وڌڻ لڳا. هن ماريٽ ڏانهن هٿ لوڏيا جيڪا اچي گهر ڏانهن وڃي رهي هئي.

"امان، توهان سمهي پئو، اسان جو انتظار نہ ڪيو. اسان کي کوڙ ساريون ڳالهيون ڪرڻيون آهن."

# بگ بينگ

**... اسان به ستارن جي دز آهيون ...**

هلديءَ پسار ڪري آرام سان پيءَ سان گڏ گلائيڊر ۾ ويٺي. اها اڌرات هئي. هو ڏينڊ ڏانهن تڪيندا رهيا. آسمان تي ڪجھ تارا چمڪي رهيا هئا. ڏينڊ ۾ هيٺ پٿرن ڪي هلڪيون هلڪيون لهرون ٽڪرائي رهيون هيون.

خاموشيءَ جو بند هن جي پيءُ ٽوڙيو.

”ڪيڏي عجيب ڳالھ آهي جو اسان ڪائنات جي هڪ ننڍڙي سياري تي رهون ٿا.“

”جي...“

”سج جي چوڌير جيڪي سيارا چڪر هڻي رهيا آهن، هي ڌرتي انهن مان هڪ آهي. ان جي باوجود ڌرتي اُهو اڪيلو سيارو آهي جنهن تي زندگي موجود آهي.“

”شايد سموري ڪائنات ۾ اڪيلو سيارو؟“

”ممڪن آهي. پر ممڪن آهي ڪائنات زندگيءَ سان ڀريل هجي. ڪائنات ايڏي وڏي ۽ ويڪري آهي جو ان جو تصور به ڏکيو آهي. فاصلا ايڏا ڏگها آهن جو اسان انهن کي نوري منٽن ۽ نوري سالن ۾ ماپيندا آهيون.“

”اهي اصل ۾ ڇا آهن؟“

”هڪ نوري منٽ اهو مفاصلو آهي جيڪو روشني هڪ منٽ ۾ سفر ڪندي آهي. ۽ تمام ڊگهو فاصلو آهي ڇو ته روشني خلا ۾ ٽي لک ڪلو ميٽر في سيڪنڊ جي حساب سان سفر ڪندي آهي. ان جو مطلب اهو ٿيو ته هڪ نوري منٽ سٺ ضرب ٽي لک برابر هڪ لک اسي ڪروڙ ڪلو ميٽر. هڪ نوري سال سو کرب (Ten trillion) ڪلو ميٽر جي برابر هوندو آهي.“

”سج ڪيڏو ڏور آهي؟“

”اهو اٺن نوري منٽن کان ٿورو مٿي آهي.“

”اهو اٺن نوري منٽن کان ٿورو وڌيڪ آهي. سج جي ڪرڻن جي تپش

جون جي گرم مهيني ۾ اسان جي ڇهرن کي تپائيندي آهي انهن کي اسان تائين پهچڻ لاءِ خلا ۾ اٺ منٽ سفر ڪرڻو پوندو آهي.

”توهان ڳالهائيندا رهو...“

”اسان جي شمسي نظام ۾ سڀ کان پري وارو سيارو پلاٽو (Plato) آهي جيڪو اسان کي پنج نوري ڪلاڪ پري آهي. جڏهن ڪو فلڪيات جو ماهر پلاٽو کي پنهنجي دوربين سان ڏسندو آهي، اصل ۾ اهو وقت جي لحاظ سان پنج ڪلاڪ اڳ واريون شيون ڏسي رهيو هوندو آهي. اسان چئي سگهون ٿا ته پلوٽو سياري جي تصوير کي اسان تائين پهچڻ ۾ پنج ڪلاڪ لڳندا آهن.“

”ان جو ذهن ۾ خيال جوڙڻ ڪجھ ڏکيو آهي. پر مان سمجهي وئي آهيان“

”ڏاڍو سٺو، هلديءَ، پر اسان هتي ڌرتي تي ويهي ماحول ۾ پنهنجي سڄاڻپ ڳولڻ هاڻي شروع ڪئي آهي. اسان جي ڪهڪشان يا ڪَتي چار ڪرب ستارن تي ٻڌل آهي، جنهن کي Milkay way چئبو آهي. اسان جو سج انهن ۾ رڳو هڪ ستارو آهي. اها ڪهڪشان يا ڪَتي هڪ وڏي ٿالهيءَ سان ملندڙ جلندڙ آهي. ان ٿالهيءَ جون ڪيئي چڪر واريون ٻانهون آهن. اسان جو سج انهن مان هڪ ٻانهن تي آهي. جڏهن اسان سياري جي ڪنهن روشن رات جو آسمان ڏانهن نهاريندا آهيون، اسان کي ستارن جي ڊگهي پٽي نظر ايندي آهي. اها پٽي ان ڪري نظر ايندي آهي ڇو ته اسان Milkay way (ڪهڪشان)جي مرڪز ڏانهن ڏسي رهيا هوندا آهيون.

اسان جي ڪهڪشان ۾ ويجهو پاڙي وارو ستارو زمين کان چئن سالن جي نوري سال جي مفاصلي تي آهي. ممڪن آهي سامهون نظر ايندڙ ٻيٽ جي بلڪل مٿان هجي. جيڪڏهن تون اهو تصور ڪري سگهين ان ستاري مٿان بلڪل هن مهل ڪو، ستاري تان ڏسندڙ طاقتور دوربين سان بجارڪليءَ ڏانهن ڏسي ته هن کي نظر ايندڙ منظر چار سال پراڻو نظر ايندو. ممڪن آهي هن کي ڪا يارهن سالن جي ڇوڪري گلائيڊر ۾ ٽنگون لوڏيندي نظر اچي.“

”يقين کان ٻاهر.“

”پر اهو ته ويجهي ۾ ويجهو ستاري جو حال آهي. سموري ڪهڪشان يا جنهن کي پاڻ Nebula، به چوندا آهيون نوي هزار نوري سالن تي پکڙيل آهي. ڪهڪشان جي هڪ منڍ کان ٻي منڍ تائين روشني جيڪو وقت وٺندي آهي، ان کي بيان ڪرڻ جو اهو به انداز آهي. جڏهن اسان پنهنجي ڪهڪشان ۾ ستاري جو، جيڪو اسان جي سج کان پنجاھ هزار نوري سالن جي مفاصلي تي آهي، مشاهدو ڪندا آهيون، اسان وقت جي حساب سان پنجاھ هزار سال پوئتي ڏسي رهيا هوندا آهيون.“

”منهنجو مٿو ايڏو ننڍو آهي جو ان ۾ ايڏو وڏو خيال سمائجي ئي نه ٿو.“

”خلا ۾ ڏسڻ جو هڪ طريقو آهي ۽ اهو وقت جي اعتبار کان پوئتي ڏسڻ آهي. اسان اهو نه ٿا ڄاڻي سگهون ته ڪائنات هاڻي ڪيئن آهي، اسان کي رڳو اها خبر پئجي سگهي ٿي ته اها تڏهن ڪهڙي هئي. جڏهن اسان خلا ۾ ڪنهن اهڙي ستاري جو مشاهدو ڪري رهيا هوندا آهيون جيڪو اسان کان هزارين نوري سالن جي مفاصلي تي آهي، اصل ۾ اسان خلا جي تاريخ ۾ هزارين سال پوئتي ڏسي رهيا هوندا آهيون.“

”اها ڳالهه اعتبار کان ٻاهر آهي.“

”پر هر شئي جيڪا اسان ڏسندا آهيون اها اسان جي اکين کي نور جي لهرن (Light waves) جي صورت ۾ نظر ايندي آهي ۽ نور جي انهن لهرن کي خلا ۾ سفر ڪرڻ لاءِ وقت جي گهرج هوندي آهي. اسان انهن کي گاج (Thunder) سان ڀيٽي سگهون ٿا. اسان کي گاج جو آواز کنوڻ جي چمڪ کان پوءِ ئي ٻڌڻ ۾ ايندو آهي. ان جو سبب اهو آهي ته آوازي لهرن جي رفتار نوري لهرن جي رفتار کان گهٽ هوندي آهي. جڏهن مون کي وڏي گاج ٻڌڻ ۾ ايندي آهي، مان هڪ اهڙي شئي جو آواز ٻڌي رهيو هوندو آهيان جيڪو ٿورو اڳ ۾ ٿي چڪي هوندو آهي. ائين ستارن جو حال آهي. جڏهن مان ڪنهن اهڙي ستاري کي ڏسندو آهيان جيڪو هزارين نوري سال پري آهي، مان هڪ اهڙي واقعي جي ڪڙڪ ٻڌي رهيو هوندو آهيان جيڪو هزارين سال اڳ ۾ ٿي چڪو هوندو آهي.“

”ها، ته ائين آهي.“

”پاڻ هاڻي تائين رڳو پنهنجي ڪهڪشان بابت ڳالهايو آهي. فلڪيات جا ماهر چون ٿا ته ڪائنات ۾ اهڙيون هڪ کرب ڪهڪشائون آهن ۽ هر ڪهڪشان ۾ اٽڪل هڪ ارب تارا آهن. اسان جي ويجهي ۾ ويجهي ڪهڪشان کي Andromedanebula (اينڊروميڊانيبيولا) چئبو آهي. اها اسان جي ڪهڪشان کان ويهه لک نوري سالن جي مفاصلي تي آهي. ان جو مطلب اهو آهي ته ان ڪهڪشان مان اسان تائين روشني پهچڻ ۾ ويهه لک سال لڳندا آهن. ان ڪري جڏهن اسان آسمان جي اوچاين تي اينڊروميڊانيبولا ڏسي رهيا هوندا آهيون، اسان ويهه لک سال پوئتي ڏسي رهيا هوندا آهيون. جيڪڏهن ان (نيبيولا) Nebula جي ڪنهن ستاري تي ڪو هوشيار ستارا ڏسندڙ (Stargazer) ويٺل هجي- مان اهوئي تصور ڪري سگهان ٿو ته بلڪل انهيءَ مهل پنهنجي دوربين ڌرتيءَ ڏانهن ڪيو ويٺو هوندو- هو ڪيڏي به ڪوشش ڪري، اسان کي نه ڏسي سگهندو جيڪڏهن هو ڀاڳ وارو هوندو ته هو رڳو Neanderthal

(نينڊرٿال) جي ڇهرن کي ئي ڏسي سگهيو هوندو."
"حيرت انگيز!"
"هيل ٽائين جن ڪهڪشائن بابت ڄاڻ حاصل ٿي سگهي آهي اهي اسان کان ڏهه ارب نوري سال جي مفاصلي تي آهن. جڏهن اسان کي انهن ڪهڪشائن کان سگنل ملندو آهي، اسان ڪائنات جي تاريخ ۾ ڏهه ارب سال پوئتي وڃي چڪا هوندا آهيون. اسان جي شمسي نظام جي عمر کان اهو ٻيڻو وقت آهي."
"توهان ته منهنجو دماغ ڦيري ڇڏيو آهي."
"وقت جي اعتبار کان ايڏو پوئتي ڦري ڏسڻ جو مطلب ڇا آهي، جيتوڻيڪ اهو سمجهڻ ڏکيو آهي، پوءِ به فلڪيات جي ماهرن اهڙي شئي ايجاد ڪئي آهي جيڪا اسان جي دنيا جي تصوير لاءِ معنيٰ واري آهي."
"ڇا؟"
"ڏسڻ ۾ ته ڪائنات ۾ ڪا به اهڙي ڪهڪشان ناهي جيڪا سدائين هڪ هنڌ بيٺل هجي. اها اڃ جتي هوندي، سياٽي اتي نه هوندي. ان جو سبب اهو آهي ته سڀ ڪهڪشائون تکي رفتار سان سفر ڪري رهيون آهن ۽ هڪ ٻئي کان ڏور ٿينديون پيون وڃن. ڪهڪشان اسان کي جيتري پري هوندي ان جي رفتار اوتري ئي تکي هوندي. ٻين لفظن ۾ ڪهڪشائن ۾ فاصلو هر وقت وڌندو رهي ٿو."
"مان پنهنجي ذهن ۾ ان جو نقشو بنائڻ جي ڪوشش ڪري رهي آهيان."
"فرض ڪر تو وٽ هڪ ڦوڪڻو آهي ۽ تون ان تي جڳهه جڳهه تي ڪارو رنگ ڪرين ٿي. تون ان ۾ هوا ڀرين ٿي، جيئن جيئن هوا ڀري وڃي ٿي، تيئن تيئن رنگن جي نشانن ۾ مفاصلو وڌندو ويندو. ائين ڪهڪشائن سان ٿئي ٿو. اسان چوندا آهيون ته ڪائنات ڦهلجي رهي آهي."
"ائين ڇو ٿيندو آهي؟"
"گهڻا فلڪيات جا ماهر سمجهن ٿا ته ڪائنات جي ڦهلاءَ جي رڳو هڪڙي ئي وضاحت آهي: ڪنهن زماني ۾، اٽڪل 15 ارب سال اڳ، ڪائنات جو سمورو مايو (Substance) هڪ ننڍي ايراضيءَ ۾ گڏ هيو. اهو مايو ايڏو گهاٽو هيو جو ڪشش ثقل ان کي حد کان وڌيڪ گرم ڪري ڇڏيو. گرمي پل پل ۾ وڌندي وئي. هوڏانهن مايو (Substance) پاڻ ۾ ايڏو ڳنڍيل هيو جو نيٺ ڌماڪي سان ڦاٽي پيو. اسان ان ڌماڪي کي 'وڏو ڌماڪو' (Big Bang) چوندا آهيون."
"منهنجي جسم کي ته ڪنبڻي ٿي رهي آهي."

”ان Big Bang (وڏي ڌماڪي) جي نتيجي ۾ سمورو مايو (Substance) چئني پاسن ڪائنات ۾ ڦهلجي ويو/ وکري ويو ۽ جڏهن اهو هوريان هوريان ٺرڻ لڳو ته ستارا ۽ ڪهڪشائون (ڪتيون) چنڊ ۽ سيارا وجود ۾ اچڻ لڳا...“

”پر منهنجو خيال آهي ته توهان چيو هو ته ڪائنات اڃان تائين ڦهلجي رهي آهي؟“

”ها چيو هومر ۽ اهو ڦهلاءُ ان ڌماڪي جي ڪري ئي ٿي رهيو آهي جيڪو اڄ کان اربين سال اڳ ۾ ٿيو هو. ڪائنات جي ڪا به ابدي جاگرافي (Timeless geography) ناهي. ڪائنات موجود آهي. ڪائنات ڌماڪو آهي. ڪائنات ۾ ڪهڪشائون يقين کان ٻاهر رفتار سان هڪ ٻئي کان پري اڏامي رهيون آهن.“

”ڇا اهي سدائين ائين ڪنديون رهنديون؟“

”اهو هڪ امڪان آهي. پر هڪ ٻيو به (امڪان) آهي. توکي ياد هوندو ته البرٽو سوفي کي ٻن قوتن بابت ٻڌايو هو جيڪي سيارن کي سج جي چوڌير مسلسل هڪ ئي مدار ۾ رکنديون آهن؟“

”اهي قوتون ڪشش ثقل ۽ انرشيا (Inertia) ته نه هيون؟“

”صحيح. ۽ ساڳي شئي ڪهڪشائن تي لاڳو ٿئي ٿي. جاڪاڻ ته ڪائنات لاڳيتو ڦهلجي رهي آهي ۽ ٻي پاسي ڪشش ثقل جي قوت ڪم ڪري رهي آهي ۽ هڪ ڏينهن، ٻن ارب سالن بعد، جڏهن وڏي ڌماڪي جا اثر ڪمزور ٿي ويندا، ڪنهن ڏينهن شايد ڪشش ثقل سمورن سيارن ۽ ستارن کي هڪ هنڌ گڏ ڪريءِ تڏهن شايد اهو ڌماڪو ابتو (Reverse explo-sion) يا نام نهاد (So called implosion) (واپس ڌماڪو) (implosion اهڙو ڌماڪو آهي جنهن ۾ جزا اندرين پاسي ڪرندا آهن. جڏهن ته Explosion اهڙو ڌماڪو آهي جنهن ۾ ذرڙا ٻاهر ڪرندا آهن.) ٿيندو. پر فاصلا ايڏا ڊگها آهن جو اهو سڀ ڪجھ ان فلم وانگر هوندو جيڪا جاٽي واٽي هوريان (Slow motion) ڏيکاري ويندي هجي. تون ان کي ان ڦوڪٽي سان به ڀيٽي سگهين ٿي جنهن جي هوا ڪڍي ويندي هجي.“

”ڇا سڀ ڪهڪشائون ٻيهر گڏجي هڪ شئي ٿي وينديون؟“

”ها. تون ڳالھ جي ته تائين پهتي آهين. پر ان کان پوءِ ڇا ٿيندو؟“

”هڪ ٻيرو ٻيهر ڌماڪو ٿيندو ۽ ڪائنات ٻيهر ڦهلجڻ شروع ٿي ويندي ڇو ته فطرت جا قانون تبديل ناهن ٿيندا ۽ اُهي ئي عمل ۾ هوندا آهن. ان ڪري نوان ستارا ۽ نيون ڪهڪشائون وجود ۾ اچي وينديون.“

”سنو سوچيو اٿئي. فلڪيات جي ماهرن موجب ايندڙ وقت ۾ ڪائنات جون ٻه صورتون ممڪن آهن: يا ته ڪائنات ابدي طور ڦهلجندي ويندي ۽

ڪهڪشائون هڪ ٻئي کان ڏور ٿينديون رهنديون يا وري ڪائنات ٻيهر سسڻ لڳندي. پر نيٺ ٿيندو ڇا؟ ان جو فيصلو ڪائنات جي بناوٽ ۽ وزن ڪندا. پر اها اهڙي ڳالهه آهي جنهن کي ڄاڻڻ لاءِ فلڪيات جي ماهرن وٽ ڪوبه ذريعو ۽ طريقو ناهي.''

''جيڪڏهن ڪائنات ايڏي وزني آهي جو ٻيهر سسڻ لڳي ته پوءِ شايد اِها اڳ ۾ به ڦهلجي ۽ سسي چڪي آهي.''

''ظاهر ۾ ته اهو ئي حل نظر اچي ٿو. پر ان نڪتي تي راءِ ورهايل آهي. ممڪن آهي ته ڪائنات جو ڦهلاءُ اهڙي شئي هجي جيڪا رڳو هڪ ڀيروئي ٿي هجي ۽ ٻيهر ڪڏهن به ائين نه ٿئي. جيڪڏهن اها صورت آهي ته پوءِ اها سدائين ڦهلجندي ويندي. پر پوءِ هڪدم اهو سوال اڀرندو ته ان ڦهلاءُ جي شروعات ڪڏهن ٿي؟''

''ها. ۽ اهو سوال به اڀرندو ته جيڪو مواد اوچتي ڌماڪي سان ڦاٽو، اهو ڪٿان آيو هو.''

''جيڪڏهن ماڻهو عيسائي هجي ته اهو ڪو مسئلو نه رهندو. هو Big Bang کي تخليق جو اصلي پل قرار ڏيندو. بائبل ٻڌائي ٿو ته خدا چيو هو: 'روشني ٿي وڃي!' توکي ياد هوندو البرٽو چيو هو ته تاريخ بابت عيسائين جو خيال خطي (Linear) آهي. جيڪڏهن ماڻهو تخليق جي عيسائي خيال کي صحيح مڃي ٿو، ته ان جي حق ۾ بهتر اهو آهي ته اهو ئي سمجهندو رهي ته ڪائنات هميشه ڦهلجندي رهندي.''

''واقعي؟''

''پر تاريخ بابت مشرقي (Orient) خيال ڦرٽو (Cyclic) آهي. ٻين لفظن ۾، تاريخ پاڻ کي ورجائيندي آهي. انڊيا ۾، مثال طور، هنود جو پراڻو نظريو آهي ته دنيا مسلسل کلندي ۽ بند ٿيندي رهندي آهي، ان کي هندستاني برهما جو ڏينهن ۽ برهما جي رات چوندا آهن. ان ڪري ڪائنات بابت جيڪڏهن اهو فرض ڪيو وڃي ته اها مسلسل هڪ دائري ۾ ڦهلجندي ۽ سسندي رهندي آهي- جيئن اُها ٻيهر ڦهلجي سگهي... مان هڪ اهڙي عظيم ڪائناتي دل جي ذهني تصوير ناهي سگهان ٿو جيڪا ڌڙڪي رهي آهي ۽ ڌڙڪندي ئي رهي ٿي...''

''منهنجي خيال ۾ ٻئي نظريا هڪ جيترا تصور کان ٻاهر ۽ جوش سان ڀريل آهن.''

''۽ انهن کي ابديت جي ان عظيم Paradox سان ڀيٽي سگهجي ٿو، جنهن بابت هڪ ڏينهن سوفي باغ ۾ ويهي غور ڪري رهي هئي: يا ته ڪائنات هميشه کان موجود پئي اچي-- يا وري اها اوچتو عدم مان وجود ۾

اڇي وئي ..."
"اخ!"
هلڊي پنهنجي نرڙ تي چماٽ هنئي.
"ڇا ٿيو؟"
"شايد ڪنهن جيت ڇڪ هنيو."
"شايد سقراط توکي ڏنگ هڻي زندگي جو احساس ڏيارڻ چاهي ٿو."
البرٽو ۽ سوفي ڪنورٽيبل ڪار ۾ ويٺي هلڊي ۽ سندس پيءُ جي ڪائنات بابت ڪچهري ڏيان سان ٻڌي رهيا هئا.
"ڇا توکي احساس آهي ته اسان جا ڪردار ابتا ٿي ويا آهن؟" البرٽو پڇيو.
"ڪيئن؟"
"پهريائين هو اسان جون ڳالهيون ٻڌندا هئا ۽ اسان هنن کي ڏسي نه سگهندا هئاسين. هاڻي اسان هنن جون ڳالهيون ٻڌي رهيا آهيون ۽ هو پاڻ کي نه ٿا ڏسي سگهن."
"معامرو اتي ختم نه ٿو ٿئي"
"تنهنجو اشارو ڪيڏانهن آهي؟"
"جڏهن اسان شروعات ڪئي هئي، اسان کي ان حقيقت جي خبر نه هئي، جنهن ۾ هلڊي ۽ ميجر رهندا آهن. هاڻي هنن کي اسان جي حقيقت جي خبر ناهي."
"پلاند مٿو هوندو آهي."
"پر ميجر اسان جي دنيا ۾ دخل اندازي ڪري پيو سگهي."
"اسان جي دنيا هن جي مداخلتن کان سوا هئي به ڇا."
"مون اڃان اها اميد ناهي وڃائي ته شايد اسان به هن جي دنيا ۾ مداخلت ڪري سگهنداسين."
"توکي خبر آهي، اهو ممڪن ناهي. ياد اٿئي ڪيفي سنڊريلا ۾ ڇا ٿيو هو؟ مون توکي ڪوڪ جي بوتل کڻڻ لاءِ ڪوشش ڪندي ڏٺو هو."
سوفي چپ ٿي وئي. جڏهن ميجر وڏي ڌماڪي جو ذڪر ڪري رهيو هيو، هوءَ باغ کي ڌيان سان ڏسي رهي هئي. ان اصطلاح ۾ ڪا اهڙي ڳالهه هئي جنهن هن جي پنهنجي دماغ ۾ خيالن جو وهڪرو پيدا ڪري ڇڏيو هو. هوءَ زور سان ڪار ۾ شيون ابتيون سبتيون ڪرڻ لڳي.

”ڇا ٿي ڪرين؟“ البرٽو پڇيو.

”ڪجهه به نه“

هن سامهون وارو خانو کوليو ۽ ان مان ڪيس هڪ پانو هٿ آيو. هوءَ ڪارمان ٻاهر نڪتي. هوءَ گلائيڊروٽ اڇي هلڊي ۽ سندس پيءُ آڏو اچي بيٺي. هن پهريائين هلڊي جو ڌيان ڇڪرائڻ چاهيو، پر ڪو فائدو نه ٿيو. نيٺ هن پانو هلڊي جي نرڙ تي وهائي ڪڍيو.

”اخ!“ هلڊي جي وات مان نڪتو.

پوءِ سوفي ميجر سان ساڳي ڪار ڪئي پر هن اهڙو ڪو به رد عمل ظاهر نه ڪيو.

”ڇا ٿيو؟“

”شايد ڪنهن جيت چڪ هنيو.“

”شايد سقراط توکي ڏنگ هڻي زندگيءَ جو احساس ڏيارڻ چاهي ٿو.“

سوفي چيڙ تي سمهي پئي ۽ گلائيڊر ڪي لٽ سان ڌڪڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳي. پر اهو ذرو به نه چريو. يا هوءَ هڪ اڌ ملي ميٽر ڌڪڻ ۾ ڪامياب ٿي هئي؟

”ٿڌي هوا گهلڻ شروع ٿي آهي.“ هلڊي چيو

”ٿڌي نه. وٽندڙ.“

”رڳو ٿڌي نه. پر ٻيو به ڪجهه آهي.“

”۽ ٻيو ڪجهه ڇا آهي؟ رڳو اسان ٻه آهيون ۽ گرمين جي خشڪ رات.“

”نه، فضا ۾ ڪجهه آهي.“

”اهو ڇا ٿو ٿي سگهي؟“

”توهان کي البرٽو ۽ ان جو خفيا منصوبو ياد آهي؟“

”مان ڪيئن ٿو وساري سگهان!“

”اهي گارڊن پارٽيءَ مان گم ٿي ويا هئا. ائين پيو لڳي ڄڻ فضا ۾ ملي ويا هجن....“

”ها. پر.......“

”..... ڄڻ فضا ۾.....“

”ڪهاڻي ڪٿي نه ڪٿي ته ختم ٿيڻي هئي. اهو سڀ ڪجهه مون لکيو هو.“

”ها. توهان ئي لکيو هيو. پر توهان اهو نه لکيو ته پوءِ ڇا

ٿيو. فرض ڪيو اهي هتي هجن.“
”توکي پڪ آهي؟“
”بابا، مان انهن جي موجودگيءَ کي محسوس ڪري رهي آهيان.“
سوفي واپس ڪار ڏانهن پيجي وئي.
”زبردست!“ البرٽو نہ چاهيندي بہ ان وقت واڪاڻ ڪئي جڏهن سوفي پانو هٿ ۾ ڪٽي ڪار ۾ اچي ويٺي.“ سوفي، تون وڏين صلاحيتن جي مالڪ آهين. بس انتظار ڪر ۽ ڏس تہ ڇا ٿو ٿئي.
ميجر پنهنجي ٻانهن هلڊي جي چيله ۾ ويڙهي،
”توهان لهرن جي پراسرار راند ٻڌي رهيا آهيو؟“
”ها. پاڻ سپاٽي ٻيڙيءَ وسيلي پاڻيءَ ۾ لهنداسين.“
”توهان کي هوا جي سس پس ٻڌڻ ۾ اچي ٿي؟ ڏسو هو وڻ جا پن ڪيئن ڏڪي رهيا آهن.“
”توکي خبر آهي اسان جو سيارو حياتي وارو آهي...“
”توهان لکيو هيو تہ سٽن جي وچ ۾ ڪجھ آهي.“
”واقعي مون لکيو هو؟“
”شايد هن باغ جي سٽن جي وچ ۾ ڪجھ آهي.“
”فطرت ڳجهارتن سان ڀريل آهي. پر اسان آسمان جي ستارن بابت ڳالهيون پيا ڪيون.“
”ٿوري دير کان پوءِ پاڻيءَ تي بہ ستارا اچي ويندا.“

”تون صحيح ٿي چئين. جڏهن تون ننڍڙي هئينءِ تون (فلسفريت) Phosphorescence بابت اهو ئي چوندي هئينءِ. هڪ لحاظ کان تون صحيح هئينءِ. فسفوريٽ ۽ ٻيا سڀ Organisms انهن عنصرن مان ٺهيا آهن جيڪي ڪڏهن پاڻ ۾ ملي جلي ستارو ٺٿيا هئا.“
”اسان بہ؟“
”اها تہ ڏاڍي خوبصورت ڳالھ آهي.“
”جڏهن اهڙيون ريڊيو دوربينيون ٺهي وينديون جيڪي اربين نوري سالن جي مفاصلي تي ڪهڪشائون ڳولينديون، اُهي هڪ اهڙي ڪائنات جو نقشو ٺاهڻ ۾ مدد ڏئي سگهنديون جيڪا وڏي ڌماڪي کان پوءِ بلڪل منڍ واري زماني ۾ موجود هئي. آسمان تي اسان کي جيڪو ڪجھ نظر اچي ٿو يا اچي سگهي ٿو، اُهو هزارين يا لکين سال پراڻي ڪائنات جي باقيات آهن. فلڪيات جو ماهر رڳو ماضيءَ جو حال ٻڌائي سگهي ٿو، وڌيڪ ڪجھ نہ ٿو ڪري

سگهي.“

”چو ته مختلف ستارن جي روشني اسان تائين پهچڻ کان انهن جا جهرمٽ هڪ ٻئي کان پري ٿي چڪا هئا. صحيح؟ “

”جهرمٽ جيئن اسان کي اڄ نظر ٿا اچن، اڄ کان رڳو ٻه هزار سال اڳ به اهي هن کان گهڻو مختلف هئا.“

”مون کي اها خبر نه هئي.“

”جيڪڏهن اها رات چٽي هجي. اسان ڪروڙين نه ٿا اربين سال پراڻي تاريخ ۾ جهاتي پائي سگهون ٿا. هڪ لحاظ کان اسان گهر وڃي رهيا آهيون.“

”خبر ناهي توهان ڇا ٿا چئو.“

”تو ۽ مون شروعات وڏي ڌماڪي سان ڪئي هئي ڇو ته ڪائنات جو سمورو مايو (Substance) نامياتي وحدت (Organic unity) آهي. ڪنهن زماني ۾ گهڻو اڳ مادو (Matter) ڍير جي صورت ۾ هڪ هنڌ گڏ ٿي ويو جيڪو ايڏو وڏو هيو جو ان جي سئي جي سري جيترو حصو به اربين ٽن وزني هيو. اهو ’پراڻو ايٽم‘ ('Primeval atam') گهڻي ڪشش ثقل سبب ڦاٽي پيو. اهو بلڪل ائين هيو ڄڻ ڪا شئي هارائجي وئي. جڏهن اسان آسمان ڏانهن ڏسندا آهيون ته اسان واپس پنهنجو پاڻ تائين پهچڻ جو رستو ڳولي رهيا هوندا آهيون.“

”ڪيڏي وڏي ڳالهه!“

”ڪائنات جا سمورا ستارا ۽ ڪهڪشائون ساڳئي مايي (Substance) مان نهيا آهن. ان جا جزا هتي هُتي ڍير جي شڪل ۾ گڏ ٿي ويا. پر ويجهن ۾ ويجهين ڪهڪشائن ۾ اربين نوري سالن جو فاصلو ٿي سگهي ٿو. پر اُهي سڀ هڪ خاندان سان تعلق رکن ٿيون ۽ انهن جو سرچشمو ساڳيو آهي.“

”ها. سمجهيم.“

”پر اهو زميني مايو (Substance) آهي ڇا؟ اربين سال اڳ ڪهڙي شئي جو ڌماڪو ٿيو هو؟ ۽ اها ڪٿان آئي هئي؟“

”اصل سوال آهي ئي اهو.“

”۽ اهو اهڙو سوال آهي جنهن جو اسان سان گهرو لاڳاپو آهي. ڇو ته اسان سڀئي ان مايي (Substance)جا آهيون. اسان انهيءَ عظيم باهه جي چڻنگ آهيون جيڪا اربين سال اڳ ٻري هئي.“

”ڪيڏو خوبصورت خيال آهي.“

”پوءِ به، اسان کي انهن انگن اکرن جي اهميت بابت وڌاءُ کان بچڻ گهرجي. ايترو ئي گهڻو آهي ته ماڻهو رڳو هٿ ۾ پٿر پڪڙي سگهي. جيڪڏهن ڪائنات نارنگيءَ جيتري پٿر جيتري به هجي ها، تڏهن به اها

سمجهائڻ ڪان مٿي هجي ها. ان سوال جي ذريءَ تائين پهچڻ پوءِ به ممڪن نه هجي ها: اهو پٿر ڪٿان آيو هو؟

اوچتو سوفي ڪار ۾ بيهه رهي ۽ ڏنڊ ڏانهن آڱر سان اشارو ڪرڻ لڳي.

”مان ڏسڻ ٿي چاهيان ته مان ان ٻيڙيءَ کي گهلي سگهان ٿي يا نه؟“ سوفي چيو.

”ٻيو نه ته پاڻ پاڻيءَ تي وڃي سگهون ٿا.“

هو ڪار مان لٿا ۽ باغ ۾ ڊوڙڻ لڳا.

هنن رسو ڍرو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي جيڪو ڇڪي ٻڌل هيو. پر هو ان جو هڪ سرو به نه کولي سگهيا.

”هيءَ ته ائين آهي جڻ ڪنهن ڪانيءَ ۾ ڪوڪو هٽي ڇڏيو آهي.“ البرٽو چيو.

”اسان وٽ وقت ڪوڙ آهي.“

”سچي فلسفي کي همٿ نه هارڻ گهرجي. جيڪڏهن اسان هن کي.... ٻيو نه ته ٿورو ڍرو ڪيون.“

”هاڻي وڌيڪ ستارا نڪري آيا آهن.“ هلدي چيو

”ها. جڏهن گرمين جي رات اونده واري ٿيندي آهي.“

”پر سياري ۾ انهن جي چمڪ وڌيڪ ٿيندي آهي. جڏهن توهان لبنان ويا هئا، توهان کي ان ڪان پهرين واري رات ياد آهي؟ اهو سال جو پهريون ڏينهن هيو.“

”اهو ئي، اُهو ڏينهن هيو جڏهن مون تولاءِ فلسفي جو ڪتاب لکڻ جو فيصلو ڪيو هو. ان ڏينهن مان ڪرسچين سينڊ جي ڪتابن جي سڀ ڪان وڏي لئبريري ۾ به ويو هوس. پر انهن وٽ ڪا اهڙي شئي نه هئي جيڪا نوجوانن لاءِ ڪارائتي هجي.“

”اهو ته ائين آهي جڻ پاڻ اڇي سيهڙ جي سنهڙن وارن جي سري تي ويٺل هجون.“

”مان سوچي رهيو آهيان ته نوري سالن جي هن رات اتي ڪير آهي؟“

”ٻيڙيءَ جي رسي پاڻ ڍري ٿي وئي آهي!“

”واقعي ٿي وئي آهي!“

”مون کي ڪجهه به سمجهه ۾ نه ٿو اچي، مون ٿوري دير اڳ پاڻ ڇڪاسيو هو.“

”تو واقعي اهو ڪم ڪيو هو؟“

”ان سان ياد آيو تہ جڏهن سوفي البرٽو جي پيڙي کتب آندي هئي، توهان کي ياد آهي اُها ڪيئن پاٽيءَ تي تري رهي هئي؟“

”مان شرط رکڻ لاءِ تيار آهيان تہ هي بہ ان جو ڪم آهي.“

”اها بہ واهہ جو ٿي. مون سا چرچا ٿا ڪيو، مون کي سڄي شام اهي محسوس پيو ٿئي جڻ ڪير آهي.“

”اسان مان هڪ کي تري ان تائين پهچڻو پوندو.“

”بابا سائين، چو نہ ٻئي هلون.“

# سنڌيڪا جا ڇپايل ڪتاب

| | | | |
|---|---|---|---|
| نوان رستا نيون راهون | عبدالسلام سلامي | (ڪيريئر پلاننگ) | 120 رپيا |
| رج جهڙي سماج ۾ مور | ف- م لاشاري | (سياست) | 150 رپيا |
| جي رڙ (حصو پهريون) | حصو ٻيون | | 200 رپيا |
| منهنجي منڙي سنڌ | ڪرشن کٽواڻي | (ناول) | 45 رپيا |
| جنس جي سائنسي ڄاڻ | علي مرتضيٰ ڌاريجو | (ميڊيڪل سائنس) | 40 رپيا |
| ٽين دنيا ۽ فوجي آمريتون | سهيڙيندڙ: رئوف نظاماڻي | (عالمي سياست) | 75 رپيا |
| بند اکين ۾ ڪجھ يادون ڪجھ سپنا | طارق اشرف | (ڪهاڻيون) | 130 رپيا |
| ڀٽ جو شاهه | ايڇ- ٽي سورلي | (لطيفيات) | 250 رپيا |
| ڏيئا ڏيئا لاٽ اسان | سهيڙيندڙ: مظفر چانڊيو | (شاعري) | 90 رپيا |
| شاهه لطيف هڪ مفڪر | سهيڙيندڙ: آفتاب ابڙو | (لطيفيات) | 60 رپيا |
| رسالہ شاهه عبداللطيف | مترجم: شيخ اياز | (لطيفيات-اردو) | 300 رپيا |
| شاهه جو رسالو | غلام محمد شاهواڻي | (لطيفيات) | 250 رپيا |
| عرفات کان فلسطين تائين | سنڌيڪار: اسلم خواجه | (شخصيت) | 120 رپيا |
| ڇاتين جي سائنسي ڄاڻ | علي مرتضيٰ ڌاريجو | (ميڊيڪل سائنس) | 75 رپيا |
| نفسيات ۽ تعليم | عبدالغفار دائود پوٽو | (تعليم) | 75 رپيا |
| سنڌين جي شڪست جا ڪارڻ | اڪرام ساگر عباسي | (تاريخ) | 30 رپيا |
| سنڌوءَ جو سفر 1831ع | اليگزينڊر برنس | (سفرنامو- تمدن) | 130 رپيا |
| سنڌوءَ جو سفر 1989ع | بدر ابڙو | (سفرنامو- تمدن) | 230 رپيا |
| خطن جو سوانحي مطالعو | ڪليم لاشاري | (تنقيد) | 120 رپيا |
| چنبڙ جا سونهان (ف م لاشاري) | سهيڙيندڙ: نور احمد ميمڻ | (شخصيت) | 100 رپيا |
| سائنس سيريز (6 ڪتاب) | سهيڙيندڙ: نور احمد ميمڻ | (سائنس) | 120 رپيا سيٽ |
| روشن تارا گيت | ابراهيم جويو، ادل سومرو | (ٻول ۽ گيت) | 20 رپيا |
| شخصيت سيريز (6 ڪتاب) | سهيڙيندڙ: نور احمد ميمڻ | (شخصيتون) | 120 رپيا سيٽ |
| الف بي وار شاهه جو رسالو ۽ رسالي جي ڏسڻي | عبدالغفار دائود پوٽو | (لطيفيات) | 250 رپيا |
| آزاديءَ جو امام (سيد تاج محمود امروٽي) | سيد محمود شاهه بخاري | (شخصيت) | 150 رپيا |
| گيتانجلي | رابندرناٿ ٽئگور | (مذهب) | 50 رپيا |
| مذهب جو فلسفو | مولانا عبيدالله سنڌي | (اسلاميات) | 50 رپيا |
| جديد صحافت | امين لغاري ۽ سعيد ميمڻ | (صحافت) | 100 رپيا |
| قرآن مجيد جو سنڌي ترجمو | علامه علي خان ابڙو | (قرآنيات) | 250 رپيا |
| جنت السنڌ | رحيمداد خان مولائي شيدائي | (سنڌ جي تاريخ) | 250 رپيا |
| سوچ جو سفر | انعام شيخ | (مذهب) | 200 رپيا |
| سنڌ ڪوٽ ۽ قلعا | اشتياق انصاري | (قديم آثار) | 230 رپيا |
| ٻارانا ٻول (ڇهه ڀاڱا) | احمد خان آصف مصراڻي | (ٻول ۽ گيت) | 180 رپيا |

| | | | |
|---|---|---|---|
| ٻارن لاءِ لوڪ ڪهاڻيون3 حصا | فضل الرحمان ميمڻ | (ڪهاڻيون) | سيٽ |
| نصيحت ڀريون ڪهاڻيون3 حصا | خالد پٽي | (ڪهاڻيون) | 90 رپيا سيٽ |
| ماحوليات بابت ٻاراڻو ڪتاب | آفتاب ابڙو | (ماحوليات) | 45 رپيا سيٽ |
| انسانيت جو ازلي ورثو | ابوالڪلام آزاد | (اسلاميات) | 40 رپيا |
| انساني ڀلاين جو ديني شعور | علامہ علي خان ابڙو | (اسلاميات) | 40 رپيا |
| عملي زندگيءَ ۾ ناڪامين ڪان | ايل ران هبرڊ ۽ | (سائنٽولاجي) | 30 رپيا |
| ڪيئن بچجي؟ | ڊيل ڪارنيگي | | 30 رپيا |
| سنڌ، جيئن مون ڏٺي. | ٽي پوسٽنس/ ع م ڀنڀرو | (سنڌ شناسي) | |
| سنڌو، شير درياهہ | جين فيئرلي/ ع م ڀنڀرو | (تهذيب ۽ تمدن) | 130 رپيا |
| جونيئر نالیج بينڪ (5 ڀاڱا) | سنڌيڪار: ع م ڏاريجو | (سائنسي علمن جي | 180 رپيا |
| | م ب سومرو ۽ نديم گل | ڄاڻ) | 90 رپيا |
| تاريخ جا اڏيندڙ | سنڌيڪار: محمد بخش سومرو | (شخصيات) | |
| خيما ڪاهوڙين | اشتياق انصاري | (سفرنامون) | 250 رپيا |
| سرد جنگ جا پنجاهہ سال | آندري گروميڪو | (عالمي سياست) | 115 رپيا |
| شاعريءَ جو سجدو | شيخ اياز | (شاعري) | 150 رپيا |
| ويهہ ۾ وساريج | ڊاڪٽر سليمان شيخ | سفرنامو/سماجيات) | 30 / 40 رپيا |
| ائين چيو محمد صہ | سهيڙيندڙ: نوراحمد ميمڻ | (اسلاميات) | 80 رپيا |
| سنڌي ٻولي: لسانيات ڪان سماجي | ڊاڪٽر قاسم ٻگهيو | (لسانيات). | 30 رپيا |
| لسانيات تائين | | | 130. رپيا |
| اسلام ڪيئن شروع ٿيو؟ | مولانا عبدالواحد سنڌي | (اسلاميات) | |
| اسلام ڪيئن پکڙيو؟ | مولانا عبدالواحد سنڌي | (اسلاميات) | 25 رپيا |
| سڪاري سنڌ ڏڪارا ماڻهو | منڪمردو/ عطا محمد ڀنڀرو | (تاريخ) | 35 رپيا |
| زندگيءَ کي خوبصورت بڻايو | شولر / خليل الرحمان شيخ | (نفسيات) | 30 رپيا |
| ڪائنات جي ڳولها | اسٽيفن هاڪنگ/ نديم گل | (سائنس) | 40 رپيا |
| سنڌ ۾ انگريز حڪمت عملي | ايڊرين ڊيورٽي/ ع م ڀنڀرو | (تاريخ) | 130 رپيا |
| سنڌو شينهن درياهہ | جين فيئرلي/ ع م ڀنڀرو | تاريخ ۽ تمدن) | 200 رپيا |
| صدين جون صدائون | مولانا ابوالڪلام آزاد | (اسلامي فلسفو) | 170 رپيا |
| مثنوي رومي (نثري ترجمو) | رومي / غلام محمد شاهواڻي | (تصوف/اخلاقيات) | 130 رپيا |
| رڄ جهڙي سماج ۾ مور جي رڙ 2 | فقير محمد لاشاري | (اداريا/سنڌ جي سياست) | 130 رپيا |
| سنڌي سماج ادب ۽ سياست | انعام شيخ | (سنڌ شناسي) | 200 رپيا |
| ازدواجي اخلاقتات | ابراهيم اميني/شبانہ سولنگي | (اخلاقيات) | 90 رپيا |
| اندر تون اجار | امام غزالي | (اخلاقيات) | 100رپيا |
| شريعت جا اسرار | مولانا عبيدالله سنڌي | (اسلاميات) | 30 رپيا |
| فيلسوف | خليل جبران/ الله بخش ٽالپر | (فلسفو/اخلاقيات) | 90 رپيا |
| جنسي تقاضا فطري آهي؟ | پرويز/ علي شريعتي | (اسلاميات) | 30 رپيا |
| قصص القرآن ڀاڱو 1 ۽ 2 | مولانا حفظ الرحمان سيوهاروي | (قرآنيات) | 350 رپيا |
| اڪيلائيءَ جا هڪ سؤ سال | گئبرئيل گارشيا مارڪيز | (ناول) | 150 رپيا |
| عالمي مذهبن جو تقابلي مطالعو | محمد مظهرالدين صديقي | (تقابل اديان) | 130 رپيا |
| اسلامي فلسفو ۽ تصوف | ابوبڪر خان مڪسي | (فلسفو) | 150 رپيا |
| نورِ توحيد | محمد عثمان ڏيپلائي | (سيرت جو ناول) | 150 رپيا |

وي پيءَ ذريعي ڪتاب گهرائڻ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ ٻہ سؤ رپين جو آرڊر موڪلڻ ضروري آهي.

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين "اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ "لُڙهندَڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، پاڇوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻَڻ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَڻَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَڻَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَڻَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَڻَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَڻَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَڻَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَئَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَئَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٺاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سڀني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جڻن جڻن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا:

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا:

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪلائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَڻَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڻَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَڻَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)